# جنت السنڌ

سنڌ جي هڪ جلدي تاريخ جنهن ۾ تاريخ صرف بادشاهن جي دربارن جي چوڌاري
نٿي ڦري بلڪ قديم سنڌ کان وٺي سنڌ جي تهذيبي، تمدني، سياسي، اقتصادي
حالتن ۽ سنڌي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ راڄن جو احوال تفصيل سان ڏنل آهي.

رحيم داد خان مولائي شيدائي

Sindhica
سنڌيڪا



© سنڌيڪا
97

پهريون ڇاپو: 1999ع
ٽئون ڇاپو: 2021ع
ڪتاب جو نالو: جنت السند
ليکڪ: رحيم داد خان مولائي شيدائي
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: امان الله پيٽي
ڇپيندڙ: ذڪي سنز پرنٽرس، ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

"JANNATUS SINDH"
*(One Volume Comprehensive History of Sindh)*
By: Rahimdad Khan Molai Sheedai
Published by: Sindhica Academy,
B-24, National Auto Plaza, Marston Road, Karachi-74400
web: www.sindhica.org, email: sindhicaacademy@gmail.com

قيمت : =/700 رپيا

ISBN 978-969-9866-47-0

اسٽاڪسٽ

- سنڌيڪا اڪيڊمي B-24 ، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي74400. فون: 021-32737290
- سنڌيڪا بوڪ شاپ: شاپ نمبر 5، ميزنائين فلور، حيدرآباد ٽريڊ سينٽر، حيدر چوڪ. 03133692150
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، 19 بلديه پلازه گهنٽا گهر چوڪ سکر فون: 03352233803- 03013431537
- سنڌيڪا بوڪ شاپ، مدني شاپنگ سينٽر، جي پي او روڊ لاڙڪاڻو فون: 03313480039

ڪراچي: ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار، فون:03212038707
حيدرآباد: پٺاڻي بوڪ هائوس، فون:03223011560 سنڌي ادبي بورڊ بوڪ شاپ تلڪ چاڙهي، مسلم ڪتاب گهر، ڪنگ پن پريس ڪلب، بيت الحمد، عديل ڪتاب گهر، مڪتبه اصلاح و تبليغ، فيضان ڪتاب گهر
ٽنڊو الهيار: ديدار بوڪ ڊپو
نواب شاهه: سليمان برادرس، مسجد روڊ، عوامي بوڪ اسٽال، مسجد روڊ، حافظ اينڊ ڪمپني، لياقت مارڪيٽ، مڪتبه فيض رضا
مورو: مهراڻ ڪتاب گهر، شاهي بازار فون: 03323900970
ڪنڊيارو: عثمانيه لائبريري، چنيهاڻي فون: 03063665563
پڏ عيدن: مشعل ڪتاب گهر، اسٽيشن روڊ فون: 03153176680
ميهڙ: سومرا بوڪ اسٽور، ساحر ڪتاب گهر، ڪونڊي 03468948535، عبدالرزاق ڪتاب گهر ميهڙ 03063073014
دادو: جنيد بوڪ اسٽور 03133273152، مدني اسلامي ڪتبخانو 03003256788، خالد عباسي بوڪ اسٽور
لاڙڪاڻو: ادبي منزل بوڪ اسٽور 03323412221، نيشنل بوڪ اسٽور، نوراني بوڪ ڊپو 03013466100، رابيل ڪتاب گهر اسٽيشن روڊ 03073471205، رهبر بوڪ اڪيڊمي رابعا سينٽر بندر روڊ 0744056571، عبدالله بوڪ اسٽور 03332427372
شهدادڪوٽ: نديم وحيد بوڪ اسٽور، سبحان الله بوڪ ڊپو، زين ديني ڪتب خانو، جاويد بوڪ ڊپو
پنو عاقل: ماسٽر ڪتاب گهر، نيو سلمان بوڪ ڊپو
سکر: ڪتاب مرڪز فريئر روڊ 03003912036، عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ، بخاري ڪتاب گهر، قادري بوڪ اسٽور، مهراڻ بوڪ اسٽور، مجاهد بوڪ اسٽور نيم جي چاڙهي
خيرپور ميرس: حافظ بوڪ اسٽور مسجد روڊ
گهوٽڪي: مڪتبه امام العصر 03033695037، ماسٽر ڪتاب گهر، واشو رام بوڪ ڊپو
شڪارپور: وسيم ڪتاب گهر، سعيد بوڪ اسٽور، سعيد پيپر مارٽ، صديق حيدر ڪتاب گهر 03012035343، سنڌ ڪتاب گهر
ٽل: علي محمد بوڪ اسٽور، شاهي بازار
جيڪب آباد: سيد ماس ميگا اسٽور، سيد بوڪ لينڊ
سانگهڙ: المهراڻ ڪتاب گهر، زاهد بوڪ ڊپو، الفقراءَ بوڪ اسٽال ڪپرو: حافظ ڪتاب گهر
ميرپورخاص: مڪتبه يوسفيه، فون: 03003319565
عمرڪوٽ: شاهه لطيف ڪتاب گهر 03402393875، مهراڻ ڪتاب گهر، ٿر ڪتاب گهر، العزيز ڪتاب گهر 03313891283
بدين: مرچو لال پريمي، عطار ڪتاب گهر، سوجهرو ڪتاب گهر، حبيب الله چانڊيو بوڪ اسٽور

لکپڙهه لاءِ: سنڌيڪا اڪيڊمي B-24، نيشنل آٽو پلازه مارسٽن روڊ ڪراچي-74400 فون: 021-32737290،
ويب سائيٽ:www.sindhica.org اي ميل: sindhicaacademy@gmail.com

سنڌ ۽ گجرات جو دنيا ۾ پهريون نقشو
ابن حوقل بغدادي سن 342ھ سن943ع ۾ تيار ڪيو.
(ايليٽ کي نسخو انوڌ جي شاهي ڪتبخاني مان هٿ لڳو هو.)

بحر فارس
بحر سنڌ
گجرات
ملتان
قندابيل
منصوره
قبائل سنڌ
صحراء ڪرمان و سيستان

سنڌ جو قديم خاڪو


موجوده سنڌ
پيمانو
اتر
جيڪب آباد
ڪنڌڪوٽ
پنجاب
شڪارپور
گهوٽڪي
قمبر / شهدادڪوٽ
لاڙڪاڻو
سکر
نوشهرو فيروز
دادو
خيرپور
هندستان
نواب شاهه
سانگهڙ
بلوچستان
ڄام شورو
حيدرآباد
ٽنڊوالهيار
ميرپورخاص
عمرڪوٽ
ڪراچي
ٽنڊو محمد خان
بدين
ٺٽو
مٺي
ڪڇ
عربي سمنڊ

# انتساب

آءُ پنهنجي هيءَ پيشڪش مخدومي، مولائي و آقائي

**حضرت شمس العلماءِ**

**ڊاڪٽر ”عمر بن محمد دائود پوٽي“ مدظلہ العالي**

جي نالي منسوب ڪريان ٿو،

جنهن جي توجہ ۽ تربيت جي فيض ۽ برڪت جو هي نتيجو آهي.

گرچہ از نيڪان نيم، خود بہ نيڪان بستم ام

در رياض آفرينش رشتۂِ گلدستہ ام

**مولائي شيدائي**

# پبلشر نوٽ

سنڌ جي تاريخ جي هڪ جُلدي ڪتاب ”جنت السنڌ“ کي سنڌي پڙهندڙن وٽ بيحد مقبوليت حاصل رهي آهي. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1958ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي پاران ڇپيو هو. رحيمداد خان مولائي شيدائي کي بادشاهن ۽ درٻارن جي چوڌاري ڦيرڻ جي بجاءِ پنهنجي علمي ذوق سان تاريخ جي موضوع جي لاءِ گهربل عوامي پهلوءَ کي اڳيان رکيو. هُن ان وقت تائين موجود ماخذن جي بنياد تي ان کي وڌ ۾ وڌ عوامي بنائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ مختلف دورن جي اقتصادي، تمدني، معاشرتي ۽ ادبي حالتن تي بہ مناسب روشني وڌي. نتيجي ۾ هن ڪتاب کي پڙهندڙن اکين تي رکيو ۽ هڪ ٻئي جي پنيان ايڊيشن شايع ٿيا.

هي تاريخي سرمايو ڪيترن سالن کان آؤٽ آف پرنٽ هو. مولائي شيدائي مرحوم کي پٽ جو اولاد ڪونہ هو. سنڌن لائق نياڻي محترمہ خالده خانم پنهنجي والد جو هي علمي پورهيو سوڌي سنواري شايان شان ڇپائيءَ سان عوام جي استفادي لاءِ مهيا ڪرڻ واسطي دامنگير هئي ۽ اسان لاءِ اعزاز جي ڳالهہ آهي جو هُن انهيءَ مقصد جي لاءِ سنڌيڪا کي اشاعت جي ذميداري سونپي. اسان نهايت ٿي مختصر عرصي ۾ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪري سهڻي گيٽ اپ سان اوهان جي هٿن تائين رسايو آهي.

هي ڪتاب هيستائين سنڌ جي تاريخ تي معلومات جو ڀنڊار آهي. پر هينئر سنڌ جي تاريخ سان لاڳاپيل اجان بہ وڌيڪ ماخذن جي پڌرائي ٿي آهي. سنڌيڪا جي پاران ڇپايل انگريزي ڪتابن جا ترجما ان سلسلي ۾ قابل ذڪر آهن. انهن ۾ اهڙن بين ماخذن کي سامهون رکي جيڪڏهن تاريخ جي شعبي سان دلچسپي رکندڙ ڪي بہ محقق سنڌ جي تاريخ جي مختلف دورن تي ڪم ڪري وٺن تہ اها سنڌ ۽ سنڌين جي وڏي خدمت ليکبي ۽ سنڌيڪا اهڙين ڪوشش کي پڌرو ڪرڻ پنهنجي لاءِ فخر جو باعث سمجهندي.

نور احمد ميمڻ
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# ديباچو

سنہ 1941ع ۾ ڪن دوستن جي صلاح سان مان نموني طور 'مختصر تاريخ بلوچستان' پنهنجي خرچ سان ڇپائي پڌري ڪئي. ڇاڪاڻ تہ بلوچستان متعلق ڪابہ تاريخ اڳ سنڌي زبان ۾ ڪانہ هئي. مٿين تاريخ اگرچہ مختصر هئي، مگر ان بيحد مقبوليت حاصل ڪئي. اخبارن تعريف ڪئي، دوستن وٽان قدرشناسيءَ جا خط پهتا. خاص طرح تڏهوڪي بي- پي- آءِ سنڌ، شمس العلماءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي تاريخ کي سنڌ جي پرائمري ۽ سيڪنڊري اسڪولن ۽ ٽيچرس لائيبررين لاءِ منظور ڪري، حوصلہ افزائي ڪئي. تنهن کان پوءِ، ٻيءَ عالمگير جنگ وقت جڏهن آءٌ فوجي ڪارخاني، حيدرآباد سنڌ ۾ يارڊ سپروائيزر هوس، تڏهن پوليٽيڪل ايجنٽ قلات معرفت، مٿينءَ تاريخ جو اُردو ترجمو بلوچستان جي اسڪولن لاءِ بلوچستان تعليم کاتي پاران منظور ٿيو.

منهنجو گهڻي عرصي کان 'تاريخ سنڌ' لکڻ جو ارادو هو. ڇاڪاڻ تہ سنڌ جون جيڪي بہ تاريخون آهن اول تہ انهن ۾ حوالا ڏنل ڪين آهن. وري جن ۾ ڏنل آهن سي مبهم نموني ۾ ڏنل آهن. نہ سنڌ جي جاگرافي متعلق بيان ڏنل آهي، نہ سنڌ جي تجارتي، صنعتي، اقتصادي حالتن متعلق ڪجهہ بيان ڏنل آهن. فقط خشڪ سياسي بيان ڏنل آهن. ڪن تاريخن ۾ هجري سن ڏنل آهن، تہ ڪن ۾ عيسوي ڏنل آهن. بعض بيان قياسي ۽ ڪي افسانن وانگر آهن. اهڙين خامين ۽ غلطين کي مٿائڻ ۽ وطن ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ جي ارادي سان، مون سنڌ جي مفصل تاريخ جو هي نسخو تيار ڪيو آهي.

هن مسودي جي تيار ڪرڻ ۾ جن جن ڪتابن تان مون مدد ورتي آهي، تن جا نالا ۽ حوالا هر هڪ صفحي هينان ضروري نوٽن سان ڏنا اٿم. ڪتاب ۾ جملي اٺ باب آهن. ضروري نقشن کان سواءِ هجري ۽ عيسوي سن بہ ڏنل آهن ۽ ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ هر هڪ باب جي ڌار ڌار ببليوگرافي. چٽنائيءَ سان ڏنل آهي. جن جن خاندانن سنڌ تي حڪومت ڪئي آهي، تن جا شجرا ۽ فرمانروائن جي نالن جون فهرستون بہ مناسب هنڌن تي ڏنل آهن. سياسي بيانن ۽ جنگين جي حوالن ڏيڻ کان سواءِ، هر هڪ دور جي سنڌ جي اقتصادي،

تمدني، تجارتي، صنعتي ۽ ادبي حالتن تي بہ مناسب روشني وڌل آهي، جيئن اصلي توڙي نوان رهواسي پنج هزار ق-م کان سنہ 1843ع تائين پنهنجي پاڪ وطن، سنڌ، جي تاريخ جي پوري ڪيفيت ۽ فضيلت معلوم ڪري سگهن.

اڪثر اڳين مؤرخن سياسي ۽ مذهبي تعصب ڪري، اسان جي سنڌڙي سونهاريءَ جون جيڪي تاريخون لکيون آهن، انهن مان اسلامي دؤر ۾ فقط ڪاهُن ۽ جنگين جو ذڪر ڏنل آهي. گويا اسلامي دؤر محض جاهليت جو دور هو. بعض انگريز مؤرخن هن خوش نصيب صوبي کي ”ناخوش وادي“ ۽ ”بدنصيب واديءَ“ جي نالن سان سڏيو آهي، حالانڪ اسان جي سنڌ سڄي ايشيا ۾ زرخيز ملڪ آهي ۽ سڄي پاڪستان اندر بچت وارو صوبو آهي. ملڪ جي اهڙين بيمثل برڪتن ڪري مون ڪتاب تي ”جنت السنڌ“ نالو رکيو آهي.

ڪتاب ۾ جيڪي مون لکيو آهي، سو بين ڪتابن تان احوال ڏسي ڇنڊي ڇاڻي پوءِ لکيو آهي، جنهن لاءِ جابجا حوالا ڏنل آهن ۽ مون پاڻ کي حقيقتن جي صحت يا عدم صحت جي جوابدارين کان آزاد رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ممڪن آهي تہ مون کان غلطيون ٿيون هجن، ڇاڪاڻ تہ انسان نيٺ بہ تہ هڪ عاجز چيز آهي. ان باري ۾ حضرت شيخ عثمان هجويري رح جو قول آهي تہ:

"انساني طبع لاءِ باهہ تي گهمڻ، علمي راهہ تي هلڻ کان آسان آهي.
هڪڙي جاهل لاءِ پل صراط تان هزار ڀيرا لنگهڻ آسان ڪم آهي،
ان کان جو هڪڙو عالم علمي مسئلي کي حل ڪري سگهي.“

ان ڪري جيڪڏهن ڪا غلطي اوهان کي نظر اچي، تہ مٿئين قول مطابق مون هيچمدان کي معاف فرمائيندا. هن ڪتاب جي شايع ٿيڻ کان پوءِ آئنده جڏهن بہ ڪو صاحب تاريخ سنڌ تي قلم کڻندو سو ان شاءِ الله تعاليٰ مون عاجز کي ڪين وساريندو بلڪ اميد اٿم تہ هي ڪتاب هڪ حد تائين سندس رهنمائي ڪندو. آخر ۾ رب پاڪ جو شڪرانو ادا ڪريان ٿو جنهن پنهنجي ناچيز بندي کي قوم ۽ وطن جي هن خدمت ڪرڻ لاءِ توفيق عطا فرمائي.

وما توفيقي الا بالله العلي العظيم

'شادم از زندگيءَ خويش کہ کاري کردم

خادم

مولائي شيدائي

محرم الحرام 1369هہ

سکر (سنڌ)

# فهرست




عربي فتوحات جون حدون
(هي نقشو "تمدن عرب" تان ورتل آهي.)

# باب پهريون

## جنت السنڌ:

سر زمين سنڌ کي "جنت السنڌ" جو نالو ان ڪري ڏنو ويو آهي، جو پيداوار جي لحاظ کان هيءَ برڪت ۽ بچت واري سرزمين آهي. "جنت السنڌ"، سنڌو نديءَ ڪري، هڪڙي وادي آهي، جا هندستان جي ميدانن مان "انڊو گنگيٽڪ" عظيم الشان ميدان جو اولهندو حصو والاري ٿي. هيءُ ميدان جبلن جي مٿيءَ مان جڙيل آهي، جو ڊيگهه ۾ پندرهن سؤ ميل ۽ ويڪر ۾ ڏيڍ سؤ ميل آهي. هڪ سنڌو سنئون ميدان سنڌونديءَ کان گنگا نديءَ جي ڊيلٽا تائين پکڙيل آهي؛ منجهانئس سنڌو، گنگا ۽ برهمپترا نديون وهن ٿيون. هي ميدان سنڌ، پنجاب، گڏيل علائقا، بنگال ۽ آسام جا علائقا والاري ٿو ۽ پاڪ و هند جي سيني علائقن کان هن ميدان وارا علائقا وڌيڪ زرخيز ۽ مردم خيز آهن. هن ۾ ڪٽڪ، ڪڇهه، ڪمند ۽ چانهه جي پوک ٿئي ٿي. اُن جي مشرقي حصي تي گهڻي برسات پوي ٿي، ان ڪري سندس نظارو مغربي حصي کان وڌيڪ دلڪش آهي. آرين هن ميدان تي "سپت سنڌو" ۽ "آريا ورت" نالا رکيا هئا. سنڌن تمدن، هنر ۽ ادب هت ترقي ڪئي هئي.[1]

## ايراضي ۽ آدمشماري:

موجوده سنڌ جي ايراضي 52,994 چورس ميل آهي.[2] آگسٽ 1947ع ۾، تقسيم هند کان اڳ، سنڌ جي جملي آدمشماري 38,87,070 هئي، جنهن مان مسلمانن جو تعداد 28,31,000 ۽ هندن جو جملي تعداد 10,15,000 هو.

مٿين ايراضيءَ مان رياست خيرپور جي ايراضي 6,050 چورس ميل آهي.[3] پکيڙ جي لحاظ کان، هي صوبو آسٽريا، بلغاريا، ڊينمارڪ، هنگري، سوئٽزرلنڊ

1 - T. W Hulderness: Peoples and Problems of India. P. 23, 1923.

2 - J. A. Hammerton Sir: The World Pictorial Gazetteer, P. 923, London

ڪن گزيٽئرن ۾، سنڌ جي جملي پکيڙ 46,378 چورس ميل ڏيکاريل آهي.
S.C. Sarkar: Hindustan Year Book, 1938, P. 220, Calcutta.

3 Statesman Year Book, 1923, Indian Empire, London.

۽ پورچوگال کان وڏو آهي. سنہ 48_1949ع ۾ هن صوبي جي جملي روينيو اُپت 843 لک رپيا هئي، خرچ 804 لک رپيا هو.[1]

### قديم حدون:

سنہ 1843ع تائين، سنڌ هڪ ڌار ملڪ هو. قديم زماني ۾، سنڌ حڪومت جون حدون اُتر ۾ درياءَ جهلم تائين هيون ۽ ڪشمير جا بعض هيٺيان ضلعا بہ ان ۾ شامل هئا. اتر ۾ درياءَ هيلمند ان جي حدبندي ڪندو هو ۽ ڏکڻ اولهندي ۾، سندس سرحد مڪران جي اولهندي ۾ نور منشور تائين پکڙيل هئي ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ هئس،[2] ۽ ڏکڻ اوڀرندي ۾ راجپوتانا ۽ جيسلمير جي ريگستان ۾ ڪٿي وڃي ٿي ختم ٿي: گويا هاڻوڪو سمورو مغربي پاڪستان سنڌ اندر هو.

### موجوده حدون:

سنڌ جون موجوده حدون هن ريت آهن: اتر ۾ پنجاب ۽ (سابقہ) رياست بهاولپور، اوڀرندي ۾ جيسلمير ۽ جوڌپور (راجپوتانا) رياستون، ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ عربي سمنڊ ۽ اولهندي ۾ رياست قلات (بلوچستان).

### نالو:

اسلامي تاريخن ۾ لکيل آهي تہ "هند" ۽ "سنڌ" حام بن نوح عليہ السلام جا پٽ هئا، جن جي هن سرزمين تي، سندن اولاد سميت، گهڻو وقت حڪومت رهي هئي، تنهن ڪري سندن نالي پٺيان ئي هن ملڪ تي سند (سنڌ) نالو پيو.[3] آڳاٽي سنڌ جي طبعي حالت بہ موجوده سنڌ کان گهڻي نرالي هئي. ڪنهن زماني ۾، ان جي چؤطرف سمنڊ جو هجڻ ثابت آهي. ڏکڻ ۾ ڪڇ جو رڻ ۽ راجپوتانا جو وڏو حصو سمنڊ هيٺ هئا، جنهن لاءِ سانير جي ڍنڍ شاهدي ڏي ٿي، اتر ۾ خزر جو سمنڊ ۽ ارل جي ڍنڍ، سيستان ۾ هامون جي ڍنڍ ۽ مڪران جون

---

1_ سنہ 83_1884ع ڌاري سنڌ جي جملي اپت 3,86,754 رپيا (4,87,000 پائونڊ) هئي. انهن انگن اکرن مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ سنڌ ڪيتري ترقي ڪئي آهي.

2_ عام مؤرخن، ايران ۽ مڪران جي جاگرافيءَ کان بي خبر هئڻ سبب، نور منشور کي مڪران جو بيٺ ڪري لکيو آهي، حالانڪ ڪرمان جي ٻن جبلن ڪوه ڪفت ۽ ڪوه خاضر جي وچ ۾ هيءَ هڪڙي واديءَ جو نالو آهي. عربي سمنڊ، عربي تاريخن ۾، عمان جو سمنڊ ڏيکاريل آهي، يونانين جي جاگرافين ۾ ان جو نالو "ايريٿيورم" ڏيکاريل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي هندي وڏو سمنڊ

3_ حام بن نوح عليہ السلام کي ڇهہ پٽ هئا: (1) هند (2) سنڌ (3) افرنج (4) حبش (5) هرمز ۽ (6) بوبہ. "آئينہ ائوڌ": مولانا سيد ابوالحسن، ص_3، مطبع نظامي، ڪانپور، 1305هہ ڏسو تحفة الڪرام: مير علي شير قانع ٺٽوي، جلد 3 مقدمہ مطبع ناصري، بمبئي 1304هہ

ڏنيون شاهدي ڏين ٿيون تہ سنڌ، جنهن جون حدون ڪو وقت ڪشمير، هندوڪش، هيلمند ۽ ايران تائين هيون، سو ٻيٽ هوندو. تاريخن ۾ ”سڪاديپ“ سڏبو هو. اهڙيءَ طرح اتر هندستان کان دکن، بہ سمنڊ ڪري ڌار هو جو ’جمبو ديپ‘ سڏبو هو. سنڌ جو مڪران وارو ٻيٽ، جو هينئر استالو سڏجي ٿو سو ”ستاديپ“ سڏبو هو.

هندستان جا ٻيا ٻيٽ لڪديپ، سنهالاديپ (سلون)، سورن ديپ (سوماترا)، يؤن ديپ (جاوا)، هن وقت موجود آهن. ان زماني ۾ سمنڊ جي وسعت ڪري سنڌ ۾ جهجهي برسات پوندي هئي، جنهن جو ثبوت موهن جي دڙي جي پڪين سرن وارين عمارتن مان پئجي سگهي ٿو. بلڪ مڪران جي ڪن آثارن مان ڪوڏن ۽ سنکن جا زيور بہ لڳا آهن. هن مان ظاهر آهي تہ اڄ کان هزارها ورهيہ اڳ سنڌ هڪڙو ٻيٽ هو پوءِ ندين جي لَٽَ جي مٽيءَ ڪري ۽ وقت بوقت زلزلن ڪري، سمنڊ پٺتي هٽندو ويو. تان جو سمنڊ سُڪندو ويو ۽ راجپوتانا ۽ ٿر وارياسو بيابان بنجي ويو. ان بيابان جي ڪري، راجپوتانا ”مارو پومي“ يعني موت جي زمين سڏجي ٿو.[1] ڪن جو بيان آهي تہ لفظ ’سنڌو‘ سنسڪرت لفظ ”سنڌاوا“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ ”چنڊ“ آهي.[2] رگ ويد، جو هندن جو پراڻو گرنٿ آهي، تنهن ۾ سنڌ جو نالو ”سپت سنڌو“ يعني ستن ندين وارو ملڪ لکيل آهي. آرين لوڪن سنڌ تي ’سنڌو‘ درياءَ ڪري اهو نالو وڌو، جنهن جي معنيٰ آهي ”سمنڊ“.

آرين جا پاڙيسري پائر ايراني، س کي هہ سان پنهنجي لهجي ۾ بدلائيندا هئا. ان ڪري زند جي زبان ۾ ”سپت“ بدلجي ”هپت“ ۽ ”سنڌ“ ڦري ”هنڌ“ ٿيو. هيءُ لفظ پوءِ رومن صرف ۽ نحو جي چرخي تي چڙهي ”اِند“ ٿيو. هيءُ لفظ پوءِ قلابازيون کائيندو بدلجي ”انڊيا“ ٿيو ۽ اجا تائين مغربي زبانن ۾ مروج آهي. متئين لهجي جي ڦيرگهير ڪري آريا ”هندو“ ڪوٺجڻ لڳا. چيني سياح هوئن تسانگ، جو 629ع کان 645ع تائين هندستان جو سفر ڪندو رهيو، سو پنهنجي سفرنامي ۾ هندستان کي ”شنتوهين“ لکي ٿو. ”انڊ“ يا ”هند“ نالا ايرانين جا جڙيل آهن. باقي ”شنتو“ يا ”انتوم“ شايد يونانين ڪتب آندو، جڏهن سڪندر سان گڏ هت آيا.[3] عربن جو واپار هزارين ورهين کان هن ملڪ ۾ هلندڙ هو. کين ”سند“ ۽ ”هند“ نالن جي خبر هئي. عربي جاگرافيدانن مان

1 _ The Combridge History of India, Vol.I, Map No 5, Combridge, 1922

2 _ J.F. Hewitt: Ruling Races of Prehistorical times, Vol. I, P. 48, Westminster

3 _ W. W. Hunter: Imperial Gazetteer of India, "Name" London, 1893.

ابن حوقل بغداديءَ سنڌ تي ”اشڪال البلاد“ ۽ گجرات تي ”زين البلاد“ نالا رکيا هئا.[1] هي پهريون عرب جاگرافيدان هو جنهن سنڌ ۽ گجرات جو نقشو تيار ڪيو هو. ابوضلع منصوري، جنهن هجري ٽينءَ صديءَ ڌاري سنڌ جو وطني ترانو جوڙيو هو تنهن ۾ هيءُ سنڌي شاعر سڄي ملڪ کي ”هند“ سڏي ٿو. سندس پهريان ٻه بيت ڏجن ٿا، جن مان هن ملڪ جي دولت ۽ خوشحاليءَ جو پتو پئجي سگهي ٿو:

لقد انکر اصحابي وما ذالک بالامثل،
اذا ما مدح الهند و سهم الهند في المقتل،
لعمري انها ارض اذا القطر بها يزل،
يصير الدر والياقوت و الدر لمن يعطل.[2]

جيئن ته اسلام جو قدم پهريائين هن ملڪ تي پيو ان فضليت ڪري سنڌ ”باب الاسلام“ جي ممتاز لقب سان پڻ سڏجي ٿي.

## قدرتي حصا:

سنڌ جا قديم آثار صاف ڏيکارين ٿا ته قديم زماني کان هي ملڪ تهذيب ۽ تمدن جو هندورو هو. جيئن نيل جي وادي تهذيب جي ملڪ هئي. مصر جي ترقيءَ جو سبب هن ريت هو ته سندس اولهندي کان لبيا جو صحرا ۽ اوڀرندي کان نيوبيا جو رڻ پٽ ۽ اتر کان سينائي صحرا اٿس: تيئن سنڌ جي جنت نشان واديءَ جي اڀرندي کان ٿر جو صحرا، الهندي کان بلوچستان جي جبلن جون ديوارون قلعي وانگر هن ملڪ جي پاسباني ڪري رهيون آهن. اتر سنڌ کان ڪڇيءَ جو ڪنڌبو ميدان ”دشت بيدار“ شروع ٿئي ٿو جتي ڪوهن تائين رڃ لڳي پئي آهي ۽ پاڻيءَ جو نالو نشان ڪونهي. هن ميدان کان ٻه درا (لڪَ) ”بولان“ ۽ ”مولہ“ شروع ٿين ٿا، جتان وچ ايشيا ۽ ايران جي مٿانهن پٽن ڏانهن رستا وڃن ٿا، مگر لَڪن جا پيچرا خطرناڪ هئڻ ڪري، جن جي فاتحن اولهندي ۽ اتر طرف کان هندستان تي ڪاهون ڪيون، تن خيبر جو رستو اختيار ڪيو جنهن جي سامهون پنجاب جو زرخيز ميدان آهي.

اهڙيءَ طرح ڏکڻ اولهندي ۾ مڪران جو ڪنارو بلڪل ويران آهي، جتان لنگهندي ”اشور“ جي پرشوڪت ملڪ سميراس ۽ سڪندر مقدونيءَ کي اتي

---

1_ ابن حوقل بغداديءَ جو نقشو سر هينري ايليٽ کي شاهان اَئوڌ جي ڪتبخاني مان هٿ لڳو هو جنهن جو نقل هن ڪتاب جي منڍ ۾ ڏنل آهي.

2_ آثار البلداد: زڪريا قزويني، ص_85، لندن.

جي وحشي قومن کان سخت تڪليفون پهتيون هيون. مٿين رستن جي روڪ لاءِ هن خوش نصيب واديءَ کي مضبوط قلعا ڏنل هئا. مثلا پنجاب کان ڪاهه ڪندڙن جي روڪ لاءِ مهراڻ جي اويرندي ڪپ تي الور جو مضبوط قلعو ٽڪريءَ تي ٻڌل هو. جنهن تي قبض: ڪرڻ لاءِ فاتح عربن کي ڪي مهينا لڳا هئا. اولهندي کان برساتي نئن جي وهڪرن ڪري رستا جڙيل آهن. جي دراصل ننڍڙا لَڪَ آهن. تن جي روڪ لاءِ ڪوهستاني علائقي ۾ سيوستان (سيوهڻ) جو مشهور قلعو هو. وچولي ۾ برهمڻ آباد ۽ نيرن ڪوٽ (پاتال) جا قلعا هئا. ڏکڻ ۾ سمنڊ کان ڪاهُن جي بچاءَ لاءِ سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا وارين مغربي شاخن تي ديبل جو مشهور قلعو هو.

جيئن مصر قدرتي طور ٻن حصن ۾ ورهايل آهي:

(1)مصر اسفل. يعني نيل نديءَ جي ڊيٽا وارو هيٺانهون حصو ۽ (2) مصر صعيد. يعني ڏاڪڻيون مٿانهون حصو. تيئن موجوده سنڌ به ٻن حصن ۾ ورهايل آهي: (1) ”لاڙ“ يعني هيٺانهون حصو جنهن جون حدون ڏکڻ ۾ سمنڊ کان شروع ٿي سيوهڻ تائين آهن. ۽ ”سرو“ يعني اتر وارو حصو. جولڪيءَ جي جبلن کان اتر سنڌ جي ٽڪرين تائين آهي. سنڌ اتر کان سمنڊ تائين ڊيگهه ۾ 360 ميل آهي ۽ ويڪر ۾ اويرندي وارين ٿر جي پٽن کان وٺي اولهندي وارين ٽڪرين تائين 170 ميلن ۾ آهي ۽ جملي پنجن حصن ۾ ورهايل آهي: (1) سرو (2) وچولو (3) لاڙ (4) ٿر ۽ (5) ڪوهستان.

## آبهوا:

هاڻوڪي سنڌ. موسمي هوائن کان ٻاهر هئڻ ڪري، هڪ خشڪ علائقو آهي. جتي ساليانو ڇه انچ برسات مس پوي ٿي. سري ڀاڱي جي زمين مٿانهين ۽ پڪي هئڻ ڪري ”سرو“ سڏجي ٿي ۽ ڏاڪڻيون ڀاڱو لڙيل ۽ هيٺانهون آهي. تنهن ڪري ان کي ”لاڙ“ چئبو آهي. ڪڇ جو رڻ ۽ عربي سمنڊ ويجهو اٿس. تنهن ڪري هن ڀاڱي جي زمين ڪلراٺي آهي. سري ۽ لاڙ جي وچ واري حصي کي ”وچولو“ چئبو آهي. هن ڀاڱي جي زمين سنوت واري ۽ پلي آهي. چاڪاڻ جو سنڌوندي هن ڀاڱي مان وهي ٿي ۽ سندس لَٽ وارو پاڻي زمين تي پکڙجيو وڃي. اولهه وارو ڀاڱو سڄو ئي جابلو آهي. تنهن ڪري ڪيس ”ڪوهستان“ چئبو آهي. اوڀري واري ڀاڱي تي پٽون لڳيون پيون آهن. تنهن ڪري ڪيس ”ٿر“ يا ”ريگستان“ سڏبو آهي. سرو سمنڊ کان پري آهي ۽ اولهه پاسي کان ويران ٽڪريون اٿس. تنهن ڪري اتي جي آبهوا اونهاري ۾ تمام گرم ۽ سياري ۾ تمام سرد ٿئي. وچولي جي ڳچ ڀاڱي مان سنڌو درياءَ وهي ٿو ۽ ان جي هيٺانهين

حصي تي سمنڊ جي هوا جو بہ اثر پوي ٿو تنهن ڪري هتي جي آبهوا سٺي ۽ وڻندڙ آهي. لاڙ واري ڀاڱي کي سمنڊ ويجهو آهي ۽ زمين بہ هيٺانهين اٿس. تنهن ڪري اتي جي هوا گهم واري آهي: هيٺانهين زمين هئڻ ڪري اتي پوسل ٿئي ٿي. ٿر ۾ واريءَ جا دڙا لڳا پيا آهن ۽ ڪو درياءُ يا واهہ ڪونہ اٿس. تنهن ڪري اتي ڏاڍيون لُڪون لڳن. اونهاري ۾ گرمي گهڻي ٿئي تہ سياري ۾ وري گهڻي سردي ٿئي.

ڪوهستان ۾ ٻن قسمن جي آبهوا آهي: ڏاکڻي حصي جي وڻندڙ ۽ سٺي، ڇاڪاڻ تہ ان کي سمنڊ ويجهو آهي، ۽ مٿئين حصي يعني جيڪب آباد ۽ سيوهڻ ۾ وري سڄي ملڪ کان گهڻي گرمي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ سمنڊ ويجهو ڪونہ اٿن ۽ ڀيو تہ آسپاس واري زمين بہ وارياسي ۽ ٽڪرائتي اٿن. حيدرآباد ۽ جهرڪ ٽڪريءَ تي ٻڌل آهن ۽ سمنڊ کان گهڻو پري ڪونہ آهن ۽ سنڌن ڀرسان سنڌو درياءَ وهي ٿو تنهن ڪري آبهوا سٺي اٿن. ڪوهستان ۾ جبلن سبب ۽ ٿر ۾ واريءَ سبب برسات پوڻ تي آبادي ٿئي. سري ۽ وچولي وارا ڀاڱا گهاٽا وسايل آهن، جو اتي آبادي گهڻي آهي ۽ منجهن واپار جون چڱيون سهولتون آهن. ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ٿورا ماڻهو رهن ٿا، جو اهي ڀاڱا اهڙا آباد نہ آهن.

لاڙ ۾ پوسل ۽ تپاوليءَ ڪري گهڻا ماڻهو اتي رهڻ پسند نٿا ڪن. سنڌ ۾ ڪي ايڏا اوچا جبل ڪين آهن، جي ڪڪرن کي روڪي سگهن. تنهن ڪري مينهن بلڪل ٿورو پوي ٿو. البتہ ڪراچيءَ ۾ ساليانو پنج انچ برسات پوي ٿي. سنڌ جي زمين سمنڊ جي مٿاڇري کان اوچائيءَ ۾ هزار فوٽن کان گهٽ آهي. سنڌ جي آبهوا متعلق هڪڙي حديث آهي: "اطيب ريحا ارض الهند." يعني سڀ کان وڌيڪ خوش هوا هندستان جي سرزمين جي آهي.[1]

## جبل:

سنڌ جي اولهندي وارن جبلن جو رخ اتر کان ڏکڻ طرف آهي، جي دراصل هالار جبل جون قطارون آهن. اهي قطارون برما ۽ آسام جي ٽڪرين وانگر آهن ۽ اراولي ٽڪرين جي شاخن وانگر سنڌن ڏاکڻيون شاخون سمنڊ اندر بہ آهن. اهي جبل سنڌ کي قلات ڊويزن کان ڌار ڪن ٿا. سنڌ جي بعض حصن ۾ ٻيا بہ جبل آهن: مثلاً:

---

1ـ مٿين حديث علامہ جلال الدين سيوطي، ابن جرير، حاڪم، بيهقي ۽ ابن عساڪر، حضرت علي رضہ کان نقل ڪئي آهي. ان قسم جون حديثون يا روايتون توڙي جو ضعيف آهن، تہ بہ ان زماني جي مسلمانن جي خيالن کي ظاهر ڪن ٿيون.

کيرٿر، جنهن جي مکيہ چوٽي ”ڪتي جي قبر“ آهي، جا سمنڊ جي مٿاڇري کان پنج هزار فوٽ اوچي آهي. سندس ٻيون بہ چوٽيون هڪڙي هنڌ ڪمان وانگر پاڙ ۾ گڏجن ٿيون. هن جبل تي بہ مٿانهان پٽ زراعت جي قابل آهن، جن جي آبهوا صحت لاءِ نهايت فائديمند آهي (i) :ڍار (ڍرو)، جو سمنڊ جي مٿاري کان 6 هزار فوٽ بلند آهي ۽ مٿس هڪ هزار ايڪڙ زمين زراعت جي قابل آهي. سندس زمين جو رنگ سرخيءَ ڏي مائل آهي ۽ (ii) دانا برج مٿانهون پٽ، جو سمنڊ جي مٿاڇري کان ساڍا چار هزار فوٽ بلند آهي. کيرٿر ۾ بولان، مولهہ، مشڪوٽ مکيہ لڪ آهن، ٻيا منجهس ننڍڙا لڪ بہ آهن، جن مان برساتي نيون وهن ٿيون. کيرٿر تي گهاٽائي جهنگلي ٻڪر (گڏ ۽ سرهہ) رهن ٿا.

ڏاڙهيارو جبڪو کيرٿر جي اويرندي واري شاخ آهي. سنہ 1862ع ڌاري سنڌ جي ڪمشنر، مسٽر ايس. مئنسفيلڊ، مٿس هڪڙو تلاءُ کوٽرايو هو.[1]

پب، جيڪو ڪوهيار (جهالاون) کان شروع ٿي، راس مونزي تائين هڪ سؤ ميلن ۾ آهي. سندس چوٽيءَ جو نالو ”فراس“ آهي. هن جبل تي چوپائي مال لاءِ گاهہ جهجهو ٿئي ٿو. سهڪڙ، مور، انڌر، مور پب، جيتل، لڪي تڪريون ۽ ڪرو سندس شاخون آهن. انهن جبلن ۾ لوهہ، ٽامو شيهو گندرف، ڪوئلو ۽ تيل گهٽي انداز ۾ آهي. انهن آتشي مادن ڪري اتي وقت بوقت زلزلا ٿين ٿا، جن جو اثر سنڌ تي پوي ٿو.[2] اڄ سنڌ جا جبل ويران آهن، مگر اڄ کان هڪ هزار ورهيہ اڳ سنڌ جي سمنڊ مان ياقوت ملندا هئا ۽ ان جي جبلن ۾ الماس جون کاڻيون هيون ۽ اها ان جي خدائي ڏات هئي.[3]

---

1 _ M B. Pithawalla: The Lower Indus Basin, PP.224-226, Karacho, 1936

سنہ 1902ع ۾ لاڙڪاڻي جي ڪليڪٽر، مسٽر ڊبليو. ايڇ. ليوڪس. کيرٿر جي چوٽيءَ وٽ رڇ وانگر هڪ ڪار جانور جهن کي بلوچ ’مر‘ چوندا آهن، شڪار ڪيو هو.
E H Aitken: Gazetteer of the Province of Sindh, P 5, Karachi 1907.

2_ چارلس ماسن، بلوچستان جي سياحت ڪرڻ وقت، جهالاوان جي ڳوٺ سڪران وٽ، اتي جي جبلن ۾ شيهي جون کاڻيون ڏٺيون هيون. ڪپتان ڪوڪ بہ سندن معائنو ڪيو هو. ڪڇيءَ ۾ گنداواهہ کان 15 ميلن جي مفاصلي تي، سنيءَ جي ڳوٺ وٽ گندرف جون کاڻيون هيون، جن جي ڪري گنداواهہ گندرف جي واپار جو مرڪز هو. مير نصير خان پهرئين جي ڏينهن ۾ مٿين کاڻين مان ساليانو سٺ هزار رپين جو گندرف نڪرندو هو جو افغانستان جا امير خريد ڪندا هئا. 1847ع ۾ فقط 12 هزار رپين جو گندرف نڪتو هو. ياڳ جي شهر ۾ گندرف ۽ لوهہ صاف ڪرڻ جا ڪارخانا هئا.
A.W. Hughes: Baluchistan, The Province of Jahalawan, P 85, the Province of Karachi, P-105, London, 1877.

3_ ڪتاب البلدان‘: ابن الفقيہ همداني، ص_ 251، ليڊن.

## ڪوسي پاڻيءَ جا چشما:

ڪيرٿر جي اتر اوڀرندي واريءَ ڪنڌ تي، لاڪي جا چشما آهن. ازان سواءِ منگهي پير، جهمپير ۽ لڪيءَ جي ڏاڙڻ وارن چشمن تي ڦٽن ۽ ڦرڙين وارا مريض غسل ڪن ٿا. انهن چشمن تي ميلا بہ لڳن ٿا. پب جبل تي، لس ٻيلي واريءَ سرحد تي، شاهہ بلال (لاهوت لامڪان) جو زيارتگاهہ آهي. بشاري مقدسيءَ سنہ 370هہ ڌاري، سنڌ جي ڪوسي پاڻيءَ جي چشمن ۾ منجهن مريضن جي غسل ڪرڻ جو ذڪر ڏنو آهي.[1]

## ٽڪريون:

روهڙيءَ جي ذڪرڻ واريون ٽڪريون، روهڙي تعلقي ۾ 18 ميلن تائين ۽ خيرپور کان ٽيهہ ميل اڳتي وڃن ٿيون. ڪن هنڌن تي سندن چوٽين جي بلندي سمنڊ جي مٿاڇري کان ساڍن چئن هزارن فوٽن جي بلنديءَ تي آهي. شاهہ مقصود، ڪلڪان ۽ بکر جو قلعو جتان سنڌو نديءَ پن ٽڪرين وچان وهي ٿي، سي مٿين ٽڪرين جون شاخون آهن. بکر پرسان خواجہ خضر جو آستان ۽ ساڌ ٻيلو بيٺ بہ ٽڪرين تي آهن. سکر ۾ آدم شاهہ جي ٽڪري، حيدرآباد ۾ گنجو ٽڪر، ٺٽي ۾ ڪوهہ مڪلي جنهن تي بيشمار قبرون آهن، مکيہ ٽڪريون آهن. پارڪر ۾ ڪارونجهر جون قطارون آهن، جن ۾ هڪڙي هنڌ تي بہ چوٽيون پاڻ ۾ گڏجن ٿيون، جتان مينهن جو پاڻي ٽيهارو فوٽن جي بلنديءَ تان ابشار وانگر هيٺ ڪري ٿو انهيءَ هنڌ کي هندو ”گئومک“ سڏين ٿا.

## سنڌو ندي:

سنڌو ندي، جنهن تي هن صوبي جي زندگيءَ جو مدار آهي، سا دنيا جي وڏين ندين مان سترهون نمبر آهي. مسلمانن جي روايتن توڙي هندن جي ڏندڪٿائن ۾، هن نديءَ جي تعريف ڪيل آهي. مسلمانن جي روايتن موجب جنت مان چار درياهہ: (1) نيل، (2) فرات، (3) جيحون ۽ (4) سيحون نڪرن ٿا، جن مان سيحون، ”سنڌو ندي“ آهي. مٿين دريائن جي وجود ڪري مصر، عراق، ماوراءَ النهر ۽ سنڌ، دنيا ۾ ”اَرض معموره“ سڏجن ٿا. اهڙي طرح رگ ويد جي ڏهين منڊل ۾ هن نديءَ جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ بيان ڪيل آهي. هيءَ عظيم الشان ندي هماليہ جبل جي ڪيلاش پربت واريءَ مانسرور ڍنڍ مان

1_ احسن التقاسيم في معرفت الاقاليم': بشاري مقدسي، ص_ 483.

نڪري. ڪشمير جي گلگت واري جابلو حصي کي لتاڙي، ٻارهن هزار فوٽن جي بلنديءَ تان جتي انسان جو لنگهه مشڪل آهي، ڀڃريان ٻنجيءَ تائين اتر والهه. تنهن کان پوءِ ڏکڻ اولهه جو رخ اختيار ڪري ٿي. تنهن کان پوءِ پنجاب ۽ سنڌ جي ميدانن کي لتاڙيندي، 18 سؤ ميل وهي. سنڌ جي شاهه بندر وٽ عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي.[1] سندس ساڄي ڪپ وارين شاخن مان ڪي نديون افغانستان جي مٿانهين پٽ مان نڪري، ڪرم واديءَ کي لتاڙي ۽ هندستان جي سرحد وارن جبلن منجهان ٽپي، اچي منجهس پون ٿيون.

انهن مان ڪيا (ڪابل) ندي اٽڪ وٽ منجهس پوي ٿي.[2] ڪونر ۽ سوات، ڪابل نديءَ جون شاخون آهن. ڪابل نديءَ کان پوءِ ٻيو نمبر ڪرم ندي آهي. ڪرم ندي افغانستان جي مٿانهين پٽ جي ڏکڻ کان نڪري، ڪرم واديءَ کي لتاڙي، سنڌونديءَ ۾ پوي ٿي. ٽوچي ندي به ڪرم جي شاخ آهي. اڳيرو هلي، ديري اسماعيل خان وٽ، ڏکڻ طرف گومل (گومتي) ندي، جا برساتي آهي، منجهس پوي ٿي. مانسرور ڍنڍ کان وٺي اٽڪ تائين، سنڌو ندي جابلو سوڙهن پيچرن کي لتاڙي ٿي. تنهن ڪري جهازراني ڪرڻ جي قابل ناهي؛ ليڪن اٽڪ کان پوءِ، سندس پيٽ پنجاهه گز ويڪرو آهي. پوءِ جيئن ڏکڻ جو رخ اختيار ڪري ٿي، تيئن سندس پيٽ هڪ ميل ويڪر ۾ آهي. اوپر کان

---

1۔ ڪشمير جي قديم تاريخ "راجترنگني" ۾ لکيل آهي ته اڳ سڄو ڪشمير هڪڙي ڍنڍ هو. پوءِ هڪڙي برهمڻ رشيءَ بارا مولا جبل کي وڍرائي پاڻي نيڪال ڪيو ۽ پوءِ ڪشمير جي زمين ظاهر ٿي!

2۔ مغلن کان اڳ، اٽڪ جو پتڻ مُلڪ جي آخري حد شمار ٿيندو هو. هت درياهه جو پيٽ ويڪر ۾ 537 فوٽ آهي. گرانڊ ٽرڪ روڊ پشاور کان بنگال تائين هن پتڻ کان لنگهيو ٿي. اڪبر اعظم هن رستي تي "شاهه گذر" نالو رکي سندس بچاءَ لاءِ سنه 1583ع ۾ اٽڪ جو مشهور قلعو تعمير ڪرايو هو.

نوٽ: دنيا جي وڏين ندين مان سنڌو ندي سترهون نمبر آهي ڊيگهه ۾ (1) مسيسپي 4382 ميل، (2) آميزان 4080 ميل، (3) نيل 3500 ميل، (4) ينگسٽي ڪئانگ 3500 ميل، (5) ينيسي 3300 ميل، (6) آمور 2640 ميل، (7) نائيجر 2550 ميل، (8) لينا 2500 ميل، (9) اوبي 2500 ميل، (10) ڪانگو 2500 ميل، (11) هوانگو 2480 ميل، (12) وولگا 2400 ميل، (13) ميڪنزي 2300 ميل، (14) لاپلاٽا 2300 ميل، (15) سينٽ لارينس 2150 ميل، (16) مديرا 2000 ميل، ۽ (17) سنڌو 1800 ميل آهن.

جيئن قديم مصري نيل نديءَ جي پرستش ڪندا هئا، تيئن آريا لوڪن جي عقيدي موجب سنڌو به متبرڪ ندي هئي. سنڌو نديءَ لاءِ ڏسو منهنجو مضمون "الوحيد". سنڌ آزاد ايڊيشن. 15 جولاءِ 1936ع، ڪراچي.

D.H Cole Captain: Imperial Military Geography. CHP XV, PP 265-70, London, 1924

نيل، فرات، سيحون (سنڌو) ۽ جيحون متعلق هڪڙي حديث هيءَ آهي:

"ان النيل والفرات و سيحان و جيحان کل من انهار الجنة". (يعني نيل، فرات ۽ سيحون ۽ جيحون اهي جنت جون نهرون آهن)

پنجاب جون پنج نديون: (1) وتستا (جهلم) (2) اسڪني (چناب)، پروشني (راوي) (4) ستو دري (ستلج) ۽ (5) وياس (بياس)(1)، منڻ ڪوٽ وٽ، منجهس ڇوڙ ڪن ٿيون. اڳ جمنا ۽ ستلج جي وچان دورشادتي به نديون سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪنديون هيون، پر هينئر اهي ميٽجي ويون آهن. اجا به سرسوتيءَ واري هنڌ تي گهگهر ندي وهي ٿي، جا راجپوتانا جي واريااسي ميدان ۾ گم ٿي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح هاڪڙو به سنڌو نديءَ جي هڪڙي قديم شاخ هئا جا "پنجند" وٽان سنڌوءَ مان نڪري، بهاولپور ۽ ٿر کي لتاڙي، پارڪر جي پارينگر بندر ويجهو ڪڇ جي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. پوءِ زلزلن ڪري غائب ٿي ويئي، ليڪن سندس وهڪري جا نشان بهاولپور رياست ۽ ٿر ۾ موجود آهن.

## سنڌونديءَ جا نالا:

سنڌو نديءَ تي وقت بوقت جدا جدا نالا پوندا رهيا. "هاڪڙي" کان سواءِ، ڪرنل جيمس ٽاڊ پنهنجي "تاريخ راجستان" ۾، هن نديءَ جو نالو "نيلاب" ڏيکاريو آهي. حقيقت ۾ نيلاب پشاور کان 35 ڪوهه هيٺيرو سنڌو نديءَ جي ڪابي ڪپ تي هڪڙو پتڻ آهي، جتي هن نديءَ جو پاڻي واقعي نيرو آهي، تنهن ڪري نيلاب سڏجي ٿي.[1] نيلاب کان پوءِ، ڪالاباغ مکيه پتڻ آهي، جو صوبي سرحد کي ملتان سان ڳنڍائي ٿو.[2] اٽڪ، بکر ۽ سيوهڻ وٽ سنڌوءَ تي مضبوط قلعا ٻڌل آهن، جن سوين انقلاب ڏٺا آهن. منجهانئن بکر ۽ سيوهڻ هينئر زبون ٿي ويا آهن. سنڌ ۾ پهچڻ وقت، سنڌو ندي ڏکڻ اولهه جو رخ وٺي، سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. سمنڊ جي ويجهو پهچي، منجهانئس ڪيترائي ڇوڙ ڦٽي نڪرن ٿا، جن جو سلسلو ستر ميلن تائين پکڙيل آهي. انهن مان بگهاڙ اوچتو يا حجامڙو ۽ پيچاري مشهور ڦاٽ آهن.

سنڌ ۾ سکر، روهڙي، ڪوٽڙي ۽ ڪيٽي بندر سنڌوءَ جا مکيه بندر آهن. فاتح عربن هن نديءَ تي "مهران" نالو رکيو ليڪن هوءَ پنهنجي قديم

---

1_ يوناني جاگرافي دانن پنجاب جي ندين تي جدا جدا يوناني لهجي ۾ نالا رکيا هئا: جيئن ڪابل نديءَ تي ڪوفين، جهلم تي هيداسپيس، چناب تي اسيسنيز، راويءَ تي هيدرابيٽس، بياس تي هفاسيز، ستلج تي زردروس.

[The Cmbridge History of India, Vol. I, Map of Kabul Valley.

(1) H.R. Gupta Dr, Studies in Latter Moghal History of the Punjab (1707-1793), P. 8, Lahore, 1944

2_ ديري اسماعيل خان وٽ سياري ۾ پتڻ لنگهڻ لاءِ ٻيڙين جي ٻڌل پل رهي ٿي، مگر آبڪلانيءَ جي موسم ۾ فقط ٻيڙين جي وسيلي دريا ٽپي سگهجي ٿو.

'تاريخ احمد': عبدالڪريم علوي، ص_ 41، مصطفائي پريس، ڪانپور، 1847ع.

سنسڪرت نالي "سنڌوءَ" سان سڏجي ٿي. مغربي لوڪن جيئن "هند" کي ڦيرائي "اند" ڪيو تيئن "سنڌو" کي بہ "انڊس" سڏين ٿا.

## لائڊ بئراج:

سنڌ ۾ هن نديءَ تي ٽي پليون ٻڌل آهن: روهڙيءَ وٽ بنا ٿنڀن جي لائينسڊائون پل، ٻي سکر وٽ پٿرن جي ٿنڀن سان لائڊ بئراج پل، ٽين ڪوٽڙيءَ وٽ ٿنڀن واري پل. منجهانئن "لائڊ بئراج" مشهور پل آهي، جا موجود زماني جي عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿي.[1] برٽش حڪومت هن نديءَ جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ سکر وٽ انگريز انجنيئرن جي نگرانيءَ هيٺ، 4,725 فوٽ ڊگهي، اٽڪل هڪ ميل ۾ پٿر جي ٿنڀن سان هڪڙي پُل تعمير ڪرائي. بمبئيءَ جي گورنر لارڊ لائڊ جارج جي نالي تي مٿس لائڊ بئراج نالو رکيو ويو. هيءُ عظيم ڪم سنہ 1923ع ۾ شروع ٿي، سنہ 1932ع ۾ پورو ٿيو. پل کي 66 فولاد جا دروازا ڏنل آهن، جي بجليءَ جي وسيلي کڄن ۽ بند ٿين ٿا درياءَ جي کابي پاسي کان 4 ۽ ساڄي پاسي کان 3 وڏا واهہ نڪرن ٿا جن کي پڻ دروازا ڏنل آهن. مٿيان واهہ پنهنجين شاخن سميت 6,400 ميلن ۾ آهن، جن تي 2 هزار پليون ۽ دروازا ٻڌل آهن ۽ اٽڪل 55 لک ايڪڙ زمين آباد ڪن ٿا. هن عظيم الشان بند تي جملي 25 ڪروڙ رپيا خرچ لڳو.

## لوور سنڌ بئراج:

لاڙ واري حصي کي پاڻي پهچائڻ لاءِ حڪومت سنڌ ڪوٽڙيءَ وٽ لوور سنڌ بئراج تعمير ڪرائڻ جو ڪم آڪٽوبر 1948ع کان شروع ڪرايو ۽ تقريبا 23 ڪروڙ رپيا خرچ ڪري، سنہ 1955ع ۾ ان کي پايہءِ تڪميل تي پهچايو. هن بئراج جي واهن تي اٽڪل ويهہ لک ايڪڙ زمين وڌيڪ آباد ٿئي ٿي. لوور سنڌ بئراج کان پوءِ وري اپر سنڌ بئراج جي اسڪيم هٿ ۾ کنئي وئي، اها پڻ اٽڪل ويهہ لک ايڪڙ زمين آباد ڪري ٿي. هنن ٻن تجويزن جي مڪمل طور عمل ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌ غير معمولي طرح سرسبز ٿي ويندي.[2]

---

1ـ لائڊ بئراج کان اڳ سنڌ ۾ الور جو پٿر جو بند سنڌ جي تاريخ ۾ يمن جي سدمارب وانگر شهرت رکي ٿو. جيئن سدمارب جي ڀڄڻ ڪري يمن جي شادابي ميٽجي وئي، تيئن سنڌ ۾ ڏنڊڪتا آهي تہ الور جو بند، هڪڙي واپاري سيف الملوڪ سنڌو نديءَ کي ڏياريو هو جنهن ڪري الور شهر ويران ٿي ويو ۽ پڻ درياهہ جو رخ ٿي اتان بدلجي ويو. هن ڏندڪتا جي ڪيفيت موقعي سر بيان ڪبي. "منتخب التواريخ" ۾ بدايوني سنڌو نديءَ کي "پنجاب" جي نالي سان لکي ٿو پوءِ اهو نالو پنجاب علائقي تي پيو.

2 ـ اطلاعات سنڌ، 26 جنوري 1949ع، ص ـ 80، لوور سنڌ بئراج، ڪراچي.

## آب ڪلاني:

راجپوتانا جي ريگستان واريءَ حد کان وٺي وينڌي سنڌ جي مغربي جبلن جي 170 ميلن واري ميداني علائقي اندر، وقت بوقت سنڌو نديءَ جدا جدا وهڪرا بدلايا آهن. مؤرخ ايلفنسٽن جو بيان آهي تہ "دنيا جي اهڙي ٻي ڪابہ ندي ناهي، جنهن هن درياءَ وانگر پنهنجو وهڪرو بدلايو هجي." سندس ٻئي ڪپ هيٺانهينءَ تي آهن ۽ سندس زمين بہ سخت ناهي، تنهن ڪري هن نديءَ ڪيترائي دفعا پنهنجو پيٽ بدلايو آهي. سندس اٿل کي روڪڻ لاءِ مشهور بيگاري، ڪشمور ۽ چَڪ بند ٻڌل آهن. سندس آب ڪلانيءَ ڪري، وقت بوقت هن صوبي کي نقصان پهچي ٿو. ٻئراج پوڻ کان پوءِ بہ دستور موجب اهڙو سلسلو هلندو اچي ٿو: مثلا، ٻئراج پوڻ کان پوءِ 17 سالن جي عرصي اندر سنہ 1929ع کان پوءِ، 1935ع، 1942ع، 1948ع ۽ 1955ع ڌاري پنج گهمرا آب ڪلانيءَ ڪري، هن صوبي کي نقصان پهتو. 1948ع ڌاري هڪ لک پنجاهہ هزار ٽن چانورن جي پوک کي نقصان پهتو هو. اهڙيءَ طرح بندن کي نئين سر ٻڌائڻ تي حڪومت کي مالي نقصان ڏار پهتو. انڊس رِور ڪميشن، جيڪا 1901ع کان 1930ع تائين رپورٽ پيش ڪئي هئي، تنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هيءَ ندي لکين مڻ وارِي پنهنجي وهڪري سان گڏ آڻي ٿي ۽ هڪڙي ڏينهن ۾ ڏهہ لک ٽن واري سمنڊ ۾ ڪيرائي ٿي.[1]

## حب ندي:

حب ندي جهالاوان جي "زهري ڳوٺ" وٽ جبلن کان نڪري، سنڌ ۾ لس ٻيلي جي سرحد تان سٺ ميل وهي، راس مونزي وٽ، عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. يوناني مؤرخن مٿس "آرابيس" نالو رکيو هو. سندس اوپرندي واري حصي تي سمنڊ تائين علائقي تي "عربتي" نالو رکيو ۽ اولهندي واري حصي تي پورالي نديءَ تائين سموري علائقي تي "اورٽي" نالو رکيو هو. سيپٽمبر کان پوءِ، منجهس اٺ انچ پاڻي مس رهي ٿو ۽ ڪن هنڌن تي منجهس اونها تلاءَ بنجي پون ٿا.[2] حب

---

1 - Dawn, March, 28, 1949, Karachi, "The Sukkur Barrage" P.3.

2 _ حب نديءَ جي سنڌ وارين زمينن کي آباد ڪرائڻ لاءِ برٽش حڪومت هڪڙي افغان ٺيڪيدار خان بهادر مراد خان کي چوٿيهہ هزار ايڪڙ زمين ڏني هئي. مراد خان حب نديءَ جي انجنيئر مسٽر اي. مولي جي نگرانيءَ هيٺ، حب جي پيٽ کي هڪڙو پٿرن جو بند ڏياريو هو. جو "بند. مراد خان" سڏجي ٿو.

A.W Hughes: Baluchistan, Rivers- The Hab.

جا ڪنارا گهڻو اوچائيءَ تي آهن. جن تي ساوڪ رهي ٿي. ساروڻ سموتري ۽ ويرا حب برساتي شاخون منجهس پون ٿيون. حب جون مڇيون لذيذ ٿين ٿيون.

**نيُون:**

سنڌ جي اتر اولهندي وارن جبلن تي برسات پوڻ وقت نيُون وهي هلن ٿيون. جن مان ڪي سمنڊ ۾ پون ٿيون ۽ ڪي سنڌو نديءَ ۾ ڇوڙ ڪن ٿيون. سندن سلسلو فقط سنڌو نديءَ جي اولهندي حصي ۾ آهي. نئن ملير ڪراچيءَ جي پرسان جبلن مان نڪري سمنڊ ۾ پوي ٿي. سندس پيٽ ۾ ڊملوٽ وٽ کوهه آهن. جن مان ڪراچيءَ کي پاڻي ملي ٿو. نئن باران هملاڻيءَ کان اتر اولهندي طرف کيرٿر جبل مان نڪري ٿيهه کوهه وهي، ڪوٽڙيءَ کان اڍائي فرلانگ ڏکڻ طرف سنڌو نديءَ ۾ ڇوڙي ڪري ٿي.[1]

**ڍنڍون:**

نئن گاج کيرٿر جي ڪمالون لڪ مان وهي اچ اولهندي ناري ۾ پوندي هئي. بئراج پوڻ کان پوءِ دادو واهه ۾ پوي ٿي. منڇر جي ڍنڍ بوبڪن جي پرسان، سڀ کان وڏي ڍنڍ آهي. برسات جي مند ۾ ڪوهستان مان ڪيترو پاڻي مليس ٿو. جو سيوهڻ جي پرسان ڇنڊڻ جي رستي درياءَ ۾ وڃي پوي ٿو. چاڙهه جي وقت ته درياءَ جو پاڻي به اچيو منجهس پوي، جيڪي مٽيءَ هئڻ سبب هن جي ڪپ تي پوک به ڏاڍي چڱي ٿئي ٿي. بدڪون ۽ بيا پکي به مٿس جام هوندا آهن. شڪار جو هنڌ آهي، منجهس مڇي، پڀڻ ۽ بهه به جام ٿيندا آهن.

ڪينجهر ۽ سونهري ڍنڍون ٺٽي ۽ جهرڪن جي وچ ۾ ٽڪريءَ جي تري ۾ آهن. هاليجي ڍنڍ به ٺٽي پرسان آهن. سومري ڍنڍ، ٿرپارڪر ضلعي ۾، عمرڪوٽ جي پرسان آهي. مکيءَ جي ڍنڍ، سانگهڙ جي اوڀرندي ۾ آهي، هيءَ ڪيترن ميلن ۾ آهي. سندس آس پاس گهاٽا ٻيلا هوندا هئا. جيڪي سرڪار هينئر ڪپرائي ڇڏيا آهن. منڇر وانگر سنڌ جي ٻين ڍنڍن ۾ به مڇي، بهه، پڀڻ ۽ پکي ٿين ٿا، پر ٿوري انداز ۾.[2]

---

نوٽ: مراد خان پناڻ ڪراچيءَ جو هڪڙو ٺيڪيدار هو. سر بارٽل فريئر ڪمشنر سنڌ جي ڏينهن ۾ هندستان ۾ بلوو پيو. پنجاب ۽ سنڌ جي ٽپال پهريان عمرڪوٽ ۽ اجمير کان ڪلڪتي ۽ بمبئي ويندي هئي، وري جڏهن اجمير ۾ فساد پيو، تڏهن ٽپال ديسا کان بمبئيءَ وڃڻ لڳي: ٽپال جي اُن جو ٺيڪو مراد خان کنيو هو.

1 - Selections from Records of Bombay Government, No. XVII, Chp. "Report on the Country between Karachi, Thatta and Sehwan P-261, Bombay 1885.

2_ انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا، جلد _22، ذڪر سنڌ

## مڇيون:

سنڌو نديءَ جا پلا گنگانديءَ جي هلسا مڇين وانگر لذيذ ٿين ٿا. سال بسال حڪومت کي پلن مارڻ جي ٺيڪن مان آمدني ٿئي ٿي. مڇين جا ٻيا قسم جهڙوڪ: ڏنيرا، ڪگا، گندڻ، سينگاريون، ملي، موراڪي، پوپري ۽ شاڪر ٿيلي آهن. حب جا پلا، ڪريا ۽ پتوهي خاص مڇين جا قسم آهن. سنڌ ۾ سنه 72_1873ع ۾ حڪومت هند پاران سرجن ميجر فرئنسزڊي سنڌ جي مڇين جي شڪار ۽ قسمن جي جاچ ڪرڻ لاءِ آيو هو. هن صاحب هند سرڪار کي رپورٽ ۾ ڏيکاريو هو ته سنڌ جي برساتي نين مان 14 قسمن جي مڇين جا قسم ملندا آهن. سنڌ متعلق پنجابين جو پهاڪو مشهور آهي ته: "مڇي ماني کانوڻا، سنڌ ڇوڙ نه جانوڻا!"

## زرعي پيدائش:

سنڌونديءَ مان نڪتل واهَن ۽ ڦاٽن جي ڪري، سڄيءَ سنڌ ۾ پاڻي چڱي انداز ۾ ملي ٿو. ازانسواءِ، سنڌ جي زمين پلي آهي، اُس ۽ گرمي به جهجهي آهي، انهيءَ ڪري هن ملڪ ۾ سڀ ڪنهن قسم جي پوک ٿئي ٿي. ربيع جي پوک آڪٽوبر کان ۽ خريف جي پوک اپريل کان شروع ٿئي ٿي. جوئر، باجهري، جَوَ ڪڻڪ، ڳاڙها ۽ اڇا چانور، ڪپهه، ڪمند، تماڪ، ڀنگ، آفيم، نير، چڻا، مٽر، تيلي ٻج مکيه پيداوارون آهن. ڪڻڪ سري ۾ ۽ جوئر ۽ باجهري لاڙ ۽ وچولي ۾ پيدا ٿين ٿيون. پاڻيءَ جي اٿل ڪري درياءَ جي ٻنهي ڪپن تي ٻيلا آهن، جن جو سلسلو گهوٽڪيءَ کان شروع ٿي وڃ ڊيلٽا تائين ڦهليل آهي. اهي جهنگ ڊيگهه ۾ 3 ميل ۽ ويڪر ۾ ٻن فرلانگن کان ٻن ميلن تائين آهن. بعض ڏهن

---

نوٽ: سنڌ جي آڳاٽين ڍنڍن مان "چچ نامه" ۾ گجري ڍنڍ جو ذڪر ڏنل آهي. "معصومي" جي بيان موجب هيءَ ڍنڍ الور ۽ جيتور جي وچ ۾ هئي، جنهن جي هڪڙي ڪپ تي ڏاهري فوج ۽ ٻئي ڪپ تي اسلامي فوج خندقن ۾ موجود هئي. گجري جي ڍنڍ جي جنگ کان پوءِ اسلامي لشڪر لاءِ الور جو رستو صاف ٿي ويو هو. ڏسو "چچ نامه" ص: 126_127.

بلاذريءَ ديول جي پرسان هڪڙي ڍنڍ "ماءُ الجواميس" (مينهن جي ڍنڍ) جو بيان ڏنو آهي. انهن ڏينهن ۾ مهراڻ جي ڪپ تي پوري رنگ جا رڃ رهندا هئا، انهن کان بچڻ لاءِ فقط هيءَ تدبير هوندي هئي، جو ماڻهو مينهن وانگر ڍنڍ ۾ ڪاهي پوندا هئا.

"چچ نامه" جلد 2، ۾ لاڙ ۾ ساگرهه نالي تينءَ ڍنڍ جو به ذڪر ڏنل آهي، جنهن جي ڪپ تي سلطان فيروز شاهه تغلق ڪوٽ اڏايو هو.

نوٽ: نئن گاج ۽ نئن باران، جي برسات جي مند ۾ تيزيءَ سان وهنديون آهن، تن جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ به سنڌ سرڪار ڏيڍ ڪروڙ رپين جي اسڪيم تيار ڪئي هئي. مٿينءَ اسڪيم موجب پنجاهه هزار ايڪڙ زمين آباد ٿي سگهندي.

هزارن ايڪڙن ۾ آهن. منجهن عام طرح ٻير، لئي، ٻهڻ ۽ ڪنڊيءَ جا وڻ آهن. سري وارن جهنگن ۾ ٽالهيءَ جا وڻ بہ ٿين ٿا.

اڄ کان يارهن سؤ ورهيہ اڳ سنڌو نديءَ جي ڪپن تي بانس ۽ بيد جي وڻن جا گهاٽا جهنگ هئا، جن ۾ گينڊا بہ رهندا هئا.[1] سنڌ ۾ ٻيلي ڪاٺي پاران چين ۽ آسٽريليا جا وڻ بہ پوکرايا ويا آهن. انهن ٻيلن مان عمارتي ڪاٺ، لاک، کونئر، ماکي ۽ ٻيون شيون بہ ملن ٿيون. سنڌ ۾ نم، پپر، ٻڙ ۽ گدامڙيءَ جا وڻ بہ جام آهن. عربن جي ڏينهن ۾ قندابيل ۽ ديبل سڄي هندستان اندر اناج جي واپار ڪري مشهور هئا.

سنڌ ۾ باغات ڪري ميوا، ڀاڄيون، گل ڦل جام ٿين ٿا. انب، سنگترا، ناريل، ڪاٺ گدرا، ڊاک، ليمان، ڪيلا، نارنگيون، زيتون، ڏاڙهون، صوف، توت، انجير، گدرا ۽ هنداڻا مکيہ ميوا آهن. سڪرنڊ، ڏوڪري ۽ ميرپورخاص ۾ سرڪاري زرعي فارم آهن. ميرپورخاص ۾ آمريڪن ڪپهہ پوکڻ جي تجربن جو نتيجو چڱو نڪتو آهي.[2]

## معدنيات:

سنڌ ۾ ڪلرانو لوڻ، هترادو لوڻ، ميٽ، چانيهو ۽ ڪار مکيہ معدني پيدائشون آهن. اڳ الور ۾ سون ۽ چانديءَ جون کاڻيون هيون. هيروڊوٽس سنڌ جي اتر ۽ اولهہ واريءَ سرحد تي انهن ماڪوڙين جو ذڪر ڏنو آهي، جن جو قد لومڙين جيڏو هو. اهي پنهنجن ٻرن ۾ سون گڏ ڪنديون هيون. کائنن بچاءَ لاءِ ماڻهو ڪتا ساڻ کڻندا هئا.[3] سنڌو نديءَ جي واريءَ مان بہ سون لڀي ٿو.

## جانور:

سنڌ ۾ ڳئون، مينهون، گڏهہ گهوڙا، اُٺ، ٻڪريون، رڍون ۽ دنبا مکيہ چوپايا جانور آهن. اڳ سنڌ ۾ ڪارا ۽ ڀورا رڇ، گينڊا، هاٿي، مور ۽ ٻن ڪوهن وارا اُٺ بہ ٿيندا هئا، جن کي عرب مؤرخ 'فالج' سڏيندا هئا. ٻن ڪوهن وارا اُٺ نهايت قيمتي

1 ـ ڪتاب المسالڪ والممالڪ: ابن خردازبہ، ص ـ 71، ليڊن 'عجائب الاسفار' جلد ـ 2، ص ـ 5

2 ـ سنہ 1921ع ۾ سينٽرل ڪاٽن ڪاميٽي پوک جي سڌاري لاءِ هندستان ۾ برپا ٿي. ڊاڪٽر ڊبليو برنس جي رٿ سان مٿين ڪاميٽي ميرپورخاص ۾ آمريڪن ڪ ـہ ـ حي پوک ڪرائي. نتيجو نيڪ نڪتو سنہ 1947ع ۾ سنڌ جي ڪپهہ جي پيداوار جي قيمت 15 ڪروڙ رپيا هئي. سنہ 1929ع ۾ رايل ڪميشن آن ائگريڪلچر جي رٿ موجب زرعي پيداوارين جي ترقيءَ لاءِ نوان هر ۽ ٽرئيڪٽر بمبئي، بهار، سي، پي ۽ سنڌ ۾ مروج ڪيا ويا.
Burnes, W T: Technological Possibilities of Agriculture development in India, Vol. I, Chp. XVI, P-85, 1944.

3 - The Cambridge History of India, Vol-I, Chp. XVI, PP. 395-396.

ٽيندا هئا، جن تي امير سواري ڪندا هئا. سنڌن نسل پوءِ بلخ ۽ فارس ڏانهن ڪڇي ويو.[1] چوپائي مال جي جهجهائيءَ ڪري سنڌ جو چمڙو مشهور هو. عيسوي 18 صديءَ کان سنڌ مان چوپايو مال ٻاهر وڃڻ لڳو. 1879ع ۾، ٻي افغان ويڙهه وقت انگريزن هن صوبي مان ٽيهه هزار اٺ ۽ ڇهه هزار ڏاند ڪمسريٽ لاءِ خريد ڪيا هئا. 3200 ورهيه قبل مسيح سنڌ ۾ ڪڪڙ موجود هئا. آرين لوڪن جي ڪاهُن کان پوءِ هي پالتو پکي سنڌ کان بلخ ۽ ايران پهتا. ايرانين ۽ يونانين جي ڪاهُن ۽ جنگين وقت، يوناني نسل جا ڪڪڙ ايران پهتا هئا. هڪ هزار ورهيه ق-م يوناني نسل جا ڪڪڙ ميدن ۽ ايرانين معرفت سنڌ پهتا.[2]

## هنر:

سون ۽ چانديءَ جا زيور، غاليچا، ڪپڙو، مٽيءَ جا ٿانوَ ڪاشيءَ جون سرون، جنڊيءَ جو اعليٰ ڪم، پرمار بندوقون، ترارون، صندوقون، گهوڙن جون زينون، اُٺن جا پاڪڙا، چمڙو رڱڻ، چمڙي جو سامان تيار ڪرڻ، عاج جا چوڙا، چمڙي جا دٻا وغيره، سنڌ جا مکيه هنر آهن. سنڌ، قديم زماني کان ريشم ۽ سوٽي ڪپڙي جي هنر کان مشهور هلندي اچي ٿي. سنڌ جون باريڪ ململون بابل، مصر ۽ مغربي ملڪن ۾ "سنڌو" جي نالي سان مشهور هيون. لاک جي ڪم کان بہ سنڌي مشهور آهن. اڳ سنڌ ۾ رنگين غاليچا جڙندا هئا، جن لاءِ سر جارج برڊووڊ جو چوڻ هو تہ اهي سڄي هندستان اندر پائيداريءَ ڪري مشهور هئا. سنڌ ۾ اوني ۽ ڏاس جا ڪتا بہ جڙن ٿا. هينئر شيشي، شراب ۽ کنڊ جا ڪارخانا پڻ آهن. پاڪستان جي قيام کان پوءِ هي صوبو ڪارخانن ڪري ترقي ڪري رهيو آهي. ڪپڙي، سيمينٽ ۽ بسڪوٽن جا عاليشان ڪارخانا پڻ کلي ويا آهن.

## زبان:

فصاحت ۽ بلاغت جي لحاظ کان سنڌي زبان مملڪت پاڪستان اندر سڀني زبانن کان برک آهي. سنڌس فصاحت ۽ بلاغت لاءِ "شاهہ جو رسالو" ڪافي ثبوت آهي. هزارين ورهيہ اڳ سنڌ جي زبان سنسڪرت هئي، جا آرين لوڪن جي رواجي ٻولي هئي، پوءِ رفتي رفتي بگڙجي پراڪرت ٿي پئي، جنهن جون مکيہ پنج شاخون هيون: (1) مهاراشٽري، (2) شؤرسيني، (3) ماگڌي، (4)

---

1 - عربن سنڌ جي مورن جو نسل عراق ۾ رائج ڪيو پر سنڌن رنگ روپ ۽ قامت ۾ فرق پئجي ويو هو. منصوره جي قاضي ابوالشوراب کي مور جو گوشت گهٽو وڻندو هو. مروج الذهب: مسعودي، جلد - 2، ص -438، ليڊن.

2 - Marely A. Jull: Poultry Hubandry, Chp I: PP. 2-3, New York, 1938.

پئيشاچي ۽ (5) اپڀرنش. پوئينءَ پراڪرت جا ٻہ قسم آهن: ناگرا اپڀرنش ۽ وراچڊ جا پوءِ بدلجي سنڌي ٿي پيئي. عربن جي ڪاهہ کان پوءِ عربي ۽ فارسي الفاظ هن زبان ۾ اهڙا گڏجي ويا, جو لساني ماهر کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪيترن جي اصليت کي سمجهي نہ سگهندو. سنڌي زبان جي صورتخطي بہ عربي آهي, جا سنہ 1866ع ۾ هڪڙي انگريز عملدار ڪپتان اسٽئڪ تيار ڪئي هئي. ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ان جو گرامر تيار ڪيو. اچ کان ٻہ صديون اڳ شاهہ جي رسالي جي جيڪا سنڌي آهي سا موجوده سنڌيءَ کان ٻيءَ طرح آهي.[1]

پورچوگيزن ۽ انگريزن جي اچڻ کان پوءِ گهڻائي مغربي زبانن جا الفاظ هن ٻوليءَ ۾ شامل ٿي ويا آهن. سنڌي زبان زندهہ زبان آهي, جنهن جون يارهن شاخون هن ريت آهن: (1) لهندا معنيٰ اولهندي واري زبان, (2) سرائڪي يا جتڪي, (3) ڪيتراٽي جا لهندا سان مشابهت رکي ٿي, (4) اُيي, (5) وچولي, (6) لاڙي, (7) ٿريلي, (8) لاسي, (9) ڪڇڪي, (10) موڪاڪي يا لوڙي چيني ۽ (11) جدغالي, مملڪت پاڪستان اندر هن زبان جو دائرو ڪشمير کان ڪڇ تائين ۽ ٿر کان وٺي مڪران جي دشت نديءَ تائين وسيع آهي.

## قديم قومون:

دراوڙن کان اڳ سنڌ, اتر هندستان ۽ بلوچستان ۾ ڪول ۽ سنٿال قومون رهنديون هيون, جن کي راوڙن لوڏي ڪڍيو هو. داوڙن پهريان ئي يونچ سمنڊ جي ڪناري کان نڪري, ڪاليديہ (عراق) ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي ۽ پوءِ بلوچستان کان سنڌ ۾ وارد ٿيا يا پهريان ئي هندستان کان نڪري, پوءِ عراق ۽ يونچ سمنڊ جي ڪناري تي پهتا. اهو مسئلو اڃا تائين محقق حل ڪري نہ سگهيا آهن. ايترو چئبو تہ سنڌ ۾ پهريان ئي بلوچستان کان وارد ٿيا هئا, جنهن جي ثبوت لاءِ دراوڙي زبان جا الفاظ بروهين جي "ڪرگالي" زبان ۾ اڃا سوڌو شامل آهن.[2]

ازان سواءِ موهن جي دڙي مان ڪولن, سنٿالن ۽ داوڙن جا لاشا لڌا آهن. سندن تهذيب, آثار قديمہ جي ماهرن جي فيصلي موجب, ڪاليديہ, مصر ۽ ڪريٽ جي تهذيب جهڙي هئي. ابوالتاريخ هيروڊوٽس, جو پنج سؤ ورهيہ ق-م ٿي گذريو آهي, سو سنڌ جي تهذيب جي علمبردارن کي ٽن طبقن ۾ ورهائي ٿو: (1) ٻوڻن جا رهاڪو (2) خانہ بدوش, جيڪي چوپائي مال سان ملڪ اندر گشت ڪندا هئا ۽ (3) ميد (مهاڻا) جيڪي ڍنڍن جي ڪنارن تي ڪانن جي

1 ـ ڊاڪٽر گربخشاڻي: 'شاهہ جو رسالو' جلد_1, ص – 132, ڪراچي 1924ع
2 _ Denys Bray: The Brahui Language, Part I, PP. 1.19. Calcutta, 1909

جهوپڙين ۾ رهندا هئا ۽ پکين ۽ مڇين جي شڪار تي گذران ڪندا هئا. سندن پوشاڪ بہ پاڻيءَ جي گاهن مان تيار ڪيل هڪڙي قسم جي ڪپڙي جي هئي، اهي ڪچو ماس واپرائيندا هئا. انهن وحشين ۾ جڏهن ڪو مرندو تڏهن تہ ڪتنب جا ياتي مڙدي جو ماس گڏجي کائيندا هئا.

سنڌ جي اتر اولهندي وارا ڪُرد ڍوڍي ۽ پنير تي گزران ڪندا هئا. اولهندي علائقي پڪتائي (سراوان) ۽ آرچوسيا (ڪوئيٽا- پشين) جا جابلو رهاڪو جنگجو هئا. انهن قديم قومن کي ڪپڙي اُڻڻ جي خبر هئي. وٽن هٿيار تير ڪمان هئا، جي ڪانن جا هئا ۽ سندن مٿا لوهہ جا هئا. جنگ جي وقت هو رَٿن تي چڙهي لڙندا هئا. ڇوڪرين جون ننڍيءَ عمر ۾ شاديون ڪندا هئا.

ڪول (ڪولي) جيڪي ايراني نار کان وٺي سنڌ، گجرات، مالوهہ ۽ ڪوڪن تائين پکڙيل هئا، تن جو پيشو ڦرلٽ هو سندن عجيب ۽ غريب رسمن جو بيان شمس العلماءَ مولانا ذڪاءَ الله پنهنجي "تاريخ هند" جلد پهرئين ۾ مفصل ڏنو آهي، جن کي مولوي نور محمد نظاماڻي مرحوم پنهنجي "تاريخ سنڌ" جلد پهرئين ۾ لفظ بلفظ نقل ڪيو آهي. سنڌ جو پاڙيسري جابلو ۽ صحرائي ملڪ بلوچستان، جو دراصل ايراني مٿانهين پٽ جو حصو آهي، گومل، سخي سرور، بولان، مولہ درن ۽ مڪران جي ڪناري ڪري پنجاب ۽ سنڌ سان ڳنڍيل آهي. اُتي سياري ۾ سخت سردي ۽ برفاني هوائون لڳن ٿيون، جنهن سبب اتي جا رهاڪو براهوئي ۽ بلوچ، گرم ميدانن جي رهاڪن کان سگهارا آهن ۽ هر سال سياري ۾ جبلن ۽ مٿانهن پوٺن کان هيٺ لهي سنڌ ۽ پنجاب ۾ وارد ٿين ٿا ۽ اونهاري جي شروعات ۾ خراسان ڏانهن موٽي وڃن ٿا. هن قسم جي لڏپلاڻ ۽ نقل حرڪت جو سلسلو اڃا سوڌو جاري آهي. منجهائن ڪي تہ پنجاب ۽ سنڌ ۾ دائمي طرح گهر ڪري وينا آهن. پنجاب ۾ سندن تعداد 9 لک آهي ۽ سنڌ ۾ سنہ 1901ع جي آدمشماريءَ جي رپورٽ موجب سندن تعداد 5,42,000 هو جن مان خالص رند بلوچن جو تعداد هڪ لک ستر هزار هو.[1]

## قديم آثار:

سنڌ ۾ گهڻائي شهر کنڊرن جي حالت ۾ موجود آهن. جهڙوڪ: (1) موهن جو دڙو (2) الور (3) برهمڻ آباد (4) پنيور (5) سيوهڻ (6) سمانگر (7) ڪاهوءَ جو

1- Census of India, 1901, Vol. IX, Chp. XIII, Sindh tributes, PP 203-205. Bombay, 1902.

سر هربرٽ رزلي آدمشماري رپورٽ موجب سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ وارن رهاڪن کي ترڪي ايراني نسل مان ۽ کابي پاسي جي رهاڪن کي سٿين ۽ دراوڙ شمار ڪري ٿو.

دڙو ۽ (8) هاڪڙي جي پيٽ وارا ويران شهر وغيره. منجهائن برهمڻ آباد جو شهر شهدادپور تعلقي، ديهه ٻانيٽا ۾، دلوراءِ جو دڙو سڏجي ٿو. ان جا ڪنڊر نون ڪوهن ۾ آهن. جن ۾ جايون پڪين سرن جون هيون. انهن پڪين سرن وارين جاين مان اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو تہ آڳاٽي وقت ۾ سنڌ ۾ مينهن گهڻو پوندو هو. ڪن مؤرخن جو بيان آهي تہ هي شهر بهمن ايرانيءَ گستاشپ جي زماني ۾ جوڙايو هو.

سيوهڻ جو قلعو بہ جهونو آهي. 19 صديءَ جي شروعات ۾، ڪرنل جيمس ٽاڊ. شيخ ابوالبرڪات جي نگرانيءَ هيٺ، هڪڙو وفد سنڌ جي تحقيقات ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. وفد کي سيوهڻ جي قلعي مان هڪڙو ڪتبو هٿ لڳو هو. جنهن تي راجا پرتريءَ جو نالو لکيل هو. الور. جو اڳ مهراڻ جي اوپرندي واريءَ شاخ جي اولهندي ڪپ تي هو، سو چندر ونسي راجائن جو تختگاهہ هو.

ڪاهوءَ جي دڙي (ٿرپارڪر) ۾ ٻڌ جو ستوپ آهي. سمانگر يا مينا نگر بہ يادو راجائن جو تختگاهہ شهر هو جو اِندر پرستا (دهلي) وانگر گهڻائي ڀيرا ويران ٿي وري جڙيو. پويون دفعو ڄام نندي تعمير ڪرايو. جو اڄ ٺٽو سڏجي ٿو. ڀنڀور سنڌ جو قديم بندرگاهہ هو، جتان سنڌو نديءَ جي جهازن جو سامان سامونڊي غوراٻن ۾ چڙهند هو. هاڪڙي تي پارينگر مکيہ بندر هو. اهڙيءَ طرح ٻيا گهڻائي وسندڙ ۽ رونق وارا شهر هئا. جهڙوڪ ديبل جو بندر ۽ جناني شهر، جنهن جي بارونق بازارين جو شيخ ابن بطوطہ اِندلسيءَ پنهنجي سفرنامي ۾ ذڪر ڏنو آهي. اڄ انهن شهرن جا صرف نالا وڃي رهيا آهن ۽ فقط سنڌن آثار دڙن جي صورت ۾ زماني جي نااتفاقيءَ تي خاموشيءَ سان ماتم ڪري رهيا آهن.

## موهن جو دڙو:

مٿين سڀني آثارن مان موهن جو دڙو، جو هندستان جي قديم آثارن جهڙوڪ: تشڪلا، سانچي، ڪارلي، هڙاپا کان جهونو آهي، تنهن جيڪو انقلاب پيدا ڪيو آهي، ان مان سنڌ جي جهوني اِتهاس جي خبر پئجي سگهي ٿي. موهن جو دڙو لاڙڪاڻي کان 25 ميل اتر طرف، ڏوڪريءَ کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي هڪڙي جهنگ ۾ ستر فٽ بلند، 240 ايڪڙن ۾ آهي. ڄاڻوئن جو رايو آهي تہ سنڌ جي قديم تهذيب جو هيءَ عظيم الشان يادگار، سنڌو نديءَ جي دستوري آبڪلانيءَ يا زلزلن ڪري درياءَ جي رخ بدلائڻ سبب تباهہ ٿي ويو.

سنہ 1922ع ۾، آثار قديمہ کاتي پاران مسٽر آر۔ جي بئنرجيءَ دڙي جي کوٽائي جو ڪم شروع ڪيو. هن رپورٽ ۾ ڏيکاريو تہ وڏي دڙي ۾ مختلف ڇئن زمانن جون عمارتون موجود آهن. قبرن مان مڙدن جا لاشا، ڪٽڪ، جوَ ململ جو

ڪپڙو ۽ برتن هٿ لڳا آهن. قديم مصرين وانگر سنڌن عقيدو هو تہ مئي کان پوءِ روح کي انهن سڀني شين جي ضرورت پوي ٿي، جي جسماني حالت ۾ ان لاءِ گهربل آهن. عمارتن ۽ مندرن مان جيڪي هٿيار سڪا، زيور ۽ ٻيون شيون هٿ لڳيون آهن، اهڙيون عراق، مصر ۽ ڪريٽ جي جهونين قبرن مان هٿ لڳيون آهن. موهن جي دڙي بنسبت سر جان مارشل لکي ٿو:

"اسان کي اوچتو هيءَ ڳالهہ معلوم ٿي تہ پنج هزار ورهيہ ق-م اڳ سنڌ ۽ پنجاب جا ماڻهو متمدن ماڻهن وانگي خوبصورت ۽ پڪين جاين ۽ شهرن ۾ رهندا هئا، سنڌن تمدن، هنر ۽ ڪاريگري بلند درجي تي پهتل هئي، سنڌن اکرن لکڻ جو طريقو بہ سڌريل ڍنگ جو هو".[1]

## قديم تاريخ:

عام طرح سنڌ جي تاريخ جو بيان يونانين جي ڪاهہ کان شروع ٿئي ٿو. فارسي تاريخن جا بيان ان کان بہ پوءِ جي زماني کان شروع ٿين ٿا. ويجهي زماني ۾، مولوي نور محمد صاحب نظامانيءَ پنهنجي "تاريخ سنڌ" جلد پهرئين ۾ سنڌ جي قديم تاريخ تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، مگر هن صاحب جيڪي لکيو آهي سو مولانا عبدالحليم شرر جي "تاريخ سنڌ" جلد پهرئين، سنہ 1907ع واري ايڊيشن تان ورتو آهي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ مولانا شرر هندستان ۾ نامور مؤرخ ۽ تاريخي افسانہ نويس ٿي گذريو آهي، پر دؤر جديد جي محققن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ مولانا موصوف جا سنڌ متعلق بعض بيان محض قياسي آهن. ازان سواءِ مولوي نور محمد صاحب مرحوم انگريزدان نہ هو ان سبب ڪري هن انگريزي ڪتابن جي ورق گرداني ڪانہ ڪئي آهي.

## آريا قوم:

هندن جيڪي چار قياسي جُڳ ايجاد ڪيا آهن، يعني: (1) ست جُڳ، (2) تريتا، (3) دواپر ۽ (4) ڪل جُڳ، تن جي ورهين کي شمار ڪرڻ کان، برناف ۽ مئڪس ملر جهڙا سنسڪرت دان عاجز آهن. هنن جا جهونا گرنٿ ويد آهن: (1) رگ ويد، (2) سام ويد، (3) آٿر ويد ۽ (4) يجر ويد. مغربي محقق سنڌن زمانو

1 - "London Illustrated News" 20 Sept: 1924, London.

اسين ڏسون ٿا تہ هرڪا قوم گذريل تمدن مان روشني وٺي ٿي ۽ منجهس پنهنجي عقل مطابق ڪجهہ ڦيرگهير ڪري ٿي. يوناني تمدن نيل ۽ دجلہ جي ڪنارن تان اسري، رومن تهذيب جو بنياد يوناني دائري تي رکيو ويو. اهڙيءَ طرح رومن جي نقالي بيزانطوم ۽ گاٿ قوم ڪئي. سنڌ وارن بہ ڪلده کان روشني ورتي هوندي، جيئن يورپ وارن عربن کان روشني ورتي.

900 ورهيه ق-م شمار ڪن ٿا. ويدن کان پوءِ پيا گرنٿ، پراڻ آهن، مگر تاريخ جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ سان انهن جا بيان محض ڏندڪٿائون آهن، جن مان ڪوبه معتبر تاريخي احوال ملي نه ٿو سگهي.

اهڙيءَ طرح رامائڻ ۽ مهاڀارت جي شاعرانه نظمن ۾ سنڌ وارن جي قومي ڪارنامن جي جيڪا خبر پئجي سگهي ٿي، سا آڪاٽين کان سواءِ ٻي ڪابه وقعت نه ٿي رکي. مٿين ڇئن جڳن ۾ کهڙيون ڪهڙيون سلطنتون ٿي گذريون، تن جو پتيءَ پتو پئجي نه ٿو سگهي. فقط رگ ويد مان پنجاب جي ستن دريائن واريءَ زمين "سپت سنڌو" ۽ سنڌو نديءَ جي تعريف جي خبر پئجي سگهي ٿي. جڏهن آريا قومن جا قبيلا اتر قطب يا وچ ايشيا جي ميدانن کان پنهنجن ڪٽنبن ۽ چوپائي مال جي ڌڻن سميت پنجاب ۾ وارد ٿين ٿا، هتان اڳتي وڌن ٿا ۽ جمنا ۽ گنگا جي شاداب علائقن مان قديم رهاڪن، گونڊ، ڪول، سنٿال ۽ ڀيلن، کي ونڌيا جبل پريان دکن ۽ نربدا وارن علائقن ڏانهن لوڏي ڪڍن ٿا ۽ جمنا ۽ گنگا واري شاداب علائقن تي "برهمر ورتا" ۽ "آريا ورتا" نالا رکن ٿا. تڏهن سنڌن بن سورج ونسي ۽ چندر ونسي خاندانن جا راجائون اتر ۾ هندوڪش جبل کان وٺي برهمپترا نديءَ تائين پنهنجا راج ڪڙا ڪري، گنڌارا، مدرا، تڪشلا، هستناپور، اندر پرستا، مترا، ڪامپيلا، ڪپل سنڌن راج ۾ برهمڻ اهڙو زور وٺن ٿا، جو منو شاستر موجب برهمڻ، کشتري، ويش ۽ شودر چار ذاتيون مقرر ڪن ٿا.

قديم دراوڙ قومن کي دشمني ۽ تعصب ڪري "دسيو" يعني غلام نالو ڏين ٿا، حالانڪ دراوڙ نووارد سفيد فام آريا قومن کان وڌيڪ مهذب هئا. وٽن قلعا هئا، رٿ هئا، محلات، جهاز ۽ زيور هئا، سنڌن بحري واپار ڏيساورن سان هلندڙ هو سويمبر ۽ ٻيون رسمون جيڪي آرين اختيار ڪيون هيون تن جا موجد دراوڙ هئا. ايڏي نفرت ۽ تعصب هوندي به آريا دراوڙن کي مٽائي نه سگهيا. بلڪ دراوڙن ونڌيا جبلن پريان دکن ۾ ڪالنگا، انڌرا، چولا، چيرا ۽ پانڊيا جهڙيون زبردست حڪومتون قائم ڪيون. اهڙي طرح آرين جي زبان "مهاڀاشا" (سنسڪرت) به دراوڙي زبانن کي مٽائي نه سگهي، بلڪ ٻن جديد ۽ قديم زبانن جي تصادم ڪري هڪ نئين زبان پراڪرت جنم ورتو.

هن وقت دکن ۾ تيلوگو زبان ڳالهائيندڙن جو تعداد ڪئين ڪروڙن کان وڌيڪ آهي، ۽ تامل زبان به ڪروڙين باشندن جي آهي. مغربي محققن جي فيصلي موجب "مها ڀارت" جو زمانو 1400 ق-م ۽ "رامائڻ" جو زمانو 1200 ق-

م هو.[1] آرين جڏهن ذهني ۽ دماغي ترقي ڪئي، تڏهن ”اُپنشد“ تصنيف ڪيائون، جن ۾ رگ ويد جي فلسفيانہ ۽ مذهبي پڄنن جي تشريح ڏنل آهي. اپنشد جو زمانو غالبا 500 ق-م هو. ”پراڻ“ چوٿين صديءَ ۾ ايجاد ٿيا. مگر انهن سڀني ڌرمي شاسترن مان ”منوسمرتي“ سڀ کان پراڻو مستند ڪتاب آهي، جنهن ۾ منوءَ جا اخلاقي، مذهبي ۽ سياسي قانون لکيل آهن.

## مهاڀارت ۽ رامائڻ:

مهاڀارت ۾ آرين جي ٻن ڌرين پانڊون ۽ ڪورون جي هستناپور جي تخت لاءِ ويڙهہ جو ذڪر ڏنل آهي. هستناپور جي زبردست سلطنت جو باني راجا ڀرت هو ۽ ’مهاڀارت‘ سندس سلطنت جو نالو هو جنهن کي ”ڀارت ورش“ بہ سڏبو هو. اها ويڙهہ ڪوروڪشتر جي ميدان ۾ ارڙهن ڏينهن هلي گجرات جو راجا ڪرشن مهاراج پانڊون جو مددگار هو. تنهنڪري پانڊون هستناپور ۽ اندر پرست جي راڄڌانين تي قبضو ڪيو. ”مهاڀارت“ ۾ 2 لک 20 هزار سٽون آهن.

اجوڌيا، ائوڌ (ڪوشل) جي تختگاهہ جو باني ”اڪشواڪو“ راجا هو. هن راجا جي خاندان مان راجا دسرٿ کي ڪيترين ئي راڻيون ۽ پٽ هئا، جن مان رامچندر وڏو هو. پر راجا جي ننڍي راڻي ڪيڪئي پنهنجي پٽ ڀرت کي ولي عهد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ۽ رامچندر کي چوڏهن ورهيہ جلاوطن رهڻو پيو. رامچندر ترهوت جي راجا جي ڌيءَ سيتا سان شادي ڪئي، جنهن کي لنڪا جو راجا راوڻ رامچندر جي غير حاضريءَ ۾ ڀڄائي کڻي ويو. رامچندر ۽ سندس ڀاءُ لڇمڻ، دکن جي راجا سگريو جي مدد سان راوڻ کي قتل ڪري سيتا هٿ ڪئي. رام چوڏهن ورهين جي جلاوطنيءَ کان پوءِ اجوڌيا جي تخت تي وري اچي حڪومت ڪئي. رامائڻ ۾ 24 هزار بيت ۽ پنجاه هزار سٽون ڏنل آهن.[2]

---

1 _ آريا‘ لفظ جي معنيٰ آهي ”معزز“ يا ”عالي خاندان“. مٿئين لفظ سان منو شاستر ۾ هندستان جو نالو ”آرياورت“ ڏنل آهي. زردشت جي زندوستا ۾ وچ ايشيا ۽ ايران لاءِ ’ايريا‘ لفظ ڪتب آندل آهي. ازانسواءِ ”آريا“ لفظ ارمني، يوناني ۽ جرمن زبانن ۾ بہ مروج آهي.

2 _ دنيا ۾ هومر جو اليڊ، مهاڀارت ۽ فردوسيءَ جو شاهہ نامہ مکيہ رزمي ڪتاب آهن. رامائڻ جو مصنف بالميڪي آهي. مغربي محققن جي راءِ موجب هن منظوم سنسڪرت ڪتاب جو زمانو 50 ق-م کان 500ع آهي. رامائڻ ۾ دکن هند ۽ لنڪا متعلق جيڪا جاگرافي ڏنل آهي سا غلط آهي. هومر جي اليڊ سان جيڪڏهن رامائڻ جي ڀيٽ ڪبي تہ ساڳيا بيان نظر ايندا، فقط نالن ڪري تفاوت نظر ايندو. هومر جي اليڊ ۾ مينيلاس رام جو پارٽ ادا ڪري ٿو. سيتا هيلن جو پارٽ ادا ڪري ٿي. ايوڌيا سپارٽا ۽ لنڪا ترائ سان مشابهت رکن ٿا. بعض مغربي محقق مهاڀارت ۽ رامائڻ کي افسانا سمجهن ٿا. اڪبر اعظم جي زماني ۾ علامہ فيضيءَ مهاڀارت جو پارسي ۾ ترجمو ڪري مٿس ”رزم نامہ“ نالو رکيو هو.

"مهايارت" ۽ "رامائڻ" ۽ "منوشاستر" مان قبائلي حڪومت بدران شخصي ۽ موروثي حڪومتن جو پتو پوي ٿو جيڪي هڪ ٻئي جي حقن کي ڇنڻ لاءِ هر وقت تيار هيون. ملڪ گيريءَ جي هوس سميت، راجائن جون گهڻيون شاديون ڪرڻ ۽ هڪڙي عورت جو گهڻن مردن سان شادي ڪرڻ، قماربازين ۽ خانه جنگين جو عام منظر اچي ٿو. هندستان ناانصافي، بدديانتي ۽ باهمي خونريز جنگين جي دؤر مان لنگهي رهيو هو. ان ڪري گجرات جي راجا ڪرشن "مهايارت" جي سورمي، ڀاڳوت گيتا تصنيف ڪري هندن کي فرض ادائگيءَ ڏانهن رجوع ڪيو. اڳ ذاتيون بدلائڻ آسان ڪم نه هو. منوشاستر ۽ برهمڻن جي تنگ نظري ۽ سازشن جي ڪري ذاتي اختلاف وڌندا ويا. هڪڙيءَ ذات وارا ٻين کي پاڻ کان گهٽ سمجهڻ لڳا ۽ منجهن باهمي شادين ڪرڻ جو رواج نه رهيو. ذاتين، رنگ ۽ رسمن جي مت ڀيد ڪري هندن ۾ اهڙو انتشار پئجي ويو جنهن جهڙو ٻئي ڪنهن به ملڪ يا ملت ۾ ڪونه پيو. اڳ ذاتين جي ميل جول ڪري اتفاق هو. بعد ۾ هڪڙيءَ ذات وارا پاڻ کي ٻيءَ ذات کان علحدو سمجهڻ لڳا.

متئين ورهاڱي ڪري هندو سوسائٽيءَ ۾ حسد ۽ بيگانگي وڌڻ لڳي. هرڪو پنهنجي ذات جو فائدو ڳولڻ لڳو ۽ ملڪي فائدي کان بي نياز رهجي ويا. اڳ هرڪو فرد سڀ ڪنهن ڪاروبار ۾ حصو وٺي سگهندو هو پوءِ بيگانگيءَ ۽ تعصب ڪري گهڻا قابل انسان ترقي ڪرڻ کان محروم رهجي ويا. ذاتين جي بندش ڪري ملڪ ۾ تجارت ڪرڻ ۽ مسافري ڪرڻ ۾ دشواريون پيش اچڻ لڳيون. باهمي اتحاد باشندن کي نصيب ڪونه ٿيو. شودر جن جو تعداد وڏيڪ هو، تن کي تعليم کان ۽ تمدن کان محروم رکيو ويو.

## "مهايارت" ۽ "رامائڻ" ۾ سنڌ جو ذڪر:

مهايارت جي زماني ۾ سنڌ ساگرد دوآبه کان وٺي قلات تائين آونا يا آنو آرين جا راڄ هئا. جن جون مختلف شاخون هيون: جهڙوڪ: شوري سبوئي خاندان وارن جي حڪومت دوآبه سنڌ ساگر تي هئي، قلات جا راجائون به سيوا خاندان مان هئا. سندن تختگاهه قلات، 'قلات سيوا' سڏبو هو. آونا آرين جي ٻيءَ هڪڙيءَ شاخ درهيو وارن جي پشاور کان قنڌار تائين حڪومت هئي، سندن تختگاهه گنڌارا يا پروشاپورا (هاٽوڪو پشاور) هو. ستلج ۽ راويءَ کان وٺي جوڌپور تائين ۽ ديره جات تائين ياونامالي قوم جي حڪومت هئي. (متئين علائقي کي ڪيڪيه ديس به سڏيندا هئا. آيوڌيا جي راجا دسرٿ جي راڻي ڪيڪئي ڪيڪيه ديس۔ سن جي راجڪماري هئي، هن راڻيءَ جي بطن مان راجا کي ڀرت نالي پٽ ڄائو جنهن جي ڪيڪيه ديس تي حڪومت هئي).

ڪڇ تي اڀيرا وارن جي حڪومت هئي، ڪاٺياواڙ تي ٻه ياونا آرين جي حڪومت هئي، سندن تختگاهه ياوانگرا (جهونا ڳڙهه) هو سنڌ تي سورانا ۽ پنچالين جي حڪومت هئي. سنڌ جي پنچال راجا جئد رٿ ڪورون جي مدد ڪئي هئي. راجا ڌرتراشٽر جي راڻي گنڌاري، جا ڪورون جي ماءُ هئي، سا گنڌارا پرڳڻي جي راجڪماري هئي.

مٿيون حڪومتون ويدڪ زماني کان پوءِ جي زماني ۾ تي گذريون. "ڪڇيءَ" تي نالو رامچندر جي پٽ "ڪس" ڪري پيو. مهاڀارت ۽ رامائڻ جي زماني ۾ سنڌ تي سورج ونسي راجائن جي حڪومت هئي.[1] انهن راجائن جيڪي شهر تعمير ڪرايا تن مان ڪي اڄ تائين موجود آهن. جهڙوڪ شبئي راجا سبي (سيوي)، باغ نالي (ٻاڳناڙي)، هرناڪس راجا جو تختگاهه ڪشيپ پوري (ملتان) وغيره. ڪرو ڪيشتر جي جنگ کان پوءِ چندر ونسي راجائن جي سنڌ تي حڪومت شروع ٿي جن جو بيان موقعي سر ڏبو. انهن راجائن جي پاڻ ۾ مائٽي هئي. ايرانين، يهودين ۽ عربن وانگر منجهن ڪثرت ازدواج جي رسم رائج هئي.

## ڌارين قومن جون سنڌ تي ڪاهون:

ملڪ "جنت السنڌ" هندستان جي ٻين صوبن کان دولتمند هو. ازان سواءِ سنڌو ندي جي جهاز رانيءَ ۾ مغربي ملڪن کي ويجهو هئڻ سبب سندس واپار هزارها ورهين کان مغربي دنيا سان هلندڙ هو. ان باري ۾ پروفيسر جي. رالنسن، مشرق ۽ مغربي دنيا جي تعلقات تي هڪڙو ڪتاب "انٽرڪور بٽوين ايسٽ ائنڊ ويسٽ" جي نالي لکيو آهي، جنهن ۾ هڪڙو خلاصو باب سنڌ جي پيداوار ۽ صنعتي شين متعلق ڏنو اٿس. مگر يورپي مؤرخن گهڻو ڪري يونانين ۽ ايرانين جي بيانن جا حوالا ڏنا آهن. انهن عربي مؤرخن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي.

علامه ابن الفقيه همداني سنه 330هه ڌاري لکي ٿو ته: "الله تعاليٰ سنڌ کي هيءَ خصوصيت بخشي آهي، جو منجهس هر قسم جون شيون جهڙوڪ: جواهرات، ياقوت، الماس، خوشبودار مصالحا، عنبر، عاج، عمارتي ڪاٺ، ريشمي ڪپڙو، سوٽي ململيون، "سنڌو" ۾ ٻيا اهڙا سامان ڌارين ملڪن ڏانهن وڪري لاءِ ويندا هئا.[2] مٿيون مال ايراني نار ۽ يمن جي بندرن کان مغربي دنيا

---

1 _ V.A. Smith: Early History of India, P. 97, Oxford 1914.
J.F. Hewitt: The Ruling Races of Pre-historic Times, Vol. I, P-1631.

2 _ ڪتاب البلدان: ابن الفقيه همداني، ص_251 ليڊن. ڪلداني، بابلي ۽ اشور وارا سنڌ مان عمارتي ڪاٺ گهرائيندا هئا. مصر وارا مڙدن کي مميين ٺاهڻ لاءِ سنڌو مان نير ۽ باريڪ ململيون گهرائيندا هئا.

ڏانهن ويندو هو. قريش جا قافلا انهن شين کي شام ۽ مصر جي مارڪيٽن تائين پهچائيندا هئا. مٿين قيمتي شين ڪري بيروني دنيا "جنت السنڌ" اڳيان محتاج هئي. ان سبب هن ملڪ جي دولت کي لٽڻ لاءِ ڌارين قومن وقت بوقت مٿس ڪاهون ڪيون هيون ۽ اهو سلسلو هر صدي جاري رهيو ۽ قومي يا ملڪي اتحاد ڪڏهن بہ قائم نہ ٿي سگهيو.[1]

## مصرين جي ڪاهہ:

حضرت عيسيٰ عليہ السلام کان پنج هزار ورهيہ اڳ مصر دنيا ۾ تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز هو. سندس بہ تختگاهہ، مصر اصفل ۽ ميمفس، ۽ مصر صعيد ۾ ٿيبس علوم ۽ فنون ڪري مشهور هئا. جتي فيثاغورث ۽ هيروڊوٽس تعليم ورتي هئي.[2] سنہ 5000 ق-م کان 525 ق-م تائين مصر تي ڇويهن خاندانن حڪومت ڪئي. منجهائن ڏهن خاندانن ميمفس تي ۽ ڏهن ٿيبس تي حڪومتون ڪيون. 14 صديون ق-م ٿيبس جي فرعونن مان راميسس ثاني جهازن جي دستي سان ايشيا جي وڏي حصي تي، ويندي وچ ايشيا تائين ڪاهون ڪيون هيون.[3]

اسيرز بہ گنگا تائين حملا ڪيا هئا. هندو هن کي ديوتا سمجهي سندس پرستش ڪرڻ لڳا. ان باري ۾ بنارس هندو يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ڊاڪٽر پران ناٿ جو رايو آهي تہ آريا لوڪ اصل مصر کان آيا. انسانن جي قربانيءَ ڪرڻ جو رواج مصر ۽ هندستان ۾ رائج هو بلڪ قديم مذهب جو جزو هو. سنہ 671 ق-م مصر جي نجومي فراعنہ جي زماني ۾ اشور وارن مصر تي ڪاهہ ڪئي. سنہ 525 ق-م ايرانين مصر تي قبضو ڪيو.[4] قديم مصري خط هيرو غليفي آهي.

---

ڪلديا جا قديم بندر اوفير، سيپارا ۽ نپور سنڌ جي پيداوار جي واپار ڪري دولتمند هئا. انهن بندرن ۾ سنڌ جا مور ۽ باندر حضرت سليمان عليہ السلام جي تخت گاهہ بيت المقدس پهتا هئا.

1 _ ڊاڪٽر ليبان جو چوڻ آهي تہ هندستان ۾ هزارن ورهين کان ڳوٺن جي پنچائتي سرزمين کان سواءِ ڪوبہ ملڪي ۽ قومي اتحاد پيدا ڪري نہ سگهيو ان ڪري اچ تائين غير قومن جو جولا نگاه آهي. انقلاب امم، ص -40.

2 _ ٿيبس جو عروج سنہ 1600 ق-م تائين رهيو. هي شهر 14 ميلن ۾ هو. هن وقت سندس هنڌ تي چار ننڍا ڳوٺ آهن، جن مان هڪ لڪسر آهي.

3 -A. Malet: The Ancient World, Egypt, P-18, London.

4 -R.W. Frazer: British India, P-2, London, 1896.

## ڪلدانين جي ڪاهه:

ڪلديه عراق جي ان حصي جو نالو هو جتي فرات ۽ دجله پاڻ ۾ گڏجن ٿيون. ڪلدانين جو تمدن به مصرين وانگر جهونو هو. سنه 2234 ق-م سڄي ايشيا تي سندن اقتدار هو. اُر سيپار ارخ، پنور ۽ اغاد جا شهر ايراني نار جي منهن وٽ واپار جا مرڪز هئا. متين شهرن ۾ سنڌ جي شين جا نالا رائج هئا. سنڌ جون آڳاٽيون ململيون ۽ خوشبودار مصالحا هتي وڪامندا هئا. موهن جي دڙي واريون نڪتل شيون ڪلديه ۽ سنڌ جي آڳاٽن لاڳاپن تي گهڻي روشني وجهن ٿيون. گويا ڪلديه جي تمدن جو عنصر سنڌ جي آثار قديمه ۾ منظر اچي ٿو.

## بابل ۽ اشور وارن جون ڪاهون:

بابل جو شهر فرات تي هو جنهن جو بنياد نمرود وڌو هو ۽ سڄي ايشيا ۾ برک هو. نينوا، اشور وارن جو تختگاهه دجله جي اوپرندي ڪپ تي هو جنهن جو بنياد نينوس سنه 2182 ق-م وڌو هو. ان جي سامهون اولهندي ڪپ تي هينئر موصل جو شهر آهي. نينوس جي عالي همت راڻي سميراس سنڌو نديءَ وارا ملڪ اٽڪ تائين فتح ڪيا هئا. پر پوءِ هند جي راجا بروبيٽس هٿان شڪست کائي، ٿورن همراهن سان مڪران جي ڪناري کان موٽي وطن پهتي هئي. اها تسليم شده ڳالهه آهي ته اشور وارن جي مغربي سنڌ تائين حڪومت هئي. آريا کانئن نجومت سکيا هئا. بابل ۽ نينوا وارا باقاعدي جهازن وسيلي سنڌ سان واپار ڪندا هئا.

هندستان جي تهذيب جو اثر سنڌ رستي کان بابل، ميديا ۽ ايشيا ڪوچڪ تائين پهتو هو. آشوريا نيپال جي ڪتبخاني ۾ 700 ق-م بعض بتن جا نالا آرين جي ديوتائن جي نالن تي هئا. سنڌ جي بت خاني، هنگلاج جي ديويءَ جي بت جي ايلم ۽ بابل وارا پرستش ڪندا هئا. ان ديويءَ جو بت هنگلاج کان اڳ سوسا پهتو هو جتان بخت نصر بابل ڏانهن کڻائي ويو هو.[1] سنه 626 ق-م ميديا وارن هٿان نينوي برباد ٿي ويو. سنه 538 ق-م ايرانين جي ڪاهُن ڪري بابل ويران ٿي ويو.[2] قديم بابلي خط پيڪاني سڏجي ٿو.

## فنيقيا وارن جو واپار:

دنيا جي پهرين جهازران قوم جنهن کي يوناني "فونيشن" ۽ عبرانين "ڪنعاني" نالا ڏنا هئا، سا قرآن پاڪ ۾ عاد ۽ ارم جي نالي سان مشهور آهي.

---

1 _ H.T. Holdich, Sir: the Gates of India "Hinglaz", London, 1910.

2 _ J. Kennedy: The Early Commerce of India with Babylon, 700-300 B,C. in J.R.A.S. 1898, PP. 241-288.

انهن بحرين کان نڪري، شام جي ڪناري ڪي وسايو هو. سندن ٻہ بندر صيدا (سيدان) ۽ صور (ٽائري) مشرقي دنيا ۾ تجارتي مرڪز هئا.[1] يونانين هن قوم کان روشني ورتي هئي. فنيقيا جي بادشاهن مان حيرام حضرت سليمان عليہ السلام جو همعصر هو. عيسوي سنہ کان 12 صديون اڳ فنيقيا وارن جو شام جي ڪناري تي عروج رهيو. سندن تجارتي تعلقات جي ڪري، مهاڀارت جي زماني ۾، هندو عربي زبان کان واقف ٿيا هئا. فنيقي خط، جو مصري خط هيرو غليفي مان نڪتل هو، سو هندستان ۾ "خروشتي" يا گنڌاري سڏجي ٿو.

موريا خاندان جي راجائن، جن اتر اولهندي هندستان ۾ برهمڻ آباد ۽ جهالاوان تائين جي ڪتبا ڪڙا ڪيا هئا، سي مٿئين خط ۾ آهن. سندن عبارتون سامي خط وانگر ساڄي پاسي کان کاٻي طرف لکيل آهن ۽ انهيءَ خط جو رواج فنيقيا جي ڏاڙيل واپارين رائج ڪيو هو.[2] سر جان مارشل تڪشلا ۽ هڙاپا مان جيڪي ڪتبا هٿ ڪيا هئا، سي خروشتي خط ۾ آهن، بلڪ سر اي- سٽين ساڳئي خط ۾ ڪي ڪتبا چيني ترڪستان جي آثارن مان ڳولي لڌا. جيئن يورپ وارن هاڻوڪي زماني ۾، مختلف ملڪن ۾ تجارتي ڪوٺيون وڌيون، تيئن قديم زماني ۾ فنيقيا وارن جون مشرق ۽ مغرب ۾ ڪوٺيون هيون.[3]

## ايرانين جون ڪاهون:

ايرانين هفت اقليم تي شهنشاهي ڪئي. سنڌ بہ ايران جو صوبو هو. فردوسي شاهہ نامہ ۾ هند، سنڌ، ڪابل، ڪشمير، ملتان، سندل ۽ چندل ايراني شهنشاهت جا مقبوضات ڏيکاريا آهن. پيش داديان ڪسرائن مان هوشنگ دکن تائين ڪاهون ڪيون هيون. ايراني شهنشاهن مگڌ ۽ ايوڌيا جي راجائن مان شاديون ڪيون هيون.[4] ٿورا ورهيہ اڳ، ڊاڪٽر بي. ڊي سپونر پاٽنا جي

---

1 _ ارض القرآن: سيد سليمان ندوي، جلد_1. ذڪر عاد ارم اعظم ڳڙهہ. مصر وارن جا اهرام، جي نيل جي اولهندي ۾ آهن ۽ بابل جا لڏندڙ باغ دنيا جي قديم عجائبات ۾ شمار ٿين ٿا. ايرانين مصر، اشور ۽ يونان کان عمارت سازيءَ ۾ روشني ورتي هئي.

2 _ عرب و هند ڪي تعلقات: سيد سليمان ندوي، ص 8_9، الله آباد، سنہ 1930ع.

3_ فنيقيا وارن جو تخت گاهہ صور (ٽائري) سنہ 1200 ق_م ۾ تعمير ٿيو هو. بخت نصر بابلي 13 سالن جي سانده گهيري ڪرڻ کان پوءِ شهر فتح ڪيو هو. فلسطين ٿان سواءِ فنيقيا وارن اتر آفريڪا ۾ هاڻوڪي ٽيونس جي هنڌ تي ڪارٿيج جي مضبوط حڪومت ڪڙي ڪئي هئي. هنيبال هن قوم جو مشاهير تي گذريو جنهن روم جي هولنڪ فاتحن سان جنگيون جوٽيون هيون. بابلين ۽ مصرين وانگر فنيقيا وارا بت پرست هئا. بعض ديوتا جي پرستش ڪندا هئا.

4 _ فرشتہ: جلد_1، اردو ترجمو نولڪشور، لکنو.

قديم کنڊرن کي کوٽائي بعض عمارتن جا نشان ظاهر ڪيا هئا. جن جي ساخت جو نمونو پرسيپالس (اصطخر) جي محلاتن جهڙو هو.

گشتاسپ جي زماني ۾ بهمن ايرانيءَ بهمن آباد ۾ نو وهار جو آتشڪده تعمير ڪرايو هو. قديم سنڌ جي مڪران واري حصي ۾ ٻه ڪاريزون، ڪاؤسي ۽ خسروي، ڪيڪائوس ۽ ڪيخسرو ڪياني فرمانروائن جون جوڙايل اڄ تائين موجود آهن.[1] دارالعظم کي سنڌ جي صوبي مان 1,078,272 پائونڊ ساليانو آمدني هئي. سندس ٻيڙي يوناني اميرالبحر سائيڪلاس جي اڳواڻيءَ هيٺ اٽڪ کان سنڌو نديءَ جي ڇوڙ تائين جهاز راني ڪئي هئي.

سڪندر مقدونيءَ جي ڪاهه کان اڳ اتر اولهندي هندستان جي علائقن تي اشڪانين جي حڪومت هئي. سنه 480 ق-م ايراني شهنشاهت جون حدون سنڌو نديءَ کان وٺي حبش تائين هيون. شمس العلماءِ جوٽيجي مودي سنه 1904ع ۾ بمبئي جي رسالي 'ايسٽ ائنڊ ويسٽ' جلد-3 ۾ هڪڙو بصيرت افروز مضمون لکيو هو جنهن مان ايرانين جي مڪران ۽ سنڌ تي ڪاهُن جو پتو پئجي سگهي ٿو. عربي ڪاهُن ايران ۽ هندستان جي فنون لطيفه ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو. اسلامي دور ۾ ايرانين جي جدت طرازين سڄي اسلامي دنيا تي اثر وڌو.

**ٻڌمت:**

ٻڌ ڌرم جي وسعت جي خبر اسان کي اليگزينڊر ڪننگهام جي "قديم جاگرافي هند" مان پئجي سگهي ٿي، جا سنه 1871ع ۾ لنڊن مان شايع ٿي هئي. آرين جي راڄ اندر برهمڻن اهڙو زور ورتو هو جو ذات پات ۽ ڇوت ڇات جي زيادتين ۽ مذهبي پيچيدگين ڪري عوام ۾ سندن خلاف جذبو پيدا ٿيو. اهڙي پر آشوب زماني ۾، سنه 563 ق-م نيپال جي ڪپل وستو رياست جي ساڪيا راڄا سڌوڌن جي پٽ سڌارٿ، جو پوءِ گوتم ٻڌ سڏجڻ لڳو نئون پنٿ جاري ڪيو. جنهن صورت ۾ عوام کي برهمڻن کان سندن زيادتين جي ڪري نفرت هئي، تنهن ڪري گوتم جي مرڻ کان پوءِ سنه 483 ق-م سندس پنٿ سنت هند، سيلون، سيام، چين، تبيٽ، وچ ايشيا، سنڌ ۽ بلوچستان تائين پکڙجي ويو. سنڌ جا راءِ خاندان جا راڄائون ٻڌمت جا پيرو هئا. برهمڻ آباد، الور ۽ ديبل ۾ ٻڌ جا بت خانا هئا.

---

1 - R. Hughes-Buller: Baluchistan district Gazetteer, Vol. Makran- Archeology, Bombay, 1906.
M.A. Stien, SIR: Memori on the Anc. Geogr of Kashmir, PP. 11-13, Calcutta, 1899.
D.D.P. Sanjana: The Pahlavi Vendidal, P-9, Bombay, 1895.
Marzban: The Parsis in India, Vol. I, Bombay.
The Cambridge History of India. Vol. 1. CHP-IV. P-150.

## جين مت:

ساڳئي وقت، بهار جي راجا سڌارٿ جي پٽ ورڌمان، جو مهاوير سڏجي ٿو ۽ گوتم جو همعصر هو، جين مت کڙو ڪيو. مگر جين مت وارن جي دعويٰ آهي تہ سندن ڌرم گهڻو قديم آهي. سندن چوڻ آهي تہ مهاوير کان اڳ 23 تيرٿڪارا (پيشوا) ٿي گذريا، جن مان پهريون رشاپا راجا ٿي گذريو ڪانئس پوءِ سندس پٽ پارتا چڪرورتي ٿي گذريو. جينن جو ڪتاب "اچارنگا سوترا" آهي. جين ڌرم برهمڻن جي خواهشات ۽ ٻڌ جي اصولن جو مرڪب آهي. هن ڌرم ۾ جاندارن جي حفاظت ڪرڻ نيڪيءَ جو عمل هو. ويدن جي حقيقت، باهہ جي پوڄا ۽ بليدان ناقابل تڪريم سمجهيا ويا. برهمڻن کي خوش رکڻ لاءِ ذات پات جي قيد ۽ اوتارن کي تسليم ڪيو ويو. جين مت بنگال، وچ هندستان، دکن، سوراشٽر ۽ سنڌ تائين پکڙجي ويو.[1] جين مت جي قدامت متعلق مغربي مؤرخن ۾ اختلاف آهي، مثلا ڪولبروڪ، پرنسيپ، سٽيونسن ۽ ٻيا جين مت کي ٻڌ جي زماني کان اڳ جو تسليم ڪن ٿا، اهڙيءَ طرح ويبر، ولسن، ليسن وغيره ان کي ٻڌ کان پوءِ تسليم ڪن ٿا. سنڌ ۾ پارينگر جين جو مندر هو. آبو ڏونگر تي سندن گهڻائي مندر آهن.

## يونانين جي ڪاهہ:

يونان ۾ اٿينز ۽ سپارٽا وارن جي تباهيءَ کان پوءِ سنہ 332 ق-م يونانين سڪندر مقدونيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ شام ۽ مصر جا علائقا فتح ڪيا. مشرقي ملڪن جي دولت کي ڇڪڻ لاءِ يوناني فاتح شام جي ڪناري تي سڪندرونہ ۽ مصر جي ڪناري تي سڪندريہ جا بندر تعمير ڪرايا، جن صيدا ۽ صور کان پوءِ واپار ۾ گهڻي ترقي ڪئي.

---

1 - پنيور جنهن جو نالو بطليموس پنهنجي تاريخ ۾ "باربائيڪ" ڏنو آهي. سو "تحفة الڪرام" جي بيان موجب راجا پنيور راءِ تعمير ڪرايو هو. سنڌ جو هي قديم بندر پاتال کان سمنڊ ڏانهن ويندڙ رستي تي گهاري کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي هو. هت سنڌو نديءَ جي ٻيڙين جو مال ساموندي غورابن ۾ پربو هو ۽ واپارين کي مال تي محصول پرٽو پوندو هو. هتان چين جو ريشم، سوٽي ململيون، نير ۽ خوشبودار مصالحا مصر ۽ مغربي دنيا ڏانهن ويندا هئا. پڙوچ ۽ چيمور کنيات جي نار تي ۽ پنيور سنڌ ۾ نير جي واپار ڪري مشهور هئا. غازي محمد بن قاسم هت چانوٽي هنئي هئي. عيسوي 2 صديءَ تائين، پارينگر وانگر پنيور جو اوج رهيو. سنہ 171هہ (سنہ 787ع) ڌاري هارون الرشيد جي زماني ۾ زلزلي ڪري گهارو سڪي ويو ۽ هي بندر ويران ٿي ويو. سندس قتل نشان گذريل اوج تي ماتم ڪري رهيا آهن.

Cousens H: Antiquities of Sindh, PP. 80-81, 1929.

V A. Smith: The Oxford History of India, P-85, Oxford, 1920.

E.H Aitken: Gazetteer of the Province of Sindh, P-23.

## سڪندر مقدوني:

تنهن کان پوءِ سڪندر اربيلا جي خونريز معرڪي ۾، دارا اعظم کي شڪست ڏيئي، وچ ايشيا ۽ ڪابل تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، هندستان ڏانهن رخ رکيو. سندس لشڪر ۾ ايراني، يوناني ۽ وچ ايشيا جا سپاهي هئا. سنہ 327 ق-م سڪندر ڪابل ۽ سوات کان پنجاب ۾ وارد ٿي، راجا پورس کي شڪست ڏني. پنجاب ۽ ڪشمير جي گهڻن راجائن سندس آڻ مڃي. يوناني لشڪر جنهن ۾ مقدونيا، يونان، فنيقيا، مصر، ايران ۽ صغدانيا جا سپاهي هئا، سي گهڻو ٿڪل هئا. ڪيس يونان کان ڪابہ امدادي فوج ڪانہ پهتي هئي، ٻيو تہ هندستان جو موريا راجا چندر گپت طاقتور هو. تنهن ڪري يوناني فاتح چناب نديءَ کان اڳتي وڌي نہ سگهيو. جهلم مان جهاز تهرائي سنڌو نديءَ رستي ملتان پهچي، هتي جي مالي راجا کي شڪست ڏيئي، اُچ (سڪلنده) جو شهر تعمير ڪرائي، سنڌو نديءَ جي رستي پاتال (نيرن ڪوٽ) پهتو.

مينانگرا (ٺٽي) جي يادو ونسي راجا سامس کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ، سڪندر ڪجهہ لشڪر خشڪيءَ رستي، پنهنجي هڪڙي سپهہ سالار ڪرايٽرس جي اڳواڻيءَ هيٺ، هاٿين سميت، مولہ لَڪ کان مڪران ڏانهن روانو ڪيو ۽ ٻيڙي کي اميرالبحر نيرڪوس جي نگرانيءَ هيٺ، جنهن تي يوناني، فنيقي ۽ مصري ملاح هئا، پاتال ۽ پنيور کان سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا ۽ مڪران واري ڪناري ڏانهن روانو ڪيائين.[1] نيرڪوس کي مڪران جي ڪناري تي رهندڙ ميڊن کان گهڻو نقصان پهتو. خاص ڪري بلوچستان جي استولہ ٻيٽ تي سندس گهڻائي فنيقي ۽ مصري ملاح ميڊن هٿان مارجي ويا. سڪندر مقدوني سنڌ تي پيٿان کي پنهنجو نائب مقرر ڪري، حب نديءَ جي اوپرندي واري علائقي، عربتي ۽ اولهندي واري علائقي، اورتي، کان مڪران جي ويران

---

1 _ استالو يا استولہ جو هپتلار بہ سڏجي ٿو سو مڪران جي ڪناري کان 16 ميلن جي مفاصلي تي ۽ پسني بندر کان 26 ميلن جي مفاصلي تي هڪڙو ويران ٻيٽ آهي، جو ڊيگهہ ۾ 3 ميل ۽ ويڪر ۾ هڪ ميل آهي. هندو ان کي ستاديپ ۽ يوناني نوسال سڏيندا هئا. ٻيٽ تي ٽن طرفن کان جبلن جون قطارون قلعي وانگر بيٺيون آهن. ڏکڻ اوڀرندي واريءَ ڪنڊ تي هڪڙي ويران مندر جا نشان بيٺل آهن، جنهن متعلق آثار قديمہ جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ ڪنهن زماني ۾ پٿرن جو جڙيل پاڻيءَ جو حوض هو. آڳاٽي زماني ۾ مختلف ملڪن جا واپاري سون ميٽڻ جي لالچ ڪري هن ٻيٽ تي ايندا هئا. نيرڪوس بہ سون ميٽڻ جي ارادي سان هن ٻيٽ تي پهتو هو. عرب فاتحن ٻيٽ تي ٺمرين جو نسل جاري ڪيو هو. چاڪاڻ تہ هتي جي آبهوا ٺمرين جي پرورش لاءِ مفيد هئي. هينئر فقط ميڊ مهاڻا شارڪ مڇين جو شڪار ڪرڻ لاءِ هتي ايندا آهن.
R. Hughes Buller: Gazetteer of Makran, Haptlar, P-276, Bombay, 1906.

ڪناري تي پهتو. جتي ميڊ جنگجو دريائي ڌاڙيلن کان سندس لشڪر کي گهڻو نقصان پهتو. آخر بابل ۾ پهچي هن وفات ڪئي.

## سنڌ متعلق يوناني جاچ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ:

عام سنڌ جي تاريخن ۾ سڪندر مقدونيءَ جي ڪاهہ هڪڙي طوفان وانگر بيان ڪيل آهي، جو آيو ۽ هليو ويو! مگر ائين نہ آهي. سڪندر مقدوني سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا واري علائقي ۾ سنڌو نديءَ جي قديم شاخ هاڪڙي جي پيٽ جي جاچ ڪرڻ لاءِ ماهرن جي هڪڙي ڪاميٽي رواني ڪئي هئي. ان ڪاميٽيءَ ڪهڙي رپورٽ پيش ڪئي، سو بيان سلسليوار هيٺ ڏجي ٿو.

اڳ يونانين کي هندستان جي رهاڪن جي رسمن ۽ رواجن جي پٽيءَ خبر ڪانہ هئي، ڇاڪاڻ تہ يونان ۽ سنڌ جي وچ ۾ بابل ۽ اسيريا جون بہ سيماطيقي (سامي) حڪومتون حائل هيون. البتہ هومر جي ”اوڊيسي“ جي اشعار ۾ فقط ايترو ڏيکاريل هو تہ سج جي اڀرندي طرف هڪڙي سياهہ فام قوم رهي ٿي. اها قوم شايد دراوڙ هئي، جنهن جو واپار سمنڊ رستي مغربي دنيا سان هلندڙ هو ۽ ايڪباتانا (همدان)، سوسا ۽ اصطخر جا شاهي خزانا سنڌ ۽ هند جي دولت ڪري معمور هئا. ازان سواءِ فيثاغورث جي فلسفي تي هندي اثر مائل نظر اچي ٿو. هيروڊوٽس کي سنڌ متعلق جيڪا خبر هئي، تنهن جو بيان اڳ لکي چڪا آهيون.

## سائيلاڪس:

يونانين جي ڪاهہ کان اڳ، دارا اعظم پنهنجي هڪڙي يوناني اميرالبحر، سائيلاڪس، کي سنڌو نديءَ جي وهڪري کي معلوم ڪرڻ لاءِ جهازن جي دستي سان اٽڪ کان روانو ڪيو هو ليڪن ان جيڪو سياحت نامو تيار ڪيو هو تنهن ۾ فقط ٻڌل ڳالهيون ۽ قياسي بيان ڏنل هئا. ايرانين ۽ يونانين کي فقط ايتري خبر هئي تہ سنڌو نديءَ جي اوڀرندي طرف کان ريگستان آهي. سڪندر مقدوني بہ چناب کان اڳتي وڌي نہ سگهيو هو.

## هيڪتايوس:

سنہ 500 ق-م هيڪتايوس نالي هڪڙي يوناني جاگرافيدان، سنڌو نديءَ تائين ملڪن جو بيان ڏنو آهي، پر سندس تحقيقات جو دائرو فقط سائيلاڪس جي بيانن تي مبني آهي. هن فقط اهو ڏيکاريو آهي تہ سنڌو نديءَ پريان ريگستان آهي، البتہ سنڌ جي باشندن جي رسمن ۽ رواجن متعلق بہ هن ٿوري

روشني وڌي آهي، ليڪن هيروڊوٽس جي بيان کان ڪا وڌيڪ نئين ڳالهہ ڪانہ ڏني اٿس.

## نيرڪوس:

سڪندر جو مشهور اميرالبحر، نيرڪوس، ڪريٽ ٻيٽ جو رهاڪو هو. نينڍي هوندي مقدونيا ۾ رهڻ ڪري سڪندر سان دوستي هئي. هن سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا جو ڪوري جي نار کان ايراني نار جي ڪناري جو معائنو ڪيو هو. جيڪي ڏٺائين، سو قلمبند ڪندو ويو. سندس ارادو ڏاکڻي عربستان تي ڪاهہ ڪرڻ جو هو پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو.

## اوني سيڪرٽيوس:

اوني سيڪرتيوس يونان جي ٻيٽ، ايجنا جو رهاڪو هو ۽ يونان فيلسوف ديوجانس جو شاگرد هو. فن جهازرانيءَ جو ماهر هو. سنڌ ۾ وارد ٿيڻ کان اڳ، سڪندر هن کي جهازن جي دستي سان سنڌ جا حالات معلوم ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو هو. استرابو ڪانئس روشني ورتي آهي.

## ارسطوبيولس:

ارسطو بيولس جاگرافيدان هو جنهن سڪندر جي حڪم سان هاڪڙي جو ٻيٽ ڳولي لڌو هو. هن پوئينءَ عمر ۾ پنهنجا حالات قلمبند ڪيا هئا.هن اٽڪل هڪ هزار ويران شهرن جا نشان ڳولي لڌا هئا، جي ڪو وقت هاڪڙي تي آباد هئا.

## ڪليترچوس:

ڪليتر چوس مؤرخ هو. سڪندر سان گڏ نہ هو پر سندس ڪاهُن جو مفصل بيان ڏنو اٿس.

سڪندر پهريون مغربي فاتح هو جنهن مغرب وارن لاءِ مشرق جي واپار جو در پٽيو. ازان سواءِ هن سنڌو نديءَ وارن ملڪن جا حالات گڏ ڪرايا. يوناني هماليہ کان سنڌو نديءَ جي چوڙ تائين ۽ راس مونزي کان راس ڪامورن تائين ۽ راس ڪامورن کان هوگليءَ تائين هندستان جون حدون معلوم ڪيون هيون. هو سنڌ کي مانسوني هوائن کان ٻاهر ڏيکارين ٿا، جنهن مان معلوم ٿي سگهي ٿو تہ مهاڀارت جي زماني کان يونانين جي ڪاهہ وقت سنڌ جي حالت گهڻي بدلجي چڪي هئي. اڳ سنڌ ۾ گهاٽا ٻيلا هئا، جن ۾ هاٿي، گينڊا، ٻاندر ۽ ٻيا جهنگلي جانور رهندا هئا. انهن مان گينڊا تہ ابن بطوطہ جي اچڻ وقت بہ موجود

هئا. يونانين جي بيان موجب سنڌ جي رهاڪن جي چمڙي ڪاري هئي. ٻيلنا واري علائقي تي هو ڪوهيڙن جي ڪکرن اڏامڻ جو ڏس ڏين ٿا.

اونهاري ۾ جوئر ۽ چانورن جي پوک ۽ سياري ۾ جوَن ۽ ڪڻڪ جي پوک جو ذڪر ڪيو اٿن. سندن چوڻ موجب، سنڌين کي ڪمند جي رس مان ڳڙ ناهڻ، ڪپهه مان پڙي اُڻڻ ۽ مختلف قسمن جي دوائن ناهڻ ۽ زهرن مارڻ جي واقفيت هئي، ليڪن اهڙو دوائن ۽ زهرن جو علم ڏارين کان مخفي رکندا هئا. سنڌين جي بدني ساخت متعلق لکن ٿا تہ اهي قداور ۽ سنها آهن، سري وارا مصر جي قبطين ۽ لاڙ وارا حبشين سان مشابهت رکن ٿا. سنڌين جي سراسري عمر 130 ورهيہ بيان ڪئي اٿن. سنڌ ۾ انگور نہ هئڻ ڪري شراب جو رواج نہ هو مرد ٻہ ٻہ زالون رکندا هئا ۽ راجائون گهٽيون زالون شادي ڪند اهئا. غلامن جو بہ رواج هو. سنڌ جا رهاڪو پنهنجن راجائن کي ٻانهون مٿي کڻي سلام ڪندا هئا، جيئن ايران جي ڪسرائن کي سلام ڪرڻ جو رواج هو.

راجائن جي سواريءَ نڪرڻ وقت، عورتون رٿن تي چڙهي سندن حفاظت (؟) ڪنديون هيون ۽ پنيان ماٺهو دهل، شرنايون ۽ گهنڊ وڄائيندا هلندا هئا. نابالغ ڇوڪرين کي بہ شادين ڪرائڻ جو رواج هو. بيواهہ زالن لاءِ جيئري مڙس جي لاش سان گڏ چکيا تي چڙهڻ عزت جي نشاني هئي. بعض مُڙدن کي ڳجهن اڳيان ڦٽو ڪندا هئا.[1] ان ۾ شڪ نہ آهي تہ سڄي هندستان، خراسان، بلخ، سنڌ، چيني ترڪستان ۽ وچ ايشيا وارن ملڪن ۾ ٻڌ جي بتن جي پوڄا ٿيندي هئي، مگر ان سان گڏ مجوسيت جو بہ چوٻول هو. مثلا هوئن تسانگ، جو سنہ 23هہ (سنہ 635ع) ڏاري قنڌار جي رستي کان هندستان ۾ وارد ٿيو هو تنهن جي بيان موجب قنڌار، بلوچستان توڙي سنڌ تي مجوسيت جو اثر پيل هو.[2]

## سيليوڪس نڪتر:

سڪندر مقدوني هندستان ۾ سنہ 327 ق–م کان سنہ 324 ق–م تائين جملي 3 ورهيہ رهيو هو. ڪابل ۽ هندوڪش وارو حصو جو پشڪلاوتي سڏبو هو تنهن مٿان اوڪسياريٽس گورنر هو. سندس تختگاهہ چارسده، پشاور وٽ هو. سنڌ مٿان، پيٿان گورنر هو. سڪندر جيڪا عظيم الشان شهنشاهت قائم ڪري ويو هو سا سندس مرڻ کان پوءِ ٽن حصن ۾ ورهائجي ويئي، جن مٿان سندس ٽي جرنيل حڪومت ڪرڻ لڳا. مشرقي حصو شام کان وٺي سنڌ سميت، سيليوڪس نڪتر

1 _ Cambridge History of India, Vol-I, India in Early Greek & Latin Literature, PP, 391-446.

2 _ آئينہ حقيقت نما: مولانا اڪبر شاهہ خان صاحب، جلد_1، مقدمہ، 1926ع.

جي هٿ چڙهي ويو. يونان، مقدونيا، ٿريس ۽ ايشيا ڪوچڪ تي ائنٽي گونس حڪومت ڪرڻ لڳو. فلسطين ۽ مصر بطليموس جي قبضي هيٺ اچي ويا. سيلوڪس جي ڏينهن ۾، سنڌ جي واپار گهڻي ترقي ڪئي هئي. پليني ء جي بيان موجب، سنہ 79ع ۾ رومت الڪبري ڏانهن ويندڙ مال جي رقم 2,000,000 پائونڊ هئي. تجارت جي هيءَ صورتحال، روم جي قيصر آگسطوس کان وٺي قيصر هيدران جي ڏينهن تائين موجود رهي. مٿيون مال خشڪيءَ رستي تدمر تائين ۽ سمنڊ رستي بحيره قلزم جي بندر برنائيس تائين پهچندو هو.[1]

## موريا خاندان:

موريا خاندان جو پايو وهندڙ چندر گپت موريا هو، جنهن تشڪلا ۾ تعليم ورتي هئي. سندس ماءُ مورن پالڻ ڪري "مورا" سڏبي هئي، تنهن ڪري هن خاندان جا راجائون، جن سنہ 322 ق-م کان سنہ 183 ق-م تائين مگڌ تي حڪومت ڪئي هئي، موريا سڏبا هئا. منجهائن چندر گپت 322 ق-م اتر هندستان ۾ يونانين خلاف بغاوت ڪري سندن فوجن کي جمنا جي اويرندي ۾ شڪست ڏيئي، مگڌ جي ننڊا خاندان جي راجا کان پٽاليپترا (پاٽنا) جو تخت هٿ ڪري، موريا حڪومت جو پايو وڌو. هن چاليهن لکن فوجن سان سيليوڪس نڪتر کي شڪست ڏيئي سنڌ ۽ بلوچستان جي صوبن تي قنڌار تائين قبضو ڪري ورتو. سيليوڪس کي ساڻس صلح ڪرڻو پيو ۽ پنهنجي طرفان ميگسٿنيز کي سفير مقرر ڪري پاٽنا ڏانهن روانو ڪيو.[2]

چندر گپت کان پوءِ سندس پٽ بندوسار 298 ق-م کان 237 ق-م تائين حڪومت ڪئي. بندوسار کان پوءِ سندس پٽ آسوڪا 237 ق-م مگڌ جي تخت تي ويٺو. هن ٻڌ ڌرم کي زور وٺائڻ لاءِ افغانستان، بلوچستان، سوات، ڪشمير، سنڌ ۽ نيپال تائين جابجا ڪتبا ڪڙا ڪرايا، جن مان ڪي اڄ سوڌو موجود آهن.[3] بلڪ هن يونان ۽ مصر تائين تعلقات قائم ڪيا هئا. جيڪي مٿين تعلقات جي ڪري هندي فن سنگتراشيءَ کان واقف ٿيا.[4] آسوڪا جا ڪتبا خروشتي خط ۾ آهن. سندس حڪومت جون حدون هرات تائين هيون.

1 _ Grawlinson: Intercourse between India & West, P-27.
Rollion: Ancient History, Vol.III. The Alexander's Successors, London.

تمدن عرب: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، ذڪر مصر، اُردو ترجمو.

2 - V.A. Smith: Oxford History of India, P-106.

3 - J.C. Marsham: Abridgement of the History of India, CHP-I, P 11.

4 _ M. Elphinstone: History of India, Greek Kingdom, P-267, London, 1874.

## يوناني باختري حڪومت:

سن 184 ق-م موريا خاندان وارن جي ڪمزوريءَ ڪري، يوناني باختري حڪومت زور ورتو. سنہ 185 ق-م ڌاري براد رٿ، موريا خاندان جي پوئين حاڪم پشيامترا کي قتل ڪري، مگڌ ۾ سنگا خاندان جي حڪومت جو پايو وڌو. مٿئين انقلاب ڪري، يوناني باختري حڪومت کي جنم وٺڻ لاءِ موقعو مليو جا هڪ صديءَ تائين قائم رهي. سنہ 190 ق-م يوناني حاڪم ڊيمي ٽريوس بلوچستان، سنڌ ۽ گجرات جا پرڳڻا فتح ڪري، سگالا (سيالڪوٽ) کي تختگاهہ مقرر ڪيو. هن سنڌ ۾ ڪي شهر تعمير ڪرايا هئا. يوناني حاڪم اڪثر هڪ ٻئي سان لڙندا رهيا. سنہ 155 ق-م مينڊر (ملنڊا) سنگا راجائن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو پر پاڻ ٻڌ جو پيرو ٻڻجي ويو. تنهن کان پوءِ ستت، يوناني حڪومت چاليهن حصن ۾ ورهائجي ويئي، جن تي جدا جدا امير حڪومتون ڪرڻ لڳا. سندن هندستان جي راجائن سان مائٽي هئي. مينڊر جي مئي کان پوءِ يوناني هندي حڪومت جو هميشہ لاءِ خاتمو ٿي ويو.

## پارٿي:

پارٿين جو وطن پارٿيا (خراسان) هو. جيئن هندو يوناني کي ياونا سڏيندا هئا، تيئن پارٿين کي پهلوا سڏڻ لڳا. اهي ڊگهين ڏاڙهين ۽ ڊگهن وارن وارا هئا. پهريائين هن قوم هيلمند تي قبضو ڪري، سيستان ۽ نيمروز تي حڪومت ڪڙي ڪئي. ساڪن ستين (ساڪ) بہ شامل هئا، جن جي نالي ڪري سيستان "ساڪستان" سڏجڻ لڳو. عيسوي پهرين صديءَ ڌاري ستين دري بولان کان نڪري، سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي بيٺڪون جوڙي، پاڻ کي ايران جي ڪسرائن وانگر شهنشاهہ ڪوٺائڻ لڳا.[1] منجهائن راجا گنڊوفيرس حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي حواري سينٽ ٿامس جي تبليغ ڪري عيسائي ٿيو هو.

## يوچي:

يورپ وارا ستين ۽ يوچي قومن کي "هُن" سڏين ٿا. سنہ 165 ق-م يوچي قوم چين جي علائقي ڪانسوا مان نڪرڻ کان پوءِ، ترڪستان جي رستي کان

---

1 _ Cambridge History of India, Vol-I. The Sythians.

چندر گپت جي دربار ۾ چانڪيا نالي مشهور پنڊت ٿي گذريو آهي جنهن جي ڪتاب 'ارٿ شاستر' جو پهريون ترجمو نوشيروان ڪرايو هو.

بلخ، ڪابل ۽ بلوچستان تي قبضو ڪيو. هنن ستت ئي ٻڌ ڌرم اختيار ڪيو. سنہ 73 ق۔م مگڌ جي سنگا خاندان وارن جي پڄاڻي ٿي. سنہ 28 ق۔م انڌرا خاندان وارن مهانديءَ، گوداوري ۽ مگڌ وارن علائقن تي قبضو ڪيو. سنہ 78ع ۾ يوچي راجا ڪنشڪا ڪشمير، يارقند، ڪاشغر، ختن، قنڌار، سنڌ ۽ نربدا نديءَ تائين قبضو ڄمايو. شڪست سنبت اتر هندستان ۾ سنہ 78ع کان شروع ٿيو. سنہ 220ع ۾ يوچي ۽ انڌرا خاندانن جو خاتمو ٿي ويو. هندستان رياستن ۾ ورهائجي ويو. جن مان پاٽنا جي گپت خاندان زور ورتو.

## سنڌ تي مجوسيت جو اثر:

اسلام جي ڪاهہ وقت، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ بت خانن کان سواءِ آتش ڪده بہ موجود هئا. ايران جي ڪسرائن آتش پرستيءَ کي زور وٺايو هو. سنڌ جي علائقي سيستان ۾، گستاشپ جي يادگار لاءِ، ڪيخسرو ڪرڪوياهہ آتشڪده تعمير ڪرايو هو جو "هوس۔ گرشاسپ" جي نالي سان مشهور هو.[1] ساساني دؤر ۾، قباد جي زماني ۾، مزدڪ "مزدڪيہ مذهب" جو بنياد وڌو هو. سندس اصول مانويہ مذهب جا هئا. جيتوڻيڪ قباد، مزدڪ کي قتل ڪرائي ڇڏيو هو پر مزدڪيہ مذهب جا فرقا۔ جهڙوڪ: ڪوزڪيہ، ماهانيا ۽ اسبد جامڪيہ۔ اهواز، فارس، شهر زور، سنڌ، سمرقند ۽ شاش تائين پکڙجي ويا هئا.[2] غرض تہ زردشت کان اڳ اقصيٰ چين تائين آتشڪدن جو رواج پئجي ويو هو. ساساني دؤر ۾، سنڌ جي سرحد ڪرمان ۾، نوشيروان هڪڙو آتش ڪده جوڙايو هو. منجهس اها متبرڪ باهہ ٻرندي هئي، جنهن کي زردشت جي حڪم سان گشتاسپ خوارزم جي آتشڪدي مان ڪڍائي، نساءِ جي آتشڪدي ۾ رکايو هو.

ايراني ڪسرائن سنڌ ۾ ملتان وارو آتش ڪدو تعمير ڪرايو هو جتي سج ۽ ستارن جي پرستش ٿيندي هئي. شاپور بن اردشير قسطنطنيہ پرسان هڪڙو

---

1۔ ايران ۾ حضرت ابراهيم عليہ السلام جي زماني کان صابي مذهب جاري هو. ايران جا قديم فرمانروا مويد۔ مويدان يعني ديني سردار جي لقب سان سڏبا هئا. ڪيومرث، ڪيومرثيہ فرقو جاري ڪرايو هو. ايرانين جو پويون نبي زردشت بن بوراشب، ڪسري گستاشپ بن لهراسپ جي زماني ۾ بلخ ۾ ڄائو هو. سندس ماءُ ري شهر جي ۽ پيءُ آذر بائجان جو رهاڪو هو. سندس ڪتاب زندوستا کي، گستاشپ ڪيومرث جي جوڙايل هيڪل اصطخر ۾ رکايو هو. زردشت جو قول هو تہ نور ۽ ظلمت بہ متضاد شيون آهن. ساساني دؤر ۾ ساسان پنجين متئين ڪاتاب کي پازندي زبان مان دري زبان ۾ ترجمو ڪرائي، متس 'وساتير' نالو رکيو هو. تنهن کان پوءِ، شاپور بن اردشير جي زماني ۾، حڪيم مانيءَ، مانويہ فرقو جاري ڪيو جو مجوسيت ۽ عسائيت جو مرڪب هو. هڪڙو فرقو مثنويہ بہ سڏجڻ لڳو هو. ڏسو 'تفسير حقاني'، مقدمہ، ص، 311۔318 دهلي.

2- Strange (Le): Lands of the Eastern Caliphate, PP. 341-342, Cambridge, 1905

آتش ڪدو جوڙايو هو جو خليفي مهديءَ جي زماني تائين موجود هو. سنڌ ۾ سيستان، ملتان ۽ ڪرمان مجوسيت جا مرڪز هئا. خاران جا ڪياني ملڪ، جي منوچهر جي نسل مان هئا، اسلامي فتوحات کان پوءِ بہ قديم مذهب تي قائم رهيا. آخر خليفي عمر بن عبدالعزيز رضہ جي دعوت تي اسلام قبول ڪيائون.[1] سلطان محمود غزنوي جي ڪاهُن کان پوءِ بہ سنڌ ۾ مجوسيت جو اثر باقي هو.

## سنڌ تي عيسائيت جو اثر:

سينٽ ٿامس پهريون حواري هو جنهن جي تبليغ ڪري سيستان جي پارٿي راجا گنڊوفيرس عيسائي مذهب اختيار ڪيو. ازان سواءِ شيراز مرو ۽ فرغانہ ۾ ديوليون قائم ٿيون. تثليث جو اثر فقط ايران، ترڪستان ۽ سنڌ تائين محدود نہ رهيو بلڪ پري دکن تائين بہ پهتو. سنہ 68ع ۾ سينٽ ٿامس مدراس ۾ وفات ڪئي ۽ اتي دفنايو ويو. ڪن مؤرخن جو بيان آهي تہ سينٽ ٿامس بلوچن هٿان مڪران جي بندر ڪلما (ڪلمت) وٽ مارجي ويو. سندس لاش عيسائي عراق جي شهر ايڊيسا (رقہ) ڏانهن کڻي ويا ۽ مدراس واروسندس مقبرو جُڙتو آهي.[2] خراسان جي شهر جنديساپور جي شفاخاني جو ڊاڪٽر جارجس نالي عيسائي هو.[3] جنهن عمدي قرابادين تيار ڪئي هئي.

سنہ 190ع ۾ سڪندريہ (مصر) جي بشپ، هڪڙي عيسائي فيلسوف پاتانيوز کي، نصرانيت جي تبليغ ڪرڻ لاءِ بحيره قلزم، ايراني نار ۽ سنڌ جي ڪناري واري رستي کان ملبار ڏانهن مُڪو هو. سندس معرفت پهريون دفعو عبراني زبان ۾ انجيل، هندستان جي اولهندي ڪناري تي تراونڪور پهتو، جتي اڳي ئي يهودين جي بينڪ هئي.[4] يونان ۽ روم جا علوم، گهڻي عرصي کان مصر، شام، ايران ۽ سنڌ تائين پهچي چڪا هئا. بيزانطوم شهنشاهت مان نسطوري پادرين تڙجي نڪري وڃڻ کان پوءِ عراق جي شهر ايڊيسا ۾ وڃي هڪڙو مدرسو کوليو هو جنهن جي ذريعي يوناني علوم جي ايشيائي ملڪن ۾ اشاعت ٿيڻ لڳي هئي.

---

1- C.F. Minchin: Baluchistan District Gazetteer, series Kharna, History, Bombay, 1907.

2 - Kennet Dr: St. Thomas, The Apostle of India, Madras, 1882.

3_ نوٽ: ڊاڪٽر جارجس سرياني زبان ۾ هڪڙي عمدي قرابادين تيار ڪئي هئي، جنهن جو حنين بن اسحاق عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. 148هہ ۾ منصور عباسي جي بيمار ٿيڻ وقت خليفي جو ڊاڪٽر جارجس علاج ڪيو هو. "طبقات الاطباء" جلد _1، ص_ 163.

4_ ايڊيسا جو شهر عراق ۾ شام جي سرحد تي فرات جي هڪڙيءَ شاخ تي واقع هو. هينئر 'رقہ' سڏجي ٿو. "تمدن عرب": ڊاڪٽر گستاؤلي بان، ذڪر يوناني علوم و فنون، اردو ترجمو حيدرآباد دکن.

وري جڏهن رومن قيصر، زينوايساري، ايڊيسا کي برباد ڪري ڇڏيو تڏهن نسطوري پادرين کي ساساني ڪسرائن پنهنجي دربار ۾ رکيو هو. تنهن کان پوءِ قيصر جوسطنين، اٿينز ۽ سڪندريه جي مدرسن کي بند ڪرائي ڇڏيو. اتي جي عيسائي علمائن به ايران ۾ اچي پناهه ورتي هئي؛ جن ارسطو جالينوس ۽ علم نباتات جي ماهر اورڊياگريڊس جي ڪتابن کي ان زماني جي مروج زبانن، سرياني ۽ ڪلدانيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. فاتح عربن کي شام ۽ ايران مان سرياني زبان جا ذخيرا هٿ لڳا هئا، جن کي انهن عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو هوبلڪ لاطيني، يوناني، قسطلي (سپئنش) زبانن جون لغتون به تصنيف ڪيون هئائون، جي اڄ سوڏو يورپ جي ڪتب خانن ۾ موجود آهن.[1]

سنه 486ع ۾ بابل جي پادريءَ ڪي نسطوري پادري عيسائيت جي تبليغ ڪرڻ لاءِ ملبار ڏانهن روانا ڪيا هئا.[2] اسلام جي ظهور وقت ايران، فرغانه، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ ديوليون قائم ڪيون ويون هيون. حضرت عثمان ذوالنورين رضه جي زماني ۾، فرغانه فتح ٿيڻ وقت، مرو جي پادريءَ شراز جي پادريءَ سائمن ڏانهن، جيڪو خط لکيو هو تنهن ۾ هن ڏيکاريو هو ته:

"زمين جي بادشاهي خدا عربن کي ڏني آهي؛ هو اسان جي مذهب جي حفاظت ڪن ٿا ۽ اسان جي ديولين جي پاسباني ڪرڻ کان سميت، عبادت خانن جو خرچ به ڏين ٿا."[3]

عيسوي ڏهين صديءَ ڌاري، ابن حوقل پنهنجي سفرنامي ۾ ديولين جو ذڪر ڏنو آهي؛ اُزان سواءِ سلطان محمود غزنويءَ جي زماني ۾ "فردوسيءَ" جي هڪڙي شعر مان سنڌ ۾ ديولين جو ڏس ملي ٿو:

"چون در ملک سلطان که چرخش ستود،
بسي هست ترسا و گبر و يهود".[4]

---

1۔ هن وقت ملبار جي ڪناري تي نسطوري عيسائين جو تعداد 3 لک آهي. مارڪوپولو پنهنجي سفرنامي ۾ سندن بيان ڏنو آهي. ڏسو مارڪوپولو جلد۔2.
E. Gibbon: Decline and fall of the Roman Empire, Vol-IV, P-599, London, 1788.

2 - Milne Rae: The Syrian Church in India, PP. 366-367, 1892.

3 _ Amirali Syed: The Spirit of Islam, P-274, Calcutta.

4 ۔ يهودي به موجود هئا. بخت نصر بابلي يهودين جي قبيلن کي ارض ڪنعان مان جلاوطن ڪري، پهريائين آرمينا ۾ رکيو هو ۽ پوءِ افغانستان جي بلاد، غور ۾ رهايو هئائين. ساڻن کي ارمني قبيلا به تجارت جي سانگي گڏ آيا هئا، اهي هندستان سان واپار ڪندا هئا. انهن يهودين سان گڏ آيلن ارمينين، ارمائيل (ارمن بيل) جو شهر تعمير ڪيو هو. (بيل معنيٰ شهر) انهن يهودين مان قيسي ۽ شنسبي مسلمان ٿيا هئا، جي افغان سڏجن ٿا. براهوئن مان رئيساڻي ۽ شهواڻي به نومسلم يهودي آهن.

## گپت خاندان:

گپت خاندان وارن، سنہ 320ع کان 525ع تائين، حڪومت ڪئي. هن خاندان جي باني چندر گپت پهرئين سنہ 320ع کان سنہ 335ع تائين حڪومت ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سمندر گپت اوڙيسا ۽ نيپال تائين خراج وصول ڪيو. سنہ 375ع ۾ سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽ چندر گپت ثاني گاديءَ تي وينو جو عام طور "وڪرماجيت" جي لقب سان مشهور آهي. سندس تختگاهہ اُجين هو. مالوهہ، ڪاٺياواڙ ۽ سنڌ تي سندس سڪو هلڻ لڳو. سندس دربار ۾ سنسڪرت جا پنڊت، جوتشي ۽ شاعر رهندا هئا، جن مان ڪاليداس سنسڪرت جو وڏو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو. مهاڪوي ڪاليداس جا ناٽڪ، شڪنتلا، ميگهہ دوت، ڪمارسنڀور ۽ رگهو ونس، مشهور آهن.

وڪرماجيت جي دربار جي نون رتنن مان ڌنوتري طب جو ماهر هو. جوتشين مان براهمير شهرت حاصل ڪئي؛ شاعر امر سنگهہ ڪتاب "امرڪوس" تصنيف ڪيو ۽ آريا ڀٽ مشهور نجومي ٿي گذريو آهي. وڪرمي دؤر ۾، چيني سياح فاهيان، سنہ 405ع کان سنہ 411ع تائين هندستان جي سياحت ڪرڻ آيو هو. سندس سفرنامي مان گپتا خاندان جو مفصل احوال ملي سگهي ٿو. گپت راجائون وشنومت جا پوڄاري هئا. سندن حڪومت جي زماني ۾ برهمڻ زور ونڻ لڳا ۽ ٻڌمت ڪمزور ٿيڻ لڳو. ويدڪ ديوتائن جهڙوڪ: آڪاس، اندر، ورنا، اما، اگني ۽ سورج بدران درگا ۽ گنيش ديوي ۽ ديوتا جي پرستش ٿيڻ لڳي. ويدڪ يگيہ بدران سمرتين جي پوڄا جون ترڪيبون جاري ٿيون. ارڙهن پراڻن جي نئين سر ترتيب ٿي. عمارت سازي، بت تراشي ۽ مصوريءَ جي فنن ترقي ڪئي. اجنتا جا مشهور غار ان زماني جي مصوريءَ جا يادگار آهن. اتر هندستان ۾ وڪرمي سنبت ۽ دکن ۾ ساليواهن سنبت ان زماني ۾ جاري ٿيا. اجين علوم ۽ فنون توڙي تجارت ۾ گهڻي ترقي ڪئي. سندس واپار گجرات جي بندر چيمور رستي ڌيساورن سان جاري هو. عرب فاتحن کي اجين مان بيحد خزانو هٿ لڳو هو.

## ستين جون ڪاهون:

سفيد فام ستين کي يورپ وارا "هُن" ساڪ يا سائدين بہ ڪوٺين ٿا. هن قوم مغلستان کان نڪري شام جي شهر عسقلان ۽ يورپ تائين ڪاهون

The Modern, Review, Christianity in the East, P-388 March, 1933, Calcutta

ڪيون.[1] سنہ 455ع ۾ ﭘﮭريائين سڪندھ گپت کان شڪست کائي موٽيا، پر پوءِ سنہ 465ع ڌاري گپت راجا کي شڪست ڏيئي، پنجاب، سنڌ، بلوچستان ۽ مالوھ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، هندن سان رلي ملي ويا[2]. سندن راجائن مان مهر گل، جنهن سيالڪوٽ کي تختگاھ مقرر ڪيو هو سو وڏو ظالم هو. تنهن ڪري مالوھ جي راجا يشوڌرمن ۽ مگڌ جي گپت راجا نرسنگهہ گڏجي ان کي ملتان جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي، ڪشمير ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو. سنہ 540ع ڌاري سٿين جي حڪومت جو خاتمو ٿيو.

## هرش جي حڪومت:

گپت خاندان جي زوال کان پوءِ اتر اولهندي هندستان ۾ گهڻيون ننڍيون رياستون قائم ٿيون. منجهائن هرش، سنہ 620ع ۾ قنوج تي راڄ ڪرڻ لڳو. سندس زمانو سنڌ جي اتهاس ۾ هڪ انقلابي عهد هو. انهيءَ زماني ۾ چندر ونسي خاندان جو يادو قبيلو دکن، راجپوتانا، سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ بلوچستان، بلڪ قنڌار، ڪابل ۽ خراسان تائين ڇانئجي ويو. هرش ٻڌ جو پيرو هو ۽ وڏو عالم ۽ هنر پرور ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات مان "ناگانند"، "رتناولي" ۽ "پريہ درشڪا" جا ناٽڪ مشهور آهن. سندس دربار جي شاعرن مان "بان" جا ڪتاب "هرش" ۽ "ڪادمبري" يادگار آهن. سندس ڏينهن ۾ مشهور چيني سياح هوئن تسانگ، سنہ 629ع کان سنہ 634ع تائين هندستان جي ٻڌ جي يادگارن جي ياترا ڪرڻ لاءِ آيو هو. هرش سنہ 647ع ۾ انتقال ڪيو.

## ٻڌ ڌرم جو زوال:

راجا هرش، ٻڌمت جي ترقيءَ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪئي هئي، مگر ٻڌ جا ڀڪشو جي اڳ تارڪ الدنيا هئا، سي هينئر عياش بنجي ويا هئا، سندن ڇڙواڳ روش ۽ آدرش کان غفلت ڪرڻ ڪري ماڻهن جو منجهائن اعتقاد گهٽجڻ لڳو هو. ايتري قدر جو بنگال جي راجا ششانگ، ٻڌ جي گيا واري متبرڪ وڻ کي پاڙئون پٽائي ڇڏيو. هرش کان پوءِ راجپوتن زور ورتو. جي فطري جنگجو ۽ ڪالي ديويءَ جا پوڄاري هئا ۽ ٻڌمت جا دشمن ثابت ٿيا.

---

1 - Cambridge History of India, Vol.I the "Sythian & Parthian Invaders" PP. 563-564.
G. Rawlinson: The Story of Nations, Parthia, P-28, London, 1893.

2 _ مؤرخ اي- ڊبليو هيوز تاريخ بلوچستان ۾ براهوئن مان سرپرھ قبيلي کي سٿين جي نسل مان ڄاڻايو آهي. ڏيکاري ٿو. وري ڪن مؤرخن جو فيصلو آهي تہ راجپوت، جاٽ ۽ گوجر قومون سٿين آهن.
A.W. Hughes: Baluchistan, Kalat State.

راجپوت پاڻ کي راجائن جو اولاد سڏائين ٿا. برهمڻن کين ”راجپتر“ يعني راجائن جو اولاد سڏيو. اوائل ۾ راجپوتن جا ٻه نسل هئا: پهريون، سورج ونسي ۽ ٻيو چندر ونسي. وري جن کي پنهنجي حسب ۽ نسب جي خبر ڪانه هئي، تن پاڻ کي آسمان، پاڻيءَ ۽ نانگ جي نسل مان فخر سان سڏائڻ لڳا. سندن چار ٻيون ذاتيون هن ريت هيون: (3) پرمار، (4) پرهار، (5) سولنڪي، (6) چوهاڻ، جي پاڻ کي اگني ڪُل يعني باهه جي نسل مان سڏائين ٿا. سورج ونسي ڪل مان چار شاخون آهن: 1_ گهلوت، 2_ سيبويه، 3_ ڪڇوا ۽ 4_ رانوڙ. چندر ونسي نسل مان، يادو ڪل وارا اٺن شاخن ۾ آهن: 1_ يادو، 2_ ڀاٽي، 3_ جاڙيجا، 4_ سمتيجا، 5_ مديجا، 6_ بدمن، 7_ بدا ۽ 8_ سوها. سندن وطن ”مارو ستل“ راجپوتانا آهي.[1] يادو دوارڪا جي راجا ڪرشن جو اولاد هئا. سنڌ جا سما ۽ جاڙيجا ان نسل مان آهن. ابن خردادبه سنه 250هه ڌاري، هندن جي ستن ذاتين جو هن ريت بيان ڏنو آهي: 1_ شاڪشتري (ڇتري)، جيڪي راجائون آهن ۽ ماٿهو کين سجدو ڪن ٿا. 2_ براهمه (برهمڻ)، جيڪي شراب پيئڻ کان پرهيز ڪن ٿا. 3_ ڪستري (ڪتري)، جن مان برهمڻ شاديون ڪن ٿا، 4_ شودر (ڪڙمي)، 5_ بيش (ويش) (ڪرت وارا پورهيت)، 6_ شندال (چنڊال) ۽ 7_ ذنب (ڊوم)، جيڪي ڳائين وڄائين ٿا ۽ سندن زالون خوبصورت آهن. سندس بيان موجب، هندستان اندر 42 مذهبي فرقا رائج هئا[2].

## راجپوت رياستون:

### قنوج:

هرش کان پوءِ بنگال جي راجا ڌرمپال قنوج فتح ڪيو. سنه 816ع ۾ گوجر قوم جي راجا، ناگ ڀٽ، قنوج فتح ڪيو. گوجرن ٻن صدين تائين حڪومت ڪئي. سندن راجا ڀوڄ مشهور ٿي گذريو جنهن مگڌ فتح ڪيو هو. سندس پوين مان راجا راجپا، جنهن غزنوي سلاطين جي سيادت قبول ڪئي هئي، تنهن جي پنجاب تي حڪومت هئي. تنهن کان پوءِ قنوج تي رانوڙ ڪمبوجن قبضو ڪيو جن مان راجا جئچند پويون حاڪم هو جنهن کي شهاب الدين غوريءَ شڪست ڏني هئي[3].

---

1_ وقائع راجستان: مولوي حڪيم نجم الغني رامپوري، جلد_1 ذڪر راجپوت، همدم پريس لکنؤ،

2 _ ابن خردادبه ص_ 71، ليدن 1889ع

3 _ سنڌ ۾ چنا، ايوڌيا جي سورج ونسي ڪل مان هئا، جي ڪوهستان کان سواءِ ڪڇي ۽ سيويءَ تائين حڪومت ڪندا هئا. رانوڙن جي لس ٻيلي، لاڙ ۽ ٿر تي حڪومت هئي. اهي سنڌ جي هنگلاج جي بت خاني جي ديويءَ جا پوڄاري هئا. ان ڪري پاڻ کي هنگلاج چنديلا ڪمبوج سڏائيندا هئا. سندن بيان اڳتي هلي هنگلاج جي بت خاني جي بيان ۾ ڏبو. سنڌ ساگر دوآبي تي ٻه ڪمبوجن جي حڪومت هئي.

## دهلي:

گوجرن جي هڪڙي شاخ تنور هئي، جنهن دهليءَ تي حڪومت ڪئي هئي، پوءِ اجمير جي چوهاڻ راجا بسلديو دهليءَ تي قبضو ڪيو. عيسوي 12 صديءَ ڏاري پرٿوي راج مشهور ٿي گذريو. جنهن جي دربار ۾ چند بردائي هندي زبان جو شاعر ٿي گذريو آهي. پٿوراءِ سلطان شهاب الدين غوريءَ کان شڪست کاڌي ۽ پوءِ دهليءَ ۽ اجمير تي مستقل طور مسلمانن جي حڪومت جو بنياد پيو.

## مالوه:

مالوه تي پرمار راجپوتن جي حڪومت هئي، اجين ۽ ڏارنگري سندن تختگاهه هئا. منجهانئن منج ۽ ڀوج راجائون ٿي گذريا آهن. عيسوي 12 صديءَ ڏاري چوهاڻ راجائن هٿان سندن خاتمو ٿيو. سنڌ جا سومرا به پرمار نسل مان آهن.

## گجرات:

گپت کان پوءِ هرش گجرات تي قبضو ڪيو. عيسوي ڏهين صديءَ ۾ مولراج سولنڪيءَ گجرات تي قبضو ڪيو. ڪمار پال سولنڪيءَ جي زماني ۾ جين پنڊت، هيم چند جديد هندي زبان جو بنياد رکيو. محمود غزنويءَ جي زماني تائين سولنڪين جي حڪومت رهي. سنه 1243ع ڏاري واگهيلن گجرات تي قبضو ڪيو. جن جو علاءُ الدين خلجيءَ هٿان خاتمو ٿيو.

## سنڌ:

سنڌ تي يادو ونسي راجا سامبس جي حڪومت هئي، ميناگر سندس تختگاهه هو. تنهن کان پوءِ سنه 450ع ۾ راءِ گهراڻي جي راجائن جي حڪومت سنڌ تي قائم ٿي، الور سندن تختگاهه هو ۽ اروڙ ونسي به سڏبا هئا. تنهن کان پوءِ برهمڻ خاندان جي حڪومت قائم ٿي، جن کان سنه 712ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي.

## جوهر رسم:

راجپوتن ۾ ادنيٰ خاندانن ۽ اعليٰ خاندانن جي تفاوت ڪري ۽ پڻ ٻڌن ۽ برهمڻن جي مخالفت ڪري پاڻ ۾ نااتفاقي پيدا هئي. هندستان کان سواءِ ڪين ٻاهرينءَ دنيا جي ڪا خبر ڪانه هئي. سندن جنگ جو طريقو پراڻي زماني جو هو. هو جنگجو بهادر هئا ۽ هار کائڻ وقت سمورا زالن ۽ ٻارن ٻچن سميت 'جوهر' رسم موجب جيئري چکيا تي چڙهي پاڻ کي ساڙي ڀسم ڪندا هئا. راجپوتن کان سواءِ، ٻين هندن کي ٻڌ ۽ جين جي آهنسا جي اصولن سلامتي پسند بنائي ڇڏيو هو. جنگ جو ڪاروبار فقط ڪترين جي ڪلهن تي هو باقي

عوام کي جنگين سان ڪو تعلق ڪونہ هو. ذات پات جي مت پيد ڪري منجهانئن حب الوطني ۽ اتحاد جا خيال ميٽجي چڪا هئا. نجومين ۽ جوتشين جي فالن تي اعتبار ڪري انهن تي سختيءَ سان عمل ڪندا هئا.

## ساساني دؤر:

سنہ 330 ق.م اربيلا جي جنگ ۾، دارا ثالث، سڪندر يونانيءَ کان شڪست کاڌي ۽ ايران ۾ اشڪاني خاندان جي شهنشاهت جو خاتمو ٿي ويو. سڪندر کان پوءِ اٽڪل 240 جماعتن ايران تي حڪومت ڪئي ۽ چئني طرف طوائف الملوڪيءَ جو دؤر هو. اردشير بابڪ، سنہ 226ع ۾ اردوان، اصفهان ۽ فارس تي قبضو ڪيو. هو اصطخر جي آتشڪدي جو محافظ هو. ساسان، جو بهمن ۽ دارا آبن دارا جي پيڙهيءَ مان هو تنهن کي بابڪ ڏيءَ ڏني، جنهن مان اردشير ڄائو. هن 14 ورهيہ حڪومت ڪئي. مٿئين قليل عرصي اندر هن سڄو ايران فتح ڪيو. سندس پٽ شاپور، جنهن کي عرب مورخ 'ذوالاڪتاف' جي لقب سان لکن ٿا، تنهن عرب جي قبيلن مان تميم، بڪر، عبد قيس قبيلن کي جلاوطن ڪري، منجهانئن ڪيترن کي ڪلهن ۾ سوراخ ڪرائي نوڙين سان ٻڌرايو هو. کانئس پوءِ روم، صغد ۽ سنڌ تي بهرام گور ڪاهون ڪيون.

ساسانين مان نوشيروان بن قباد سنہ 531ع کان سنہ 579ع تائين حڪومت ڪئي. هن مدائن (طيسفون) جو نئون تختگاهہ هاٽوڪي بغداد ويجهو تعمير ڪرايو. يوناني ۽ پارٿين جي ڪاهُن ڪري، جن جي آتشڪدن جي رک اڏامي ويئي هئي ۽ سرد پئجي ويا هئا، تن کي هن نئين سر تعمير ڪرايو. زند ۽ پازند جا ورق جيڪي ڇئن سؤ سالن جي غارتگريءَ ڪري پريشان ٿي چڪا هئا، سي هن گڏ ڪرايا.[2] جاٽ ۽ بلوچ جيڪي گهڻي عرصي کان ايراني لشڪر ۾ نوڪر هئا ۽ يونان تائين ايران پاران لڙيا هئا، تن ايلم وارن سان گڏجي بغاوت ڪئي.[3] سنڌ بہ نوشيروان جي سلطنت جو حصو هو.

## حضور سرور ڪونين جن جي ولادت مبارڪ:

20اپريل سنہ 571ع، وڪرمي سنبت پهرين جيٺ 628 ۾ پيغمبر آخرالزمان رحمة للعالمين حضرت محمد بن عبدالله ﷺ جن مڪي معظمہ ۾

---

1 ـ ابن خلدون جلد 2. طبقہ رابعہ ملوڪ فارس. ص ـ 32. اُردو ترجمو. دهلي.

76ـ معجم البلدان' ياقوت حموي. جلد ـ 7. ص ـ 413.

77 ـ بلوچن، ايلم ۽ ديلم. وارن جو فساد فردوسيءَ جي 'شاهنامي' ۾ ڏيکاريل آهي. اهي اشعار راءِ بهادر هيتو رام سي ـ آئي ـ اي پنهنجي 'تاريخ بلوچستان' 1907ع واري ايڊيشن ۾ لفظ بہ لفظ نقل ڪيا آهن. جي طوالت جي ڪري نظرانداز ڪجن ٿا.

عالم دنيا ۾ جلوه گر ٿيا. ڪسريٰ جي ڪوٽ جا ڪنگرا ڪري پيا ۽ ظهور قدسيءَ ڪري آتش ڪدا سرد پئجي ويا. دنيا کي ان معجزي ڪري خبر پئجي ويئي تہ پيغمبر آخرالزمان شهنشاھہ عرب ۽ عجم پيدا ٿيو آهي.[1]

نوشيروان جي شهنشاهت چئن حصن ۾ ورهايل هئي. اولهندي ۾ مصر جو بندر سڪندريہ شام ۾ حلب، انطاڪيہ ۽ قبرس بيٺ درفش ڪيانيءَ هيٺ هئا. اوڀرندي ۾ سنڌ ۽ گجرات آمو درياءَ تائين سندس حدون هيون. نوشيروان يمن کي ديلمي لشڪر سان آزاد ڪرائي، اتي جي تبابعہ حاڪمن مان سيف ابن ذي يزن کي پنهنجي طرفان حاڪم مقرر ڪيو هو. حضور ﷺ جن جي بعثت وقت مشرقي بيزانطوم شهنشاهت هيٺ شام جو حصو، فلسطين، مصر ۽ آفريقا جو اتر وارو ڪنارو هو. ينهي شهنشاهتن جي وچ ۾ جنگين جو سلسلو جاري هو.

## حضور پاڪ ﷺ جو شجرو:




78_سيرت النبي': شبلي نعماني، جلد_1، ص_ 160، دارالمصنفين، اعظم گڙه:
"رحمة للعالمين": قاضي محمد سليمان منصور پوري، جلد_1، ص، 44_45 لاهور.

## عرب ۽ هند جا تعلقات:

اسلام جي ظهور کان هزارها ورهيه اڳ. عربن جا هندستان سان مذهبي ۽ تجارتي تعلقات قائم هئا. يمن ۽ ايراني نار جي بندرن سان سنڌ جو واپار هلندڙ هو. ان قسم جي جهاز رانيءَ ۽ تجارت جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ ڏنل آهي.[1] حديثن ۽ تفسيرن ۾ جتي حضرت آدم عليه السلام جو ذڪر اچي ٿو اُتي متعدد روايتن ۾ ڏيکاريل آهي ته جنت کان نڪرڻ کان پوءِ حضرت آدم عليه السلام (هندستان جي) ٻيٽ سرانديپ (سيلون) تي لاٿو ويو جتي جبل آدم موجود آهي. خود حضور ﷺ جن فرمايو ته: "مون کي هند جي زمين کان رباني خوشبوءِ اچي ٿي." هيءَ بيان صحيح حديثن جي مقابلي ۾ اگرچه ضعيف آهي، تاهم ائين سمجهڻ گهرجي ته تاريخ جي زماني کان اڳ عربن جو هندستان سان نهايت ويجهو لاڳاپو هو. ابن قتيبه جي ڪتاب "المعارف" ۾ بيان آهي ته امام زين العابدين رضه جي والده ماجده سنڌي خاتون هئي. ازان سواءِ عرب واپاري هزارها ورهيه اڳ بحيره قلزم، يمن، عمان جي بندرن کان مڪران ۽ سنڌ جي بندرن کي لتاڙي کنيات، ٿاڻي، ڪاليڪٽ، سرانديپ، ڪاري منڊل ڪناري کان بنگال جي اپسمنڊ کي لتاڙي، هندستان جي مشرقي ٻيٽن کان ٿيندا چين تائين واپار ۽ مسافري ڪندا هئا. اڳ بيان ڪري چڪا آهيون ته مهاڀارت جي زماني ۾ آريا لوڪ عربن جي خروشطي خط ۽ زبان کان واقف ٿيا هئا.[2] ضرورت آهي ته هت بندرن جو ٿورو ذڪر ڏجي، جن سان عرب واپار ڪندا هئا.

### عدن:

يمن جي اوج لاءِ سبا جو زمانو ۽ سندن آثار آڳاٽيءَ تهذيب لاءِ ڪافي ثبوت آهن. قريش جا واپاري يمن جي بندرن تان سنڌ جي پيداواري خريد ڪري شام ۽ مصر تائين نيڪال ڪندا هئا عيسوي 12 صديءَ تائين. سنڌ جا جهاز عدن کي مال پهچائيندا هئا.[3]

### حيره:

آل منذر جو تختگاهه حيره. ايراني نار جي منهن وٽ هو ۽ فرات جي هڪڙي شاخ تي پُررونق ۽ دولتمند شهر هو. علامه الاغانيءَ جي بيان موجب

---

1 ـ قرآن پاڪ جي سوره قمر، هود، شوري، رحمان، حج، ابراهيم ۽ بقر ۾ جهاز رانيءَ جو مفصل بيان ڏنل آهي.

2 ـ "اخبار الطوال": ابو حنيفه دينوري، سنه 228هه ص ـ 123، ليڊن.

3 ـ "تمدن عرب": ڊاڪٽر گستاؤلي بان، ص ـ 39، اردو ترجمو.

هتي هند ۽ چين جا جهاز لنگر هڻندا هئا. يونانين حيره تي "اپولو گوس" نالو رکيو هو. سنڌ جي دريائي ڌاڙيلن جي خوف کري حيره جي عرب اميرن شهر کي عالم پناهه ڏياري هئي.

## قانه:

قانه حضرالموت جو بندر هو بني حضر موت وارا جهاز رانيءَ جي فن جا ماهر هئا ۽ هندستان جي واپار جا مالڪ هئا. اسلام کان پوءِ سندن ئي بحري مسافرين کري اسلام سوماترا ۽ جاوا تائين پهتو هو.[1]

## اُبله:

جتي فرات ۽ دجله پاڻ ۾ گڏجن ٿيون، اتان ڏکڻ ۾ اُبله جو بندر هو. هت هندستان جي عمارتي ڪاٺ جي وڏي مڏي هئي، عربن مٿس اُبله نالو رکيو هو. هند ۽ چين جا جهاز جيڪي فرات ۽ دجله جي بندرن کي مال پهچائيندا هئا، سي هت لنگر هڻندا هئا. ساساني ڪسرائن سندس اهميت کي محسوس ڪري، ان جي چوگرد بحري قزاقن کان بچاءُ لاءِ قلعو ڏياريو هو. سنه 14هه (635ع) ڌاري بصري جي بنياد پوڻ کان پوءِ اُبله جي سياسي ۽ تجارتي اهميت گهٽجڻ لڳي ۽ سنه 256هه ۾ بلڪل تباهه ٿي ويو.[2] عيسوي 9 صديءَ ڌاري عرب واپارين جا جهاز هندستان ۽ چين تائين وڃڻ لڳا. خلافت فاروقيءَ جي زماني ۾ بحيره احمر تي جار ۽ ايراني نار تي اُبله مکيه بندر هئا.[3]

## سوهار:

سوهار عمان جو مکيه بندر هاڻوڪي مسقط جي هنڌ تي هو واپار ڪري دولتمند هو. تغلبي شاعر اخنس جي قصيدن مان پتو پوي ٿو ته بحرين ۽ عمان جا ڪنارا لڪيز بن عبدالقيس جي ماتحت هئا.

## سيراف:

مڪرانات جو بندر هو ۽ بصري کان هڪ هفتي جي مسافريءَ تي هو. هجري 3 صديءَ ۾ سندس اقبال چمڪيو هتي واپارين جا گدام ۽ ساڳ جي ڪاٺ جون جڙيل عمارتون هيون، جن جي چؤطرف باغات هئي.[4] سنڌ جي

---

1 ـ "ارض القرآن": سيد سليمان ندوي، ذڪر قانه. دارالمصنفين. اعظم ڳڙهه

2 ـ "الفاروق": شبلي نعماني، جلد ـ 1، ذڪر بصره، دارالمصنفين.

3 - Radha Kumud Mookerji: History of India Shipping & Maritime Activity, "Basrah", Calcutta, 1912.

4 ـ حمزه اصفهاني مڪران متلق لکي ٿو ته "مڪران" نالو "مة" ۽ "ڪرن" جو مرڪب آهي، جنهن جي معنيٰ بندرن وارو ملڪ.

دريائي ڌاڙيلن جي خوف ڪري، بعض جهازن تي پنج سؤ ملاح رهندا هئا. جي پاڻ سان بچاءَ لاءِ آتشي مادو کڻندا هئا. ايام جاهليت جي شاعرن طرفہ، اعشيٰ، عمرو بن ڪلثوم، اخنس، امراءِ القس جي اشعار مان بہ عربن جي جهازرانيءَ جو پتو پئجي سگهي ٿو. سنہ 396هہ ڌاري زلزلي ڪري سيراف برباد ٿي ويو. هجري 6 صديءَ ڌاري ياقوت جڏهن سيراف کي ڏٺو تڏهن منجهس برباد ٿيل عمارتن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو.[1]

## قيس:

سيراف وانگر قيس بہ ايراني نار تي مکيہ بندر هو.

## تيز:

تيز اگ مڪران جي ڪناري تي سنڌ جو مکيہ بندر هو. هت چين ۽ هند جا جهاز لنگر هٽندا هئا. هينئر سندس اقبال غروب ٿي چڪو آهي. هڪڙو ننڍو ڳوٺ آهي، جتي ٿورا متيءَ جا گهر آهن.[2]

## سنڌ جا بت خانا:

سنڌ جا بت خانا هندستان کان سواءِ ٻيروني دنيا ۾ بہ مشهور هئا. هتي جي بتن جي ٻري ٻري تائين پوڄا ٿيندي هئي. چين، ايران ۽ بابل تائين سندن ڌاڪو ڄميل هو. سال بسال چنڊ گرهڻ جي موقعي تي راجائون بتن اڳيان اچي سجدو ڪري بيش قيمت نذرانا چاڙهيندا هئا. ڪي بت، سون ۽ چانديءَ جا، جواهرات سان مڙهيل هئا. جن تي ريشمي ڪپڙا چڙهيل هئا. مندرن ۾ اڪيچار دولت گڏ ٿيل هئي، جتان عرب ۽ ترڪ فاتحن کي بيشمار خزانا هٿ لڳا هئا.

## ديبل:

ديبل هاٿوڪي پير پٺي وٽ وڏو بت خانو هو جتي "ديول" ديو جو بت رکيل هو. مندر شهر جي وچ ۾ هو شهر جي ديوارين سان سمنڊ جون چوليون لڳنديون هيون، مندر جو بلند گنبذ سمنڊ تان پريان نظر ايندو هو سندس چئني ڪنڊن تي چار وڏا برج هئا. گنبذ جي مٿان هڪڙي گهوڙي سوار جو پتل جو مجسمو کتل هو. هڪڙي ڊگهي بانس ۾ ڳاڙهو جهنڊو هوا ۾ ڦڙڪندو هو شهر وارن جو اعتقاد هو تہ جيسين جهنڊو هوا ۾ ڦڙڪندو، تيسين ڪابہ

R. Hughes-Buller: Makran, Mame.

1 _ 'معجم البلدان': ياقوت حموي، جلد _5، ص — 192.

2 _ R. Hughes-Buller. Makron, Appendix, Tez.

طاقت شهر فتح ڪري نہ سگهندي. ابو زيد سيرافي سنہ 294هہ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ سنڌ جي مندرن ۾ ديوداسيون رهنديون هيون[1] بڌ جا ڀڪشو ڍگهن وارن سان اگهاڙا، ڳچيءَ ۾ انسان جي کوپرين جون مالائون پاتل، شهرن ۾ گهمندا هئا.[2]

## هبروا:

خبر نٿي پوي تہ سنڌ جو هي بتخانو ڪهڙي هنڌ تي هو. بشاري مقدسي سنہ 370هہ ڌاري لکي ٿو تہ سنڌ جي هبروا شهر ۾ بہ طلسمي پٿر جون مورتون بينل هيون. جي ڏسڻ ۾ چانديءَ ۽ سون جا بت معلوم ٿيندا هئا. سندن پير ۾ سائي رنگ جي پاڻيءَ جو چشمو هو جتي مريض ۽ زخمن وارا غسل ڪندا هئا هتي جي پورهيتن جو خرچ ديوداسيون پورو ڪنديون هيون. اهي اميراڻي گهراڻي جون ڇوڪريون هيون. ماڻهو بتن اڳيان بيهي دعا گهرندا هئا. هڪڙو مسلمان بہ بتن کي ڏسي بت پرستي ڪرڻ لڳو هو. پر پوءِ نيشاپور وڃي وري مسلمان ٿيو هو

## برهمڻ آباد:

برهمڻ آباد جو شهر چئن ميلن ۾ هو هتي جي بت خاني نووهار ۾ بڌ جو بت رکيل هو. جيئن بابل جي هيڪل جا پروهت نجومي ۽ ستاره شناس هئا تيئن برهمڻ آباد جي مندر جا پنڊت بہ وڏا جوتشي هئا. چچ جهڙي ڪٽر برهمڻ سندن اڳيان مٿو ٽيڪي مندر جي نئين سر تعمير ڪرائي هئي. هتي جي پروهتن جو تعداد هڪ هزار هو.[3]

## پارينگر:

ننگرپارڪر ۾ هاڪڙي جي هڪڙيءَ شاخ تي پارينگر وڏو بتخانو هو جتي پارس ناٿ. جين جي اوتار جو پتلو رکيل هو هتي هر سال وڏو ميلو لڳندو

---

1 _ "تحفہ لڪرام" مير علي سير قانع ٺٽوي، جلد_3، ص_13.

ديوداسيون راجائن جون ڏيٺرون هيون. جن جي زندگي مندرن جي خدمت ڪرڻ لاءِ وقف هئي. جيئن اندلس جي ديوليس ۾ گاٿ اميرن جون ڇوڪريون راهبانہ زندگي بسر ڪنديون هيون.

2 _ "حسن التقاسيم" بشاري مقدسي، ص – 483 غازي محمد بن قاسم ڀڪشو فقيرن کي اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ حڪم ڏنو هو.

3 _ سنڌ جي تاريخن ۾ برهمڻ آباد جي بتخاني جو نالو "نوبهار" لکيل آهي. جو "نووهار" جو بگڙيل نمونو آهي بڌ جي ستوپ کي عرب جاگرافيدانن "استن" ڪري لکيو آهي

هو عيسوي پهرين صديءَ تائين پارينگر جو اوج رهيو ۽ آسوڪا جي تحريڪ ڪري هر ٻنجين سال اتي عظيم الشان ميلا لڳندا هئا. هڪڙو ٻڌ جو ستوپ عمرڪوٽ وٽ بہ هو

## مهانگر.

گجرات ۾ دوارڪا، سومنات ۽ مهانگر وڏا بتخانا هئا. منجهائن مهانگر جي بت خاني ۾ ويهہ هزار بت رکيل هئا. وڏو بت 12 فوٽ بلند هو.

## ملتان:

ڪيشپ پوري (ملتان)، جو ڪو وقت راجا هرناڪس جو تختگاهہ هو. اتي ايران جي ڪسرائن آفتاب جو مندر تعمير ڪرايو هو منجهس آفتاب جو بت رکيل هو. ملتان فتح ٿيڻ کان پوءِ هڪڙي برهمڻ غازي محمد بن قاسم کي هڪڙي حوض هينان پوريل خزاني جو ڏس ڏنو. جو راجا جسوين دفنايو هو. غازي موصوف کي حوض هينان 330 ديڳيون خزاني سان ڀريل هٿ لڳيون. جن ۾ 13 هزار 3 سؤ مڻ سون هو. سمورو خزانو جهازن رستي ديبل کان بصري ڏانهن روانو ڪيو ويو. فتح اسلام کان پوءِ هتي جي عرب اميرن کي آفتاب جي مندرن مان ڪافي آمدني هئي. جڏهن ڪو هندو راجا ملتان تي ڪاهہ ڪرڻ جو ارادو ڪندو هو تڏهن عرب امير بت خاني کي ڊاهڻ جي ڌمڪي ڏيندا هئا.[1] بزرگن شهرياد بتخاني جو نالو آدٺ (آفتاب) لکيو آهي، بيروني بہ ساڳئي نالي سان لکي ٿو.

## نگرڪوٽ:

نگر ڪوٽ. ڪانگڙي ضلعي ۾ وڏو مندر هو. ان کي ساڳي حيثيت حاصل هئي. جيتري قديم يونان جي مندر ڊيلفي (دارالاستخاره) کي حاصل هئي. فرشتہ جو بيان آهي تہ ڏکين ڪمن ڪرن کان اڳ هندو بت کان مشورو وٺندا هئا. سلطان محمود غزنويءَ کي هتان وڏو خزانو هٿ لڳو هو.[2]

---

1ـ ملتان جو قديم نالو "ڪيشپ پوري" هو جو راجا ڪيشپ تعمير ڪرايو هو. هرناڪس کانپوءِ سندس پٽ پرهلاد گاديءَ تي ويٺو. جنهن جي نالي تي پوءِ پرهلادپوري سڏجڻ لڳو. هاٺو ڪو نالو ملتان مٿس مالي قوم جي ڪري پيو جنهن کي سڪندر مقدونيءَ شڪست ڏني هئي.
"آئينہِ حقيقت نما": مولانا اڪبر شاه. جلدـ1، ص 82ـ91.

2. "چشمہِ ڪوثر". شيخ محمد اڪرام، جلدـ1 صـ51، لاهور. سلطان فيروز شاه تغلق کي نگرڪوٽ فتح ڪرڻ وقت. مندر مان سنسڪرت جا 12 سؤ ڪتاب هٿ لڳا هئا. جن مان ڪن جو سلطان ترجمو ڪرايو هو ڏسو "رسائل شبلي": شبلي نعماني، ص 164ـ165. رحماني پريس دهلي.

## بلخ:

بلخ جو بت خانو نووهار هندستان، چين ۽ ايران وارن لاءِ ڪعبي وانگر هو. سو برمڪين تعمير ڪرايو هو. مندر جون ديواريون پختيون هيون، جن جي چئني ڪنڊن کان هڪ سف هٿ ڊگها چار سائي رنگ جا ريشمي جهنڊا لڳل هئا. جي پري کان نظر ايندا هئا. مندر جو گنبذ اشبت (استن) بہ بلند هو. منجهس چئن ئي ڪنڊن کان پروهتن لاءِ 360 ڪمرا جڙيل هئا.[1] هر سال بعار جي مند ۾ ميلي جي موقعي تي بتن کي ريشم جو جواهرات سان جڙيل غلاف پهرائيندا هئا. مختلف ملڪن جي ياترين کان سواءِ هندستان، چين ۽ ايران جا رجائون ۽ شهنشاهہ وڏي بت اڳيان سجدي ڪرڻ کان پوءِ زر، جواهر ۽ گل نذراني طور چاڙهيندا هئا. هت سنہ 605 ق-م ۾ زردشت جائو هو.

## باميان:

ڪابل جي اتر اولهندي طرف ڪوهہ بابا ۽ هندوڪش جبلن جي وچ ۾ باميان وڏو بتخانو هو جتي اَجنتا جي غارن وانگر 12 هزار بت رکيل هئا ۽ اجا موجود اهن. اهي غار "سماج" سڏبا هئا. بت خاني جي هڪڙي عمارت سوني هئي، جنهن کي زڪريا قزويني "بيت الذهب" جي نالي سان لکيو آهي. ياقوت هر هڪ بت جو جدا جدا بيان ڏنو آهي. حجاج بن يوسف جي ڏينهن ۾ باميان فتح ٿيڻ وقت. عرب فاتحن کي هتان سوين مڻ سون هٿ لڳو هو. مامون جي ڏينهن ۾ بعض بت تحقيقات ڪرڻ لاءِ بغداد جي بيت الحڪمت تائين پهتا هئا. ابو دلف ينبوعي جو بيان آهي تہ باميان جي بتن جي ايران، بلوچستان، سنڌ ۽ هند جا رهاڪو ياترا ڪرڻ ايندا هئا. چنگيز جي اُڙدن هتان ان بت خاني کي نقصان پهتو هو. سنہ 1886ع ۾ جرنل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ اتي جي بتن جون تصويرون شايع ڪيون هيون. پڌ جي زماني جا يادگار آهن.[2]

---

1 _ "مرج الذهب": مسعودي، جلد _4، ص -- 48، پئرس.
'آثار البلاد': زڪريا قزويني، ص -- 221، گوتنجن، 1848ع.
"فتوح البلدان": بلاذري، ص_ 427، ليدن، 1866ع.
"برمڪي" لفظ "بر" ۽ "مغ" ٻن لفظن جو مرڪب آهي، سندس معنيٰ آهي وڏو متولي
تعجب اهو ٿو چئبو تہ يورپي محققن مان وان ڪريمر ۽ ايڊورڊ برائون جهڙا محقق برمڪين کي مجوسي لکن ٿا! ليڪن پروفيسر سخاؤ 'ڪتاب الهند' جي مقدمي، ص _31 ۾ بلخ جي بت خاني نووهار کي ٻڌ جي خانقاه ڏيکاري ٿو ۽ سندس بيان صحيح آهي. برمڪي مجوسي ڪونہ هئا، بلڪ هندو هئا. مشرق ڊبليو برٿالڊ، انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام، جلد_1، ص_ 663، ۾ نووهار کي ٻڌ جو مندر لکيو آهي.
2 - J Tod The Annals & Antiquities of Rajasthan, Rajashtna, Vol. I, P. 20, Calcutta 1894.

## سيوي:

ڪڇي علائقي جي سيوي (شبي) شهر ۾ ٻڌ جو ستوپ هو جنهن جي هوئن تسانگ به ياترا ڪئي هئي.عربن ڪڇيءَ تي نالو به ٻڌ (بودهيه) رکيو هو. تنبوءَ جي ڳوٺ پرسان، چلگري وٽ، ٻڌ جا ڪي آثار بينل آهن.[1]

## هنگلاج:

هنگلاز يا هنگجا جنهن کي سنڌ جو سرتاج شاعر شاهه ڀٽائي رحه به ڏسڻ ويو هو سو لس ٻيلي ۾ هڪڙو غار آهي، اڳ هت هنگلاج ديويءَ جو بت رکيل هو جنهن جي ايلم، ديلم، بابل، يونان، مصر ۽ هند وارا پرستش ڪندا هئا. پهريان ايلم وارا بت کي پنهنجي تختگاهه سوسا ڏانهن کڻي ويا هئا. جتان بخت نصر بابلي ان کي بابل جي هيڪل ۾ رکايو هو. عبراني، مصري ۽ عرب به هن بت کي متبرڪ سمجهندا هئا. بت جو مٿيون ڌڙ عورت جو ۽ هيٺيون حصو مڇيءَ جو هو. مٿين خيالي تصوير يونانين ايجاد ڪري مٿس "نانيا" نالو رکيو هو. سوميري قوم ان جي يادگار لاءِ "نينا" جو شهر تعمير ڪرايو هو. اشور وارن به سندس نالي تي "نينوي" جو شهر تعمير ڪرايو هو. ان بيان مان سنڌ جي بتخانن جي قدامت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.[2] بعض يوناني باختري سڪن تي به "نانيا" نالو لکيل آهي. ان مان پتو پئجي سگهي ٿو ته سڪندر جا پويان، جن سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪپ تي بينڪون جوڙيون هيون، هن بت جا پوڄاري هئا. مصر وارا ان کي اوسيريز جي ماءُ "نت" جي نالي سان آسماني ديوي ڪري مڃيندا هئا.[3]

ميجر گولڊ سمٿ جنهن 19 صديءَ جي آخر ۾ لس ٻيلي ۽ مڪران جي سروي ڪئي هئي، سو هن بت کي يوناني تسليم ڪري ٿو. هندستان جا راجائون ديويءَ کي "مهاڪالي" سڏيندا هئا. قنوج جي راٺوڙ راجا، نين پال جو پوٽو اُگرا پريو جنهن سڄو لاڙ ۽ ٿر فتح ڪيو هو هن ديويءَ جو خاص پوڄاري هو ۽ هن ديويءَ جي عقيدتمندي لاءِ پاڻ تي "هنگلاج چنديلا ڪمبوج" نالو رکيو هئائين. بلوچ به ديويءَ کي "بي بي ناني" ڪوٺين ٿا. اڄ هنگلاج جي آڳاٽي رونق ڪانه رهي آهي. هندو مندر اڳيان ٻڪر بليدان ڪن ٿا ۽ لس ٻيلي جي ڄام کي ساليانو مندر جي آمدنيءَ مان ڇهه سؤ رپيا ملن پيا.[4]

---

1- R. Hughes-Buller· Inperial Gazetteer of India, Vol Balcushitan, P-22.

2- T.H. Holdich Sir. The Gates of India, "Hinglaz", London, 1910.

3- L.R Farnell: Greece & Bablonia, P-35, Edinburgh, 1911.

W.M. Flinder Petric: Religious life in Ancient Egypt, PP. 8-105, London, 1924.

4 - A.W. Hughes, Baluchistan, CHP. Antiquities of Lasbella.

## الور:

الور پايہ تخت جي بتخاني ۾ هڪڙي سوار جو مجسمو رکيل هو جو سڄو جواهرات سان جڙيل هو. شهر وارن آڻ مڃڻ لاءِ جيڪي شرط غازي محمد بن قاسم کي پيش ڪيا هئا، تن ۾ هڪڙو شرط بت جي سلامتيءَ لاءِ بہ هو جو فاتح منظور ڪيو هو ۽ تنهن کان پوءِ شهر وارن قلعي جا در پٽيا هئا.[1]

## قلات:

قلات ۾ سيوا قلعي جي هيٺان هڪڙو بتخانو آهي، جتي 'مهاڪاليءَ' جو سنگ مرمر جو بت رکيل آهي. تعجب آهي تہ بلوچستان جي بتخانن مان فقط سيويءَ جي بتخاني جي هوئن تسانگ ياترا ڪئي هئي.[2]

## سلسليءَ جا بت:

سنڌ ۾ بت پرستيءَ جو ايترو زور هو جو هتي جا رهاڪو ڏارين ملڪن جا بت خوشيءَ سان خريد ڪندا هئا ۽ عربن کي ان ڳالهہ جي خبر هئي. سنہ 36هہ ڌاري امير معاويہ ﷺ جي لشڪر سسلي ٻيٽ تي ڪاهي، اتان ڪي سونا بت هٿ ڪيا هئا. اهي بت پوءِ وڪري لاءِ سنڌ ڏانهن روانا ڪيا ويا، جتي چڱي قيمت تي نيڪال ٿيا هئا. عربن کي هندستان ۽ اتي جي اولهندي ۽ اوڀرندي وارن ٻيٽن جي خبر هئي. خلفاءِ راشدين جي زماني ۾ حضرت عمر رضہ هڪڙي عرب کان هندستان بابت پڇا ڪئي. هن مختصر بلاغت آميز فقرن ۾ جيڪو جواب ڏنو هو سوهن ريت هو: "اُتي جا سمنڊ موتين سان ڀريل، جبل ياقوت جا ۽ وڻ عطر جا آهن."

---

1 _ فتوح البلدان: بلاذري ص – 439

2 - S. Julien: Hion Thasang, I, P. 137, Paris, 1857.

## باب ٻيو

### راءِ گهراڻو:

ايوڌيا جي سورج ونسي خاندان جي راجائن جي راجائن مان، رامچندر جي اولاد مان، راجا بليڪا جي پنن ٻارهن سؤ ورهيہ ق-م الور تي حڪومت قائم ڪئي هئي.[1] تنهن کان پوءِ چندر ونسي راجائن دکن کان وٺي گجرات، سنڌ، بلوچستان، زابلستان ۽ ڪابل تائين حڪومتون ڪڙيون ڪيون. هستناپور کان وٺي اولهندي هندستان تائين جن راجائن حڪومتون قائم ڪيون تن جي خاندانن جو تفصيل هن ريت آهي:

1_ آنو جن جي پنجاب تي حڪومت هئي، 2_ پاروان جن جي اتر اولهہ هندستان تي حڪومت هئي، 3_ دروهي، جيڪي اتر اولهندي هندستان واريءَ ڪنڊ تي حڪومت ڪندا هئا، 4_ يادو جن جي گجرات، سنڌ ۽ اولهندي هندستان ۾ مڪران تائين حڪومت هئي ۽ 5_ ترواسو جن جي هستناپور تي حڪومت هئي.[2] يادو جيڪي سنڌ تي حڪومت ڪندا هئا، تن جو لقب "راءِ" هو. جيڪي ڪابل ۽ زابلستان تي حڪومت ڪندا هئا، تن جو لقب "رتبيل" هو. وري جيڪي مڪران تي حڪومت ڪندا هئا، تن جو لقب "راسل" هو.[3]

منجهانئن رتبيلن سنہ 860ع تائين عربن سان جنگيون جوتيون هيون.[4] سنڌ جي يادو حڪومت جو پايو وجهندڙ "سمابا" هو جو دوارڪا جي راجا ڪرشن جي ستين راڻيءَ جامبوتيءَ جو وڏو پٽ هو. هيءَ سلطنت، جنهن جون حدون زابلستان پريان هيلمند تائين هيون، سنڌ "سمہ" سڏبي هئي. سندس تختگاهہ مينانگر يا سمانگر بہ سڏبو هو. سامبس سندس اولاد مان هو، جو فاتح

1 - J. Tod. The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol I, P 61.

2_ هستناپور جو شهر، پارت ورش جو تختگاه، دهليءَ کان اتر اولهہ طرف، جمنا جي ڪناري کان سٺ ميلن جي مفاصلي تي هو.

3 - Bhandarkar Commemorative, Essays, "Ancient Indian Geneology" PP 107 110, Poona, 1917.

4 - Strange Le: The Lands of Eastern Caliphate, P 345

'الفاروق': شبلي نعماني، جلد_1، مڪران، اعظم ڳڙه.

سڪندر سان لڙيو هو[1] يادو حڪمراني ڪرڻ کان سواءِ مذهبي پيشوا بہ هئا. ان ڪري سندن گهڻي مڃتا ٿيندي هئي. راءِ گهراڻي جي ڪل پنجن راجائن، سنہ 450ع کان سنہ 662ع تائين الور ۾ سنڌ تي حڪومت ڪئي:

1ـ راءِ ديواجي، 2ـ راءِ سهارس پهريون، 3ـ راءِ سهاسي پهريون، 4ـ راءِ سهارس ٻيون ۽ 5ـ راءِ سهاسي ٻيون. سندن مائٽي قلات جي سيوا راجائن ۽ راجپوتانا جي راجائن سان هئي ۽ ٻڌ جا پوڄاري هئا. سندن حڪومت جون حدون اتر ۾ ڪشمير، قنڌار ۽ هيلمند تائين، اولهندي ۾ ڪرمان جي وادي نورمنشور تائين. ڏکڻ ۾ سورت ۽ اوڀر ۾ چتور ڳڙهہ بہ سندن ماتحت هو. هن سلطنت اندر اُچ، ماٿيلو، سيوراءِ، مائو سيوستان، نيرن ڪوٽ، الور، برهمڻ آباد ۽ ديبل مشهور قلعا هئا. سندن پاران چار نائب "ملڪ" جي لقب سان حڪومت جي صوبن تي مامور هئا.[2]

## سنڌ جا شهر:

سنڌ جو پهريون نقشو سنہ 340هہ ڌاري ابو اسحاق ابراهيم بن محمد اصطخريءَ پنهنجي ڪتاب: "المسالڪ و الممالڪ" ۾ ڏنو آهي، جو سنہ 1870ع ۾ ليڊن مان شايع ٿيو. ڪانئس پوءِ سنڌ ۽ گجرات جو نقشو ابن حوقل بغداديءَ سنہ 343هہ (سنہ 942ع) ۾ تيار ڪيو هو. مٿيان نقشا جيتوڻيڪ غلط سلط آهن. پر سنڌ جا پهريان نقشا آهن. مٿين نقشن کان سواءِ ابن خردازبہ سنہ 250هہ مطابق عيسوي 9 صديءَ ۾ بلوچستان کان وٺي گجرات تائين شهرن جا نالا ڪجهہ بطليموس جي نقشي تان ۽ ڪجهہ پنهنجي ذاتي تجربي جي بنا تي ڏنا آهن. جيڪي نالا هيٺ ڏجن ٿا:

قيقان، بنہ، مڪران، ميد، قنڌار، قصدار (خضدار)، بوقان (مڪران)، فنداببيل، قنزپور (پنجگور)، ارمابيل، (لس ٻيلو)، ديبل، قنبلي، ڪنباياد، ڪمبايت (ڪنيات)، سهبان، سدوسان، راسڪ، رور (الور)، ساوندي، ملتان، منديل، بيلمان، شرشت، ڪيرج، مرمد، ڪالي، دهنج ۽ بروص (ڀڙوچ). انهن شهرن مان ڪيترا هن وقت بہ موجود آهن ۽ ڪي زمانن جي انقلابن ڪري معدوم ٿي ويا آهن.

---

1ـ مهاڀارتا جي سورمي ڪرشن مهاراج جو اصل وطن مٿورا (مٿرا) هو. سندس خاندان کان راجا ڪنش حڪومت ڦري هئي. ڪرشن وڏو ٿي ڪنش کي قتل ڪري، پنهنجي موروثي حڪومت هٿ ڪئي. پر پوءِ ڪنش جي هڪڙي مائٽ، جراسند، ناگپور جي راجا، ڪرشن کي شڪست ڏني، جنهن کان پوءِ هن راجا، ڪاٺياواڙ جي بندر دوارڪا ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي هئي.

2 - Kalıchbeg Faredunbeg: The Chachnamah, CHP I, Karachı, 1900.

ايتري در جو سنڌن جاءِ وقوع جي بہ خبر ڪانہ ٿي پوي. ابن خردازبہ مٿين شهرن جي مفاصلن تي بہ روشني وڌي آهي.[1]

## تختگاهہ الور:

الور، سنڌ جي قديم تختگاهہ. روهڙيءَ ڪان ستن ميلن جي مفاصلي تي. مهراڻ جي هڪڙيءَ شاخ جي اولهندي ڪپ تي. هڪ وسيع شهر هو. جو قدامت جي لحاظ کان آرياورت جي قديم شهرن هستناپور، اندر پرسا (دهلي) ۽ پتاليپترا (پاٽنا) جو ثاني هو. يوناني جاگرافي دانن مٿس "موسيڪانوس" نالو رکيو هو. سندس پرواربن ٽڪرين ۾ سون ۽ چانديءَ جون کاڻيون هيون. هوئن تسانگ شهر کي "پيشان پوپولو" ۽ جنرل اليگزينڊر ڪننگهام "رور، پورا" (رورانگر) جي نالن سان لکن ٿا.[2]

هن شهر کي چؤطرف مضبوط عالم پناهہ ڏنل هئي ۽ باغات ۽ محلاتن ڪري مشهور هو. شهر جي وچ ۾ بڌ جو مشهور مندر هو. عرب سياح ۽ جاگرافي دان پنهنجي پنهنجي لهجي ۾ هن شهر جا جدا جدا نالا لکن ٿا. ملا مسعودي، جنهن هن شهر کي 942ع ۾ مهراڻ جي اوپرندي واريءَ شاخ تي ڏٺو هو سو "الرور" لکي ٿو. ابن خردازبہ سنہ 250هہ ڌاري "رور" سڏيس ٿو. ابن حوقل واري نقشي سندس نالو "الرور" ڏنل آهي. سيوطي پنهنجي ڪتاب "مراصدالاطلاع" ۾ هن کي اهو ساڳيو نالو ڏنو آهي. شريف ادريسي، مشهور جاگرافي دان سنہ 560هہ (1165ع) ۾ الور کي "رور" لکي ٿو. هن شهر جو هندي نالو "اروڙ" هي جاڪاڻ جو هتي جا راجائون اروڙ ونسي خاندان مان هئا. مهراڻ جي شاخ جي منحرف ڪارڻ بوءِ هي شهر، جو ڪنهن وقت واپار ڪري ديسان ديس مشهور هو. تنهن جو اقبال منجي ويو. سندس ڪنڊراج خاموشيءَ سان عبرت وٺڻ لاءِ اشارو ڪري رهيا آهن.

## راءِ سهارس ثاني:

اسلام جي ڪاهہ وقت بڌ وارن جو زور ٽٽي ويو هو. مالوهہ، اُجين، جنور، گجرات، ڪڇ ۽ سنڌ جا راجائون جن مان ڪي کتري ۽ ڪي برهمڻ هئا. تن جي بڌ وارن سان دشمني هئي. سنڌ جي راءِ گهراڻي جي راجائن جي، مسئلي نيمروز متعلق، ايران جي ساساني ڪسرائن سان سياسي جڪتاڻ لڳل هئي

1۔ سيوهڻ جو قديم نالو "سيوستان" هو ساڳيءَ طرح ذوب ۽ لورالائي ضلعا ... سيوستان سڏبا هئا. ڪتاب المسالڪ والممالڪ ابن خ... ص ... 55، ليدن، 1889

2. [illegible]nningham, A. The An[illegible] Geograph[illegible] of [illegible]dia Buddhist [illegible] London 1871

راءِ سهارس ثانيءَ جي ڏينهن ۾ نيمروز جي ايراني عامل مڪران تي ڪاهه ڪئي هئي. جنهن ڪري راءِ سهارس ثانيءَ قسطنطنيه جي قيصر سان ايرانين خلاف دوستانو ناتو ڳنڍيو هو

سنہ 628ع ۾ قيصر هرقل. ايرانين کي نينوي جي معرڪي ۾ شڪست ڏيئي. مدائن جي ديوارين هينان پهتو هو. ايرانين جي شڪست جي خوشي ملهائڻ لاءِ قسطنطنيه جي دربار ۾ وڏو جشن برپا ٿيو هو. ان موقعي تي راءِ سهارس جي سفير قيصر کي مبارڪباد پيش ڪئي هئي. نيمروز ۾ جنگين جو سلسلو جاري رهيو جن ۾ راءِ سهارس ثاني وڙهندي مارجي ويو

## راءِ سهاسي ثاني:

سهارس ثانيءَ کان پوءِ راءِ سهاسي ثاني الور جي گاديءَ تي ويٺو حڪومت جو مذهب ٻڌ ڌرم هو پر ڪمزوريءَ ڪري ڇڇي ان جا پوئلڳ گهٽڻ ئي شروع ۾ ورهائجي ويا هئا برهمڻ سڄي هندستان اندر ٻڌ وارن جي مخالفت ڪرڻ ۾ رڌل هئا. سنڌ جي حڪومت جي گهٽڻ ئي ڪاتن تي برهمڻ مامور هئا. جن جي اندروني پاڙ ۾ ٻڏي هئي. راءِ سهاسي ثاني جبرو حاڪم ٿي گذريو آهي جهالاوان تي قبضي ڪرڻ کان سواءِ، لوهاڻن، لاکن سمن، جاٽن، ڪردن ۽ ميڊ قومن سندس آڻ مڃي هئي[2] سندس وزير، رام، ڇچ بن سيلائج نالي هڪڙي برهمڻ نوجوان کي پاڻ وٽ محرر ڪري رکيو هو. سيلائج وڏو پنڊت هو ۽ سندس پٽ ڇچ کي چارئي ويد برزبان ياد هئا. رفتي رفتي وزير رام جي غير حاضريءَ ۾ ڇچ سرڪاري ڪاغذ شاهي محلات تائين راجا اڳيان پيش ڪرڻ لڳو. سهاسيءَ جي راڻي، شويا ديوي (سهندي)، هڪڙي دفعي نوجوان برهمڻ منشيءَ جي جادوبيانيءَ ۽ حسن کي ڏسي دل جو دل ۾ مٿس موهت ٿي پئي. راز و نياز جون ڳالهيون وڃي دوستيءَ ۽ شاديءَ ڪرڻ جي وعدي جي منزل کي پهتيون. بين ڪاتن جا برهمڻ عملدار بہ هن راز ۾ ڇچ سان شريڪ حال هئا سهاسي ثانيءَ جو موت بہ هن خفيہ يارانيءَ جو نتيجو هو سنہ 632ع ۾ راجا جي مئي کان پوءِ راڻيءَ جي مدد سان ڇچ گاديءَ تي ويٺو ۽ بيواهہ راڻيءَ سان شادي ڪيائين.[3] راءِ گهراڻي جي حڪومت جو سنڌ ۾ خاتمو ٿيو ۽ برهمڻ گهراڻي جو راڄ شروع ٿيو.

1 - E Gibbon The decline & fall of the Roman Empire, vol VIII, P 257

2 - E.H. aitken Gzetteer of the Province of Sind, P 89.

3۔ آئينہ حقيقت نما: مولانا اڪبر شاهہ، جلد۔ 1، ذڪر ڇچ بن سيلائج.

## برھمڻ گھراڻو:

برھمڻ گھراڻي جي راجائن سنہ 632ع کان سنہ 712ع تائين انڪل اسي ورھيہ حڪومت ڪئي. جملي ڇھن راجائن حڪومت ڪئي. جن جا نالا ھيٺ ڏجن ٿا

| | | |
|---|---|---|
| 1_ ڄڄ | سنہ 632ع کان | سنہ 666ع تائين |
| 2 چندر | سنہ 666ع کان | سنہ 669ع تائين |
| 3 ڏاھر ۽ ڏارج | سنہ 669ع کان | سنہ 670ع تائين |
| 4 دھر | سنہ 670ع کان | سنہ 700ع تائين |
| 5_ ڏھر سياہ | | |
| ۽ | سنہ 700ع کان | سنہ 712ع تائين |
| 6_ ڏاھر | | |

## ڇچ بن سيلائچ:

ڇچ. جنھن حرفت سان تخت ھٿ ڪيو ھو سا ڳالھہ راءِ گھراڻي جي ماڻھن کي نہ وڻي. جتور حو راڻو مھرت انتقام وٺڻ لاءِ وڏي لشڪر سان الور تي ڪاھي آيو. پر ڇچ ھتان مارجي ويو جنگ کان فارغ ٿيڻ بعد. ڇچ پنھنجي ڀاءُ چندر کي الور مٿان نائب مقرر ڪري، پنھنجي وزير بڌيمن کي حڪومت جي ڪاروبار متعلق ضروري ھدايتون ڏيئي، پاڻ سلطنت جي اتر واري حصي جي دوري ڪرڻ لاءِ نڪتو

پنجاب تي راءِ سھاسيءَ جا نائب حڪومت ڪندا ھئا. جن کي ڇچ ھڪ ٻني پنيان ماري مڃايو. بياس نديءَ واري قلعي بابيا کي فتح ڪري، اتي جي راجا جتيسر کي مارائي. ھن اسڪلندھ (اڄ) جو قلعو فتح ڪيو اچ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ڇچ سڪ جي راجا سوھيول کي شڪست ڏئي ملتان ڏانھن وڌيو ھتي جو راجا بجھيراءِ ھاٿين جي دستي سان مقابلو ڪرڻ لاءِ نڪتو پر پوءِ اماں گھري ملتان ڇڏي ڀڄي ويو. ملتان فتح ڪرڻ کان پوءِ برھماپور. ڪروڙ اشھار ۽ شاھڪلا جي راجائن کي ڪابل تائين مات ڪري ڪشمير جي سرحد ني ديار جا وڻ پوکراتي، ڇچ الور ڏانھن موٽيو.

---

نيمروز سيستان جو علائقو ھو جنھن تي ايرانين زابلستان نالو رکيو ھو. جن متنر "سجستان" نالو ڏيو ھن سندس تخگاھ زرنج زرھ ڊنڊ تي واقع ھو. جو سيد صوفان لڳڻ ڪري ويران تي ويو

لفاروو". شبلي نعماني جلد 1 سيوستان

G... Sestan Calcutta, 19..

ڪجهه وقت الور ۾ آرام ونڻ کان پوءِ لشڪر ۽ سامان گڏ ڪري، هي اورچ ۽ سمجهدار راجا ڏکڻ اولهندي طرف ڪاهي ويو. اتي سيوستان جي راجا متوءِ ٻڌيا (ٻڌاپور) جي حاڪمن سندن آڻ مڃي. فقط برهمڻ آباد جي راجا اگهم لوهاڻي مقابلي لاءِ تياري ڪئي. پر هو ان وچ ۾ مري ويو. هتي جي ٻڌنوڌار جي مندر جي وڏي پنڊت ٻڌرڪوءَ. چچ کي بشارت ڏني تہ هو سڄو ملڪ فتح ڪندو. ستت ئي اگهم جو پٽ سريند اچي سندس پيش پيو. چچ سريند جي بيواهہ ماءُ کي نڪاح ۾ آڻي، پنهنجي ڀائٽي جي ڌيءَ ڌرسيا، سريند کي شادي ڪرائي. فارغ ٿيڻ کان پوءِ، جاٽن ۽ لوهاڻن تي سخت پابنديون وجهي مڪران پهتو. ارمن بيل کي زير ڪرڻ کان پوءِ قنزپور (پنجگور) جي قلعي کي نئين سر تعمير ڪرائي، مڪران جي سرحد ڪرمان وٽ کجور جا وڻ پوکرائي پوءِ جهالاوان ۽ سراوان کان ٿيندو ڪيچ پهتو. اتي جي ڪردن سندس آڻ مڃي، چچ مٿن هڪ لک درهم ۽ هڪ سؤ گهوڙا ساليانو خراج مقرر ڪري، الور ڏانهن موٽيو جتي آخري دم تائين وڏي دبدبي ۽ شان سان حڪومت ڪندو رهيو سندس حڪومت جملي چاليهہ ورهيہ قائم رهي.

**چندر:**

چچ کان پوءِ سيلائج جو ڀيو پٽ. چندر گاديءَ تي وينو جو وڏ تپسوي هو. هن ٻڌ ڌرم کي زور ونايو. سيوهڻ جو راجا متو سندس خلاف قنوج جي راجا سيهرس کان مدد گهرڻ ويو. ڪشمير جو راجا رمل چچ جو ڏوهٽو ٻہ. دشمن سان مددگار تي بينو مگر چندر پنهنجي سلطنت کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. حڪومت جي انين سال چندر مري ويو. الور جي گاديءَ تي پوءِ چچ جو ننڍو پٽ ڏاهر وينو ۽ پنهنجي وڏي ڀاءُ ڌهرسين کي برهمڻ آباد تي مقرر ڪيائين.

## ساساني شهنشاهت جي ڪمزوري:

**حضور ﷺ جن ايران جي ڪسري خسرو پرويز کي اسلام جو دعوت نامو موڪليو هو پر هن مغروريءَ سان ڦاڙي ڦٽو ڪيو. اڃتي هلي هو پنهنجي پٽ هٿان مارجي ويو ۽ سندس اهڙيءَ ريت قتل ٿيڻ کان پوءِ عظيم الشان سلطنت اندر بادشاهہ گردي پيدا ٿي ۽ ان جي ابتريءَ جو دؤر شروع ٿيو. خسرو جي پٽ شيرويہ فقط اٺ مهينا حڪومت ڪئي، هن پنهنجي خاندان جي 15 شهزادن کي مارائي ڇڏيو ڪانئس پوءِ سندس پٽ اردشير ستن ورهين جي عمر ۾ تخت تي وينو پر ڏيڍ سال گذرڻ بعد. حڪومت جي اراڪين جوان شير کي تخت تي ورهايو. جو قضا الاهي هڪ سال اندر مري ويو. درٻارين پرويز جي ڌيءَ بوران دخت کي تخت تي**

ٽاڪيو[1] جنهن تي شاهي خاندان ۾ ڏڦيڙ پوڻ ڪري درٻارين وري يزدگرد کي تخت تي آندو جو ان وقت فقط 16 ورهين جو هو. يزدگرد جي تخت تي ويهڻ وقت، خلافت صديقيءَ جو زمانو هو جڏهن سنه 11 هجري (سنه 632ع) ۾ اسلامي لشڪر ايران کي شڪست ڏيئي، حيراه ۽ عراق جي ڪن حصن تي قبضو ڪيو هو. تڏهن مٿينءَ ابتريءَ مان چچ بن سيلائج به فائدو ورتو، دشت ندي ٽپي، سنه 635ع ۾ ڪرمان تي ڪاهه ڪئي هئي، مگر ايراني سلطنت اڃا مضبوط هئي، وٽس لشڪر ۽ خزانن جي ڪابه ڪمي ڪانه هئي، فقط قوم مان اخلاق محاسن فنا ٿي ويا هئا ۽ چچ ڪرمان تي قبضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو هو.

## ڏاهر:

ڏاهر گاديءَ تي ويهڻ کان پوءِ ڪجهه وقت سلطنت جو دؤرو ڪري، مڪران جي سرحد کي مضبوط بنائي، الور ڏانهن موٽيو. ان وچ ۾ نجومين ڪيس خبر ڏني ته جيڪو سند پيڻ ٻائيءَ سان شادي ڪندو، سو سڄيءَ سنڌ جو مالڪ ٿيندو. مٿين خبر ٻڌي، هو شش و پنج ۾ پئجي ويو. آخر پنڊتن کي گهرائي ساڻن صلاح ۽ مشوري بعد هن رسمي طور پيڻ سان شادي ڪئي. ڏهرسين پيڻ جو سڱ رامل راجا جي پٽ سوهن کي ڏيڻو ڪيو هو، سو مٿين خبر ٻڌي ڏاهر تي غصي ٿيو

## يوم قادسيه:

سنه 13 هجريءَ ڌاري حضرت ابوبڪر صديق رضه جي وفات کان پوءِ حضرت عمر الفاروق ﷺ خلافت تي وينو. ايران سان جنگ جو جيڪو سلسلو جاري هو سو قائم رهيو. سنه 14هه (635ع) ۾ حضرت سعد بن ابي وقاص ﷺ ڪسريٰ يزدگرد بن پرويز جي فوجن کي قادسيه جي معرڪي ۾ شڪست ڏيئي، مدائن فتح ڪيو. صدين جا گڏ ٿيل خزانا عرب لشڪر کي هٿ لڳا.

## جنگ جلولا ۽ بلوچن جي بغاوت:

جنگ قادسيه کان پوءِ، بلوچن جي سپهه سالار "سياهه سوار" کي، جيڪو يزدگرد جي محافظ فوج مٿان هو، پڪ ٿي ته ايراني هرگز عربن کان ڪٽي ڪين

---

1_ "الفاروق": شبلي نعماني، جلد_1، ص – 62، زوال ايران: مولانا غلام دستگير نامي، لاهور.

ابن خلدون لکي ٿو ته: "پوران درخت کان پوءِ سنس پيڻ ارزميدخت، مدائن جي تخت تي ويٺي، مٿس خراسان جو حاڪم فرخ زاد عاشق ٿي پيو پر هو پنهنجي محلات اندر داروغي هٿان مارجي ويو. هن واقعي کان پوءِ پوران دخت فرخ زاد جي پٽ رستم جي مٿي تي تاج رکيو هو. (ابن خلدون، جلد_2، ص_57، اردو ترجمو)

سگهندا، تنهن ڪري هو بغاوت جو جهنڊو بلند ڪري اسلامي لشڪر سان وچي شامل ٿيو. ورهين کان بلوچن ۽ زط (جاٽ) قبيلن ايراني لشڪر ۾ پرتي ٿي، يونان تائين، درفش ڪاياني ۽ هيٺ جنگيون جوتيون هيون، سي هينئر ايراني فوجن کان ڇڄي عربن جا طرفدار ٿي بيٺا.[1]

سنه 16هه (637ع) ۾ هشام بن عتبه، جلولا جي جنگ ۾ ايرانين کي شڪست فاش ڏيئي، آرمينيا، آذربائيجان، خراسان، سيستان، ڪرمان ۽ مڪران تي قبضو ڪيو. زط (جاٽ)، بلوچ، اسواره، سيايجه، اندغار قومن اسلام اختيار ڪيو. مٿين ۽ شڪست کان پوءِ يزدگرد سانده اَٺن سالن تائين خاقان چين کان مدد وٺڻ جي اميد ۾ خراسان ۾ دربدر ڀٽڪندو رهيو. آخر 23 آگسٽ سنه 651ع ۾ حضرت عثمان ؓ جي زماني ۾ مرو جي هڪڙي جانداهي سندس قيمتي پوشاڪ هٿ ڪرڻ جي ارادي سان کيس قتل ڪري سندس لاش درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو. ساساني شهنشاهت جو صفحو ۽ هستي تان نالو ۽ نشان مٽجي ويو.[2] قومن جي ترقيءَ ۽ زوال جو هيءَ هڪ عجيب مثال آهي.

## پارسين جو سنڌ ۽ گجرات پهچڻ:

ايران تي اسلام جي قبضي کان پوءِ پارسين جا پنج ڪٽنب، ميد جهازرانن جي مدد سان مڪران جي بندر جسڪ کان ڪي بلوچستان ۽ سنڌ ۾ وارد ٿيا. جتي پوءِ سندن آتش ڪدا، عيسوي 12 صدي تائين قائم رهيا، باقي گجرات پهچي اتي جي نوساري نديءَ تي بينڪ جوڙي ويٺا. سندن پهريون آتش ڪدو گجرات ۾ سنه 721ع ۾ تعمير ٿيو. هندستان جي پارسين جي تاريخ "قصو ۽ سنجان" هڪڙي پارسي ملا ڪيقباد سنجانا سنه 1600ع ۾ تصنيف ڪئي هئي، جنهن جو انگريزي ترجمو بعد ۾ رايل ايشياٽڪ سوسائٽي، بمبئي، شايع ڪرايو هو.[3]

---

1 _ فتوح البلدان: بلاذري ص – 289 'الفاروق': شبلي نعماني جلد _2، ص _214 _بلوچستان نالو نادرشاه بلوچن جي ملڪ تي رکيو هو. اڳ سندس مختلف نالا هئا هيرودوٽس هن علائقي تي "پڪٽائي" نالو رکيو يعني پشتو زبان جو علائقو. استرابو بلوچستان جي ڀاڱن تي ڌار ڌار نالا رکيا هئا، جهڙوڪ: گيدروشيا (مڪران)، آرچوسيا (سراوان) ۽ برئنگيانا (سيستان). عرب فاتحن جهالاوان تي "قيقانا" ۽ ڪڇيءَ تي "بدا" نالا رکيا هئا. ڏسو منهنجي "مختصر تاريخ بلوچستان" نالو ريلوي اليڪٽرڪ پريس، سکر، 1941ع

The Cambridge History of India, Vol-I. CHP-XIV, PP.340-341

2 _ نوٽ: اخلاقي محاسن، جي قومن جي عظمت جا اسباب آهن، تن جي فنا ٿيڻ کان پوءِ مٿن نيم وحشي قومن حملا شروع ڪيا، روما وارن جو نظام حڪومت نهايت مستحڪم هو، تاهم بربرين سندن خاتمو ڪري ڇڏيو. ساڳيءَ طرح ايرانين جو عربن هٿان خاتمو ٿيو.

3 _ Journal, sindh Historical Society, Vol III P-30, March, 1937.

### عربن جون هندستان تي ڪاهون:

حضور پاڪ ﷺ جن جي معجزي "شق القمر" ڪي، ڪئليڪٽ جي راجا سامري (زئمورن) ۽ قنوج جي راجا پوڄ ڏٺو هو. سامري، پيغمبر آخرالزمان ﷺ جن جي زيارت ڪرڻ جي ارادي سان تخت ۽ تاج پنهنجي وليعهد کي سپرد ڪري حجاز ڏانهن روانو ٿيو پر واٽ تي يمن وٽ وفات ڪيائين. راجا پوڄ نجومين کان معجزي جو حال پڇيو جن ان کي شهنشاهه عرب و عجم جي ظهور جي خبر ڏني هئي. اسلام جي ڪاهُن کان اڳ ظهور قدسيءَ جي نور جا ڪرڻا سرزمين هند تائين پهتا.[1]

اهڙيءَ طرح سرانديپ جي رهاڪن پيغمبر اسلام جي بعثت جو احوال ٻڌي هڪڙو وفد مديني منوره ڏانهن روانو ڪيو هو. ان وقت حضرت عمر ؓ جي خلافت جو زمانو هو. وفد اميرالمومنين سان ملاقات ڪري، حضور رسالت مآب ﷺ جا حالات دريافت ڪيا. حضرت عمر ؓ کين تفصيلوار بيان ڏنو. حجاز کان موٽندي، وفد جي اڳواڻ مڪران جي ڪناري تان لنگهندي، وفات ڪئي. سندس نوڪرن ۽ ساٿين سرانديپ وارن وٽ حالات بيان ڪيا. ان واقعي کان پوءِ سرانديپ جا رهواسي مسلمانن سان محبت سان پيش اچڻ لڳا.[2]

### پهرين ڪاهه:

حضرت عمر ؓ ساموندي ڪاهُن جي خلاف هو مگر جنهن صورت ۾ عربن جو واپار هندستان سان هزارين ورهين کان جاري هو ان ڪري واپار جي حفاظت لاءِ بحرين جي عامل عثمان بن ابي عاصي ثقفيءَ پنهنجي ڀاءُ حڪم کي جهازن جي دستي سان سنڌ جي بندر ٺاڻي ڏانهن موڪليو. جيتوڻيڪ ان ۾ مسلمان ڪامياب ٿيا، مگر حضرت عمر ؓ عثمان کي لکيو: "قسم آهي خداي لايزال جو جيڪڏهن هي مسلمان ڪنهن آفت جو شڪار ٿين ها، ته هنن جو عيوضو آءُ تنهنجي قوم کان وٺان ها!"

### ٻيو حملو:

خليفة المسلمين جي سختيءَ هوندي به عثمان ثقفي پنهنجي ارادي کان باز نه آيو. هن پنهنجي ڀاءُ مغيره کي جهازن جي دستي سان ديبل ڏانهن مُڪو.

---

Gazetteer Bombay Privnce, Vol-IX, P-183, Bombay, 1899.

1_ آئينه حقيقت نما: مولانا اڪبر شاهه. جلد اول. دعوت اسلام: ڊاڪٽر آرنولڊ. ص 382_383. ڊاڪٽر آرنولڊ ڪتاب "تحفة المجاهدين" تان بيان ڏنو آهي.

2_ عجائب الهند: بزرگ بن شهريار. ص 155_157. تصنيف سنه 300هه. فرشته. جلد_2 ۾ سنڌ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته سرانديپ جو راجا سنه 40هه ۾ مسلمان ٿيو. ص _311. نولڪشور.

”چچ نامہ“ جي بيان موجب، مغيره ديبل جي حاڪم ساميا بن ديوائج سان وڙهندي شهيد ٿيو.

## ٽيون حملو:

عثمان ثقفيءَ جي ڀاءُ حڪم بيو گهمرو گجرات جي بندر ڀڙوج (بروص) تي ڪاهہ ڪئي هئي.

## چوٿون حملو:

سنہ 38هہ ڌاري خلافت حيدريءَ جي زماني ۾ حارث بن مره عبدي ڪوڪن جي ڪناري تي، ٺاٽي تي ساموندي حملو ڪيو ۽ لاتعداد قيدي هٿ ڪري سلامتيءَ سان موٽيو. بلاذريءَ جو بيان آهي تہ هرهڪ مجاهد کي مال غنيمت جي حصي ۾ سؤ سؤ غلام هٿ آيا هئا.[2] ساموندي حملن کان سواءِ عربن خشڪيءَ جي رستي بہ سنڌ تي حملا ڪيا.

## سنڌ جي راجا جي اسلامي سلطنت سان ڇيڙڇاڙ:

حضرت عثمان ﷛ جي ڏينهن ۾ چچ اسلامي سلطنت سان ڇيڙڇاڙ ڪرڻ لڳو. اميرالمومنين عثمان ﷛ مڪران جي والي عبدالرحمان بن ثمره کي فسادن روڪڻ لاءِ حڪم جاري ڪيو. بيو گهمرو وري چچ جي چرچ تي مڪران جي سرحد تي وڏو فساد ٿيو مگر ڪرمان جي حاڪم حارث بن عامر، سنہ 38هہ ۾ ويهن هزارن فسادين کي روڪڻ ۽ دٻائڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

## راشد بن عمر جو شهيد ٿيڻ:

سنہ 42هہ ۾، راشد بن عمر ڇهن هزارن فوجين سان مڪران جي سرحد تي نگراني ڪرڻ لاءِ مقرر ٿيو. چچ هڪڙي پيري هڪ پهاڙي دري (لڪ) کان ڏهن هزارن فوجن سان اوچتو اسلامي چانوڻيءَ تي ڪاهہ ڪئي. مٿين مهم ۾ هو ڪامياب ٿي نہ سگهيو ۽ سندس اٺ هزار فوجي، مجاهدن هٿان شهيد ٿيا، مگر راشد بن عمر وڙهندي شهيد ٿيو. سنہ 52هہ ۾ چچ جي مئي کان پوءِ سندس ڀاءُ ندر سنہ 60هہ تائين حڪومت ڪئي. مٿين اٺن سالن اندر هن اسلامي سلطنت سان ڪا ڇيڙڇاڙ ڪانہ ڪئي، مگر چندر جي مرڻ کان پوءِ ڏاهر سنڌ جو حاڪم ٿيو جو هنيلو متعصب ۽ لالچي هو. هو چچ جي پاليسي اختيار ڪري مڪران ۾ فسادن جي باهہ ڀڙڪائڻ لڳو حالانڪ مڪران کان سواءِ سنہ 38هہ

---

1_ فتوح البلدان: بلاذري

2_ احسن الانتخاب: حافظ محمد علي حيدر، ص 464_465، مطبع اصح لکنؤ 1932ع

۾. خلافت حيدريءَ جي زماني ۾ تغار بن صفير ۽ حارث بن مره عبديءَ. ويهہ هزار باغين کي شڪست ڏيئي. قيقان (جهالاوان) تي اسلامي جهنڊي کي کوڙيو هو جنهن جون حدون سنڌ سان لاڳو هيون.

## فتح قيقان:

سنہ 39هہ (سنہ 659ع) تائين حارث بن عبديءَ حضرت علي المرتضيٰ ؓ جي حڪم سان. سرحد جو ڪاميابيءَ سان انتظام رکيو. سنہ 44هہ (سنہ 664ع) ۾ امير معاويہ بن ابوسفيان جي دمشق جي تخت تي ويهڻ وقت، سيستان، ڪرمان ۽ قيقان ۾ فساد ٿيا. سنہ 42هہ ۾ حارث عبدي قيقان جي باغين سان وڙهندي شهيد ٿيو. خليفي معاويہ بصري جي ولايت جون واڳون عبدالله بن عامر جي حوالي ڪيون. جنهن مهلب کي سرحد جي نگرانيءَ تي مقرر ڪيو. هن سنڌ جي اتر وارن ضلعن تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا.

## عبدالله بن سوار جو شهيد ٿيڻ:

عبدالله بن عامر، عبدالله بن سوار عبديءَ کي قيقان ڏانهن مڪو جنهن قيقان ۾ اچڻ سان زلزلو مچائي ڏنو. هو فسادين کي مات ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيوپر پنهنجن جانباز رفيقن سان جهاد ڪندي شهيد ٿي ويو. هي شخص وڏو فياض هو. هڪڙو شاعر هينئن لفظن ۾ سندس تعريف ڪري ٿو:

و اب سوار عليٰ عدانة

موقدالنار و قتال السغب.[1]

(ابن شوار جو فوج ڪشيءَ جي وقت هميشہ پنهنجو باورچيخانو گرم رکندو هو ۽ بکين کي ترار جي منهن ۾ ڏيندو هو. يعني فوج کي ڊاول رکندو هو ۽ دشمن بکيا هوندا هئا.)

## مهلب جا ڪارناما:

مهلب ڪابل ۽ پشاور جي درن کان نڪري، سرهند ۽ لاهور تي سخت حملو ڪيو يا ائين چوڻ درست ٿيندو تہ ڪابل ۽ ملتان جي وچ واري علائقي تي هو حملا ڪندو رهيو. دشمنن وجهہ وٺي سائٺ قندابيل جي شهر وٽ مقابلو ڪيو پر مهلب نهايت جانبازيءَ سان کين شڪست ڏئي، مال غنيمت هٿ ڪيو.

1 فتوح البلدان: بلاذري

## گھوڙن جا پڇ ڪترائڻ:

ان زماني ۾ هڪڙي ڀيري سنڌس ارڙهن ترڪي سوارن سان قيقان ۾ مقابلو ٿيو. ترڪن کي مهلب جي جانبازن ترار جو لقمو بنائي ڇڏيو جن جي گھوڙن جا پڇ ڪتريل هئا. مهلب کي متين وضع پسند آئي ۽ پنهنجي فوج جي سيني گھوڙن جا پڇ ڪترائي ڇڏيائين.[1] قيقان جي هڪڙي نبت جي معرڪي جي منظر کي شاعر ازدي هن ريت پيش ڪري ٿو:

الم تر ان الازد ليلة نبتوا

بہ نبة كانؤا خير جيش المهلب

(توهان ازد جي قبيلي جي جوانن کي ان ريت نہ ڏٺو جڏهن شهر نبت ۾ هنن ڪئمپ هنئي هئي ۽ مهلب جي فوج ۾ اهي سڀ کان چڱا نظر پئي آيا.)

## سنان بن سلمہ بزلي:

سيستان جو والي، زياد بن ابي سفيان، بي حد تجربيڪار ۽ سياستدان شخص هو. امير معاويہ ، مٿس عمرو بن العاص ﷺ وانگر اعتبار ڪندو هو بلڪ امير معاويہ جو ساجو هٿ هو. عبدالله بن سوار جي قتل ٿيڻ کان پوءِ زياد، سنڌ جي سرحد جي نگراني ڪرڻ تي، سنان بن سلمہ بن مجيق بزلي کي مقرر ڪيو. هي شخص عالم و فاضل ۽ خدا پرست هو. هي پهريون شخص هو جنهن فوجين کي طلاق جو قسم ڏياريو هو.هن مڪران بهادريءَ سان فتح ڪري، اتي جي آباديءَ کي رونق ۽ ترقي ڏياري ۽ شهرن جي سربسزيءَ جو چڱو انتظام ڪيو. شاعرن سندس شان ۾ قصيدا جوڙيا. جن مان هڪڙو شعر هن ريت آهي:

رايت هذيلا احدثت في يمينها، طلاق نساءٍ ماسيوق لها مهرا

لهان علي حلفتہ ابن مجيق، اذا رفعت اعناقها حلفاءٍ صفهرا

(مون هذيل وارن کي ڏٺو تہ انهن پنهنجي قسم ۾ بي مهر ادا ڪيل بيبين کي طلاق ڏيڻ جو قسم جي نئين بدعت ايجاد ڪئي، مگر مون کي ابن مجيق جو قسم آسان آهي، جڏهن زالن گردنون مٿي کڻي سون جون واليون ڏيکاريون.)

ابن ڪلبيءَ جو بيان آهي تہ هن کان اڳ مڪران حڪيم جبلہ عبديءَ فتح ڪيو هو. اهو بلاذريءَ جو حوالو آهي. حقيقت هن ريت آهي تہ مڪران ۾

---

1۔ بلاذريءَ جو بيان آهي تہ مسلمانن ۾ مهلب پهريون شخص هو. جنهن گھوڙن جا ترڪن وانگر پڇ ڪترايا هئا.

اڪثر فساد ٿيندا رهيا. ممڪن آهي تہ هن دفعي سنان بن سلمہ ان کي ٻيهر فتح ڪيو. اسلام جو سنڌ تي هي ٻارهون حملو هو.

**راشد بن عمرو:**

سنہ 45هہ ۾ زياد. راشد بن عمرو جديدي ازديءَ کي مڪران جو حاڪم مقرر ڪيو. راشد عرب جي شريف خاندان مان هو ۽ نسلي شرافت سان گڏ لياقتن ۽ خوبين سان آراستہ هو. ننڍيءَ عمر ۾ هن بهادريءَ جا ڪارناما ڏيکاريا هئا. امير معاويہ رضي الله عنه بہ ڪليءَ دربار ۾ سندس تعريف ڪرڻ کان پوءِ فوجي عملدارن کي سندس اطاعت ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي. راشد جي مڪران پهچڻ وقت، خليفي جي حڪم موجب. سنان بن سلمہ سندس استقبال پرجوش نموني ڪري، کيس ملڪي معاملات کان واقف ڪيو.

راشد، قيقان تي حملو ڪري، اتي جي باشندن کان ٻن سالن جو رهيل خراج وصول ڪيو ۽ مال غنيمت سان گڏ غلام ۽ ٻانهيون هٿ ڪري سلامتيءَ سان موٽيو. هڪ سال قيام ڪرڻ کان پوءِ هن ٻيو دفعو قيقان ۽ ٻڌا (ڪڇي) تي ڪاهہ ڪئي، ليڪن مندر ۽ يڪرج جي جبلن وٽ پهچڻ وقت، پنجاهہ هزار ميدن ساڻس مقابلو ڪيو. صبح کان شام تائين جنگ جو ميدان گرم هو. راشد پامرديءَ سان مقابلو ڪندي شهيد ٿي ويو. سندس شهادت کان پوءِ زياد بن ابي سفيان، سنان بن سلمہ کي مڪران ۽ ڪناري واري علائقن مٿان حاڪم مقرر ڪيو. سنان ٻن سالن تائين مقيم رهيو. ان زماني ۾ اعشي همدانيءَ مڪران جي شان ۾ جيڪو قصيدو چيو. تنهن مان هن باغي علائقي جي پوري خبر پئجي سگهي ٿي:

و انت تسير الي مكران، فقد شحط الورود المصدر
ولم تک حاجتي مكران، ولاالغزو فيها والمتجر

(اعشي تون مڪران وڃين ٿو، فرودگاهہ ۽ وطن ۾ وڏو مفاصلو پئجي ويو. او مڪران! مون کي تنهنجي گهرج ڪانہ هئي، جنهن ۾ نہ جهاد آهي نہ واپار).

وحدثت عنها ولم آتها، ومازلت من ذكرها اوفر
بان اكثير بها جائع، وان القليل بہ سعور.[1]

---

1_ مٿيان اشعار مسٽر پرسي مولورٿ سائيڪس پنهنجي ڪتاب 'ايران' ۾ نقل ڪيا آهن ۽ غلطيءَ سان انهن کي سنان بن سلمہ جا اشعار ڪري لکيا اٿس.

(۽ مون ان جو حال ٻڌو هو اتي آيو نہ هوس ۽ هميشہ سندس ذڪر ڪان ٻڇندو هوس، ان ڪري جو اتي جا رهاڪو بکيا آهن ۽ بعض اتي جا هنڌ خوفناڪ آهن.)

## سنان بن سلمہ جي شهادت:

ٻن سالن جي عرصي ۾ سنان بن سلمہ پوري مضبوطيءَ سان مڪران ۽ سنڌ جي سرحد تي حڪومت ڪئي ۽ پنهنجي ڪارگذارين ۽ تجربيڪاريءَ جا عمدا نمونا ڏيکاريا. قيقان تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ هن ڪيڇيءَ (ٻڌا) جي ڪن وڏيڪ ضلعن تي قبضو ڪيو پر پوءِ دشمنن سان مقابلو ڪندي شهيد ٿيو. اسلام جو سنڌ تي هي ٻارهون حملو هو.

## عبيدالله بن زياد:

سن 45هہ ۾ زياد بن ابي سفيان وفات ڪئي. هن دماغي قابليت ۽ دليرانہ شجاعت سان حڪومت ڪئي. کانئس پوءِ سندس پٽ عبيدالله سيستان جو والي مقرر ٿيو. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ هو بهادر هو، مگر بهادريءَ جي جوهر رکڻ سان گڏ، سنگدل ۽ ظالم بہ هو. هو سيستان کان جهاد ڪندو، سناروز پهتو، اتان سيستان جي قلعي رودبار کان ٿيندو قنڌار تي ڪاهي ويو. قنڌار وارن جوانمرديءَ سان مقابلو ڪيو پر عبيد جي ترار خاراشگاف سندن خاتمو ڪري ڇڏيو. اسلامي لشڪر قنڌار تي سنہ 59هہ ۾ قبضو ڪيو. هن معرڪي ۾ گهڻائي اصحاب شهيد ٿيا.

## منذر بن جارود:

سنان بن سلمہ کان پوءِ، منذر بن جارود مڪران تي حاڪم مقرر ٿيو. جنهن جي ڪنيت "ابو الاشعث" هئي، هو بهادر ۽ اول العزم شخص هو. هن اچڻ شرط توقان (بوقان) ۽ يقان تي ڪاهي بي شمار غلام ۽ ٻانهيون هٿ ڪيون. سنہ 58هہ ۾ هن قصدار فتح ڪيو. مٿيون شهر سنان بن سلمہ فتح ڪيو هو، پر سندس شهادت کان پوءِ شهر وارن شامت اعمال کان وري بغاوت ڪئي هئي. قصدار فتح ڪرڻ کان پوءِ، ابوالاشعث اتي رهي پيو، تان جو اتي جي خاڪ ۾ اجل کيس پيوند ڪري ڇڏيو. شاعرن مٿس مرثيا چيا. هڪڙي شاعر جو مرثيو هت بلاذريءَ کان نقل ڪريون ٿا:

حل بقصدار فاضحيٰ بها، في القبر لم يقفل مع القاتلين
للہ قصدار و اعنا بها، اي فتيٰ دنيا اجنت و دين.

(قصدار ۾ داخل ٿيو. پوءِ جو ڏٺم تہ قبر ۾ هو. مجاهدين سان گڏ واپس نہ آيو. الله الله! قصدار ۽ هن جي واديا ڪهڙي جوان ۽ دين قبر جي حوالي ڪيو!)

اسلام جو سنڌ تي هي تيرهون حملو هو.

## منذر بن حارث:

منذر بن جارود ڪان پوءِ بصري جي واليءَ عبيدالله بن زياد منذر بن حارث بن بشر کي مڪران ۽ سنڌ جي سرحد جو والي مقرر ڪيو هو. هن توران جي حد تائين مس پهتو تہ بيماريءَ جي وگهي اجل جو شڪار ٿي ويو. سندس مرڻ ڪان پوءِ عبيدالله. منذر جي پٽ حڪم کي. جو ان وقت ڪرمان ۾ هو. پڻس مرحوم جي جاءِ تي مڪران جو والي مقرر ڪيو. حڪم ڇهن مهينن اندر پنهنجي لياقت جو ثبوت ڏنو.

## ابن حري:

حڪم ڪان پوءِ ابن زياد. ابن حري باهليءَ کي سنڌ جي سرحد تي مقرر ڪيو. جو لائق سردار هو. هن اچڻ شرط سويون حاصل ڪيون. سندس شان ۾ هڪڙو شاعر هن ريت چوي ٿو:

لولا طعاني بالبوقان مارجعت منہ سرايا ابن حري باسلاب (بلاذري)

(جيڪڏهن بوقان ۾ آءُ پنهنجي نيزي بازيءَ جو جوهر نہ ڏيکاريان ها. تہ ابن حريءَ جون فوجون مقتولن جا هٿيار ۽ سامان کڻي واپس نہ اچن ها.)

اسلام جو سنڌ تي هي چوڏهون حملو هو.

## عربن جون هندستان ۾ بينڪون:

سنہ 86هہ (سنہ 705ع) ۾ وليد بن عبدالملڪ دمشق جي تخت تي ويٺو. سندس پاران حجاج بن يوسف ثقفي بصري جو والي مقرر ٿيو ۽ مڪران. بلوچستان، خراسان سمورا علائقا. سنڌ جي سرحد سميت سندس ماتحت هئا. بحري توڙي بري لحاظ ڪان اسلامي سلطنت جي قوت مضبوط هئي. امير معاويہؓ جي ڏينهن ۾ اسلامي بيڙي سقليہ بيٽ تي ڪاهہ ڪرڻ ڪان پوءِ ٻارهن سَون جهازن جي وسيلي برابر ستن سالن تائين مشرقي شهنشاهت جي تختگاهہ قسطنطنيہ تي گهيرو ڪيو هو. وليد جي ڏينهن ۾ اُموي سلطنت جون حدون مغرب ۾ انڌلس تائين هيون ۽ مشرق ۾ مجاهدن جي گهوڙن آمو درياءَ تان وڃي پاٽي پيتو هو. حجاج بن يوسف وڏو سياستدان ۽ ظالم هو. اٽڪل 3 لک مسلمان سندس ظلم جو شڪار بنجي ويا. سندس سختگير پاليسيءَ ڪان تنگ

ٿي. گھڻا ئي مسلمان عراق مان نڪري هندستان جي اولهندي ۽ اوڀرندي ڪنارن وارن شهرن ۽ ٻيٽن ۾ ٻينڪون جوڙي واپار تي گذران ڪرڻ لڳا.

## نوائط ۽ لبي:

جن عربن ڪوڪن کي وسايو، تن نؤ واردن کي نوائط سڏيو ويو. وري جن راس ڪماريءَ جي اوڀرندي ۾ ٻينڪون وڌيون، تن کي لبي سڏيو ويو. سندن پيشو جهازراني ۽ واپار هو. اهي شافعي مذهب جا هئا ۽ اتي جي ديسي عورتن کي مسلمان ڪري ساڻن شاديون ڪيائون. سندن علمائن مان مخدوم علي مهائميءَ جي مزار بمبئي جي ويجهو مهائم ڳوٺ ۾ آهي. هي پهريون مسلمان عالم هو، جو خاڪ هند ۾ پيوند ٿيو. وري جن مهاجرن ملبار کي وسايو سي هن وقت موپلا سڏجن ٿا. ڪدنگانور جي راجا سامريءَ سندن آدرياءَ ڪيو. موپلا سوداگري ڪرڻ لڳا. بصري جي کجور جو هندستان جي بندرن تي وڪرو ڪرڻ لڳا.[1]

## مالديپ:

ڪن عربن مالديپ ٻيٽ تي مرڪز قائم ڪيو. هتي هر سال سمنڊ مان هڪڙي بلا نڪرندي هئي، جنهن کي ٻيٽ جا هندو رهاڪو هڪڙي ڪنواري ڇوڪري سال بسال ٻليدان طور پيش ڪندا هئا. جيئن مصر جا قبطي نيل جي طغيانيءَ وقت هڪڙي ڪنواري ڇوڪري درياءَ جي حوالي ڪري ٻليدان ڪندا هئا. مٿين بلا مالديپ وارن تان شيخ ابوالبرڪات بربريءَ جي دعا سان ٽري ويئي ۽ هن بزرگ جي تبليغ ڪري اتي جا رهاڪو مسلمان ٿيا! ابن بطوطہ جڏهن ان ٻيٽ تي آيو هو تڏهن سندس وقت ۾ سلطان خديجہ مالديپ تي حڪمراني ڪندي هئي. ابن بطوطہ ان مسجد جي زيارت بہ ڪئي هئي، جا شيخ ابوالبرڪات بربريءَ تعمير ڪرائي هئي. مسجد جي ڪتبي تي ان راجا جو نالو بہ لکيل هو، جو شيخ موصوف جي هٿن تي مسلمان ٿيو هو.[2]

---

1_ ملبار جي مسلمانن جو بيان شيخ زين الدين ڪتاب "تحفة المجاهدين" ۾ عربي زبان ۾ قلمبند ڪيو. مٿين تاريخ شيخ موصوف اڪبري دؤر جي وچين زماني ۾ تصنيف ڪئي هئي. پهرين ٽن بابن ۾ جهاد جا احڪام ۽ ملبار ۾ اسلام جي اشاعت ۽ اتي جي هندو نائر قوم جي رسمن ۽ عادتن جو ذڪر ڏنل آهي. چوٿين باب ۾ پورچوگيز دريائي ڌاڙيلن جي ظلمن جو بيان آهي. سنہ 1833ع ۾ ايم_ جي رولئنڊسن ڪتاب جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيو. سندس اردو ترجمو حڪيم شمس الله قادري مقدمي سان حيدرآباد دکن مان شايع ڪيو.

2 _ لڪديپ ۽ مالديپ جي مسلمانن لاءِ ڏسو عجائب الاسفار جلد_2.

### معبر ۾ بينڪون:

حجاج بن يوسف جي خوف ڪري جن عربن عراق کان نڪري، معبر (ڪاري منڊل) جو رخ ورتو هو. تن مهاجرن کي اتي جي پانڊيا راجا بينڪ وجهڻ جي اجازت ڏني. انهن مدراس صوبي جي تئين وڏي ضلعي جي شهر ڪيالاپٽم ۾ بينڪ وڌي. سيلون ۽ ملايا سان واپار ڪرڻ ڪري، مهاجر شاهوڪار بنجي پيا. سيد سلطان مظهر ولي (المتوفي سنہ 622هہ) ۽ سندس جانشين سيد ابراهيم شهيد ۽ مظهر وليءَ جي مريد بابا فخرالدين جي تبليغ ڪري، معبر ۾ اسلام زور ورتو.[1] معبر وارا عرب گهڻو ڪري حضر موت جا رهاڪو هئا. سندن تجارتي تعلقات جي ڪري اسلام جو قدم سوماترا ۽ جاوا جي بيٽن تي پيو.[2] معبر وارا عرب تامل زبان کي عربي خط ۾ لکڻ لڳا.

سلطان علاءُ الدين خلجيءَ جي زماني ۾ معبر جي پانڊيا راجا جو وزير مشيرالملڪ تقي الدين بن عبدالرحمان هو. سلطان علاءُ الدين جي ڏينهن ۾ ملڪ ڪافور معبر فتح ڪري دهليءَ جي تابع ڪيو. سلطان محمد تغلق، سيد حسن ڪيٿليءَ کي معبر تي پنهنجو نائب مقرر ڪيو هو جنهن پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو هو. سنہ 780هہ (سنہ 1378ع) تائين معبر جي اسلامي رياست قائم رهي، جنهن تي پوءِ وجيہ نگر جي راجا قبضو ڪيو. هن حڪومت اندر ترچناپلي، مدورا، آرڪاٽ ۽ تني ولي ضلعا هئا. ڊاڪٽر ڪاڊويل هتان اسلامي سڪا ڳولي هٿ ڪيا هئا.

### مڪران ۾ بلوچي رياست:

خلافت راشده توڙي بني اُميہ دؤر ۾ فاتح عربن کي حڪومت هلائڻ ۾ مشڪلاتون پيش اچڻ لڳيون. سنہ 23هہ (سنہ 644ع)، مڪران فتح ٿيڻ وقت، حضرت عمر رضہ صحار عبديءَ کان مڪران جو احوال پڇيو تہ هن مڪران جي ڪيفيت قافيہ بنديءَ سان هن ريت بيان ڪئي هئي:

ارض سهلها جبل ماءَ هاوشل و ثمرها دخل و عدوها باطل و خيرها قليل و شرطا طويل والكثر بها قليل".[3]

---

1_ سيد مظهر ولي جو مقبرو ترچناپلي ۾ مشهور زيارتگاهہ آهي ۽ سندس مريد بابا فخرالدين المتوفي سنہ 690هہ جو مقبرو پينوڪوڊا مدراس ۾ آهي.

2_ ڏسو ارض القرآن: سيد سليمان ندوي، جلد_1، ذڪر حضر موت. ڪوڪن تي اسلامي حڪومت جنهن کي هنور جي رياست بہ لکن ٿا. تنهن جو تختگاهہ ڪنڙا بمبئي جي اتر ۾. ائين صدي هجري جي وچ ڌاري، هتي جمال الدين بن محمد رياست قائم ڪئي هئي، ڪنڙا ۾ 36 مدرسا هئا.

3_ فرشتہ، جلد_2، ذڪر محمد بن هارون، اردو ترجمو.

بني اُميہ دؤر ۾، مڪران ۾ بعض باغين جو تعداد پنجاه هزارن کي پهچندو هو. اهڙين مشڪلاتن کي حل ڪرڻ لاءِ حجاج بن يوسف، محمد بن هارون کي، جو وڏو ديندار ۽ تجربيڪار بلوچ هو، مڪران مٿان نائب مقرر ڪيو. محمد بن هارون مڪران جي چپي چپي کان واقف هو. هو اندروني امن امان کي قائم رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو. حجاج بن يوسف جي ڏينهن ۾ محمد بن حارث علافي پنهنجي ڀاءُ معاويہ بن حارث ۽ پنهنجي قبيلي آسار جي پنجن سوَن ماڻهن سان واپار سانگي عمان کان نڪري، مڪران ۾ رهڻ لڳو. اتفاق سان سندس ماڻهن مان صفوي بن الحاميءَ ڪنهن ڳالهہ تان اتي جي هڪڙي ذميءَ کي ماري وڌو. جنهن تي هن جي وارثن مڪران جي حاڪم سعيد بن اسلم کي فرياد پيش ڪيو مگر علافين دغا سان سعيد کي قتل ڪري سڄي مڪران تي پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو.

حجاج علافين تي سخت ڏمريو ۽ علافين جي سردار سليمان علافيءَ جو سر وڍرائي سعيد جي عزيزن ڏانهن روانو ڪيو. ان واقعي کان پوءِ حجاج، عبدالرحمان بن اشعث ۽ مجاعہ بن سعر تميميءَ کي مڪران جي انتظام کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ ڏياري مڪو. جيسين مجاعہ پهچي تنهن کان اڳ علافين عبدالرحمان کي ماري وڌو. مجاعہ تجربيڪار عملدار هو سندس اچڻ جو ٻڌي باغي وڃي جبلن جي غارن ۾ لڪا. مجاعہ قندابيل تائين سندن پنيان پيو پر اوچتو اجل جي سڏ ڪري وفات ڪري ويو. حجاج ڏٺو تہ عرب عاملن لاءِ مڪران جو صحرائي ۽ جابلو ملڪ اڻ ڏٺو ڏيهہ آهي، ان ڪري هن مڪران جي حڪومت محمد بن هارون بلوچ جي سپرد ڪئي، جو ملڪ جي اندروني حالتن کان پوريءَ طرح واقف هو. محمد بن هارون باغين جو پيڇو ڪري، معاويہ بن حارث کي هڪڙي غار مان گرفتار ڪري، سندس سر وڍرائي حجاج ڏانهن مڪو.

هن واقعي کان پوءِ محمد بن حارث علافيءَ پنهنجي ماڻهن سان سرحد ٽپي، سنڌ جي راجا ڏاهر وٽ وڃي پناهہ ورتي. راجا رامل، جنهن کي ڏهرسين ڀائيءَ جو سڳ ڏيڻو ڪيو هو سو ڀائيءَ سان ڏاهر جي شاديءَ جي ڳالهہ ٻڌي، غصي ۾ اچي ويو ۽ پنهنجي وڏي لشڪر سان الور تي ڪاهي آيو. محمد علافيءَ موقعو ڏسي هڪڙيءَ رات جو اوچتو رامل تي ڪاهي، سندس لشڪر جو وڏو حصو ماري وڌو. جنهن تي ڏاهر خوش ٿي کيس پنهنجو مکيہ صلاحڪار مقرر ڪيو. ڏاهر جي دمشق جهڙيءَ باجبروت شهنشاهت سان هيءَ پهرين کونس هئي.

## سرانديپ ۽ ديبل جا تعلقات:

ديبل جو هندي نالو 'ديول' هو مٿس اهو نالو هتي جي وڏي بت ڪري پيو. جو هتي جي مندر ۾ رکيل هو. سيلون جي سنهالي ڏندڪٿائن ۾ لکيل آهي ته، ديبل جي برهمڻن ديول ديوتا جي پرستش ڪرڻ جو رواج سپورا بندر رستي سيلون تائين رائج ڪيو هو چاڪاڻ جو سيلون وارا بہ بدّ جا پوڄاري هئا.[1] غرض تہ سيلون ۽ ديبل جا هڪ ٻئي سان مذهبي تعلقات هئا.

## سرانديپ ۽ بصري جا تعلقات:

سيلون عربن لاءِ هڪڙي زيارتگاهہ هو هتي جي جبل تي نہ رڳو حضرت آدم عليہ السلام جي پيرن جا نشان هئا. بلڪ جبل جي پير ۾ هڪڙو غار خواجا خضر جو غار سڏبو هو. ٻئي هڪڙي هندّ تي هڪڙي مسلمان بزرگ، بابا طاهر جو غار آهي. ان کان سواءِ چيلاءِ (سالايم) ۾، ايترا گهڻا هاٿي هئا. جو ماڻهو خوف کان ٻاهر نڪري نہ سگهندا هئا. آخر هڪڙي شيراز جي بزرگ شيخ عبدالله خفيف (المتوفي 331هہ) جي دعا سان ڪوبہ هاٿي ماڻهن کي ستائڻ نہ لڳو بزرگ جي برڪت کي ڏسي، اُتي جا هندو مسلمانن سان محبت سان پيش اچڻ لڳا.

تعلقات جو ٻيو سبب هن ريت هو تہ وليد بن عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ اسلامي سلطنت ايشيا، آفريڪا ۽ يورپ تائين پکڙيل هئي، ان ڪري خلافت جي دربار دمشق ۾ هر هڪ ملڪ جا حاڪم تحفا ۽ سفير روانا ڪندا هئا. جيئن اڄ لنڊن ۽ واشنگٽن دنيا جي سياسيات ۽ اقتصاديات جا مرڪز آهن، تيئن انهن ڏينهن ۾ دمشق جي دربار جو ڏونڪو وڄي رهيو هو. حجاج بصري جي حڪومت جون واڳون هٿ ڪرڻ کان پوءِ هندستان جي ٻيٽن سان تجارتي تعلقات قائم ڪيا هئا. خاص ڪري سرانديپ ۾ هجري پهرين صديءَ ۾ عرب واپارين بينڪ قائم ڪئي هئي.[2]

## جهازن جو ديبل وٽ لٽجڻ:

وليد بن عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ ڪن عرب واپارين سرانديپ ۾ وفات ڪئي هئي، جن جي زالن ۽ ٻارن کي سيلون وارن اُنن جهازن ۾ چاڙهي، خليفي

---

1 ـ سيلون جو اصلي نالو پالي زبان ۾ "سنهالاديپ" آهي، يعني سنتهالي قوم جو ٻيٽ. رامائڻ والميڪي ۾ سندس نالو "لنڪا" ڏنل آهي. عربن مٿس "سرانديپ" نالو رکيو. پورچوگيزن مٿس "سيلائو" نالو رکيو جنهن کي انگريزن ڦيري سيلان ڪيو يا سيلون ڪيو.
The Cambridge History of India, Vol-I, CHP-XXV, The Early History of Cylon, P-606.

2 ـ فتوح البلدان: بلاذري ص ـ 435.

لاءِ تحفن سميت. جهازن کي بصري ڏانهن روانو ڪيو. مٿين جهازن کي مخالف هوا ديبل جي ڪناري تي ڏڪي آندو، جن کي ديبل جي دريائي ڌاڙيلن لٽي، زالن ۽ ٻارن کي قيد ڪيو.[1] مٿئين حادثي متعلق، حجاج بن يوسف، ڏاهر کي احتجاجي نوٽ موڪليو، جنهن جو جواب ڏاهر نهايت مغروريءَ سان ڏنو ته "ديبل جا ڌاڙيل سندس حڪم کان ٻاهر آهن." حقيقت ۾ سندس جواب عذر لنگ هو، جنهن حجاج جهڙي ڪهنه مشق گرگ کي اهڙو مشتعل ڪيو، جو هن دمشق جي دربار کان سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ اجازت گهري.[2]

## ديبل جا بحري قزاق ڪير هئا؟

سنڌ جي قديم توڙي جديد تاريخن ۾ ڪنهن به مؤرخ ڪين ڏيکاريو آهي ته ديبل جا بحري قزاق ڪير آهن. عرب انهن ڌاڪن کي "بوراج" سڏيندا هئا. اوهين پڙهي چڪا آهيو ته اسلام کان اڳ به اهي دريائي ڌاڙيل تجارتي جهازن کي لٽيندا هئا. سندن خوف ڪري، حيره جي آل منذر اميرن حيره کي ۽ ساساني فرمان روائن اُبله جي بندر کي مضبوط قلعا ڏياريا هئا. ان کان سواءِ وڏن جهازن تي پنج پنج سؤ ملاح رهندا هئا، جي ٻاڻ سان آتشي مادا به ساڻ کڻندا هئا. مڪران جو ڪنارو، ديبل ۽ سومنات گجرات ۾ ڌاڙيلن جا مکيه اڏا هئا.

بزرگ بن شهريار ڪتاب "عجائب الهند" ۾، علامه البيروني "ڪتاب الهند" ۾ سندن ذڪر ڏنو آهي. سون مياڻيءَ کان وٺي گوادر جي بندر تائين ميد ۽ ڪورا به قومون رهن ٿيون، جن جو گذران جهازرانيءَ ۽ مڇي جي شڪار تي آهي. گوادر جي هڪڙي ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته سندن اصل وطن ڪڇي هو ۽ ايليٽ جي بيان موجب سندن اپر سنڌ جي مهاڻن سان مائٽي هئي. اتان نڪرڻ کان پوءِ هنن مڪران جي ڪناري کي وسايو. اهي مانگر مڇن جي هڏن مان جڙيل جهوپڙين ۾ رهندا هئا. سندن خوراڪ مڇي هئي ۽ گهوڙن کي سڪل مڇيءَ جو گوشت کارائيندا هئا.

اشور جي راڻي سميراس ۽ سڪندر مقدوني کي، مڪران جي ڪناري کان لنگهندي انهن گهڻو تنگ ڪيو هو. ايراني نار کان وٺي ملبار تائين جهازراني

---

1_ مڪران جو ڪنارو بلڪل خطرناڪ هنڌ آهي، تنهن ڪري جهاز ڪنارو ڏيئي خبرداريءَ سان لنگهندا آهن. اهوئي سبب هو جو سرانديپ جي جهازن ديبل جو ڪنارو ورتو هو مڪران جي خطرناڪ ڪناري لاءِ ڏسو ڪتاب:
Captain Constable & Liet, A.W. Stiffe: The Persian Gulf Pilot, London, 1898.

2_ فتوح البلدان: ص – 435.

ڪندا هئا. سنڌ، گجرات ۽ ڪوڪن جي راجائن جي بحري ٻيڙن تي نوڪر هئا. محقق ڊي گوئجي ٻنهي قومن کي ايشيا جي بهترين ملاحن جو نمونو لکي ٿو. ڪرنل جيمس ٽاڊ، ميدن کي چندر ونسي اسوا خاندان مان شمار ڪري ٿو ۽ سندن ٽي فرقا هن ريت ڏيکاري ٿو: 1 ـ پورا ميد، 2ـ اُجا ميد ۽ 3ـ ديو ميد. ڪرنل جيمس ٽاڊ، تاريخ راجستان لکندي، جيڪي ڏسي ٿو سو آريائي عينڪ جي ذريعي ڏسي ٿو. حالانڪ جديد تحقيقات ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته اُهي عرب آهن. البت منجهن افغاني ۽ راجپوتي خون گڏيل آهي. جديد تحقيقات موجب سندن چار شاخون هن ريت آهن: 1ـ جالارزئي، 2ـ گزير، 3ـ اُرماڙي ۽ 4ـ چل مارزئي. منجهانئن گزير پاڻ کي بلوچ سڏين ٿا، اوماڙي افغان ۽ چل مارزئي لاسي سڏائين ٿا. علامہ البيرونيءَ جي زماني تائين، هو پنهنجي منهن ڌاڙا هڻندا هئا. تنهن کان پوءِ عربن سان گڏجي 19 صديءَ تائين سمنڊ تي ڌاڙا هڻندا هئا. آخر انگريزي ٻيڙي کان شڪست کاڌائون. اهي رفائي مذهب جا پيروڪار آهن[1]

## بذيل جي ديبل تي ڪاهہ:

اسلامي سلطنت جون حدون سنڌ تائين پهتيون هيون. ڪابل، قنڌار سيستان، جهالاوان ۽ مڪران اسلامي جهنڊي هيٺ اچي ويا هئا. ملتان، پنجاب ۽ ڪڇيءَ جا ميدان فاتح عربن جي گهوڙن لاءِ جولانگاهہ بنجي چڪا هئا. پر

1- An-1. Elliot. H. (Dowson)· History of India, Vol-I, P-60 J. Tod: The Annals & antiquities of Rajasthan, Vol. I, P-55.
R. Hughes-Buller: Gazetteer of Makran, Papulation. The Meds.

ڪتاب الهند: البيروني، ص – 102، ليڊن

سنہ 1797ع ۾ انگريزن جي هڪڙي جهاز ٻسبن نالي کي دريائي ڌاڙيلن ايرانين جي نار ۾ لٽيو. انهن ڌاڙيلن جو صدر مڪان مڪران جي ڪناري تي راس الخيما هو. 19 صديءَ جي شروعات ۾ ڌاڙيلن سنڌ ۽ ڪڇ جي ڪناري تي پنجاه جهازن جي آرماڙ سان ويهن جهازن کي لٽيو. سنہ 1819ع ۾ انڊين رائل نيويءَ مسقط جي امام جي ٻيڙي جي مدد سان برٽش اميرالبحر سر وليم گرانٽ جي ڪمان هيٺ ڌاڙيلن کي شڪست ڏني ۽ 8 جنوري 1820ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمنيءَ ۽ ڌاڙيلن جي وچ ۾ صلح ٿيو.

C.R. Low, I, N: Historical Back Ground of the Royal Indian Navy, "The Joasmis" PP. 13-16, New Delhi, 1944.

رفاعن جو بزرگ سيد احمد ڪبير رحہ عيسويءَ 12 صديءَ جي وچ ڌاري عراق ۾ ٿي گذريو. سندس عقيدا عبدالسميع هاشميءَ گڏ ڪيا هئا، جن کي سنہ 1302هہ ۾ ترڪي مؤرخ احمد ثريا قسطنطنيہ مان شايع ڪرائي، ڪتاب تي 'برهان المويد' نالو رکيو. رفاعي بزرگن مان شيخ شرف الدين اوساوليءَ کان گجرات وارن فيض پرايو. سندس شاگرد الجمال نوساريءَ کان بہ گجرات وارن فيض پرايو. رفاعن جو صدر مڪان بمبئي آهي، سندن خليفا گوادر ۽ پسني ۾ رهن ٿا، جن کي ميدن جا وڏيرا (ڪاهدا) چندا گڏ ڪري نذراني طور ڏين ٿا. ميدن جي هڪڙي بزرگ سخي تنگوءَ جو مقبرو ڪڇيءَ ۾ ڊاڍر جي ويجهو آهي. يادِ ايام: سيد عبدالحي، ص ـ 48 لکنؤ.

عربي حڪومت جي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جي هرگز مرضي نه هئي. ڏاهر عربن کي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. جنگ قادسيه ۾ شڪست کائڻ کانپوءِ ڪيترن مجوسين سنڌ ۾ پناهه ورتي هئي، جي ڏاهر کي اسلامي سلطنت خلاف ڀڙڪائي رهيا هئا. علافي باغين جي سازش ۽ ديبل تي سرانديپ جي جهازن جي لٽجي وڃڻ ڪري دمشق ۽ الور جا تعلقات ٽٽي پيا.

وليد بن عبدالملڪ وڏي دٻدٻي وارو شهنشاهه هو. سندس ڏينهن ۾ ام البلاد دمشق، اسلامي سلطنت جو دارالخلافه ۽ واپار، صنعت ۽ حرفت جو مرڪز هو. قيصر جوستنين هن شهر کي مشرق جو آفتاب سڏيندو هو.[1] عظيم الشان اسلامي سلطنت اڳيان دولت ۽ فوجي لحاظ سان سنڌ جي ننڍڙي حڪومت هڪڙي صوبي جي برابر مس هئي. محمد بن هارون بلوچ تجربيڪار سياستدان هو ۽ جيڪي واپاري مڪران ۽ سنڌ ۾ بانهن جو واپار ڪندا هئا، هو تن معرفت سنڌ جا اندروني حالات معلوم ڪرڻ لڳو. نيرن ڪوٽ جي سمنين کي الور ۽ دمشق جي سياسي ڪشيدگيءَ جي خبر هئي، کين پڪ هئي ته سنڌ جي برهمڻ حڪومت هر حال ۾ اسلامي طاقت سان مقابلو ڪري نه سگهندي، ان سبب ڪري هتي جي سمنيه حاڪم پندرڪر، اڳواٽ حجاج بن يوسف کي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ دعوت نامو لکي مڪو. دعوت ملڻ کان پوءِ حجاج پنهنجي هڪڙي جرنيل، بذيل جماليءَ کي ڇئن هزارن جي لشڪر سان، ديبل ڏانهن روانو ڪيو. مگر بذيل ڏاهر جي پٽ جئسيه سان وڙهندي شهيد ٿي ويو. سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ حجاج بن يوسف جي خليفي وليد بن عبدالملڪ سان خط و ڪتابت جاري هئي، وبتر جو بذيل جماليءَ جي شڪست ۽ شهادت جون خبرون دمشق جي درٻار ۾ پهتيون، تنهن تي خليفي حجاج کي سنڌ تي مهم رواني ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني. اڳ خليفو جنگ جي خرچ کان اليت ڪيٻائڻ لڳو هو مگر هينئر حجاج خرچ جو ذمو پاڻ تي کنيو هو.

**محمد بن قاسم:**

عمادالدين محمد بن قاسم بن محمد بن حڪم بن ابي عقيل ثقفي 17 شعبان سنه 24هه ۾ دمشق تي ڄائو. سندس پيءُ قاسم بن محمد اُموي شاهي خاندان جو ممتاز امير هو. محمد بن قاسم اڃا صغير هو ته سندس پيءُ وفات

---

1_ تمدن عرب: گستاؤلي بان، ذڪر دمشق، وليد بن عبدالملڪ دمشق ۾ جيڪا جامع تعمير ڪرائي سا اڄ بـ ان زماني جي هڪ بي نظير يادگار آهي.

ڪئي ۽ هو والده جي سائي هيٺ تربيت وٺڻ لڳو. پنجن سالن جي عمر ۾ سندس ذهانت جو نمونو پکڙجڻ لڳو. سندس ڪتنب وٽ اعليٰ تعليم ڏيارڻ لاءِ ايتري دولت ڪانه هئي، تنهن ڪري دمشق جي فوج ۾ پرتي ٿيو ۽ اعليٰ فوجي عملدارن جي نگراني هيٺ فاتح سنڌ جنگ جا هنر سکڻ لڳو. سندس ذهانت جي فوجي عملدار تعريف ڪرڻ لڳا.

وليد بن عبدالملڪ جڏهن فوجي ڇانوڻيءَ ۾ فوجن جو معائنو ڪرڻ ايندو هو، تڏهن محمد بن قاسم کي پاڻ سان ويهاري ساڻس محبت ڀريون ڳالهيون ڪندو هو. 14 ورهين جي عمر فوجي قابليت ڪري کيس اعليٰ عهدو مليو. هو خوبصورت نوجوان هو. سندس اکيون وڏيون. پيشاني ڪشادي، بازو گول، ڪارايون ويڪريون، گلابي رنگ، هيبتناڪ آواز ۽ بدن پورو پنو هوس. سڀ کان اهم ڳالهه ته قدرت کيس جيڪا دل ۽ جگر عطا ڪيو هو سو فولاد هو. سندس بلند خيالن ۽ مستحڪم ارادن مان سندس لياقت ۽ بهادريءَ جو جوهر ٽپڪندو هو. جيتوڻيڪ فوجي سپاهي هو مگر نهايت خليق، حليم الطبع، شيرين زبان ۽ ٻاجهارو هو. ننڍي وڏي سان ميناج ۽ محبت سان ڳالهائيندو هو. ننڍا وڏا سندس اوصاف حميده جي تعريف ڪندا هئا. فوج ۾ وڏيءَ عمر وارا عملدار جيڪي سندس ماتحت ڪم ڪندا هئا، تن سان عزت ۽ مروت سان پيش ايندو هو مٿين خوبين ڪري هر دلعزيز هو.

محمد بن قاسم سترهين ورهين جي عمر ۾ فارس جي تختگاهه شيراز جو گورنر مقرر ٿيو. نهايت برجستائي، عدل ۽ انصاف سان حڪومت جو ڪاروبار هلائڻ لڳو. پگهار مان جيڪي بچندو هوس، سو اسلامي تبليغ تي خرچ ڪندو هو. فرصت جي وقت عوام اڳيان تقريرون ڪندو هو، جن کي ماڻهو شوق سان ٻڌندا هئا. سندس اخلاص مندي ۽ ايماني، قوت کي ڏسي وڏا وڏا علماءَ ڪرام، مشائخ عظام ۽ مجتهد سندس تعريف ڪندا هئا. بقول عارف سنائي:

"صدق و اخلاص درستي بايد و عمر دراز
تا قرين حق شود صاحبقراني در قرن!"

دمشق جي دربار مان اجازت وٺڻ کان پوءِ حجاج بن يوسف پنهنجي جليل القدر سؤٽ ۽ نائيءَ محمد بن قاسم کي روبرو گهرائي، ضروري هدايتون ڪيون، اُموين کي عراقي لشڪر جي باري ۾ شامي لشڪر تي گهڻو اعتبار هو. حجاج ابوالاسود جهم بن ظهر جي اڳواڻيءَ هيٺ ڇهه هزار شامي، سوار فوج جا جانباز

سپاهي، چونڊي (جي شريف خاندان جا فرد هئا ۽ مختلف جنگين جي ميدانن ۾ تجربو حاصل ڪيل هئا) شيراز ڏانهن روانا ڪيا. ان فوجي دستي تي حجاج کي پورو پروسو هو. محمد بن قاسم شيراز پهچڻ کان پوءِ مزيد فوجن ۽ حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳو.ان وچ ۾ ڇهه هزار وڏيڪ عراقي شتر سوار فوج، حزيمه بن مغيره جي اڳواڻيءَ هيٺ، شيراز پهتي. اسلامي لشڪر جو تعداد ٻارهن هزار هو جنهن سان 3 هزار باربرداريءَ جا اٺ هئا. سپاهين جي خوراڪ لاءِ ڪجور ۽ سرڪي ۾ ٻڏل ڪپهه کان سواءِ سوئي ڌاڳي تائين سامان ساڻ هو. رواني ٿيڻ کان اڳ، حجاج، نوجوان محمد بن قاسم کي تاڪيد ڪيو تہ روزانو پنهنجي نقل ۽ حرڪت کان کيس واقف ڪندو رهي ۽ سندس احڪامن جي پوري پوري تڪميل ڪندو رهي.

سنہ 89هہ (سنہ 708ع) ۾ محمد بن قاسم شيراز مان لشڪر وٺي روانو ٿيو. اسلامي لشڪر اهو ساڳيو رستو اختيار ڪيو جنهن تان سڪندر مقدوني لنگهيو هو. مڪران پهچڻ شرط محمد بن هارون ٿن هزارن جانباز بلوچن جي دستي سان نوجوان فاتح سان شامل ٿيو مگر قضا سان ارمن. بيل پهچڻ وقت، محمد بن هارون وفات ڪري ويو. سندس قبر لس ٻيلي شهر ۽ ٻاهران عام زيارتگاهہ آهي. ارمن بيل وٽ، ڏاهر جي فوج سان اسلامي لشڪر جو پهريون مقابلو ٿيو جنهن ۾ سنڌي لشڪر شڪست کاڌي. محمد بن قاسم جي شيراز مان رواني ٿيڻ وقت، حجاج بن يوسف بصري کان جهازن جو هڪ مضبوط دستو خوراڪ ۽ جنگي اسباب سان ڀريل، جعويہ نالي شامي اميرالبحر جي نگرانيءَ هيٺ، ڪمڪ طور روانو ڪيو. جهازن تي قلعہ شڪن منجنيقون بہ هيون، جن مان وڏيءَ منجنيق جو نالو ”عروسڪ“ هو جنهن کي پنج سؤ خلاصي هلائي سگهندا هئا.جمعي ڏينهن محمد بن قاسم ديبل تي گهيرو ڪيو. ٽيڪ ساڳئي ڏينهن، اسلامي ٻيڙو بہ ديبل جي ديوارين هيٺان پهتو.[1]

## سنڌي ۽ اسلامي لشڪر جي ڀيٽ:

سنڌي لشڪر وٽ تير ڪمان ۽ ترارون مکيہ هٿيار هئا. ساڻن علافي عرب نيزي بازن جو دستو بہ شامل هو. سندن لشڪر وٽ هاٿين جا مضبوط رٿ هئا. جڏهن راجا لشڪر وٺي جنگ لاءِ نڪرندو هو، تڏهن دهلن، شرنائين ۽

---

1_ منجنيق اصل لاطيني لفظ "منجويل" جو مخفف آهي. چينائي، عرب ۽ بعض يورپي قومون هن هٿيار مان واقف هيون. توبن کان اڳ سندن رواج هو. رسول الله ﷺ جن طائف تي گهيري ڪرڻ وقت منجنيق ڪتب فرمائي.

Elliot. H: History of India, Vol-III, PP. 75-78.

گهندڻ جي آوازن ڪري آسمان گونججي ويندو هو. هاٿين جو غول پريان ڪارن ڪڪرن وانگر نظر ايندو هو جن کي ڏسي گهوڙا ٿهندا هئا، بلڪ بهادرن جا جگر بہ ڪنبي ويندا هئا. مگر اهي هاٿي نقل ۽ حرڪت ڪرڻ وقت سستي بہ ڪندا هئا. هندي تلوارون مشهور هيون.عرب ۽ عجم جا واپاري خريد ڪري سندن عرب ۾ وڪرو ڪندا هئا. ايام جاهليت جي شاعريءَ مان هندي تلوارن جي تعريف جو پتو پئجي سگهي ٿو.

حضرت ڪعب ابن زبير رضي الله عنه جو عرب جي مشهور شعراءِ ۾ شمار ٿئي ٿو تنهن اسلام قبول ڪرڻ وقت، حضور پاڪ ﷺ جن جي شان ۾ "بانت سعاد" قصيدو چيو هو تنهن مان هندي ترارين جي تعريف معلوم ٿي سگهي ٿي:

"ان الرسول سيف يستضاءِ بہ مهند من سيوف الله مسلول.[1]

(رسول الله ﷺ جن دست خدا جي نڪتل هندي تلوار آهي، جنهن مان روشني نڪري ٿي!)

جيئن روم ۽ ايران جي باهمي جنگين ساساني شهنشاهت ۽ مشرقي بيزانطوم سلطنت کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. تيئن سنڌ ۾ سمنيہ ۽ برهمڻن جي باهمي دشمنيءَ نہ رڳو ڏاهر جي حڪومت کي اڌوهيءَ وانگر ڪمزور ڪري ڇڏيو هو پر مروج مذهب جي اعتقادن کي بہ ڪمزور ڪري ڇڏيو هو عوام الناس کي حڪومت سان ڪا همدردي ڪانہ هئي. پراڻن ديوتائن جي پرستش جو ڪوبہ اثر باقي نہ رهيو هو.

مسلمانن جي فوجي قوت مضبوط هئي. رومن ۽ ايرانين کي شڪست ڏيئي، ڪانئن صف آرائي، فوجي قواعد ۽ حملہ آوريءَ جي فن کان واقف ٿيا هئا. جنگ جي ميدان ۾ خندقون کوٽي، سلامتيءَ سان لڙندا هئا. سندن عربي گهوڙا چست ۽ چالاڪ هئا. جي جلد نقل و حرڪت ڪندا هئا. عربن وٽ منجنيقون هيون. وٽن برندڙ تير هئا. انهن تيرن جي منهن تي گندرف لڳل هو. اهڙا تير استعمال ڪرڻ، اهي قسطنطنيہ تي گهيرو ڪرڻ وقت، يوناني کان سکيا هئا. اسلام عربن کي اخوت ۽ اتحاد جو سبق سيکاريو هو. سندن مذهبي اعتقاد مضبوط هئا، سندن ارادا محڪم ۽ مذهب کي پنهنجي جان کان پيارو سمجهندا هئا. دنيا جي ڪابہ نعمت سندن نظر ۾ ايترو قيمتي ڪانہ هئي، جيترو هو عقبيٰ جي نعمتن کي بيش بها سمجهندا هئا. اِهي ئي سبب هئا، جو

1_ مٿيون قصيدو علامہ الاغانيءَ نقل ڪيو آهي. رسول الله ﷺ جن هن قصيدي جي عيوض حضرت ڪعب کي پنهنجي چادر مبارڪ عنايت ڪئي هئي. اُسوهءِ صحابہ: عبدالسلام ندوي، ص_ 425، جلد_2، دارالمصنفين، اعظم ڳڙهہ.

هو هن ملڪ مٿان غالب پئجي ويا. سنڌ جي تاريخن ۾ فقط خشڪ بيان جنگين متعلق ڏنل آهن. مگر انهن اسبابن تي ڪا روشني ڏنل ڪانهي، جن جي ذريعي عرب فتح مند ٿيا هئا.

## تحفة الڪرام جي غلطي:

”تحفة الڪرام“ سنڌ جي بي نظير تاريخ آهي. مگر منجهس بعض بيان محض قياسي آهن، جن کي تحقيقات ڪرڻ کان سواءِ پوءِ جي مؤرخن پنهنجي تاريخن ۾ نقل ڪيو آهي ۽ ان قسم جو سلسلو اڃا سوڌو جاري آهي. ضرورت آهي تہ اهڙن بيانن جو سدباب ڪيو وڃي. مير علي شير قانع ٺٽوي ”تحفة الڪرام“ جلد-3، صفحي 38، ۾ لکي ٿو:

”هڪڙي ڏينهن امير حمزو ؓ بن عبدالمطلب شڪار جي سانگي صحرا ۾ ويو. اتي خدا تعاليٰ جي قدرت سان هڪڙي پري نازل ٿي، جنهن سان امير حمزي رضہ نڪاح وڌو. سندن بطن مان ”جٽ“ ۽ ”بلوچ“ ڄاوا. جي محمد بن هارون مڪرانيءَ جو اولاد آهن“.[1]

اسين خداءِ قادر مطلق جي قدرت جا منڪر ڪين آهيون. مگر مٿئين قسم جو بيان محض افسانو آهي. سيد الشهداءِ امير حمزي ؓ کي حرم ۾ ٽي بيبيون هيون: 1- بنت الملہ 2- خولہ بنت قيس ۽ 3- سلمہ بنت عميس. جن مان ٽي پٽ ابويعلي، عمار ۽ عماره ڄاول هئا. انهن مان ابويعليٰءَ کي اولاد ٿيو هو مگر سمورا ٻار ايام طفلگي ۾ فوت ٿي ويا هئا. باقي پويان ٻہ پٽ بي اولاد وفات ڪري ويا. البتہ سلمہ بنت عميس جي بطن مان هڪڙي دختر امامہ ڄاولي هئي. جنهن جي پرورش جو حڪم آنحضرت ﷺ، حضرت جعفر طيار ؓ جي اهليہ جي سپرد ڪيو هو جا امامہ جي چاچي هئي.

مٿئين بيان مان صاف ظاهر آهي تہ سيد الشهداءِ حضرت حمزي ؓ جي اولاد جو سلسلو شروعات ۾ منقطع ٿي ويو هو جيئن ”صحيح بخاري“، ”اسدالغابہ“ ۽ ”طبقات ابن سعد“ جا بيان آهن. مٿين بيانن جي مقابلي ۾ ڪوبہ تعليم يافتہ ”تحفة الڪرام“ جي بيان کي ترجيح ڏيئي نہ سگهندو.

---

1 - تحفة الڪرام، جلد-3، ص -28، ذڪر جٽ ۽ بلوچ، مطبہ ناسري بمبئي.

تاريخ سنڌ: عبدالغني عبدالله بي- اي، ايل- ايل بي، ڀاڱو-3، ص-3، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1939ع.

بلوچن جو وجود قديم زماني کان بلوچستان ۾ هلندو اچي ٿو. ابوالتاريخ هيروڊوٽس سندن قبيلن جا نالا ڏنا آهن.[1] فردوسيءَ جي شاهه نامي مان بلوچن جي نوشيروان خلاف بغاوت جو بيان گذريل باب ۾ ڏيئي چڪا آهيون. اهڙي طرح جت (جاٽ) وچ ايشيا جي رهندڙ قوم آهي. جا 1400 سؤ ورهيه ق-م وچ ايشيا کان نڪري گنگا جي واديءَ کان وٺي يورپ تائين پکڙجي ويئي. عرب مؤرخن ان قوم کي "زط" جي نالي سان لکيو آهي. ترمذيءَ جي "باب الامثال" ۾ بيان آهي تہ عبدالله بن مسعود ﷺ هڪڙي خاص شڪل واري جماعت حضور پاڪ ﷺ جن جي صحبت ۾ ڏٺي هئي، جا جاٽن وانگر هئي. جنگ قادسيہ ۾ ايرانين جي شڪست کائڻ کان پوءِ، فضا جو رنگ اسلام جي فائدي ۾ بدليل ڏسي، انهن بلوچن سان گڏ، اسلام قبول ڪيو هو. اسلام جاٽن جي عزت ڪئي ۽ اهي اسلام سان وفادار ٿي رهيا هئا.

طبريءَ جي بيان موجب جنگ جمل وقت جناب علي ﷺ بصري جو خزانو جاٽن جي نگرانيءَ هيٺ رکيو هو. بلاذري لکي ٿو تہ رومين سان مقابلي ڪرڻ لاءِ امير معاويہ ﷺ ۽ وليد بن عبدالملڪ سندن بعض قبيلن کي شام جي ڪناري تي اناطاڪيہ ۾ آباد ڪرايو هو.[2] هندستان ۾ پرتپور رياست جاٽن جي آهي: سکن ۽ راجپوتن ۾ سندن گهڻو تعداد شامل آهي.

## فتح ديبل:

ديبل سنڌ جو مکيہ بندر ۽ واپار جو مرڪز هو. سمنڊ شهر جي پٺين سان موجون هڻندو هو.هي شهر مهراڻ جي اولهندي واريءَ شاخ تي هو. مسعوديءَ جي بيان موجب سمنڊ کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي هو. "تاريخ طاهريءَ" جو مصنف جو سنہ 1606ع ۾ ٺٽي ۾ آيو. تنهن جي بيان موجب ٺٽي کان ٻن ڏينهن جي پنڌ تي هو. بشاري سنہ 375هہ ۾ ديبل جي چوگرد هڪ سؤ ڳوٺ بيان ڪري ٿو جن

1 -Cambridge History of India, Vol-I, CHP. XIV, "Peoples of the Indian Forntier"

2(2) بلوچن جو شجرو مير جلالخان کان سنہ 1910ع ۾ ڪتاب 'فرنٽيئر ائنڊ اورسيز ايڪسپديشن فرام انڊيا" ڪلڪتي مان شايع ٿيو جنهن تان مون اهو پنهنجي "تاريخ بلوچستان" ۾ نقل ڪيو. رندن جي مڪمل شجري ۾ بلوچ اعلمش روميءَ جي نسل مان ڏيکاريل آهن. مٿيون شجرو راءِ بهادر هيتورام کي 25 سيپٽمبر 1899ع ۾ شوران جي رند سردار وٽان هٿ لڳو هو جڏهن هيتورام ايڪسٽرا اسسٽنٽ ڪمشنر هو. مٿيون شجرو هن گنجابہ جي قاضي عبدالحق بن قاضي نصرالله خان کان نقل ڪرائي، پنهنجي "تاريخ بلوچستان" 1907ع واري ايڊيشن ۾ ڏنو آهي. قاضي نور محمد گنجابوي جي "جنگ نامي" ۾ بلوچن جو شجرو مير جلال خان وارو ڏنل آهي.

۾ هندو واپاري رهندا هئا.[1]

ابن بطوطہ ديبل جي کنڊرن جو معائنو ڪيو هو ۽ لاهريءَ کان ستن ڪوهن جي مفاصلي تي بيان ڪري ٿو.[2] ڏاهر جي پٽن ڪيشب ۽ جئسيہ قلعي اندران مقابلو ڪيو. عرب فاتحن اَٺن ڏينهن تائين شهر جو مقابلو ڪيو.[3] شهر وارن جو اعتقاد مندر جي گنبذ ۾ هو جنهن تي پٽل جو سوار جو مجسمو جهنڊي سميت هو جنهن کي اميرالبحر جعويہ منجنيق جي پهرئين ڌڪ سان ڪيرائي وڌو. بت جي ڪرڻ سان شهر وارن ۾ ڦڙڦوٽ پئجي ويئي. جئسيہ راتورات چئن هزارن فوجن سان شهر ڇڏي ڀڄي ويو. قلعي اندر رهيل فوج مقابلو ڪرڻ لڳي. حزيمہ ڪوفي پهريون مجاهد هو جنهن قلعي جي ديوار تي چڙهي اسلامي جهنڊي کي کوڙيو. مٿئين واقعي کان پوءِ شهر وارن هٿيار ڦٽا ڪري آڻ مڃي.

شهر جي جيل خاني مان بذيل جماليءَ جي لشڪر جا ڪي سپاهي هٿ لڳا. جن جيل خاني جي محافظ وڏي پنڊت جي تعريف ڪئي. غازي محمد بن قاسم شهر وارن لاءِ عام معافيءَ جو اعلان ڪيو. سندس فياضيءَ کي ڏسي وڏو پنڊت مسلمان ٿيو. محمد بن قاسم ان کي شهر مٿان حاڪم مقرر ڪيو. بتخاني جو فقط گنبذ منجنيق ڪري ڊهي ويو هو. باقي عمارت کي مسلمانن ڪويہ نقصان ڪين رسايو هو. مندر جي عمارت هجري 3 صديءَ تائين قائم رهي. غازيءَ اعظم مسلمانن لاءِ جدا مسجد تعمير ڪرائي ۽ حميد بن ذراع کي شهر مٿان نائب مقرر ڪيو. اتڪل 4 هزار بلوچ مڪران کان اچي شهر ۾ رهڻ لڳا. جن جي مڪراني بينڪ اڄا تائين ڪراچيءَ ۾ موجود آهي. قلعي مان جيڪي بہ هٿيار ۽ خزانو هٿ لڳو تن جو پنجون حصو حجاج ڏانهن روانو

---

1_ ميجر جنرل هيگ، جنهن جو ڪتاب "دي اِنڊس وئلي ڊيلٽا ڪنٽري" 1894ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. تنهن ۾ ديبل سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا تي اولهندي ڪپ تي ڏيکاريل آهي. انگريزي سفير سر رابرٽ شرلي ايران ڏانهن ويندي، 1613ع ۾ ٺٽي کان جهاز رستي هڪ ڏينهن جي مسافري ڪرڻ کان پوءِ ديبل پهتو هو. ميجر ريورٽي عيسوي 17 صديءَ ڌاري ديبل کي ٺٽي کان 15 ڏينهن جي مفاصلي تي بگهاڙ جي چوڙوٽ ڏيکاري ٿو. ڪپتان جان وود، جنهن 19 صديءَ ۾ ڪراچيءَ کان آمو نديءَ جي منهن تائين مسافري ڪئي هئي، ديبل کي پير پٺي وٽ سنڌو نديءَ جي نقشي ۾ڏيکاريو آهي. ابو حامد اندلسي غرناطي (المتوفي 565هه) جي جاگرافي "تحفة الالباب" ص 91_92، پٺرس ۾ ڇپي، منجهس ايراني نار جي بندرن ۽ سمنڊن جي پوري جاگرافي ڏنل آهي.

2_ عجائب الاسفار: جلد_2، ص_81، ذڪر لاهري بندر ۽ ديبل. ابن بطوطہ جو بيان رابرٽ شرلي جي بيان سان ٺهڪي ٿو.

3_ ڪامل ابن اثير، جلد_4، ص_285، ڏيکاريل آهي تہ اسلامي لشڪر تن ڏينهن تائين ديبل تي گهيرو ڪيو هو.

ڪيو ويو باقي لشڪر ۾ ورهايو ويو.[1]

## فتح نيرن ڪوٽ:

نيرن ڪوٽ وارن اڳيئي حجاج کي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ دعوت نامو مڪو هو. محمد بن قاسم جڏهن شهر کي ويجهو پهتو تڏهن شهر وارا تحفا ساڻ کڻي، سندس استقبال ڪرڻ آيا. مسلمانن هتي جي بت خاني سان ڪابہ ڇيڙڇاڙ ڪانہ ڪئي، بلڪ مندر جي سامهون جدا مسجد تعمير ڪيائون. نيرن ڪوٽ مٿان پنبرڪن سمنيہ کي حاڪم مقرر ڪري، محمد بن قاسم شهر "موج" ڏانهن وڌيو.[2] هت چندر جو پٽ بجيراءِ، ڏاهر جو سؤٽ، قلعي ۾ حڪومت ڪندو هو. بجيراءِ ستن ڏينهن تائين مقابلي ڪرڻ کان پوءِ ڀڄي ويو. سندس لشڪر جا ڪي جاٽ سپاهي گرفتار ٿيا. جن کي محمد بن قاسم نصيحت ڪري ڇڏي ڏنو. مسلمانن جي حسن اخلاق مٿن اهڙو اثر ڪيو جو هنن خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيو.

## فتح سيوستان:

سيوستان سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪپ تي مشهور قلعو ۽ ڏاهر جي حڪومت اندر صوبي جو صدر شهر هو. هت چڱا مالدار قوم رهندي هئي، جن کي عربن سندن دولت موجب "المرزوق" جي لقب سان سڏيو. بجيراءِ "موج" کان نڪري، هتي جي قلعي ۾ پناهہ ورتي هئي. اسلامي لشڪر جي ڪاهہ جو ٻڌي سمنيہ پنڊتن فيصلو ڪيو تہ جنهن صورت ۾ فاتح مسلمان آڻ مڃيندڙن کي هر طرح جي آزادي ڏين ٿا. ان صورت ۾ ساڻن مقابلو ڪرڻ اجايو آهي، تنهن ڪري سڀني متفق ٿي بجيراءِ تي صلح ڪرڻ لاءِ زور وڌو. رعايا جي طبيعتن جو ميلان ڏسي، هو شهر ڇڏي ڀڄي ويو. هتي جي سمنيہ پنڊتن سان محمد بن قاسم مروت سان گڏيو ۽ کين عهدا موٽائي ڏنائين. سيوستان مان مسلمانن کي گهڻو مال غنيمت هٿ لڳو.

## فتح ٻڌيا ۽ جاٽن جو اسلام قبول ڪرڻ:

ٻڌيا جو حاڪم، ڪاڪا پٽ ڪوتڪ، وڏو سياستدان هو. وٽس زبردست فوج هئي، بجيراءِ جي مرضي هئي تہ ڪاڪا راتورات جاٽن جو

---

1_ فتوح البلدان: بلاذري، ص — 437.

2_ اي- ڊبليو هيوز "تاريخ بلوچستان" ۾ لکي ٿو تہ پنبڪرن پهريائين مڪران ڏانهن ڀڄي ويو جتي جي حاڪم، بلوچ شاهبوق جي دعوت ڏيڻ سان مسلمان ٿيو هو.

لشڪر تيار ڪري، اسلامي لشڪر سان مقابلو ڪري، مگر جنهن صورت ۾ پنڊتن اڳواٽ پيشن گوئي ڪئي هئي ته مسلمان سڄو هندستان فتح ڪندا، ان حالت ۾ ڪاڪا فاتح سنڌ سان صلح ڪرڻ تي آماده ٿيو. هن بنانه بن حنضله معرفت غازي محمد بن قاسم سان صلح جون ڳالهيون چوريون. غازي موصوف ساڻس عزت سان گڏجي، کيس خلعت فاخره عنايت ڪئي ۽ کيس "امير الهند" جو خطاب ڏنو.

غازي موصوف بڌيا تي عبدالملڪ بن قيس دقيقيءَ کي نائب مقرر ڪيو. حجاج بن يوسف وقت بوقت جيڪي به احڪام پهچندا هئا، تن مطابق قدم کڻندو هو. نيرن ڪوٽ جي گهڻن جاتن اسلامي تبليغ ڪري اسلام قبول ڪيو. ڪاڪا کي غازي اعظم پنهنجو سپه سالار ۽ صلاحڪار مقرر ڪري، سندس صلاح ۽ مشوري سان سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪپ وارن حاڪمن تي خراج مقرر ڪري، اڳتي وڌڻ جو ارادو ڪيو. بڌيا فتح ٿيڻ کان پوءِ پلور جي رهاڪن جيڪي ڏاهر جي حڪومت کان تنگ هئا، تن اسلامي حڪومت کي تسليم ڪري هڪ هزار درهم ساليانو خراج ڏيڻ منظور ڪيو.

ان وچ ۾ غازي محمدبن قاسم کي حجاج وٽان درياءَ کي ٽپڻ لاءِ حڪم مليو. درياءَ جي ڪپ تي ڏاهر جا به سپه سالار راسل ۽ موڪ بن بسايا، مقابلي ڪرڻ لاءِ تياريون ڪري رهيا هئا. راسل ته ڏاهر ڏانهن پڇي ويو باقي موڪ ويهن ٺڪرن سان قيد ٿي ويو. محمد بن قاسم قيدين سان مروت سان گڏيو. موڪ بن بسايا کي هڪ لک درهم ۽ ٺڪرن کي خلعتون پهرائي، سندن علائقو کين موٽائي ڏنائين. موڪ غازي اعظم جي مروت کي ڏسي اسلامي لشڪر کي ٻيڙين ڏيڻ لاءِ وعدو ڪيو.

محمد بن قاسم درياءَ ٽپڻ کان اڳ ديبل جي هڪڙي پنڊت کي جو مسلمان ٿيو هو ۽ "مولانا اسلامي" جي لقب سان ممتاز هو هڪڙي شامي امير سان گڏ ڏاهر جي دربار ڏانهن روانو ڪيو. ڏاهر پنهنجي وزير، سيساگر ۽ مکيه صلاحڪار محمد علافيءَ سان صلاح مشوري ڪرڻ بعد اسلامي سفارت کي جواب ڏنو ته جنگ ڪنداسون. جواب ملڻ بعد حجاج جي حڪم موجب،غازي اعظم اسلامي لشڪر سميت ٻيڙين جي وسيلي جتور جي پتڻ تان درياءَ ٽپي هن پر پهتو[1] جت ڏاهر جو پٽ جئسيه قلعن کي مضبوط ڪري رهيو هو.

---

1ـ "چچ نامي" ۾ لکيل آهي ته اسلامي لشڪر ساڪري وٽ درياءَ کي عبور ڪيو هو جو هينئر ميرپور ساڪرو سڏجي ٿو تعجب آهي ته سيوهڻ پهچڻ کان پوءِ ڪيئن اسلامي لشڪر ساڪري ڏانهن موٽيو! والله اعلم.

ان وچ ۾ محمد بن قاسم کي سيوستان جي راجا چندرام هالا جي سازش جي خبر پهتي، جو ڪن ٺڪرن سان گڏجي بغاوت ڪرڻ لاءِ تياريون ڪري رهيو هو. غازي موصوف معصب بن عبدالرحمان کي بہ سؤ پيادن ۽ هڪ هزار سوارن جي دستي سان سيوستان ڏانهن روانو ڪيو. چندرام مقابلو ڪيو پر هار کائي پڳو. شهر وارن هن لاءِ قلعي جا در بند ڪري عرب جرنيل کان معافي گهري. عبدالرحمان واپارين ۽ شهرين کي معافي ڏيئي، چئن هزار فوجن سان محمد بن قاسم کي بيت جي قلعي ۾ گڏيو جو ماڪا جو قلعو هو. درياءَ ٽپڻ کان پوءِ اسلامي لشڪر جي گهوڙن ۾ اچي بيماري پيئي، گهڻائي گهوڙا مري ويا، مگر ان وچ ۾ حجاج بن يوسف وٽان بہ هزار گهوڙا پهتا.[1]

گهوڙن ملڻ کان پوءِ محمد بن قاسم جئسيہ جو مقابلو ڪيو هو جان بچائي ڀڄي ويو. اسلامي لشڪر دار جي قلعي تي قبضو ڪيو. ڏاهر، جئپور جي ٺڪرن ۽ راجپوتن سان حارث علافيءَ کي مقابلو ڪرڻ لاءِ مڪو پر حارث انڪار ڪيو. تنهن کان پوءِ ڏاهر محمد علافيءَ کي مقابلي ڪرڻ لاءِ مڪو پر هو بہ بهانو ڪري موٽي آيو. هوڏانهن راسل بن بسايا بہ محمد بن قاسم جي آڻ مڃي اسلامي لشڪر جو مددگار ٿي بيٺو.

## ڏاهر سان جنگ:

راسل جي مدد سان اسلامي لشڪر گجري جي ڍنڍ عبور ڪئي، جنهن جي پرئين ڪپ تي ڏاهر لشڪر سان موجود هو. سندس وزير، سيساگر، جو ان وقت وزير بڌيمان جي عهدي تي مامور هو. تنهن ڏاهر کي پڪ ڏني تہ جتور وٽ جنگ لڳڻ سان فتح اسان جي آهي. گجري ڍنڍ وٽ دشمن کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ عرب سپہ سالار لاءِ الور جو رستو صاف ٿي ويو. ڏهن ڏينهن تائين قلعي جي ٻاهران جنگ لڳندي رهي، هر هڪ مقابلي ۾ دشمن شڪست کائيندا رهيا. يارهين ڏينهن ڏاهر پنهنجي پٽ جئسيہ ۽ محمد علافيءَ کي جاٽن ۽ راجپوت راجائن جي لشڪر سان، جنهن جو تعداد ٽيهہ هزار هو جنهن ۾ ڏهہ هزار زرهہ پوش سوار لشڪر هو ۽ بيشمار هاٿي بہ هئا، مقابلي لاءِ ميدان ۾ آندو.

اسلامي لشڪر جو تعداد فقط 900 هو جن کي فاتح سنڌ ٽن حصن ۾ ورهايو هو. اهي مجاهد بني تميم، بني ازد، بڪر ۽ قيس جي قبيلن جا جوان هئا. جي قسطنطنيہ جي ديوارن هيٺان بہ پهتا هئا، جن جي وڏن مدائن ۽ اصطخر

---

1ـ حجاج بن يوسف سيستان جي تختگاهہ زرنج ۽ فرات جي ڊيلٽا تي گهوڙن جي پرورش ڪرائڻ لاءِ بہ هنڌ مقرر ڪيا هئا.

جي ديوارين کي ڪنبايو هو. ڏهين رمضان المبارڪ سنہ 93هہ (16 جون سنہ 711ع) ۾ جنگ جو آخري طبل وڳو. محمد بن قاسم لشڪر اڳيان هڪ مختصر ۽ پرجوش تقرير ڪئي ۽ لشڪر کي وصيت ڪئي تہ سندس شهيد ٿيڻ کان پوءِ محرز بن ثابت کي لشڪر مٿان امير ڪن ۽ جيڪڏهن محرز بہ شهيد ٿي وڃي تہ سعيد اڳواڻ ٿي رهي. راجا ڏاهر هڪڙي سفيد هاٿيءَ تي سوار هو هودي اندر سندس بہ ٻانهيون ٻنهي پاسن کان هيون، جن مان هڪڙيءَ کيس پان جا بيڙا ٺاهي پئي ڏنا ۽ ٻيءَ تير ڪڍي پئي ڏنا.

اسلامي لشڪر جا گهوڙا هاٿين کي ڏسي ٿهڻ لڳا. محمد بن قاسم ٻرندڙ تيرن اڇلائڻ لاءِ حڪم ڏنو. جن کي ڏسي دشمن جي هاٿين ۾ تاڪوڙو پئجي ويو ۽ سوارن کي ڪيرائي بدحواسيءَ جي عالم ۾ ميدان ڇڏي ڀڳا. جنهن ڪري ڪيترا سنڌي سپاهي هاٿين جي پيرن هيٺان چيپياتجي مري ويا. هڪڙو ٻرندڙ تير ڏاهر جي هودي کي لڳو جنهن ڪري سندس هاٿي بدمستيءَ جي حالت ۾ ويجهي تلاءَ ڏانهن ڀڳو. ڏاهر هيٺ لهي گهوڙي تي چڙهڻ لڳو تہ شجاع اعرابيءَ ترار جي هڪڙي ڌڪ سان کيس ماري وڌو.[1]

ڏاهر جي لشڪر ميدان ڇڏي وڃي الور جي قلعي ۾ پناهہ ورتي. عرب فاتحن ڏاهر جي سسي وڏي نيزي تي چاڙهي گهمائي. ڏاهر جي ماڻهن کي سندس مارجي وڃڻ جي پڪ ٿي. محمد بن قاسم اعلان ڪيو تہ جيڪو مسلمان ٿيندو يا جزيہ ادا ڪندو، تنهن کي آزاد ڪيو ويندو. الور کي مضبوط عالم پناهہ ڏنل هئي، جنهن جي اندران شهر وارن ڪيترن مهينن تائين فاتحن سان مقابلو ڪيو. آخر تنگ ٿي هنن بہ شرط پيش ڪيا: (1) شهر وارن مان ڪنهن کي بہ قتل ڪيو نہ وڃي ۽ (2) مسلمان بت خاني سان ڪابہ ڇيڙڇاڙ نہ ڪن. محمد بن قاسم سندن ٻئي شرط منظور ڪيا ۽ هينيان لفظ چيا:

"المعبدالا ڪکنائس النصاري واليهود و بيوت نيران المجوس"

(هندستان جا بت خانا بہ عيسائين ۽ يهودين جي عبادتگاهُن ۽ مجوسين جو آتش ڪدن جهڙا آهن.)

قلعي ۾ داخل ٿيڻ وقت، ٻائيءَ پاڻ کي قلعي جي ديوار تان هيٺ ڪيرائي خودڪشي ڪئي.[2] "چچنامي" ۾ لکيل آهي تہ فاتح عربن کي الور جي قلعي

---

1 ـ ابن خلدون، جلد ـ 5، ص ـ 279.

2 ـ فتوح البلدان: بلاذري، ص ـ 439.

مان ست هزار قيدي هٿ لڳا. جن ۾ ڏاهر جي راڻي لاڏي ۽ ڏاهر جي ڀائٽي سندريءَ کان سواءِ ٻيهه ٻيون شهزاديون هيون. ان کان سواءِ بي شمار خزانو هو. مٿيان سمورا قيدي خزانن ۽ ڏاهر جي سسيءَ سميت ڪيچ مڪران جي رستي کان بصري ڏانهن روانا ڪيا ويا.

## فتح برهمڻ آباد:

ڏاهر جي قتل ٿيڻ کان پوءِ، سندس پٽ جئسيه وٽ محمد علافيءَ سميت 15 هزار لشڪر هو. ٻنهي کي وزير سياڪر، برهمڻ آباد جي قلعي ڏانهن وڃڻ لاءِ صلاح ڏني، جت بي شمار خزانو دفنايل هو. ابن خلدون لکي ٿو ته. برهمڻ آباد (برهناباد) سنڌ ۾ ٻيو نمبر شهر هو. هتي جو قلعو هندستان جي مضبوط قلعن مان هو.جئسيه سنڌ جي سيني راڻن کي ڏاهر جي مارجي وڃڻ جي خبر موڪلي، ڪانئن مدد لاءِ گهر ڪئي. ٻئي پاسي غازي محمد بن قاسم صوبن جي سيني حاڪمن لاءِ پڌرائي ڪئي ته جيڪو اطاعت قبول ڪندو، تنهن کي امان ڏبي ۽ سندن مذهب ۾ ڪوبه دخل نه ڏبو ۽ سيني جون خطائون معاف ڪبيون. ڏاهر جي وزير سياڪر، جنهن وٽ سرانديپ جا قيدي هئا، تنهن غازي موصوف جي اعلان کي غنيمت ڄاڻي معافيءَ لاءِ طلب ڪئي، جا ڪيس ڏني ويئي. الور ۽ برهمڻ آباد جي وچ ۾ دهليلہ جي حاڪم نيوبه بن ڏارن، 16000 لشڪر سان مقابلو ڪيو پر شڪست کائي پيش پيو. محمد بن قاسم وزارت جو قلمدان سياڪر جي سپرد ڪيو.

برهمڻ آباد جي قلعي کي چار دروازا هئا: 1۔ جر ٻيڙي، 2۔ ساهتيا، 3۔ منهڙو ۽ 4۔ سالباهه. جن مٿان جئسيه چار سپه سالار فوجن سميت مقرر ڪيا هئا. سنڌين جي هيءَ آخري جنگ هئي. سندن فوجين جو تعداد 40 هزار هو. ماهه رجب ۾ عرب لشڪر برهمڻ آباد کي ويجهو پهتو. فاتح سنڌ لشڪر کي خندقن کوٽڻ لاءِ حڪم ڏنو. ماهه ذي الحج سنه 94هه (سنه 712ع) ڌاري جنگ شروع ٿي. جئسيه گوريلا جنگ شروع ڪئي ۽ سڄي علائقي کي ويران ڪري

"معصومي" ۽ "تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي ته محمد بن قاسم جي قلعي جي ديوارن هيٺان پهچڻ وقت، ڏاهر جي پيڻ ٻائيءَ پاڻ کي قلعي جي ديوارن تان هيٺ ڪيرائي خودڪش: ڪئي. چچ نامي ۾ لکيل آهي ته ٻائي ٻين شهزادين سميت برهمڻ آباد ڏانهن وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ راجپوتن جي "رسم جوهر" ادا ڪري، سهيلين سميت چکيا تي چڙهي پنهنجو خاتمو ڪيو. ڏاهر جي راڻي لاڏيءَ سان خليفي جي اجازت سان محمد بن قاسم شادي ڪئي.

Kalichbeg Faridunbeg: The Chachnamah, PP.130-147

چڙهيائين، جيئن اسلامي لشڪر کي سامان رسد ۽ جانورن لاءِ گاهه ملي نه سگهي.

محمد بن قاسم پنهنجن سپهه سالارن مان بنانه بن حنضله، عطيه ثعلبي، صادم بن سارم همداني، عبدالملڪ مدني ۽ ماڪا بن بسايا کي سوارن جي دستي سان روانو ڪيو. هنن اهڙي بهادريءَ سان جنگ ڪئي، جو دشمن جا پير ميدان مان اکڙجي ويا. جئسيه راجپوتانا جي صحرا ڏانهن ڀڄي ويو. محمد علافي جان بچائي ڪشمير ڏانهن ڀڄي ويو جِت هن وفات ڪئي. سندس پويان ڪشمير ۾ رهڻ لڳا، جت هنن مسجديون تعمير ڪيون.[1] ڇهن مهينن جي گهيري کان پوءِ شهر وارن برهمڻ آباد جي قلعي جا در پٽيا. محمد بن قاسم مٿن جزيه مقرر ڪري بت خانن کي قائم رکيو. وري جن مقابلو ڪيو سي مارجي ويا. ان کان پوءِ شهر بااثر ماڻهن جي حوالي ڪري محمد بن قاسم الور ڏانهن موٽيو.

برهمڻ آباد کي ماهه محرم سنه 94هه (سنه 712ع) ۾ فتح ڪرڻ کان پوءِ محمد بن قاسم سهتن کي امان ڏيئي، مٿن خفيف جزيه مقرر ڪرڻ کان پوءِ الور ڏانهن موٽيو جتي ڏاهر جو ننڍو پٽ فيوفي، جئسيه جي اشاري تي جنگ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو ليڪن الور جا باشندا، جن کي تسلي هئي ته مسلمان فاتح وعدي جا پڪا آهن، سي پيش پوڻ لاءِ صلاحون ڪرڻ لڳا. فيوفي شهر وارن باشندن جي ارادن کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ، شهر ڇڏي ويو. محمد بن قاسم رواح بن اسد کي الور مٿان نائب مقرر ڪري، موسيٰ بن يعقوب بن طائي بن محمد بن شيبان بن عثمان ثقفيءَ کي شهر مٿان قاضي مقرر ڪري ۽ کيس انصاف لاءِ تاڪيد ڪري اڳتي وڌيو.

---

1ـ محمد علافيءَ جي ڪشمير ڏانهن ڀڄي وڃڻ ۽ سندس پوين جون مسجدون تعمير ڪرائڻ جو بيان "چچنامي" ۾ ڏنل آهي. ان جي معنيٰ ته ڪشمير ۾ اسلام سندس معرفت پهتو. مگر ڪشمير جي تاريخن ۾ اهڙو بيان ڏنل ڪين آهي. ڪشمير جي راجائن مان سنه 715هه (سنه 1315ع) ۾ سنيهه ديو حڪومت ڪندو هو. سندس مرڻ کان پوءِ راجا رنجن ڪشمير جي گاديءَ تي ويٺو. جنهن شاهه منير نالي هڪڙي مسلمان کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو. سنه 747هه (سنه 1346ع) ۾ شاهه منير ڪشمير تي قبضو ڪري، "شمس الدين" جي لقب سان حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. شاهه منير پهريون مسلمان هو جو ڪشمير ۾ وارد ٿيو هو. سلاطين ڪشمير مان سنه 780هه ۾ سلطان شهاب الدين، سيد علي همدانيءَ لاءِ هڪڙي خانقاهه تعمير ڪرائي. مٿين بيان موجب ڪشمير ۾ اسلام غازي محمد بن قاسم کان ٿورو پوءِ پکڙيو. جيڪڏهن محمد علافي ڪشمير ۾ پهريون مسلمان هجي ها ته ضرور ڪشمير جي تاريخ ۾ سندس ذڪر ڏنل هجي ها.

ڪشمير جي بيان لاءِ ڏسو ڪتاب "مراة الڪونين": مولوي غلام نبي فردوسي، ص ـ 495، نولڪشور، لکنوءِ.

## فتح بابيا، اُچ ۽ ملتان:

بابيا جو مشهور قلعو بياس نديءَ تي هو هتي جو حاڪم ڪڪسي بن چندر ڏاهر جو سؤٽ هو. ڏاهر سان جنگ وقت مددگار هو. ڏاهر جي قتل ٿيڻ کان پوءِ قلعي ۾ اچي لڪو هو. هن عرب لشڪر جي پهچڻ وقت شهر کان نڪري اچي ان جو استقبال ڪيو. غازي محمد بن قاسم خوش ٿي کيس پنهنجو وزير مقرر ڪيو ۽ شهر جون مالي واڳون سندس سپرد ڪري، بياس ندي ٽپي، اُچ (اسڪلندھ).[1] جي قلعي تي ڪاھ ڪئي. هتي جو حاڪم ملتان جي راجا جو ڀاڻيو هو. ستن ڏينهن تائين مقابلي ڪرڻ کان پوءِ هو ملتان ڏانهن ڀڄي ويو. اسڪلنده فتح ڪرڻ کان پوءِ اسلامي لشڪر سڪ جي قلعي تي ڪاھ ڪئي، جو راوي نديءَ جي ڏکڻ ۾ هو. هتي جو حاڪم بجيراءِ سترهن ڏينهن تائين مقابلي ڪرڻ کان پوءِ ڀڄي ويو.

محمد بن قاسم قلعي مٿان عتبہ بن سلمہ کي حاڪم مقرر ڪري، راوي ندي ٽپي، ملتان تي گهيرو ڪيو. ملتان جو راجا، چندر جو پٽ گرسيہ ٻن مهينن تائين مقابلي ڪرڻ کان پوءِ، شهر ڇڏي ڪشمير ڏانهن ڀڄي ويو. ملتان جي آفتاب جي مندر "بيت الذهب" مان فاتحن کي دفنايل خزانو 3 ڪروڙ ربيا هٿ لڳو. ياد رهي تہ سنڌ جي شهرن ديبل، سيوستان، نير ڪوٽ ۽ الور مان جيڪي خزانا هٿ لڳا هئا، تن جو پنجون حصو حجاج بن يوسف ڏانهن روانو ڪيو ويو هو باقي لشڪر ۾ ورهايو ويو هو پر ملتان مان جيڪو خزانو هٿ لڳو هو سو جهازن رستي ديبل ۽ بصري کان دمشق ڏانهن روانو ڪيو ويو.[2] محمد بن قاسم ملتان شهر مٿان دائود بن نصر عمانيءَ کي حاڪم ۽ قلعي مٿان ازهر مدنيءَ کي سپہ سالار مقرر ڪري، ڪيرج ڏانهن وڌيو. ان وقت عرب لشڪر جو تعداد پنجاھ هزار هو جنهن ۾ گهڻا سپاهي هندو هئا.

## فتح ڪيرج ۽ قنوج:

ڪيرج جو راجا دروهراءِ هو جنهن آڻ مڃي، ڪيرج فتح ڪرڻ کان پوءِ محمد بن قاسم ديپالپور ڏانهن وڌيو جو ملتان ۽ لاهور جي وچ ۾ وڏو شهر هو.

---

1 ـ "چچنامي" ۾ اسڪلندھ بدران "غولڪنبدھ" لکيل آهي، حالانڪ گولڪنبدھ هاڻوڪي حيدرآباد دکن جو نالو هو.

2 ـ التنبيہ والاشرف: مسعودي، ص 101_102. معجم البلدان: ياقوت حموي، جلد_8، ص_ 201. ڪتاب الهند: بيروني، ص_116. سنہ 45_1844ع ڊاري، جرنل ايشياٽڪ سوسائٽي، بنگال ۾ ملتان جي مندر جو سربستو احوال شايع ٿيو هو. (صوفي پرنٽنگ پريس)

ديپالپور ۾ جامع مسجد تعمير ڪرائڻ کان پوءِ ابن عبدالملڪ بن تميم کي شهر ملتان حاڪم مقرر ڪري، ابو حليم شيباني ءَ کي ڏهہ هزار لشڪر سان قنوج فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو ويو. غازي محمد بن قاسم جي هيءَ پوئين منزل هئي، ليڪن بعض انگريزي تاريخن ۾ لکيل آهي تہ هن قنوج، راجپوتانا، چتور، ڪڇ ۽ گجرات تائين ملڪ فتح ڪيا هئا.[1]

"چچنامي" ۾ قنوج جي راجا جو نالو چندر جهشال ڏنل آهي. "تاريخ راجستان" ۾ محمد بن قاسم جي اُدئيپور تي ڪاهہ جو ذڪر ڏنل آهي.[2] ان کان سواءِ "مختصر تاريخ هند" ۾ بيان آهي تہ محمد بن قاسم ڪشمير کان ڪڇ، مارواڙ راجپوتانا ۽ مالوهہ جي سرحد تائين ملڪ فتح ڪيا هئا.[3] بهرحال سنڌ جي فتوحات مان اسلامي لشڪر کي تيرهن ڪروڙ پنجهتر رپين جو مال ۽ ٽيهہ هزار غلام ۽ ٻانهيون هٿ لڳيون هيون. حجاج بن يوسف دمشق جي خزاني مان سٺ هزار درهم خرچ ڪيا هئا.[4] شام جو قصر عميرا، جو اموين جو حمام هو تنهن جي هڪڙيءَ ديوار تي راجا ڏاهر جي تصوير ڏنل آهي.

**محمد بن قاسم جي موت بابت مؤرخن جون غلطيون:**

"چچنامي" کان وٺي "تحفة الڪرام" تائين سنڌ جي تاريخن ۾ لکيل آهي تہ غازي محمد بن قاسم ڏاهر جي راڻي لاڏيءَ سان شادي ڪئي ۽ ڏاهر جي ٻن ڌيئرن، سورج ديوي ۽ پرمل ديويءَ کي مال غنيمت سان دمشق جي دربار ڏانهن روانو ڪيو. شهزادين ۾ ڏاهر جي ڀاڻيجي سندري بہ هئي، جنهن جي وليد بن عبدالملڪ، عبدالله بن عباس سان شادي ڪرائي، مگر ان مان ڪيس ڪو اولاد نہ ٿيو. راجا ڏاهر جي ڌيئرن جي سازش سان ۽ سندن دروغ بيانيءَ ڪري، خليفي متن اعتبار ڪري، فاتح سنڌ کي ڏڳي جي کل ۾ سبرائي مارائي ڇڏيو.

متئين غلط واقعي کي سيني فارسي مؤرخن نقل ڪيو آهي. ايلفنسٽن بہ پنهنجي تاريخ ۾ نقل ڪندي لکيو آهي تہ، سڀ فارسي مؤرخ ان ڳالهہ تي متفق آهن. مولوي عبدالحليم شرر پهريون مؤرخ هو جنهن پنهنجي "تاريخ سنڌ"

1 - J.Marchan: Abridgment of the History of India, P 18

2- J.Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol.I.

3_ مختصر تاريخ هند: سيد ابو ظفر ندوي، ص_35، مولانا اڪبر شاهہ "تاريخ اسلام" جلد پهرئين ۾ لکي ٿو تہ محمد بن قاسم سورت تائين ملڪ فتح ڪيا هئا، ڏسو ص_111.

4_ تاريخ هندستان: مولوي ذڪاءُ الله، جلد_1، ص_ 246، علي ڳڙهہ.

نوٽ: اُموي خليفن مان وليد پهرئين يا وليد ثانيءَ عيسوي 8 صديءَ ڌاري جيڪو قصر عميرا تعمير ڪرايو هو جنهن جي ديوارن تي تصويرون ڏنل آهن. تن ۾ هڪڙي تصوير راجا ڏاهر جي آهي. اهي تصويرون آرٽ جو هڪ نادر نمونو آهن.

جلد پهرئين، 1907ع واري ايڊيشن ۾ مٿئين غلط بيان جي ترديد ڪئي. هيءَ افسانو "چچنامي" ۾ محمد بن علي ۽ ابوالحسن همدانيءَ جي روايتن سان ڏنل آهي ۽ ان افساني کي فرشته، مير معصوم، قاضي منهاج الدين جورجاني ۽ مير علي شير قانع ٺٽوي جهڙا مؤرخ اکيون ٻوٽي نقل ڪندا آيا آهن. جيڪڏهن مٿيان مؤرخ طبري، ابن اثير يا ابن خلدون جي تاريخن جي ورق گرداني ڪن ها ته جيڪر مٿين غلطي هرگز ڪانه ڪن ها.[1]

حقيقت هن ريت آهي ته حجاج بن يوسف سنه 95هه ۾ وفات ڪئي. سندس جاءِ تي سندس پٽ عبدالله بن حجاج عراق جو والي ٿيو. تنهن کان پوءِ ماهه جمادي الثاني سنه 96هه (سنه 715ع) ۾ وليد بن عبدالملڪ شام جي شهر دير مران ۾ وفات ڪئي. مرڻ کان اڳ، هن پنهنجي پٽ کي وليعهد ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. ان ڪري جن جن عالمن ۽ سندن ماتحت عملدارن وليد جي تائيد ڪئي هئي، تن سليمان بن عبدالملڪ جي تخت تي ويهڻ کان پوءِ ذلت آميز سزائون ڀوڳيون. سليمان هوندئن ته نهايت خوبصورت هو، ناچ ۽ راڳ کان ڪيس نفرت هئي، پر سخت مزاج ۽ لغويت ڪري مشهور هو.

بني اُميه دؤر جا جيڪي به جليل القدر فاتح هئا، تن سان هن ناانصافيءَ جي هلت ڪئي هئي. مثلا موسيٰ بن نصير فاتح آفريڪا ۽ اندلس، جو مروان جي خاندان مان هو. تنهن کي وليد بن عبدالملڪ، طارق بن زياد فاتح اندلس سميت، دمشق اچڻ لاءِ دعوت ڏني هئي، ٻئي فاتح جڏهن مال غنيمت سميت دمشق پهتا هئا، ان ساڳئي ڏينهن وليد انتقال ڪيو هو. موسيٰ بن نصير وقت جو وڏو فاتح، فصيح ۽ بليغ خطيب ۽ واعظ هو جنهن وقت جي سلاطين کي جهڪايو هو. سليمان سندس سموري جائداد ضبط ڪري، مٿس 2 لک دينار ڏنڊ وڌو. مٿينءَ سزا ۾ هو پويان ڏينهن بدوين ۾ نهايت مفلسيءَ سان گذاري اسي ورهين جي عمر ۾ پريشانيءَ جي حالت ۾ وفات ڪري ويو.

حضرت طارق بن زياد جهڙي بهادر فاتح کي سليمان عهدي تان لاهي ڇڏيو ڪيو پوءِ هو يمنين جي عداوت ڪري پويان ڏينهن گمناميءَ جي حالت ۾ گذاري ويو. قتيبه بن مسلم فاتح فرغانه ۽ سمرقند کي، هن خراسان ۾ مارائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح حجاج بن يوسف جيڪي به عملدار مقرر ڪيا هئا، تن سڀني کي سليمان عهدي تان لاهي ڇڏيو ڪيو. ساڳيءَ طرح غازي محمد بن قاسم کي به سليمان بن عبدالملڪ معزول ڪري، يزيد بن ابي ڪبشه سڪسڪيءَ

---

1۔ اخبارالاندلس: سي- پي. اسڪاٽ، جلد-1، ص 248-350، اردو ترجمو از محمد خليل الرحمان، لاهور، 1340هه.

کي سنڌ مٿان نائب ڪري روانو ڪيو جنهن هن کي ٽاٽ جا ڪپڙا پهرائي، پيرن ۾ زنجير وجهي، قيدين وانگر، معويہ بن مهلب جي نگرانيءَ هيٺ، دمشق ڏانهن روانو ڪيو. سليمان ڪيس واسط جي جيل ۾ قيد ڪيو جتي عراق جي عامل صالح بن عبدالرحمان فاتح سنڌ کي طرحين طرحين سزائون ڏيئي مارائي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ صالح بن عبدالرحمان کي بہ حجاج بن يوسف سان خصومت هئي.[1]

## بني اميہ دؤر جا سنڌ جا گورنر:

### حبيب بن مهلب:

يزيد بن ابي ڪبشہ سنڌ ۾ پهچڻ کان پوءِ جلد وفات ڪري ويو. سليمان بن عبدالملڪ بصري جي حڪومت يزيد بن مهلب جي حوالي ڪئي، جنهن پنهنجي ڀاءُ حبيب بن مهلب کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. سندس ڏينهن ۾ ڄئسيہ راجپوتانا کان سنڌ ۾ وارد ٿي، برهمڻ آباد ۽ اروڙ جي قلعن تي قبضو ڪيو مگر حبيب مٿين شهرن جي باغين کي پوري سزا ڏني، ڄن ڄئسيہ جي اطاعت ڪئي هئي. حبيب اڃا سنڌ ۾ هو تہ ماهہ صفر سنہ 99هہ ۾ سليمان بن عبدالملڪ دابق جي شهر ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ، حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ خلافت تي ويٺو.

### عمر بن مسلم باهلي:

حضرت عمربن عبدالعزيز رضي الله عنه، يزيد بن مهلب جهڙي ظالم کي گرفتار ڪرائي، عدي بن ارطات کي عراق جو والي مقرر ڪيو جنهن حبيب بن مهلب کي معزول ڪري قتيبہ بن مسلم باهليءَ جي ڀاءُ عمر بن مسلم باهليءَ کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. حضرت عمر بن عبدالعزيز سنڌ جي راجائن ڏانهن هڪڙي فرمان موجب اسلام جا دعوت ناما مُڪا. مٿينءَ دعوت تي ڏاهر جي پٽ ڄئسيہ ۽ گهڻن هندو راجائن اسلام قبول ڪري پاڻ تي عربي نالا رکيا. ان کان سواءِ ملڪ ۾ گهڻا سڌارا ڪيا ويا ۽ سنڌ جي رعايا تان ناجائز ٽئڪسون، جيڪي حجاج مقرر ڪيون هيون، لاٿيون ويون.

عمر بن مسلم باهليءَ ڪڇ جي راجا کي شڪست ڏني. 25 رجب سنہ 101هہ ۾ عمر بن عبدالعزيز وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ يزيد بن عبدالملڪ گاديءَ تي ويٺو. ان جي ڏينهن ۾ ابن مهلب بغاوت ڪري، اهواز فارس، ڪرمان ۽ سنڌ

---

1 ـ تاريخ اسلام: مولانا اڪبر شاهہ جلد ـ1، ص ـ 115.

تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ عدي بن ارطات کي بصري مان ڀڄائي، شام تي ڪاهه ڪرڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. امام حسن بصري سندس مخالفت ڪئي. يزيد بن عبدالملڪ پنهنجي ڀاءُ مسلم بن عبدالملڪ کي لشڪر ڏيئي، ابن مهلب جي مقابلي تي روانو ڪيو. عقير جي ميدان ۾ يزيد ۽ سندس ڀاءُ حبيب مارجي ويا. آل مهلب وارا بصري کان جهازن ذريعي قندابيل پهتا. مگر خلافت جي باغي هئڻ سبب سڀ هلال بن ا وز هتان مارجي ويا ۽ هلال، ابو عتبه بن مهلب ۽ عثمان بن مفصل کان سواءِ سيني جا مٿا وڍرائي دمشق ڏانهن روانا ڪيا. يزيد بن عبدالملڪ بغاوت کي مٿائڻ کان پوءِ پهريائين مسلمه کي عراق جي حڪومت ڏني. پوءِ عمرو بن هبيره کي گورنر مقرر ڪيو. 25 شعبان سنه 105هه ۾ يزيد بن عبدالملڪ بلقاءِ ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ هشام بن عبدالملڪ دمشق جي تخت تي ويٺو.[1] هي پويون اموي فرمانروا هو جنهن ڏهڻي سان حڪومت ڪئي. ڪانئس پوءِ جيڪي دمشق جي تخت تي ويٺا، تن ۾ نااتفاقي هئي، جنهن ڪري عباسي تحريڪ زور وٺندي ويئي ۽ رفتي رفتي عباسي سڄي ملڪ جا حاڪم بنجي ويا.

### جنيد بن عبدالرحمان مري:

سنه 105هه ۾ هشام بن عبدالملڪ دمشق جي تخت تي ويهڻ کان پوءِ ابن هبيره کي بصري جي گورنريءَ تان معزول ڪري خالد بن عبدالله قسريءَ کي عامل مقرر ڪيو جنهن عمر بن مسلم باهليءَ کي سنڌ جي عهدي تان معزول ڪري، جنيد بن عبدالرحمان مريءَ کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. مٿيون واقعو سنه 107هه (سنه 725ع) ۾ ٿيو. جنيد بهادر ۽ مدبر حاڪم هو. سندس ڏينهن ۾ ڄئسيه پهريائين اندروني سازشون ڪرڻ لڳو پوءِ لشڪر گڏ ڪري جنگ لاءِ نڪتو جنهن ۾ آخر ڄئسيه پنهنجي ڀاءُ سميت گرفتار ٿي ويو ۽ ٻئي مارجي ويا.

هتان جنيد سنڌ جي سرحد ڪيرج ڏانهن وڌيو جتي جي راجا معاهدي کي ٽوڙي بغاوت برپا ڪئي هئي، مگر مقابلي جي طاقت نه ساري ڀڄي ويو. جنيد شهر تي قبضو ڪيو. مٿينءَ مهم ۾ هڪڙو هندو راجا اشندرابيد به جنيد جو مددگار هو. سنڌ جي اندروني سازشن کي مٿائڻ کان پوءِ سرحد کي مضبوط رکي، جنيد گجرات تي ڪاهه ڪئي. مرمد (مارواڙ) کي فتح ڪرڻ کان پوءِ، مانڊل (ويرمرا گام)، دهنج (پٽن) ۽ ڀڙوچ گوجرن کان فتح ڪيائين. سندس سپه سالار حبيب،

---

[1] ـ يزيد بن عبدالملڪ شرابي ۽ عياش هو. وٽس سلامه ۽ حبابه نالي ٻه خوبصورت ٻانهيون هيون، جن سان عيش ۽ عشرت ۾ وقت گذاريندو هو. حبابه جي مرڻ کان پوءِ ان جي غم ۾ مري ويو.

مالوهہ جي دولتمند تخت گاهہ اجين تي ڪاهي بيشمار دولت هٿ ڪئي.

علامہ بلاذريءَ جو بيان آهي تہ "جنيد منڊل، پڙوچ، سمنڊ رستي ڪان ۽ مالوهہ جو تختگاهہ اجين خشڪيءَ رستي، گجرات جي راجا کان فتح ڪيا." جنيد کي ايترو مال غنيمت هٿ لڳو جو لشڪر کي انعام ۽ اڪرام ڏيڻ کان پوءِ وٽس چار ڪروڙ درهم بچي پيا ۽ اوتري رقم بيت المال ڏانهن رواني ڪري چڪو هو. جملي اٺ ڪروڙ درهم بيت المال ڏانهن مڪا هئائين ۽ اوتري رقم فوجن ۾ ورهائي هئائين.

## تميم بن زيد عتبي:

سنہ 111هہ ڌاري جنيد سنڌ ڇڏي خراسان ڏانهن هليو ويو. خالد قسريءَ سندس جاءِ تي، تميم بن زيد عتبيءَ کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو. جنيد خراسان پهچي، طخارستان، بخارا ۽ سمرقند جي ترڪن کي شڪستون ڏنيون. سنہ 116هہ ۾ هن فاضلہ بنت يزيد بن مهلب سان شادي ڪئي، جنهن ڪري هشام متس ناراض ٿيو. ڇاڪاڻ جو هشام کي مهلب جي خاندان سان دشمني هئي. خليفي، جنيد کي معزول ڪري عاصم بن عبدالله بن يزيد هلاليءَ کي خراسان جو والي مقرر ڪيو. جنهن ڏينهن هو مرو پهتو ساڳئي ڏينهن جنيد وفات ڪئي.

تميم بن زيد سست هو. سندس غفلت ڪري سنڌ جي عربن جو زور گهٽجڻ لڳو. سندس ناڪاميءَ جو وڏو سبب هن ريت هو تہ سندس ڏينهن ۾ ڪنهن باهمي نااتفاقيءَ جي ڪري عربن جي قبيلن ۾ فساد پئجي ويو. هو ڪمزور جماعت جو طرفدار ٿيو. تنهن ڪري سنڌ جا عرب سندس مخالف ٿي بيٺا. سندن خوف ڪري عراق وڃڻ جي ارادي سان ديبل پهتو ۽ اُتي جي "ماءِ الجواميش" ڍنڍ جي ڪناري تي اجل جو شڪار ٿي ويو.

## حڪم بن عوام ڪلبي:

تميم کان پوءِ، خالد جي سفارش سان، حڪم بن عوام ڪلبي سنڌ جو والي ٿي آيو ۽ پاڻ سان فاتح سنڌ غازي محمد بن قاسم رحہ جي فرزند عمرو کي ساڻ وٺي آيو، جو پيءُ وانگر فن سپہ گيري ۾ ماهر هو. حڪم جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت ابتر هئي. نندين ڳوٺن کان سواءِ شهر جا نو مسلم سڀ مرتد ٿي ويا هئا. شهرن ۾ امن امان ڪين هو. تنهن ڪري هن سنڌو نديءَ جي ڇوڙ کان اوڀرندي طرف نئون شهر "محفوظہ" آباد ڪرايو. عمرو بن محمد بن قاسم گهڻيون سويون حاصل ڪيون. سندس سوين جي يادگار لاءِ سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪپ تي هڪڙي بيٺ تي هڪ ٻيو "منصوره" تعمير ڪرايو ويو. جو

پڇاڙيءَ ۾ سنڌ جو تختگاهہ ٿي رهيو. سنڌ جا جيڪي بہ شهر دشمنن فتح ڪيا هئا، سي حڪم جي زماني ۾ عمرو فتح ڪيا هئا.

6 ربيع الثاني سنہ 125هہ ۾ هشام بن عبدالملڪ وفات ڪئي ۽ سندس گاديءَ تي وليد بن يزيد عبدالملڪ ويٺو جنهن خالد قسريءَ کي عراق جي گورنريءَ تان معزول ڪري، يوسف بن عمرو کي گورنر مقرر ڪيو. يوسف ثقفيءَ خالد جي مقرر ڪيلن والين سان بدسلوڪي اختيار ڪئي. خالد، حڪم بن عوامہ جو مربي هو. هوڏانهن هو عراق جي گورنريءَ کان معزول ٿي ويو ۽ هيڏانهن ساڳئي وقت حڪم بن عوامہ هندن جي هڪڙي لشڪر سان سنڌ ۾ وڙهندي شهيد ٿي ويو. حڪم جي ڏينهن ۾ ڪيترائي سنڌي عراق، حجاز ۽ دمشق ۾ وڃي ساڪن ٿيا هئا ۽ ڪيترائي ملازمت ۽ فوجي نوڪرين سانگي عراق ۽ شام تائين پهتا هئا. وليد ابن يزيد شرابي هو ايتري قدر شراب جو شوقين هو جو هن شراب جو هڪڙو حوض تيار ڪيو هو.[1]

## عمر بن محمد بن قاسم:

حڪم جي شهادت کان پوءِ، يوسف بن عمرو ثقفيءَ عمرو بن محمد بن قاسم کي سنڌ مٿان والي مقرر ڪيو. سندس ڏينهن ۾ مسلمانن هندن کي شڪستون ڏنيون. سندس ڏينهن ۾ عربي زبان ترقي ڪئي. سنڌي شعراءِ ڪرام جو بيان موقعي سر ڏبو.

## زيد بن عرار:

وليد بن يزيد، عمر جي رقيب زيد بن عرار کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. سندس ڏينهن ۾ رعايا ظلمن کان گهڻو تنگ ٿي. ان کان سواءِ شاهي خاندان جي فردن ۾ ڏقيڙ پئجي ويو. نتيجو هي نڪتو جو 28 جمادي الثاني سنہ 126هہ، وليد بن يزيد قتل ٿي ويو ۽ سندس سؤٽ يزيد بن وليد بن عبدالملڪ دمشق جي تخت تي ويٺو جو يزيد الناقص جي لقب سان سڏجڻ لڳو مگر سندس عمر وفا نہ ڪئي ۽ 20 ذوالحج 126هہ ۾ وفات ڪري ويو. سندس گاديءَ تي ابراهيم بن وليد بن عبدالملڪ ويٺو. بني اميہ حڪومت اندروني سازشن ڪري تيزيءَ سان تنزل ڏانهن قدم کڻڻ لڳي.

بنو هاشم جي نوجوانن پوري مضبوطيءَ سان بغاوت ۽ مخالفت جي سلسلي کي جاري رکيو مگر هينئر اهو وقت گذري چڪو هو جڏهن

---

1_ بني اُميہ جا ڪل 14 خليفا ٿيا. سندن زمانو 41هہ کان 132هہ تائين ختم ٿئي ٿو. معاويہ، عبدالملڪ، وليد ۽ هشام ۾ حڪومت هلائڻ جي قابليت هئي، باقي سمورا شرابي ۽ عياش هئا.

عبدالملڪ، وليد ۽ هشام جهڙا بادشاهہ دمشق جي تخت تي حڪومت ڪندا هئا. هينئر چوطرف بني عباس جا داعي ۽ نقيب پکڙجي ويا ۽ ابو مسلم خراساني جي خوفناڪ آواز ۽ ڪوشش جو اثر سڄي خراسان ۾ ٻڌجڻ لڳو. سنڌو نديءَ کان وٺي خراسان ۽ عراق تائين، جيڪي بہ قومون هيون، سي بني عباس جي طرفداري ڪرڻ لڳيون.[1] ٻن مهينن کان پوءِ، 24 صفر سنہ 127ھ ۾، ابراهيم بن وليد، مروان بن محمد بن مروان بن حڪم جي حق ۾ خوشيءَ سان خلافت تان دستبردار ٿيو. مروان بني اميہ خاندان جو پويون حاڪم هو.

## باغي منصور بن جمهور:

زيد بن عرار ۽ مروان بن حڪم جي ڏينهن ۾ منصور بن جمهور هڪڙي باغيءَ سنڌ ۾ پناهہ ورتي، هو زيد بن عرار جو مائٽ هو. عراق مان شڪست کان پوءِ هو سدوسان پهتو جتان ٻيڙيون جوڙائي، لشڪر گڏ ڪري، مهراڻ رستي هن منصوره جو گهيرو ڪيو ۽ سنہ 136ھ ۾ زيد بن عرار کي مارائي، سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ پنهنجي ڀاءُ منظور کي قندابيل ۽ ديبل مٿان حاڪم مقرر ڪري، ٻي فڪريءَ سان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳو. هي پويون بني اميہ هو.

## بني عباس جي خلافت جو زمانو:

13 ربيع الثاني سنہ 132ھ (25 ڊسمبر، سنہ 749ع) ۾ ابو مسلم خراسانيءَ جي ڪوشش سان ابوالعباس سفاح راءِ عامہ سان خليفو ٿيو.[2] ماهہ جمادي الثاني سنہ 132ھ (25 جنوري، سنہ 750ع) ۾ مروان هڪ لک فوج سان شڪست کاڌي، 25 رمضان، سفاح جي چاچي عبدالله بن عليءَ دمشق جي ديوارين مٿان عباسين جو ڪارو جهنڊو کوڙيو. بني اميہ وارن عاملن سنڌ تي اٽڪل چاليهہ ورهيہ حڪومت ڪئي، پوءِ عباسي خلافت جو دؤر شروع ٿيو. عباسي خليفا حضرت رسالت پناهہ ﷺ جن جي چاچي حضرت عباس بن

---

1_ ابو مسلم خراساني اصفهان ۾ ڄائو هو ۽ ڪوفي ۾ تعليم ورتي هئائين. پوءِ ابراهيم بن محمد بن عبدالله عباسيءَ جو مددگار ٿيو جنهن کيس "ابو مسلم" جو لقب ڏنو. سنہ 129ھ ۾ هن خراسان جي شهر مرو ۾ عباسين جو ڪارو جهنڊو بلند ڪيو. سندس ڪوشش سان عباسي ڪامياب ٿيا. مگر سلطنت هٿ ڪرڻ کان پوءِ شعبان 137ھ ۾ خليفي ابوجعفر منصور هن کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

2_ عباسين کان شڪست کائڻ کان پوءِ مروان چند رفيقن سان نيل نديءَ جي اولهندي ڪپ تي بصير نالي هڪڙي ڳوٺ ۾ وڃي لڪو جتي دشمنن هٿان 132ھ (15 آگسٽ 750ع) ۾ مارجي ويو. سندس پوين مان هشام بن عبدالملڪ جي پوٽي عبدالرحمان الداخل اسپين ۾ هڪ آزاد سلطنت جو پايو وڌو هو.

عبدالمطلب جو اولاد هئا. سندس پهريون حاڪم سفاح، ڇهن سٺن سون ورهين تائين حڪومت ڪرڻ واري خاندان جو باني هو.

## مفلس عبدي:

عباسي شهنشاهت جي ابتدائي زماني ۾ ابو مسلم خراساني، ان حڪومت جو باني ۽ نائب خلافت هو. سو منصور بن جمهور جي چالاڪين کان واقف هو. خراسان ابو مسلم جي هٿ هيٺ هو. جو سنڌ کي ويجهو هو. ابو مسلم، مفلس عبدي سيستانيءَ کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو تہ وڃي منصور کي گرفتار ڪري ۽ حڪومت پنهنجي هٿ ۾ وٺي. مفلس طخارستان کان هڪ فوج وٺي سنڌ ۾ وارد ٿيو. ديبل جو حاڪم منظور سندس هٿان مارجي ويو. مفلس منصوره پهتو، پر خود منصور بن جمهور هٿان مارجي ويو.

## موسيٰ بن ڪعب:

شاهي فوج جي شڪست ۽ مفلس جي مارجي وڃڻ ڪري، ابو مسلم سخت غصي ٿيو. هن سفاح کي اجازت لاءِ لکيو ۽ پوءِ هڪڙي بئي تجربيڪار عملدار موسيٰ بن ڪعب تميميءَ کي سنڌ ڏانهن چاڙهي مڪو. جو ويهن هزارن فوجن سان قندابيل پهتو. سندس قبيلي وارا جيڪي منصوره ۾ رهندڙ هئا، تن سان اڳواٽ خط و ڪتابت ڪري گهڻن کي پنهنجي طرف ڪيائين. پوءِ منصوره تي ڪاهي ويو. منصور هاٿي اڪيلو ٿي پيو جنهن ڪري شڪست کائي راجپوتانا ڏانهن ڀڄي ويو ۽ وري سندس پتو نہ پيو. سندس اهل و عيال جهازن تي چڙهي گجرات ڏانهن هليا ويا. سنہ 134هہ ۾ موسيٰ بن ڪعب سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو. هن منصوره جي مرمت ڪرائي، مسجدين ۾ اضافو ڪيو ۽ پوءِ وطن جي اڪير ۾ عراق ڏانهن هليو ويو. جتي 141هہ ۾ وفات ڪيائين. ماهہ ذوالحج سنہ 136هہ (9 جون، سنہ 754ع) ۾ ابوالعباس سفاح وفات ڪئي ۽ سندس ڀاءُ ابو جعفر منصور گاديءَ تي ويٺو.[1] منصور، ابو مسلم کي مارائي ڇڏيو. ابو مسلم عباسين جي طرفداري ڪندي ڇهہ لک ماڻهو مارايا هئا.

## عينيہ بن موسيٰ:

موسيٰ بن ڪعب پنهنجي پٽ عينيہ کي سنڌ جون واڳون ڏيئي ويو هو جو

---

1 ـ ابوالعباس پنهنجي ظلمن ڪري "سفاح" سڏبو هو. سندس پهريون تختگاهہ واسط هو. جو حجاج بن يوسف تعمير ڪرايو هو ۽ عراق ۾ بصري ڪوفي کان پوءِ ٽيون نمبر شهر و. سنہ 136هہ ۾ سفاح ڪوفي جي پرسان نئون شهر، مدينة الهاشميہ تعمير ڪرائي، ان کي تختگاهہ مقرر ڪيو جو عام طرح "هاشميہ" سڏبو هو.

ابو جعفر منصور جي اجازت سان سنڌ جو والي ٿيو.هو ناتجربيڪار هو. تنهن ڪري ربيعه ۽ يمني قبيلن وارا مٿس نڪتہ چيني ڪرڻ لڳا. جن کي هن ماراڻي ڇڏيو. مٿئين فعل ڪري سندس خلاف عراق تائين پڪارون ٿيڻ لڳيون ۽ ماڻهن ۾ عام ناراضپو پئجي ويو. جنهن تي هو خلافت کان برخلاف ٿي پنهنجي خودمختياريءَ جي دعوي ڪرڻ لڳو.

## عمر بن حفص عتڪي:

عينيہ بن موسيٰ جي بغاوت کي مٿائڻ لاءِ منصور بصري ۾ آيو ۽ هتان عمر بن حفص بن ابي صفوه عتڪيءَ کي سنڌ جي گورنريءَ جي سند ڏيئي روانو ڪيو. سنہ 142هہ ۾ عمر سنڌ ۾پهتو جتي گهٽائي اثر وارا معزز ماڻهو جن کي عينيہ تنگ ڪيو هو سندس رفيق ٿي بيٺا. عينيہ بہ واه نہ ڏسي امان گهري. عمر هن کي قيد ڪري خليفي ڏانهن مڪو.عينيہ کي بچڻ جي اميد ڪانہ هئي، تنهن ڪري واٽ تي وجهہ وٺي سيستان ويو جتي زرنج جي يماني عربن سندس سر وڍي منصور ڏانهن روانو ڪيو.

## عبدالله اُشتر:

سفاح پنهنجي خلافت جي زماني ۾ علوين کي خاموش رکڻ لاءِ کين انعام اڪرام ڏيئي خوش رکيو هو. عبدالله بن حسن کي بہ سفاح گهڻو مال ڏيئي خاموش رکيو هو مگر جڏهن منصور خلافت تي وينو تڏهن علوين کي خوش رکڻ بدران منجهانئس کين خطرو مهسوس ٿيڻ لڳو. عبدالله بن حسن پنهنجن بن پٽن محمد ۽ ابراهيم کي روپوش ڪيو. منجهانئن محمد پنهنجي پٽ عبدالله کي جو ''الاشتر' جي نالي سان مشهور هو بصري کان ڪي گهوڙا خريد ڪري ڏيئي، واپارين جي لباس ۾ سنڌ ڏانهن اثر وڌائڻ لاءِ مڪو ڇاڪاڻ تہ عمر بن حفص بن عباس جي انهن فوجي عملدارن مان هو جي علوين جي اطاعت ڏانهن مائل هئا ۽ محمد ۽ ابراهيم جي هٿن تي بيعت ڪري چڪا هئا. منصوره وارن عبدالله جي هٿ تي بيعت ڪئي.

سنہ 140هہ ۾ محمد مهدي ۽ سندس ڀاءُ ابراهيم ۽ عبدالله بن حسن مثنيٰ بن حسن بن عليءَ کي سندن رفيقن سميت حج جي موقعي تي، منصور جي حڪم سان، رياح بن عثمان مزنيءَ، مديني جي عامل، گرفتار ڪرايو. ڇاڪاڻ جو سنڌ کان وٺي مصر تائين عباسين جي خلاف علوين بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو هو. مٿئين واقعي کان پوءِ عمر بن حفص، عبدالله کي هڪڙي هندو راجا

جي پناهه هيٺ رکيو جنهن جي جماعت جو تعداد چار سؤ هو. مٿيون راجا حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ جي دعوت تي لبيڪ چئي مسلمان ٿيو هو ۽ هن پنهنجي ڌيءَ جي شادي عبدالله اشتر سان ڪرائي. سنه 151هه تائين عبدالله سنڌ ۾ مٿئين راجا وٽ پناهه گزين رهيو. ساڳئي سال خليفي منصور عمر بن حفص کي سنڌ مان گهرائي, مصر جو والي مقرر ڪيو. عبدالله اشتر ۽ سندس زيديه جماعت وارن جي ڪري سنڌ ۽ ملتان ۾ شيعيت جو رواج پئجي ويو.

## هشام بن عمرو تغلبي:

عمر کي گهرائڻ کان پوءِ منصور سندس جاءِ تي هشام بن عمرو تغلبيءَ کي سنڌ ڏانهن روانو ڪري کيس تاڪيد ڪيو ته, سنڌ جي راجا جنهن وٽ عبدالله اشتر پناهه گزين آهي, تنهن سان جنگ ڪري عبدالله کي قيد ڪري هن ڏانهن روانو ڪيو وڃي, مگر هشام پاڻ خاندان نبوت جو طرفدار هو ۽ ڪجهه وقت منصور کي حيلن ۽ بهانن سان ٽاريندو رهيو. اتفاق سان هڪڙي ڏينهن عبدالله اشتر ڏهن سوارن سان سنڌو نديءَ جي ڪناري تي سير ۽ شڪار ۾ مشغول هو ته اوچتو هشام جو ڀاءُ سفيح فوجن سميت سندس سامهون پيو. سفيح عبدالله کي گرفتار ڪرڻ جو ارادو ڪيو مگر عبدالله پنهنجن رفيقن سان جوانمرديءَ سان مقابلو ڪندي همراهن سميت وڙهندي شهيد ٿيو. سندس حرم جون ٻانهيون به قيد ٿي ويون, جن مان هڪڙيءَ جي پيٽان هڪڙو پٽ هوس. هشام سيني کي قيد ڪري, منصور ڏانهن روانو ڪيو. منصور عبدالله جي حرم کي مديني جي عامل ڏانهن روانو ڪيو ته سندس خاندان وارن جي حوالي ڪري. مٿئين ڇوڪري جو نالو محمد هو جو پوءِ "ابن الاشتر" جي نالي سان مشهور ٿيو.

هشام سڄيءَ سنڌ تي ڪشمير تائين قبضو ڪيو هو. سندس سپه سالارن مان عمر بن جمل جهازن جي دستي سان گجرات جي بندرن تي ڪاهون ڪيون ۽ مال غنيمت هٿ ڪري موٽيو. تنهن کان پوءِ هشام پاڻ جهازن جو دستو وٺي, گجرات جي بندر ڀڙوچ تي حملو ڪري, اتي يادگار لاءِ هڪڙي مسجد تعمير ڪرائي, جا گجرات ۾ پهرين مسجد هئي. منصور سندس اعليٰ قابليت کي ڏسي, ڪرمان جي حڪومت به سندس حوالي ڪئي. وري جڏهن وطن جي حب کيس ڪنيو تڏهن تحفن سميت بغداد پهتو.

جتي 157هہ ۾ وفات ڪيائين.[1]

## معبد بن خليل تميمي:

منصور سنڌ جي حڪومت معبد بن خليل تميميءَ جي حوالي ڪئي. هن جي ڏينهن ۾ 6 ذوالحج 158هہ ۾ منصور وفات ڪئي ۽ سندس پٽ مهدي بغداد جي خلافت تي ويٺو. معبد جي ڏينهن ۾ جاٽن فساد ڪيو.

## روح بن حاتم ۽ بسطام بن عمرو:

سنہ 159هہ ۾ معبد جي وفات کان پوءِ مهديءَ روح بن حاتم کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو پر هو جاٽن جي فساد کي دٻائي نہ سگهيو. جنهن ڪري مهديءَ بسطام بن عمرو کي سنڌ جي حڪومت ڏني.

عبدالله اشتر جي اچڻ ڪري سنڌ ۾ شيعيت زور ورتو مگر ان وقت جا شيعا اهڙا نہ هئا، جهڙا هينئر آهن. منجهانئن سبيہ فرقي جا ماڻهو شيخين کي بدشد ڳالهائڻ ڪو ثواب نہ سمجهندا هئا. شيعن ۽ سنين ڪا ٻن فرقن جي صورت اختيار نہ ڪئي هئي، نہ ڪي هنن پنهنجا پنهنجا ڪتاب ئي الڳ تيار ڪيا هئا. اختلاف تہ ان وقت پيدا ٿيو هو جڏهن هڪ طرف سنين، اشاعره جي اعتقاد کي پنهنجي لاءِ چونڊيو ۽ ٻئي طرف شيعن متعزلہ جي عقلي ۽ فلسفيانہ عقيدن کي پنهنجي لاءِ رٿيو. تنهن کان پوءِ فقہ، حديث ۽ سيني ننڍن کان ننڍن مسئلن ۾ ٻنهي پنهنجي لاءِ جدا جدا ڪتاب تصنيف ڪرڻ شروع ڪيا.

مهديءَ پنهنجي خلافت جي شروعات ۾ سنہ 159هہ (سنہ 766ع) ۾ عبدالملڪ بن شهاب کي ايراني نار کان جهازن جي رستي گجرات جي بندر باربد (ڀاڙڀوت) ڏانهن موڪليو جو ڀڙوچ جي سامهون، هو. سنہ 160هہ (سنہ 767ع) ۾ عبدالملڪ باربد تي قبضو ڪيو پر اتفاق سان لشڪر ۾ ويا پيئي، جنهن ڪري هڪ هزار مسلمان مري ويا.

بسطام بن عمرو هشام جو ڀاءُ هو پر منجهس هشام جهڙي همت ڪانہ

1ـ ابو جعفر منصور دجلہ جي اولهندي ڪپ تي، جت اڳ ساسانين جو تختگاهہ مدائن هو سنہ 149هہ ۾ نئون تختگاهہ بغداد، تعمير ڪرايو. ڪوفي ۽ بصري جي شهرن کي عالم پناهون ڏياريائين. هن ابو مسلم خراسانيءَ کي مارائي ڇڏيو جنهن تي ابو مسلم جي هڪڙي رفيق، سنباد، نيشاپور ۾ فساد ڪڙو ڪيو. ر منصور پاران جمهور بن مرار عجليءَ هٿان همدان جي جنگ ۾ شڪست کائي، طبرستان ڏانهن ڀڄي ويو جتي مارجي ويو. سندس ڏينهن ۾ شيعن جي هڪڙي فرقي، راونديہ بغاوت ڪئي، ايتري قدر جو انهن منصور جي محلات تي گهيرو ڪيو مگر باغي معن بن زائده هٿان مارجي ويا. سنہ 155هہ ۾ منصور "رفيقا" جو شهر تعمير ڪرايو. سندس وزير خالد بن برمڪ نومسلم هو جو ابو مسلم جو فوجي سردار هو. خالد بلخ جي بت خاني نووهار جو مغ زاده هو.

هئي. هشام ايتريون فتوحات ڪيون هيون، جو عباسي دؤر ۾ ٻئي ڪنهن عامل ڪونہ ڪيون هيون. مهديءَ بسطام کي معزول ڪري، روح بن حاتم کي ٻيهر سنڌ جو والي مقرر ڪيو. غرض تہ يارهن سالن جي عرصي اندر خليفي ٻارهن والي سنڌ تي مقرر ڪيا. جي پهچڻ شرط انتظام ڪرڻ کان اڳ هڪ ٻئي پٺيان معزول ٿيندا ويا. منجهانئن زبير بن عباس تہ بغداد ۾ ويهي سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳو جنهن ڪري سنڌ ۾ بدانتظامي وڌندي ويئي.

## مصبح بن عمرو تغلبي:

سنہ 161ھ (777ع) ۾ مصبح بن عمرو تغلبي سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. سندس ڏينهن ۾ نزاري (حجازي) ۽ يماني هڪ ٻئي خلاف ٿي بيٺا. جنهن ڪري سنڌ جي اسلامي حڪومت کي سخت نقصان رسيو. مصبح فسادن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو ۽ فساد جيئن جو تيئن وڌندا ويا.

## ليث بن ظريف:

سنہ 164ھ (سنہ 780ع) ۾ ليث بن ظريف سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. هو مهديءَ جو غلام هو. ٻن سالن تائين ڪيس جاٽن سان جنگ ڪرڻي پيئي. آخر جڏهن سنہ 165ھ (781ع) ۾ وٽس جهازن ذريعي تازه دم فوجون بصري کان پهتيون، تڏهن هو جاٽن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. 22 محرم سنہ 169ھ (آگسٽ 785ع) ۾ مهديءَ وفات ڪئي، ڪانئس پوءِ سندس پٽ هادي گاديءَ تي وينو. مگر سوا سال حڪومت ڪري سنہ 170ھ (786ع) ۾ وفات ڪيائين. سندس مئي کان پوءِ، ابو جعفر هارون الرشيد بغداد جي تخت تي وينو.

## سالم بن يونسي:

هارون ليث کي معزول ڪري سالم بن يونسيءَ کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. هن شائستگيءَ سان حڪومت هلائي، مگر جلد معزول ڪيو ويو.

## اسحاق بن سليمان:

سنہ 174ھ ۾ اسحاق بن سليمان هاشمي سنڌ جو والي مقرر ٿيو جو ديندار شخص هو. هن جي وفات کان پوءِ سندس پٽ يوسف جانشين ٿيو.

## طيفور بن منصور:

هارون الرشيد يوسف کي معزول ڪري طيفور بن منصور حميريءَ کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. سندس ڏينهن ۾ يمانيہ ۽ نزاريہ وارن جي جهيڙي جي باھ جا

شعلا اسپين تائين پهتا. سنڌ جا عرب خلافت جي ڪا پرواهہ ڪرڻ نہ لڳا.

### سعيد بن مسلم:

هارون رشيد فسادن کي مٽائڻ لاءِ طيفور کي معزول ڪري، سنڌ جي حڪومت سعيد بن مسلم بن قتيبہ جي حوالي ڪئي. ڪانئس اڳ جابر بن اشعت طائي بہ ناڪام ٿي معزول ٿيو هو. سعيد آرام طلب هو. هن پنهنجي ڀاءُ ڪثير بن مسلم کي پنهنجي پاران سنڌ جو والي بنائي روانو ڪيو. ڪثير پنهنجن بدخصلتن سببان معزول ٿي ويو.

### محمد بن عدي:

خليفي پنهنجي سؤٽ عيسيٰ بن جعفر بن منصور کي سنڌ جي حڪومت حوالي ڪئي، مگر عيسيٰ پنهنجي پاران محمد بن عديءَ کي نائب ڪري روانو ڪيو. محمد بن عدي ملتان تائين ڪاهي ويو، جتي ملتانين هٿان مال اسباب لٽائي شڪست کائي موٽيو.

### عبدالرحمان:

خليفي ان کي معزول ڪري عبدالرحمان کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو مگر هو بہ بدانتظامين کي مٽائي نہ سگهيو. تڏهن خليفي، ايوب بن جعفر سليمان کي موڪليو مگر اڳين والين وانگر هو بہ بدانتظامين کي مٽائينہ سگهيو.

### دائود بن يزيد:

سنہ 184هہ ۾ خليفي دائود بن يزيد کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو. هن وري پنهنجي ڀاءُ مغيره کي نائب ڪري مڪو. اجا اهو رستي تي هو تہ نزارين اهڙو فساد ڪيو جو حڪومت کي ان جي دٻائڻ جي طاقت نہ ٿي. فسادين پاڻ ۾ فيصلو ڪيو تہ سڄيءَ سنڌ کي چئن حصن ۾ ورهائجي.

هڪڙو حصو قريشن کي ڏنو وڃي، ٻئي حصي ۾ قيس وارا رهن، ٽئين حصي ۾ ربيع وارا رهن ۽ چوٿين حصي ۾ نزاري رهن: باقي يمانين کي لوڏي ڪڍجي. نزارين منصوره جا در پوري ڇڏيا ۽ مغيره کي شهر ۾ اچڻ نہ ڏنائون، تان جو نوبت جنگ تي پهتي. نزارين جي طاقت مضبوط هئي، تنهن ڪري يمانين کي مغيره سميت شڪست ڏنائون. مغيره ڪنهن ٻئي شهر ۾ وڃي رهيو. دائود، ڀاءُ جي شڪست جو ٻڌي، وڏي لشڪر سان سنڌ تي ڪاهي آيو. واٽ تي جيڪي نزاري نظر آيس، تن کي سيڪت ڏيندو منصوره جي ديوارين هيٺان

اڇي سهڙيو. ويهن ڏينهن جي جنگ کان پوءِ نزارين شهر جا در پٽيا. دائود سيني کي جوڳيون سزائون ڏنيون. جن جن شهرن ۾ سندن محلا هئا، سي ساڙائي ڇڏيائين. گهڻي خونريزيءَ کان پوءِ مس مس منصوره ۾ امن امان ٿيو. دائود شهرن جي هرهڪ کنڊ ڪڙڇ مان نزارين جون پاڙون پٽي ڇڏيون ۽ حڪومت کي دوباره مضبوط ڪيو.

## شيخ ابو تراب:

خليفي هارون الرشيد جي والين مان هڪڙو شيخ ابو تراب هو جو اولهندي سنڌ جي ساقوره (ساڪره) قلعي تي قابض هو. سندس مقبرو ٺٽي کان اٺن ميلن تي اڄ به وڏي زيارتگاهه آهي، جنهن تي سنه وفات 171هه لکيل آهي. هي مقبرو سنڌ ۾ هڪ جهوني يادگار عمارت آهي.

سنه 192هه (سنه 808ع) ۾ هارون الرشيد جي سڏ تي سنڌ جا به هندو طبيب، گنگا ۽ ماڻڪ، بغداد پهتا. سندن علاج ڪرڻ سان خليفي کي بيماريءَ مان شفا ٿي. سنه 205هه (820ع) ۾ دائود بن يزيد نيڪ نامي حاصل ڪري وفات ڪئي. سندس پٽ بشر سنڌ جو والي ٿيو.

## حاجب بن صالح:

سنه 193هه (مارچ 808ع) ۾ هارون الرشيد وفات ڪئي. سندس زماني ۾ سنڌ جي حڪومت جو ڏاڪو ڪشمير ۾ تبيٽ تائين ويٺل هو ۽ هندستان جي راجائن تي عربن جو بي انتها دٻاءُ پيل هو.[1] هارون الرشيد جي وفات کان پوءِ سندس بن پٽن، امين ۽ مامون جي وچ ۾ خانه جنگي لڳي. امين زبيده جي بطن مان هو ۽ مامون جي ماءُ ايراڻ هئي. مٿين سببن ڪري عربن کي امين سان

1 هارون الرشيد 33 ورهيه اڍائي مهينا دٻدٻي سان حڪومت ڪئي. عباسي خليفن ۾ وڏو عالم، فاضل، بليغ ۽ فاتح ٿي گذريو. سندس دربار ۾ گهڻا اهل ڪمال رهندا هئا، جن جي خدمتن کي حاصل ڪرڻ لاءِ خليفي بغداد ۾ بيت الحڪمت جوڙايو هو. هارون، قيصر روم کي خط ۾ "روم جو ڪتو" لکيو هو. فرانس جي بادشاهه سان سندس دوستي هئي، جنهن ڏانهن خليفي هڪ عجيب غريب واچ رواني ڪئي هئي. سندس وزير يحيٰ بن خالد 17 ورهيه وزارت تي مامور رهيو. يحيٰ جو پٽ فضل ۽ جعفر دربار جا مکيه صلاحڪار هئا. برمڪي پنهنجن فياضين ۽ حسن اخلاق ڪري وڏي اوج تي پتا. مکيه عهدا ۽ دولت خيز زمينون سندن قبض: هيٺ هيون، ان سبب ڪري سندن وڌندڙ طاقت کي روڪڻ لاءِ سنه 187هه ۾ هارون الرشيد برمڪين جي خاندان جو خاتمو ڪري ڇڏيو. هارون جي قبر طوس ۾ آهي.

نوٽ: برمڪين جي خاندان جي تباهيءَ جو وڏو سبب هي هو جو برمڪي اندروني طور علوين سان همدردي رکندا هئا. هارون الرشيد کي خوف هو ته متان حڪومت سندن معرفت علوين ڏانهن منتقل ٿي وڃي.

همدردي هئي ۽ ايرانين کي مامون لاءِ همدردي هئي. محمد امين فقط پنج ورهيه حڪومت ڪئي، پوءِ خراسان جي عامل، طاهر ذواليمين، جي مدد سان مامون جنگ ڪئي. امين سنه 168هه (814ع) ۾ قتل ٿيو.[1] مامون گاديءَ تي ويهڻ شرط حاجب بن صالح کي حڪم ڏنو ته سنڌ پهچي بشر بن دائود کان حڪومت وٺي، پر حاجب ڪامياب ٿي نه سگهيو. مامون جي ڏينهن ۾ بشر بن دائود جي گورنريءَ جي زماني ۾ سنڌ جي خزاج مان فقط ٻارهن هزار درهم بغداد جي شاهي خزاني کي پهچندا هئا.

## غسان بن عباد ۽ موسيٰ بن يحيٰ:

سنه 213هه (828ع) ۾ مامون غسان بن عباد تغلبيءَ کي منصوره ڏانهن مڪو. بشر سندس اطاعت منظور ڪئي. سنڌ جي انتظام کي درست ڪرڻ کان پوءِ خليفي جي حڪم سان حڪومت جا دفتر موسيٰ بن يحيٰ بن خالد برمڪيءَ کي سپرد ڪري پاڻ عراق ڏانهن هليو ويو. موسيٰ بن يحيٰ برمڪيءَ جي ڏينهن ۾ عربي نسل جا ڪي خاندان سنڌ جي ڪن حصن تي پڪيءَ طرح حڪومت ڪرڻ لڳا. بلڪ منصوره جي واليءَ کان به آزاد هئا ۽ مرڪزي خلافت به سندن آزاديءَ کي قبول ڪيو هو.

## عمران بن موسيٰ:

سنه 221هه (835ع) ڌاري موسيٰ وفات ڪئي ۽ سندس پٽ عمران بن موسيٰ سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. سنڌ جي حڪومت براءِ نام رهجي ويئي. هر هڪ شهر مٿان جدا جدا حاڪم حڪومت ڪرڻ لڳا. سندان وارن به آزاديءَ جو پروانو هٿ ڪيو. خليفي جو نالو فقط خطبي ۾ پڙهجڻ لڳو. امين ۽ مامون جي جنگ وقت سڄي ايراني نار تي جاٽن رڻ ٻاري ڏنو هو ايتري قدر جو بصري ۽ بغداد ڏانهن ويندڙ سڙڪ تي لٽ مار ڪرڻ لڳا هئا. ميد به ساڻن شريڪ هئا.

---

1_ محمد الامين 23 ورهين جي عمر ۾ تخت تي ويٺو خليفي هارون الرشيد جيئري عهدنامو لکيو هو ته امين کان پوءِ مامون تخت تي ويهي، مگر امين تخت تي ويهڻ کان پوءِ سنه 194هه ۾ پنهنجي صغير پٽ کي وليعهد مقرر ڪري وصيت نامي جي خلاف مامون جو نالو خطبي مان ڪڍي ڇڏيو جنهن ڪري ڀائرن جي پاڻ ۾ جنگ لڳي. امين عياش هو. هن بغداد ۾ هڪڙو ناچ گهر جوڙايو هو جتي هزارين خوبصورت ٻانهيون قيمتي پوشاڪن سان ناچ ۽ راڳ ڪنديون هيون. بغداد ۾ محلاتن جوڙائڻ تي هن به ڪروڙ رپيا خرچ ڪيو هو. نهايت خوبصورت، فياض ۽ شاعرانه مزاج رکندڙ هو. شاعر ابو نواس جو شاگرد هو. امين ۽ مامون جي جنگ حقيقت ۾ عربن ۽ ايرانين جي جنگ هئي.

ڏسو: "المامون": شبلي نعماني.

مامون، عراق جي حاڪم يحيٰ بن معاذ کي سندن سرڪوبيءَ لاءِ حڪم ڏنو مگر جنهن صورت ۾ جاٽن جو تعداد ويهه هزار هو ان صورت ۾ يحيٰ مجبور هو.

معتصم جي زماني ۾ عجيف بن عنبه سنه 220هه ۾ سترهن هزارن جاٽن کي گرفتار ڪري خليفي جي حڪم سان ايشيا ڪوچڪ جي سرحد تي رهڻ لاءِ حڪم ڏنو جتي رومن هٿان مارجي ويا. سلطنت جي فسادن مان فائدو وٺي، قيقان جي جاٽن به بغاوت ڪئي، جن کي عمران بن موسيٰ قندابيل جي قلعي ۾ قيد رکيو. هڪڙي باغي عرب سردار محمد بن خليل بغاوت ڪئي. عمران بن موسيٰ قلعي تي گهيرو ڪري محمد بن خليل کي مجبور ڪري آڻ مڃرائي ۽ جيڪي به فتنه پرداز عرب سردار هئا، تن کي اتان لڏرائي جهالاوان جي شهر قصدار ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنو. جهالاوان کان موٽندي عمران بن موسيٰ سنڌو نديءَ جي اولهندي ڪپ تي، هڪڙي مناسب هنڌ تي ”بيضاءِ“ جو نئون شهر تعميرا ڪرائي، اتي ڇانوٽي وجهي، منصوره ڏانهن موٽيو.

جاٽن وانگر ميد به سرڪش قوم هئي. عمران مٿن ڪاهي ويو مگر ميد به وڙهڻ کان ڪين ٽريا. عمران جاٽن کي حڪم ڏنو ته جيئن ڇچ جي زماني ۾ حاضري ڏيڻ وقت پاڻ سان نشانيءَ طور ڪتو آڻيندا هئا، تيئن هينئر به پاڻ سان ڪتو ضرور آڻين. مٿئين حڪم ڪري ڪتن جي قيمت وڌڻ لڳي. هن جاٽن کي گوشمالي ڏيڻ لاءِ سندن هٿن تي مهرون هڻايون.

عمران بن موسيٰ ميدن تي گهيري ڪرڻ وقت هڪ پٿر جو مضبوط رستو جوڙايو هو جو ”سڪة الميد“ سڏجڻ لڳو. اجا گهيري کان فارغ ڪين ٿيو هو ته سنڌ ۾ يمانين ۽ نزارين جو پاڻ ۾ سخت جهڳڙو لڳو. عمران يمانين وارن جو طرفدار هو، ان دشمنيءَ ڪري نزاري سندن دشمن ٿي بيٺا. سندن سردار عمر بن عبدالعزيز هباري، جو هبار بن اسود جي نسل مان هو ۽ لياقت ۽ بهادريءَ ڪري مشهور هو سو لشڪر وٺي اوچتو وڃي عمران تي ڪڙڪيو ۽ عمران کي قتل ڪيائين. عمر بن عبدالعزيز جو ڏاڏو حڪم بن عوانه ڪلبيءَ سان سنڌ ۾ آيو هو ۽ سندس خاندان ٽن پيڙهين کان سنڌ ۾ رهندو هو. 25 محرم سنه 198هه ۾ محمد الامين جي قتل ٿيڻ کان پوءِ مامون خلافت جي گاديءَ تي ويٺو ۽ 18 رجب 218هه تي وفات ڪيائين.[1] ڪانئس پوءِ سندس ڀاءُ ابو اسحاق معتصم بغداد جي تخت تي ويٺو.

---

1 ـ مامون ديدبي وارو باشاهه ٿي گذريو. هن عباسين جي ڪاري جهنڊي بدران فاطمين جو سائو جهنڊو مقرر ڪيو ۽ خلافت عباسيه لاءِ امام علي رضا کي 201هه ۾ وليعهد مقرر ڪيو پر امام صاحب ستت وفات ڪري ويو. مامون جي ڏينهن ۾ سنه 199ه ۾ ابن طباطبا ۽ سنه 211هه ۾ زريق، بابڪ خرميءَ ۽ ٻين بغاوتون ڪيون. مسلمانن روم تي حملا ڪيا ۽ سسلي ٻيٽ فتح ڪيو. فتوحات جون حدون ٿيپيٽ تائين پهتيون. مامون علم پرور هو. بغداد ۾ رسدخانا ۽ درالتجارب قائم

راجا شوپرشاد پنهنجي تاريخ ”ستاره هند“ ۾ لکي ٿو مامون راجپوتانا جي باپا راول تي ٻاويهه گهمرا حملا ڪيا، پر هرهڪ حملي ۾ شڪست کائي موٽيو هو. حقيقت ۾ مامون ڪڏهن به سنڌ ۾ نه آيو هو نه وري بذات خود ڪڏهن راجپوتانا تي حملو ڪيو هئائين. البته سندس ڏينهن ۾ موسيٰ بن يحيٰ برمڪي سنڌ تي اوپرندي واريءَ سرحد تي هڪڙي راجپوت راجا کي شڪست ڏني هئي.[1] فضل بن ماهان به سنڌ جي مشرقي سرحد پريان سندان فتح ڪري، هڪڙو هاٿي مامون جي خدمت ۾ روانو ڪيو ۽ سندان ۾ هڪڙي جامع مسجد يادگار لاءِ تعمير ڪرائي هئي. سندس پٽ محمد ستر جهازن جي آرماڙ سان ميدن کي شڪست ڏيئي، ڪالريءَ جو شهر فتح ڪيو. افسوس جو خبر نه ٿي پوي ته اهو شهر ڪهڙي هنڌ تي هو. فقط ياقوت حمويءَ جي بيان مان ايتري خبر پوي ٿي ته سندان سنڌ جي سرحد تي هو.

مامون جي ڏينهن ۾ فضل بن سهل ذوالرياستين، ڪشمير ۽ تبيٽ تي ڪاهون ڪيون هيون. اتي جي بت پرست رئيسن مان هڪڙي اسلام قبول ڪيو هو. سندس بت کي قيمتي زمرد ۽ ياقوت لڳل هئا ۽ سندس مٿي تي سونو تاج هو ۽ چانديءَ جي تخت تي ويٺل هو. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ نومسلم رئيس بت ۽ تخت مامون ڏانهن روانا ڪيا ته خانه ڪعبه تي بطور نذراني جا چاڙهيا وڃن. مامون جي حڪم موجب نصير بن ابراهيم عجمي سنه 201هه ۾ مٿيون شيون مڪي ڪٽي ويو جن کي ڦهريائين صفا ۽ مروه واري شاهراهه تي رکيو ويو پوءِ ڪعبي ۾ نذراني طور پيش ڪيو ويو.[2]

## سنڌ تي طاهرين جي حڪومت:

طاهر ذواليمين، محمد الامين جي قتل ٿيڻ کان پوءِ مامون جي گاديءَ تي ويهڻ وقت، سلطنت ۾ چؤطرف فساد برپا هئا. خاص ڪري خراسان هڪ اهم صوبو هو جتي جو لشڪر ماوراءِ النهر جي حفاظت ڪندو هو. 29 ذي القعده سنه 205هه ۾ مامون پنهنجي مشهور سپه سالار ۽ سياستدان، امير طاهر بن حسين بن مصعب بن زرين بن اسعد خزاعيءَ کي خراسان مٿان عامل مقرر

---

ڪيائين. سندس دربار ۾ اهل ڪمال رهندا هئا. يونان ۽ هند جا علوم عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. مذهب تي آزادانه بحث ڪرائڻ لڳو. ”خلق قرآن“ جو مسئلو سندس ڏينهن ۾ ايجاد ٿيو.

ڏسو: ”المامون“: شبلي نعماني، مطبع معارف، اعظم گڙهه، 1926ع.

1_ فتوح البلدان: بلاذري، ص 445_446.

2_ علامه ارزقي ”تاريخ مڪ“ ۾ پوري ڪيفيت بيان ڪئي آهي. سنڌ جي تاريخن ۾ مٿيون بيان ڏنل ڪين آهي.

ڪيو. جو تاريخن ۾ ’ذواليمين‘ جي لقب سان مشهور آهي.[1] سندس مدد سان مامون تخت ۽ تاج هٿ ڪيو هو. سجستان ۽ سنڌ بہ طاهريہ حڪومت جي ماتحت هئا. سلاطين خودمختيار هئا. مگر طاهر خراسان پهچڻ کان پوءِ جمادي الثاني سنہ 207هہ ۾ مقام مرو ۾ وفات ڪئي. طاهريہ سلاطين خودمختيار هئا. فقط نالي طور مرڪزي حڪومت کي معمولي خراج ڀريندا هئا. بغداد سرڪار کي طاهرين جي موروثي حڪومت تسليم ڪرڻي پئي. هن خاندان جي فقط ٿورن اميرن جي خبر پئجي سگهي ٿي:

1۔ امير طاهر بن حسين، سنہ جلوس 205، 2۔ طلحہ بن طاهر. سنہ جلوس 207هہ. 3۔ عبدالله بن طاهر. سنہ جلوس 213هہ 4۔ طاهر بن عبدالله. سنہ جلوس 230هہ ۽ 5۔ محمد بن طاهر. سنہ جلوس 248هہ کان 249هہ.

مٿئين حساب موجب طاهريہ اميرن سنہ 205هہ کان سنہ 249هہ تائين حڪومت ڪئي. عباسيہ سلطنت جا سمورا مشرقي مقبوضات سندن ماتحت هئا. مگر خراسان، هرات، سيستان تي سندن حڪومت قائم رهي، باقي ڪابل، غور، گرديز، بلوچستان، بلخ، شبرغان، گرجستان، بدخشان، سنڌ ۽ ملتان فقط نالي طور سندن ماتحت هئا. ڇاڪاڻ جو مٿين صوبن ۾ ننڍيون مستقل حڪومتون قائم ٿي چڪيون هيون. طاهرين جي ڏينهن ۾ ايراني شاعريءَ گهڻي ترقي ڪئي، جيئن تہ منوچهري دامغاني، حنضلہ بادغيسي، محمود وراق ۽ فيروز مشرقي سندن دربار جا مشهور شاعر ٿي گذريا آهن.[2] محمد وراق پوئين حاڪم محمد بن طاهر جي دربار جو شاعر هو.[3]

## صفاريہ خاندان جي سنڌ تي حڪومت:

### يعقوب بن ليث:

يعقوب بن ليث ۽ سندس ڀاءُ عمرو بن ليث سجستان ۾ ٽامي جي برتنن جو ڌنڌو ڪندا هئا. انڪري ”صفار“ يعني ”ٺاٺار“ جي لقب سان مشهور آهن.

---

1۔ طاهر ”ذواليمين“ ۽ فضل ”ذوالرياستين“. مامون جا بہ امير هئا. طاهر صاحب الجيش يعني سپہ سالار هو ۽ فضل وزيراعظم هو. مامون طاهر جي پٽ عبدالله کي مصر جي گورنري ڏني. ان موقعي تي طاهر پٽ کي جيڪو خط لکيو هو. سو دراصل ملڪي انتظام ۽ رعايا جي رفاه لاءِ هڪڙو بي نظير دستورالعمل هو. ان خط کي علامہ ابن اثير لفظ بلفظ پنهنجي تاريخ ۾ نقل ڪيو آهي. جنهن مان طاهر جي آئين بانيءَ ۽ سياستدانيءَ جو پتو پوي ٿو. مٿيان ٻئي امير مامون جي اشاري تي مارجي ويا هئا. ڏسو ’المامون‘: شبلي نعماني.

2 ۔ چهار مقالہ: نظامي عروضي، ص ۔27، بمبئي 1305هہ.

3۔ مجمع الفصحاءِ: رضا قلي خان هدايت.

يعقوب بن ليث کي پنهنجي ڏنڏي کان نفرت هئي. انهن ڏينهن ۾ سجستان جي هڪڙي شخص صالح بن نصر ڪنعانيءَ، خلافت جي ڪمزوريءَ مان فائدو وٺي، علوين جي طرفداري ڪندي، بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو هو. يعقوب همت وارو مڙس هو. هن باغي جماعت جو طرف ورتو ۽ آخر صالح جي مرڻ کان پوءِ هو باغي جماعت جو امير ٿيو. هن پهريائين محمد بن عبدالله بن طاهر جي هرات جي واليءَ محمد اوس کان هرات فتح ڪيو. ان کان پوءِ فارس جي گورنر علي بن حسين کان ڪرمان فتح ڪيائين. رفتي رفتي هن ايترو زور ورتو جو خراسان جي صوبن تي هڪ بئي پنيان قبضو ڪندو ويو.

سنہ 255ھ ۾، هن فارس جي دارالخلافہ شيراز تي قبضو ڪيو. طاهريہ وارن کي خراسان مان بي دخل ڪري پاڻ امير ٿي ويٺو. سنہ 256ھ ۾ بغداد جي خليفي طخارستان ۽ بلخ تي حڪومت ڪرڻ جي سند يعقوب کي ڏني. يعقوب ان تي قناعت ڪانہ ڪئي، بلڪ ويو ملڪن کي فتح ڪندو. ڪابل جي رتبيل کان ڪابل فتح ڪرڻ کان پوءِ، سنہ 259ھ ۾ هن سڄو خراسان فتح ڪري طاهرين جي حڪومت جو خاتمو ڪري ڇڏيو.[1] جملي ٽن صفاري اميرن حڪومت ڪئي: 1۔ يعقوب بن ليث سنہ جلوس 253ھ 2۔ عمرو بن ليث 265ھ ۽ 3۔ طاهر بن محمد بن عمرو بن ليث سنہ 287ھ کان سنہ 291ھ.

## عمرو بن ليث:

سنہ 261ھ ۾ يعقوب سڄي فارس تي قبضو ڪيو. سندس ارادو بغداد فتح ڪرڻ جو هو مگر 9 شوالّ سنہ 265ھ ۾ ڪنهن اوچتي بيماريءَ وگهي وفات ڪري ويو. سندس سڪا ڪابل جي جبل السراج وٽ هٽ لڳا آهن. هن پنهنجي تختگاهہ زرنج ۾ محلات تعمير ڪرايا ۽ غزنيءَ جو بند بہ تعمير ڪرايو هو. سندس وفات کان پوءِ سندس ڀاءُ عمرو بن ليث خراسان، اصفهان، سجستان، ڪابل ۽ سنڌ جو حاڪم ٿيو. سنہ 278ھ ۾، خليفي موفق، ماوراءَ النهر جي حڪومت جي سند اسماعيل بن احمد سامانيءَ کي مرحمت ڪئي، جنهن تي عمرو بن ليث فوج ڪشي ڪئي، مگر اسماعيل هٿان گرفتار ٿي ويو.

سنہ 228ھ ۾ اسماعيل، عمرو کي سمرقند جي جيل مان ڪيي بغداد روانو ڪيو جتي خليفي معتضد جي وفات تائين قيد ۾ رهيو. پوءِ متفڪيءَ هن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. صفاريہ خاندان وارن سنہ 291ھ تائين حڪومت ڪئي.

---

1۔ سنہ 259ھ ۾ محمد بن طاهر، طاهرين جي پوئين امير، سيستان، ڪرمان، ڪابل ۽ فارس تي يعقوب بن ليث جي حڪومت کي تسليم ڪيو. شاعر ابو احمد عثمان بن عفان (المتوفي 255ھ) يعقوب جي نالي تي جمعي جو خطبو پڙهيو. سندس شاعر محمد بن واصف سندس شان ۾ پارسي قصيدا چيا.

سندن ڏينهن ۾ ابن واصف ۽ بسام ڪرد خارجي پارسي شاعر ٿي گذريا آهن. شيخ اسماعيل صفار، فن عبارت نويسيءَ ۾ استاد ٿي گذريو. امام دار قطنيءَ ابتدائي عمر ۾ سندس علمي صحبت ڪري هن فن ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي.[1] طاهريہ ۽ صفاريہ خاندانن جي اميرن جو سمورو وقت خراسان ۾ جنگين ڪندي گذريو.

## عنسبہ بن اسحاق:

سنہ 236هہ (850ع) ۾، خليفي معتصم عنبسہ ابن اسحاق عتبيءَ کي سنڌ جو والي مقرر ڪري روانو ڪيو. عمر بن عبدالعزيز هباري ان وقت سنڌ ۾ وڏي رسوخ وارو رئيس هو. تاهم خليفة المسلمين پاران موڪليل واليءَ اڳيان سواءِ اطاعت جي ٻيو ڪو چارو نظر نہ آيس. عنبسہ جو سمورو وقت سنڌ جي باغي رئيسن کي دٻائڻ ۾ گذريو جن عمران جي قتل ٿيڻ کان پوءِ مختلف صوبا دٻايا هئا. عنبسہ ديبل جي سڙڪ ۽ عمارتن جي مرمت ڪرائي ۽ اتي جي مشهور مندر جي هڪڙي حصي کي خلاخاني ۾ تبديل ڪيو.

## هارون بن ابي خالد:

20 ربيع الاول، سنہ 227هہ ۾، معتصم وفات ڪئي. سندس پٽ واثق بالله گاديءَ تي وينو.[2] 24 ذي الحج سنہ 232هہ ۾، واثق بالله وفات ڪئي ۽ سندس ڀاءُ متوڪل علي الله تخت نشين ٿيو. سنہ 235هہ (849ع) ۾ هارون بن ابي خالد مروروزي سنڌ جو حاڪم مقرر ٿيو. سندس ڏينهن ۾ خلافت جو مرڪز ڪمزور ٿي چڪو هو ۽ هر هنڌ قسمين قسمين مذهبي فرقن جي باهمي رسہ ڪشي ۽ سياسي طاقت لاءِ مقابلي بازيءَ جي بازار گرم هئي. سنڌ جا امير اڳائي سڱ

---

1۔ تذڪره الحفاظ: امام شمس الدين ذهبي (المتوفي 748هہ) جلد۔3، ص۔200، حيدرآباد دڪن.

2۔ معتصم بالله کان اڳ، جيڪي بہ عباسي خليفا ٿي گذريا، تن جو لشڪر ۾ عرب، ايراني ۽ خراساني شامل هئا. بلڪ عربن تي انهن کي ٿورو اعتبار هو ۽ مجموعي طور ڪين ايرانين تي وڌيڪ ڀروسو هو. معتصم پاڻ فوجي سپاهي هو. هن فرغانہ جا هزارين ترڪ فوج ۾ ڀرتي ڪري، هنن لاءِ مخصوص لباس تجويز ڪري، بغداد کان نوي ميلن جي مفاصلي تي سرمن راءِ جدا ڇانوڻي قائم ڪري اتي پاڻ لاءِ جدا محلات ۽ جامع مسجد تعمير ڪرائي، نئين شهر کي تختگاهہ بنايو. سرمن راءِ پوءِ سامره سڏجڻ لڳو. معتصم ترڪن کي وڏا عهدا ڏنا، جنهن ڪري عربن جي وقار جو خاتمو ٿي ويو ۽ ترڪ سلطنت تي قبضي ڪرڻ لاءِ خواب لهڻ لڳا. حقيقت ۾ معتصم جي ماءُ ترڪ خاتون هئي. هن ايرانين جي زور ڀڃڻ لاءِ ترڪن کي فوجي عهدا ڏنا. سرمن راءِ يا سمرا، جو پوءِ ڦري سامره سڏجڻ لڳو سنہ 221هہ کان سنہ 279هہ تائين عباسين جو تختگاهہ رهيو. پوءِ معتمد جي ڏينهن ۾ ٻيهر بغداد تختگاهہ مقرر ٿيو.

ورهين جي حڪومت جي عرصي ۾ هينئر عياش بنجي ويا هئا. هنن جي پاڻ ۾ نااتفاقي هئي. يمانين ۽ نزارين جي جهڳڙن ڪري، عربي قوت سيني ملڪن ۾ ڪمزور ٿيڻ لڳي. خود مرڪز خلافت تي ترڪن جو قبضو هو.

## سنڌ جي هبارين جي حڪومت:

### عمر بن عبدالعزيز:

هارون ڪي سنڌ ۾ آئي اجا ٿورا ڏينهن مس گذريا هئا ته سنڌ جي عربي قبيلن ۾ جهڳڙا شروع ٿيا. هارون يمنين ۽ نزارين جو توازن رکي نه سگهيو. نتيجو خطرناڪ نڪتو: سنه 240هه (854ع) ۾، هارون عمر بن عبدالعزيز هباريءَ هٿان مارجي ويو ۽ عمر منصوري تي قبضو ڪيو. تنهن کان پوءِ عمر خليفي متوڪل ڏانهن درخواست موڪلي، جنهن ۾ هن ڏيکاريو ته جيڪڏهن سنڌ جو صوبو سندن سپرد ڪيو ويو ته هو بهترين انتظام رکي سگهندو. خليفي سندس درخواست منظور ڪئي ۽ سنڌ بغداد کان ڇڇي ڏار صوبو ٿي ويو.

هونئن ته سنڌ تي ڪيترائي عرب رئيس حڪمران هئا، جن وٽ خلافت جون سندون هيون، مگر جيڪو حصو بغداد جي ماتحت هو، سو عمر بن عبدالعزيز هباريءَ کي ورثي ۾ مليو. طاهريه ۽ صفاريه خاندان جي سلاطين کي خراسان ۽ ايران مان سنڌ اچڻ لاءِ ڪڏهن به فرصت نصيب نه ٿي. عمر بن عبدالعزيز سياڻو هو هن يعقوب بن ليث پنهي جي اطاعت قبول ڪئي، پر اسين لکي چڪا آهيون ته صفاريه جو قدم سيستان ۽ مڪران کان اڳتي وڌي نه سگهيو ۽ عمر جو اولاد پوري آزاديءَ سان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳو.[1]

هن خاندان جي بانيءَ عمر بن عبدالعزيز بن منذر بن زبير بن عبدالرحمان بن هبار بن اسود جو خاندان گهڻي عرصي کان سنڌ ۾ آيو هو ۽ سنڌ جي سرزمين تي مستقل سڪونت اختيار ڪري ويٺو هو ۽ سنڌ جي سنڌي عربن ۾ سيني کان ممتاز هو. سندن وطن "بانيه" منصوره کان ٿورو مفاصلي تي هو. هي خاندان آهستي آهستي زور وٺندو ويو ۽ ايتري قدر قوت حاصل ڪري ويو جو سنه 240هه (84ع) ۾ سنڌ جي حڪومت جو وارث بنيو. سندن تختگاهه

---

1۔ سنڌ جو ڪهڙو حصو طاهريه ۽ صفاريه اميرن جي هٿ هيٺ هو اهڙو بيان مولوي نور محمد نظاماڻيءَ 'تاريخ سنڌ' ۾ ڪونه ڏنو آهي. هيوزبلر جي تحقيقات مان ظاهر آهي ته مڪران تي طاهريه ۽ صفاريه ملڪن گهڻو وقت حڪومت ڪئي هئي. هيوزبلر سندن نالن جي غير مڪمل فهرست ڏني آهي، جنهن مان پتو لڳي سگهي ٿو ته مڪران تي انهن ملڪن گهڻو وقت حڪومت ڪئي هئي.
R.Hughe-Buller: Gazetteer of Makran, History "The Maliks" P-47

منصوره مقرر ٿيو.[1] هبارين جي عراق ۾ متي مائٽي هئي. اتان جي قاضي ابوالشوراب جي خاندان جي ساٽن عزازت هئي. عمر بن عبدالعزيز طاهري سيستان جي صفاريہ خاندان وارن جي اطاعت ۾ رهيو مگر آخري وقت تائين بغداد جي خليفن جو جامع مسجد ۾ خطبو جاري رکيائين. سندس ڏينهن ۾ منصوره سڄي هندستان اندر عقائد اسلاميءَ جو مرڪز هو.

## عبدالله بن عمر:

سنہ 270هہ (883ع) ۾ عمر بن عبدالعزيز هباريءَ جي مرڻ کان پوءِ عمرو بن ليث صفاريہ جي ڏينهن ۾ سندس پٽ عبدالله سنڌ جو حاڪم ٿيو. ڪانئس اڳ، سنہ 261هہ ڌاري ايراني نار جي عربي ۽ عراقي ڪنارن تي، قرامطہ وارن جون بغاوتون شروع ٿيون. بئي پاسي فاطمي تحريڪ شروع ٿي، جا پوءِ مصر تائين پکڙجي ويئي، مغرب کان وٺي مشرق تائين شيعن ۽ سنين جا تڪرار شروع ٿيا. هباري ڀهريون خودمختيار خاندان هو جنهن پنهنجو سڪو سنڌ ۾ رائج ڪيو هو. عبدالله بن عمر جي زماني ۾، الور جي راجا عبدالله بن عمر کان اسلام جي عقيدن کي معلوم ڪرڻ لاءِ گهر ڪئي. عبدالله منصوره جي هڪڙي سنڌي عرب عالم کان اسلامي عقائد متعلق هڪڙو قصيدو هندي زبان ۾ لکرائي راجا ڏانهن روانو ڪيو. مٿيون عرب عالم سنڌي ۽ هندي زبانن تي قادر الڪلام هو. راجا قصيدو پڙهي خوش ٿيو بلڪ منصوري جي امير کي لکي موڪليائين تہ مٿئين عالم کي سندس دربار ڏانهن روانو ڪري. عبدالله عرب عالم کي راجا مهروگ (مهروق) ڏانهن روانو ڪيو جت هن ٽن سالن تائين رهي، قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ تفسير لکي راجا اڳيان پيش ڪيو. تفسير پڙهڻ کان پوءِ اهو راجا اندروني مسلمان ٿيو.[2]

## سنڌ تي بنو ڪنده وارن جو قبضو:

عبدالله بن عمر، بنوڪنده جي آزاد ڪيل غلام، صمہ هٿان سنہ 279هہ (892ع) ۾ شڪست کاڌي. سنڌ تي ٿورو وقت بنوڪنده وارن جي حڪومت رهي.[3] مگر

---

1۔ هبار بن اسود بن عبدالعزيٰ بن قصي القريشي آنحضرت ﷺ جي صحابہ ڪرامن مان هو. هبار ڀهريائين آنحضرت ﷺ جن جي سخت مخالفت ڪئي هئي. مگر فتح مڪ کان پوءِ ايمان آڻي سختيءَ سان شرع جو پابند رهيو. سندس ماءُ جو نالو فاختہ بن قرضہ قشيريہ هو.

2۔ عجائب الهند: بزرگ بن شهريار، ص۔ 3، ليڊن.

3۔ ابوالصمد (بنوڪنده) هڪ آزاد ڪيل غلام هو، جنهن هجري 3 صديءَ جي شروعات ۾ عمر بن حفص سان گڏجي هڪ هزار ماڻهن سان سنڌ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي هئي.

عبدالله بن عمر وري طاقت حاصل ڪري سنڌ تي قبضو ڪيو.[1] هباري خاندان وارن جي منصوره ۽ ملتان تائين حڪومت هئي، فقط مڪران تي صفاري ملڪ حڪومت ڪندا هئا. عبدالله بن عمر جي ڏينهن ۾، ملتان، منصوره کان ڇڄي هڪ ڌار حڪومت جي صورت اختيار ڪئي. پراڻي زماني جي سلطنتن ۾ دستور هو ته مذهب جي غيرسرڪاري فرقي وارا، حڪومتن جي سرحدي علائقن ۾ وڃي پناهه وٺندا هئا. جيئن مجوسي ڏاهر جي ڏينهن ۾ سنڌ ڏانهن ڀڄي آيا هئا يا جيئن نسطوري عيسائي مشرقي رومن سلطنت جي حدن کان نڪري عراق جي شهر رقه ۾ پناهه گزين ٿيا هئا. ساڳئي دستور، خارجين عراق ۽ عمان کان نڪري، جهالاوان جي شهر قصدار ۾ هڪڙي خارجي رياست قائم ڪئي هئي.

اهڙي طرح معتضد عباسيءَ جي زماني ۾، سنه 279_286هه ڌاري، عمان ۾ خارجين بغاوت ڪئي هئي، خليفي محمد بن قاسم کي سندن سرڪوبيءَ لاءِ مقرر ڪيو هو. هن خارجين کي شڪست ڏيئي پنهنجي رياست قائم ڪئي، سندس مذهب سنت جماعت هو. عمان ۽ سنڌ جي وچ ۾، بحري آمد و رفت ۽ تجارت قائم هئي. بنو سامه وارا سنڌ جي مختلف حصن ۾ گهڻي عرصي کان رهندا هئا. سندن هڪڙي غلام، فضل بن ماهان، مامون جي ڏينهن ۾، سندان ۾ رياست قائم ڪئي. محمد بن قاسم کان پوءِ، سندن پويان عمان تي قبضو ڪندا آيا، پر سنه 305هه ۾ منجهن باهمي خانه جنگي شروع ٿي.

قرامطي، جي ان وقت بحرين ۾ زور وٺي رهيا هئا، تن بنو سامه وارن جي اندروني ويڙهه مان فائدو وٺي، سنه 317هه ۾ ابو طاهر قرمطيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ عمان تي قبضو ڪيو.[2] بنو سامه وارا، بنو منبه به سڏبا هئا. سندن شاخون سنڌ ۽ ملتان تائين پکڙيل هيون. عمان جي حڪومت وڃائڻ کان پوءِ هنن سنه 290هه (902ع) ڌاري، ملتان تي قبضو ڪيو ۽ اتي خودمختيار ٿي رهيا.[3] سڀ کان پهريان ابن رسته، سنه 290هه ۾، ملتان تي سندن حڪومت جو بيان ڏنو آهي.[4] ڏهن سالن کان پوءِ، مسعودي ملتان جو سير ڪرڻ آيو ۽ لکيو اٿائين ته:

---

1_ فتوح البلدان: بلاذري، ص_445، مختصر تاريخ هند: ص_39.

2_ ابن خلدون 8: جلد _4، ص_ 93، مصر.

3_ فتوح البلدان: بلاذري، ص_446، ليڊن.

4_ الاعلاق النفسيه: ابن رسته، ص_135، ليڊن، 1892ع.

بعض عرب مؤرخ ابوالصمه کي سنڌ جي سما خاندان وارو ڪري لکن ٿا جو غلط آهي، سمورو بيان سمن جي باب ۾ ڏنو.

"ملتان تي سامہ بن لوئي بن غالب وارن جي حڪومت آهي، جي فوجي قوت ڪريٰ خودمختيار آهن." مسعوديءَ کان چاليهہ ورهيہ پوءِ، سنہ 340هہ ڌاري، اصطخري هندستان آيو. هو لکي ٿو تہ: "ملتان جا امير خطبي ۾ امير المومنين جو نالو پڙهن ٿا." اصطخريءَ کان 27 ورهيہ پوءِ، 367هہ ۾، ابن حوقل بغدادي ملتان آيو پر بنو سامہ وارن جو ڪو نئون بيان نہ ٿو ڏئي ۽ کيس بنو سامہ وارا سني نظر آيا، مگر ابن حوقل کان 8 ورهيہ پوءِ سنہ 375هہ ڌاري، بشاري مقدسي ملتان آيو ۽ لکي ٿو تہ "ملتان جا والي شيعا آهن، آذان ۾ "حي علي خيرالعمل" چون ٿا ۽ اقامت ۾ بہ دفعا تڪبير چون ٿا".[1] يعني سنہ 375هہ ۾، ملتان جي حڪومت اسماعيلين جي هٿ ۾ نظر اچي ٿي. ان بيان موجب بنو سامہ جي مذهبي انقلاب جو زمانو 367هہ کان سنہ 375هہ جي وچ ڌاري نظر اچي ٿو.

اسلامي دنيا ۾، خلافت عباسيہ جي زماني ۾ المعتصم جي ڏينهن ۾، عباسي خلافت جي انحطاط جو زمانو شروع ٿيو. تنهن کان پوءِ قرامطين جي تعدين کان اسلامي دنيا تنگ ٿيڻ لڳي. مستڪفي بالله جي زماني ۾ هڪڙي ديلمي شجاع نالي ماڇيءَ جي ٽن پٽن علي، حسن ۽ احمد، جي شيعا هئا، تن اهڙو زور ورتو جو منجهانئن عليءَ (عمادالدين) فارس تي قبضو ڪيو حسن (رڪن الدولہ) اصفهان ۽ طبرستان تي قبضو ڪيو ۽ احمد (معزالدولہ) اهڙو زور ورتو جو بغداد تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ "امير المرائيءَ" جي درجي کي پهتو ۽ سنہ 334هہ ۾ مستڪفيءَ کي قيد ڪري خلافت جي مرڪز جو مالڪ بڻجي ويو. منجهائن عضدالدولہ جنهن جو تختگاهہ شيراز هو تنهن مڪران تي قبضو ڪري، بلوچن ۽ افغانن کي شڪست ڏني.[2]

سنہ 447هہ ۾ سلجوقين هٿان آل بويہ وارن عربي سيادت کي مٽائڻ کان سواءِ وڏي عرصي تائين شيعن ۽ سنين کي باهمي جنگين ڪري پريشان ڪري ڇڏيو ۽ مذهب اسلام ۾ بعض اهڙيون شرڪيہ رسمون جاري ڪيائون، جي اڄ ڏينهن تائين مسلمانن جي ڳچيءَ ۾ طوق لعنت وانگر پيل آهن. مثلا معزالدولہ 18 ذي الحج سنہ 351هہ ۾، بغداد ۾ عيد ملهائڻ جو حڪم ڏنو ۽ ان عيد جو نالو "عيد خم غدير" رکيو. مٿينءَ تاريخ حضرت عثمان ذوالنورين رضہ شهيد ٿيو هو. تنهن ڪري شيعن ان ڏينهن تي "خم غدير" نالو رکيو دهل وڄايا ۽ خوشيون

---

1_ احسن التقاسيم: بشاري مقدسي. ص -- 481.

2_ عيسوي يارهين صديءَ تائين ديلمين جو مڪران تي اثر رهيو.
R. Hughes-Buller: Gazetteer of Makran, History, PP.46-47.
P.M. Sykes: Ten Thusand Miles in Persia.

ملهايون. اج تائين شيعن جو عقيدو آهي تہ معزالدولہ جي قائم ڪيل عيد غدير جو مرتبو عيد الاضحيٰ کان بہ بلند آهي.

ان کان پوءِ سنہ 352هہ جي شروعات ۾، ابن بوويہ حڪم ڏنو هو تہ محرم جي پهرين تاريخن تي امامن جي غم ۾ سمورا دڪان ۽ سرڪاري دفتر بند رهن، شهرن ۽ ڳوٺن جا رهاڪو ماتمي لباس پائين. زالون ڪارا ڪپڙا پهري، منهن تي مٽي وجهي، تابوتن پنيان منهن مٿا پٽينديون، ڪپڙا ڦاڙي ماتم ڪنديون هلن. ايندڙ سال سنہ 253هہ ۾، ابن بويہ سنين کي بہ شيعن جي پيروي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو اهل سنت جماعت وارا ان ذلت کي برداشت ڪري نہ سگهيا، جنهن ڪري سنين ۽ شيعن ۾ گهڻي خونريزي ٿي. ان کان پوءِ شيعا هر سال مٿينءَ رسم کي عمل ۾ آڻڻ لڳا. بني بويہ وارن جي حڪومت جون حدون ايران ۽ عراق تائين محدود رهيون، تاهم سوا سؤ ورهين اندر انهن شيعيت کي زور وٺائڻ لاءِ جيڪي ڪارروايون ڪيون، تن جو اثر سنڌ تي ضرور پوڻو هو ڇاڪاڻ تہ اج اسين ڏسي رهيا آهيون تہ نہ رڳو سنڌ ۾، بلڪ سڄي هند ۽ پاڪستان اندر سني بہ تابوت ڪڍن ٿا.

ساڳئي زمان ۾، يعني سنہ 358هہ ۾ فاطمي سلطنت مصر تي قائم ٿي. سنہ 361هہ ڌاري، فاطمين جو تختگاهہ آفريڪا کان مصر منتقل ٿي آيو. ان زماني ۾ اسلامي دنيا ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. اهل سلطنت جماعت وارا عباسي خلافت جي مرڪز بغداد جا طرفدار هئا ۽ شيعا مصر جي فاطمي سلطنت کي مڃڻ لڳا. ٻئي خلافتون پنهنجي اقتدار کي مختلف اسلامي ملڪن ۾ وڌائڻ جي رقيبانہ ڪوشش ۾ مصروف هيون، ايتري قدر جو خود مڪي معظم ۽ مديني منور ۾ بہ رقيبانہ ڪوششون جاري هيون. وري جڏهن ڪا نئين اسلامي رياست قائم ٿيندي هئي تہ ٻنهي خلافتن جا داعي ۽ مبلغ اتي پنهنجو ڪم شروع ڪندا هئا. مٿيون زمانو عباسي خلافت جي انحطاط ۽ مصري فاطمي خلافت جي شباب ۽ اوج جو زمانو هو. مگر مٿينءَ ڪشمڪش ۾جيڪي بہ حڪومتون برپا ٿيون. مثلا بخارا جي سامانيہ يا چوٿين صديءَ جي وچ ڌاري جيڪا غزنويہ سلطنت قائم ٿي ۽ تنهن کان پوءِ پنجاهہ ورهين گذرڻ بعد جيڪا آل سلجوق حڪومت برپا ٿي، تن سيني بغداد جي دهليز تي مٿو جهڪايو.

علامہ ابو الريحان البيروني لکي ٿو تہ جڏهن قرمطي (اسماعيلي) ملتان تي قابض ٿيا، تڏهن جلعم بن شيبان ملتان ۾ غازي محمد بن قاسم جي جوڙايل مسجد کي، اموين جي يادگار سمجهي، بند ڪرائي، ملتان جو مشهور مندر "بيت الذهب"

کي ڍهرائي، اتي ٻي مسجد تعمير ڪرائي.[1] بهرحال ملتان تي ٽن عرب خاندانن حڪومت ڪئي: 1ـ منبہ بن اسد. جو اسامہ بن لوئي جي خاندان قريش مان هو جنهن سنہ 290هہ کان سنہ 340هہ تائين حڪومت ڪئي، جيئن اصطخري ۽ ابن رستہ بيان ڪن ٿا. 2ـ جعلم بن شيبان. جو بيرونيءَ جي بيان موجب قرمطي هو جنهن جو زمانو سنہ 367هہ ۽ سنہ 375هہ جي وچ ڌاري هوجيئن بشاري مقدسيءَ جهڙو عالم ملتان ۽ مصر جي فاطمين جي تعلقات جو ذڪر ڪري ٿو. 3ـ شيخ حميد ۽ سندس پٽ نصر ۽ نصر جو پٽ ابو دائود قرمطي جو (شيخ حميد) الپتگين ۽ سبڪتگين (351هہ کان سنہ 390هہ) جو معاصر هو.[2]

هت اهو ياد رکڻ گهرجي تہ قرامطہ اسماعيليہ ۽ ملاحده. ٽيئي اسماعيلي شيعيت جا قسم آهن ۽ منجهن ٿورو فرق آهي. فقط سندن پيدائش جي تاريخ جدا جدا آهي. قرامطہ هجري ٽين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري بحرين. عراق ۽ ايراني نار تي ظاهر ٿيا. اسماعيلي سنہ 296هہ ڌاري پهريائين 356هہ ڌاري مصر پهتا. ملاحده. جن جو ٻيو نالو باطنيہ آهي جي شيخ الجبال حسن بن صباح جي جماعت وارا هئا. سي سنہ 483هہ (سنہ 1091ع) کان پوءِ خراسان ۾ ظاهر ٿيا هئا. مصر جي فاطمي خليفي الحاڪم بامرالله. شام ۾ هڪ ٻيو فرقو ”دروز“ نالي پيدا ڪيو هو جن جو احوال موقعي سر ڏبو. هت فقط ايترو ڏيکارڻو آهي تہ ملتان جا فرمانروا اسماعيلي شيعا هئا. ملتان جو بيان هت ختم ڪري، اسين وري منصوره جي هباري خاندان ڏانهن رجوع ٿيون ٿا. اسان کي فقط هي ڏيکارڻو هو هو تہ سنہ 300هہ (سنہ 912ع) ڌاري ابواللباب منبہ بن اسد قريشيءَ ملتان تي قبضو ڪيو ۽ ملتان جي حڪومت منصوره کان ڇڇي ڌار حڪومت بنجي ويئي.

## ابوالمنذر عمر بن عبدالله:

سنہ 303هہ (سنہ 915ع) ۾، عبدالله بن عمر جي وفات کان پوءِ، سندس پٽ عمر بن عبدالله هباري منصوره جي گاديءَ تي ويٺو. مسعودي سنہ 303هہ ڌاري سنڌ ۾ آيو تڏهن منصوره تي عمر بن عبدالله جي حڪومت هئي. ان زماني ۾

---

1ـ ڪتاب الهند: بيروني، ص ـ 56، لنڊن، تصنيف 424هہ.

2ـ مولوي عبدالحليم 'شرر' پنهنجي ”تاريخ سنڌ“ جلد ـ 2، ص ـ 9 ۽ 12 تي غلطيءَ سان لکي ٿو تہ ابو الفتح دائود ساڳيو هو جنهن کي سنڌ ۾ سومره سڏيندا هئا. لکي ٿو تہ ”سومره“ سندن سنڌي نالو هو ۽ ابوالفتح سندس اسلامي نالو هو.

نوٽ: سنہ 251هہ ۾ ترڪن اهڙو زور ورتو جو عباسي خليفن مان معتز، مڪتفي، قاهر سندن هٿان ذليل ٿي مارجي ويا. اڳ خليفن جي اطاعت ڪرڻ لاءِ قسم کڻندا هئا، هينئر خليفن کي سندن اطاعت ڪرڻ لاءِ قسم کڻڻا پيا.

مسعوديءَ کي منصوره ۾ گهڻائي عرب سردار ۽ علوي سادات نظر آيا. هو لکي ٿو تہ عمر بن عبدالله جو وزير رياح هو ۽ شهر ملتان ابوالشوراب قاضي هو. عمر جو لقب "ابوالمنذر" هو.مسعوديءَ هڪڙي وڏي عرب رئيس، حمزه سان ملاقات ڪئي هئي، جو بادشاهي حيثيت رکندڙ هو. علوين بابت لکي ٿو تہ هو حضرت علي بن ابي طالب جو اولاد (عمر بن علي ۽ محمد بن علي جي نسل مان) هئا. منصوره جي وزير رياح جي پٽن، محمد ۽ عليءَ سان بہ سندس ملاقات ٿي هئي.[1] مسعوديءَ کان پوءِ سنہ 367هہ ۾ ابن حوقل منصوري آيو. ان وقت بہ هبارين جي منصوره تي حڪومت هئي.

بغداد سان سنڌ جي حڪومت کي ڪو تعلق ڪونہ هو فقط خطبي ۾ عباسي خليفن جو نالو جاري هو. سنہ 375هہ (985ع) ۾ بشاري منصوري آيو هو ان وقت ديليمين جي شيعت جو اثر بلوچستان، مڪران ۽ سنڌ تي پئجي چڪو هو تاهم خطبي ۾ عباسين جو نالو جاري هو مگر ڪڏهن ڪڏهن عضدالدولہ ديلميءَ جو خطبو بہ پڙهندا هئا ۽ هبارين پاران شيراز ۽ عضدالدولہ جي دربار ۾ سنڌ جو سفير رهندو هو.[2] سنہ 270هہ (883ع) ۾ عبدالله المهديءَ جي زماني ۾ هيثم نالي فاطمين جو پهريون داعي منصوره پهتو. تنهن کان پوءِ بيا دائي ايندا رهيا. فاطمي مبلغ خفيہ طور ڪم ڪندا هئا ۽ ملڪ جي باشندن کي ڪميونسٽن وانگر انقلاب لاءِ تيار ڪندا هئا. کين قاهري مان ضروري احڪام پهچند اهئا. جيئن اڄ ڪلهہ ماسڪو اشتراڪيت جو مرڪز آهي.

## جعلم بن شيبان:

فاطمي خليفي العزيز بالله (المتوفي سنہ 386هہ /996ع) جعلم بن شيبان کي سنڌ ڏانهن موڪليو جنهن سنہ 367هہ (977ع) ڏاري بنو سامہ قريشين جي حڪومت جو خاتمو ڪري، فاطمي سڪو ۽ خطبو سنڌ ۾ جاري ڪيو. جعلم هندو راجائن سان امدادي معاهدو بہ ڪيو. بهرحال هبارين جي سني حڪومت منصوره تي سنہ 401هہ (1010ع) تائين قائم رهي، پوءِ قرامطہ ملتس قبضو ڪيو. ٻنهي عربي حڪومتن تي پوءِ سلطان محمود غزنويءَ قبضو ڪيو. علامہ ابن خلدون محمود غزنويءَ جي ڪاهہ تائين منصوره تي هبارين جي حڪومت بيان ڪري ٿو. ممڪن آهي تہ اهي قري اسماعيلي ٿيا هجن.[3] فاطمي

1ـ احسن التقاسيم: بشاري، ص — 479.

2ـ احسن التقاسيم: ص — 485.

3ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ1، ص ـ 379.

حڪومت مصر تي سنہ 972ع کان سنہ 1171ع تائين قائم رهي.[1] خواجہ بهاؤ الدين زڪريا ملتاني رحہ هبارين جي يادگار آهي.[2]

## سنڌ جون عربي رياستون:

غازي محمد بن قاسم جي عربي لشڪر ۾ قريش، بنو ڪلب، بنو قيس، بنو اسد، بنو تيم، ربيع، شيباني، عماني، يمن ۽ حجاز جا شريف مجاهد هئا، جن مدائن ۽ برموڪ جهڙن خونريز معرڪن ۾ قيصر ۽ ڪسريٰ جي تختن کي صفحهءِ هستي تي اونڌو ڪري ڇڏيو هو. سنڌ جي لشڪر پنهنجو زالون ۽ ٻار ٻاڙ سان ڪونہ آندا هئا. فتح سنڌ کان پوءِ جڏهن سليمان بن عبدالملڪ تخت تي وينو تڏهن سيني قبيلن کي سنڌ ۽ مڪران ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنائين، پوءِ عربن سنڌ ۽ مڪران ۾ بينڪون قائم ڪري، اتي جي عورتن سان شاديون ڪيون. وري جڏهن يمانين (قحطانين) ۽ نزارين (حجازين) جي باهمي خانہ جنگين ڪري عربن جي طاقت سنڌ ۾ ڪمزور ٿي ويئي، تڏهن انهن پنهنجي حفاظت لاءِ نوان شهر منصوره، (محفوظہ) ۽ بيضاءِ تعمير ڪيا ۽ اتي رهڻ لڳا. انهن شهرن مان دارالخلافہ منصوره علوم ۽ فنون ۾ گهڻي ترقي ڪئي. مٿيان شهر سنڌو نديءَ جي الهندي ڪپ تي هئا، جن جي بچاءُ لاءِ عربن کي وقت بوقت جاٽن ۽ ميدن سان جنگيون ڪرڻيون پيون.

## منصوره:

حڪم بن عوامہ ڪلبيءَ سان غازي اعظم محمد بن قاسم جو پٽ عمرو گڏجي آيو هو جنهن برهمڻ آباد کان ٻہ فرسخ مفاصلي تي، سنہ 110هہ ۾ منصوره جو شهر سنڌو نديءَ جي هڪڙي پيٽ تي، دمشق جي نموني تي تعمير ڪرايو. جو ابن حوقل جي بيان موجب هڪ ميل ڊيگهہ ۾ ۽ هڪ ميل ويڪر ۾ رونق دار شهر هو.[3] منصوره سلطان محمود غزنويءَ جي ڪاهہ (سنہ 401هہ /1010ع) تائين برابر ٽي صديون سنڌ جو تختگاهہ رهيو. شهر جون جايون ڪاٺ جون جڙيل هيون، فقط جامع مسجد پٿر جي جڙيل هئي، جا عمان جي

---

1_ فتوح البلدان: بلاذري، ص_444، ليدن، اسماعيلي تحريڪ جا سنڌ ۾ ٽي مرڪز هئا: ديبل، منصوره ۽ اُچ، ان تحريڪ ۾ عربن کان سواءِ سنڌ جا قديم رهاڪو بہ شامل هئا، جيئن دروزي خط مان خبر پئجي سگهي ٿي. مٿينءَ تحريڪ ڪري سومرن اسلام اختيار ڪيو هو.

2_ شيخ الاسلام حضرت بهاؤالدين ذڪريا ملتاني رحہ کي محدث شيخ عبدالحق دهلويءَ "اسدي" لکيو آهي. اهڙيءَ طرح شيخ عين الدين بيجاپوريءَ سندس نسل حضرت هبار بن اسود بن عبدالمطلب بن اسد تائين پهچايو آهي. تاريخ طاهريءَ ۾ "شيخ سنڌ" لکيل آهي. ڏسو ايليٽ، بحوال "طاهري"، جلد_1، ص_256 ۽ فرشتہ، جلد_2، ص_404، نولڪشور.

3_ احسن التقاسيم: بشاري مقدسي، ص_ 479.

جامع مسجد جي نموني تي هئي. شهر کي چار دروازا هئا: 1ـ باب البحر، 2ـ باب طوران، 3ـ باب سندان ۽ 4ـ باب ملتان.[1]

سادات ۽ علمائن جي فيض ڪري هيءُ شهر سنڌ جو دمشق ۽ بغداد هو. شهر جي چؤگرد باغات ۽ سرسبزي هئي. هتي جا انب، ليما ۽ ياچيون سستيون هيون.[2] منصوره جي رياست جون حدون ديبل کان وٺي الور تائين رهيون. اٽڪل 3 لک ڳوٺ رياست اندر هئا، جن مان ديبل، زندريح، ڪدار، مايل، بتلي، بانيه، سدوسان، صيمور (چيمور)، سوباره ۽ الور مکيه شهر هئا. مٿيان شهر ڪيتين ۽ وڻڪار ڪري هڪ ٻئي سان ڳتيل هئا. منصوره جي اميرن جي فوجي قوت مسعوديءَ جي بيان موجب چاليهه هزار هئي. ان فوج سان اَسي هاٿي هئا. هر هڪ سان پنجن سؤن پيادن جو دستو رهندو هو. هاٿين مان "منصرقلس" ۽ "حيدره" ٻه مشهور جنگي هاٿي هئا. بشاريءَ جن شهرن جا نالا منصوره رياست اندر ڏيکاريا آهن، تن مان "سوباره" اهميت رکي ٿو.اِهو هي شهر کنيات جي نار تي هندستان جو هڪ مشهور شهر هو. هينئر منجهس فقط 6 سؤ گهر ۽ آدم ٻه هزار آهي. مٿئين بيان موجب منصوره جون حدون ديبل کان نه بلڪ کنيات جي نار کان وٺي الور تائين هيون.[3]

## ملتان:

ملتان اڳ منصوره جي ماتحت هو. بعد ۾ هجري 3 صديءَ جي وچ ڌاري، آزاد رياست جي صورت اختيار ڪيائين. ملتان جي اسماعيلي عرب

---

1ـ ابن حوقل، ذڪر منصوره.

2ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ1، ص ـ 379.

علامہ ابو الفضل "آئين اڪبري" ۾ غلطي سان منصوره کي هاٽوڪي بکر جي هنڌ تي لکي ٿو. ابن حوقل جي نقشي ۾ منصوره هڪ اهڙي هنڌ تي آهي، جت درياءُ ڦٽي ٻه شاخون ٿئي ٿو. ايچ ـ ڪاؤسن جي تحقيقات موجب، عربن برهمڻ آباد جي ويران هنڌ مٿان منصوره تعمير ڪرايو هو. هي ٻه غلط آهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ مسٽر ڪاؤسن کي برهمڻ آباد مان ڪي عربي سڪا هٿ لڳا هئا، ليڪن 'تاريخ طاهريءَ' جي بيان موجب برهمڻ آباد دلوراءِ جي ڏينهن ۾ ويران ٿيو هو.

3ـ صيمور (چيمور)، کنيات جي نار تي ـ اصطخري 340هہ ۾ ۽ بشاري 379هہ (عيسوي ڏهين صدي) ڌاري هن شهر کي "سوباره" لکن ٿا، جو گجرات جي قديم شهرن مان ۽ هندستان جو مشهور شهر هو. هن وقت هي شهر بمبئي علائقي ۾ بسين کان چار ميل اتر طرف ۽ بمبئي کان ٽيهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. 2 فيبروري سنہ 1930ع ۾ بمبئيءَ جي مشهور اخبار "بمبئي ڪرانيڪل" جي سنڌي ايڊيشن ۾ سوپاره جي آثار قديمہ متعلق هڪڙو مضمون شايع ٿيو هو. هت آسوڪا يادگار لاءِ هڪڙو پٿر هٿايو هو. جو هينئر پرنس آف ويلس ميوزيم ۾ رکيل آهي. ڊاڪٽر ڀنڊارڪر جي تحقيقات موجب، هي شهر مهاڀارت جي زماني ۾ "سورپاپڪا" ۽ بطليموس جي جاگرافيءَ ۾ "سوپاره" لکيل آهي. احسن التقاسيم: بشاري ص 477ـ486، ليڊن.

اميرن ماتحت هڪ ڳوٺ هئا ۽ شهر جي مندر بيت الذهب مان هئي جي اميرن کي گهڻي آمدني هئي. جڏهن ڪو هندو راجا شهر تي ڪاهه ڪرڻ جو ارادو ڪندو هو تہ عرب امير بت خاني کي ڊاهڻ جي ڌمڪي ڏيندا هئا. غازي محمد بن قاسم هت جيڪا مسجد تعمير ڪرائي هئي، جا اموي يادگار هئي، ان کي جعلم بن شيبان بند ڪرائي ڇڏيو هو. بت خانو جومحمد بن قاسم جي ڏينهن کان موجود هو تنهن کي جعلم ڪيرائي هڪ جامع مسجد تعمير ڪرائي هئي، جنهن ۾ هن فاطمي خطبو جاري ڪيو هو. قنوج ۽ ديپالپور بہ هن رياست اندر هئا.[1] جيئن اندلس ۾ عربن جي باهمي جنگين ڪري ڪجهہ وت المراطين ۽ الموحدين حڪومتون ڪيون هيون، تيئن سنڌ تي بہ ڪجهہ وقت پوئين زماني ۾ هبارين، بنو ڪنده ۽ بنو منبہ وارن حڪومتون ڪيون.

**ويهند:**

ويهند جي جاءِ وقوع متعلق ڪنهن بہ سنڌ جي مؤرخ بيان ڪين ڏنو آهي تہ هيءَ رياست ڪهڙي هنڌ تي هئي. مولوي نور محمد نظاماڻي مرحوم "تاريخ سنڌ" ڀاڱي-2، ص - 173 تي فقط ايترو لکيو آهي تہ ويهند هڪ عظيم الشان شهر هو جو منصوره کان بہ زياده آباد هو. ان جي چوڌاري باغ هئا ۽ اتي سڀ ڪاشيءِ سستي هئي.[2] مسٽر عبدالغني عبدالله "تاريخ سنڌ" ڀاڱي-2، صفحي 4 ۽ 5 ۾ سنڌ جي خودمختيار رياستن جو ذڪر ڏنو آهي، پر ويهند جي نالي نشان کان گويا بي خبر آهي.[3]

سنڌ جي هيءَ رياست "گنڌارا" بہ سڏبي هئي. سندس تختگاهہ "ويهند"، اٽڪ کان ٿورو مٿيرو مهراڻ جي اويرندي ڪپ تي هو. سندس الهندي ۾ چارسده (پشڪالاوتي) ۽ ايرندي ۾ تشڪلا (ٽئڪسلا) هو. هندستان جي پراڻن شهرن مان هو. هتي جو راجا هندو هو پر رياست اندر مسلمانن جي آبادي هئي سلطان محمود غزنويءَ پشاور فتح ڪرڻ کان پوءِ مٿس قبضو ڪيو هو.[4]

---

1- تقويم البلدان، ابو الفدا، ص-350، پئرس.

2- تاريخ سنڌ، ڀاڱو-2: مولوي نور محمد نظاماڻي، ص 173، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ، 1933ع.

3- تاريخ سنڌ، ڀاڱو-3: عبدالغني عبدالله، ص 4-5، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ، 1941ع.

4 -V.A. Simith: History of Ancient India, Vol-I, P. 360, Oxford, 1914.

## توران:

شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ "چچ نامي" ۾ توران کي "ستيا" (وچ ايشيا) ڏيکاريو آهي.[1] اهڙيءَ طرح ڪوفي کي شام ۾ ڏيکاريو اٿائين. توران ۾ قيقان، جهالاوان جا نالا هئا، جنهن جو تختگاهه قصدار هو. سنه 375هه ۾ بشاري مقدسيءَ جي ڏينهن ۾ هتي جو حاڪم معين بن احمد هو. قصدار بن حصن ۾ ورهايل هو. ڇاڪاڻ ته شهر جي وچ ۾ هڪڙي وادي هئي: هڪڙي حصي تي امير جو محلات ۽ قلعو هو ۽ ٻئي حصي تي سوداگرن جون عمارتون هيون. شهر جو هي حصو 'بودين' سڏبو هو. قصدار ننڍو شهر هو پر بي حد رونق وارو هو. خراسان، سنڌ ۽ مڪران جي وچ ۾ هئڻ ڪري، وڏي قافله سراءِ ۽ واپار جو مرڪز هو.[2] ياقوت هن شهر جو نالو "قيقان" ڏنو آهي.[3] عربن "بيضا" جو شهر به هن رياست جي سنڌ واري سرحد تي تعمير ڪرايو هو. سنه 375هه ۾ سلطان سبڪتگين هن رياست تي قبضو ڪيو.

## مشڪي:

هيءَ جهالاوان ۽ مڪران جي وچ ۾ وڏي رياست هئي. هتي جو حاڪم مظاهر خارجي هو. سلطان مسعود بن محمود مشڪي تي قبضو ڪيو.[4]

## مڪران:

مڪرانات هونئن ته وڏو علائقو هو پر سندس ڪيچ مڪران واري حصي تي عيسيٰ بن معدان حڪومت ڪندو هو. سندس تختگاهه ڪنزپور هو جنهن تي عربن "قنزبون" نالو رکيو هو. ان جا ڦٽل نشانو هاڻوڪي پنجگور شهر جي ويجهو آهن.[5] قنزبون وسعت ۾ ملتان جيڏو هو. هتي جو ڪجور جو حلوو ڦانيڏ هينئر به مشهور آهي. هتي ڪرم آباد (خرم آباد) مکيه شهر آهي، جو هينئر

---

1 -Kalichbeg Faredunbeg: The Chachnamah, P-39, Footnot.

2 _ احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم: بشاري، ص — 479.

3_ معجم البلدان: ياقوت حموي، جلد_7، ص_78، مصر. هن وقت خضدار نال، وڍ ۽ باغبانه، جهالاوان جا مکيه ڳوٺ آهن.

4_ فرشته: جلد_1، ص_ 19، نولڪشور، مشڪي، جهالاوان ۾ هڪڙي وادي ۽ نديءَ جو نالو آهي ۽ ڪجور ڪري مشهور آهي.

R. Hughes-Buller: Imperial Gazetteer of India, Vol. Baluchistan. Kalat State.

5 -R. Hughes-Buller: Makran, Punjgur Valley, P-306.

T.H. Boldich SIR: The Gales of India, Makran.

البت ويران آهي، اڳ مردم خيز شهر هو ۽ باغات ڪري مشهور هو. سلطان مسعود سڄي مڪران تي قبضو ڪيو هو.

جيئن اندلس ۾ ٽن صدين گذرڻ بعد عربن جي باهمي جنگين ڪري، اتي ننڍڙيون رياستون قائم ٿيون هيون، تيئن سنڌ ۾ عربن جي باهمي جنگين ڪري، ٽن صدين گذرڻ بعد، سنڌ جي عظيم الشان سلطنت ننڍڙين رياستن ۾ ورهائجي ويئي. اندلس جي عربن عيسائين جي ڪاهُن جي مقابلي ۾ ڪو وقت آفريڪا جي بربرن کان مدد ورتي هئي، ليڪن سنڌ جي عربي رياستن کي ترڪن جي حملي کان ڪابہ بيروني اسلامي طاقت بچائي نہ سگهي.

## عربن جي ڏينهن ۾ سنڌ جون حالتون:

سنڌ ۾ جيڪي بہ قديم توڙي جديد تاريخون آهن، تن ۾ عربن جي زماني جي سنڌ جي سياسي، تمدني، اقتصادي، ادبي، صنعتي ۽ تجارتي حالتن تي ڪوبہ بيان ڏنل ڪونہ آهي. "تحفة الڪرام" جهڙيون تاريخون خاموش آهن. "تاريخ سنڌ" ڀاڱي-3 ۾ مسٽر عبدالغني عبدالله عربن جي سنڌ تي حڪومت نسبت لکيو آهي تہ:

> "عرب ڪوهستان ۽ بيابان جا رهاڪو هئا، جن کي زرخيز زمينن جو قدر ۽ قيمت معلوم نہ هئي، تنهن ڪري ڪنهن بہ فتح ڪيل ملڪ جي زمين جي ملھہ جي جاچ جوچ ڪانہ ڪندا هئا ۽ جيڪي بہ رپيا زمين جي عيوض رعايا کين ڏيندي هئي، سي غنيمت ڪري وٺندا هئا.... الخ"[1]

ڪنهن قوم يا ملڪ جي تاريخ لکڻ کان اڳ مؤرخ تي فرض آهي تہ ڀهريائين اُن قوم ۽ ملڪ جو گهرو مطالعو ڪري پوءِ قلم هٿ ۾ کڻي. ميان عبدالغني، انگريز مؤرخ ايليٽ بدران، جيڪر عرب جاگرافي دانن ۾ مؤرخن جي ڪتابن جي ورق گرداني ڪري ها، تہ جيڪر مٿئين قسم جو بيان هرگز ڪونہ ڏئي ها.

جيڪي دوست علم التاريخ سان دلچسپي رکن ٿا، سي تسليم ڪندا تہ اسلام کان گهڻو اڳ عرب صحرائي يا وحشي هئا، ليڪن صحرائي زندگي رکندي بہ سنڌن تمدن دنيا ۾ جهوني هئي ۽ مهذب دنيا سان سنڌن تجارتي تعلقات قائم هئا. ذڪر ۾ يمن تي بنو سبا وارن جي حڪومت هئي، جنهن جو تختگاھہ مارب حضرت سليمان جي تختگاھہ بيت المقدس سان ڪلهو

---

1- تاريخ سنڌ، ڀاڱو-3: عبدالغني عبدالله بي اي ايل ايل بي، ص-21-22، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1939ع.

هٽندو هو. بنو حضرموت وارا عرب هندستان جي تجارت جا مالڪ هئا. حيره تي المناذره وارن جي حڪومت هئي، جا ساساني شهنشاهت سان ڪلهو هٽندي هئي. حيره جي محلات، قصرخورنق ۾ ساساني شهزادا تعليم وٺندا هئا. بحرين جا عاد ارام جن شام جي ڪناري کي وسائڻ کان پوءِ سمنڊن جي واپار تي قبضو ڪيو هو تن کان هندستان جي شريف آرين خروشتي خط لکڻ سکيو هو.

اُتر عرب ۾ بنو غسان وارا، جن جو تختگاهہ بصري، رومة الڪبري سان ڪلهو هٽندو هو اتر اولهندي وارا نبطي، جن جو تختگاهہ پطري هو جن جي خون آشام ترارين روم جي هولناڪ فاتحن جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيا هئا، مصر جي هيڪسوس خاندان جا فرمانروا جي "ڏنار" بادشاهہ ڪوٺبا هئا، جن مصر اسفل ۽ مصر صعيد تي حڪومت ڪئي هئي، سي عرب صحرا نشين هئا؛ حجاز جا قريش واپار جا مالڪ هئا، اهي مڪ جي بت خاني جا متولي هئا، جو سڄي عرب ۾ متبرڪ مندر هو: صنعا، حيره، بصري ۽ پطري جا آثار اڄ بہ پنهنجي خاموش زبان سان عربن جي تمدني صلاحيت جي شاهدي ڏين ٿا. منجهائڻ يمن جو سدِ مارب دنيا جي قديم عجائبات ۾ شمار ٿئي ٿو.[1]

اسلام عربن کي عالمگير اخوت جي مالا ۾ منسلڪ ڪري، کين انصاف، نيڪي ۽ رواداريءَ جو سبق سيکاريو. جنهن زماني ۾ عربن پنهنجون فتوحات شروع ڪيون، ان وقت مشرق ۾ ايراني ۽ هندي آريائي تمدن ۽ مغرب ۾ يوناني تمدن جاري هو: سندن حڪومتن جو ڏيئو صبح ڪاذب جي لطيف جهوٽن لڳڻ ڪري ٽمڪائي رهيو هو. نئين دنيا تي نئين سر جاڳيل عرب قدم رکڻ سان، هرهڪ شيءِ کي ڏسي متاثر ٿيا ۽ نهايت شوق سان محڪم ارادي سان دنيا جي علوم، فنون کي نهايت تيزيءَ ۽ دقيق نظر سان تحقيقات جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ لڳا. ايتري قدر جو هنن ايران، هند، مصر ۽ يونان جي برباد ٿيل علمي محفلن کي بيهر صفحهءِ هستي تي زندگي ڏياري، هڪ نئين تهذيب جو دنيا ۾ بنياد وڌو. عربي فتوحات ڪري جيئن سنڌ باب اسلام بنجي ويو، تيئن هي ملڪ هڪڙي معلم جي حيثيت ۾ ساري هندستان جي رهنمائي ڪرڻ لڳو. اهڙي ترقيءَ جو سبب عربن ۽ هندن جي اتحاد جو نتيجو هو. عربي دؤر اندر هندن ۽ مسلمانن جا تعلقات اهڙا مضبوط ٿي ويا، جن جو مثال هندستان بلڪ قومن جي تاريخ ۾ ٻئي ڪنهن بہ دؤر ۾ لڀي نہ ٿو سگهي.

---

1 ـ تمدن عرب: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، ص ـ88، اردو ترجمو.

ارض القرآن: سيد سليمان ندوي، جلد ـ1.

عربن کان اڳ سنڌ تي برهمڻن جي حڪومت هئي، جن کي منوشاستر جي قانونن موجب ٻين ذاتين تي فوقيت حاصل هئي. بلڪ خون جو ڏوھ بہ کين معاف هو. ڇچ پنهنجي رعايا، لوهاڻن ۽ جاتن ٻن مکيہ قومن تي، جيڪي پڌ جا پوئلڳ هئا، جيڪي سخت قانون نافذ ڪيا هئا، سي هن ريت هئا:

1۔ مصنوعي ترار کان سواءِ اصلي ترار ڪوبہ نہ کڻي، 2۔ شال، مخمل ۽ ريشم جا ڪپڙا هو بلڪل نہ ڍڪين، پر جيڪڏهن ڍڪين تہ فقط ڳاڙهي يا ڪاري رنگ جا هجن، 3۔ گهوڙي تي سنج نہ رکن، اگهاڙي پٺيءَ چڙهن، 4۔ مٿو ۽ پير هميشہ اگهاڙا رکن، جتي، ٽوپي يا پڳ نہ پائين، 5۔ ٻاهر نڪرن تہ ڪتو ساڻ هجين، 6۔ ملڪ جي سردارن کي سندن بورچي خانن لاءِ ٻارڻ جون ڪاٺيون موجود ڪري ڏين، 7۔ جاسوسي ۽ قاصدائيءَ جو ڪم بجا آڻين ۽ جنهن ڪم تي مقرر ڪجن، سو سچائي سان ڪن ۽ 8۔ ملڪ تي ڪو غنيم حملو ڪري، تہ حڪومت جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿي لڙائي ڪن. اها سوسائٽيءَ جي حالت هئي. يعني رعايا شهري حقوق کان محروم هئي، عوام تي فرض هو تہ حڪمران طبقي لاءِ حيوانن کان وڌيڪ محنت ڪن. مندر جن ۾ ڪافي تعداد ۾ ديوداسيون رهنديون هيون ۽ جتي بتن جي پڄا پاٺ ٿيندي هئي، سي منافقيءَ ۽ غلط ڪاريءَ جا اڏا هئا.[1] عورتن لاءِ جيئري چکيا تي چڙهي سڙي مرڻ عزت جي نشاني هئي،[2] بعض ماڻهو بتن اڳيان آپگهات ڪندا هئا ۽ هن قبيح رسم کي بليدان سڏيندا هئا.[3] واپار جي ڪا سلامتي ڪانہ هئي. خشڪيءَ تي جاٽ، ميد ۽ بلوچ ڌاڙا هڻندا هئا، تہ سمنڊن تي دريائي ڌاڙيل لٽ مار ڪندا هئا.[4] رعايا ۽ حڪمران طبقي ۾ اتفاق ڪونہ هو. اهوئي سبب هو جو نيرن ڪوٽ جي سمينن حجاج کي ڪاھ ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني هئي.

## ڊلون:

عربن جيڪو سنڌ جو علائقو فتح ڪيو هو سو ايراضيءَ ۾ "معصومي" ۽ 'تحفة الڪرام' جي ڏنل حدن موجب، تقريبا هاڻوڪي مغربي پاڪستان جيترو هو. فاتح عربن، هندن کي مذهبي آزادي ڏيڻ کان سواءِ سندن اڳوڻين جاگيرن ۽

1۔ سفر نامہ سلمان تاجر ۽ ابو زيد سيرافي: ص۔ 130، پئرس.
احسن التقاسيم: مقدسي، ص۔ 483.
2۔ سفرنامہ ابو زيد سيرافي: ص، 115۔118.
3۔ آثار البلاد: ڪريا قزويني، ص۔81.
4۔ ڪتاب الهند: بيروني، ص۔102، لنڊن.

رياستن کي بحال رکيو بت خانن جي پروهتن کي مندرن جي خرچ لاءِ نيون جاگيرون عنايت ڪيون ۽ هندن کي اهل ڪتاب جا حقوق ڏنا. عرب هن ملڪ ۾ نو وارد هئا, تنهن ڪري هندن کي عهدن تي بحال رکيائون. بت خانن جا بت جواهرات ۽ ياقوت جا جڙيل هئا, مگر عربن معاهدي جي شرطن تي پائبند رهي بتخانن سان ڪا ڇيڙڇاڙ ڪانہ ڪئي, بلڪ هرهڪ شهر ۾ مسلمانن جي عبادت لاءِ جامع مسجدون تعمير ڪيون.[1] عرن کي سنڌ مان ٽئن قسمن جي اُپت هئي:

1ـ زمين جي اپت مان حصو جو ابتدا ۾ پيدائش جي مدنظر تي وصول ڪندا هئا. جيڪڏهن زمين کي درياءَ يا ڪنهن ڍوري مان پاڻي ملندو هو تہ ان جي اپت جو بہ پاڱي پنج حصو ڍل طور وٺندا هئا, باغن جي اپت تي هڪ پاڱي ٽيون حصو. چرخيءَ جي پوک تي ڏهون حصو. باراني پوک تي چوٿون حصو ڍل وٺندا هئا, انگور ۽ مڇيءَ جي اپت تي پنجون حصو محصول وٺندا هئا: 2ـ في آسامي, 3ـ گمرگ (ڪسٽم), 4ـ مختلف قسمن جون ڍلون, مثلا سونارن, عريضي نويسن, دڪاندارن, چاڪين, گهرن جي مالڪن, بلڪ نڪاح ڪرڻ وارن تي بہ ڍل مقرر هئي. اهي ماهوار ڍلون هيون, جن کي عام طور "مال هلالي" سڏيندا هئا.[2] هندو رعايا "ذمي" شمار ٿيندي هئي. سندن مال ۽ جان جي حفاظت لاءِ حڪومت ذميوار هئي, جنهن جي بدلي ۾ کين "جزيہ" ڏيڻي پوندي هئي. دولتمند طبقي کي ساليانو 48 درهم, وچين طبقي کي 24 درهم ۽ هيٺين طبقي ورن مان هرهڪ کي 12 درهم ڏيڻا پوندا هئا.

مٿيون قانون فقط سنڌين لاءِ مخصوص نہ هو پر عرب جيڪو بہ ملڪ فتح ڪندا هئا, اتي جي رهاڪن کي بہ شرط پيش ڪندا هئا: اسلام يا جزيہ. زالون, ٻار ضعيف, نادار ۽ نومسلم مٿينءَ ڍل کان آزاد هئا. هنن ڍلن جي مقابلي ۾ مسلمانن کي اڍائي رپيا في صد, بعض حالتن ۾ ساڍا ٻارهن في صد بيت المال ۾ ڏيڻو پوندو هو.[3]

1 (1) سنہ 8 هجري آنحضرت ﷺ جن نجران, ايلہ اذرخ ۽ ٻين قومن تي جيڪا جزيہ ڍل مقرر ڪئي هئي, انهن ساڳين ڍلن تي ۽ معاهدن تي خلفاءِ راشده, اموي توڙي عباسي قائم رهندا آيا. ڏسو 'رسائل شبلي' باب ـ3, رحماني پريس دهلي.

2ـ ڪتاب الخراج: قاضي ابو يوسف, ص ـ49, مصر. الخطط و آلاثار: تقي الدين احمد المقريزي (المتوفي 845هہ) جلد ـ1, ص ـ107, مصر 1270هہ

3ـ 'درهم' چانديءَ جو سڪو هو ۽ "دينار" سونو سڪو هو. هڪڙي دينار ۾ ويهہ يا پنجويهہ درهم پوندا هئا. في دينار جي قيمت انگريزي 9 شلنگن جي برابر هئي, يعني هڪ دينار ساڍن 22 رپين جي قيمت جو هو. ڏسو "چچنامہ" ص ـ39.

## ذمين جا حقوق:

حجاج جي زماني ۾ ذمين سان سختيون ٿينديون رهيون. ڇاڪاڻ جو حجاج جي پاليسي جابرانہ هئي. حضرت عمر بن عبدالعزيز رح، دمشق جي تخت تي ويهڻ کان پوءِ، سلطنت جي عاملن کي هينيون فرمان موڪليو جنهن موجب سنڌ جي هندن کي وڏيڪ رعايتون مليون، جن جو تفصيل هيٺ ڏيون ٿا:

1۔ ذمين جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪئي وڃي، جيئن مسلمانن جي.

2۔ ذمين جي مذهبي عمارتن جي حفاظت ڪئي وڃي ۽ سندن مذهب ۾ ڪنهن بہ قسم جي دست اندازي نہ ٿئي.

3۔ جزيہ جي وصوليءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جي زيادتي نہ ڪئي وڃي، بلڪ رعايتون ڪيون وڃن.

4۔ عام جمهوري حقن جي لحاظ سان ذمين جا حق مسلمانن وانگر مساوي قرار ڏنا وڃن.

مٿئين فرمان موجب، هندن کي اختيار ڏنو ويو تہ ڍلون نقدي صورت ۾ يا جنس جي صورت ۾ ڏين.[1] نہ تہ اڳ مسلمان ذمين کي ناقابل برداشت تڪليفون ڏيندا هئا ۽ سختيءَ سان کانئن ڍلون وصول ڪندا هئا. حضرت عمر بن عبدالعزيز رح کان اڳ حجاج جهڙو ظالم بصره جو حاڪم هو. سندس ڏينهن ۾ علائين کي مڪران ۾ هڪڙي ئي ڏوهہ ڪرڻ ڪري سڄي عمر ديسان ديس پٽڪڻو پيو هو. حضرت عمر عمال کي حڪم صادر فرمايو تہ ذمين سان رعايتون ڪن، بلڪ انهن مان جيڪي ضعيف آهن، تن جي اخلاقي مدد ڪن ۽ کين مالي امداد ڏين.[2]

مٿئين حڪم موجب مسلمانن جيڪي بہ ذمين جون زمينون ڦٻايون هيون، سي کين موٽائي ڏيڻيون پيون، جن نہ موٽايون تن کي معاوضو پري ڏيڻو پيو. اڳ مجرمن کي قتل جي سزا ملندي هئي. وليد بن عبدالملڪ جي زماني ۾ گهڻائي محض شڪ ڪري قتل ٿيڻ لڳا. حضرت عمربن عبدالعزيز رضہ اهڙي جابرانہ ڪارروائيءَ کي خلاف سنت قرار ڏنو.[3] عمال کي تاڪيد ڪيوويو تہ رعايا سان انصاف سان پيش اچن. اڳ بيگر جو بہ رواج هو. حضرت عمر بن عبدالعزيز رح ان جو سختيءَ سان انسداد ڪيو. مذهب، حڪومت، اخلاق توڙي

---

1 ۔ فتوح البلدان: بلاذري، ص۔ 233، ڪتاب الخراج، ص – 76.

2۔ يعقوبي: جلد۔2، ص۔ 348.

3۔ شرح موطا، امام مالڪ: جلد۔4، زرقاني، ص۔ 237. مصر.

قانون، هنن سيني اجتماعي ادارن جو آخري مقصد هن ريت آهي ته رعايا خوشحال رهي ۽ فاغ الباليءَ سان زندگي بسر ڪري. حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ فقط اڍائي ورهيه خلافت تي مسند آرا رهيو مگر مٿئين قليل عرصي اندر سلطنت اندر جيڪي به مفلس هئا، تن جا نالا سرڪاري طور رجسٽر ڪيا ويا ۽ انهن لاءِ وظيفا مقرر ٿيا. نوبت ايتري کي پهتي جو سرڪاري خزانو خالي ٿي ويو.[1] مفلس ۽ نادارن لاءِ وليد بن عبدالملڪ لنگرخانا جاري ڪيا. اهو سلسلو يزيد بن عبدالملڪ تائين قائم رهيو. زرعي زمينن جي پيمائش جو انتظام قائم ڪيو ويو ۽ سلطنت جي بجٽ تيار ٿي ته ڏسجي ته ڪهڙن ڪهڙن صوبن جي آمدني ۾ اضافو ٿيو ۽ ڪهڙن ڪهڙن صوبن جي آمدنيءَ ۾ ڪوٽ پيئي. حڪومت جي آمدنيءَ جا ذريعا: 1۔ خراج، 2۔ عشر، 3۔ جزيه ۽ 4۔ زڪوات جي صورت ۾ هئا.

## سنڌ جي ساليانيِ اُپت:

سنڌ جي ساليانيِ اپت جا انگ اکر فقط مامون جي ڏينهن جا ملي سگهن ٿا، جي هن ريت آهن:

1۔ مڪران، چار لک درهم، 2۔ سيستان، چاليهه لک درهم، 3۔ سنڌ، هڪ ڪروڙ پندرهن لک درهم ۽ عود هندي ڏيڍ سؤ رطل.[2] ان حساب سان سنڌ جي ساليانيِ اپت چوويهه لک رپيا هئي.[3] بعض تاريخن ۾ ستاويهه لک رپيا ڏيکاريل آهي. مٿين اپت نزارين ۽ يمانين جي فسادن ڪري گهٽجو گهٽجي ويئي. جاتن ۽ ميدن سان ساندهه جنگين لڳڻ ڪري، سنڌ جي عمال کي فوجي اخراجات لاءِ پئسي جي ضرورت محسوس ٿيڻ لڳي. ان سبب ڪري جڏهن مامون سنڌ جي گونرري بشر بن دائود جي سپرد ڪئي، تڏهن هن کي ٻارهن هزار درهم ساليانو شاهي خزاني ڏانهن رواني ڪرڻ لاءِ شرط وڌو هئائين.

---

1 ۔ جڏهن عملدارن حضرت عمر کي خبر ڏني ته سرڪاري خزانو خالي ٿي ويو آهي، تڏهن حڪم فرمايائون ته ان کي ڪچري سان پري ڇڏيو. مال هلالي، ڍل ۽ بيگر جتي ڪٿي صفا بند ٿي ويئي.

2 ۔ المامون: شبلي نعماني، ص 135۔137، اعظم ڳڙهه، 1926ع.

3 ۔ عرب وہند کے تعلقات: سيد سليمان ندوي، ص 21۔22، "تاريخ هندستان" مولوي ذڪاءَ الله، جلد ۔1.
Amirali Sayed: The History of Saracens, The Conquest of India.

سنڌ اسلامي سلطنت جي ٻين صوبن جي مقابلي ۾ اپت وارو صوبو هو مثلاً عباسي دؤر ۾ ڪسڪر، حلوان، اهواز، ڪرمان، قومس، طبرستان، نهاوند، همدان، بصره، ڪوفا، آذربائيجان، قنسرين، دمشق ۽ فلسطين جي صوبن جي آمدنيءَ کان سنڌ جي اپت وڌيڪ هئي. ڏسو "المامون".

## عدالتي ڪاتا:

محمد بن قاسم پراڻي نظام کي قائم رکيو هو. مگر جيڪي نامناسب قانون برهمڻ راجائن رعايا تي نافذ ڪيا هئا ۽ اسلامي مساوات ۽ انصاف جي خلاف هئا. سي هن سمورا موقوف ڪري ڇڏيا. هو سنڌ ۾ فقط چار ورهيه مس رهيو هو مگر مٿئين قليل عرصي ۾ هن اهڙو شاندار مثال قائم ڪيو. جو ترڪ ۽ افغان فاتحن جي مقابلي ۾ سندس نظم ۽ نسق سنڌ اندر. انصاف ۽ رواداريءَ جي لحاظ سان هڪ بهترين مثال هو. اهوئي سبب آهي. جو معزول ٿي سنڌ ڇڏڻ وقت. بلاذريءَ جي بيان موجب. سنڌ ۽ هند جا ماڻهو سندس انصاف ۽ رواداري ۽ احسانن کي ياد ڪري روئڻ لڳا! بلڪ ڪيرج جي رهاڪن سندس يادگار لاءِ هڪڙو مجسمو ڪڙو ڪيو هو. عدالتي ڪاتو قاضين جي نگرانيءَ هيٺ هو. جي وقت جا وڏا محدث هئا. قاضي ابو معشر نجيح السندي. جو هجري ٻي صديءَ ڌاري ٿي گذريو. سو فن سيرت جو امام هو. قاضي ابي الشوراب جي علميت ڪري عراق تائين هاڪ پيل هئي. منصوره جي حاڪم ابوالمنذر جو وزير رياح جنهن سان مسعودي ملاقات ڪئي هئي ۽ سندس پٽ. جيد عالم هئا.

هندو پنهنجو فيصلو پنچائتن جي ذريعي ڪندا هئا. بعض حالتن ۾ وقت جا گورنر سختيون به ڪندا هئا. مثلا. عمران بن موسيٰ برمڪيءَ جي زماني ۾ جڏهن قيقانا جي جاٽن فساد ڪيو هو. تڏهن عمران کين سزا طور هميشه پاڻ سان گڏ ڪتن ڪٺي هلڻ لاءِ حڪم ڏنو هو. بلاذريءَ جو بيان آهي ته ڪتن جي قيمت ايتري وڌي ويئي هئي. جو في ڪتو پنجاهه درهمن تي وڪامڻ لڳو هو.[1]

مامون جي ڏينهن ۾ سنڌ جي مختلف حصن ۾ آزاديءَ جي ايتري قدر لهر پئجي ويئي هئي. جو جڏهن به صوبي جو ڪو گورنر جابرانه پاليسي اختيار ڪندو هو. تڏهن رعايا متفق ٿي کيس صوبي کان ٻاهر لوڌي ڪيندي هئي. حقيقت ۾ مامون جي ڏينهن ۾ رعايا عمال جي پرواهه ڪرڻ ڇڏي ڏني هئي. ڪوبه عرب سردار ڪو شهر فتح ڪندو هو ته خليفي ٻاران حڪومت ڪرڻ جي کيس سند ملندي هئي. مامون. فضل بن ماهان کي "سندان" تي حڪومت ڪرڻ لاءِ اهڙي طرح ئي سند ڏني هئي. خليفن جو نالو پوئين زماني ۾ فقط

---

1_ سنڌي ۽ جاٽ جيئن ايران جي ڪسرائن جي لشڪر ۾ ڀرتي ٿيندا هئا. تيئن محمد بن قاسم جي رواداريءَ کي ڏسي اسلامي لشڪر ۾ ڀرتي ٿي لڙيا هئا. ملتان فتح ٿيڻ وقت عربن جي فوجن جو تعداد پنجاه هزار هو. جنهن ۾ وڏو تعداد هندن جو هو. هندو فوجي نوڪري ڪندي. عراق ۽ شام تائين پهتا هئا. سلطان محمود جي لشڪر ۾ به نوڪر هئا.

نوٽ: عدالتي ڪاتو فقهاء جي قانوني نظام تي قائم هو. مثلا. حنفي. مالڪي. شافعي ۽ حنبلي منجهان فقه حنفي عدالتن ۾ جاري هئو.

خطبن ۾ جاري هو. "سندان" جو شهر ابن حوقل جي سنڌ جي نقشي ۾، لاڙ ۾ سمنڊ جي ڪپ تي ڏيکاريل آهي.

## ٽپال ڪاتو:

عربن جي ڏينهن ۾ ٽپال ڪاتو "بريد" سڏبو هو. هر هڪ منزل تي ٻارهن ميلن کان پوءِ تيز رفتار گهوڙا حڪومت پاران مقرر هئا. صوبن جو احوال قاصدن ذريعي مرڪزي حڪومت کي ملندو هو. فتح سنڌ جو نقشو حجاج بن يوسف ثقفي رٿيو هو. غازي محمد بن قاسم سندس احڪامن جي پيروي ڪندو رهيو. ان قسم جا احڪام وٽس ٽپال رستي پهچندا هئا. ٽپال ڪاتي جو وڏو عملدار "صاحب بريد" سڏبو هو. عباسي دؤر ۾ ٽپال جو ڪم ڪبوترن ذريعي به هلندو هو. ڪبوترن جو رواج معتصم جي زماني ۾ رائج ٿيو.

## محتسب:

محتسب شهرن جي نگراني ڪندو هو. وٽس پيادن جو دستو رهندو هو جن سان محتسب شهر جي بازارين ۾ گشت ڪندو هو. جيئن واپاري تور ۽ ماپ يا شين جي اگهن ۾ خيانت نه ڪن يا مسجدين ۽ بازارين ۾ ڪو خلاف شريعت ڪارروائي نه ڪري. لاڏو جانورن جي نگرانيءَ جو ڪم به سندس سپرد هو ته ڏسي ته مٿن حد کان زياده ته بار ڪونه ٿو لڏيو وڃي! مسجدين جي معاملن تي به چڪاس رکندو هو. متان ڪو معلم شاگردن سان سختي ڪري.

جيڪي مٿئين قسم جا ڏوهه ڪندا هئا، تن کي محتسب سزائون ڏيندو هو. صوبن جا عامل هر هڪ مسئلي تي بصري جي والين کان اجازت وٺندا هئا. مشرقي ملڪ جهڙوڪ: ايران، خراسان، سجستان، ڪرمان، سنڌ ۽ ڪابل بصري جي واليءَ جي ماتحت هوندا هئا. بصري جو والي دربار جي وزيراعظم کان اجازت وٺي صوبن تي عامل مقرر ڪندو هو. وزيراعظم وري خليفة المسلمين کان فيصلي لاءِ اجازت وٺندو هو. عباسي دؤر اندر وزيراعظم جو لقب "ذوالرياستين" هو. يعني "صاحب الحرب والقلم".[1]

## پوليس:

پوليس جو وڏو عملدار 'صاحب الشرط' سڏبو هو. هر هڪ شهر ۾ پوليس جو انتظام هو. شهرن کي مضبوط عالم پناهون ڏنل هيون. حمله آورن کي مجال

---

1 ـ مامون جي وزيراعظم فضل بن سهل جو ماهوار پگهار ٽيهه لک رپيا هو. ابن خلقان ۽ علامه ابوالفرج اصفهاني حڪومت جي ڪاتن جي عملدارن جي پگهارن جو مفصل بيان ڏنو آهي.

نہ هئي، جو آسانيءَ سان شهر اندر گهڙي سگهن. اوهين اڳ پڙهي چڪا آهيون تہ هارون الرشيد جي ڏينهن ۾، جڏهن عربن سنڌ کي ڇڏڻ حصن ۾ ورهائڻ گهريو ٿي، تڏهن مغيره مهلبي منصوره تي قبضي ڪرڻ جو ارادو ڪيو پر شهر وارن عالم پناهہ جا در بند ڪري ڇڏيا هئا. ان ڪري هو ڪامياب ٿي نہ سگهيو هو.[1] عالم پناهُن کي ٻاهران خندقون ڏنل هيون.

## جيل خانا:

فتوحات سنڌ وقت عرب جڏهن ڪو شهر فتح ڪندا هئا، تڏهن دشمن جي لشڪر کي هٿيارن ڇڏڻ لاءِ حڪم ڏيندا هئا. رعايا کي عام معافي ڏيئي امن امان ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏيندا هئا. عام معافي نامي کان پوءِ جيڪڏهن ڪو سرڪشي ڪندو هو يا هٿيار پيش نہ ڪندو هو تہ ان کي "الحرب" سڏيندا هئا. ڪين قتل ڪرڻ کان پوءِ سندن زالن ۽ ٻارن کي بطور قيدين جي پاڻ وٽ رکندا هئا.[2] فتوحات کان پوءِ جڏهن اسلامي حڪومت جو سنگ بنياد پيو، تڏهن اخلاقي ڏوهارين لاءِ جيل خانا تعمير ٿيا. ديبل سينٽرل جيل هو. اسلامي دؤر ۾ سڀ کان پهريائين خلافت حيدريءَ جي ڏينهن ۾، قيدين کي رعايتون مليون. مثلا نادار قيدي جن جو نہ ڪو مٽ هو نہ مائٽ، تن کي بيت المال مان کاڌو ڪپڙو ملڻ لڳو.[3]

خلافت راشده کان پوءِ جڏهن شخصي حڪومت جو دؤر شروع ٿيو، تڏهن مٿين قانون ۾ خرابيون پيدا ٿي ويون. خاص ڪري حجاج بن يوسف جي زماني ۾ جڏهن ڪو لاوارث قيدي مرندو هو، تڏهن سرڪاري حڪم موجب سندس لاش ٻن ڏينهن تائين جيل ۾ پيو سڙندو هو ۽ ٻيا قيدي خيراتون پني سواءِ غسل ۽ ڪفن جي جنازي کي دفنائيندا هئا. وليد بن عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ معمولي شڪ ماتحت ڏوهارين کي موت جي سزا ملندي هئي. بعض مجرمن کي ٽن ٽن سؤن درن لڳڻ جي سزا ملندي هئي. حضرت عمر

---

1ـ مغيره مهلبي يعقوبيءَ جي بيان موجب، جڏهن منصوره جي شهر ۾ داخل ٿي نہ سگهيو تڏهن ڪنهن حڪمت عمليءَ سان شهر وارن کان در پٽائي اندر گهڙيو هو

2 - Kalichbeg Faredunbeg: The Chachnamah, PP.137-174

3ـ ڪتاب الخراج: قاضي ابو يوسف، ص_188.

نوٽ: ٽپال جو کاتو فقط حڪومت جي ڪاروبار لاءِ کليل هو. حڪومت جي هرهڪ وڏي شهر ۾ ٽپال کاتي جو عملدار صاحب بريد رهندو هو جو صوبي جي عملدارن جي نگراني بہ ڪندو هو ۽ حڪومت کي رپورٽون بہ پهچائيندو هو.

بن عبدالعزيزؒ مٿينءَ سخت گير پاليسيءَ جو خاتمو ڪري، قيدين کي مناسب رعايتون ڏنيون.[1] مثلا:

1۔ جيلر بدديانتي ڪندا هئا، تنهن ڪري قيدين کي ڪاڌي بدران نقد درهم ملڻ لڳا.[2] 2۔ جيل خانن ۾ زالن قيدياڻين کي سرڪار پاران برقعا مليا. 3۔ قاتلن لاءِ ڌار طبقو قائم ڪيو ويو، سندن پيرن ۾ بيڙين وجهڻ جو حڪم هو.4۔ جيڪي قرض ادا ڪري نہ سگهيا ۽ ان جرم ۾ قيد هئا، تن کي اخلاقي ڏوهارين کي ڌار رکيو ويو. 5۔ نماز وقت ۽ رات جو سمهڻ وقت عام قيدين جون بيڙيون لاهڻ لاءِ حڪم هو.6۔ بيمار قيدين کي سرڪاري شفاخاني مان دوا ملڻ لڳي. 7۔ فوتين جي دفن ۽ ڪفن جو خرچ بيت المال مان ٿيڻ لڳو. 8۔ ڏُرن هڻڻ جي سزا گهٽائي ويئي. 9۔ عمال کي حڪم مليو تہ پاڻ وڃي جيل خانن جو معائنو ڪن.[3]

معتصم عباسيءَ جي ڏينهن ۾، عنبسہ بن اسحاق ديبل جي مندر جي هڪڙي حصي جي مرمت ڪرائي ان کي جيل خانو بنايو هو.[4] مقتدر بالله جي وزير، علي بن عيسيٰ ، جيل خانن لاءِ جدا حڪيم مقرر ڪيا هئا.

## شراب تي بندش:

شراب هندو واپرائيندا هئا ۽ ان تي ڍل پيئي. خليفي عمر بن عبدالعزيز اها ڍل بند ڪري ڇڏي، عمال کي حڪم فرمايائون تہ شهرن اندر ذمين جا جيڪي بہ شراب جا دڪان آهن سي بند ڪيا وڃن.[5]

## اسلام جي اشاعت:

قرآن شريف، جو اسلامي علوم ۽ فنون جو سرچشمو آهي، سو خلافت راشده جي زماني ۾ مرتب ۽ مدون ٿي چڪو هو مگر اڃا منجهس نقطا ۽ اعراب

---

1۔ يعقوبي: جلد۔2، ص۔384. آل عقيل جا جيڪي بہ ڪاتن تي عملدار هئا، تن کي حضرت عمر بن عبدالعزيز عهدن تان الهي ڇڏيو بلڪ گهٽن کي يمن ڏانهن جلاوطن ڪري ڇڏيائين ۽ يمن جي حاڪم کي حڪم ڪيائين تہ آل عقيل جي قبيلي جي ماڻهن کي پين علائقن ڏانهن لوڏي ڪڍي.

2 ۔ طبقات ابن سعد: ص۔257. قيدين جي وظيفي لاءِ سرڪاري رجسٽر مقرر ٿيو. جنهن موجب قيدين جا نالا رجسٽر ڪيا ويا ۽ گورنرن کي حڪم مليو تہ رجسٽرن جي پاڻ چڪاس ڪن.

3 ۔ ڪتاب الخراج: ص۔188، طبقات ابن سعد: ص۔293.

4۔ مختصر تاريخ هند: ص۔38. فتوح البلدان: بلاذري، ص۔437. معتصم جو زمانو 218هہ کان 227هہ هو.

5۔ عضدالدولہ ابن بويہ ديلمي ٽي شيون ايجاد ڪيون هيون: (1) دروازي تي ڏينهن ۾ ٽي دفعا نوبت وڄائڻ، جنهن جو اڳ رواج نہ هو (2) عيد غدير ۽ (3) محرم ۾ تابوت ڪڍڻ ۽ امامن لاءِ ماتم ڪرڻ.

ڏنل ڪونہ هئا. عربن کي سندس قرائت ۾ ڪابہ دقت ڪانہ ٿيندي هئي، ليڪن عجمين کي پڙهڻ وقت گهڻي دقت ٿيندي هئي. حجاج بن يوسف هونئن تہ ظلمن ڪري مشهور هو، مگر قرآن جي اشاعت ڪرڻ لاءِ سندس نيڪ ڪارنامو يادگار آهي. هن قرآن مجيد ۾ نقطا ۽ اعراب ڏياري سندس گهڻائي نسخا لکرائي مشرقي صوبن ڏانهن روانا ڪيا، جنهن ڪري نو مسلمن کي پڙهڻ ۾ آساني ٿيڻ لڳي.[1]

## قرآن جو پهريون سنڌي ترجمو:

بني اميہ جي دؤر ۾ ابن جبير جو تفسير موجود هو جو فتح سنڌ کان ٿورو اڳ عبدالملڪ بن مروان جي ڏينهن ۾ تيار ٿيو هو.[2] منصوره ۾ گهڻائي سنڌي عرب عالم موجود هئا، جي فن تفسير جا ماهر هئا. ازان سواءِ هو هندي ۽ سنڌي زبانن جا بہ ماهر هئا. منصوره جي هباري حاڪم عبدالله بن عمر جي زماني ۾ الور جي راجا مهروگ (مهروق) سنہ 270هہ ۾ منصوره جي امير کي لکيو تہ ڪنهن عالم کان اسلامي اعتقادات کان واقف ٿئي. عبدالله جي حڪم سان هڪڙي سنڌي عالم اسلامي عقيدن لکرائي ڪيس موڪليو تہ هڪڙي قصيدي ۾ لکي راجا ڏانهن مڪو. راجا قصيدو پڙهي شاعر جي قادر ڪلامي ۽ لياقت جي بي انتها تعريف ڪئي ۽ عبدالله کي لکيو تہ شاعر کي وٽس روانو ڪري. سنڌي شاعر ٽن سالن تائين راجا جي دربار ۾ عزت ۽ احترام سان رهي، قرآن شريف جو سنڌي ترجمو ڪيو. وليد بن عبدالملڪ قرآن شريف جي حافظن کي چوڏاري سلطنت اندر روانو ڪري، انهن لاءِ وظيفا مقرر ڪيا، جيئن ماڻهن ۾ قرآن پڙهڻ جو شوق جاڳي.[3] سليمان بن عبدالملڪ ناچ ۽ گاني تي بندش وڌي.

## مسجدون:

محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪرڻ وقت وڏن شهرن جهڙوڪ ديبل، نيرن ڪوٽ، سيوستان، برهمڻ آباد، الور، ملتان، ديپالپور، قنوج ۽ ويهند تائين بت خانن اڳيان جامع مسجدون تعمير ڪرايون ۽ منجهن واعظ ۽ مؤذن مقرر ڪيا. هندن سان جيڪي معاهدا ڪيا ويا، تن تي مسلمان سختيءَ سان پابند رهيا. فاتح سنڌ جي نيڪي، انصاف ۽ رواداريءَ کي ڏسي قديم رهاڪو سمينہ

---

1۔ ابن خلقان: تذڪرة حجاج بن يوسف.

2 ۔ ميزان الاعتدال: ذهبي، ذڪر عطاءِ بن دينار.

3۔ تاريخ الخلفاء: سيوطي، ص۔226، ڪلڪتو.

خوشيءَ سان مسلمان ٿيا[1] ديبل ۽ ٻين شهرن مان سوين علماءَ ڪرام پيدا ٿيا، جن جا نالا علامہ سمعاني ڏنا آهن: هشام بن عبدالملڪ جي تبليغ ڪري صغدانيا جي ترڪن جا قبيلا مسلمان ٿيڻ لڳا.[2] ۽ جرگن جي فيصلن موجب سمرقند ۽ بخارا وارا ترڪي قبائل مرڪز خلافت کي خراج ۽ ڀانهيون ۽ ٻانها موڪلڻ لڳا.

سنہ 349هہ (960ع) ڌاري ترڪن جا ٻہ لک ڪٽنب مسلمان ٿيا.[3] سنہ 435هہ (سن 1034ع) ۾ ترڪن جا ڏهہ هزار ڪٽنب مسلمان ٿيا.[4] معتصم جنهن ترڪن کي پرتي ڪري سامره ۾ انهن لاءِ جدا ڇانوڻي تعمير ڪرائي، سي سمورا ترڪ مسلمان ٿيا.[5] عربن سنڌ ۾ جيڪي نوان شهر- منصوره، محفوظہ ۽ بيضا تعمير ڪرايا هئا، سي دراصل اسلامي تعمير جا ادارا هئا، جت عراق جي علمائن کان سواءِ درويشن ۽ محدثن جي بود و باش اختيار ڪرڻ ڪري، اسلام جي اشاعت ٿيڻ لڳي. ابن الاشعتر بہ هڪڙي نومسلم راجا جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. حضرت عمر بن عبدالعزيز رح جو زمانو سنہ 99هہ کان سنہ 101هہ (717_720ع) تائين اٽڪل اڍائي ورهيہ مس رهيو، مگر مٿئين قليل عرصي اندر اسلام انتهائي سرعت سان سنڌ ۾ ترقي ڪئي.

## سنڌ جي راجائن جو مسلمان ٿيڻ:

حضرت عمر بن عبدالعزيز رح، اسلام جي اشاعت ڪرڻ لاءِ سلطنت جي صوبن ڏانهن واعظ مفتي وظيفن تي مقرر ڪري روانا ڪيا، تہ اتي جي رهاڪن کي فقهہ ۽ حديث جي تعليم ڏين ۽ حرام حلال کان واقف ڪن.[6] هن اسلامي دنيا ۾ رهندڙ سيني غير مسلم حاڪمن ڏانهن اسلام جا دعوت ناما مڪا. بلاذري جو بيان هن ريت آهي:

---

1_ بلاذري عيسفان جي راجا جو بيان لکي ٿو جنهن جو پٽ بيمار هو. پنڊتن ۽ ويدن مندرن ۾ گهٽيون دعائون گهريون، پر ڪو فائدو نہ پهتو جنهن تي راجا غصي ٿي مندر ڊهرائي ڇڏيا ۽ مسلمان سوداگرن کان اسلام جا عقيدا معلوم ڪري مسلمان ٿيو هو.

2 _ صغدانيا جي ترڪن جي دعوي هئي تہ جيڪو سنڌن ٻتن کي پڃندو سو ناس ٿي ويندو. فاتح قتيبہ سنڌن مندرن کي باهہ ڏياري، پر هن کي ڪجهہ نقصان نہ پهتو. جنهن تي ترڪن اسلام اختيار ڪيو.

T.W. Arnold: The Preching of Islam, P-238, Aligarh, 1913.

3_ الڪامل: ابن اثير. جلد_8، ص_396. بريل. جرگہ جي رسم اسلام کان اڳ ترڪن ۾ رائج هئي، ڪائنن بلوچ ۽ افغان سکيا.

4_ تجارب الامم: ابن مسڪويہ جلد_2، ص_181، مصر.

5 _E, Gibbon: The Decline and Fall of Roman Empire, Vol.IV, P.47, Lond . 1890

6_ حسن المحاضرہ: سيوطي، جل_1، ص_ 12، مصر.

فكتب الى الملوك دعوهم الى الاسلام و الطاعة ان يملكهم ولهم ماللمسلمين و عليهم ما عليهم وقد كانت بلغتهم سيرته و مذهبه فاسلم جليشه و الملوك و تسموا باسماءَ العرب.[1]

”خليفي بادشاهن کي هن شرط سان اسلام جي دعوت ڏني تہ سندن بادشاهيءَ ۾ ڪو خلل نہ پوندو ۽ جيڪي مسلمانن کي حق ڏنل آهن. سي ڪين ملندا. جيڪي ذميواريون مسلمانن تي عائد آهن سي مٿن عائد رهنديون. بادشاهہ خليفي جي حسن اخلاق کان واقف هئا. تنهن ڪري سنڌ جي راجا جئسيہ (جليشہ) ۽ ٻين خوشيءَ سان اسلام قبول ڪري پاڻ تي عربي نالا رکيا.“

## تبت جي راجائن جو اسلام قبول ڪرڻ:

خليفة المسلمين جي حسن اخلاق جي سيني حاڪمن کي خبر هئي، تنهن ڪري سندس دعوت کي هنن خوشيءَ سان قبول ڪيو. تبت جي راجائن جو وفد دمشق جي دربار ۾ پهتو. خليفي وفد سان سليط بن عبدالله الحنفيءَ کي اسلام جي تبليغ ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو.[2] جن جن ذمين اسلام قبول ڪيو هو تن تان جزيہ معاف ٿي. عاملن کي حڪم ڏنائون تہ ذمين کي اسلام ڏانهن خوش اسلوبيءَ سان مائل ڪن. مٿين4 خير انديش پاليسيءَ جي ڪري، چار هزار ذمي خراسان جي عامل، جراح بن عبدالله الحڪميءَ جي ترغيب سان مسلمان ٿيا.[3] سنڌ ۾ تبليغ جو اثر ان ڪري مفيد ثابت ٿيو جو حجاج جي ڏينهن ۾ عرب عملدار ذمين کان جزيہ اڳاڙڻ وقت مٿن سختيون ڪندا هئا.

حضرت عمر بن عبدالعزيزؒ ذمين سان جيڪي رعايتون ڪيون، تن جي اثر ڪري گهڻي خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيو. ذمين جي اسلام قبول ڪرڻ ڪري ڍلن ۾ گهٽتائي ٿيڻ لڳي، جنهن تي عالمن خليفي کي پڪار ڪئي، ڪين جواب مليو تہ ڍل ڍلون گهٽجن، جيئن اسين سڀ هٿن سان پورهيو ڪري کائون. خليفي جي نيڪ نامي، ايمانداري ۽ سهڻن اخلاقن رعايا تي چڱو اثر وڌو. مامون جي ڏينهن ۾ بہ هڪڙي تبت جي راجا مسلمان ٿي پنهنجي جواهرن ۽ ياقوتن سان مڙهيل بتن کي مڪ معظمہ ڏانهن نذراني طور مڪو هو. خاران جي نوشيرواني ملڪن بہ اسلام قبول ڪيو.

---

1۔ فتوح البلدان: بلاذري ص۔449.

2۔ يعقوبي: جلد۔2، ص۔ 292، ليبن، 1883ع.

3 ۔ طبقات ابن سعد: تذڪره حضرت عمر بن عبدالعزيز.

## مذهبي مناظرا:

بصرو جو هجري 2 صدي جي وچ ڌاري مختلف مذهبن جو مرڪز هو اتي واصل بن عطاءَ ۽ جهم بن صفوان سان هندو پنڊتن، جي بڌ هئا، مذهبي مناظرو ڪيو هو، جنهن ۾ پنڊتن هارائي اسلام قبول ڪيو هو.[1] ان قسم جا مذهبي مناظرا سنڌ ۽ هندستان ۾ ٿيندا هئا. امام ابوالحسن مسعودي 302هہ ڌاري ڪنيات ۾ آيو هو سندس بيان آهي تہ اُتي برهمڻ راجا نووارد مسلمانن سان مذهبي بحث ۽ مناظرا ڪندو هو.[2]

مذهبي رواداريءَ جو جذبو ايترو ڪارفرما هو جو هجري 2 صديءَ ڌاري جڏهن عربن جي ڪمزوريءَ ڪري سنڌ جي ڪن حصن تي هندن ٻيهر قبضو ڪيو تڏهن هو مسلمانن جي مسجدين ۾ نماز پڙهندا هئا ۽ خطبن ۾ خليفن جو نالو پڙهندا هئا. مامون پاڻ معتزلي هو ۽ سندس دربار ۾ حنفي، شيعا ۽ خارجي بحث ڪندا هئا.[3]

## سنڌ ۾ مختلف فرقا:

سنڌ جا باشندا حنفيت جا پڪا پائبند هئا، تاهم ڪوفو ۽ بصرو جي مختلف مذهبن ۽ ملتن جا مرڪز هئا، سي ايران وانگر سنڌ کي بہ ويجها هئا ۽ اتي ڪابہ مذهبي تحريڪ يا سياسي انقلاب پوندو هو تہ انهن جو اثر هنن پاڙيسري ملڪن تي ضرور پوندو هو. سنڌ جا گهڻائي والي اهل بيت جا طرفدار هئا. عمر بن حفص جي زماني ۾ عبدالله اشتر سنڌين کي بني فاطمہ جي اطاعت ڏانهن مائل ڪرڻ لاءِ آيو هو. ڪيترن سنڌين سندس هٿ تي بيعت ڪئي. سنڌ ۽ ملتان تي پهريون دفعو شيعيت جو اثر پئجي ويو. عمان جا رهاڪو گهڻو ڪري خارجي هئا، سي عباسي حڪومت جي ابتدائي زماني ۾ سنڌ ۾ اچڻ لڳا ۽ هتي جي ماڻهن کي حڪومت جي خلاف پڙڪائڻ لڳا. جيئن تہ سنہ 142هہ ڌاري حسان بن مجالد همداني خارجي سنڌ جي ماڻهن کي هم خيال بنائڻ لاءِ آيو هو پر عمر بن حفص ۽ عبدالله اُشتر جي موجودگيءَ ۾ سندس ڳالهہ نہ هلي سگهي. تنهن ڪري نااميد ٿي موصل ڏانهن هليو ويو. خلافت عباسيہ جي

---

1_ ڪتاب المينہ والامل في شرح ڪتاب الملل والنحل: احمد بن يحيٰ المرتضيٰ، باب المعتزلہ، ص 31_34، حيدرآباد دکن، 1316هہ.

2_ مروج الذهب: مسعودي، جلد_1، ص_254، فتوح البلدان: بلاذري، ص_446.

3_ مامون کان پوءِ مذهبي آزادي بند ٿي ويئي، مگر علم الڪلام جو پهريون دفعو اسلام ۾ بنياد پيو، جو پوءِ ترقي ڪرڻ لڳو.

ڪمزوريءَ ڪري خارجين کي قيقان ۽ مڪران جي وچ ۾ مشڪي رياست قائم ڪرڻ جو وجهہ مليو. اها رياست عربن جي پوئين زماني تائين قائم رهي.

مامون، سنہ 203هہ ۾، عبدالله بن زياد جي پٽ محمد زياد کي يمن جي حڪومت تي مقرر ڪيو هو جنهن جي اولاد مان، ابوالجيش جي ڏينهن ۾ يحيٰ بن حسين، جو ابن طباطباءَ علويءَ جي نسل مان هو يمن ۾ ظاهر ٿي، مذهب زيديہ جي دعوت ڏيڻ شروع ڪئي. هو سنڌ مان يمن آيو هو چو تہ هن جي ڏاڏي قاسم سرزمين عرب کي ڇڏي سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. هن جو اولاد بہ اتي ئي رهندو هو. مٿئين بيان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ عرب جي معزز خاندانن جي ڪيتري قدر آمدورفت هئي.

عمر بن عبدالله هباريءَ جي ڏينهن ۾ منصوره ۾ حضرت علي المرتضيٰ جو اولاد گهٽي انداز ۾ موجود هو ۽ انهن "علوي" بزرگن ۾ زياده شمار انهن ماڻهن جو هو جي پاڻ کي عمر بن علي ۽ محمد بن علي جي اولاد مان سڏيندا هئا. بني فاطمہ کي سنڌ سان گهڻا تعلقات هئا، جي ابتدا کان هليا ٿي آيا. خصوصا زيديہ فرقي جا ماڻهو جي عبدالله اشتر سان گڏ آيا هئا، هتي گهڻا ڪنا ٿي ويا هئا. سنڌ گويا هڪڙي جاءِ پناهہ هئي. سنہ 270هہ (883ع) ۾ عبدالله المهديءَ جي زماني ۾ هيشم فاطمين جو پهريون داعي سنڌ ۾ آيو هو. عيسوي 12 صديءَ ڌاري اسماعيلين جو داعي، نور ساگر، قلعہ الموت کان تبليغ ڪرڻ لاءِ گجرات پهتو هو. سنہ 386هہ (996ع) ۾ جعلم بن شيبان سنڌ ۾ آيو ۽ سنہ 367هہ (977ع) ۾ بنو سامہ قريش وارن کان سنڌ فتح ڪري فاطمي سڪي ۽ خطبي کي سنڌ ۾ رائج ڪيو. تنهن کان اڳ سنہ 360هہ ۾ عضدالدولہ ديلمي اڻ سڌيءَ طرح سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ جامع منصوره جي ممبر تي بغداد جي خليفي جي نالي کان پوءِ عضدالدولہ جو نالو بہ ڪجهہ عرصو جاري رهيو. هباري اميرن جو سفير بہ سندس دربار شيراز ۾ رهڻ لڳو.

غرض تہ جيڪي بہ فرقا اسلامي دنيا ۾ پيدا ٿيا، جهڙوڪ: 1- عثمانيہ، 2- علويہ، 3- سبائيہ، 4- ناصبيہ، 5- خوراج، 6- مجسمہ، 7- جهميہ، 8- قدريہ، 9- شعوبيہ، 10- تناسخيہ، 11- مرجئہ، 12- محلليہ، 13- متڪلمين ۽ 14- معتزلہ وغيره: تن عظيم الشان فرقن جو نہ رڳو سنڌ بلڪ سڄي اسلامي دنيا تي اثر پيو.[1] ڪوفو ۽ بصرو علمي حيثيت ڪري مديني منوره جا همسر هئا. مٿيان شهر سنڌ کي ويجها هئا. انهن شهرن ۾ شيخ الاسلام ۽ سيد الحفاظ سفيان ثوري (المتوفي

1 - سيرالصحابہ: مولانا سعيد انصاري، جلد-1 الاميہ پريس لاهور.

161ھ)، امام حافظ حماد بن سلمہ (المتوفي 167ھ)، محدث حماد بن زيد (المتوفي 179ھ)، محدث هيشم، وڪيع بن جراح ۽ عبدالرحمان بن مهدي فقهہ ۽ حديث جا امام ٿي گذريا. ڪوفي ۽ بغداد کان پوءِ بغداد دارالامارات جت امام ابو حنيفہ ڪوفي (المتوفي 150ھ)، امام احمد بن حنبل شيباني (المتوفي 241ھ) ۽ امام شافعي (المتوفي 204ھ) اهل سنت جا امام ٿي گذريا. خراسان ۾ امام دائود سجستاني فقهہ ۽ حديث جو امام ٿي گذريو ۽ سندس فيض اسلامي دنيا کي پهتو.

## سنڌ جي علمي محفل:

عربن کي خبر هئي تہ فاتح قوم جا قانون مفتوح لاءِ مفيد ٿي نہ ٿا سگهن، تنهن ڪري هنن هندن جي قانونن، رسمن، رواجن ۽ مذهب کي آزادي ڏيئي برقرار رکيو. جيئن انهن مصر ۽ اندلس وارن کي آزادي ڏني هئي. پاڻ فاتح هئا، مگر جيسين ملڪ مان پوريءَ طرح واقف ٿين، تيسين عربي سادگيءَ تي ڪاربند رهي، مفتوح قوم اڳيان شاگرد ٿي رهيا. سنڌ تي عربن صدين تائين حڪومت ڪئي، جنهن مان عباسي دؤر جو زمانو اتڪل اسي ورهيہ رهيو. منصوره جو بنياد بني اميہ جي دؤر ۾ پيو ۽ اهو پڇاڙيءَ تائين عربن جو دارالامارات ٿي رهيو. عربن کان پوءِ اهڙو ويران ٿي ويو. جو اڄ منصوره جو نالو ڳولهڻ سان بہ ملي نہ ٿو سگهي. سنڌ جي دارالسطنت هجڻ سبب منصوره علمي لحاظ کان دمشق ۽ بغداد ثاني بڻجي ويو. ڪيترا عالم، فاضل، اديب ۽ شاعر منجهس رهندا هئا. خود عرب ۽ عراق مان ڪيئي پنهنجي زماني جا مشهور عالم داد و دهش ۽ علمي شهرت سبب پنهنجو وطن ڇڏي اچي منصوره ۾ مقيم ٿيا هئا. منصوره جي عام علمي ۽ مذهبي حالت بابت بشاري مقدسي جهڙو عالم هن ريت بيان ڪري ٿو:

> ”هتي جا رهاڪو لائق بامروت آهن، اسلام کي وٽن نازڪي آهي، اهل علم هتي گهڻا آهن، ماڻهن ۾ ذهانت ۽ ذڪاوت آهي، هو نيڪي ۽ خيرات ڪن ٿا. مسلمانن ۾ گهڻو ڪري اهل حديث آهن. وڏن شهرن ۾ حنفي فقهاء بہ آهن، ليڪن هت مالڪي ۽ حنبلي ڪونہ آهن ۽ نہ معتزلي آهن، ماڻهو سڌي ۽ صحيح مسلڪ تي آهن. نيڪ ۽ پاڪدامن آهن.“[1]

مٿئين بيان مان معلوم ٿئي ٿو تہ منصوره ۾ علم جو ڪافي غوغاءُ هو. مذهبي لحاظ کان مسلمان گهڻو ڪري اهل حديث هئا. مختلف مذهبي فرقن

---

1_ احسن التقاسيم: بشاري ص_479. مروج الذهب: مسعودي جلد_1، ص_ 379.

جي واعظين جو وجود نہ هو. جنهن ڪري نہ مذهبي اختلاف هئا ۽ نہ ماڻهن ۾ فرقي بازي هئي. باشندا ذهين، سمجهو، نيڪ دل ۽ سچار هئا. منصوره ۾ قضا جي عهدي کي وڏي اهميت هئي. عراق ۽ عرب جا مشهور عالم انهيءَ منصب لاءِ منتخب ٿي ايندا هئا. ڪتاب "احسن التقاسيم" جي ذريعي هڪ مدرسي جو پتو پوي ٿو جنهن ۾ قاضي ابو محمد منصوريءَ جو درس جاري هو. سندس مذهب دائودي ظاهري هو ۽ پنهنجي مذهب ۾ ڪيس امام جو درجو حاصل هو. سندس ڪيتريون تصنيفون هيون، جن مان ڪي تہ تمام بهترين هيون. منصوره ۾ بيا بہ ڪي مدرسا هوندا، پر تاريخ انهن جو ذڪر ڪونہ ڪيو آهي.

قاضي محمد بن ابي الشوراب پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. عراق ۾، خاص ڪري بغداد ۾، ماڻهو سندس وڏي عزت ڪندا هئا. بغداد جا عباسي خليفا ۽ شهزادا سندس صحبت مان فيض پرائيندا هئا ۽ وقت بوقت سندس حاجت روائي بہ ڪندا هئا. سنہ 283هہ ۾ هو بغداد کان منصوره جو قاضي مقرر ٿي آيو منصوره ۾ ڇهہ مهينا کن رهيو ۽ اتي ئي فوت ٿي ويو.[1]

ابي الشوراب جو اولاد منصوره ۾ مقيم رهيو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ علي بن محمد ابي الشوراب منصوره جو قاضي رهيو. سندس اولاد هجري 4 صديءَ جي شروعات تائين منصوره ۾ رهيو.[2]

مطيع بن اياس عرب جو مشهور شاعر هو هشام تغلبيءَ جي زماني ۾ منصوري آيو ۽ ڪافي عرصو رهيو.[3] ابو عباده، وليد بن عبيدالبحتري (المتوفي 284هہ) ۽ شاعر ابو تمام صاحب "حماسہ" جو همعصر ۽ شهره آفاق شاعر هو ڪجهہ وقت ملتان ۾ رهيو هو. منصوره جيئن تہ واٽ تي هو تنهن ڪري ملتان ويندي ۽ اتان واپس ورندي ضرور منصوري آيو هوندو. ازان سواءِ، منصوره نہ فقط ان وقت دارالسطنت هو ليڪن علم ۽ ادب جو بہ گهوارو هو.[4]

ابو العباس احمد بن صالح التميمي المنصوري، منصوره جو باشندو هو ۽ پوءِ عراق وڃي رهيو. دائودي اصفهانيءَ جي مذهب جو مشهور امام هو فارس ۾ پهچي هن الاثرام ۽ ان جي طبقي کان حديث جي سماعت ڪئي. ڪانئس الحاڪم ابو عبيدالله الحفاظ صاحب مستدرڪ حديث روايت ڪئي آهي. سندس چوڻ آهي تہ هن جيڪي عالم ڏٺا، تن سيني ۾ هي نهايت ظريف الطبع هو. دائودي مسلڪ جي

---

1ـ الڪامل: ابن اثير، جلد ـ7، ص ـ334، ليڊن.

2ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ1، ص – 334.

3ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ1، ص ـ 337، ليڊن.

4ـ ڪتاب الغاني: جلد ـ12، ص ـ 860.

جيد عالمن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. جليل القدر تصنيفون ڪيائين، جن مان ڪي تہ نهايت عمديون ۽ ضخيم هيون. سندس ڪن ڪتابن جا نالا هي آهن: 1_المصماع ڪبير، 2_ ڪتاب احادي ۽ 3_ ڪتاب التنر.[1]

ابو محمد عبدالله ابن جعفر ابن مره المنصوري التمري بہ جيد عالم ۽ پنهنجي دؤر جو مشهور محدث هو. سمعاني لکي ٿو تہ، سندس رنگ سانورو هو ۽ هن حسن ابن مڪرم ۽ ان جي معاصر ڪان حديث جي سماعت ڪئي. ڪانئس حاڪم بہ روايت ڪئي آهي.[2]

حڪيم ابراهيم بن فزارون بغداد جو مشهور حڪيم هو. غسان بن عباد سان گڏ سنڌ ۾ آيو ۽ ڪجھ عرصو هت رهي پوءِ واپس ويو. جيسين سنڌ ۾ رهيو، تيسين مور جو گوشت کائيندو هو. چوندو هو تہ "خدا شاهد آهي تہ مان سڄي عمر اهڙو گوشت نہ کاڌو آهي!" غسان بن عباد مهلبي سنہ 213هہ ۾ سنڌ جو والي ٿي آيو ۽ سنہ 216هہ ۾ واپس بغداد پهتو. سندس بيان "تاريخ الحڪماءِ" (مصري ڇاپي) ۾ ڏنل آهي.

ابو ضلع منصوري السندي هجري 4 صدي ۾ منصوري ۾ ٿي گذريو. هن شاعر پهريون وطني ترانو جوڙيو جنهن مان سنڌ جي فضيلت جي خبر پئجي سگهي ٿي. سندس قصيدي جون پهريون بہ سٽون هي آهن:

"لقد انكر اصحابي وما ذالک بالامثل،
اذا ما مدح الهندو سهم الهند في المقتل."

سنڌي جيڪي قيد ٿي عراق ۽ عرب پهتا، تن اقليت جي حيثيت ۾ فاتح قوم وانگر علمي ۽ سياسي مرتبا حاصل ڪيا. سنڌين عربي دؤر ۾ علوم ۽ فنون ۾ ايترو ڪمال حاصل ڪيو جو وڏن وڏن عالمن سندن مسند درس تان فيض پرايو. علامہ سمعاني، "ڪتاب الانساب" ۾ اوائل صديءَ جي سنڌ جي سنڌي علمائن، فاضلن ۽ محدثن جا نالا ڏنا آهن، جيڪي عراق ۽ عرب ۾ "السندي" جي لقب سان مشهور ٿيا. شيخ ابوبڪر اسرائيفينيءَ جي جد اعليٰ جو لقب "السندي" هو. عبدويہ رازيءَ جو اولاد جد اعليٰ جي ڪري "السندي" سڏجڻ لڳو. مشهور راوي ابو معشر بن عبدالرحمان پنهنجي وطن مالوف ڪري "السندي" ۽ جاءِ قيام ڪري "مدني" سڏجي ٿو. حديث، فقہ، فن مغازيءَ ۾ ماهر ٿي گذريو.

---

1_ ڪتاب الانساب: سمعاني، باب منصوره، ص_ 343.

2_ فتوح البلدان: ياقوت حموي، باب_51. ڪتاب الانساب: باب منصوره، ص_ 343، ابو ضلع منصوري لاءِ ڏسو "آثار البلاد" زڪريا قزويني، ص_85.

جامع ترمذي ۽ حافظ ابن حجر ڪتاب "تهذيب التهذيب" ۾ ۽ علامہ ذهبي "تذڪرة الحاظ" ۾ سندس استادن ۽ شيخين جا نالا ڏنا آهن. امام سفيان ثوري اويسي سندس شاگردن مان هو. سندس تصنيفات مان "ڪتاب المغازي" مشهور آهي.[1] سنہ 170هہ ۾ وفات ڪري ويو. خليفي مهدي عباسي سندس جنازي نماز پڙهائي. بغداد جي مقبرهءِ ڪبير ۾ سنڌ جو هي فخر مدفن ٿيو. ٽن صدين اندر اسلام جي ابتدائي دؤر ۾ خاڪ پاڪ "جنت السنڌ" مان ڪهڙا گوهر پيدا ٿيا، تن جو اندازو ڪري سگهو ٿا. سندس لائق فرزند ابو عبدالملڪ محمد پنهنجي زماني جي زبردست عالمن مان هو. خليفي مهديءَ کيس مديني مان بغداد گهرايو هو. ابو حاتم محمد بن ادريس رازي، محمد بن ليث جوهري، ابو يعلي موصلي کانئس حديثون روايت ڪيون آهن. سنہ 244هہ ۾ وفات ڪري ويو.[2]

شيخ الاسلام عبدالرحمان بن عمرو امام اوزاعي انهن ائمہءِ اسلام مان آهي، جي فقہ جا امام شمار ٿين ٿا. شام ۽ اندلس ۾ وڏي عرصي تائين سندس پيروئن جو ڪثير تعداد هو. امام صاحب سنہ 88هہ ۾ ڄائو ۽ سنہ 156هہ ۾ وفات ڪري ويو. علامہ ذهبي، حافظ ابن حجر عسقلاني هن بزرگ کي سنڌي شمار ڪن ٿا. امام دارالهجرت مالڪ سندس شاگرد هو.[3] سندس شيخين مان امام زهري، يحيٰ بن ڪثير ۽ قتاده وغيره کانئس روايتون ڪيون. امام اوزاعي "السندي" جي مرتبي لاءِ ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ حديث جا چار امام آهن:

1ـ اوزاعي، 2ـ امام مالڪ، 3ـ ابوسفيان ثوري ۽ 4ـ حماد بن زيد. امام اوزاعي، امام اعظم رحہ جو همعصر هو.[4] امام اوزاعي حق گوئيءَ ڪري مشهور ٿي گذريو. سندس هڪڙو مثال فوٽ نوٽ تي ڏجي ٿو.

---

1ـ سيرت النبي: شبلي نعماني، جلد ـ 1، ص ـ 22، اعظم ڳڙه.

2ـ ڪتاب الانساب: سمعاني، ص ـ 314. تذڪرة الحفاظ: جلد ـ 1، ص ـ 212.

3ـ سير اصحابہ: مولانا سعيد انصاري، جلد ذڪر امام اوزاعي، ص ص 31ـ32.

4 ـ امام اوزاعي جو فقهہ هڪ صديءَ تائين اندلس ۾ رائج رهيو. سندس شاگردن مان عبدالواحد دمشقيءَ سندس روايتن گڏ ڪيون. انهن جي صحح هئڻ ڪري عبدالواحد سيني شاگردن ۾ خاص امتياز رکندڙ هو. سيد اصحابہ: جلد ـ 1، ص ص 31ـ32.

نوٽ: امام اوزاعي حق گوئيءَ ڪري مشهور هو. عبدالله ابن علي سفاح جي چاچي بنو اُميہ وارن جو خاتمو ڪري، دمشق ۾ فوجي دربار قائم ڪري، امام اوزاعيءَ کي گهرائي کانئس پنهنجي ڪارروايين بابت پڇيو. امام اوزاعيءَ کيس بي پرواهيءَ سان جواب ڏنو تہ امير جيڪي ڪيو آهي، سو معاهدي جي خلاف ڪيو آهي ۽ امير کي صاف لفظن ۾ چيائين تہ خلافت عباسيہ ديني حڪومت ناهي. امير کيس اشرفين جي ڳوٿري انعام ڏني، پر امام صاحب اشرفيون محتاجن کي ورهائي ڏنيون.

حافظ ابو محمد خلف بن سالم السندي (المتوفي سنہ 231ھ) آل مهلب جو غلام هو. مشهور حفاظ مان هو. حافظ ابن حجر کيس "السندي، البغدادي ۽ الحفاظ" جي لقبن سان لکيو آهي. امام احمد بن حنبل رحہ سندس شاگردن مان هو. ابو نصير بن فتح بن عبدالله "السندي"، "فقيہ ۽ متڪلم" جي لقب سان شهرت حاصل ڪئي هئي.

ابوالعطاء السندي عرب جي قادرالڪلام شعراءَ جي پهرئين صف ۾ شمار ٿئي ٿو. سندس نالو "افلح" ۽ سندس پيءُ جو نالو "يسار" هو. بني اميہ جو غلام ٿي آيو ۽ پوءِ ابو جعفر منصُور عباسيءَ جي زماني ۾ وفات ڪيائين. شاعر ابو تمام پنهنجي مشهور ڪتاب "الحماسہ" ۾ کيس جاءِ ڏني آهي. اُموي ۽ عباسي درٻارين جو نامور شاعر ٿي گذريو. جيتوڻيڪ سنڌي هئڻ سبب سندس تلفظ درست نہ هو مگر سندس عربي اشعار کي خالص عرب زباندانن تسليم ڪيو آهي. سندس شمار محزرمي شاعرن ۾ آهي. قصيدو چوندو هوتہ مجلس وجد ۾ اچي ويندي هئي. نصر بن يسار اموي سندس حاجت روائي ڪندو هو.[1]

## هندي علوم جي قدرداني:

علم حديث جي تدوين ۽ تاليف جو شرف بني اميہ وارن کي حاصل آهي. قرآن مجيد جا نسخا نقطن ۽ اعرابن سان سندن ڏينهن ۾ حڪومت جي مشرقي صوبن ۾ پهتا. وليد بن عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ جيڪو قرآن مجيد حفظ ڪندو هو تنهن کي سرڪار کان وظيفو ملندو هو جيڪي ياد نہ ڪندا هئا. تن کي سزا ملندي هئي. گويا فتوحات سنڌ جي ابتدائي دؤر ۾ قرآن پڙهڻ ۽ حفظ ڪرڻ سرڪاري حڪم هو انحرافي ڪندڙ کي سزا ملندي هئي.[2] اصول لغت جي تدوين بہ بني اميہ جي دؤر ۾ ٿي. ابوالاسود نحو جا قاعدا وضع ڪيا.[3] ازان سواءِ فن سير ۽ مغازي جي تدوين پهريان جن بزرگن ڪئي مثلا: امام اوزاعي، وهب بن منبہ، محمد بن مسلم الزهري، موسيٰ بن عقبہ وغيره. اهي سمورا بنو اميہ جي دؤر ۾ ٿي گذريا.

بنو اُميہ سلاطين مان معاويہ، هشام ۽ مروان بن حڪم جي زماني ۾ ايران، يونان ۽ مصر جي طب، فلسفي ۽ تاريخ جا ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا، مگر مٿيان

---

1 ـ ڪتاب الاغاني: جلد ـ16، ص ـ87. شرح ديوان الحماسہ: جلد ـ2، ص ـ30.

2 ـ الڪامل: ابن اثير، واقعات سنہ 88ھ

3 ـ ابن خلڪان: جلد ـ2، ص ـ 380، مطبہ ميمينيہ مصر، سنہ 1310ھ

جيڪي بہ قدم کنيا ويا، سي مختصر طور هئا. عباسي دؤر جو علوم ۽ فنون جي ترقيءَ جو زمانو هو ان دؤر ۾ عرب هندي علوم ڏانهن متوجهہ ٿيا. جيئن اندلس فتح ڪرڻ کان پوءِ لاطيني ۽ يوناني ڪتابن جا هنن ترجما ڪرايا هئا.[1] پوءِ عرب فاتح جيڪي ابتدا ۾ محڪوم قومن جا شاگرد ٿي رهيا، سي ڦري استاد بنجي ويا. هنن بين قومن جي فنا ٿيل علمي محفلن کي دوباره زنده ڪري نہ فقط محڪوم قومن تي احسان ڪيا، پر پنهنجي سچائي، بي غرضي، رواداري ۽ الوالعزميءَ جو اهڙو مثال پيش ڪيو جنهن کي تاريخ اڃا سوڌو دهرائيندي اچي ٿي.

سنڌ تي جنهن عربي لشڪر ڪاهہ ڪئي، تنهن ۾ عراقي، شامي، يماني ۽ حجازي عملدار هئا. منجهن ڪي اهڙا بزرگ بہ هئا، جن مجاهدن صحابہ ڪرام جي صحبتن مان فيض پرايو هو ۽ ڪن تابعين کان فيض پاتو هو. ان سبب ڪري سندن حڪومت جا طريقا ۽ اصول خيبرلڪ جي فاتح قومن کان نرالا هئا. سنہ 132هہ (749ع) ۾ خلافت جو مرڪز دمشق کان بغداد ڏانهن منتقل ٿي ويو. عربن جو هيءُ علمي، مذهبي ۽ سياسي مرڪز سنڌ کي بلڪل ويجهو هو. اهڙي ويجهڙائيءَ مان عباسي خليفن پورو فائدو ورتو. منصور، هارون ۽ مامون بغداد ۾ دارالحڪمت، دارالتراجم ۽ رسدخانا تعمير ڪرايا هئا. جتي مختلف قومن جا عالم ۽ حڪيم ڏارين ٻولين جي ڪتابن کي ترجمن ڪرڻ لاءِ وڏي پگهارن تي مامور هئا. عباسي وزارت عظميٰ جون واڳون برامڪ خاندان جي خانوادن جي هٿن ۾ هيون، جي اصل هندو نسل جا هئا. هو پنهنجي علم پروري ۽ فياضيءَ ڪري مشهور هئا.[2]

سنڌ جا رهاڪو دوائن، جڙين ٻوٽين ۽ زهر جي علم کان واقف هئا. جيئن يونانين جي بيان ۾ پڙهي چڪا آهيون. مٿيون علم ڌارين کان مخفي رکندا هئا. مگر سندن طبابت جو هوڪو اسلام جي ڪاهہ کان اڳ بہ عرب ۾ پکڙيل هو.

---

1 ـ امير معاويہ رضہ جي ڏينهن ۾ يمن جي هڪڙي عالم عبيد بن شربہ يمن جي تاريخ "اخبار الماضئين" تصنيف ڪئي. هشام بن عبدالمالڪ اصطخر جي علمي ذخيرن مان "تاريخ ملوڪ الفرس" عربي زبان ۾ مصور ترجمو ڪرائي. مروان بن حڪم جي زماني ۾ عبراني طب جا ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. خالد بن يزيد قبطي زبان جي فن طب ۾ ڪيميا جا ڪتاب ۽ يوناني ڪتاب ترجمو ڪرايا هئا. بني اميہ خاندان وارن ۾ هو "حڪم" جي لقب سان سڏبو هو. هن پاڻ بہ متعدد عربي رسالا لکيا هئا: "رسائل شبلي".

2ـ طبقات الامم: ابنصائد اندلسي ص ـ 50.

ابن نديم ڪتاب "الفهرست" ۾ لکي ٿو: يحيٰ برمڪيءَ هڪڙي شخص کي سنڌ ڏانهن روانو ڪيو هو تہ اتان جي دوائن ۽ مذهبي عقيدن کي معلوم ڪري. يعقوب ڪنديءَ اها رپورٽ تيار ڪئي هئي، جا علامہ ابن نديم ڏٺي هئي.

مثلا: امام بخاري (المتوفي سنہ 256هہ) پنهنجي ڪتاب ”الادب المفرد“ ۾ صحابہ ڪرام جي زماني جو هڪڙو واقعو لکيو آهي تہ هڪڙي دفعي ام المؤمنين حضرت عائشہ بيمار ٿي هئي، سندس ڀائٽين علاج لاءِ هڪڙي سنڌي طبيب کي گهرايو هو.[1] شيخ علي رومي ڪتاب ”محاضرة لاوائل و مسامرة الاواخر“ ۾ هندستان کي حڪمت جو چشمو لکي ٿو.[2]

يحيٰ بن خالد برمڪيءَ جي ڪوشش سان سنڌ ۽ هنڌ جا ويد، حڪيم ۽ پنڊت دارالخلافہ بغداد پهتا ۽ اتي جي ادارن تي وڏن وظيفن سان مقرر ڪيا ويا. برامڪ خاندان وارن کي عباسي خليفن وانگر علم ۽ حڪمت سان گهڻي دلچسپي هئي. جاحظ جو بيان آهي تہ هندو جوتش، حساب ڪتاب، طب ۽ فن بت تراشيءَ جا ماهر هئا. مشهور مؤرخ ۽ سياح يعقوبيءَ جو بيان آهي تہ هندن جي جوتش وديا مان ايرانين، يونانين ۽ عربن فائدا پرايا.[3] بهرحال منصور، هارون، مامون ۽ معتصم جي علمي دلچسپين ۽ برامڪ جي قدردانين ۽ فياضين جي ڪري سنڌ مان گهڻائي پنڊت ۽ ويد بغداد پهتا، جن نجوم، هيئت، طب، ادب ۽ اخلاق تي ڪيترا ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا. جاحظ (المتوفي 255هہ) انهن پنڊتن ۽ ويدن جا نالا بهلہ (بجيڪر)، فلبرفل (ڪلپ راءِ)، بکر، ڏاهر، زنڪل، راجہ اريڪل وغيره ڏنا آهن، جن مان گهڻا مسلمان ٿيا هئا.

پنڊت ماڻڪ کي هارون الرشيد خاص طور سنڌ مان گهرائي، دارالترجمہ ۾ سنسڪرت جي ڪتابن جي ترجمن ڪرڻ تي مقرر ڪيو هو.[4] ماڻڪ جو پٽ، صالح، علم طب ۾ هارون جي مشهور درباري حڪيم، جبرئيل بختيشوع يونانيءَ کان گوءِ کڻي ويو هو. پنڊت ابن ڌنو برمڪين جي شفاخاني مٿان اعليٰ عملدار هو. پروفيسر سخاءُ سندس نالو ”ڌنوراءِ“ ڏنو آهي. ڪتاب ”رقام هنديہ“ هندن جي حساب جو ڪتاب اصل چندر گپت جي درباري حڪيم، پنڊت چانڪيہ جو لکيل هو ۽ سندس نالو ”ارٿاشاستر“ هو- تنهن کي مامون جي دربار جي منجم، محمد بن مڪي الخوارزميءَ، سنہ 840ع ۾ درست ڪيو. پوءِ اهو

---

1_ ادب المفرد: امام بخاري، باب بيع الخادم، ص_35، مصر.

2 _ ”اول موضع وضعت فية الكتب وانفجرت منع ينابيع الحكمت كان الهند“ يعني سڀ کان پهريان جنهن سرزمين تي ڪتاب تصنيف ٿيا ۽ جتان حڪمت جو چشمو نڪتو اها زمين سنڌ ۽ هند آهي.

3 _ ڪتاب الفهرست: ابن نديم، ص_302، مطبہ ذات التحرير، مصر، 1303هہ.

4_ عيون الاطباءِ في طبقات الاطباءِ: ابن ابي اصيبہ، جلد_2، ص_33، مصر، مطبع و هبيعہ، 1299هہ.

ڪتاب اتان اندلس پهتو جتي "حساب الاغبار" سڏجڻ لڳو.[1] اندلس کان يورپ پهتو جتي "عريبڪ نيومرلس"سڏجڻ لڳو. ابن نديم ڪتاب کي هنديءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.

خوارزميءَ کان سواءِ، علي بن المقفع نسوي سنہ 908_1040ع ڌاري حساب تي هڪڙو ڪتاب "المقفع في الحساب الهندي" لکيو. سنہ 154هـ (سنہ 770ع) ۾ سنڌ مان هندن جو جيڪو وفد بغداد پهتو هو تنهن سان نجوم ۽ هيئت جو مشهور ڪتاب "برهم ست سڌانت" ساڻ هو جو اصل آريا ڀٽ جو لکيل هو. تنهن ڪري سندس عربي ترجمي تي "ارجبند" نالو لکيو ويو. سنسڪرت جي ڪتاب "ڪنڊا کيڊيڪ" جو ابراهيم فزاري ۽ يعقوب الڪنديءَ عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو.[2] عربي علمائن هندن جي چئن قياسي جُڳن تي "سني السند و ايام هند" نالا رکيا.[3] ليڪن ابتدائي هيئت دانن ۾ "سڌانت" جي گهڻي مشهوري ۽ مقبوليت ٿي. هيءَ ڪتاب هجري 4 صديءَ ڌاري اندلس پهتو جت مسلہ بن احمد مجريطي سنہ 398هـ ۾ مٿس خلاصو لکيو.

تنهن کان پوءِ اندلس جي ٻئي هڪڙي عالم، ابوالقاسم اصبغ، المتوفي سنہ 426هـ (سنہ 1035ع) ۾ "سڌانت" جي اصول تي زيچ تيار ڪيو.[4] الخوارزميءَ جيڪو زيچ تيار ڪيو ان جي شهرت ٻين کي مٿائي ڇڏيو. هن پنهنجي زايچ دنيا جي مستند زايچن تان تيار ڪئي هئي. مثلا: هن نقشو هندستان جي زايچ مطابق رکيو. ايراني تحقيقات ۽ بطليموس تان روشني ورتي

---

1_ اندلس ۾ قرطبہ بغداد جو همسر هو. اندلس ۾ جديد علمي دؤر جو آغاز هجري 3 صديءَ جي وچ ڌاري شروع ٿيو ۽ هجري 4 صديءَ جي وچ ڌاري ترقيءَ جي بام تي پهتو. اندلس جي فرمانروائن مان الحڪم ۽ عبدالرحمان الناصر مصر ۽ بغداد کان علوم ۽ فنونجا ڪتاب گهرائڻ لڳا: طبقات الامم، ص_64.

2_ اسلامي دؤر ۾ چار مشهور مترجم ٿي گذريا: (1) يعقوب الڪندي (2) حنين بن اسحاق، (3) ثابت بن قره ۽ (4) عمرو بن الفرخان البطري. 'ڪشف الظنون' ۽ 'طبقات الاطباءِ' ۾ سوين ڪتابن جي ترجمن جا نالا ۽ نشان بيان ڪيل آهن.

3_ هجري 3 صديءَ ۾ علامہ البيروني 'الهند ۽ سنڌ' جي تصحيح ڪئي. مفاتيح العلوم: محمد الخوارزمي، ص _202، لنڊن.

4_ طبقات الامم: ابن صائد اندلسي، ص_50، قاضي صائد اندلسيءَ جو مٿيون ڪتاب دارالمصنفين اعظم ڳڙه وارن اردو ۾ ترجمو ڪرائي شايع ڪرايو آهي، منجهانئس دنيا جي قديم قومن جا حالات معلوم ٿين ٿا.

نوٽ: بغداد جي دربار ۾ مترجمن مان عبدالله ابن المقفع فارسي، عربي ۽ يوناني زبانن جو ماهر هو ۽ عرب جي اديبن ۾ 'ابلغ الناس' جي لقب سان ڏه ڇٽا مشهور ٿي گذريا، منجهانئن ابن المقفع پهريون نمبر ٿي گذريو ڏسو ڪتاب 'الفهرست' ابن نديم، ص_118.

منجهس پنهنجا سڌارا ڪيا هئائين.[1] خوارزميءَ جو ڪتاب ”الجبر والمقابلہ“ سنہ 1831ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو.

خليفي موفق عباسيءَ 3 صدي هجري ۾ دوائن جي تحقيقات لاءِ ڪي ماهر سنڌ ڏانهن روانا ڪيا. معتمد، سنہ 279هہ ۾ احمد بن خفي ديلميءَ کي حساب ۽ اصطرلاب جي تحقيقات لاءِ هندستان ڏانهن روانو ڪيو. سندس ڏينهن ۾ ماهہ شوال سنہ 280هہ ۾ چنڊ گرهڻ جي موقعي تي، ديبل ۾ سخت زلزلو آيو ۽ اٽڪل ڏيڍ لک ماڻهو دٻجي مري ويا. مٿئين حادثي جي خبر دربار جي نجومين بروقت خليفي کي ڏني هئي.[2] طب جي هندي ڪتاب ”ششرت“ جو خالد برمڪيءَ ترجمو ڪرايو ۽ عبدالله بن عليءَ ان جو فارسي ترجمو ڪيو. چاڻڪيہ (شاناق) پنڊت جو جانورن جي بيماريءَ متعلق ڪتاب سنسڪرت تان عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو. ابن نديم، پنڊت گنگوءَ جي چئن ڪتابن: 1۔ ڪتاب النمود في الاعمار، 2۔ اسرار المواليد، 3۔ ڪتاب القرانات الڪبير ۽ 4۔ ڪتاب القرانات الصغير جا ترجما ڪري مٿين بيان ڪيل نالا رکيا.

دنيا جي واقعات، حادثات، سيارن جي گردش، گرهن جي چڪر متعلق سنسڪرت تان جيڪو ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو تنهن تي ”ڪتاب في احداث العالم والدور في القرآن“ نالو رکيو ويو. عربن ۾ دستور هو تہ فتوحات کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ترار ڦٽي ڪري مفتوح ملڪن جي ترقيءَ ڏانهن متوجهہ ٿيندا هئا.

فن موسيقيءَ جي ابتدا بہ هندستان مان ٿي، چاڪاڻ تہ هندو پنهنجن ديوتائن جي بتن اڳيان ناچ ۽ راڳ ڪندا هئا ۽ ان ڪم لاءِ وڻن مندرن ۾ ديوداسيون رکيل هيون. فن موسيقيءَ متعلق پنڊت نافر جو ڪتاب اندلس تائين پهتو.[3] مٿين ترجمن سان گڏ بطليموس جي ڪتاب ”مجسطي“ جو بہ ترجمو عراق ۽ يمن وارا عرب هندي زبان مان واقف هئا. عرب مصنفين مان ابن نديم، الاشعري ۽ شهرستاني جي تصنيفات ۾ هندن جي مذهب، فلسفي، بُڌ جي پڪشن ۽ جوڳين ۽ مستقل باب ڏنل آهن. جن ۾ سير حاصل احوال ڏنل آهي.[4] ابو صالح بن شعيب ”مهاڀارت“ جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سنہ 417هہ ۾ شاهان ديلميہ جي ڪتب خاني جي مهتمم ابوالحسين علي جبليءَ ”مهاڀارت“ جو ٻيهر

---

1۔ ڪشف الظنون: ذڪر الرصد.

2 ۔ تاريخ الخلفا: سيوطي، ص۔380، ڪلڪتو.

3۔ ڪتاب البيان والتبين: جاحظ جلد۔1، ص۔40، مصر.

4۔ (1) مهاڪاليہ (ڪاليءَ جا پوڄاري)، (2) الدينڪتہ (آفتاب پرست)، (3) گنگا ياترا (گنگا ياتري)، (4) چندر ڀهڪتيہ (چنڊ جا پوڄاري)، (5) راجپوتيہ (راجپوت)، (6) جل ڀهڪتيہ (پاڻيءَ جا پوڄاري)، (7) اگني هوطريہ (باهہ جا پوڄاري) ۽ (8) برگبگيہ (ڀڳت) مٿيان فرقا ڪتاب البيان والتبين ۾ ڏنل آهن.

عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو.[1] پنڊت وياگهر جو ڪتاب "ادب الملڪ"، جو حڪومتن جي طريقن ۽ هٿيارن جي جاچ متعلق آهي، ان جو ابو صالح بن شعيب عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

جابر بن حيان ڪيميا ۽ هندي منطق تي ڪتاب "حدود المنطق الهند" ترجمو ڪيو. هندي حڪمت ۽ دانش تي گهڻائي ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. هندن جو مشهور اخلاقي ڪتاب "ڪليلہ و دمنہ" جنهن کي پنڊت بيد پاءِ جون آکاڻيون چون ٿا ۽ جو فرضي آکاڻين جو مجموعو آهي، قديم زماني ۾ هندستان ۾ اهڙا آکاڻين جا گهڻائي ڪتاب هئا۔ جيئن "هتواُپديش" وغيره. "پنچ تنتر" جي معنيٰ آهي "پنچ باب"; سندس مصنف وشنو سرين نالي هو. "ڪليلہ و دمنہ" جون آکاڻيون "پنچ تنتر" جي آکاڻين وانگر آهن. سنہ 531۔579ع جي زماني ۾ هجري پهرين صدي ۾ مڪہ ۽ مديني وارا فن موسيقي کان واقف ٿيا.

## ڪليلہ و دمنہ:

ڪسريٰ نوشيروان جي ڏينهن ۾ پهريان سنہ 570ع ۾ سنسڪرت تان پهلوي زبان ۾ ترجمو ٿيو ۽ پهلوي ترجمي تان سرياني ۽ عربي زبان ۾ ترجمو ٿيو. هن ڪتاب جو سنہ 760ع ۾، عبدالله ابن المقفع منصور عباسيءَ جي ڏينهن ۾ عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو.[2] ڪتاب جا سنسڪرت ۽ پهلوي نسخا بلڪل مفقود آهن. هن وقت دنيا ۾ ڪليلہ و دمنہ جا جيڪي بہ نسخا آهن، سي عربيءَ تان ترجمو ڪيل آهن: مثلاً: سرياني، عبراني، يوناني، لاطيني، اسپئنش، فارسي وغيره. عربيءَ تان فارسيءَ ۾ پهريون ترجمو ابو عبدالله رودڪي، امير نصر بن احمد سمانيءَ (301ع۔331ع) جي زماني ۾ نظم ڪيو. هي ڪتاب ناپيد آهي. سندس فقط چار اشعار شاهديءَ طور حڪيم اسدي طوسيءَ پنهنجي لغت ۾ ڏنا آهن. ائين معلوم ٿو ٿئي تہ رودڪي پنهنجو نسخو مولانا روم جي مثنويءَ جي

---

1۔ عجائب الهند: بزرگ بن شهريار، ص۔14، لنڊن. عضدالدولہ ديلمي شيراز ۾ عاليشان ڪتب خانو برپا ڪيو هو. بشاري مقدسيءَ جو بيان آهي تہ ڪتب خاني جهڙي عظيم الشان عمارت سڄي اسلامي دنيا ۾ ٻي ڪانہ هئي. ڪتبخاني جي اهتمام ۽ نگراني ڪرڻ لاءِ وڪيل، خزانچي ۽ محاسب مقرر هئا. ڏسو رسائل شبلي، ص 29۔30.

نوٽ: علم هيئت تي بطليموس جو مشهور ڪتاب مجسطي آهي، جنهن کي يحيٰ بن خالد برمڪي تفسير سان ترجمو ڪرايو هو ۽ سنہ 1816ع ۾ عربيءَ تان لاطيني زبان ۾ ترجمو پئرس مان شايع ٿيو. فن موسيقي هندستان کان سواءِ يونان ۾ پهريائين فيثاغورث مرتب ڪيو ۽ اقليدس ان کي ترقي ڏياري. فن موسيقي تي عربن کي ارسطو جي پيءُ نيقو ماخس جو ڪتاب هٿ لڳو، جو 1616ع ۾ اصلي زبان ۾ لنڊن مان شايع ٿيو هو.

2 ۔ ڪتاب الفهرست: ابن نديم، ص۔118.

بحر ۾ لکيو هو. ٻن سالن کان پوءِ، نصرالله مستوفيءَ، فارسي نثر ۾ ”ڪليلہ و دمنہ“ جو ترجمو ڪيو. ان کان پوءِ هرات جي مغليہ سلطان مرزا حسين باقرا جي سپہ سالار امير نظام الدين احمد سهيلي (المتوفي 907ع) جي فرمائش سان مولانا حسين واعظ، نصرالله جي ترجمي تان ”انوار سهيلي“ تصنيف ڪيو.[1]

مٿيان سمورا علوم عربن معرفت اندلس پهتا، جتان يورپ پهتا. ان زماني ۾ يورپ ۾ علم ۽ حڪمت جادوگري سمجهي ويندي هئي. مثلا: قيصر قسطنطنيہ جي حڪم سان يوناني بيزنطوم سلطنت اندر جيڪي بہ ڪتب خانا هئا، سي برباد ڪيا ويا. پوپ گريگوري اعظم روم ۾ علم ۽ حڪمت تي بندش وڌي هئي، ايتري قدر جو قيصر آگسطوس مشهور پئليٽائين ڪتب خاني جو جيڪو سنگ بنياد وڌو هو تنهن کي هن ساڙائي ڇڏيو.[2]

اهڙين سختين ۽ پابندين هوندي بہ عربن جي تعليم يورپ ۾ صحيح جمهوريت ۽ آزاديءَ جي لهر پيدا ڪئي. اسلام جي علمي انقلاب کان متاثر ٿي، هڪڙي جرمن پادري مارٽن ليودر پاپائيت جي غير محدوديت خلاف استقلال

---

1۔ نوٽ: ”انوار سهيلي“ جا متعدد ترجما مشرقي ۽ مغربي زبانن ۾ ٿيا. ترڪيءَ ۾ عبدالواسع علي بن چليپي (المتوفي سنہ 950ع) ترجمو ڪري مٿس ”همايون نامہ“ نالو رکيو جو سنہ 1742ع ۾ فرينچ زبان ۾ ترجمو ٿيو. نصرالله جي ترجمي کي اڪبر اعظم جي زماني ۾ علامہ ابوالفضل، 1557ع ۾ سليس عبارت ۾ لکي مٿس ”عيار دانش“ نالو رکيو. گورنر جنرل مارڪس ويلزليءَ جي ڏينهن ۾ جان گلڪرسٽ جي فرمائش سان، سول سروس جي امتحان لاءِ مولوي حفيظ الله احمد اردو ترجمو ڪري مٿس ”خرد افروز“ نالو رکيو جو ڪلڪتي ۽ لنڊن ۾ گهڻا ڀيرا ڇپيو. اردوءَ ۾ ٻيهريان ائوڌ جي نواب واجد علي شاہ جي زماني ۾ فقير محمد گويا ڪتاب روزمره جي لکنوي زبان ۾ ترجمو ڪري مٿس ”بستان حڪمت“ نالو رکيو. ڪيترا ڀيرا لکنو ۽ دهليءَ ۾ ڇپيو. مگر ان کان اڳ ابراهيم علي بيجاپوريءَ 1824ع ۾ ان جو اردو ترجمو ڪيو جو انهيءَ سال مدراس مان شايع ٿيو.

”انوار سهيلي“ جا انگريزيءَ ۾ بہ ترجما مشهور آهن: ٻهريون ايسٽوڪ جو ترجمو 1854ع ۾ هرٽفورڊ مان شايع ٿيو ٻيو ولسن جو ترجمو 1878ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. سنہ 1876ع ۾ پروفيسر هيگل سرياني زبان جي ڏهن بابن کي جرمن زبان ۾ شايع ڪيو. مشهور جرمن عالم بينفي، ”پنچ تنتر“ جي پنجن بابن جو اصلي سنسڪرت مان، 1859ع ۾ جرمن زبان ۾ ترجمو شايع ڪيو. عربي نسخي جي ٻن بابن کي پروفيسر شلٽن سنہ 1772ع ۾ لاطيني زبان ۾ شايع ڪيو. ڪائنٽس چاليهہ ورهيہ پوءِ پروفيسر ڊي ساسي چئن نسخن تان 1816ع ۾ ”ڪليلہ و دمنہ“ کي شايع ڪيو. پروفيسر موصوف ان جي 18 بابن ۾ ٽن وڌيڪ بابن جو اضافو ڪري 1873ع ۾ شايع ڪيو. تنهن کان پوءِ پروفيسر سخائو سنہ 1905ع ۾ ”ڪليلہ و دمنہ“ کي نهايت اهتمام سان شايع ڪرايو. نصرالله مستوفيءَ جا نسخا سنہ 1302هہ ۾ بمبئيءَ مان ۽ سنہ 1305هہ ۾ طهران مان شايع ٿيا. نولڪشور پريس (لکنو) ”عياردانش“ جو خلاصو شايع ڪري مٿس ”نگاردانش“ نالو رکيو. ڪتاب جي عربي نسخي ۾ 21 باب آهن.

2۔ روم جو شهر ٽائبر نديءَ جي ڇوڙ کان 17 ميلن جي مفاصلي تي آهي. ڪاهي پاسي کان روم جو پراڻو شهر ٽڪرين تي آهي، جنهن جو بنياد 753ق۔م پيو. پئليٽائين ڪتب خانو پئليٽائين ٽڪريءَ تي جڙيل هو.

جو جهنڊو بلند ڪيو. سندس تحريڪ جي ڪري برابر پوريءَ هڪ صديءَ تائين يورپ ۾ مذهبي جنگ جاري رهي. ازان سواءِ گهڻيون سياسي ڦيرڦاريون ٿيون. تان جو پاپائيت جي خودمختياريءَ جو خاتمو ٿي ويو ۽ موجوده جمهوريت جو باب شروع ٿيو. مٿئين تاريخي انقلاب کي يورپ وارا "رفارميشن" يعني 'اصلاحات جو زمانو' سڏين ٿا.[1]

اسلامي دؤر حڪومت ۾ ڪاتب جو درجو عظمت ۽ رسوخ جي اعتبار کان، وزير جي رتبي جي هم پلہ هو. ڪاتب حڪومت جي فرمانن ۽ هر طبقي جي ماڻهن جي درخواستن جي بنهي ڪنڌن تي ڳاڙهيون مهرون هڻندو هو ۽ پوءِ دربار ۾ صحيح لاءِ يا ويچار لاءِ پيش ڪندو هو. مٿيون عهدو اهڙن ماڻهن کي ملندو هو جيڪي فن انشاء جا ماهر هوندا هئا ۽ جيڪي مختصر بلڪ بليغ عبارتون لکي ڄاڻندا هئا. حڪومت ۾ مٿئين عهدي ڪري ماڻهن ۾ فن انشاء جو ذوق جاڳيو. اڳ ڪاغذ چين ۾ جڙندو هو يا مصر جي پائپروس کي ڪاغذ طور ڪم آندو ويندو هو. برمڪين جي ڪوشش سان بغداد ۾ ڪاغذن جو ڪارخانو پيو. جنهن ڪري ڪاغذن جي سستائيءَ جي ڪري فن ڪتابت هر هنڌ ترقي ڪئي، بلڪ مردن ۽ خواتين جي معاش جو بہ اهو هڪ ذريعو بنجي پيو. سنڌ ۾ منصوره جا علماءَ تصنيفات جا صاحب هئا. مغليہ دؤر اندر فن ڪتابت ۾ سنڌين گهڻي ترقي ڪئي.

## عرب دؤر ۾ سنڌ جي تهذيب:

عربن جي بي تعصبيءَ ۽ علمي مذاج ڪري جيئن هندن جي برباد ٿيل علمي محفل نئين سر رونق ورتي، تيئن فاتح قوم جي تهذيب بہ سنڌ تي اثر وڌو. عربي دؤر ۾ هندن ۽ مسلمانن جو لباس هڪ جهڙو هو. هندو عراق جي پوشاڪ پائڻ لڳا. عرب فوجي سپاهي هئا، سندن ڪا خاص فوجي وردي ڪانہ هئي. اهي مٿي تي عمامہ يا ڊگهي ٽوپي پائيندا هئا. انهن ٽوپين کي "برنس" سڏيندا هئا، جي دراصل عيسائي راهب پائيندا هئا. مديني منوره تائين اهڙين ٽوپين پائڻ جو رواج هو.[2] پاجاما ۽ موزا سپاهين جو خاص لباس هو. مجوسي ڪمر سان آڳر جي ٽولهہ جيتري رسي ٻڌندا هئا. عرب ان پٽي کي "منقط" سڏيندا هئا. ذمين کي شراب وڪڻڻ، مندرن ۾ دهلن ۽ شرنائين وڄائڻ جي اجازت هئي.

1 _ Amirali Sayed: The Spirit of Islam, P. 373, Calcutta.
Wolfgang Menzel: The History of Germany, Vol. II, P. 406, London, 1902.

2 _ الفاروق: شبلي نعماني، جلد _2، ص –321.

پر نماز جي وقت جو احترام ڪرڻ مٿن لازمي هو. ڪين مسلمانن جي محلن اڳيان خنزيرن نيڻ جي ممانعت هئي.[1]

ايران فتح ٿيڻ کان پوءِ، ايرانين ڪي ڏسي عرب سلوارون پائڻ لڳا. حضرت عمر بن عبدالعزيزرح جو زمانو سادگيءَ جو هو. سليمان بن عبدالملڪ جي زماني ۾ ڪوفي، يمن ۽ سڪندريہ جون رنگين چادرون، جي باريڪيءَ ڪري مشهور هيون، سلطنت جي هرهڪ صوبي ۾ وڪامڻ لڳيون. پوءِ سنڌي بہ رنگين چادرون، جبا ۽ ٽوپيون پائڻ لڳا. رنگين ۽ باريڪ ڪپڙن جي رواج پوڻ ڪري ڪپڙي جي صنعت سنڌ ۾ ترقي ڪئي.[2] ساڳئي نموني عربن پاڻ بہ شام ۾ رومن لباس اختيار ڪيو. مصر ۾ مصري پوشاڪ پائڻ لڳا ۽ سنڌ ۾ سنڌي پوشاڪ.[3]

بني اميہ دؤر ۾ مسلمان عورتن ۾ رواج هو تہ جنازي پٺيان نڪري ماتم ڪنديون هيون. حضرت عمر بن عبدالعزيز صوبن جي گورنرن کي تاڪيد ڪيو تہ مٿينءَ شيطاني رسم تي هڪدم بندش وجهن ۽ زالون ٻاهر نہ نڪرن. سنڌ جي شهرن ۾ مسلمانن وٽ پردي جي سخت پابندي هئي ۽ سندن جدا محلا هئا. اصطخري ملتان بابت لکي ٿو تہ، "هندو ۽ مسلمان پاجاما پائين ٿا، ٻنهي جو لباس هڪ جهڙو آهي."

منصوره ۽ ملتان جا امير هندو راجائن وانگر هاٿين تي سواري ڪندا هئا. اصطخري اڳتي هلي لکي ٿو تہ "ملتان جا باشندا وڏا وار رکائين ٿا." وارن رکائڻ جو رواج هن وقت بہ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رائج آهي. ڊاڪٽر گستاؤليبان سنڌين ۽ بلوچن جي ڪشادي لباس توڙي بدني ساخت بابت لکي ٿو تہ "ٻئي قومون خالص سامي نسل مان يعني عرب آهن.[4] مڪران بابت اصطخريءَ جو بيان آهي تہ، اُتي جي باشندن جو لباس فارس ۽ عراق وانگر آهي.[5] بشاري پاڻ

---

1 ـ حضرت عمر بن عبدالعزيز اسلام جو پهريون مجتهد شمار ٿئي ٿو سندس حڪومت ۾ شراب جي دڪانن تي بندش پئجي ويئي. "طبقات ابن سعد" ذڪر حضرت عمر بن عبدالعزيز، ص – 269.

2 ـ مروج الذهب: مسعودي، ص ـ 269.

3 ـ نوٽ: مسلمانن جيڪي بہ ملڪ فتح ڪيا، اتي مفتوح قومن جو لباس اختيار ڪيائون. ان باري ۾ حضرت عمر فاروق رضہ، عتبہ بن فرقد کي فرمان جي ذريعي تاڪيد فرمايو تہ عربن کي عجم جي پيرويءَ کان روڪيو وڃي، پر عرب عجم جي لباس پائڻ کان ڪين مڙيا. حضرت عمر بن عبدالعزيز جي زماني ۾ عيسائي وري عربن وانگر عماما ٻڌڻ لڳا.

4 ـ تمدن هند: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، اردو ۾ ترجمو ذڪر سنڌي ۽ بلوچ، حيدرآباد دکن.

5 ـ ابن حوقل: ص ـ 232، لنڊن. اصلي عبارت هن ريت آهي: "وذيهم ذي اهل العراق الا ان زي ملوکهم يقارب زي ملوک الهند". يعني هتي جي رهاڪن جو لباس عراق وانگر آهي ۽ عرب اميرن جو هندو راجائن وانگر آهي. مٿيون رواج سنڌ کان سواءِ گجرات ۾ بہ رائج آهي.

عالم هو سنه 375هه ۾ سنڌ آيو هو ملتان جي باشندن جي تهذيب ۽ اخلاق متعلق هينيون بيان ڏي ٿو:

"ملتان جي شهر جون جايون ڪاٺ جون جڙيل آهن، مگر سوڙهيون آهن. شهر ۾ صفائي ڪانهي. ماڻهو تندرست ۽ توانا آهن. خشڪ ۽ گرم هوا هئڻ ڪري، باشندن جو رنگ سانورو آهي. ميوو هت سستو آهي. واپاري ڏيتي ليتي ايمانداريءَ سان ڪن ٿا. بدڪاري ۽ شراب خوريءَ جو نالو نشان ڪونهي. زاني ۽ شرابيءَ لاءِ قتل جي سزا مقرر آهي. ڪابه عورت ڪليل منهن سان ٻاهر ڪانه نڪري، مردن کي رستن تي عورتن سان ڳالهائڻ جي سخت منع آهي. حڪومت جو طرزِ عمل منصفانه آهي. فارغ الباليءَ ڪري ماڻهن جي زندگي عيش ۽ آرام سان گذري ٿي[1]

منصوري متعلق اسان جو هي عالم سياح هن ريت بيان ڏي ٿو:

"هتي جا رهاڪو بامروت آهن، اسلام جي وٽن تازگي آهي. منجهن علم جو چرخو وڏيڪ آهي، ۽ وٽن گهڻائي علماءِ ڪرام رهن ٿا. منجهن ذهانت ۽ ذڪاوت آهي. نيڪي ۽ خيرات ڪن ٿا. اهل ذمہ بتن جي پوڄا ڪن ٿا. جايون ڪاٺ جون آهن."[2]

قصدار بابت 4 صديءَ جي وچ ڌاري هڪڙو معتزلي ابوحسن علي بن لطيف هن ريت بيان ڪري ٿو:

"قصدار خارجين جي رياست آهي. شهر ۾ ايتري قدر امن امان آهي، جو ماڻهو گهرن کي قلف ڪونه هڻن. مسافر مسجدن ۾ اسباب ڦٽو ڪري وڃن ٿا، مگر ڪنهن کي مجال نه آهي جو سامان کي هٿ لائي. چوريءَ جو نالو نشان ڪونهي.[3]

قنوج، جو ملتان سان ملحق هو تنهن نسبت امام مسعودي 303هه ڌاري بيان ڪيو آهي. ڪانئس 75 ورهيہ پوءِ بشاري هن شهر ۾ آيو. ان وقت قنوج جدا رياست هئي. هو لکي ٿو:

---

1_ احسن التقاسيم: بشاري، ص — 840، ليڊن.

2 _ مروج الذهب: مسعودي، جلد_1، ص_ 379، پئرس.

3_ معجم البلدان: ياقوت حموي، جلد_7، ص_ 78، مصر. عربن ڪان سواءِ مغربي مؤرخ به سنڌين جي تعريف ڪن ٿا. مسٽر پوسٽنس ڪتاب "پرسنل آبزرويشن آن سنڌ" ۾ لکي ٿو ته: "سنڌي سيني مغربي ضلعن جي رهنڌڙ رهاڪن ڪان زياده زبردست ۽ سگهارا آهن. سنڌي مسلمان جو نقشو هندستان جي سيني ماڻهن ڪان مردانو آهي. هو ڊگهين ڏاڙهين وارا، سندن مٿي جا وار ڪلهن تي لٽڪن ٿا. غريب غربا پنهنجا ڪپڙا نير ۾ رڱي ڪم آڻين ٿا، وغيره."

”قنوج وڏو شهر آهي: سندس چؤگرد عالم پناهه ڏنل آهي، شهر ۾ جامع مسجد آهي. هتي گوشت ڪثرت ۾ وڪامي ٿو باغات گهڻي آهي، پاڻي بهتر آهي، واپار وڏي پيماني تي هلي ٿو. شهر ۾ هندو گهڻا رهن ٿا. مگر مسلمانن جو جدا سلطان حڪومت ڪري ٿو هتي جا ماڻهو فارغ البال ۽ حسين آهن: مسلمان ڪٽڪ استعمال ڪن ٿا. شهر ۾ معزز ماڻهو ۽ علماءَ رهن ٿا.[1]

مشهور جاگرافيدان شريف ادريسي، جنهن سنه 548هه ۾ پنهنجي مشهور جاگرافي لکي هئي، سو قنوج متعلق هينئيون بيان ڏي ٿو:

”قنوج خوبصورت شهر ۽ واپار جو مرڪز آهي: سندس وسعت پنجاب ۽ ڪشمير تائين آهي.“[2]

عباسي دؤر ۾ سنڌ جي باشندن جي طرز معاشرت ۾ گهڻو فرق پئجي ويو هو. سنڌي زيب ۽ زينت ڏانهن مائل ٿيا ۽ سنڌ جي شهرن ۾ زيبدار قيمتي شيون وڪامڻ لڳيون. عرب اميرن جي محلاتن ۾ ڪافوري ۽ عنبري شمعون ٻرڻ لڳيون. عرب پنهنجي قومي خاصيت، سادگيءَ کي ترڪ ڪري، پرتڪلف زندگي بسر ڪرڻ لڳا. سنڌ جي شهرن ۾ سستائي هئي. مثلا ملتان ۾ اَٽو في درهم ٽيهه مڻ ۽ ڪجور جو حلوو في درهم ٽي مڻ وڪامندو هو. ديبل سڄي هندستان اندر اناج جي وڏي مڏي هئي.[3] الور، منصوره، ملتان ۽ ڪيزڪانان جا شهر باغات جي ڪري مشهور هئا. ڏاڙهون انگور، انب ليمان، ڪجور ۽ ترڪاريون سستيون هيون. شهرن جي رستن جي ٻنهي پاسن کان وڻڪار هئي. سنه 236هه ۾ عنبسه ابن اسحاق، سنڌ جي واليءَ، ديبل واريءَ سڙڪ ۽ مندر جي مرمت ڪرائي هئي.[4] حجاج نومسلم رعايا کان به جزيه اُگاڙيندو هو ۽ ملڪ تي ٻيون ڪيترن قسمن جون ڍلون مڙهيل هيون، جن کي هلالي سڏيندا هئا. جيئن مقريزيءَ جو بيان آهي:

[واول من اخذالجزية ممن اسلم من اهل الذمة الحجاج.[5] ]

ترجمو: ”ذمين مان جيڪي مسلمان ٿيندا هئا، تن سڀني کان پهريائين حجاج جزيه وصول ڪيو هو.“

---

1 ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ1، ص ـ 372. احسن التقاسيم: بشاري، ص ـ 480.

2ـ تقويم البلدان: ابو الندا، ص ـ360، پئرس. موراڪو جو هڪڙو جاگرافي نويس، ابن سعيد مغربي، 585 هه ڌاري لکي ٿو ته قنوج جو شهر گنگا نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي آهي. تاريخ الاطباء: ابن ابي اصيبعه، جلد ـ2، ص ـ20، مصر.

3 ـ احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم: بشاري، ص ـ 474، ابن حوقل: ص ـ 248.

(عربي مڻ جو وزن گهڻو گهٽ هو.)

4ـ مختصر تاريخ هند: ص ـ 38.

5 ـ مقريزي: جلد ـ1، ص، 77ـ78.

حضرت عمر بن عبدالعزيز رح اهي هلالي ڍلون موقوف ڪري ڇڏيون. ان سبب ڪري سنڌ ۾ شيون سستيون ٿيون ۽ باشندا فارغ البالي ۾ سان گذران ڪرڻ لڳا.

عربن جيڪي نوان شهر تعمير ڪرايا تن ۾ حمام هئا. مردن ۽ زالن لاءِ جدا جدا حمام هوندا هئا. حضرت عمر بن عبدالعزيز رح عورتن کي حمامن ۾ وڃي غسل ڪرڻ تي بندش وڌي[1] مسجدون تعليمي ادارن طور پڻ ڪم ايندڙيون هيون. جيڪي به شاگرد تعليم وٺندا هئا، تن لاءِ حضرت عمر بن عبدالعزيز رح وظيفا مقرر ڪيا[2] چراگاهُن تي ڍل معاف ڪئي ويئي. بني اميه دؤر اندر هرهڪ شهر ۾ سرڪاري لنگر خانا جاري ٿيا، جتان مفلسن ۽ فقراءَ کي کاڌو ملندو هو.[3] بي خرچ مسافرن کي سفر لاءِ خرچ سرڪاري خزاني مان هو جيئن وطن پهچي سگهن[4] رستن تي مسافرن جي آرام ۽ آسائش لاءِ سرائون تعمير ٿيون.[5] اهي ان زماني جون ڳالهيون آهن، جڏهن بني اميه سلطنت جو بنياد متزلزل ٿي چڪو هو.

موسيٰ ابن اعين جي روايت آهي ته خليفي عمر بن عبدالعزيز جي دؤر بابرڪات ۾ ٻڪريون بگهڙن سان گڏ چرنديون هيون. بيگار جي رسم صفا متجي ويئي ۽ آقائن کي حڪم مليو ته غلامن لاءِ وظيفا مقرر ڪن. بني اميه دؤر جو وڏو ڪارنامو هي هو جو بني اميه فرمانروائن عرب جي سادگي ۽ عرب جي عصبيت ۽ عربي شعار کي قائم رکيو. سندن حڪومت جو بنياد قوت ۽ شجاعت تي قائم رهيو. برعڪس ان جي، عباسي خلافت بلڪل عجمي رنگ ۾ بدل هئي. ان ۾ شڪ ناهي ته عباسي خليفا پاڻ عربي نسل مان هئا، ليڪن خلافت جي ڪاروبار هلائڻ وارا گهڻو ڪري عجمي يعني ڌاريا هئا. ان جو نتيجو هن ريت نڪتو جو سلطنت فريب ۽ حيلي بازيءَ سان هلڻ لڳي. قوت ۽ شجاعت بدران سلطنت تي مڪر ۽ فريب جو عنصر وڌيڪ غالب هو. پويان عباسي خليفا قوت

---

1_ ڪتاب الخراج: قاضي ابو يوسف، ص_ 49. مقريزي: جلد_1، ص_ 107. نڪاح واري ٿئس تي بندش پوڻ کان پوءِ، ماڻهو گهٽيون ٻانهيون رکڻ لڳا. ماڻهن ۾ عام چوٽي هئي ته خليفو عمر بن عبدالعزيز ڪارائڻ وارو ۽ نڪاحن ڪرائڻ وارو حاڪم آهي.

2_ تذڪره الحفاظ: جلد_1، ص_ 109. وليد بن يزيد يتيمن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ معلم مقرر ڪيا هئا.

3_ طبقات ابن سعد: تذڪره عمر بن عبدالعزيز، ص_ 263

4_ طبقات ابن سعد: ص_ 277، طبري: ص_ 1364.

5_ فتوح البلدان 1: بلاذري، ص_ 432، طبقات ابن سعد: ص_ 254.

وچائڻ کان پوءِ، مڪر ۽ فريب ڏانهن مائل رهيا. عباسي دؤر جي مٿين خصوصيت ڪتاب "آداب السلطانيہ" ۾ وضاحت سان بيان ڪيل آهي.

وليد بن عبدالملڪ جي ڏينهن ۾ سنڌ فتح ٿي ۽ سنڌس ڏينهن ۾ سلطنت جي صوبن ۾ ڪوه ڪوٽرايا ويا[1] ۽ مريضن جي دوا درمل لاءِ سلطنت اندر شفاخانا تعمير ٿيا. جيئن يعقوبيءَ جو بيان آهي:

الوليد اول من عمل البيمار رستان للمرضیٰ.[2]

وليد پهريون شخص هو جنهن بيمارن لاءِ شفاخانا تعمير ڪرايا. خلافت راشده جي زماني ۾ شهرن ۾ مهمان خانن جو پهريان رواج پيو. خلفاءِ بنو اميہ بہ سنت راشده ڪي قائم رکيو[3]

جن شهرن ڪي عالم پناهون ڏنل ڪونہ هيون، اتي مٽيءَ جا قلعا جڙيل هئا. بعض شهرن ۾ عرب امير شهرن کان ٻاهر يورپي طرز تي ڇانوڻين ۾ رهندا هئا. جيئن ملتان جا بنو سامہ امير شهر کان ٻاهر ڇانوڻين ۾ رهندا هئا. ملتان جي ڇانوڻيءَ جو نالو "جندراون" هو. فقط جمعي جي ڏينهن امير هاٿيءَ تي چڙهي شهر جي جامع مسجد ۾ نماز ادا ڪرڻ ايندا هئا. قصدار ۾ امير جو محلات شهر کان هڪڙي پاسي تي هو. شهر واري حصي جو نالو "بودين" هو. جدا ڇانوڻين برپا ڪرڻ مان اها مراد هئي، جيئن عربن ۾ قومي سادگي ۽ امتياز قائم رهي.

## صنعت ۽ حرفت:

صنعت ۽ حرفت اها شيءِ آهي، جنهن مان قوم جي حالت جي خبر پوڻ کان سواءِ سنڌس طبعيت جي رجحان جو پتو پئجي سگهي ٿو. سنڌس صنعت ۽ حرفت کي ڏسڻ سان قوم جي ضرورتن، احساسات ۽ قوم جي ذاتي خاصيتن جي پوري ڪيفيت معلوم ٿي سگهي ٿي، بلڪ ان زماني جي تصوير اسان جي اکين اڳيان ڦرڻ لڳي ٿي. اڳ سنڌ جا ڪاريگر چن سان چمڙو چمڪائيندا هئا. ان طريقي سان هڪ تہ چمڙو سخت رهندو هو پيو جتاءُ ڪونہ ڪندو هو.

---

1_ الڪامل: ابن اثير — حوادث.

2_ يعقوبي: جلد_2، ص_ 348.

3_ خلفاءِ راشدين مان حضرت عمربن الخطاب پهريون خليفو هو جنهن مهمان خانا تعمير ڪرايا هئا. حضرت عثمان ذوالنورين سندن تقليد ڪئي. بني اميہ فرمانروائن بہ مٿينءَ سنت کي جاري رکيو. ڏسو يعقوبي: جلد_2، ص_ 348.

نوٽ: بني اميہ دؤر ۾ صوبن جا گورنر مال گڏ ڪرڻ لڳا، عباسي دؤر ۾ متوڪل جي قتل ٿيڻ کان پوءِ، امير پنهنجي قوت سان ماڻهن کي ڦري دولت گڏ ڪرڻ لڳا. وزير صوبن جي گورنرن کان ڏنڊ وصول ڪرڻ لڳا ۽ گورنر وري رعايا کي ڦرڻ لڳا: عباسي حڪومت جي انحطاط جو اهو وڏو سبب هو.

ابن نديم جو بيان آهي تہ ڪوفي جي ڪاريگرن سنڌ ۽ مڪران جي ڪاريگرن کي کجور سان چمڙي رڱڻ جو هنر سيکاريو. منصوره جي چمڙي جي صنعت متعلق امام احمد بن حنبل (المتوفي سنہ 241هہ) "ڪتاب الورع" ۾ هڪڙو مختصر باب ڏنو آهي. منصوره جون جڙيل پيڪيدار جتيون اسلامي دنيا ۾ فقط امير طبقو خريد ڪري سگهندو هو.[1] اسلامي دنيا ۾ سنڌ جو رنگين ۽ نرم چمڙو "السنديہ" جي نالي سان دنيا جي مارڪيٽن ۾ وڪامندو هو. منصوره جي زوال کان پوءِ عرب ۽ ايراني سوداگر نيرن ڪوٽ ۾ ٺٽي کان چمڙو گهرائيندا هئا. مغليہ دؤر اندر ٺٽو چمڙي جي هنر ۽ ڪارخانن ڪري سڄي ايشيا کنڊ ۾ برک هو.

مانسوني هوائن لڳڻ ڪري هندستان جا جهاز ننڍا ۽ هلڪا هئا، جي "تير ماهي" سڏبا هئا[2] هندي جهازن جو ٻيو قسم "بارجہ" هو يعني ٻيڙو.[3] ٽيون قسم دونگي هو جنهن کي عرب "دونيج" ۽ ڪوڪن وارا "هوڙي" سڏيندا هئا.مٿين سيني جهازن جا تختا ناريل جي رسين سان ٻڌندا هئا. "تير ماهي" جهازن ۾ فقط مسافر کڻندا هئا. برسات جي مند ۾ هندي جهازن جي نقل و حرڪت سمنڊ جي طغيانيءَ ڪري بند ٿي ويندي هئي.[4] عربن کي سنڌ يا هندستان سان فقط جذباتي محبت ڪانہ هئي، پر هندستان وارن جي قابليت ۽ علمي ڪارنامن جا هو ثناخوان هئا.[5] ٽن سَوَن سالن اندر فاتح صحرا نشينن سنڌين کي موٽ ۾ ڇا ڇا سيکاريو تنهن جو تفصيلوار بيان اوهان جي سامهون آهي. حجاج بن يوسف رسن بدران لوه جي ميخن سان جهاز تيار ڪرايا. عربي جهاز ايڏا وڏا هئا، جو منجهن مسافرن لاءِ ڪمرا جڙيل هئا. بعض جهازن تي پنج سؤ خلاصي ڪم ڪندا هئا.[6] عربن جي ڏينهن ۾ عراق مان گهوڙا جهازن

---

1_ امام احمد بن حنبل جو ڪتاب "الورع" پهريائين الجيريا وارن کي هٿ لڳو: پوءِ سنہ 1240هہ ۾ مصر جي مطبع سعادت مان شايع ٿيو. هندستان اندر منصوره ۽ ڪنيات جا جوتا مشهور هئا. مروج الذهب، مسعودي جلد_1، ص_ 353.

2 _ مروج الذهب: مسعودي.

3_ ڪتاب الهند: بيروني، ص_ 102، لنڊن. عجائب الهند: بزرگ بن شهريار ص_114، پئرس.

"بارجہ" هندستانين جا جنگي جهاز هئا. چين جي جهازن کي "جنڪ" سڏيندا هئا. ابن بطوطا چيني جهازن وسيلي چين پهتو هو.

4_ سفر نامہ ابو زيد سيرافي: ص — 126.

5_ هندن جي علميت لاءِ ڏسو "طبقات الامم": قاضي صائد اندلسي ۽ "ڪتاب الهند": بيروني. ٻئي ڪتاب اردو ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن.

6_ سفرنامہ ابو زيد سيرافي: ص_ 145.

رستي ديبل پهچندا هئا. سنڌ جو بحري ٻيڙو گجرات ۽ ڪوڪن جي راجائن جي ٻيڙي کان وڌيڪ مضبوط هو.

منصور عباسيءَ جي ڏينهن ۾ سنڌ جي واليءَ هشام، هڪڙي امير البحر عمر بن جمل کي جهازن جي دستي سان گجرات جي بندرن ڏانهن مُڪو هو تنهن کان پوءِ پاڻ ٻيڙو وٺي پڙوچ پهتو ۽ اهو بندر فتح ڪري اتي يادگار لاءِ هڪڙي مسجد تعمير ڪرايائين. جا گجرات ۾ مسلمانن جي پهرين مسجد هئي.[1] سنہ 159هـ (770ع) ۾ خليفي مهديءَ جي حڪم سان سندس هڪڙي سپہ سالار عبدالملڪ ايراني نار کان ٻيون گهمرو جهازن جي ذريعي پڙوچ تي قبضو ڪيو مگر اتي وبا پوڻ ڪري گهڻا مسلمان مري ويا. مامون جي ڏينهن ۾ عرب ڪاريگرن دشمن جي جهازن تي آتش بازي ڪرڻ لاءِ هڪڙي قسم جا ننڍا جهاز "حراقہ" تعمير ڪيا هئا. انهن جهازن تان خلاصي پيٽرول سان ڀريل شيشا دشمن جي جهازن تي اڇلائيندا هئا، جن جي ڦاٽڻ ڪري، دشمن جي جهازن کي باهہ لڳندي هئي.[2] عباسي دؤر ۾ بصري جا جهاز چين تائين مسافري ڪرڻ لڳا. عرب فن جهازراني ۾ ماهر هئا.

هندستان جي راجائن جي ٻيڙن تي ناخدا يا اميرالبحر هئا. هندو راجائن وٽ جنگي هٿيار هاٿين جا رٿ هئا. الور جي جنگ وقت هاٿين کي ڏسي مجاهدن جا گهوڙا ٿهڻ لڳا هئا. ان ڪري گهوڙن جون اکيون پٽڪن سان ٻڌڻ لڳا. مگر پوءِ آتشي تيرن جي برسات وسائڻ کان پوءِ هاٿين ۾ ڀاڪوڙو پئجي ويو. مجاهدن جا عربي گهوڙا چست ۽ چالاڪ هئا. جنگ جي ميدان ۾ جنهن پاسي کان سپہ سالار ڪمزوري ڏسندو هو، هڪدم شهسوارن جو دستو موڪلي ان بازو کي مضبوط ڪندو هو. عربي لشڪر وٽ هيٺيان هٿيار هئا:

نيزا، زرهون، خود، ڍالون، جوشن، ڪمانون. وٽن قسمين تير هئا، جهڙوڪ: 1ـ قسي، 2ـ الرجل والرڪتاب، 3ـ قسي اللولب ۽ 4ـ جراد. پوئين قسم جي تيرن جي ڊيگهہ فقط هڪ گراٺ جيتري هوندي هئي. انهن تيرن جي وسيلي مجاهدن مدائن ۽ الور فتح ڪيا هئا.[3] عربن وٽ زرهن جا ٻہ جدا جدا قسم هئا،

---

1ـ مختصر تاريخ هند: ص 36ـ 37.

2ـ المامون: شبلي نعماني، ص 146ـ147. هر فوجي دستي سان نفت انداز رهندا هئا، جن وٽ آتشي مادا ساڻ هئا.

3 ـ مقريزي: جلدـ1، صـ417، ڪوفو ۽ بصرو ٻہ مکيہ ڇانوڻيون هيون، جتان سنڌ کي فوجي مدد ملندي هئي.

مبطنہ، زرديات وغيره. عربي فوجن کي هٿيار سرڪاري ملندا هئا. مال غنيمت مان پنجون حصو سرڪار کي ملندو هو. باقي لشڪر ۾ ورهائبو هو.عباسي دؤر ۾ سوار جو ماهوار پگهار 25 ربيا ۽ پيادي جو پگهار ڏهہ رپيا هو. سرڪاري فوج کان سواءِ، والنتئر فوج "منطوعہ" سڏبي هئي. والنتئر فوجن ۾ هندو جاٽ، بلوچ ۽ ٻيون قومون بہ ڀرتي ٿينديون هيون. سنڌ جي والين وٽ مضبوط لشڪر رهندو هو. منصوره جي اميرن جي فوجي قوت مسعوديءَ جي بيان موجب چاليهہ هزار هئي. سنڌ جي لشڪر ڪشمير، گجرات، مالوهہ تائين سوڀون حاصل ڪيون هيون.

سنہ 107هہ (725ع) ۾ جنيد مارواڙ، ماندل (ويرگام)، پٽن (انهلواڙ) ڀڙوچ، اُجين ۽ ڪشمير تائين ڪاهون ڪري بيشمار مال غنيمت هٿ ڪيو هو. سنہ 140هہ (757ع) ۾ منصور عباسيءَ جي ڏينهن ۾ هشام ڪشمير تائين ملڪ فتح ڪيو هو. بعض اوقات مڪران ۽ ڪرمان جي علائقن جي نگراني بہ سنڌ جو لشڪر ڪندو هو. عمران بن موسيٰ برمڪي جاٽن ۽ ميدن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. سنڌ ۾ جاٽ ۽ ميد باغي قومون هيون: بعض بغاوتون ڪرڻ وقت سندن تعداد ويهن هزارن کان پنجاهہ هزارن کي پهچندو هو. هارون الرشيد جيئن مغرب ۾ روم جي قصيرن کي ڪنبايو هو. تيئن مشرق ۾ سنڌ جي لشڪر کان هندستان جا راجائون ڪنبندا هئا.

آخر يمانيءَ (قحطاني) ۽ نزاريءَ (اسماعيلي) جي باهمي جنگين ڪري سنڌ جي حڪومت ڪمزور ٿيڻ لڳي، جنهن ڪري سنڌي لشڪر جي فتوحات جو دؤر ختم ٿي ويو. مثلا سنہ 164هہ (780ع) ڏاري جڏهن ليث سنڌ جو حاڪم هو، تڏهن سندس ڏينهن ۾ جاٽن جي فسادن کي روڪڻ لاءِ بصري کان تازه دم فوج گهرائي ويئي.[1] عباسي فوج جو لباس يوناني هو. علامہ البيرونيءَ جي بيان موجب اڳ هندو گوبر جي دسترخوان تي وڻن جي پنن تي ڪاڌو رکي کائيندا هئا.

---

1ـ مختصر تاريخ هند: ص – 37، ابتدا ۾ فوجن جي قبيلن مطابق صف بندي ڪبي هئي، پوءِ دستا مقرر ٿيا.

نوٽ: مامون جي ڏينهن ۾ سنڌ جي عربن کي فوجي خدمات جي عيوض پگهار بدران جاگيرون ملڻ لڳيون. مثلا فضل بن ماهان کي سندان فتح ڪرڻ وقت مامون کيس اطاعت جي عيوض پڪيءَ طرح سندان تي حڪومت ڪرڻ جو پروانو کي ڏنو. سنڌ جي عرب اميرن ايترو زور ورتو جو عمران بن موسيٰ بنانہ جي عرب امير عمر بن عبدالعزيز هباريءَ هٿان مارجي ويو. سن جو خراج فقط 12 هزار درهم بغداد کي پهچڻ لڳو. سن ۾ ڪيترائي عربي نسل خاندان خودمختيار ٿي ويا هئا. اهي منصوره توڙي مرڪز خلافت کان بلڪل آزاد هئا.

عربن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ هندن جي نئين زندگي جي دؤر شروع ٿيو. عربن سنڌ ۾ لوهہ ۽ ٽامي جي برتنن جو رواج وڌو. انهن برتنن جو عرب سوداگر، سنڌ کان سواءِ مالديپ ۽ جاوا ٻيٽن تائين واپار ڪندا هئا. رڪابين، طشت، چلمچين، گلدانن ۽ شمعدانن، تڏن ۽ غاليچن کان اڳ سنڌي قطعي بي خبر هئا. عربي تهذيب ڪري مٿين شين جي استعمال ڪرڻ کان هو واقف ٿيا. بنو اميہ ۽ بنو عباس جي دؤر ۾ عربن ۾ مدنيت جو ڪافي اثر پئجي چڪو هو.

سنڌ ۽ مڪران ۾ ميدن جون عورتون سنڪن ۽ ڪوڏن جا زيور پائيندڙيون هيون. سنڌ جي عورتن ۾ عاج جي زيورن پائڻ جو رواج هو. سنڌ ۾ هاٿين جي موجودگيءَ ڪري عاج سستو هو بلڪ عاج برآمد جي شيءِ هئي. راجائون ٻُلن ۾ جواهرن جون مالهائون ۽ ڪنن ۾ وڏا والا پائيندا هئا. جن ۾ جواهر جڙيل هوندا هئا. فاتح عربن تعويذن، بازو بندن ۽ حمائل جو رواج وڌو.

قديم زماني کان سنڌ جا اٺ، گهوڙا ۽ گڏهہ هندستان جي صوبن ڏانهن وڪري لاءِ ويندا هئا. ڪردان جا ڪرد راجا چچ کي ساليانو خرج ۾ گهوڙا ڏيندا هئا. ٻن ٿوهن وارن اُٺن جو اصلي وطن سنڌ هو جن کي فقط امير لوڪ خريد ڪري سگهندا هئا. سنڌ مان ئي سندن نسل بلخ ۽ فارس پهتو.[1] حجاج بن يوسف گهوڙن جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ فرات جي مشرقي ڪناري ۽ سنڌ جي صوبي سيستان جي گاديءَ جي هنڌ زرنج ۾، گهوڙن جي پرورش ڪرائي. جاٽايل هنڌن تان سنڌ جي لشڪر کي گهوڙا پهچندا هئا. سنڌ کان سواءِ عرب واپاري، ڪاري منڊل تائين گهوڙن جو واپار ڪندا هئا. عبدالله اُشتر بہ گهوڙن جي واپارين جي لباس ۾ سنڌ ۾ پهتو هو. عراقي گهوڙن جو نسل عربن جي ڪري سنڌ ۾ رائج ٿيو.[2]

فن عمارت سازيءَ ۾ عرب ماهر هئا. يمن جو سدمارب، قصر غمدان ۽ حيره جو محلات خورنق اسلام کان اڳ سندن فن عمارت سازيءَ لاءِ شاهدي ڏين ٿا. اسلام کان پوءِ عربن، ايرانين يا يونين جو نمونو ڪين اختيار ڪيو بلڪ سندن ايجاد پسند طبيعتن عمارت سازيءَ ۾ نئون نمونو اختيار ڪيو. سنڌ جي جن جن شهرن کي انهن عالم پناهون ڏياريون يا جيڪي جامع مسجدون تعمير ڪرايون، تن مان اڄ ڪابہ چيز موجود ڪانهي. منصوره جي جامع مسجد، جا پٿرن جي جڙيل هئي ۽ عمان جي نموني تي هئي، تنهن کي بہ زماني جي بي التفاتيءَ صفحہِ هستيءَ تان مٽائي ڇڏيو.

1 -The Cambridge History of India. Vol. I, Ancient India.

2_ احسن التقاسيم: بشاري، ص 474_ 482

عربي يادگارن مان هن وقت خانقاهہ بوترابي ميرپور ساڪري تعلقي ۾ سنہ 171هہ (788ع) جي يادگار آهي.[1] ٻيو سکر ۽ روهڙي جي وچ ۾ بکر جو قلعو آهي، جو هن وقت زبون حالت ۾ سنڌ جي گذريل زرين عهد جي ياد ڏياري ٿو تہ ڪو وقت هن سرزمين تي حجازي اميرن جو قيام هو.[2]

## عربي دور جا سڪا:

عربي سڪن متعلق سنڌ جي قديم توڙي جديد تاريخن ۾ جيڪو بيان ڏنل آهي، سو مختصر آهي. اسلامي ڪاهہ کان اڳ سنڌ ۾ هندي، ستين، پارٿي، ايراني، يوناني باختري سڪن جو رواج هو. آڳاٽن سڪن مان ڪي تہ هٿ لڳا آهن ۽ ڪن جو بيان الگزينڊر ڪننگهام پنهنجي ڪتاب "قديم هندستان جا سڪا" ۾ ڏنو آهي.[3] ازان سواءِ "ڪيمبرج تاريخ هند" جلد پهرئين ۾، قديم دور جي سڪن جون تصويرون ڏنل آهن. سر جان مارشل کي ٽئڪسلا، هڙاپا ۽ موهن جي دڙي مان جيڪي سڪا ۽ مهرون هٿ آيون، تن مان ثابت آهي تہ مملڪت سنڌ ۾ قديم زماني کان سڪن جو رواج هو. ازان سواءِ واپار يا ڏيتي ليتيءَ جي ڪاروبار ۾ شين جي متاسٽا پڻ ٿيندي هئي.

قديم سنڌ جي سڪن جا ڪهڙا نالا هئا، سا خبر پئجي نہ سگهي، البت ٻڌ جي زماني ۾ ڪن سڪن جي نالن جي خبر پئجي سگهي ٿي، چاڻاڪ تہ آسوڪا اعظم جي سلطنت جون حدون هرات تائين هيون: "نشڪا" سونو سڪو يا زيور هو "سوانا" بہ سونو سڪو هو. ازانسواءِ پٽل ۽ ٽامي جا سڪا جهڙوڪ: ڪمسا، پادا، ماشا وغيره هئا. هڪڙي پادا جي قيمت پنج ماشا هئي، چار نشڪا هڪڙي سوانا جي قيمت هئي- مٿين سڪن کان سواءِ سپيڪاني يعني ڪوڏين جو بہ رواج هو ۽ ويهين صديءَ جي شروعات تائين سنڌ ۾ ڪوڏيون چالو هيون. قرضدارن کي بعض اوقات لهڻيدارن کي زالون ۽ ٻار بہ قرض جي عيوض وڪڻڻا پوندا هئا. وياج خوريءَ جو بہ رواج هو. پالي زبان ۾ وياج کي "وڏي" سڏيندا هئا.[4]

---

1 ـ خانقاهہ بوترابي ميرپور ساڪري تعلقي جي ڳوٺ گُجي وٽ آهي، جا هارون الرشيد جي پوئين زمان جي يادگار آهي، سندس اوپرندي واري ديوار جي ڪتبي مان پتو پوي ٿو تہ گنبذ تي نقاشيءَ جو ڪم جام صلاح الدين ڪرايو هو.

2 ـ بکر جو قديم نالو "فرستہ" هو: ڏسو "لب تاريخ" از: خان بهادر خداداد خان. رياض الهند پريس، امرتسر، 1901ع.

3 -Cunningham: A Coins of Ancient India, London, 1891.

Stien, M.A. Report of the Archoeological Survey work in the N.W. Frontier Province. 1904-5

4 - Rhys Davids, T.W: Budhist India, London, 1903.

چاٽايل سڪا، آسوڪا کان اڳ (483_563 ق_م) رائج هئا. تنهن کان پوءِ سنڌ تي اشڪاني ڪسرائن جي حڪومت جو زمانو شروع ٿئي ٿو. مٿيون زمانو 486 – 522 ق_ م) دارا اعظم کان شروع ٿئي ٿو. سندس ڏينهن ۾ ٻن قسمن جا سڪا رائج هئا: 1_ سونو سڪو جو "دريڪ" سڏبو هو (سندن وزن انگريزي 130 گرين برابر هو) ۽ 2_ "سگولي" چانديءَ جا چوڪنڊريا سڪا، جن جو وزن 86 گرين برابر هو. هڪ دريڪ جي قيمت ويهن سگولين جيتري هئي. مٿيان سڪا سنڌ، هندستان بلڪ ايشيا ڪوچڪ تائين رائج هئا.[1] وارن هيسٽنگس گورنر جنرل جي زماني ۾ بنارس جي علائقي ۾ گنگا جي ڪناري، هڪڙي نڪر جي ڪني مان 172 سونا دريڪ سڪا هٿ لڳا هئا. گورنر جنرل جي مرضي هئي ته ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي مٿيان سڪا تحفي طور پيش ڪري، پر سندس هندستان ڇڏڻ کان پوءِ، عملدارن اهي سڪا ڳاري ڇڏيا.[2]

سنه 75 ق – م کان سنه 50ع تائين، انڊو سٿين حاڪمن جو سنڌ تي راڄ شروع ٿئي ٿو. سندن سڪا، ڪوهه تفتان (بلوچستان جي اولهندي واري سرحد جي جبل)، زوب ۽ خاران ضلعن مان هٿ لڳا، جي هن وقت برٽش ميوزم ۾ موجود آهن.[3] عربي سڪن متعلق مؤرخ غلطيءَ سان لکن ٿا ته عبدالملڪ بن مروان پهريون عرب فرمانروا هو، جنهن عربي سڪا تيار ڪرايا، مگر عربي تاريخن جي ورق گرداني ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته سنه 18هه مصر، شام ۽ عراق فتح ٿيڻ کان پوءِ حضرت عمر فاروق نوشيرواني وزن جا درهم جاري ڪيا هئا، جن مان ڪن تي لااله الا الله وحده ۽ ڪن تي، محمد رسول الله، عبارت لکيل هئي. هنن ڏهن درهمن جو وزن ڇهن مشقالن جيترو هو.

"احڪامن السلطانيه" ۾ لکيل آهي ته اسلام جي ڪاهه وقت ايران ۾ ٽن قسمن جا ساساني سڪا سنڌ تائين رائج هئا: 1_ بغلي، 3_ طبري ۽ 3_ مغربي. منجهائن بغلي ۽ طبريءَ جو ايراني شهناهت اندر گهڻو رواج هو. حضرت عمر رضه جيڪي درهم جاري ڪرايا هئا، تن جو وزن بغلي ۽ طبريءَ جي گڏيل قيمت جي اڌ جيترو هو.[4]

1 - The Cambriage History of India, Vol. I, Chp. XIV, PP. 342-343.

2 - Cunningham, in The Journal of The Asiatic Society of Bengal, 1811, P. 184.

3 _R. Hughes-Buller: Imperial Gazetteer of India, Baluchistan, P. 20.

4 _ احڪام السلطانيه: الماوردي، ص_ 67، مصر.

النقودالاسلاميه: مقريزي، ص 4_5، مصر، 1298هه.

عهد فاروقيءَ ۾ سرڪاري دفترن جي زبان پارسي ۽ رومن هئي. عبدالملڪ بن مروان پهريان عراق ۽ سندس پروارن صوبن جي دفترن جي زبان عربي ۾ بدلائي هئي، ليڪن شام جي دفترن جي زبان رومن هئي: ڏسو "تاريخ الخلفا" (سيوطي)، ص_218.

جيئن عبدالملڪ بن مروان جي ڏينهن ۾ پهريون دفعو عربي زبان کي سرڪاري زبان ٿيڻ جو شرف حاصل ٿيو. تيئن هو پهريون بني اميہ خليفو هو جنهن "دينار" ۽ "درهم" جاري ڪيا. وليد بن عبدالملڪ جي زماني ۾ سلطنت جي سرڪاري دفترن جي زبان عربيءَ ۾ بدلجي ويئي. سنڌ جي فتوحات وقت، ابتدائي دؤر ۾ سنڌ جي سرڪاري دفترن جي زبان سنڌيءَ ۾ هئي، مگر جيئن جيئن اسلام جي اشاعت ٿيڻ لڳي، تيئن تيئن سنڌي، لازمي طور عربي زبان سکڻ لڳا. نومسلم سنڌي پاڻ تي عربي نالا رکائڻ لڳا، بلڪ سنڌي محرر شام ۽ عراق جي شاهي دفترن ۾ خاص ڪري صيغۂ مال تي، قابليت ۽ ايمانداريءَ ڪري، مقرر ٿيا. چاڪاڻ تہ وفاداريءَ کان سواءِ، صرافڪي ڪم ۽ حساب ڪتاب سان کين قومي وابستگي هئي.[1]

بني اميہ دؤر اندر، سنڌ ۾ ٽئن قسمن جا سڪا رائج ٿيا: 1۔ حجاجيہ جيڪي حجاج بن يوسف ضرب ڪرايا هئا، 2۔ هبيره، جيڪي ابن هبيره تيار ڪرايا هئا، (حجاجيہ وزن ۾ کوٽا هئا، هبيره وزن ۾ پورا هئا)، 3۔ قسريہ جيڪي خالد القسريءَ جوڙايا هئا، (اهي پهرين ٻن سڪن کان گهڻو بهتر هئا)، 4۔ يوسفيہ جيڪي يوسف بن عمر جوڙايا هئا، (اهي مٿين ٽن سڪن کان وزندار ۽ جنس ۾ کرا هئا)[2] بصري ۽ بلخ ۾ ضربخانا هئا.[3] حضرت عمر بن عبدالعزيز صوبن جي والين کي حڪم ڏنو هو تہ رعايا وٽ جيڪي کوٽا سڪا آهن، سي سرڪاري خزانن ۾ بدلايا وڃن، جيئن رعايا کي کوٽن سڪن متعلق ڪا شڪايت نہ رهي.[4]

عباسي دؤر ۾ هڪ دينار جي قيمت هاٿوڪن پنجن رپين جيتري هئي ۽ درهم جي قيمت چار آنا هئي. سنہ 367هہ (977ع) ۾ جعلم بن شيبان سنڌ تي قبضو ڪري فاطمي سڪو رائج ڪيو.[5] عربن جي زماني ۾ گجرات، جي هندو راجائن جي سڪي جو نالو "بالوترا" هو ۽ هندستاني سڪو عام طور "طاطري" سڏبو هو. عباسي دؤر جي دينارن ۽ درهمن جو سون ۽ چاندي خالص هئا، ان

---

1 ۔ رسالہ فخرالسودان علي بيضان: جاحظ، ص۔81، مصر، 1314هہ.

تاريخ ابن واضح يعقوبي: جلد۔2، ص۔105، ليدن.

2۔ ابو مسلم خراساني: جرجي زيدان جو اردو ترجمو، ص۔43، لاهور.

3۔ لوالائي ضلعي جي ديرڪوٽ ڳوٺ وٽ گهڻائي سڪا هٿ لڳا آهن، جي 128هہ (سنہ 745ع) جا مروان ثانيءَ جي زماني جا آهن، اهي بلخ جي ضرب خاني جا جڙيل هئا.
R. Hughes Builer: Imp. Gazetteer of India, Vol. Boluchistan. P.22

4۔ ڪتاب الخراج: قاضي ابو يوسف، ص۔76.

5 احسن التقاسيم: بشاري، ص۔ 482.

ڪري سنڌ جي هڪ طلائي دينار جي قيمت هندستان جي شهرن ۾ اتي جي ٽن اشرفين جيتري هئي. سليمان تاجر جي بيان موجب سنڌي دينار بنگال جي اپسمنڊ وارن شهرن تائين وڪامندا هئا.[1] هبارين جا ڇهه سؤ سڪا هن وقت جوڌپرو جي عجائب خاني ۾ رکيل آهن، جي سنڌ جي سرحد تان هٿ لڳا هئا.[2]

## سنڌ جو واپار:

طبعي لحاظ کان، سنڌ جي علائقي، هندستان ۽ ٻئي دنيا جي وچ ۾ هئڻ ڪري، واپار ۾ گهڻي ترقي ڪئي. سندس اولهندي ۾ ايراني نار عمان، يمن ۽ حبش جا ڪنارا هئا: اوڀرندي ۾ گجرات، ڪوڪن، ملبار ۽ هندستان جي ڏکڻ اولهندي وارا ٻيٽ هئا، جي اڄ بہ آهن. خشڪيءَ رستي هيءُ ملڪ مڪرانُ جي ڪناري کان عراق، شام، سينائي اپٻيٽ کان قاهره، قيروان، طنجہ، مغرب اقصيٰ ۽ اندلس سان ڳنڍيل هو. بصري کان ٻيو رستو ايشيا ڪوچڪ کان انطاڪيہ ۽ حلب ڏانهن ويندو هو. خوزستان، فارس ۽ ڪرمان جا قافلا سنڌ ۾ ايندا رهندا هئا. اتر اولهندي ۾، برلان ۽ مولہ درن ڪري قنڌار، هرات، خراسان، بحيره خضر، آرمينيا ۽ ڪاري سمنڊ پريان قافلا يورپ تائين ويندا هئا.

سنہ 14هہ ۾ بصري جي بنياد پوڻ کان پوءِ سنہ 132هہ (740ع) ڌاري بغداد جي بنياد پوڻ ڪري چين تائين عربن جا جهاز وڃڻ لڳا. عباسي فرمانروائن بغداد ۾ ڪرخايا، عيسيٰ ۽ صرصر نهرون کوٽرايون، جن مان نهر عيسيٰ وسيلي، جهاز فرات ۽ دجلہ ۾ آسانيءَ سان اچڻ وڃڻ لڳا. ابن واضح يعقوبيءَ جي بيان موجب، بصرو دنيا جي واپار جو مرڪز بنجي ويو ۽ ديبل بصري جي کجور جي وڏي مڏي بنجي ويو. جزائر مشرقي ۽ چين ۽ ڪاري منڊل جا جهاز ديبل تائين اچڻ لڳا ۽ سنہ 290هہ ڌاري بصري جو واپار فرغانہ ۽ موراڪو تائين هلڻ لڳو. ملبار جا مصالحا ۽ سنڌ جو عنبر قاهره جي مارڪيٽن ۾ پنجوڻ قيمت تي وڪامڻ لڳو. نيل نديءَ تي ڇتيهہ هزار ٻيڙيون تجارتي مال کڻنديون هيون. هتان فلورينس ۽ جنيوا جا جهاز مشرق جي پيداوار کي يورپ تائين پهچائڻ لڳا.

سنڌ جي بري ۽ بحري قوت مضبوط هئي، ان ڪري هن جنت نشان سرزمين جي واپار بي حد ترقي ڪئي. سنڌ جا شهر ديبل، نيرن ڪوٽ، سيوستان، قضدار،

---

1 ـ ڪتاب البيان التبيين: الجاحظ جلد ـ 2، ص ـ 215، مصر، 1345هہ

ايچ ـ ڪلؤسن صاحب برهمڻ آباد جي ڏٽن مانا منصوره جي زماني جا ڪي عربي سڪا ڳولي هٿ ڪيا هئا.

2 ـ المعارف: آگسٽ 1949ع، ص 132 ـ 133، اعظم ڳڙهہ

قنزبون، منصوره ۽ ملتان تجارتي مرڪز هئا. روس جو چمڙو ۽ سيمور، جارجيا جون ٻانهيون، خراسان جو ڪيمخواب ۽ ڪلاباتون، هرات ۽ ڪرمان جا ريشمي ۽ پشمي ڪپڙا، دمشق، سڪندريه ۽ يمن جا رنگين ۽ باريڪ ڪپڙا، بغداد جو بلوري سامان جهڙوڪ: شمعدان ۽ قنديلون، مصر ۽ اشبيلہ جو شراب، چين ۽ جاپان جا تحفا ۽ خراسان جا خشڪ ۽ تر ميوا سنڌ جي شهرن ۾ وڪامندا هئا. نير، عنبر، مصالحا، عاج، ڪپهه وغيره سنڌ مان برآمد جون شيون هيون. ازان سواءِ، سنڌ جي غاليچن ۽ چمڙي جي فرشن جي بشاري مقدسي تعريف ڪري ٿو. بشاري پاڻ واپاري هو. سنڌ جي واپار متعلق لکي ٿو تہ. "هڪ هزار درهمن جي واپار ڪرڻ سان هڪ هزار دينار فائدو ملي ٿو" ديبل جو آدم 2 لک هو. اسلامي دؤر اندر ملتان جي بت خاني ۾ روزانہ ٻن سون اشرفين جي قيمت جون خوشبودار شيون برنديون هيون، جن کي مندر جا پروهت عرب سوداگرن کي وڪڻي ڇڏيندا هئا.[1]

## زرعي ۽ معدني ترقي:

عربن سنڌ ۾ جيڪي نوان شهر تعمير ڪرايا هئا، سي باغات ڪري مشهور هئا. هجري 3 صديءَ ڌاري سنڌ جي ليمن ۽ نارنگين جي عمان، شام ۽ بصري ۾ پوک ڪرائي ويئي، مگر منجهن سنڌ جهڙو مزو نہ هو.[2] اگ سنڌ ۾ انگور ڪين ٿيندا هئا، عربن عباسي دؤر ۾ انگورن جي پوک ڪرائي. انگورن جي هڪ جريب تي ساليانو ڏهہ درهم ڍل هئي. عربن سيوهڻ ۽ ريل جي پرڳڻي ۾ نير جي اپت کي ترقي ڏياري.[3] سنڌ جون سوپاريون حجاز ۽ يمن جا شرفا استعمال ڪرڻ لڳا. يمن جي هڪڙي ٻوٽي "ورس" جي عربن سنڌ ۾ ڪاشت ڪرائي، جو هن ملڪ ۾ "ڪرڪم" سڏبو هو. منجهائنس پيلو رنگ جڙندو هو.

ڪپهہ سنڌ جي قديم پيداوار هئي، جا چين تائين وڪامندي هئي. هارون رشيد جي ڏينهن ۾ سنڌي ڪپهہ جي ڪلده ۾ پوک ڪرائي ويئي ۽ عيسوي 12 صديءَ ڌاري سنڌي ڪپهہ جو ٻج پهريان صقيلہ پوءِ اندلس پهتو. مڪران سڄي اسلامي دنيا کي ڪچي کنڊ پهچائڻ لڳو. هن وقت بہ مڪران ۾ هڪ سؤ هڪ کجور جا قسم آهن.[4] حنا (ميندي) جو وطن اصل عربستان هو عربن معرفت هي ٻوٽو سنڌ ۾ پهتو. ايراني واڱڻ ۽ مصري پپنديبن جي عربن سنڌ ۾ پوک ڪرائي. حقيقت ۾ صنعتي صلاحيت کان عربن ۾ زرعي صلاحيت وڌيڪ

---

1_ سفرنامہ ابوزيد سيرافي: ص — 130، پئرس.

2_ تقويم البلدان: ابوالفدا، ص_349. فتوح البلدان: بلاذري، ص_426.

3_ عربن معرفت گدامڙيءَ جو وڻ سنڌ مان عراق پهتو. گدامڙيءَ کي عرب سنڌي کجور سڏيندا هئا.

4 - R. Hughes-Buller: Makran Gazetteer. Dates.

هئي. ميوه دار وڻن کي پيوند هڻي عربن قسمين قسمين لذيذ ميوا پيدا ڪيا. جن جي اڳ ڪنهن کي ڪا خبر ڪانه هئي. ميون ۽ گلن ۾ ڪنڊ ملائي مربا ۽ گلقند ٺاهيائون. هڪڙي ملڪ جي وڻن ۽ گلن کي ٻئي ملڪ ۾ نقل ڪري، عربن بني نوع انسان تي وڏو احسان ڪيو. عود، عنبر، صندل ۽ زعفران جهڙين خوشبودار شين ڪان سنڌي واقف هئا ۽ پوءِ ايراني گلاب جي عرق، بصري جي کجور جي گلن جي عرق (ماءَ الطلع)، زعفران ۽ بيد مشڪ جي عرقن (ماءَ الخلاف) سان پڻ هُو روشناس ٿيا.

وارن رکائڻ جو رواج مردن ۾ بہ رائج هو. تنهن ڪري خوشبودار شين ۽ عطرن جي رواج سنڌ ۾ انتهائي ترقي ڪئي. بيد مشڪ جي تيل (دهن الخلاف) جي ٻن رطلن جي قيمت ڏهہ دينار هئي. ڪوفي جي گل شبو ۽ گل بنفشہ جا تيل (دهن الورد)، روغن ياسمين ۽ ليمن جو تيل (دهن الاترج) جو سنڌ ۾ رواج پيو. شام ۽ مصر جي نرگسي تيل کي پڻ سنڌي خواتين گهڻو پسند ڪرڻ لڳيون. ابن حوقل ۽ ابن بيطار اندلسي بعض تيلن جا نالا ڏنا آهن، جهڙوڪ: 1ـ دهن البابونج، 2ـ دهن الفسرج، 3ـ دهن الازحيز، 4ـ دهن الزعفران، 5ـ دهن الحنا، 6ـ دهن الناردين ۽ 7ـ دهن النسرين وغيره.

عربن جي تحقيقات ڪري يوناني طب جي نئين سر ابتدا ٿي[1] عربن سنڌ ۽ سندس پسگردائيءَ ۾ ڪاٺين جي پڻ ڳولا ڪئي. الور جون چانديءَ ۽ سون جون ڪاٺيون عربن جي ڏينهن ۾ مٽجي چڪيون هيون، مگر ڪرمان جي ويجهو دمدان جي ڪاٺين مان هنن سون، ٽامو ۽ لوهہ ڳولي لڌو. دمشق ۽ قاهره جون ترارون عرب سنڌ ۾ نيڪال ڪندا هئا. هينئر دمشق جا ڪاريگر ڪرمان جي فولاد مان ترارون ۽ آئينا تيار ڪرڻ لڳا. صليبي جنگين ۾ سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جي فوج وٽ جيڪي ترارون خون آشام هيون، سي ڪرماني فولاد مان جڙيل هيون.

## سنڌ ۾ تصوف جي ابتدا:

اسلامي تصوف جي ابتدا سنڌ ۾ عربن جي ڏينهن ۾ ٿي. سنڌ تصوف ۾ ايتري ترقي ڪئي. جو هر صديءَ هتي جا خاڪ پاڪ مان بلند پايہ صوفي درويش پيدا ٿيا، جن جا تڪيا، آستان ۽ درگاهون چپي چپي تي هن ملڪ ۾ موجود آهن. شايد انهيءَ ئي ڪري ايرانين جو قول آهي تہ: ”گرمي، خاڪ، فقير ۽ مقبرا.“ اهي چار

---

1ـ ڪتاب البلدان: ابن الفقيہ همداني، ص-251، ليڊن. ڪتاب السالڪ والمالڪ: ابن خردازبہ، ص-71، لنڊن. سنڌ مان برآمد جي شين جو تفصيل هن ريت هو: جواهرات، ياقوت، الماس، گينڊا، هاٿي، مور، عنبر، سنبل، لونگ، دالچيني، ناريل، ڪارا مرچ، بيد، بانس، ڪٺو ۽ ساڳ جو ڪاٺ.

شيون آهن. جن مان سنڌ سجاتي وڃي ٿي. اسلامي تصوف جي ابتدا انهن بزرگن درويشن ڪئي، جيڪا خدا ۽ رسول الله ﷺ جن جا شيدائي هئا.

علامہ ابو نصر عبدالله بن علي السراج جو بيان آهي ته، ”صوفي لفظ پهريائين بغداد وارن ايجاد ڪيو.“ قرآن مجيد ۾ ”اهل صفہ“ کي فقرا جي لقب سان سڏيو ويو آهي ۽ اهل شام وارا به فقرا سڏيندا هئا.[1] ”ڪتاب اللمع“ ۾ لکيل آهي ته ”صوفي لفظ پهريان صفوي هو پوءِ گهٽي استعمال ڪري ڦري صوفي ٿيو.“ صوفي ڪنهن خاص فرقي جو نالو نہ هو جيئن امام قشيريءَ جي راءِ آهي. علامہ ابن خلدون لکي ٿو ته ”جيئن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا اصحاب سفيد پوشاڪ پائڻ ڪري حواري سڏبا هئا. تيئن اهل صفہ وارا درويش پشمينہ جي جبن پائڻ ڪري صوفي سڏبا هئا.“ سندن عظمت جو سبب پشمينہ پهرڻ نہ هو بلڪ رسول الله ﷺ جن جي صحبت جي فيض ڪري ئي کين فضيلت حاصل هئي ۽ انهيءَ ڪري ئي هو زهاد، عباد، متوڪلين، فقراءِ، اهل رضا، اهل صبر ۽ اهل تواضع جي معزز لقبن سان سڏبا هئا.

مٿئين بيان مان صوفين جي علوم، اعمال ۽ اخلاق جي اجمالي خبر پئجي سگهي ٿي. غرض ته ”صوفي“ لفظ صحابہ ڪرام جي دؤر کان گهٽو پوءِ وجود ۾ آيو. اهڙيءَ طرح امام معمر بن زياد ڪتاب ”اخبار الصوفيہ“ ۾ لکي ٿو ته: ”صوفين جي پهرين خانقاه بصري ۾ تعمير ٿي هئي.[2] تاريخي لحاظ کان جيڪڏهن لفظ ”صوفي“ جي اصليت جي ڳولا ڪبي ته ”صوفي“ لفظ اصل ۾ ”سين“ سان ڏسڻ ۾ ايندو. سندس مادو ”سوف“ (Sophia) هو جنهن جي يوناني زبان ۾ معنيٰ ”حڪمت“ يا ڏاهپ آهي. هجري ٻئي صديءَ ڌاري جڏهن يوناني ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا، تڏهن هي لفظ عربي زبان ۾ آيو ۽ ان وقت جا اهي عالم جيڪي انهن ڪتابن تي حاوي هوندا هئا. تن کي ماڻهو صوفي (سوفي Sophos) يعني ”حڪيم“ سڏڻ لڳا. رفتي رفتي ”سوفي“ ڦري ”صوفي“ ٿيو. ”ڪشف الظنون“ ۽ ”ڪتاب الهند“ ۾ مٿئين تحقيق پيش ڪيل آهي.

سنڌ ۾ تصوف جو آغاز ابتدائي اسلامي دؤر ۾ ئي شروع ٿيو هو. ان وقت جي صوفياءِ ڪرام تي ”وحدت الوجود“ جي عقيدي جو غلبو پيل هو. خواجہ بايزيد بسطامي عباسي دؤر ۾ ٿي گذريو آهي: سندس زهد قابل داد هو. مٿس وحدت

---

1 ـ ڪتبا اللمع: ابونصر السراج، ص ـ 26.

2 ـ فتويٰ ابن تيميہ: جلد ـ 2، ص 459 ـ 460.

الوجودي خيالات جو غلبو هو. سندس مرشد ابوالعلي سنڌي هو جيڪو سنڌ جو پهريون سڌي صوفي تي گذريو آهي. جيئن عراق ۾ اتي جي عالمن تي صحابہ ڪرام جو، اوائلي خالص، مذهبي زهد ۽ تقويٰ بدران، اشراقي حڪماءِ جو اثر پوڻ لڳو هو. تيئن سنڌ جي عالمن تي وري هندي ويدانت پنهنجو اثر ڏيکارڻ شروع ڪيو هو. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ "وحدت الوجود" جو مسئلو ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ هر هڪ قوم ۾ موجود هو. اسڪندريہ جو نوافلاطوني فرقو ان جو معتقد هو. پراڻن يهودين ۽ نصارن ۾ بہ اهو خيال موجود هو.[1] مگر هندو ويدانت جي تہ پوري جي پوري عمارت هن تخيل تي بڌل هئي ۽ پهرئين باب ۾ اسين لکي چڪا آهيون تہ هندي تهذيب جو اثر عراق، ايشيا ڪوچڪ ۽ يونان تائين پهچي چڪو هو. حڪيم فيثاغورث تہ مسئلي تناسخ جو بہ قائل هو.

هت اسان کي تاريخي حيثيت سان ڏيکارڻو آهي تہ مسلمان صوفين جهڙوڪ بايزيد بسطامي، ذوالنون مصري، حسين بن منصور حلاج ۽ ٻين اشراقي صوفين ۾ وحدت الوجود جو تخيل ڪٿان آيو؟ يوربين مستشرقين جي راءِ آهي تہ هندي فلسفي ڪري ڪيترائي خيالات تصوف ۾ داخل ٿي ويا. متئين تخيل جو آغاز هجري 3 صديءَ ۾ حسين بن منصور حلاج جي ڏينهن ۾ ٿيو ۽ هجري 5 صديءَ ۾ محي الدين ابن عربيءَ جي زماني ۾ ڪمال کي پهتو.[2] منصور حلاج جي ڪتاب "الطواسين" مان ثابت آهي تہ هو جادو، منتر ۽ ڪرتب سکڻ لاءِ هندستان آيو هو يا پنهنجي مذهب جي تبليغ ڪرڻ لاءِ هت آيو هو.[3] ممڪن آهي تہ سنڌ مان وحدت الوجود جي مسئلي کي عراق ڏانهن

---

1 ـ نوٽ: جديد نوافلاطوني طريقي جو بنياد امونيوس نہ 220ع ۾ اسڪندريہ (مصر) ۾ وڌو. هن ارسطو جي ڪتابن تي شرحون لکيون. مثلا "قاطيغوسياس"، "طربيقا"، وغيره جن جو عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو.

2ـ شيخ محي الدين ابن العربي، جنهن کي "شيخ اڪبر" سڏين ٿا، اندلس ۾ ڄائو هو. مشرقي ملڪن جي سير ۽ سياحت ڪرڻ ۽ تصنيف ۽ تاليف بعد، سنہ 638هہ (1240ع) ۾ دمشق ۾ وفات ڪيائين. سندس بہ ڪتاب (1) "فتوحات مڪية" ۽ (2) "فصوص الحڪم" تصوف جي تاريخ ۾ خاص شهرت رکن ٿا. "فصوص الحڪم" ۾ الحاد ۽ زندقہ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي ۽ "فتوحات مڪيہ" محض خيالات جو طومار آهي. ابن الفارض ۽ ابن العربي صوفيانہ شاعريءَ جا نمائندا آهن.

3ـ حلاج جو ڪتاب "الطواسين" فانس جي مستشرق لوئي ميستان سنہ 1914ع ۾ پئرس مان شايع ڪيو. ان سان گڏ هن هڪڙي مستقل جلد ۾ حلاج متعلق قديم حالات ڏنا آهن. هن ڪتاب ۾ حلاج جي سنڌ ۾ اچڻ جو واقعو ابن باڪويہ شيرازيءَ جي حوالي سان ڏنل آهي.

نوٽ: تصوف تي بہ ڪتاب، هڪڙو عربيءَ ۾ ٻيو فارسيءَ ۾ مشهور آهن: عربي ڪتاب شيخ ابو نصر السراج رحہ جو تصنيف ڪيل "ڪتاب اللمع" آهي، جنهن جو پروفيسر نڪلسن انگريزي ۾ ترجمو ڪيو. فارسي ڪتاب جو نالو "ڪشف المحجوب" شيخ علي بن عثمان هجويري رحہ داتا

ڪٽي ويو هجي. ابوالعلي سنڌيءَ کان پوءِ جيڪي بہ سنڌ جا باڪمال صوفي ٿي گذريا، جهڙوڪ شاهہ عبداللطيف، شاهہ عنايت، سچل سرمست، بيدل، بيڪس وغيره، تن سڀني جي ڪلامن ۾ تصوف مان ويدانت جي جهلڪ نظر اچي ٿي.

## سنڌي زبان:

عربن جي تجارتي تعلقات جي ڪري اسلام کان گهڻو اڳ هندستان جا هندو عربي زبان کان واقف هئا. اهڙي لساني تعاون جو پتو مهاڀارت مان پئجي سگهي ٿو. ديانند سرسوتي آرين جي مشهور ڪتاب ”ستيارٿ پرڪاش“ ۾ لکي ٿو تہ ”جڏهن ڪورون لاک جو گهر جوڙي، پانڊون کي ساڙڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، تڏهن يڌشٽر کين عربي زبان ۾ خبردار ڪيو هو.[1] عربن کان اڳ سنڌ ۾ هندي ڀاشا جو رواج هو. جنهن جو تعلق بلاواسطہ شورسيني پراڪرت سان هو. جنهن کي ”مغربي هندي“ سڏڻ صحيح ٿيندو. سنہ 303هہ ۾، مسعودي سنڌ ۾ آيو هو. سندس چوڻ موجب انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي زبان هندستان جي زبانن کان ڌار هئي.[2] کانئس پوءِ اصطخري سنہ 340هہ ڌاري مڪران ۾ آيو ۽ پوءِ سنڌ ۾ آيو. سندس بيان آهي تہ ”منصوره ۽ ملتان وارن جي زبان عربي ۽ سنڌي آهي ۽ مڪران جي زبان مڪراني (بلوچي) ۽ فارسي آهي.“[3]

ساڳيو بيان ابن حوقل جي سفرنامي (سنہ 331هہ کان 358هہ) ۾ ملي ٿو. هو لکي ٿو تہ ”منصوره، ملتان ۽ آسپاس جي علائقن ۾ عربي ۽ سنڌي زبانون رائج آهن.[4]“ سنہ 375هہ (985ع) ۾ بشاري سنڌ و سير ڪرڻ آيو ۽ بيان ڪري ٿو تہ، ”فارسي زبان سنڌ وارا سمجهن ٿا ۽ ديبل جي سوداگرن جي زبان سنڌي ۽ عربي آهي.[5]“ ابن النديم بغدادي، جنهن سنہ 377هہ ۾ ڪتاب 'الفهرست' تصنيف

---

گنج بخش جو تصنيف ڪيل آهي، جو روسي پروفيسر چوڪوو وسڪيءَ معرفت يورپ ۾ شايع ٿيو. ٻيون ڪتاب ”گلشن راز“ امير سيد حسني سنہ 717هہ (1317ع) ۾ تصنيف ڪيو هو. مگر محقق ڦهرين بن نسخن کي بهترين تسليم ڪن ٿا. ابوالقاسم عبدالڪريم القيشري (المتوفي 465هہ) رسالو ”قيشريہ“ مرتب ڪيو.

1ـ مختصر تاريخ هند: مولانا سيد ابو ظفر ندوي، ص ـ 30.

2ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد ـ 1، ص ـ 162، پئرس. هيءَ ڪتاب گجرات ۽ ٺٽي وارن جي زبان لاڙي بيان ڪري ٿو.

3ـ ڪتاب المسالڪ والممالڪ: ابن حوقل، ص ـ 177، ليڊن.

4ـ ڪتاب المسالڪ والممالڪ: ابن حوقل، ص ـ 332، ليڊن.

5ـ احسن التقاسيم: بشاري مقدسي، ص 479ـ481، ليڊن.

ڪيو سو سنڌ ۽ هندستان متعلق لکي ٿو تہ "هتي جا باشندا مختلف مذهبن وارا آهن ۽ مختلف زبانون ڳالهائين ٿا، سندن لکڻ جو خط بہ نرالو آهي."[1] علامہ البيروني (362هہ - 440هہ: 973ع - 1048ع) لکي ٿو تہ ڪشمير، بنارس ۽ مده ديس ۾ سڌماترڪ، مالوهہ ۾ ناگري، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ لاڙي، بنگال گوڙي ۽ ڪڇ، گجرات ۽ سنڌ ۾ ڀاتيہ زبانون مروج هيون ۽ سنڌ جي لاڙ علائقي ۾ ملواري خط رائج هو.[2] انهين معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جي ڊيلٽا واري علائقي ۽ شهرن ۾ ۽ ڪن ڀاڱن ۾ اڌناگري صورتخطي استعمال ۾ ايندي هئي.

سنڌ ۾ عربي حڪومت کان پوءِ سرڪاري زبان جي حيثيت تہ عربيءَ کي حاصل ٿي هوندي، ليڪن عوامي زبان سنڌي هوندي. ان وقت سنڌي زبان جي ڪهڙي صورت هئي، ان جو ڪوبہ نمونو ملي نہ ٿو سگهي، جنهن مان ڪجهہ اندازو ڪري سگهجي. البت ايتري خبر پئجي سگهي ٿي تہ سنڌي زبان جي نثر خواه نظم ۾ ڪتابن تصنيف ڪرڻ جو رواج هو ۽ زبان ايتري قدر مقبول هئي، جو خود ٻاهريان ماڻهو بہ سنڌي زبان ڄاڻڻ نہ فقط ضروري سمجهندا هئا، بلڪ ان ۾ ايترو ڪمال پيدا ڪري چڪا هئا، جو نظم خواه نثر بلاتڪليف لکي ويندا هئا. جاحظ جو بيان آهي تہ سنڌي زبان جي بلاغت جا گهڻائي ڪتاب يحيٰ بن خالد برمڪيءَ ترجمو ڪرايا هئا.[3] سنڌي عالمن کي عربي ۽ سنڌيءَ کان سواءِ هندستان جي ٻين زبانن جي بہ واقفيت هئي. قرآن شريف جي سنڌيءَ ۾ ترجمي جي واقعي مان هيٺين معلومات حاصل ٿئي ٿي:

1ـ هندو قوم جي زبان سنڌي هئي، 2ـ سنڌي زبان لکڻ پڙهڻ ۾ بہ ايندي هئي، 3ـ ڪلام پاڪ جي ترجمي تي اهو پهريون ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو 4ـ سنڌي زبان اڄ کان ٻارهن سؤ ورهيہ اڳ بہ ايتري آسان هئي ۽ علمي هئي، جو بيروني ماڻهو بہ ان کي پسند ڪري ۽ ان ۾ ڪمال پيدا ڪندا هئا، جو بلاتڪلف ان ۾ نظم ۽ نثر لکي ويندا هئا. انهين معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ تي عربن جي حڪومت کان پوءِ جيئن ايران ۾ پهلوي ڦري پارسي ٿي پيئي، تيئن سنڌي صورتخطيءَ بہ ملواري ۽ اڌناگريءَ مان متجي موجوده عربي شڪل ورتي.

---

1ـ تاريخ مسعودي، ابوالفضل بيهقي، ص ـ243 ۽ ص – 504، ڪلڪتو 1852ع.
ڪتاب الفهرست: ابن نديم، ص ـ 24.

2 ـ ڪتاب الهند: البيروني ص ـ82. نقوش سليماني: سيد سليمان ندوي.

3ـ ڪتاب البيان و التبيين: جاحظ جلد ـ1 ص ـ 40 مصر

# باب ٽيون

## خارجي ۽ قرامطي:

عمان ۽ بحرين، بلوچستان جي آمهون سامهون آهن. بلوچن مڪران جي ميدن کي شڪست ڏيئي، جاٽن جي مقابلي ۾ پنهنجو طرفدار ڪيو هو. سنڌ جي عربي حڪومت يمانين ۽ نيزارين جي جهڳڙن ڪري ڪمزور ٿي چڪي هئي. بلوچن ۽ ميدن گڏجي منصوره تي ڏکڻ کان ۽ جاٽن اتر کان حملا ڪرڻ شروع ڪيا هئا. سنڌ جي ڪاهه وقت بلوچن عربن کي مدد ڏني هئي ۽ ڪجهه وقت بني اميه سلطنت جا طرفدار هئا، سي جلد سازشي جماعتن جا طرفدار ٿي بيٺا: مثلا، هشام بن عبدالملڪ جي زماني ۾ بني اميه سلطنت اندر ٽي مخالف جماعتون پيدا ٿيون هيون:

(1) شيعا جن کي پهريائين علوين سان ۽ پوءِ فاطمين سان همدردي هئي، (2) خود بني اميه وارا، جيڪي حڪومت جا حامي هئا ۽ حجاز تائين پکڙيل هئا ۽ (3) خارجي، جيڪي ظاهري علوين جا طرفدار هئا، مگر مٿين جماعتن کي پاڻ ۾ ويڙهائي تماشو ڏسندا هئا. بلوچ جيڪي فطري جنگجو هئا، سي پهرينءَ ۽ پوئينءَ جماعت سان شامل هئا.[1] ڪابہ انقلابي تحريڪ خراسان يا عراق ۾ منهن ڪيندي هئي، تہ جهٽ ان جو اثر مڪران، سجستان ۽ سنڌ تي پوندو هو. امين ۽ مامون جي جنگ وقت بلوچن خراسان جي لشڪر ۾ پير تي ٿي،

---

1۔ بڪير بن ماهان باوچ عباسي تحريڪ جو داعي ۽ نقيب هو سندس دعوت تي سنڌو نديءَ کان وٺي فرات تائين رهندڙ بلوچي قبيلا، ميد ۽ جاٽ عباسين جا طرفدار ٿي بيٺا. سنہ 128هہ ۾ ابو مسلم خراساني بلوچن جي هڪڙي سردار جديع ڪرمانيءَ جي مدد سان عباسين جي ڪاري جهنڊي کي مرو جي جبلن تي کوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. منصور عباسي بغداد جي تعمير کان پوءِ بلوچن جي يادگار لاءِ بغداد جي هڪڙي دروازي تي "باب خراسان" نالو رکيو هو. بلوچن مان اڄ بہ هڪڙو قبيلو مڪران ۾ "نقيب" سڏجي ٿو.

E. Gibbon: Decline and Fall of the Roman Empire, Vol.X, P.30.

R. Hughes-Buller: The Gazetteer of Makran, Population.

The Nakibs.

طاهر ذواليمين جي جهنڊي هيٺ، مامون جو طرف ورتو هو. جاٽن، بصري ڏانهن ويندڙ سڙڪ تي، لٽ مار مچائي ڏني هئي.[1] هيڏانهن ميدن سنڌو نديءَ جي ڏيلٽا کان وٺي ويندي مڪران جي ڪناري تائين فساد ڪڙا ڪيا هئا.

ڊي بوئر، ڊچ مستشرق جي بيان موجب، سنہ 281هہ ۾، ڪوفي جي هڪڙي غالي شيعي حمدان قرامطيءَ نئون مذهب ڪڍو ڪيو. انهيءَ ئي سال قرامطي معتقدن مان يحيٰ بن مهدي بحرين ۾ وارد ٿي ۽ اهڙيءَ طرح بحرين فسادن جو مرڪز بنجي ويو. سنہ 286هہ ۾ ابو سعيد الجنابيءَ ڪليءَ طرح بحرين وارن کي نئين مذهب جي دعوت ڏني. سنہ 287هہ ۾، هن شامي لشڪر کي شڪست ڏيئي، بصري تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ حجر بہ سندس قبضي هيٺ اچي ويو. سنہ 291هہ ڌاري قرامطي يمن تائين پکڙجي ويا. سنہ 311هہ ۾ قرامطين ابو طاهر سليمان بن ابي سعيد جنابيءَ جي اڳواٽيءَ هيٺ مڪ معظمہ تي ڪاهي، خانہ ڪعب مان حجر اسود پٽي، پاڻ سان عراق ڏانهن نيو ۽ ان جي نتيجي ۾ حج ڪيترا سال صفا بند ٿي ويو. آخر خليفي مطيع بالله ڪين وڏي رقم ڏيئي، حجر اسود خانہ ڪعب ۾ موٽائي آندو.

سنہ 355هہ ۾ آل بويہ وارن عمان تي ڪاهي، قرامطين کي شڪست ڏني. بلوچن بہ ڪرمان کان وٺي سنڌ جي سرحد تائين فساد ۽ قرمار جي جرم ۾ بويہ وارن کان شڪست کاڌي. بويہ وارن کان شڪست، کائڻ کان پوءِ، قرامطين مڪران جي ڪناري کي وسايو. ستت ئي سندن مڪران جي رند بلوچن سان ماٽني ٿي ويئي. سندن تحريڪ بلوچستان ۾ اهڙو زور ورتو جو مڪران کان سروان ۽ نوشڪي ۽ سيستان تائين رهندڙ بلوچن ۽ براهوئن جا قبيلا ساڻن شريڪ ٿي ويا. تنهن کان پوءِ ميدن کي شڪست ڏيئي، مڪران جي بندر "ڪلمت" کي مرڪز جوڙي، سنڌ ۽ گجرات جي ڪناري وارن شهرن تي ڌاڙا هڻڻ لڳا.[2]

سنہ 325هہ ۾ بلوچن جي مدد سان منصوره ۽ ملتان تي قبضو ڪيائون ۽ اتي مصر جي فاطمي خليفن جي نالي تي خطبو جاري ڪيائون. مٿيون واقعو

---

1_ خاران جا نوشيرواني نواب منوچهر جي نسل مان آهن. جي عمر بن عبدالعزيز جي دعوت تي مسلمان ٿيا هئا.

C.F. Minchin: Gazetteer of Kharan, Grp History.

2_ بلوچن ۾ هڪڙو قبيلو قرامطي آهي، جو ڪلمتي سڏجي ٿو. انهن عمان کان نڪري مڪران جي بندر ڪلمت کي وسايو. اڄ بہ سندن سرداري قائم آهي. ڪلمتين پورچوگيزن سان جنگيون جوٽيون هيون. جن جو بيان موقعي سر ڏبو.

R. Hughes-Buller, Makran, Population, Kalmatis.

سلطان سبڪتگين جي غزنيءَ تي تخت نشين ٿيڻ کان پوءِ ٿيو سلطان سبڪتگين سنہ 366ھ (976ع) ۾ غزنيءَ تي قبضو ڪيو هو. جنهن صورت ۾ بخارا جي سمانيہ سلاطين, غزنيءَ جي ترڪي سلاطين ۽ سلجوقي سلاطين جو بغداد جي عباسي خلافت ۾ اعتقاد هو ان صورت ۾ فاطمين جو اثر مشرقي اسلامي دنيا تان ستت متجي ويو.[1] جنهن جو هي اثر ٿيو جو سنڌ ۾ قرامطين جو زور جلد ئي ٽٽي پيو.

## غزنوي خاندان:

عربن ۽ وچ ايشيائي فاتح مسلمانن ۾ فرق هو. جيتوڻيڪ وچ ايشيا کي قتيبہ بن مسلم (86ھ) فتح ڪيو هو پر عيسوي 12 صديءَ تائين اتان جا مغل ڪافر هئا. ساڳيءَ طرح افغانستان جي وڏن شهرن تائين اسلام جو قدم اڳي ئي پهتو هو پر سمورا افغان اڃا مسلمان ڪونہ ٿيا هئا, ان ڪري وچ ايشيا جي فاتحن جي حڪومت جي اصولن کي اسلامي حڪومت جي اصولن سان ڪا مناسبت ڪانہ هئي. جيتوڻيڪ غزنوي سلطنت جي آغاز کان هڪ سؤ ورهيہ اڳ, ڪابل جي بادشاهہ اسلام قبول ڪيو هو تاهم افغانن جا قبيلا سلطان محمود غزنويءَ جي زماني ۾ ئي اسلام قبول ڪرڻ لڳا هئا. خاص ڪري بلادغور جا قبيلا هجري 4 صديءَ ڌاري اسلام جي دائري ۾ داخل ٿيڻ لڳا هئا.

- سلطان محمود غزنويءَ کان اڳ افغانستان ۾ نہ ڪا اسلامي درسگاهہ هئي, نہ وري اسلامي تعليمات جو ڪو رواج هو. نہ وري ان طرف اسلامي علمائن ڪو توجهہ ڏنو هو عرب فاتحن هندن کي اهو درجو ڏنو هو جو اهل ڪتاب (ذمين) لاءِ اسلامي دنيا ۾ مخصوص هو برخلاف ان جي وچ ايشيا جي فاتح

---

1ـ عباسي خلافت جو زمانو سنہ 136ھ (752ع) کان سنہ 652ھ (1258ع) تائين قائم رهيو. معتصم کان پوءِ هن عظيم الشان سلطنت اندر انحطاط شروع ٿيو. مغرب ۾ عبدالرحمان الداخل اموي سنہ 138ھ (756ع) ۾ اسپين تي قبضو ڪيو. ان کان پوءِ اتر آفريڪا تي بني اغلب وارن سنہ 184ھ (800ع) کان سنہ 296ھ (909ع) تائين خودمختيار حڪومت قائم ڪئي. سنہ 870ھ تائين مصر تي عباسين جي حڪومت رهي. سنہ 870ھ کان سنہ 950ع تائين مصر تي طولونيہ خاندان خودمختيار رهيو. سنہ 905ع کان 934ع تائين ترڪي اخشيديہ خاندان ڪجهہ وقت مصر تي حڪومت قائم ڪئي. سنہ 972ع کان سنہ 1171ع تائين فاطمي خليفن جي حڪومت قائم رهي. مامون جي ڏينهن ۾ طاهريہ وارن خراسان تي ۽ صفاريہ وارن سجستان تي, سادات خاندان ديلم ۽ گيلان تي حڪومتون ڪيون. هجري 3 صديءَ ۾ اسد بن سامان جي چئن پٽن مان اسماعيل سنہ 290ھ (903ع) ڌاري صفاريہ وارن جو خاتمو ڪري ترڪستان, ايران ۽ خراسان تي قبضو ڪيو. اسد بن سامان ايران جي شاهي خاندان مان هو. مامون هميشہ شاهي فردن جو خيال رکندو هو. متئين امتياز ڪري مامون سندس پٽن کي وڏا عهدا ڏيا ريا هئا.

مسلمانن کي فقط هندن جي مندرن کي لٽڻ جو خيال هو. هيءَ ڳالهہ ڏيان جوڳي آهي تہ دهليءَ تي جن جن مسلمان خاندانن حڪومت ڪئي، انهن مان لوڌي ۽ سُور گهراڻن کان سواءِ باقي سمورا ترڪ نسل جا هئا.

## آل غزنويہ جو شجرو




## آل سبگتين سلاطين جا نالا

| | |
|---|---|
| (1) امير ناصر الدين سبڪتگين | (366هہ: 976ع) |
| (2) امير اسماعيل بن سبڪتگين | (387هہ: 997ع) |
| (3) يمين الدولہ محمود بن سبڪتگين | (388هہ: 998ع) |
| (4) عمادالدولہ محمد بن محمود | 421هہ: 1030ع) |
| (5) نصيرالدولہ مسعود بن محمود | (421هہ: 1040ع) |
| (6) شهاب الدولہ مودود بن مسعود | (432هہ: 1040ع) |
| (7) مسعود بن مودود | (440هہ: 1048ع) |

(8) بهاءُ الدولہ علي بن مسعود (440هہ: 1048ع)
(9) عزالدولہ عبدالرشيد بن مسعود (440هہ: 1048ع)
(10) جمال الدولہ فرخ زاد بن مسعود (441هہ: 1052ع)
(11) رضي الدولہ ابراهيم بن مسعود (451هہ: 1059ع)
(12) علاءُ الدولہ مسعود ثاني بن ابراهيم (492هہ: 1098ع)
(13) عضدولدولہ شيرزاد بن مسعود (508هہ: 1114ع)
(14) سلطان الدولہ ارسلان بن مسعود (509هہ: 1115ع)
(15) معزوالدولہ بهرام بن مسعود (512هہ: 1118ع)
(16) سراج الدولہ خسرو بن بهرام (547هہ: 1152ع)
(17) تاج الدولہ خسرو ملڪ بن خسرو (582هہ: 1186ع)

## سبڪتگين:

آل سبڪتگين سنہ 366هہ (976ع) کان سنہ 582هہ (1186ع) تائين حڪومت ڪئي آل سمانيہ جي دربار ۾ گهٽائي ترڪي غلام هئا، جن کي سمانيہ فرمانروائن حڪومت جا وڏا عهدا ڏنا هئا. انهن غلامن مان هڪڙو الپتگين هو جنهن کي عبدالملڪ بن نوح (343هہ: 954ع)، سنہ 346هہ (957ع) ۾ هرات مٿان گورنر مقرر ڪيو هو مگر سنت سنہ 350هہ (961ع) ۾ سلطان موصوف ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي، هن کي معزول ڪري، هرات ابوالحسن بن علي سيمجوريءَ کي سپرد ڪيو هو. الپتگين ناراض ٿي غزنيءَ ۾ هڪڙي ننيڙي حڪومت جو بنياد وڌو. سنہ 353هہ (963ع) ۾، سندس مرڻ کان پوءِ پهريائين سندس پٽ ابو اسحاق ۽ پوءِ ٻين ٻن ترڪ غلامن، تگين ۽ پيريءَ 14 ورهين تائين حڪومت هئي. سنہ 366هہ (976ع) ۾ نوح بن منصور سمانيءَ جي حڪم سان، پيريءَ غزنيءَ جي حڪومت الپتگين جي نائيءَ امير ناصرالدين سبڪتگين جي حوالي ڪئي.[1] سبڪتگين پنجاب جي راجا جئپال کي

1ـ نوٽ: سمانيہ خاندان جي سلاطين بخارا تي 130 ورهيہ حڪومت ڪئي. اهي ايران جي ڪياني نسل مان هئا. مامون جي سفارش تي خراسان جي گورنر، اسد جي چئن پٽن نوح، احمد، يحيٰ ۽ الياس کي خراسان (هرات)، سمرقند، فرغانہ ۽ بشناس جون ولايتون عطا ڪيون. سمانيہ فرمانروائن جي فياضين ڪري علم جو آفتاب وچ ايشيا تي آب ۽ تاب سان چمڪيو. پارسي شاعريءَ جو ابو رودڪي، هن خاندان جو پرورده هو. امام بخاري، ابو نصر فارابي، بو علي سينا، امام رازي ۽ ابوالفضل جوهريءَ جهڙا بي بها گوهر، سماني دؤر حڪومت ۾ وچ ايشيا جي خاڪ مان پيدا ٿيا. نصر بن احمد (301هہ: 913ع) هن خاندان جو حاڪم هو. رودڪي سندس دربار ۾ "ملڪ الشعراء" جي رتبي تي پهتو هو. رودڪي "ڪليلہ و دمنہ" کي پاريءَ ۾ نظم ڪيو. نوح بن منصور (331هہ:

شڪست ڏيئي ڪابل ۽ پشاور تي قبضو ڪيو. ازان سواءِ، جئپال ساليانو خراج ڏين بہ منظور ڪيو. سنہ 382هہ (993ع) ۾ ابو علي سيمجوري ماوراءِ النهر ۾ بغاوت ڪئي، پر سبڪتگين هن کي شڪست ڏني. نوح بن منصور خوش ٿي افغانستان ۽ خراسان سبڪتگين جي حوالي ڪيا. هن جهالاوان تائين ملڪ يعني سيستان، پيشين، سراوان ۽ قصدار فتح ڪيا. امير نوح سندس پٽ محمود کي "سيف الدولہ" جو خطاب ڏيئي سپہ سالار مقرر ڪيو. سنہ 377هہ (997ع) ۾ سبڪتگين ترمذ ۾ وفات ڪئي.

**محمود:**

سلطان محمود سنہ 388هہ (998ع) ۾ غزنيءَ جي تخت تي وينو. سندس والده سيستان جي بلوچياڻي هئي. سنہ 389هہ (999ع) ۾ ايلڪ خان، عبدالملڪ بن نوح سمانيءَ کي گرفتار ڪري ترڪستان تي قبضو ڪيو. سمانيہ سلطنت جو وچ ايشيا ۾ خاتمو ٿي ويو. جيحون نديءَ واري مٿئين حصي تي ايلڪ خان ۽ ڏاکڻي حصي تي خراسان ۽ افغانستان سميت محمود قبضو ڪيو. جهالاوان سميت سنڌ جي پاڱن تي سبڪتگين 367هہ (سنہ 966ع) ۾ اڳي ئي قبضو ڪيو هو. جئپال کان پوءِ انند پال لاهور جي تخت تي وينو. جنهن قنوج، ميرٺ، مٿرا، ڪالنجر، مالوا، اجمير، گواليار ۽ گجرات جي راجائن ۽ ملتان جي عرب امير جي مدد سان محمود جو مقابلو ڪيو پر انند پال شڪست کاڌي. محمود لاهور تي قبضو ڪري، اتي پنهنجي هڪڙي ترڪ غلام کي صوبيدار مقرر ڪيو.

ملتان جي قرامطي عرب رياستن تي شيخ حميد ۽ سندس پٽ نصر سنہ 351هہ کان سنہ 390هہ تائين حڪومت ڪئي. نصر کان پوءِ سندس پٽ ابو الفتح دائود ملتان جي تخت تي وينو. هن انند پال کي مدد ڏني هئي. انند پال شڪست کائي ڪشمير ڏانهن ڀڄي ويو. سلطان محمود سٽن ڏينهن تائين

943ع) بخارا ۾ عظيم الشان ڪتب خانو قائم ڪيو هو. ابو نصر فارابي سندس حڪم موجب يوناني فلسفي جي عربي ترجمي جون غلطيون درست ڪيون هيون.

منصور بن نوح (350هہ: 961) جي زماني ۾ سمرقند ۽ فرغانہ جي علمائن گڏجي امام بو جعفر بن جرير طبريءَ جي عربي "تفسير ڪبير" کي فارسي ۾ ترجمو ڪيو. سندس وزير ابو علي محمد بن محمد بلعميءَ "تاريخ ڪبير" کي فارسي جامو پهرايو. منصور جي طوس جي گورنر، ابو منصور عبدالرزاق، عجم جي مشهور تاريخ "خدائي نامہ" جو چئن ايراني موبدن جي مدد سان پارسي ۾ ترجمو ڪرايو. نوح بن منصور جي درباري شاعر، دقيقيءَ "تاريخ ايران" کي نظم ڪيو. دقيقيءَ جي بي وقتي موت ڪري مٿيون ڪم فردوسيءَ "شاهنامہ" جي صورت ۾ پورو ڪيو.

ملتان جي شهر تي گهيرو ڪيو. هن پيري ابوالفتح سلطان سان صلح ڪري ويهہ هزار درهم ڏيڻ لاءِ انجام ڏنو. ملتان تي پهرين ڪاهہ سنہ 396هہ (1015ع) ۾ ٿي سنہ 401هہ ڌاري سلطان ٻيو دفعو ملتان تي ڪاهي گهڻن قرامطي اسماعيلين کي قتل ڪرائي، ڪن جا هٿ ڪپائي، شيخ ابوالفتح دائود کي گرفتار ڪري، غور جي قلعي ۾ قيد رکيو. ملتان تي سلطان محمود جي هيءَ ٻي ڪاهہ هئي.[1]

سلطان محمود غزنويءَ سنہ 388هہ (998ع) کان سنہ 421هہ ( سنہ 1030ع) تائين 32 ورهيہ حڪومت ڪئي. مٿئين عرصي ۾ هن هندستان تي 17 دفعا ڪاهون ڪيون. ڪشمير ۽ پنجاب فتح ڪرڻ کان پوءِ سنہ 409هہ (1018ع) ۾ قنوج ۽ مترا تي قبضو ڪيائين. سنہ 413هہ (1022ع) ۾ ڪالنجر جي راجا ڪانئس شڪست کاڌي. غرض تہ جن جن راجائن انند پال کي مدد ڏني هئي، تن سڀني کي سلطان شڪست ڏيئي، وٽائن گهڻو مال غنيمت هٿ ڪيو. مٿين فتحن جي انعام ۾ کيس بغداد جي دربار مان "امين الملت" ۽ "يمين الدولہ" جا خطاب، خلعت ۽ نقاري سميت عطا ٿيا. سنہ 401هہ (1010ع) ۾ محمود بلاد غور تي قبضو ڪيو ۽ سنہ 417هہ (1026ع) ۾ خوارزم مرغاب فتح ڪيائين. ساڳئي سال هن سمرقند ۽ بخارا تي جهنڊو کوڙيو. سنہ 418هہ (1027ع) ۾ آل سلجوق سندس آڻ مڃي. سنہ 420هہ (1029ع) ۾ آل بويہ وارن شڪست کائي اصفهان سندس حوالي ڪيو.

## سومنات تي ڪاهہ ۽ منصوري تي قبضو:

چست خاندان جو سرخيل خواجہ ابو احمد ابدال رحہ جو هرات کان ٻن منزلن تي چست جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. تنهن بزرگ سلطان محمود جي ڪمان هيٺ عام جهاد جو اعلان ڪيو. جهاد جي سڏ تي ترڪ، افغان، بلوچ ۽ ٻيون قومون محمود جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيون.[2] سلطان جنهن شهر کي فتح ڪندو هو اتي تن ڏينهن تائين لشڪر کي لٽ مار ڪرڻ لاءِ اجازت ڏيندو هو. هندستان جي

---

1ـ ملتان تي پهرئين ڪاهہ وقت، شيخ ابو الفتح دائود سلطان محمود سان ويهہ هزار درهم ساليانو خراج ڏيڻ ۽ اسماعيليت بدران اهل سنت جي احڪام کي جاري ڪرڻ جو وعدو ڪري پوءِ ڦري ويو هو جنهن تي سلطان ٻيو دفعو ملتان تي ڪاهي ابوالفتح کي گرفتار ڪري، غور جي قلعي ۾ قيد رکيو جتي آخر هو وفات ڪري ويو. ملتان ۾ محمد بن قاسم واري مسجد جنهن کي جعلم بن شيبان بند ڪرايو هو تنهن کي کولرائي جعلم واريءَ مسجد کي سلطان بند ڪرائي ڇڏيو. سنہ 424هہ ڌاري البيروني جي زماني ۾ ان جامع مسجد جي جاءِ تي ويران ميدان هو جت فقط ميندِيءَ جا وڻ هئا.

2ـ سلطان الهند خواجہ معين الدين چشتي رحہ جنهن 533هہ ۾ اجمير ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ ستين صديءَ جو مجدد شمار ٿئي ٿو سو هن خاندان مان هو.

تذڪره السلوڪ: حڪيم مولوي نجم الغني، ص ـ 327، نولڪشور.

زين الاخبار: گرديزي، ص ـ 68 ـ 67 برلن.

ڪاهُن مان سلطان کي ايترا هندو غلام ۽ عورتون هٿ لڳيون جو خراسان ۽ ايران جي مارڪيٽن ۾ في هندو غلام جي قيمت فقط ڏيڍ رپيو هئي.[1] سنہ 416هہ (1026ع) ۾ سلطان سومناٿ جي مندر تي ڪاهہ ڪئي، جو گجرات ۾ سمنڊ جي ڪناري تي هو. سومناٿ هندستان جي وڏن مندرن مان هو، جتي هر سال چنڊ گرهڻ جي موقعي تي 2 لک ياتري پوڄا ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا هئا. مندر جو بت مقناطيس جي وسيلي زمين کان مٿي ۽ ڇت کان هيٺ بيٺل هو. روزانو هڪ هزار ميلن کان گنگا جو پاڻي بت جي غسل لاءِ ايندو هو. ٻہ هزار برهمڻ پروهت ۽ ٻہ سؤ فن موسيقيءَ جا ماهر، ٽي سؤ حجام برهمڻن جي سنوارت ڪرڻ لاءِ ۽ پنج سؤ ديوداسيون بت جي خدمت تي مامور هيون. مندر جي خرچ لاءِ هندستان جي راجائن جاگيرون وقف ڪيون هيون. جنگ ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ برهمڻ پوڄارين بت جي بچاءَ لاءِ سلطان کي وڏي رقم آڇي، مگر سلطان قبول نہ ڪندي فرمايو: "پل تاريخن ۾ سندس نالو بت فروش بدران بت شڪن ڳائجي." ائين چئي بت کي نيزو هنيائين تہ منجهانئس جواهر نڪري ٻاهر ٿيا. سومناٿ جي مندر مان سلطان کي بي شمار خزانو هٿ لڳو هو.[2]

## منصوري تي قبضو:

سومناٿ کان موٽندي ٿر جي رستي کان ٿيندي، درياءَ جو ڪنارو وٺي، سلطان منصوري تي ڪاهہ ڪئي، ڇاڪاڻ تہ هتي جو عرب امير بہ قرامطي هو. سلطان محمود جي اچڻ جو ٻڌي عرب امير شهر ڇڏي وڃي جهنگ ۾ لڪو. سندس گهڻائي ماڻهو غزنوي فوج هٿان مارجي ويا. ڪي درياءَ ۾ ٻڏي ويا.[3] ابن اثير جو بيان آهي تہ هبارين جو قرامطين خاتمو ڪيو هو ۽ سلطان محمود جي ڏينهن ۾ منصوري جو حاڪم قرامطي هو. ان زماني ۾ مصر جي فاطمي خليفن هڪڙو سفير سلطان محمود ڏانهن موڪليو هو جنهن کي سلطان موصوف باطني سمجهي، گرفتار ڪرائي سنہ 403هہ ۾ مشهور سيد حسين بن طاهر بن مسلم علوي جي سپرد ڪيو هو جنهن هن کي مارائي ڇڏيو.[4] سلطان محمود سنہ 421هہ (1030ع) ۾ وفات ڪئي.

1 -Stanely Lane Poole: Mediaeval India, P.25, London 1917.

2 -E. Gibbon: Roman Empire, Vol.X, Somnath, PP.334-337.

3_ زين الاخبار: گرويزي، ص_87، برلن.

4_ ڪامل: ابن اثير، جلد_9، ص_234، لنڊن.

## غزنوي سلاطين جي علم پروري:

غزنوي فرمانروائن مان جملي سترهن بادشاهي ڪئي. سلطان محمود 22 سالن جي عرصي اندر سلطنت جي حدن کي سيحون درياءَ کان وٺي ايراني نار ۽ عراق تائين ۽ بحيره خزر کان گجرات تائين وڌايو هو. سندس پٽ سلطان مسعود مڪران تي بہ قبضو ڪيو هو. مگر جيترو جلد هن سلطنت ترقي ڪئي، اوترو جلد سندس تنزل ۽ انحطاط شروع ٿيو. محمود کان پوءِ سلجوقين خوب زور ورتو. هنن قليل عرصي اندر ترڪستان، بلخ، خوارزم، ري (طهران) ۽ اصفهان سلطان مسعود کان کسي ورتا. بهرام شاهہ بن مسعود (المتوفي سنہ 547هہ مطابق 1152ع) ۾ لاهور کي تختگاهہ جوڙيو هو مگر لاهور بہ غورين هٿان بچي نہ سگهيو. (جنهن جو بيان موقعي سر ڏبو.)

امير ناصرالدين سبڪتگين کي چار پٽ: اسماعيل، يوسف، نصر ۽ محمود هئا. سلطان جيئن پاڻ علم پرور هو تيئن سندس پٽ بہ هنر پرور ۽ فاضل هئا. سبڪتگين جو مير منشي شيخ مجدالدين ابو الفتح بستي (المتوفي 430هہ: 1038ع) وڏو بزرگ ۽ عالم ٿي گذريو آهي. سندس بہ ديوان، عربي ۽ فارسيءَ ۾ حقائق ۽ معارف سان ڀريل آهن.[1]

حڪيم ابوالحسن ڪسائي (المتوفي 396هہ: 1005ع) حڪيم ناصر خسرو جو همعصر هو. هنهي شاعرن ۾ علمي نوڪ ٽوڪ جو سلسلو جاري رهندو هو. حڪيم ڪسائي، سلطان محمود جو ابتدائي زمانو ڏٺو هو.[2]

ابو المظفر نصر بن سبڪتگين (المتوفي 411هہ: 1020ع) کي عربي علوم ۾ يدطوليٰ حاصل هو. هن نيشاپور ۾ سعديہ نالي مدرسو تعمير ڪرايو هو جتي محدثين ۽ فقهاء درس ۽ تدريس تي مقرر هئا ۽ شاگردن کي مفت کاڌو ملندو هو. منصوري کان پوءِ مشرقي دنيا ۾ هي پهريون مدرسو هو. بيا پوءِ تعمير ٿيا.[3]

نصر بن سبڪتگين جي فرمائش سان امام ابو منصور ثعلبي نيشاپوريءَ فن تاريخ متعلق هڪڙو ضخيم ڪتاب "الغرر في سير الملوڪ" حضرت آدم عليہ السلام جي زماني کان وٺي سلطان محمود جي زماني تائين جيڪي بہ قومون ٿي گذريون، تن جي احوال ۾ تصنيف ڪيو.[4]

---

1 ـ تذڪرة الشعرا: دولت شاهہ سمرقندي، ص 26 ـ 27، بمبئي، 1308هہ.

2 ـ لباب الالباب: نورالدين عوفي، جلد ـ 2، ص 23 ـ 69، ليدن، 1900ع.

3 ـ مجمع الفصحا: رضا قلي خان هدايت، جلد ـ 1، ص 439، طهران، 1291هہ.

4 ـ الخطط و الاثار: علامہ تقي الدين احمد (المتوفي 825هہ)، جلد ـ 2، ص ـ 263، مصر 1270هہ

نصرنيشاپور ۾ بيو هڪڙو مدرسو امام ابو اسحاق اسرائيفني (المتوفي 418هه) لاءِ تعمير ڪرايو هو. غزنوي سلطنت اندر ٽي شهر: (1) غزني، (2) نيشاپور ۽ (3) لاهور صدر مڪان هئا ۽ علمي لحاظ کان اسلامي دنيا ۾ سڀ کان اول نيشاپور ۾ مدرسا تعمير ٿيا. هت مدرسه سعديه کان سواءِ امام ابن فورڪ جو نصريه مدرسو ۽ امام ابوالقاسم جو بيهقيه مدرسو ايتري وسيع پيماني تي هئا، جو مؤرخ انهن کي ''امهات المدارس'' سڏيندا هئا. سلطان طغرل بيگ سلجوقيءَ به هن شهر کي فتح ڪرڻ کان پوءِ هڪڙو مدرسو تعمير ڪرايو هو

شهر غزنيءَ سلطان محمود جي علم پروريءَ ڪري وڏي شهرت حاصل ڪئي. سلطان محمود پاڻ وڏو عالم ۽ فاضل هو. علامه ابي الوفا قرشي (المتوفي 755هه) کيس ائمهءِ فقهاء ۾ شمار ڪري ٿو. سلطان موصوف وڏن وڏن عالمن کان شرعي تعليم ورتي هئي. فقه ۽ حديث ۾ متعدد ڪتاب تصنيف ڪيا هئائين.[2] کيس شعر و شاعري سان خاص دلچسپي هئي. عربي ۽ پارسي زبانن ۾ شعر گوئي ڪندو هو. سنه 410هه ۾ مترا جي بت خانن کي ويران ڪرڻ کان پوءِ سلطان تختگاهه غزنيءَ ۾ سنگ مرمر ۽ سنگ رخام جي جامع مسجد تعمير ڪرائي، جا آرستگيءَ جي لحاظ سان "عروس الفلڪ" سڏجڻ لڳي. جامع جي ڪتب خاني ۾ دنيا جا مفيد ۽ نادر الوجود ڪتاب رکيل هئا.[3] محمود جي دربار ۾ پارسي زبان جا

---

1_ سمانيه سلاطين مان نوح بن نصرعلوم ۽ فنون جو مربي هو. سندس شاهي ڪتب خاني ۾ فلسفي، حڪمت ۽ ٻين علوم ۽ فنون تي نادر نسخا موجود هئا. حڪيم ابو علي سينا جي ڪتاب "طبقات الاطبا" مان خبر پوي ٿي ته متئين شاهي ڪتب خاني ۾ هرهڪ علم ۽ فن تي جدا جدا ڪتاب رکيل هئا. افسوس جو بخارا جو هي بيش بها خزانو باهه ۾ سڙي ويو.

2_ سلطان محمود غزنويءَ جو فقه تي ڪتاب "التفريد" نهايت مشهور آهي ۽ فقهاء احناف جي مستند ڪتابن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن ڪتاب ۾ سٺ هزار مسائل مذڪور آهن.

نوٽ: خوارزم (خيوا) تي سمانيه سلاطين جي ڏينهن ۾ مامونيه خاندان وارن حڪومت ڪئي هئي. شروعات ۾ مامونيه سلاطين، سمانيه وارن کي خراج ڀريندا هئا ۽ سمانيه وارن جي تباهيءَ کان پوءِ ڪجهه وقت خودمختيار ٿي رهيا. منجهائن علي بن مامون بن محمد خوارزمي سنه 387هه ۾ تخت تي ويٺو. هن سلطان محمود جي همشيره سان شادي ڪئي. شيخ الرئيس بو علي سينا سندس ڏينهن ۾ خيوا ۾ آيو هو. علي بن مامون کان پوءِ، پاڻس ابوالعباس گاديءَ تي ويٺو. سندس وزير ابوالحسن احمد بن محمد سهيلي مشهور فقهي ٿي گذريو. ابوالعباس کان پوءِ سندس پٽ ابوالحارث محمد تخت تي ويٺو جنهن کي سلطان محمود ڪنهن سبب کان 408هه ۾ معزول ڪري خيوا تي قبضو ڪيو. خوارزم جي دربار ۾ جيڪي به اهل ڪمال رهندا هئا، تن سڀني غزنيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جنهن ڪري غزني سڄي ايشيا ۾ علم جو مرڪز بنجي ويو. ڏسو "تاريخ الحڪماء": قاضي اڪرم جمال الدين القفطي، ص_47، ليپزگ، 1903ع.

3_ عيون الانبا في طبقات الاطباء: ابوالعباس احمد بن ابي صبعه (المتوفي 668هه)، جلد_2، ص45 مصر، 1300هه.

چار سؤ شاعر رهندا هئا. جن مان ڪي سلطان سان جنگين ۾ هم رڪاب رهندا هئا. منجهائڻ عنصري، عضائري، عسجدي، فرخي ۽ فردوسي وغيره دربار جا "سبعہ سياره" سڏبا هئا. منجهائڻ عنصري "ملڪ الشعرا" هو.

هڪڙي ڀيري عضائريءَ اياز جي تعريف ۾ هڪڙي رباعي لکي، سلطان کيس پنجاهہ هزار درهم عنايت ڪيا هئا. عنصريءَ کي هڪڙي موقعي تي ويهہ هزار درهم ۽ زينتيءَ کي پنجاهہ هزار درهم عنايت ڪيا هئائين. مٿين فياضين جي ڪري وقت جانامور شعرا ڪرام محمود جي دربار ۾ اچي گڏ ٿيا هئا. سلطان جي تقليد ڪندي، ٻين امرائن بہ غزنيءَ ۾ محلاتون ۽ عاليشان درسگاهون تعمير ڪرايون هيون. منصوري ڪان پوءِ، اسلامي دنيا ۾ غزنيءَ، بغداد وانگر شهرت حاصل ڪئي هئي. غزنيءَ جو شاهي ڪتب خانو سنہ 550هہ (1155ع) ۾ سلطان حسين غوريءَ هٿان سڙي برباد ٿي ويو.

شمس الدين ابوالقاسم احمد بن حسن ميمندي پهريائين خراسان جو ديوان هو پوءِ وزارت جي اعليٰ عهدي تي پهتو. بلند پايہ بزرگ هو عربي ۽ پارسيءَ ۾ طبع آزمائي ڪندو هو. ارڙهن ورهين ڪان پوءِ سلطان محمود کي معزول ڪري، ڪالنجر جي قلعي ۾ نظر بند رکيو. تيرهن ورهيہ قيد ڪاٽڻ ڪان پوءِ سلطان مسعود کيس آزاد ڪري، ٻيهر وزارت جوعهدو ڏنو. سنہ 424هہ ۾ وفات ڪيائين.

ابونصر بن مشڪان مشهور ۽ معروف اديب ٿي گذريو آهي. علم ادب متعلق سندس ڪتاب 'المقامات' بينظير شاهڪار آهي. مشهور مؤرخ ابوالفيض بيهقي سندس شاگرد هو. ديوان الرسالت جي عهدي تي مامور رهيو. سنہ 439هہ ۾ سلطان مودود جي ڏينهن ۾ وفات ڪيائين.

منوچهري (المتوفي 432هہ) پهريائين امير منوچهر بن قاموس بن وشمگير (403_421هہ) جي دربار ۾ نوڪر هو. امير موصوف جي وفات ڪان پوءِ جرجان ڇڏي، سلطان مسعود جي دربار ۾ غزنيءَ پهتو ۽ درباري شاعر ٿي رهيو. سندس ديوان فرينچ مستشرق زمرسڪي، نهايت اهتمام سان 1887ع ۾ پئرس مان ديباچي سميت شايع ڪيو.

ابونصر محمد بن عبدالجبار العتبي، محمود جي دربار جو نديم هو. سنہ 412هہ ۾ سلطان سبڪتگين ۽ محمود جي هن تاريخ تصنيف ڪئي، جا "تاريخ يمني" جي نالي سان مشهور آهي. فن ادب جا علماءَ سندس عبارت کي مقامات همداني ۽ مقامات حريري جي هم پايہ تسليم ڪن ٿا.[1] احمد انيسي (المتوفي

1_ روضة الصفا: مير خوند بن خاوندشاه، جلد_4، ص_94. حبيبُ لسير: خوند مير، بمبئي، 1273هہ

1027ع) مٿين 4 تاريخ جي شرح لکي، جا "فتح الوهبي" جي نالي سان سنہ 1286ھہ ۾ بولاق مان شايع ٿي. "تاريخ يمني" سنہ 1847ع ۾ ڊاڪٽر سپرنگر دهليءَ مان شايع ڪرائي. تنهن کان پوءِ جرمن پروفيسر نولڊ ڪي سنہ 1857ع ۾ ان جو جرمن ترجمو وائنا مان شايع ڪيو. ان جو فارسي ترجمو فارس جي حاڪم اتابڪ ابوبڪر محمد بن ايلدگز (587ھہ: 1191ع) جي وزير مهذب الدين ابوالقاسم علي بن حسين جي فرمائش سان ابو شرف ناصح بن ظفر بن سعد باذقانيءَ ڪيو جو سنہ 1272ھہ ۾ طهران مان شايع ٿيو. مٿئين ترجمي تان درويش حسن ترڪيءَ ۽ ۽ جيمس رينالڊ انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيو جو سنہ 1858ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو.

امام ابو محمد عبدالله بن حسن الناصحي (المتوفي 447ھہ) تفسير، فقهہ ۽ حنفيت جو وڏو عالم ۽ امام ٿي گذريو ۽ سلطان محمود ۽ مسعود جي زماني ۾ قاضي القضاة جي جليل القدر عهدي تي ممتاز هو. انهن ڏينهن ۾ قرامطين جي سازش ڪري بيت الله جو رستو بند هو مسلمان عرصي کان حج ۽ بيت الله جي زيارت کان محروم هئا. سلطان محمود قاضي صاحب کي امير حجاج مقرر ڪري، ٽيهہ هزار دينار ڏيئي، حاجين جي قافلي سان حرمين شريفين ڏانهن روانو ڪيو. قاضي سال گذرڻ بعد خير ۽ خوبيءَ سان حج ڪري موٽيو.[1]

امام ابو طيب سهيل بن سليمان صعلوڪي (المتوفي 404ھہ) نيشاپور جو قاضي هو ۽ ائمہ حديث کيس 'شمس الاسلام' ۽ 'شيخ خراسان' جي لقب سان سڏيندا هئا ۽ اختلافي مسئلا کانئس حل ڪرائيندا هئا.

ابوالخير حسن بن الخمار اسلامي دور اولين جو مشهور حڪيم ٿي گذريو. سنہ 331ھہ ۾ بغداد ۾ ڄائو هو ۽ مامون خوارزميءَ جو نديم هو. سنہ 408ھہ ۾ سلطان محمد جي خوارزم فتح ڪرڻ کان پوءِ حڪيم صاحب سلطان سان گڏ غزنيءَ آيو. منطق، فلسفي ۽ طب متعلق هن اٽڪل 25 ڪتاب تصنيف ڪيا هئا، جي زماني جي گردش ڪري، هن وقت نابيد آهن. ابن نديم سندس معاصر هو جنهن ڪتاب "الفهرست" ۾ بہ هنڌن تي حڪيم صاحب جو ذڪر ڏنو آهي.[2]

حڪيم ابو الريحان البيروني محمد بن احمد مشهور سنسڪرت دان هيئت دان ۽ محقق ٿي گذريو سنہ 363ھہ (973ع) ۾ خيوا ۾ ڄائو ۽ ماهہ رجب سنہ 440ھہ ۾ غزنيءَ ۾ وفات ڪيائين. شروعات ۾ خيوا ۾ آل مامون جو نديم هو پوءِ جرجان جي

---

1 ـ مفتاح الساده: ابوالخير احمد بن مصطفيٰ (المتوفي 992ھہ)، جلد ـ 2، ص ـ 183، حيدرآباد دکن 1328ھہ ڪشف الظنون: حاجي خليفہ مصطفيٰ بن عبدالله چلپي (المتوفي 1068ھہ) جلد ـ 6 ص 814، يورپ، 1835ع.

2 ـ تذڪره الشعرا: دولت شاهہ سمرقندي، ص ـ 34، بمبئي 1299ھہ.

والي شمس المعاني قابوس بن وشمگير جي درٻار ۾ پهتو جت سنہ 390هہ ڌاري ڪتاب ”آثار الباقيہ“ تصنيف ڪيائين. سنہ 408هہ ۾ سلطان محمود سان همراهہ غزنيءَ آيو ۽ ڪيترا ڀيرا هندستان ويو جت پنڊتن کان سنسڪرت زبان، ان ملڪ جي تاريخ، جاگرافي، هيئت ۽ رياضي سکيو. سندس تصنيفات مان ”ڪتاب الهند“ مشهور آهي. جنهن ۾ هندن جي رسمن رواجن جو تفصيل سان بيان ڏنل آهي، سندس ٻين ڪتابن مان ”قانون مسعودي“ علم هيئت تي مڪمل ۽ بهترين ڪتاب آهي. ”آثار الباقيہ في قرون الخاليہ“ ۾ قديم قومن جو ذڪر ڏنل آهي. بيروني سنسڪرت جا اتڪل ويهارو ڪتاب ترجمو ڪيا. ”ڪتاب الهند“ پروفيسر ايڊورڊ سخاؤ جي ڪوشش سان 1888ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو.[1]

ابونصر عبدالعزيز بن منشور العسجدي مرو جو رهاڪو هو ۽ سلطان محمود غزنوي جي مشاهير شعراءِ ۾ سندس شمار هو. فتح سومنات کان موٽڻ بعد، عسجدي تهنيت طور جيڪو قصيدو چيو هو، تنهن جي پهرئين سٽ هيءَ آهي:

تاخورده بين سفر سومنات کرد
کردار خويش را عام معجزات کرد.

سنہ 432هہ (1040ع) ۾ سلطان مسعود جي زماني ۾ فوت ٿيو.[2]

ابو الحسن علي بن جولوغ الفدري (المتوفي 429هہ) جو پيءُ سيستان جي حاڪم امير احمد خلف جو غلام هو. فرخي قسمت آزمائڻ لاءِ پهريائين ترڪستان جي، چغانيان حاڪم امير ابو ظفر جي درٻار ۾ ويو. پوءِ سلطان محمود جي نديم عميد اسد جي سفارش سان سلطان جي درٻار ۾ پهتو. هت سندس قسمت اهڙو ڦيرو کاڌو جو وڏي مرتبي کي پهتو. پارسي صنائع بدائع تي سندس شاهڪار ’ترجمان البلاغت‘ ناپيد آهي.[3]

حڪيم مجدد الدين عارف سنائي غزنويءَ جي شريف النسب خاندان مان هو. پير يوسف همدانيءَ جو مريد ۽ ابو علي فارندي جو شاگرد هو. سلطان محمود

---

1ـ مولوي سيد حسن برنيءَ جي ڪتاب ’البيروني‘ مان سندس علمي ڪارنامن جي خبر پئجي سگهي ٿي.

2ـ مرات الخيال: شير خان لوڌي، ص ـ 24، بمبئي، 1312هہ لبا الالباب: محمد عوفي، جلد ـ 2، ص ـ 20، ليڊن، 1900ع.

3ـ خزانہ عاموه: مير غلام علي آزاد بلگرامي (المتوفي 1200ع)، ص ـ 367 لکنو 1871ع.
چارمقالہ: نظامي عروضي سمرقندي، ص 46 ـ 52، بمبئي 1909ع.

جي دربار جو مشهور شاعر هو. سندس مثنوي "حديقہ الحقيقت" تصوف جي شيدائين لاءِ نعمت آهي. مولوي رومي رحہ حڪيم موصوف جي شان ۾ فرمائي ٿو:

"ديگ جوشي گرده ام من نيم خام
از حڪيم غزنوي بشنو تمام."

"حديقہ الحقيقت" کان سواءِ "ڪنزالرموز" ۽ "ڪارنامہ". حڪيم صاحب جا تصنيف ڪيل آهن. حجة الاسلام امام غزالي رحہ سندس مريد هو.[1]

احمد بن منصور الاسدي ايراني شاهي خاندان مان هو فردوسيءَ جو استاد هو. "شاهنامہ" جي جواب ۾ هن گرساشپ نامہ 458هہ ۾ لکي پورو ڪيو جنهن جو ناقص نسخو بمبئي مان شايع ٿيو. سندس فارسي لغت 1879ع ۾ ڪوتنجن مان شايع ٿي. الاسدي "حڪيم" جي لقب سان سڏجي ٿو 465هہ ۾ وفات ڪيائين.[2]

ابوالحسن البهرامي (المتوفي 500هہ)، پڻ محمود جي شاعرن مان هو ۽ فن عروض ۽ قافيہ ۾ يڪتا هو. پارسي شعر متعلق سندس ڪتاب "العروضين"، "ڪنزالقافيہ" ۽ "خجستہ نامہ" مشهور آهن.[3] بيهقي (المتوفي 470هہ) سلطان محمود جي زماني ۾ ٿي گذريو. سندس ڪتاب "تاريخ آل عزني" ٽيهن ننڍن جلدن ۾ آهي. هي ڪتاب پروفيسر مارلي 1862ع ۾ ڪلڪت مان شايع ڪيو ۽ 1323هہ ۾ طهران مان شايع ٿيو.

حڪيم ابوالقاسم منصور الفردوسي طوس جو مالدار دهقان هو. سندس علمي ڪارنامو "شاهنامہ" آهي: "شاهنامہ" جي موضوع تي اڳ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ٿي چڪا هئا. فردوسيءَ فقط انهيءَ موضوع کي نظم ۾ ادا ڪري جس کٽيو. نظامي عروضي سمرقندي لکي ٿو تہ فردوسي "شاهنامہ" طوس ۾ لکي پوءِ غزني پهتو هو. 35 سالن جي محنت کان پوءِ سنہ 400هہ ۾ لکي پورو ڪيو هئائين. فردوسي سنہ 322هہ ۾ ڄائو ۽ 45 ورهين جي عمر ۾ "شاهنامہ" لکڻ شروع ڪيو هئائين. محمود جي دربار ۾ خواجہ احمد حسن ميمندي سندس سرپرست هو. دربار جا گهڻائي مدبر سندس خلاف هئا. جن اهو ظاهر ڪيو تہ هو رافضي آهي. سلطان محمود ڪٽر حنفي هو تنهن غصي ٿي "شاهنامہ" جي صلي ۾ فردوسيءَ ڏانهن ڇهہ هزار درهم مڪا. جي فردوسيءَ بروقت خيرات ڪري ڇڏيا. پوءِ سلطان جي خوف کان طوس ڏانهن ڀڄي ويو.

---

1 ـ نگارستان فارس: مولانا محمد حسين آزاد. ص ـ 36. لاهور.

2 ـ حدايق السحر: رشيد الدين الواط. ص ـ 11. مجمع الفصحاء: جلد ـ 1. ص ـ 506.

3 ـ چار مقالہ: ص ـ 45. مجمع الصفحاء: جلد ـ 1. ص ـ 66.

ڪن ڏينهن کان پوءِ سلطان، وزير حسن ميمنديءَ جي سفارش تي، مٿس راضي ٿي وٺ سٺ هزار دينار وعدي مطابق روانا ڪيا. پر قاصد جنهن ڏينهن طوس جي ڳوٺ طبران ۾ پهتو، ان ساڳئي ڏينهن ڳوٺ جي رودبار دروازي کان ماڻهو فردوسيءَ جو جنازو ڪڍي نڪتا. ڪيس هڪڙي ڌيءَ هئي، جنهن به انعام وٺڻ کان انڪار ڪيو. آخر سلطان جي حڪم موجب خواجه ابوبڪر ڪرامي، فردوسيءَ جي يادگار لاءِ مرو ۽ نيشاپور جي وچ ۾ مٿينءَ رقم مان هڪڙي قافله سراءِ تعمير ڪرائي، جا اڄ به موجود آهي[1] فردوسي سنه 411هه ۾ وفات ڪئي.

علامن ابن اثير "مثل السائر" جي خاتمي ۾ لکي ٿو ته. "شاهُنامه" ايرانين لاءِ قرآن آهي.

ايران ۾ پارسي شاعريءَ جي آغاز کان عربي الفاظ شاعرن جي ڪلامن ۾ گڏجي ويا. عباسي مروزي، رودڪي ۽ ابو شڪور بلخيءَ جا ڪلام عربي لفظن سان ڀريل آهن. شيخ ابو علي سينا "حڪمت علائيه" لکڻ وقت خالص پارسي لکڻ جو قصد ڪيو هو پر ڪامياب ٿي ڪونه سگهيو. فردوسيءَ 'شاهنامه' ۾ سٺ هزار شعر چيا آهن ۽ ان ۾ عربي الفاظ نه هئڻ جي برابر آهن. خالص پارسيءَ ۾ شعر چوڻ جي ابتدا دقيقيءَ ڪئي، پر هن جملي فقط هڪ هزار شعر چيا آهن.[2]

ابو العلا عطا بن يعقوب المعروف بناڪوڪ (المتوفي 491هه) سلطان ابراهيم جو ڪاتب ۽ مشهور اديب ٿي گذريو. سندس عربي ۽ پارسيءَ جي ٻن ديوانن عرب ۽ عجم ۾ مقبوليت حاصل ڪئي. سندس مشهور قصيدو شاعر اعشيءَ جي جواب ۾ حضور سيد المرسلين ﷺ جن جي فضائل جي بيان ۾ آهي.[3] سلطان ابراهيم ڪنهن ڳالهه تان ناراض ٿي ڪيس لاهور جي قلعي ۾ قيد ڪيو جتي اٺن سالن تائين محبوس رهيو. پوءِ سلطان موصوف جي مدح ۾ هڪڙو قصيدو لکيائين، جنهن تي سلطان خوش ٿي ڪيس آزاد ڪيو.

امام فخرالدين محمد بن محمود بن احمد نيشاپوري، علوم دينيه ۾ وقت جو امام مجبو هو. سنه 529هه ۾ غزنيءَ ۾ آيو. سلطان بهرام شاهه سندن بي حد عزت

---

1ـ شعر العجم: شبلي نعماني، جلد ـ1، ص 83 ـ119، لاهور 1914ع.

2ـ فردوسي پوئينءَ عمر ۾ سلاطين بويه جي بغداد جي حاڪم امير ابو علي حسن بن محمد بن اسماعيل اسڪافي، جو تاريخن ۾ عام طور امير موفق سڏجي ٿو ۽ سنه 386هه ۾ بغداد جو حاڪم هو. تنهن جي فرمائش سان يوسف زليخا جي قصي کي نظم ڪيو جو عام طور "احسن القصص" جي نالي سان مشهور آهي.

3ـ اعشي جا اشعار "ڪتاب الاغاني" (جلد ـ8، ص ـ85) ۾ ڏنل آهن. ابو قاسم علي بن الحسن الباخزري ڪتاب "دمية القصر" ۾ ابوالعلا جا عربي اشعار نقل ڪيا آهن.

۽ تعظيم ڪندو هو. سنه 539هه ۾ جڏهن سلطان سنجر سلجوقيءَ، سلطان بهرام شاهه تي ڪاهه ڪئي، تڏهن امام صاحب جي ڪوشش سان طرفين ۾ صلح ٿيو هو. امام صاحب علوم ۽ فنون تي متعدد ڪتاب لکيا. ان زماني ۾ هيءَ خبر مشهور ٿي ته بلاد مغرب ۾ ڪنهن عالم پنجاهه جلدن ۾ ڪلام الله جو تفسير لکيو آهي؛ ان جي جواب ۾ امام صاحب فقط هڪڙيءَ آيت جو تفسير سؤ جلدن ۾ لکيو ۽ پنجاه جلدن ۾ "خلق الانسان" جون معانئون بيان ڪيون. سندس ٻين تصنيفات مان "بصائر يمني" پارسي زبان ۾ ڪلام الله جو ضخيم تفسير آهي؛ ٻيو ڪتاب "جهان آرا" جو "الغرر والسير" جو ترجمو آهي ۽ ٽيون ڪتاب "صحيفهءِ اقبال" آهي، جنهن ۾ ترار ۽ قلم جو معرڪو بيان ڪيل آهي.

## سنڌ تي غزنوي گورنرن جي حڪومت:

سنڌ تي غزنوي گورنرن جي حڪومت جو زمانو ڪنهن به سنڌ جي قديم توڙي جديد تاريخ ۾ ڪونه ڏنل آهي، بلڪ "تاريخ سنڌ" (ڀاڱي-3) جو مصنف ايبٽ جي حوالي سان لکي ٿو ته. "عربن جي حڪومت پوري ٿيڻ کان پوءِ سانده پنج سؤ ورهين تائين سنڌ جي تاريخي حقيقتن تي اهڙو پردو چڙهيل آهي، جنهن جو مثال ٻئي ڪنهن به ملڪ جي تاريخ ۾ نه ملندو...."[2] مگر ائين ناهي. مؤرخن ان باري ۾ جيڪڏهن تحقيقات ڪانه ڪئي ته اها سندن ئي غلطي آهي. اهي "معصومي"، "طاهري" ۽ "تحفة الڪرام" تي الزام مڙهي نه ٿا سگهن. سلطان مسعود بن محمد سنه 421هه (1030ع) ۾ ڪيچ مڪران جو صوبو فتح ڪيو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ لاهور جي گورنر جي ماتحت هئي. سنه 426هه (1034ع) ۾ لاهور جي واليءَ احمد بغاوت ڪئي، مگر سلطان مسعود جي هندو سپه سالار ناٿ کان شڪست کاڌائين. سلطان پنهنجي پٽ کي لاهور جو گورنر مقرر ڪيو ۽ اياز کي سندس اتاليق مقرر ڪيو. سندس ڏينهن ۾ ملتان وارن فساد ڪيو. سنه 430هه (1038ع) ۾ سلطان مسعود، سلجوقي ترڪن کان شڪست کائڻ کان پوءِ لاهور کي تختگاهه مقرر ڪيو پر سندس سردار سانس متفق نه هئا، تنهن ڪري سردارن کيس قيد ڪري، سندس

---

1_ عوفي: جلد_1، ص_201. هفت اقليم: امين احمد رازي، ص_241، قلمي. ڪشف الظنون: حاجي خليفه، جلد_2، ص_55.

2_ تاريخ سنڌ، ڀاڱو_3: عبدالله عبدالغني، ص_95.

ڀاءُ محمد کي قيد مان ڪڍي، غزنيءَ جي تخت تي ويهاريو. سلطان محمد سنڌ، ملتان ۽ لاهور جي حڪومت پنهنجي پٽ جي حوالي ڪئي.

سنہ 432ھ (1041ع) ۾ مسعود جي پٽ شهزادي مودود غزنيءَ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ ابونصر محمد بن احمد کي لاهور جو گورنر مقرر ڪري، ملتان ۽ سنڌ جا صوبا بہ سندس حوالي ڪري ڇڏيا. ابو نصر سڄي سنڌ جو دورو ڪري، هانسي ۽ ٿانيسر تائين انتظام مضبوط ڪري، غزنيءَ موٽيو. سندس موٽي وڃڻ کان پوءِ سنڌين ۽ ملتانين بغاوت ڪئي. تنهن کان سواءِ دهليءَ جي راجا هانسي ۽ ٿانيسر تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ نگر ڪوٽ تي قبضو ڪيو.

سنہ 440ھ (1048ع) ۾ سلطان پنهنجي پٽ ابوالقاسم محمود کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪري، لاهور ڏانهن روانو ڪيو. سلطان جو ڪوتوال ابو علي سنڌ، ملتان، پشاور ۽ ڪشمير جي باغين کي شڪستون ڏيئي غزنيءَ موٽيو.

سنہ 441ھ (1049ع) ۾ سلطان مودود وفات ڪئي. سندس ٽن سالن جو پٽ غزنيءَ جي تخت تي ويٺو مگر سلطنت جي اراڪين کيس تخت تان لاهي سلطان علي بن مسعود کي تخت تي ويهاريو. جنهن پشاور کان ديبل تائين ملڪ تي قبضو ڄمايو.

عبدالرزاق بن احمد ميمندي جنهن کي سلطان مودود سيستان جو والي مقرر ڪيو هو تنهن عبدالرشيد بن محمود کي، جو بست جي قلعي ۾ قيد هو قيد مان ڪڍي غزنيءَ تي تختگاهہ تي ٿاڦيو. سنہ 443ھ (1051ع) ۾ سلطان عبدالرشيد هندستان سنڌ جي حڪومت نوشتگين ڪرخيءَ جي حوالي ڪئي.

سنہ 492ھ (1098ع) ۾ سلطان مسعود بن ابراهيم، طغاتگين کي پنجاب، ۽ سنڌ جي حڪومت حوالي ڪئي. طغاتگين سنڌ ۾ امن قائم رکڻ کان پوءِ گنگا نديءَ پريان ڪاهون ڪيون ۽ مال غنيمت هٿ ڪري لاهور موٽيو. سنہ 508ھ (1114ع) ۾ سلطان مسعود بن ابراهيم جي انتقال کان پوءِ، سندس پٽ ارسلان شاهہ تخت تي ويٺو جنهن سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومت محمد باهليم جي سپرد ڪئي. مگر ارسلان شاهہ ستت سلطان سنجر سلجوقيءَ کان شڪست کائي مارجي ويو.

سنہ 511ھ (1117ع) ۾ سلطان ابراهيم جو پوٽو بهرام شاهہ، سلطان سنجر جي مدد سان غزنيءَ جي تخت تي ويٺو. سندس ڏينهن ۾ محمد باهليم بغاوت ڪڙي ڪئي، جنهن تي بهرام شاهہ پنجاب تي ڪاهي آيو. سنہ 514ھ (1120ع) ۾ محمد باهليم سندس هٿان گرفتار ٿي ويو پر سلطان کيس معافي ڏيئي سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومت ٻيهر سندس سپرد ڪئي. محمد باهليم هندو راجائن

کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ، پيهر بغاوت ڪئي. ملتان وٽ جنگ لڳي، جنهن ۾ محمد باهليم مارجي ويو. بهرام شاه حسين ابن ابراهيم علوي کي سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومت حوالي ڪري غزنيءَ موٽيو. ستت ئي پوءِ بهرام شاه علاءُ الدين غوريءَ کان شڪست کائي پنجاب ڏانهن پڇڙي آيو جت 947هه (1152ع) ۾ شڪست جي غم جي ڪري مري ويو. کانئس پوءِ سندس پٽ خسرو شاه لاهور جي تخت تي ويٺو.

سلطان محمود جي وفات کان پوءِ سندس پوين جي ڪمزوريءَ مان فائدو وٺي، راجپوت راجائن وقت بوقت پنجاب تي ڪاهون ڪرڻ شروع ڪيون. سندس رياستن جو سلسلو سنڌ، پنجاب ۽ راجپوتانا ۾ قائم هو. سنڌ جي بعض رياستن کي جزيہ جي عيوض عربن بحال رکيو هو. اهي رياستون بعد ۾ غزنوي سلاطين کي خراج ڀرينديون هيون. غزنوي سلاطين جي ڪمزوريءَ ڪري هنن رياستن جا حوصلا ايتري قدر وڌي ويا هئا، جو هنن هڪڙي ڀيري گڏجي لاهور تي قبضي ڪرڻ لاءِ زور آزمائي ڪئي هئي.

عام طور سنڌ جي تاريخن ۾ بلوچن جو ذڪر ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان ڏنل آهي. اسين پهرئين باب ۾ بيان ڪري چڪا آهيون تہ بلوچن جا سنڌ سان لاڳاپا گهڻو اڳ قائم ٿيا. سندن بينڪون مهراڻ جي ٻنهي ڪپن تي ديبل کان وٺي هانسي ۽ حصار تائين هيون. غزنوي دؤر اندر دهليءَ تي تومارن، اجمير تي چوهاڻن، قنوج تي راٺوڙن ۽ گجرات تي واگهيلن جي حڪومت هئي. خسرو شاه بن بهرام شاه سنہ 555هه (1160ع) ۾ وفات ڪئي. سندس ڏينهن ۾ سنہ 551هه (1156ع) ۾ راول جئيسل ڀاٽيہ جيلسمير جو شهر تعمير ڪرايو. سندس رياست جون اولهندي واريون حدون اراولي ٽڪرين تائين هيون. سندس پٽ سالا باهن تي قبضو ڪرڻ لاءِ راجپوتن جو لشڪر تيار ڪيو. سنڌ ۾ طوائف الملوڪيءَ جو دؤر هو ۽ هندو راجا پيهر سنڌ تي قبضي ڄمائڻ لاءِ منتظر هئا. عين انهيءَ وقت بلوچن پنهنجي سردار خضر خان جي اڳواڻيءَ هيٺ جيسلمير تي ڪاهہ ڪئي. سالاباهن ٽن سؤن راجپوت جوڌن سان مارجي ويو. بلوچن ڏراوڙ جي قلعي تي قبضو ڪيو.[1] خسرو شاه لاهور جو پويون غزنوي سلطان هو. هندستان اندر جيڪي صوبا غزنوي حڪومت جي ماتحت هئا، تن تي هو حڪومت هلائڻ لڳو مگر سنہ 582هه (1186ع) ۾ شهاب الدين غوري هٿان قيد ٿي ويو ۽ غزنوي حڪومت جي پڄاڻي ٿي.

1 - J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. I, P. 239.

## سنڌ ۾ اردو زبان جي ابتدا:

سنڌ ۾ عربي فتوحات ڪري سنڌي زبان ۾ عربي الفاظ گڏجي ويا. ازان سواءِ اُبلہ، سيراف. تيز ۽ شيراز کان جيڪي ايراني سوداگر سنڌ ۾ آيا. تن جي زبان پارسي هئي. مڪران، منصوره ۽ ملتان ۾ پارسي زبان تجارتي تعلقات ڪري چالو هئي. عربن ۾ دستور هو تہ جنهن ملڪ ۾ بينڪون جوڙي ويهندا هئا، اتي جي زبان کي عربي حرفن ۾ لکندا هئا. غزنوي حڪومت جو سنڌ تي سنہ 1186ع تائين قبضو رهيو. غزنوي فوجن ۾ افغانستان، ترڪ، ايراني، بلوچ ۽ هندو سپاهي هئا، جن جي زبان پشتو پارسي، ترڪي، بلوچي، پنجابي، ملتاني ۽ سنڌي هئي. مٿين زبانن جي ميل جول ڪري هڪ نئين گڏيل زبان جنم ورتو جنهن لاءِ شايد ائين چئي سگهجي ٿو تہ اها ئي زبان اجوڪيءَ اردو ٻولي جي ابتدائي شڪل هئي. غزنوي فوجن ۾ گهڻائي هندو عملدار هئا. مثلا: ناٿ، تلڪ، وغيره. مٿئين ميلاپ ڪري غزنوي دؤر جي شاعرن، جهڙوڪ، حڪيم سنائي ۽ مسعود سعد سلمان جي اشعار ۾ هندي الفاظ گڏيل آهن. سلطان محمود جي سڪي تي هندي عبارت لکيل هئي.[1]

سنہ 413هہ ۾ سلطان محمود ڪالنجر جي قلعي تي گهيرو ڪيو ان وقت اتي جي راجا نندا ٽي سؤ هاٿي ۽ هڪڙو هندي زبان ۾ قصيدو لکي سلطان جي خدمت ۾ پيش ڪيو. دربار ۾ جيڪي عرب، ايراني ۽ هندو عالم هئا، تن سلطان کي قصيدو پڙهي ٻڌايو. علمائن قصيدي جي تعريف ڪئي. سلطان خوش ٿي راجا کي سمورو ملڪ واپس ڏيڻ سان گڏ پنهنجي پاران چوڏهن قلعا مرحمت ڪيا.[2]

غزنوي سلاطين پنهنجي هندستاني مقبوضات جو تختگاهہ لاهور مقرر ڪيو هو جو اهڙيءَ طرح غزنيءَ ۽ نيشاپور وانگر علوم ۽ اسلامي تبليغ جو مرڪز بنيو. شيخ اسماعيل پهريون مبلغ هو جنهن سنہ 1005ع ۾ هتي اسلام جي تبليغ شروع ڪئي، هر جمعي ڏينهن سندس واعظ ٻڌي هزارن جي تعداد ۾ هندو اسلام قبول ڪندا هئا.[1]

---

1 ــ سلطان محمود جي سلطنت اندر گهڻائي ماتحت هندو راجا هئا. جن جي رياستن کي قائم رکيو ويو هو. اهي فقط خراج ڀريندا هئا. ان ڪري سلطان هندي سڪو بہ رائج ڪيو هو.

نقوش سليماني: سيد سليمان ندوي "اردو زبان جي ابتدا" علي ڳڙهہ ليڪچر. دارالمصنفين. اعظم ڳڙهہ

2 ــ فرشتہ: جلد ــ1، ص ــ21، لکنو 1864. طبقات اڪبري: ملا نظام الدين احمد بخشي، ص ــ9 ڪلڪتو 1292هہ. آئينہ حقيقت نما: مولانا اڪبر شاهہ جلد

1 ــ چشمہء ڪوثر: شيخ محمد اڪرام. ذڪر لاهور. جلد ــ

شيخ اسماعيل کان پوءِ وڏو نامور اولياءُ شيخ علي بن عثمان هجويري رحہ (داتا گنج بخش) لاهور ۾ تي گذريو. شيخ موصوف سنہ 1009ع ۾ غزنيءَ ۾ تولد ٿيو. سلطان مسعود جي زماني ۾ بن ساٿين سان گڏجي لاهور ۾ آيو. سندس دعوت تي اتي جو راجا راءِ راجو مسلمان ٿيو جو سلطان مودودو بن مسعود پاران لاهور جو حاڪم هو. شيخ علي هجويري رحہ جو شمار هندستان جي اوائلي صوفين ۾ آهي. سندس زمانو اسلامي تصوف جو ٻيو دؤر هو. شيخ موصوف سنہ 415هہ (1072ع) ۾ لاهور ۾ وفات ڪئي.[1] سلطان الهند خواجہ غريب نواز رحہ سندن شان ۾ هينيون بيت چيو آهي:

"گنج بخش هر دو عالم مظهر نور خدا،
كاملان را پير كامل نقصان را رهنما."

مسعود سعد سلمان جنهن کي مولانا آزاد بلگراميءَ همداني لکيو آهي، سو لاهور ۾ ڄائو هو. سعد بن سلمان اٽڪل سٺ ورهين تائين سلاطين غزنويءَ پاران پنجاب ۾ رهيو ۽ پنجن سلاطين جي تعريف ۾ قصيدا چيائين. سنہ 429هہ ۾ سلطان ابراهيم، سيف الدولہ کي پنجاب ۽ سنڌ مٿان گورنر مقرر ڪيو هو. اهڙيءَ ريت مسعود جوانيءَ ۾ سيف الدولہ جي درٻارين ۾ شامل ٿيو. وري جڏهن سلطان ابراهيم ڪنهن ڳالهہ تان غصي ٿي سيف الدولہ کي قيد ڪيو تڏهن مسعود بہ ساٺس گڏ ڏهہ ورهيہ قيد ۾ رهيو پوءِ امير ابوالقاسم جي سفارش سان هو آزاد ڪيو ويو.

سلطان مسعود جڏهن پنهنجي پٽ عضدالدولہ شيرازد کي هندستان جو گورنر مقرر ڪري، ابو نصر فارسيءَ کي سندس نائب سپہ سالار ڪري مڪو تڏهن ابو نصر سان دوستي هئڻ ڪري مسعود سعد جالنڌر مٿان صوبيدار مقرر ٿيو. سندس 492هہ ۾ ڪنهن ڏوهہ ۾ سلطان مسعود ابو نصر کي قيد ڪيو تڏهن مسعود سعد بہ ساڻس قيد ۾ رهيو. اٺن ورهين کان پوءِ ثقة الملڪ طاهر بن علي مشڪان جي سفارش ڪري، هو وري سنہ 500هہ ۾ آزاد ٿيو. آزا دٿيڻ کان پوءِ مسعود سعد باقي عمر گوشہ نشين رهي، سنہ 515هہ ۾ انتقال ڪيو. سندس

---

1۔ شيخ علي بن عثمان هجويري رحہ جا تصوف تي چار ڪتاب آهن: (1) ڪشف المحجوب، (2) ڪشف الاسرار، (3) منهاج الدين ۽ (4) البيان الاهل العيان. هي ڪتاب ان زماني جا آهن. جڏهن شيخ شهاب الدين سهروردي رحہ جو ڪتاب "عوراف المعارف" ۽ ابن العربي جو ڪتاب "فصوص الحڪم" اڃا تصنيف ڪين ٿيا هئا. ڏسو تصوف اسلام: عبدالماجد، ص_28، اعظم ڳڙهہ.

تي ديوان: هندي، پارسي ۽ عربيءَ ۾ هئا. جن ان فقط پارسي ديوان موجود آهي، جنهن ۾ 15 هزار اشعار آهن. عربي ۽ هندي ديوان هن وقت غائب آهن.[1]

ابوالفرج بن مسعود الروني لاهور جي ڳوٺ رونيءَ جو رهاڪو هو. سلطان ابراهيم جي زماني جو مشهور شاعر هو ۽ وزير مملڪت خواجه ممد بن بهروز بن احمد جو نديم هو. ملا عبدالقادر بدايوني هن ريت لکي ٿو:

"استاد الفرج رونی هم مداح سلطان ابراهیم بود،
وهم مداح سلطان مسعود و قصاید بسیار بنام ایشان،
و دیوان اوست ورون نام دیهی ست از توابع لاهور،
و درین روزگار گویا خراب است و اثری ازو باقی نمانده."[2]

## سنڌ ۾ عربي نسل جا ماڻهو:

غزنوي حڪومت جون حدون ڪشمير کان وٺي مڪران تائين هيون، جن جن عرب سردارن ۽ جاگيردارن مان عزنوي سلاطين کي خطرو هو، تن کي هن سنڌ مان لڏائي ڇڏيو فقط هيٺ بيان ڪيل ۽ ٻيا اهڙا عرب خاندان سنڌ ۾ رهڻ ڏنائون، جن مان مقابلي جو خطرو ڪونه هُئن: جهڙوڪ، قاضي، مڪتبن جا آخوند، هنرمند ڪاريگر ۽ ڪاشتڪار (جي گهر ٻار ڪري ويهي رهيا هئا) اهڙيءَ طرح جهالاوان ۽ مڪران جي خارجي عربي رياستن جو به انهن هٿان خاتمو ٿيو هو.

(1) **ثقفي**: هي پشت بپشت الور ۽ بکر جا قاضي هئا. موسيٰ بن يعقوب ثقفيءَ کي غازي محمد بن قاسم پاڻ سان آندو هو ۽ الور فتح ڪرڻ بعد هن کي اُتي جو قاضي مقرر ڪيو هئائين. سنڌ فتح ڪرڻ جو احوال

---

1 محمد بن عبدالوهاب قزوينيءَ مسعود سعد سلمان جا حالات نهايت تحقيقات ڪرڻ کان پوءِ ڪمال بسط ۽ شرح سان لکيا آهن. جن کي پروفيسر ايڊورڊ برائون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري رايل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي سنه 1905ع ۽ سنه 1906ع جي رسالن ۾ شايع ڪرايا.

2 _ حمد الله مستوفي، علي قلي خان واله داغستاني ۽ لطف علي آذري غلطيءَ سان لکن ٿا ته، رونه نيشاپور جي ويجهو هو. مؤرخ فرشته غلطيءَ سان ابوالفرج سنجري، عنصري جي استاد ۽ ابوالفرج رونيءَ کي هڪڙو ڪري سمجهي ٿو. حالانڪ ابوالفرج سنجري امير ابو علي سيمجوريءَ جي چوڻ تي آل سبڪتگين جي هجو لکي هئي سلطان محمود غزنوي هٿان جڏهن آل سيمجور وارن جو خاتمو ٿيو تڏهن سلطان محمود ابوالفرج سنجريءَ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو پر پوءِ حڪيم عنصريءَ جي سفارش تي سندس جان بچي هئي ۽ هن سنه 410هه ۾ وفات ڪئي. ڏسو. دولت شاه: ص_ 6. لٽرري هسٽري آف پرشيا: ايڊورڊ برائون، جلد_2، ص 153.

مجمع الصفحاءِ: جلد_1، ص 70.

جنهن شخص پهريائين عربي زبان ۾ لکيو هو سو قاضي موسيٰ بن يعقوب جو پڙپوٽو قاضي اسماعيل بن علي بن محمد بن قاضي موسيٰ هو سندس لکيل تاريخ جو نالو "منهاج المسالڪ" هو.

(2) **بني تميم**: يعني تميم جو اولاد, جي هن وقت ٿهيم سڏبا آهن.

(3) **بني مغيرة**: يعني مغيره جو اولاد, جي هن وقت موريا سڏبا آهن.

(4) **عباسي**: حضرت عباس رضہ (حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي چاچي) جو اولاد, عباسي خلافت جي خاتمي کان پوءِ بہ ڪيترائي عباسي سنڌ ۽ مڪران ۾ رهجي ويا, جي گهڻو ڪري قضا جو ڪم يا مڪتبن ۾ تعليم ڏيڻ جو ڪم ڪندا هئا. سنڌ ۾ ڪلهوڙا بہ پاڻ کي عباسي سڏائين ٿا!

(5) **صديقي**: يعني حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو اولاد.

(6) **فاروقي**: يعني حضرت عمر الفاروق رضہ جو اولاد.

(7) **بني حارث**: يعني حارث جو اولاد, سنڌ جا پنوهر پاڻ کي بني حارث قبيلي سان ڳنڍين ٿا!

(8) **منگي**: يعني بني تميم جو اولاد, يعني تميم جي هڪڙي شاخ.

(9) **جبريم**: جنمان شيخ طائي درويش هالائي وارو هو.

(10) **بني اسد**: يعني اسد جو اولاد, جي اسدي سڏبا آهن. شيخ تراب درويش فتح پور وارو انهن مان هو.

(11) **بني عتبہ**: عتبہ جو اولاد, قاضي برهام فتح پور وارو انهن مان هو.

(12) **بنوالي**: اهي صوفي درويش هئا, جن مان ڪيترائي فقير ريل پر ڳٽي ۾ رهندا آهن.

(13) **بني حاڪم**: حاڪم جو اولاد, سنڌ جا باجار ۽ جهانگار پاڻ کي بني حاڪم چوائين ٿا!

(14) **بني جريمہ**: جريمہ انصاري جو اولاد. سنڌ جا سپيا پاڻ کي بني جريمہ چوائين ٿا!

(15) **انصاري**: مدينہ منوره وارن انصارن جو اولاد.[1]

## سنڌ جا سمات قبيلا:

عربن ۽ بلوچن کان سواءِ, بيون جيڪي ديسي قومون سنڌ ۾ رهنديون هيون, جي درجي بدرجي اسلام ۾ داخل ٿينديون آيون, تن کي سمات يعني سما

1 ـ تحفة الڪرام: جلد ـ 3, ص 27 ـ 28, مطبع ناصري بمبئي.

قوم جون شاخون سڏبو آهي. انهن قومن جو تفصيل وار بيان "تحفة الڪرام" جلد-3 ۽ "چچ نامہ" جلد-2 ۾ هن ريت ڏيڪاريل آهي[1]:

"تحفة الڪرام" ۾ سمن کي سام بن نوح نبيءَ جو اولاد ڏيڪاريل آهي. فارسي تاريخن جا بيان افسانن وانگر آهن. بهرحال "تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي تہ سام کي چار پٽ هئا: 1- ٻڌا 2- سنگها، 3- پاڳرت ۽ 4- همهر. ٻڌا کي سورهن پٽ هئا: ٻڌ، سورهہ، سهتہ، اڪيل، اونار، امرهہ، ٻزير ۽ ٻيا سندن اولاد کي راٺوڙ سڏيندا آهن. سنگها ۽ همهر جي اولاد کي تودر سڏيندا آهن. پاڳرت جو پٽ ڏيرو، ڏيري جو پٽ اجيپار، اجيپار جو پٽ دسرٿ. دسرٿ کي ٽن راڻين مان چار پٽ ٿيا: 1- رام 2- لڪشمڻ، 3- ڀرت ۽ 4- چترگهن. ڀرت کي چار پٽ هئا: پرهار جنسپا، ڪوريجا، ناهيہ. چترگهن جو اولاد چارڻ سڏجن ٿا.

لڪشمڻ کي ڪو اولاد ڪونہ هو. رام کي هڪڙو پٽ هو نواڪس، نواڪس جو پٽ هو اتت، اتت جو پٽ هو نرگت، نرگت جو پٽ هو ڪن. جنهن جي نالي ڪن شهر سڏبو هو.[2] ڪن جو پٽ هو راجا سنبوت. راجا سنبوت کي چار پٽ هئا: 1- سام، 2- بارڪره، 3- هنرت، جنهن کي دکن بہ سڏيندا آهن ۽ 4- ماوهہ. انهن مان سام کي هڪڙو پٽ هو جادم، جنهن کي وري چار پٽ هئا: 1- هسپت، جنهن جو اولاد سنڌ جا سما، 2- ڪجپت، جنهن جو اولاد آهن چندا، 3- ڀوپت جنهن جو اولاد آهن سنڌ جا ڀٽي ۽ 4- جوراسمہ، جنهن جو اولاد راءِ ڏياچ هو جنهن چارڻ ٻيجل کي سِر وڍي ڏنو هو. جادم جي چئن پٽن مان هسپت کي هڪڙو پٽ هو. جنهن جو نالو زبدري هو. زبدريءَ جو پٽ نيت هو جنهنجو پٽ راٺو نوتيار هو نوتيار جو پٽ اوڍر هو اوڍر جو پٽ ائوڏ هو ائوڍ جو پٽ لاکيار هو لاکيار جو پٽ لاکو هو. لاکو بادشاهہ ٿيو ۽ کيس (پهرئين راڻي مان) بہ پٽ هئا: 1- اوڏ، جنهن کي اولاد ڪونہ هو مگر سندس رهڻ جو هنڌ سندس نالي پنيان اوڏ ملڪ سڏجي ٿو 2- مهر، جنهن کي وري چار پٽ هئا: 1- انڙ، 2- ستيا، 3- وديتر پاٽاري، 4- ورهہ ۽ 5- ساند لاکو راجا ڀيريءَ ۾ وري پرڻيو هو ان گهر مان چار پٽ ٿيس: 1- انڙ، 2- چنو، 3- ڦل لاکو ۽ 4- مناهيو.

چنو کي ٽي پٽ هئا: 1- بابڙو، (2) دنڪنا ۽ (3) ڪلة. ڦل لاکي جو پٽ هو ڪلاني، لاکي جي وڏي پٽ انڙ کي هڪڙو پٽ هو لاکو، انهيءَ لاکي جو پٽ سمو

---

1- اهي سماٽ قومون سنڌ کان ٻاهران خاران، جهالاوان، مڪران ٿائين. دشت نديءَ ٿائين پکڙيل آهن. سنڌي قبيلن جو تعداد انڪل ٽي سؤ آهي.

2 - ڪن جو شهر ڪشمور ۽ روجهاڻ جي وچ ۾ آهي.

سمي جا وري ٻہ پٽ هئا: 1ـ ڪاڪو ۽ 2ـ جکريو. ڪاڪي پوٽا مسلمان انهيءَ ڪاڪي جو اولاد آهن ۽ جکرا مسلمان جکريہ جو اولاد آهن. ڪاڪا پنهنجي رياست ڪاڪ جو حاڪم هو. سندس ٻہ پٽ هئا: 1ـ پلي ۽ 2ـ رائدن. پليءَ جي اولاد مان مسرق سمو پنهنجي ڪٽنب جو سردار هو. رائدان کي نَو پٽ هئا: (1) سمو، جنهن جو اولاد سميجا هو (2) نوتيار، جنهن جو اولاد نوت آهن (3) لاڪو جنهن جو اولاد لنجار آهن. سنڌ جو مشهور درويش مخدوم ساهڙ لنجار انهيءَ قوم مان هو. (4) ابڙو، جنهن جو اولاد ڦل ناهيا ۽ ڏاهر ناهيا، (5) ناهيو (6) چنيسر، جو پنهنجي وقت جو مشهور ماڻهو هو (7) مناهيو (8) ڪوريو جنهن جو اولاد ڪوريجا آهن (9) پلي، جو پنهنجي قوم جو سردار هو. پلي بن رائدان کي وري ٻہ پٽ هئا: 1ـ اوڍو، جنهن جو اولاد اوڍيجا، ٻهريا ۽ ڪدريہ پوٽا آهن ۽ 2ـ ساند، جو پنهنجي قوم جو سردار ٿيو هو. ساند پليءَ جا ست پٽ هئا.

1ـ ڪاڪا، جنهن جو اولاد ڪاڪيجا پوٽا آهن، 2ـ جاڙو، جنهن جو اولاد جاڙيجا ۽ جاڙا آهن، 3ـ وارهہ، 4ـ چنيجا، 5ـ هنگورا، جنهن جو اولاد هنگورجا اڍيجا، جڳسي ۽ ڏونرا آهن، 6ـ ديراه، جنهن جو اولاد ڪڇ وارا سما آهن ۽ 7ـ ٻاهوتي. ٻاهوتيءَ کي پنج پٽ هئا: 1ـ هالو جنهن جو اولاد هالا آهن، 2ـ هنگورو، جنهن جو اولاد ڏونرا هنگورا چاره هنگورا ۽ رامديہ آهن، 3ـ ساهڙ، جنهن جو اولاد ساهڙ سما آهن، 4ـ چيلاريا، جنهن جو اولاد نهڙيا آهن ۽ 5ـ ڄام هاپر، ڄام هاپر جا ٻہ پٽ هئا: (1) راموجا ۽ (2) ڄام جوناهہ. ڄام جوناهہ جو پٽ ڪدراهو هو جنهن کي 3 پٽ هئا: (1) ساند، جنهن جو اولاد رهوما، لاڪتيا ۽ جکرا آهن، (2) سومرو ۽ (3) لاک ڄام. لاک ڄام جو پٽ هو ڪاها، جنهن جو پٽ هو لاکو، ڪاهاجي وفات بعد ڪيس پٽ ڄائو هو ان جو نالو بہ ڪاها رکيو هئائون. لاکا کي ٻارهن پٽ هئا.

(1) ڄام جوناهہ، جنهن جو اولاد سنڌ تي حڪمراني ڪندڙ هو جو ساموئي شهر ۾ رهندا هئا، (2) انڙ جو پهرين ماڻهن تي راڄ ڪندو هو ۽ بنان اولاد جي مري ويو (3) پلي، جنهن جو اولاد ڦل سما آهن، (4) ڪاها، جو سودياري سمن جو وڏو بزرگ هو (5) اوٺا، جنهن جو اولاد ساها سما، اوٺا سما ۽ سيڪاٽ سما آهن، (6) جيسر، جنهن جو اولاد پيپريا آهن، (7) منگر، (8) ابڙو جنهن جو اولاد ابڙيجا آهن، (9) هنگورو ڪنور، جو سهيجا قوم جو سردار هو (10) سلطان، جنهن جو اولاد سلطان اوٺا

آهن.(11) رائدان ۽ (12) لاکو. هنگوري ڪنور کي تي پٽ هئا: 1 ـ ڏيسر، 2 ـ مينها ۽ 3 ـ مريديو. ڏيسر کي پنج پٽ هئا: ڪاها، هالار، رڪن، هگورو ۽ جوناهه.

## عربن جي حڪومت جي زماني جون هندو رياستون:

پنيور ـ جتي هن وقت ميرپورساڪرو ۽ گهوڙا ٻاڙي تعلقا آهن، اُتي هڪ قديم رياست هئي، جا محمد بن قاسم کي جزيه ڀري ڏيڍ سان قائم رهندي آئي. اها رياست پنيور هئي، جنهن جو بيان اڳ ڏيئي چڪا آهيون. خليفي هارون الرشيد جي ڏينهن ۾ هجري 171 (787ع) ۾ هي شهر ناس تي ويو. سندس ڦٽل نشانن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هي شهر تمام وڏو ۽ وسندو هو. سنڌو نديءَ جي هڪڙي شاخ تي بندر هو. سنڌي شاعريءَ ۾ هن شهر جو نالو گهٽو ڳائجي ٿو. سسئي هن شهر ۾ نپني هئي. هوءَ نومسلم برهمڻ زادي جي هئي. سسئي پنهونءَ جو قصو جو هن وقت مختلف زبانن ۾ شايع ٿي چڪو آهي، سو سرزمين "جنت السنڌ" جو مشهور قصو آهي.

صفاريہ ۽ مظفريہ ملڪن جي مڪران تي حڪومت ڪرڻ کان پوءِ ڪيچ مڪران تي هوتن جي حڪومت شروع ٿي. هوتن جو وطن يونانين "اورٽي" ڏيڪاريو آهي، جنهن جون حدون حب نديءَ کان شروع ٿي، پرالي نديءَ تائين هيون. جنهن کي هينئر لس ٻيلو سڏين ٿا. هتي جا رهاڪو راجپوت هئا ۽ هنگلاج جي ديويءَ جا پوڄاري هئا. محمد بن هارون جي تبليغ ڪري مسلمان ٿيا هئا. رند بلوچن جو ڏاڏو مير جلال خان حلب کان نڪري عمان کان جهازن ذريعي جمپور ۽ سيستان ۾ وارد ٿيو. پوءِ مڪران پهچي ڪيچ فتح ڪري ان کي پنهنجو تختگاهہ مقرر ڪيائين ۽ هڙو قلعو ڪيچ نديءَ تي تعمير ڪرايائين. جيئن ترڪ قبيلن جي جهنڊن تي مختلف جانورن جون شڪليون نڪتل هيون، تيئن مير جلال خان جي جهنڊي تي چيتي جي تصوير نڪتل هئي، جو مزار سڏبو هو. سندس جهنڊي هينان 44 بلوچن جا بولخ هئا. ڪيچ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ هن بہ شاديون ڪيون: سندس پهرين زال مرزا جهان بيگ مغل جي ڌيءَ هئي، جنهن مان ڪيس تي پٽ رند، لاشار ۽ ڦرائي ۽ هڪڙي

---

1 ـ خبر نہ ٿي پوي تہ "تحفة الڪرام" سنڌ جي سمات قومن جا نالا ڪهڙي ڪتاب تان ورتا. مؤرخ ونسينٽ اي ـ سمٿ هندن جي پراڻن تان، بعض هندن جي خاندانن جي اڻ پوري فهرست پنهنجي "قديم تاريخ هندستان" ۾ ڏني آهي، جي نالا "تحفة الڪرام" جي نالن کان بيءَ طرح آهن. بهرحال "تحفة الڪرام" جيڪي نال اڏنا آهن سي سڀ قبيلا سنڌ ۾ هن وقت بہ موجود آهن.

ڏيءَ جتو هئي، ٻي شادي هوتن مان عجوبه نالي هڪڙيءَ رقاصه سان ڪئي هئائين، جنهن مان ڪيس هڪڙو پٽ هوت ڄائو.[1]

مير جلال خان جي وفات کان پوءِ هوت ڪيچ جو حاڪم ٿيو. ماءُ طرفان راجپوت هو. ان ڪري سندس لقب به 'آري ڄام' هو حڪمراني ڪرڻ کان سواءِ هوت سنڌ، گجرات ۽ دکن تائين قافلن جي ذريعي خشڪ ۽ تر ميون، خوشبودار جڙين ٻوٽين، کجور ۽ گهوڙن جو واپار ڪندا هئا. سندس هڪڙي سردار مير عاليءَ کي، جو هوت جي پيڙهيءَ مان هو، چار پٽ هئا: هوتي، نوتي، چنري ۽ پنو (پنهون).[2] سسئي، جنهن جي برهمڻ پيءُ کي نجومين اڳ ڄڻي ڇڏيو هو ته سندس ڏيءُ جو انگ هڪڙي مسلمان سان لکيل آهي، تنهن ڏيءَ کي هڪڙيءَ صندوق ۾ وجهي درياهه ۾ لوڙهي ڇڏيو هو. اها صندوق ڀنڀور جي هڪڙي مسلمان ڌوٻيءَ کي هٿ لڳي هئي، جو ٻي اولاد هو تنهن سسئيءَ کي ڌيءَ ڪري نپايو.

هڪڙي ڀيري پنهون پنهنجن ڀائرن سان قافلي سميت ڀنڀور واپار سانگي پهتو. سسئيءَ پنهونءَ جي حسن کي ڏسي، مٿس مفتون ٿي، ڪيس ڀائرن سميت پاڻ وٽ مهمان ڪري رکيو. مگر پنهونءَ جي ڀائرن کي اها ڳالهه نه وڻي. هو راتورات ڪيس اُٺ تي چاڙهي ڪيچ ڏانهن راهي ٿيا. صبح جو سسئيءَ مهمانن کي اوطاق ۾ نه ڏسي، ڪيچ جي واٽ ورتي. واٽ تي هڪڙي ايلپنهوار مٿس بدنظر وڌي. سسئيءَ ڌڻيءَ کي ٻاڏايو جنهن تي زمين ڦاٽي پيئي ۽ هوءَ اندر گهڙي ويئي. اهڙيءَ طرح پنهون به سندس ڳولا ڪندي ان هنڌ تي پهتو جت ڌڻيءَ جي حڪم سان وري به زمين ڦاٽي پيئي ۽ عاشق ۽ معشوق هميشه لاءِ پاڻ ۾ وڃي گڏيا.[3]

سڀ کان پهريائين سيد مير معصوم بکريءَ قصي کي پارسيءَ ۾ نظم ڪري مٿس "مثنوي حسن و ناز" نالو رکيو. تنهن کان پوءِ مغل شهنشاهه محمد شاهه جي ڏينهن ۾ ڪنڀاڻ جي قاضي مرتضيٰ سورٺيءَ کي ٻيهر پارسيءَ ۾ نظم ڪري، محمد شاهه جي دربار ۾ پيش ڪيو. سندس ڪتاب ۾ ملتان جي هڪڙي درويش اسماعيل متعلق عجيب و غريب قصو ڏنل آهي ته مٿيون درويش سسئي پنهونءَ

---

1 ـ تاريخ بلوچستان: راءِ بهادر هيتورام سي ـ آءِ ـ اي هيتورام اهو ڪين ڏيکاريو آهي ته جلال خان ڪهڙي زماني ۾ مڪران پهتو. آر هيوز بلر صاحب ڏيکاريو آهي ته هو حجاج بن يوسف جي زماني ۾ آيو هو. ڏسو "مڪران گزيٽيئر".

2 ـ بلوچستان جي گگل جو هندستان سان گهڻو واپار ڪندا هئا. چاڪاڻ ته ان کي هندو مندرن ۾ ٻاريندا هئا. علامه البيروني به گگل جو ذڪر ڏنو آهي.

3 ـ سسئي پنهونءَ جي قبر لسٻيلي ۾ وندر جي ڳوٺ وٽ آهي. هوتن جو ملڪ اورٿي "ڪيمبرج تاريخ هند" جلد ـ 1، نقشي نمبر ـ 9 ۾ وضاحت سان ڏيکاريل آهي.

جي قبر تي پهتو ۽ ٻنهي عاشق ۽ معشوق جو جيئري ديدار ڪيائين. والله اعلم.
مير فتح علي خان ٽالپر ٿيون دفعو قصي کي مولانا جاميءَ جي يوسف زليخا جي طرز تي پارسيءَ ۾ نظم ڪرايو. پنجاب جي شاهه وارث شاهه جو احمد شاهه ابداليءَ جي ڪاهڻ وقت موجود هو تنهن قصي کي پنجابي جامو پهرايو. سنه 1862ع ۾ سنڌ جي نائب ڪمشنر ميجر سر فريڊرڪ گولڊ سمڊ پهريون دفعو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سنه 1882ع ۾ ٻيو دفعو بمبئي سول سروس جي هڪڙي عملدار مسٽر ٽي. هارٽ ڊيوس آن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. بلوچن پيپور جي يادگار لاءِ مري جبلن جي هڪڙي چوٽيءَ تي پنيور نالو رکيو.[2]

الور. غازي محمد بن قاسم، سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ الور کي سنڌ جو تختگاهه مقرر ڪيو. دمشق جا بني اميه گورنر الور ۾ رهندا هئا هشام بن عبدالملڪ جي زماني ۾ جيئن دمشق دربار جي سيني صوبن ۾ بغاوتون ۽ بدامني ڦهلجي ويئي، تيئن سنڌ جي صوبي اندر عرب زميندارن ۽ جاگيردارن ۾ اهڙي خانہ جنگي پيدا ٿي، جو سنڌ جو گورنر تميم گورنريءَ تان هٿ ڪڍي الور مان نڪري هليو ويو ۽ ساڻس گڏ ٻيا به ڪيترائي عرب عملدار ۽ سردار سنڌ ڇڏي هليا ويا. انهي وقت ۾ جيئن ڪي ٻيءَ قومون جي مسلمان هيون، تن جا سردار پنهنجون پنهنجون رياستون ٺاهي ويهي رهيا. تيئن ڪي هندو راجڪمار به پنهنجون پنهنجون رياستون بنائي ويهي رهيا. انهن رياستن ۾ مکيه الور هئي. ٻي حڪومت عربن منصوري کي تختگاهه جوڙيو تڏهن هندن جون ڪي رياستون خراج ۽ ڄڄيه جي عيوض هنن قائم رکيون. جن مان الور جي هندو رياست به هڪ هئي، جا پوءِ سومرن جي حڪومت واري زماني تائين قائم هئي.

"تاريخ طاهري" جو بيان آهي ته "الور ۽ محمد طور جي وچ ۾ جيڪو پرڳڻو هوندو هو، تنهن جو حاڪم راجا دلوراءِ ڏاڍو ظالم ۽ زاني هو. سڀ ڪنهن رات ڪنهن نہ ڪنهن ڪنواريءَ ڇوڪريءَ سان هم بستر ٿيندو هو. تنهن کان سواءِ ڪا به سهڻي زال ڏسندو يا ٻڌندو هو ته زبردستيءَ سان ان کي پنهنجي بستري تي آڻيندو هو. هندستان جي مال جا جهاز جيڪي ديبل ڏانهن ويندا هئا تن جي سوداگرن کان اڌ محصول طور اڳاڙيندو هو. قضا سان هڪڙو سوداگر سيف الملوڪ هندستان کان حج جي ارادي سان مڪي ڏانهن ٿي ويو. ساڻس زال بديع الجمال ڏاڍي خوبصورت هئي، جنهن کي راجا جا عملدار

1 - Journal of Sind Historical Society, Vol. 1: Studies in Indo-Muslim History, PP. 2-3 January, 1941, Karachi.
2 - L. Dames: Popular Poetry of the Balochs, Leila-Majnu.

حيلن سان راجا وٽ پهچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. سيف الملوڪ ٽن ڏينهن تائين مهلت گهري. ان عرصي ۾ هن رات جو ڪاريگرن کان مهراڻ کي پٿرن جو بند ڏياريو جنهن ڪري درياءَ هاٽوڪي بکر، سيوهڻ ۾ لڪي جو رخ اختيار ڪيو ۽ الور ويران ٿي ويو."[1]

ان ۾ شڪ ناهي ته هاڪڙو سنڌو نديءَ جي هڪڙي شاخ هو جنهن تي الور، امرڪوٽ ۽ پارينگر بندر هئا. مگر هاڪڙو ايرانين يا يونانين جي ڪاهه کان گهٽو اڳ مٽجي چڪو هو: مثال لاءِ جيڪڏهن مهراڻ جي هاٽوڪي بکر، سيوهڻ، پٽالا (نيرن ڪوٽ) واري وهڪ نه هجي ها ته سڪندر مقدوني يا ان کان اڳ دارا اعظم جا جهاز سيوهڻ يا پٽالا بدران الور کان پارينگر وڃن ها ۽ اهڙيءَ طرح بکر جو قلعو به عباسي دؤر ۾ جڙي نه سگهي ها. بيو ته ديبل جو بندر سنڌونديءَ جي ڏکڻ الهندي ڊيلٽا واري ڪناري تي واقع هو ۽ هاڪڙو ڏکڻ اوير ۾ ڪڇ جي رڻ ۾ چوڙ ڪندو هو. هت اهو به ياد رکڻ کپي ته دارا ۽ سڪندر سنڌو نديءَ جي قديم وهڪري جي تحقيقات ڪرڻ لاءِ جاچ ڪميٽيون مقرر ڪيون هيون. خاص ڪري يوناني ماهرن هاڪڙي جو قديم پيٽ ڳولي لڌو هو جنهن تي انهن هڪ هزار ڦتل ڳوٺن ۽ شهرن جا ويران نشان ڏٺا هئا، جي ڪو وقت وسندڙ شهر هئا.[2] ان ڪري ان ۾ شڪ ناهي ته الور زلزلي ڪري ويران ٿي ويو هوندو. باقي جو "طاهريءَ" جو بيان آهي ته سنڌو نديءَ رخ بدلايو سو قابل اعتبار ناهي. ريورٽيءَ جي بيان موجب، سنڌو نديءَ سنه 335هه (941ع) ڏاري بکر ڏانهن رخ بدليو هو: يعني سلطان سبڪتگين کان 31 ورهين اڳ اهو واقعو ٿي گذريو! وري "سنڌ گزيٽيئر" ۾ دلوراءِ جو زمانو سنه 1221ع ڏنل آهي، يعني سلطان التمش جو زمانو![3] هوڏانهن "لب تاريخ" جو صاحب بکر جي قلعي جي تعمير جو زمانو سنه 334هه ڏيکاري ٿو![4] جي-ايبٽ وري مهراڻ جي رخ بدلائڻ جو زمانو 492هه ڏيکاري ٿو.[5]

---

1 -Elliot. H. History of India, Vol. I.

2 - V.A. Smith: History of Anicent India, 1914, Oxford.

تحفة الڪرام: جلد_3، ص_44.

The Cambridge History of India, Vol-I, CHP-XVI, P-403.

3 - E.H. Aitken. Gazetteer of the Sindh Province, P-96..

4_ لب تاريخ: خان بهادر خداداد خان، ص_27، رياض الهند پريس، امرتسر، 1901ع

5 _ J. Abbot, Sindh, Are-interpretation of the Unhappy Valley, "The Alore Bund", PP. 75-76

مهراڻ جهڙي درياءَ کي ٽن ڏينهن ۾ بند ٻڌڻ بہ غير ممڪن آهي، جڏهن اسين ڏسون ٿا تہ موجوده مشينن جي زماني ۾ بئراج جهڙيون پليون تعمير ۾ ڏهہ ڏهہ سال وٺن ٿيون. اسان جي خيال ۾ خود زلزلي سبب بہ صفا برباد ڪين ٿي ويو هو. "آئين اڪبري" جي بيان موجب، اڪبري دور ۾ الور بکر جي ماتحت هڪڙي محال هئي، جنهن ۾ ماتيلو بکر ۽ سکر شامل هئا. هن محال مان غليہ شهنشاهت کي ساليانو 1132150 دام بہ سؤ سوار ۽ پنج سؤ پيادا بطور خراج ملندا هئا. محققن جو فيصلو آهي تہ "طاهري" جا بيان افسانا ۽ آکاڻيون آهن. جيڪڏهن مٿيون واقعو سومرن جي زماني ۾ ٿي گذريو تہ ضرور اهڙي انقلاب جو شيخ ابن بطوطہ پنهنجي "سفرنامي" ۾ ذڪر ڏي ها. شيخ موصوف سومرن جي آخري دؤر ۾ سنڌ ۾ وار دٿيو هو. جڏهن ديبل بلڪل ويران هو ۽ ان جي بدران لاهري سنڌ جو بندر هو.[1]

"طاهري" جو صاحب جنهن بديع الجمال جي حسن جي تعريف ڪري ٿو سا لس ٻيلي جي حڪمران شهزادي هئي. سندس تختگاهہ شهر، روغان، لس ٻيلي کان نَوَ ميل اتر طرف، پورالي نديءَ تي هڪڙي ٽڪريءَ تي هو جا پنجاهہ فٽ بلند هئي. مٿئين شهر جي آثارن جو چارلس ماسن، بلوچستان جي سياحت ڪرڻ وقت، معائنو ڪيو هو. هن اتڪل 15 سؤ عمارتن جا نشان ۽ هڪڙي جامع مسجد جا آثارن تي ڏٺا هئا. لس ٻيلي جي رهاڪن جي روايتن موجب، سيف الملوڪ عرب جو سوداگر هو نہ ڪہ هندستان جو. جيئن "تاريخ طاهري" وارو بيان ڪري ٿو. مٿيون بيان مسٽر اي- ڊبليو- هيوز ميمبر رايل جاگرافيڪل سوسائٽي، لنڊن، پنهنجي "تاريخ بلوچستان"، (باب لس ٻيلي جا قديم آثار) ۾ ڏنو آهي.[2]

"تاريخ طاهري" جي بيان موجب دلو راءِ جو ننڍو ڀاءُ ڇتو امراني ننڍي هوندي کان اسلام ڏانهن مائل هو ۽ هن قرآن شريف بہ پڙهيو هو. آخر حج جي زيارت ڪرڻ جي ارادي سان مڪي ويو جتي فاطمہ نالي هڪ نيڪ بخت ڇوڪريءَ سان شادي ڪري، سنڌ ڏانهن موٽي آيو. سندس فاطمہ سان شادي ڪرڻ جو واقعو بہ عجيب ۽ غريب پيرابي ۾ افساني وانگر ڏنل آهي. حج تان موٽڻ کان پوءِ هو برهمڻ آباد ۾ رهڻ لڳو جت الور جي بربادي کان پوءِ دلوراءِ رهندو هو. هت وري دلوراءِ سندس زال تي بدنظر رکڻ لڳو جنهن ڪري ڇتو

---

1_ عجائب الاسفار: جلد_2، ذڪر ديبل

2 -A.W. Hughes, Baluchistan, Lasbella- "Runis & Antiquities" P-147.

امراني پنهنجي زال سميت سيوهڻ ۾ رهڻ لڳو. سندس برهمڻ آباد کان نڪرڻ کان پوءِ هي شهر به زلزلي ڪري ناس ٿي ويو. چڻي امراني (همراني) جي تربت سيوهڻ ۾ زيارتگاهه آهي.[1] شاهجهان جي نواب، دينڌار خان، قبر جي عمارت جوڙائي. جنهن تي سال 1042هه لکيل آهي.[2]

**دريلو:** هن رياست جو حاڪم راڻو پونئر سهتو راٺوڙ هو. ديرو سندس گاديءَ جو هنڌ هو.

**روپاهه:** هن رياست جو حاڪم راڻو سينهڙو ولد ڏماچ ڪريجو سمو هو. سندس گاديءَ جو هنڌ ٺانگ هو.

**ماڻڪ تارو:** هن رياست جو حاڪم جيسر ولد ججا ماڇي سولنڪي هو.

**سوي:** هن رياست جو حاڪم وخيه ولد بنهون چنو هو.

**پاڳناڙي:** هن رياست جو حاڪم چنون ولد ڏيٿو هو.

**همه ڪوٽ:** هن رياست جو حاڪم جيو ولد درباهه هو. سندس گاديءَ جو هنڌ جهم هو.

**برهمڻ آباد:** هن رياست جو حاڪم جسوڻ ٽڳرو هو.

مٿيون رياستون ناصرالدين قباچه جي زماني تائين قائم هيون. (ڏسو "تحفة الڪرام"، جلد 3)

## آل شنسب جو سنڌ تي قبضو

افغانن ۾ به قومون مشهور آهن.[1] قيس جي بن عيص (عبدالرشيد) جو اولاد آهن.[3] ۽ شنسبي جي شنسب بن حريق (بلاغر جي رئيس) جو اولاد آهن.[4] لوڌي ۽ سور قبيلا به پوئين قوم سان ڳنڍيل آهن. شنسب مان محمد بن سوري شنسبي بنو اميه وارن جي خلاف عباسين جي مدد ڪندي ابو مسلم خراساني

---

1 ـ تحفة الڪرام: جلد ـ 3 ص ـ 45.

[illegible] H. Antiquities of Sindh. PP 80 81 (1929)

سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي روايت. چارلس ماسن نومڙين کان معلوم ڪئي هئي [illegible] عرب جو سوداگر هو شاعر لطيف عليءَ سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جي قصي تي سرائيتي [illegible] ڪيو آهي جنهن ۾ سيف الملوڪ مصر جو شهزادو ڪيو اٿس.

3 ـ عبدالرشيد آنحضرت ﷺ جن جي زماني ۾ مدينه منوره ويجي مسلمان ٿيو هو. [illegible] کان پوءِ سندس قبيلي وارا مسلمان ٿيا هئا. آنحضرت ﷺ جن کيس امير جو خطاب [illegible] جنگ خيبر وقت هو حضور ﷺ جن سان هم رڪاب هيو هو. تاريخ افغانستان [illegible] افغاني ص ـ 23، مترجم مولوي محمود علي لاهور.

4 ـ شنسب بن حريق خلافت حيدريءَ جي زماني ۾ اسلام قبول ڪيو هو.

جو طرف ورتو هو. عباسين هن خاندان کي بلادغور جي حڪومت سپرد ڪئي هئي. وري جڏهن فاطمين، عباسين خلاف سازشون شروع ڪيون، تڏهن غوري فاطمين جي خفيہ سازش ۾ شريڪ ٿيا. قرامطين جڏهن خراسان ۽ افغانستان ۾ پنهنجي تحريڪ شروع ڪئي هئي، تڏهن محمد بن سوريءَ سلطان محمود خلاف بغاوت ڪڙي ڪئي هئي، مگر هڪڙيءَ جنگ ۾ مارجي ويو

سلطان محمود سندس پٽ ابو عليءَ کي غور جو حاڪم مقرر ڪيو. ڪانئس پوءِ جيڪي بہ غور جا حاڪم مقرر ٿيا. سي قرامطہ جا پوئلڳ هئا. سلطان فرخ زاد بن مسعود جي زماني ۾ مصر جي عبيدي فرمانروا. مستنصر بالله. پنهنجي خاص مريد. حڪيم ناصر خسرو علويءَ کي جو اسماعيلي هو غزنوي. سلجوقي ۽ عباسي حڪومتن خلاف اسماعيليت جي تبليغ ۽ اشاعت ڪرڻ لاءِ مصر کان گجرات. ملتان ۽ لاهور ڏانهن دائي ڪري مڪو هو. حڪيم موصوف سنہ 444هہ کان سنہ 481هہ تائين افغانستان ۽ خراسان ۾ اسماعيلي مزهب ۽ عبيدي سلطنت جي خدمت ڪرڻ لڳو. ڪڏهن پاڻ کي صوفي باصفا. ڪڏهن شاعر ۽ ڪڏهن عالم ڪوٺائڻ لڳو.[1]

غزنوي سلطنت سلطان ابراهيم غزنويءَ جي وفات کان پوءِ ڪمزور ٿيڻ لڳي. غور جي حاڪم عزالدين حسين، سلطان سنجر سلجوقيءَ سان نيازمندانہ مراسم پيدا ڪري، غزنوي اطاعت کان آزادي حاصل ڪئي. کيس ست پٽ هئا: فخر الدين مسعود، قطب الدين محمد. سيف الدين سوري، بهاءُ الدين سام، علاءُ الدين حسين، شهاب الدين محمد ۽ شجاع الدين علي. عزالدين کان پوءِ سنہ 543هہ (1148ع) ۾ سيف الدين سوري غور جي گاديءَ تي وينو.

## شاهان آل شنسب جي فهرست:

(1) قطب الدين.
(2) سيف الدين سوري 543هہ (1148ع).
(3) علاءَ الدين حسين (جهان سوز) 544هہ (1149ع).

---

1_ ابو المعين ناصر ابن خسرو ابن هارث ابن علي ابن حسين ابن علي ابن موسيٰ الرضا. سنہ 394هہ ۾ جائو. قرآن جو حافظ. علم لغت. صرف ۽ نحو عروض ۽ قافيہ جو ماهر هو ازان سواءِ رمل. نجوم. هيئت ۽ اقليداس ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٽيهن ورهين تائين اسلامي دنيا جي سياحت ڪرڻ لڳو ڪجهہ وقت مصر ۾ وزير بہ رهيو. هن 15 ورهين فن تفسير ۽ علم تاريخ ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي. سنہ 481هہ ۾ وفات ڪيائين ۽ بدخشان ۾ سپرد خاڪ ٿيو سندس ٽي ڪتاب مشهور آهن: (1) ڪنز الحقائق. (2) روشنائي نامہ (پهريون نثر ٻيون نظم ۾ آهي. ۽ (3) ڪتاب "سفرنامہ" شام. فلسطين ۽ عربستان متعلق آهي. جو ڪوهہ پريس برلن مان سنہ 1341هہ (1923ع) ۾ شايع ٿيو.

(4) سيف الدين محمد 556هہ (1161ع).
(5) غياث الدين ابن سام 558هہ (1163ع).
(6) معزالدين محمد غوري 569هہ (1174ع) ۽
(7) پويان 599هہ کان 602هہ (1201ع کان 1206ع) تائين[1]

## سيف الدين سوري:

سيف الدين، بهرام شاهہ غزنويءَ کي شڪست ڏيئي، پنجاب ڏانهن ڀڄائي ڪڍيو ۽ پاڻ کي سلطان جي لقب سان سڏائڻ لڳو، مگر تورن ڏينهن بعد، بهرام شاهہ هندن جي لشڪر جي مدد سان سيف الدين سوريءَ ۽ سندس وزير مجدالدين موسويءَ کي مارائي ڇڏيو.

## علاءُ الدين جهان سوز:

سنہ 544هہ (1149ع) ڌاري علاءُ الدين "جهانسوز" غور جي گاديءَ تي وينو. هن بهرام شاهہ کي سندس هندن جي لشڪر سميت شڪست ڏيئي، عروس البلاد (غزنيءَ) کي باهہ ڏيئي ساڙائي ڇڏيو. سلطان محمود، سلطان مسعود ۽ سلطان ابراهيم جي قبر کان سواءِ، باقي سيني غزنوي سلاطين جي قبرن کي ڊهرائي، سندس هڏيون بہ ساڙائي ڇڏيائين. انهيءَ حرڪت ڪري مٿس "جهانسوز" لقب پيو. هن بلاد غور جي شهرن مان فيروز ڪوهہ کي تختگاهہ مقرر ڪيو. آخر سلطان سنجر هٿان قيد ٿي خراسان ويو.

"جهانسوز" جي قيد ٿي وڃڻ کان پوءِ، غوري اميرن سندس ڀائٽيي ناصرالدين حسين ابن شجاع الدين کي تخت تي ويهاريو. سٽت ترڪان غز، خراسان تي حملو ڪيو، جنهن ڪري سلطان علاءُ الدين کي سنجر آزاد ڪري، بلادغور جي حڪومت موٽائي ڏني. غوري اميرن سندس خوف کان ناصرالدين کي قتل ڪري ڇڏيو. مٿئين زماني ۾ حسن بن صباح جي جانشين محمد بناڪيا بزرگ اميد علاءُ الدين ڏانهن پنهنجو ايلچي مڪو. جنهن صورت ۾ سلطان سنجر سلجوقي، ترڪان غز هٿان گرفتار ٿي ويو هو ۽ ترڪن کي اسلام سان ڪو واسطو نہ هو. اهڙي ماحول ۾ علاءُ الدين "جهانسوز" بہ قلعہ الموت جي فدائي عقيدن کي قبول ڪري، سندن نقيبن کي پنهنجي سلطنت اندر تبليغ ڪرڻ جي ڇوٽ اختياري ڏيئي ڇڏي.

1 - Stanely Lane- Poole: Mediaeval Inda. Mohamdad dynastives, PP. 245 246.

## سيف الدين محمد:

سنہ 556ھ (1161ع) ۾ علاءُ الدين "جهانسوز" جي مرڻ کان پوءِ سندس پٽ سيف الدين محمد تخت تي ويٺو. هن باخدا بادشاهہ قلعہ الموت جي ملحدن کي فيروز ڪوهہ ۾ گهرائي قتل ڪرائي ڇڏيو پر سندس سپہ سالار ابوالعباس شيش، جو اندروني فدائي هو، تنهن بادشاهہ کي ترڪان عز سان وڙهڻ وقت نيزو هڻي شهيد ڪري ڇڏيو.

## غياث الدين:

سنہ 558ھ (1163ع) غياث الدين ابن سام تخت تي ويٺو. شهاب الدين محمد، جو ان وقت باميان ۾ هو، سو ڀاءُ کي غور جي تخت تي ڏسي، موٽي فيروز ڪوهہ آيو. غياث الدين فدائين جو دشمن هو. ٻنهي ڀائرن ابوالعباس کي گهرائي ڪلئيءَ دربار ۾ ڪيس قتل ڪرايو. غياث الدين پنهنجي ڀاءُ کي تگبين آباد ۽ گرم سيل جي رياست سپرد ڪئي. سنہ 569ھ (1174ع) ۾ ٻنهي ڀائرن گڏجي ترڪان عز کي شڪست ڏيئي غزنيءَ تي قبضو ڪيو. مٿين فتوحات کان پوءِ غياث الدين پنهنجي ڀاءُ کي "معزالدين" جو لقب ڏيئي، غزنيءَ جي حڪومت حوالي ڪئي. سلطان غياث الدين ملحدن جي خاتمي ڪرڻ کان سواءِ، سلجوقين کان هرات ۽ بلخ بہ فتح ڪيا. ابتدا ۾ اهل سنت جو پائبند هو مگر پوين ڏينهن ۾ شافعي مذهب جي پيروي ڪرڻ لڳو هو. سنہ 569ھ ۾ وفات ڪري ويو. ڪانئس پوءِ شهاب الدين گاديءَ تي ويٺو.[1]

## سنڌ تي سلطان شهاب الدين جو قبضو:

سنہ 532ھ (1137ع) ۾ سلطان شهاب الدين غور ۾ ڄائو هو ۽ وڏي هوندي پنهنجي ڀاءُ سلطان غياث الدين محمد سان سلطنت جي ڪاروبار ۾ شريڪ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ٻئي ڀائر ملحدن جي خلاف هئا. انهن ڏينهن ۾ اسماعيلين ۽ سومرن سنڌ ۽ ملتان تي اسماعيلي حڪومت ڀيهر کڙي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. سلطان شهاب الدين هندستان تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ جهنڊو بلند ڪيو. سيد مير جلال الدين ڪرمانيءَ جي دعوت تي افغانن ۽ بلوچن، ڪاهہ جي فوجن ۾ حصو ورتو. سنہ 571ھ (1175ع) ۾ سلطان موصوف دري بولان کان ٻهريان اُچ جي مضبوط قلعي تي ڪاهہ ڪئي. هتي جي هندو راجا قلعي مان مقابلو ڪيو مگر سندس راڻيءَ خفيہ طور سلطان کان امن گهري قلعي جا در پٽيا. راجا مارجي ويو ۽ اسلامي لشڪر اُچ تي قبضو ڪيو. اُچ ملتان تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ سلطان ريگستان

---

1_ سموري بيان لاءِ ڏسو طبقات ناصري: قاضي منهاج الدين السراج جورجاني، ڪلڪتو، 1844ع.

جي رستي کان گجرات تي ڪاهہ ڪئي، مگر اتي جي راجا ڀيم ديو ثاني ۽ مولراج. کان شڪست کائي موٽيو. سنڌ تي پنهنجي ٻاران علي ڪارماخ کي نائب مقرر ڪري غزنيءَ ڏانهن موٽيو. سلطان شهاب الدين ڪشمير جي راجائن جي مدد سان سنہ 572هہ (1186ع) ۾ غزنوي خاندان جي پوئين فرمانروا خسرو ملڪ بن خسرو شاهہ کان لاهور فتح ڪري خسرو ملڪ کي قيد ڪري غزنيءَ ڏانهن وٺي ويو. جتي خسرو ملڪ وفات ڪئي. سلطان شهاب الدين لاهور جي حڪومت بہ سنڌ جي واليءَ علي ڪرماخ جي حوالي ڪئي.[1]

دهلي ۽ اجمير جي راجا پرٿوي راءِ جي اشاري تي راجپوتن سنہ 576هہ (1190ع) ۾ ٻٽنڊا تي ڪاهہ ڪئي، مگر سلطان شهاب الدين ٻٽنڊا تي قبضو ڪيو. سندس ارادو غزنيءَ وڃڻ ڏانهن هو مگر پرٿوي راءِ ٻہ لک فوج ۽ ٽن هزارن هاٿين سان ٿاني سور جي ويجهو ترائن جي ڳوٺ وٽ، سلطان سان مقابلو ڪيو. هن جنگ ۾ سلطان شهاب الدين ۽ سندس سپہ سالار ضياءُ الدين تولڪي شڪست کاڌي. مگر پوءِ سنہ 588هہ (1193ع) ۾ سلطان جرار لشڪر سان پرٿوي راءِ جو مقابلو ڪيو. سندس لشڪر ۾ 12 هزار بلوچ هئا. سرسوتي نديءَ جي ڪپ تي جنگ لڳي. جنهن ۾ پرٿوي راءِ پنهنجي ڀاءُ ڪانديراءِ سميت مارجي ويو ۽ اهڙيءَ ريت دهلي ۽ اجمير تي غورين جو قبضو ٿيو.[2]

سنہ 1200ع ۾ بلوچن ٻيو گهمرو جيسلمير تي ڪاهي، ڪاڏل جي شهر کي لٽيو. هن دفعي سالاباهن جي پٽ راوڻ ڪيولن ستن هزارن راجپوتن سان مقابلو ڪيو. بلوچن هن گهمري شڪست کاڌي ۽ سندن سردار خضر سان شهيد ٿيو.[3]

عام تاريخن ۾ لکيل آهي تہ سلطان شهاب الدين کي هڪڙي ڳکڙ شهيد ڪيو. مگر حقيقت هن ريت آهي تہ سلطان کي جهلم نديءَ جي ڪپ تي سنہ 602هہ (1206ع) ۾ هڪڙيءَ رات جو هڪڙي فدائيءَ تنبوءَ ۾ گهڙي شهيد ڪيو. اميرن، لشڪر جي پيش امام فخرالدين رازيءَ کي شڪ ۾ گرفتار ڪيو پر پوءِ ثبوت نہ ملڻ ڪري امام صاحب کي آزاد ڪيو ويو. ڳکڙ اتر اولهندي پنجاب ۾ هڪ ڏاڙيل قوم هئي، منجهن دختر ڪشي ۽ ٻيون خراب رسمون جاري هيون. سلطان شهاب الدين جي زماني ۾ هنن اسلام قبول ڪيو جنهن جي عيوض سلطان موصوف کين مٿيون علائقو سپرد ڪيو هو.

---

1 _ ابن اثير: جلد11، ص_173. فرشتہ: جلد_1، ص_ 56/57

2 -Stanely lane Poole: Mediaeval India Mohamed of Ghore, P. 49.

3 - J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II, P. 238.

## سنڌ تي غلام سلاطين جي حڪومت:

دهليءَ تي سن 602هه (1206ع) کان سن 686هه (1287ع) تائين جملي ڏهن غلام فرمانروائن 35 ورهين تائين حڪومت ڪئي. سلطان شهاب الدين کي ٻٽ ڪونه هو تنهن ڪري پنهنجي جيئري سلطنت پنهنجن ٽن ترڪ غلامن ۾ ورهائي ويو منجهانئن تاج الدين يلدوز کي غزني، قطب الدين ايبڪ کي لاهور ۽ دهلي ۽ ناصر الدين قباچه کي سنڌ ۽ ملتان ڏيئي ويو هو. شهاب الدين کان پوءِ سندس ڀائٽيو محمود، فيروز ڪوهه جي تخت تي ويٺو جنهن قطب الدين کي خلعت رواني ڪري "سلطان" جو لقب ڏنو.

### غلام بادشاهن جو شجرو:




## ناصرالدين قباچه جي سنڌ تي حڪومت:

قطب الدين تاج الدين يلدوز جي ڌيءُ سان شادي ڪئي هئي. قطب الدين جي ... سان ناصر الدين قباچه شادي ڪئي هئي. ناصرالدين قباچه قراخطائي ترڪي نسل مان هو. هن اُچ کي پنهنجو تختگاهه مقرر ڪيو جت ... شريف ادريسيءَ سن 1130ع ۾ جڏهن ملتان کي ڏٺو هو ...

---

... سڪندره اُچ. جنرل ڪننگهام جي بيان موجب سڪندر مقدونيءَ يادگار طور تعمير ... هو جي شهر ملتان کان ... تي رياست بهاولپور ۾ پنج ند درياهه تي واقع هو ... پنجاب جون نديون مهراڻ سان اُچ وٽ گڏيون هيون، مگر هينئر پنجاب جون نديون ...

وقت راوي ندي شهر هينان وهندي هئي. سنہ 606ھ (1210ع) ۾ قطب الدين ايبڪ وفات ڪئي. سندس پٽ آرام شاھ لاهور جي تخت تي وينو مگر هڪ سال کان پوءِ تخت تان لاٿو ويو. التمش، جو ان وقت بياڻہ جو حاڪم هو سنہ 607ھ (1210ع) ۾ اميرن جي اتفاق راءِ سان دهليءَ جي تخت تي وينو.

سنہ 612ھ (1218ع) ۾ تاج الدين يلدوز پنجاب تي ڪاھ ڪئي، مگر التمش کان شڪست کائي گرفتار ٿي ويو. سنہ 614ھ (1217ع) ۾ ناصرالدين قباچہ پنجاب تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو. التمش جي وزير نظام الملڪ بن ابو سعيد جنيديءَ اُچ تي ڪاھ ڪئي، ناصرالدين گجرات ڏانهن ڀڄي ويو پر ٿورن ڏينهن کان پوءِ ديبل جي رستي کان سيوهڻ جي قلعي تي قبض: ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. سنہ 625ھ (1228ع) ۾ التمش بنگال جي باغين کي دٻائڻ کان پوءِ ڪامياب ٿي اُچ جي قلعي تي قبضو ڪيو. التمش جي اچڻ جو ٻڌي، ناصرالدين بکر جي قلعي ۾ وڃي لڪو. وري جڏهن دهليءَ جي لشڪر بکر تي ڪاھ ڪئي، تڏهن ناصرالدين خزاني جون ٻيڙيون ٻرائي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي، پر خزانن سميت درياءَ ۾ ٻڏي مئو. هن سنہ 602ھ کان سنہ 625ھ تائين، جملي 23 ورهيہ سنڌ تي هن حڪومت ڪئي. ڪيچ مڪران بہ سندس ماتحت هو.

## بکر جو قلعو:

بکر جي قلعي جو ڪڏهن بنياد پيو ان باري ۾ صاحب 'لب تاريخ' جو بيان آهي تہ سنہ 333ھ ۾ عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ مهراڻ جي ٻن شاخن جي وچ ۾ تعمير ٿيو.[1] "تحفة الڪرام" ۾ سندس اڳوٽو نالو "فرستہ" ڏنل آهي. هندو راڄ جي زماني ۾ سندس نالو نشان ڪونہ هو. الور جي ويرانيءَ کان پوءِ اتي جا رهاڪو لڏيندا بکر ۽ سندس پسگردائيءَ ۾ وڃي رهڻ لڳا. چون ٿا تہ سيد محمد مڪي رحہ جڏهن صبح جو هن ٻيٽ ۾ داخل ٿيو تڏهن فرمايائين:

"جعل الله بکر تي في بقعة المبارکة" "يعني تہ الله تعاليٰ منهنجو صبح برڪت واري هنڌ تي ڪيو." مٿئين بيان موجب بکر الور جي ويرانيءَ کان اڳ

---

ميل مٿيرو منڻ ڪوٽ وٽ سنڌوءَ سان گڏجن ٿيون. ناصر الدين قباچہ جي ڏينهن ۾ اچ سنڌ جو تختگاھ هو هتي جلال بخاري ۽ مخدوم جهانيان جا مقبرا آهن. ابن بطوطا جڏهن شهر ڏٺو هو تڏهن منجهس عمديون بازاريون ۽ پختيون عمارتون هيون. هتي جو حاڪم سيد جلال الدين علوي هو جنهن ابن بطوطا کي خرقو عنايت ڪيو هو. ڏسو سفرنامو: ابن بطوطا، ص_21.

1_ تحفة الڪرام: جلد _3، ص _124، لب تاريخ: ص 27، فارسيءَ ۾ نسخو امرتسر، 1901ع.

آباد ٿيو ۽ مٿس هجري ستين صديءَ ۾ بڪر نالو پيو. هجري اٺين صديءَ ڌاري ابن بطوطہ لکي ٿو تہ شهر جي وچ ۾ هڪڙي خانقاهہ آهي، جت غريبن کي کاڌو ملي ٿو. هت سندس ملاقات قاضي ابو حنيفہ، شمس الدين محمد شيرازي ۽ شيخ شمس الدين سان ٿي، جن مان پوئين بزرگ جي عمر هڪ سؤ ويهہ ورهيہ هئي.[1]

## اُچ جي علمي محفل:

ناصرالدين قباچہ سنڌ تي فقط 23 ورهيہ حڪومت ڪئي. مگر مٿئين مختصر عرصي ۾ سنڌ جي علمي محفل گهڻي رونق ورتي، ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ ڀِڪڙن جي ظلم ڪري ۽ مغلن جي ڪاهُن جي ڪري اتر پنجاب وارو رستو بند هو ۽ ترڪستان، افغانستان ۽ خراسان کان اچڻ لاءِ فقط ملتان جو رستو کليل هو. جيڪي بہ بزرگ ان زماني ۾ سنڌ ۽ هندستان ۾ وارد ٿيا، تن کي سنڌ جي درالخلافہ اُچ ۾ ضرور اچڻو ٿي پيو. ڪيترا بلند پايہ بزرگ سادات مختلف ارادن سان عراق کان نڪري هندستان ۾ وارد ٿيا هئا. ملتان ۽ اُچ سنڌ جا بہ شهر رستي تي هئا. اهڙيءَ طرح اچ جو شهر انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي هڪ علمي مرڪز بنجي پيو هو ۽ جيڪي جيڪي عالم ۽ فاضل شهر جي علمي محفل جي رونق هئا. تن جو مختصر احوال هيٺ درج آهي:

1_ مولانا قطب الدين ڪاشاني وقت جو جديد عالم هو. مولانا لاءِ ناصرالدين قباچہ ملتان ۾ هڪڙو مدرسو تعمير ڪرايو هو.

2_ ناصرالدين قباچہ جي ڏينهن ۾ علي بن حامد ابن ابوبڪر ڪوفيءَ کي الور ۽ بکر جي هڪ ڏتڙيل عرب خاندان جي بزرگن مان قاضي اسماعيل بن علي بن محمد طائيءَ وٽان سنڌ جي عربي ۾ لکيل تاريخ ”منهاج المسالڪ“ (تاريخ السند و هند) هٿ لڳي. قاضي صاحب الور جي قاضي موسيٰ بن يعقوب جو پڙ پوٽو هو. قاضي موسيٰ بن يعقوب، غازي محمد بن قسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو هو. فتح الور کان پوءِ هن کي اتي جو قاضي مقرر ڪيو ويو هو. سندس پونئير پشت بہ پشت الور ۽ بکر مٿان قاضي هئا.

---

1_ ’سفرنامہ ابن بطوطا‘: جلد_2، ص_ 19_20. ابن بطوطا جن بزرگن سان ملاقات ڪئي تن جو مفصل احوال موقعي سر ڏبو.

نوٽ: چون ٿا تہ شيخ الشيوخ حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رحہ التمش کي ناصرالدين جي بد ارادن کان واقف ڪيو هو. ناصرالدين جي ٻڏي وڃڻ کان پوءِ ملڪ سنان الدين حبشي ديبل جي واليءَ التمش جي آڻ مڃي.

مٿينءَ تاريخ. علي بن حامد ڪوفيءَ. سنہ 613هہ (1216ع) ۾ اُچ ۾ ويهي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪئي ۽ مٿس "چچ نامو" نالو رکيائين. هيءَ سنڌ جي پهرين تاريخ آهي. جا قباچہ جي زماني ۾ پارسيءَ ۾ ترجمو ٿي. "چچ نامہ" ۾ "تاريخي حقائق" بدران روايتون ڏنل آهن ۽ بعض بيان افسانن وانگر تاريخي اٿس. بهرحال سنڌ جي هيءَ پهرين اسلامي تاريخ آهي. جنهن مان سنڌ ۾ عربي فتوحات جي خبر پئجي سگهي ٿي.

3ـ قاضي منهاج الدين السراج جا وڏا سلطان ابراهيم بن مسعود جي زماني ۾ جرجانيءَ کان غزنيءَ پهتا. قاضي صاحب جي ڏاڏي ابراهيم بن عبدالخالق جرجانيءَ. سلطان ابراهيم جي ڌيءَ سان شادي ڪئي.[1] غزنيءَ جي تباهيءَ کان پوءِ قاضي منهاج الدين اُچ جي دربار ۾ پهتو. سندس مشهور تاريخ "طبقات ناصري" آهي. جا سنہ 1844ع ۾ ڪلڪتي مان شايع ٿي ۽ ريورٽي صاحب ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اُچ جي محفل لٽڻ کان پوءِ قاضي موصوف التمش جي دربار کي دهليءَ ۾ رونق ڏني.

4ـ سيد سديدالدين عوفي اصل بخارا کان اُچ پهتو. هن سنڌ ۽ گجرات تائين سياحت ڪئي هئي. سندس تصنيفات مان تذڪرو "لباب الالباب" پارسي شاعريءَ جو بي نظير تذڪرو آهي. جنهن مان غزنوي سلاطين جي دؤر جي شاعرن جي خبر پئجي سگهي ٿي. مٿيون تذڪرو بن جلدن ۾ سنہ 1900ع ۾ ليڊن مان شايع ٿيو. نورالدين محمد عوفيءَ جو ٻيو ڪتاب "جامع الحڪايات" آهي. جنهن مان ايليٽ جهڙا مؤرخ روشني وٺن ٿا. مٿيون ڪتاب مصنف 1211ع ۾ قباچہ جي دربار ۾ تصنيف ڪري. قباچہ جي نالي کي زندهہ جاويد ڪري ڇڏيو "جامع الحڪايات" جو قلمي نسخو دارالمصنفين اعظم ڳڙه ۾ موجود آهي.[2]

5ـ عين الملڪ اشعريءَ ناصرالدين قباچہ جو وزير. شعر ۽ ادب جو مربي هو سندس معارف نوازيءَ ڪري اُچ جي دربار ۾ علمائن جو ميڙ رهيو.

6ـ ناصرالدين قباچہ جي ڏينهن ۾ امير ڪبير سيد قطب الدين المدني. حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جو پاٽيجو جهاد جي اراديِ سان سنڌ پهتو جتان دهليءَ ويو ۽ اتي سلطان قطب الدين ايبڪ "لک بخش" سندس مريد ٿيو. امير ڪبير اوڌ ۾ ڪڙهہ مانڪ پور فتح ڪيو جت 528هہ (1168ع) ۾ وفات ڪيائين.

---

1ـ "طبقات ناصري": ص ـ 21.

2ـ اُچ جي محفل لٽڻ کان پوءِ نورالدين محمد عوفي التمش جي دربار دهليءَ ڏانهن هليو ويو.

7ـ سيد حامد السندي بخاري وڏو عالم ٿي گذريو آهي، هن سيد امير ڪبير قطب الدين جا ملفوظات گڏ ڪيا. جن مان سيد امير ڪبير جي سنڌ ۾ وارد ٿيڻ ۽ سندس هندستان ۾ جهاد ڪرڻ جي خبر پوي ٿي.[1]

8ـ شيخ جلال الدين طبريزي بلند پائي جو بزرگ هو. ناصرالدين قباچه سندس عقيدتمند هو سندس ڏينهن ۾ مغلن ڪاهه ڪئي هئي، پر سيد جلال الدين ۽ خواجه بختيار ڪاڪي جي دعا سان اُچ ۽ ملتان مغلن جي ڪاهه ۾ غارتگري کان بچي ويا.

9ـ هندستان ۾ رضوي سيدن جي مورث اعليٰ، سيد محمد مڪي بکريءَ جي تربت سکر ۾ ڪليڪٽريءَ هينان آهي ۽ عام زيارتگاهه آهي. قبر جي لوڙه واري سنگ سرخ تي سندس شجرو هيٺينءَ ريت آهي: حضرت قطب الدين سلطان العارفين امير المؤمنين، سيد محمد مڪي بن سيد شجاع نورالله، مضجعه بن سيد ابراهيم بن سيد قاسم بن سيد زيد بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن اميرالمؤمنين سيدنا جعفر ثاني بن امام علي نقي بن امام محمد تقي بن امام شاهه علي موسيٰ رضا بن موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام زين العابدين بن امام حسين بن حضرت اميرالمؤمنين امام المشارق المغارب اسد الله الغالب علي بن ابي طالب رضه. تاريخ "ائينه اوڇ" ۾ لکيل آهي ته سيد محمد مڪي رحه جا وڏا اصل يمن جا رهاڪو هئا. جتان سيد محمد مڪي جهاد جي ارادي سان ناصرالدين قباچه جي ڏينهن ۾ ٽيهن هزارن سوارن سان بکر ۾ وارد ٿيو هو.

10ـ سيد محمد مڪيءَ جي اولاد مان شعبان الملت سيد شمس الدين ۽ سيد ماهه مشهور ٿي گذريا آهن. سيد شمس الدين حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رحه کان علم باطن حاصل ڪرڻ کانپوءِ سلطان ناصرالدين محمود بن التمش جي ڏينهن ۾ جهونسي (الله آباد) ڏانهن ويو جتي سندس تبليغ سان گهڻا هندو مسلمان ٿيا. سندس فرزند شاهه تقي الدين وڏو بزرگ ٿي گذريو. سندس پويان اڄ تائين الله آباد ۾ آهن.

11ـ سيد محمد مڪيءَ جي اولاد مان سيد مير محمد ثاني بکري سياحت ڪندي وڃي جون پور پهتو جتي مخدوم شيخ منجهي شطاريءَ جي دختر سان شادي ڪيائين. سندس تربت جون پور ضلعي جي ڳوٺ ڪمال پور ۾ آهي.[2]

---

1 ـ تاريخ آئينه اوڇ: مولوي سيد محمد ابوالحسن، ص ـ 58، مطبع نظامي ڪان پور 1305هه

2 ـ تاريخ آئينه اوڇ: مولوي سيد محمد ابوالحسن، ص ـ 58، مطبع نظامي ڪانپور، 1305هه

## مغلن جون ڪاهون:

تاتاري يافث بن نوح عليہ السلام جو اولاد آهن. يافث جي وڏي پٽ جو نالو تورڪ (ترڪ) هو ترڪ جي چوٿين پيڙهيءَ مان الينجا خان کي بہ پٽ، تاتار ۽ مغل هئا، جن جو اولاد تاتاري ۽ مغل ڪوٺجڻ لڳا.[1]

سندن رولو قبيلا اتر اولهہ چين جي التائي وارن ڪليل ميدانن ۾ پنهنجن چوپاين جي ڌڻن سان گشت ڪندا هئا. يورپ وارا انهن کي "تاتاري" ۽ ايشيا وارا "مغل" سڏڻ لڳا. ٻارهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري، سندن سردار تموجن (چنگيز) جنهن جو تختگاهہ قراقرم هو خاقان چين کي شڪست ڏيئي، سنہ 617هہ ۾ تاتاري اڙدن سان طوفان وانگر فرغانہ تي ڪاهہ ڪئي. ماوراء النهر جا زرخيز ۽ مردم خيز شهر جيڪي اسلام جي برڪت سان علوم ۽ فنون جا مرڪز هئا، سي تاتاري ڪفارن لٽي، ساڙي ويران ڪري ڇڏيا.

خيوا جي سلطان جلال الدين خوارزم شاهہ چنگيز کان شڪست کائي غزنيءَ رستي کان سنڌو نديءَ تائين پهتو. 618هہ (1221ع) ۾ چنگيز بہ سندس پٺيان ڪاهي آيو. سلطان جلال الدين کي پڪ هئي تہ ناصر الدين قباچہ ۽ سلطان التمش سندس مدد ڪندا، پر پوءِ نااميد ٿي سنڌ مان لنگهندي شهرن کي ويران ڪندو، مڪران ڏانهن هليو ويو.[2] سندس پٺيان چنگيز جو پٽ چغتائي خان ڪاهي آيو هو جنهن کي ناصرالدين قباچہ روڪي ملتان کي بچايو هو. سنہ 1223ع ۾ چغتائي، مڪران تائين ڪاهي سڄي بلوچستان کي ويران ڪري ڇڏيو. ماوراء النهر کي ويران ڪرڻ کان پوءِ خراسان جا شهر جيڪي اسلامي دنيا اندر علم ۽ هنر ڪري برک هئا، سي سمورا چنگيز جي اُڙدن هٿان برباد ٿي ويا. اٽڪل هڪ ڪروڙ چاليهہ لک مسلمان تاتارين هٿان بيگناهہ شهيد ٿي ويا، جن ۾ گهڻا بزرگ هئا.[3] سنہ 964هہ (1227ع) ۾ ظالم

1 - J. Hutton: Central Asia, CHP. Moghals, P-67, London, 1875

نوٽ: مغلن جي مفصل تاريخ خواجہ رشيد الدين فضل الله (المتوفي 728هہ) ۾ تصنيف ڪئي هئي. خواجہ موصوف سلطان غازان خان جو وزير هو. مٿين تاريخ غازان خان کان پوءِ، سندس پٽ خدابنده جي ڏينهن ۾ شايع ٿي هئي. اسلامي دنيا جا شهر جهڙوڪ، فرغانہ سمرقند، بخارا، مرو، طوس ۽ نيشاپور مغلن جي ڪاهُن ڪري ويران ٿي ويا. سندن غارتگريءَ جو بيان خواجہ نجم الدين ڪبريٰ، پنهنجي ڪتاب "مراصد العباد" جي ديباچي ۾ ڏنو آهي. خواجہ صاحب قونيہ جي سلجوقي سلاطين وٽ پناهہ ورتي هئي. ڏسو 'مراصد العباد' مطبع لاهور.

2 -R. Hughes Buller: Makran Gazetteer, History.

R. Hughes Buller: Imperial Gazetteer of India, Vol. I, Baluchistan, P-13.

3 ـ خواجہ فريد الدين عطار بہ هڪڙي مغل هٿان شهيد ٿيو.

چنگيز جي مرڻ کان پوءِ سندس عظيم الشان سلطنت سندس چئن پٽن اقطائي، طوطي، جوجي ۽ چغتائيءَ ۾ ورهائجي ويئي. مڪران کان وٺي گومل لَڪَ تائين، سمورو ملڪ چغتائيءَ جي قبضي هيٺ هو.

## غلام سلاطين جا گورنر:

### نظام الملڪ:

سنہ 625ھ (1228ع) ۾ سلطان التمش ناصرالدين قباچہ کان ملتان ۽ سنڌ جي حڪومت فتح ڪئي. سندس پاران نظام الملڪ سنڌ جو والي مقرر ٿيو. هن سنڌ جو دورو ڪري ماڻهن جون دليون هٿ ڪيون. جلال الدين خوارزم شاهہ سنڌ جي شهرن کي ويران ڪيو هو تن کي هن ٻيهر تعمير ڪرايو. سنہ 630ھ (1232ع) ۾ مالوهہ فتح ڪرڻ کان پوءِ سلطان هن کي ٻيهر واپس گهرايو. نظام الملڪ جي ڏينهن ۾ ڪمال الدين جنيديءَ جهالاوان ۽ مڪران، دهليءَ جي جهنڊي هيٺ آندا، مگر ستت مغلن ٻيهر مڪران تي قبضو ڪري ورتو.[1] اڳ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ اُچ هو نظام الملڪ التمش جي حڪم موجب بکر کي تختگاهہ مقرر ڪيو.

### نورالدين محمود:

سنہ 630ھ ۾ التمش، نورالدين محمود کي سنڌ جو والي مقرر ڪيو. سنہ 633ھ (1236ع) ۾ التمش وفات ڪئي. سندس ننڍو پٽ رڪن الدين تخت تي ويٺو. مگر سمجهدار نہ هو تنهن ڪري اميرن سندس ڀيڻ سلطانہ رضيہ کي تخت تي ويهاريو. رضيہ جا اوصاف مردانہ هئا: هيءَ پهرين خاتون هئي، جنهن دهليءَ جي تخت تي ويهي، سنڌ کان وٺي برهمپترا تائين، وسيع سلطنت تي حڪمراني ڪئي. سلطان شهاب الدين، سنڌ ۽ ملتان ۾ فاطمين جي خاتمي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. مگر سنڌ ۾ اجا سندن بنياد قائم هو ڇاڪاڻ تہ هو مخفي رهندا هئا. سلطانہ رضيہ جي ڏينهن ۾ انور ترڪ نالي هڪڙي ملاحده سنڌ مان نڪري، دهليءَ ۾ فساد ڪڙو ڪيو. دهليءَ جي جامع مسجد بدر، جنهن سان مدرسو معزيہ بہ شامل هو اتي انور ترڪ هزارين مسلح باغين جي جماعت سان علماءِ دين، حنفي ۽ شافعي مذهب وارن جي خلاف ڳالهائڻ لڳو. سندس فتني ڪري سوين مسلمان باغين هٿان شهيد ٿيا. آخر بصيرالدين ايتمر

1 (1)R. Hughes Buller: Imperial Gazetteer of India, Vol. IX, Baluchistan, P. 12.

بالارمي رحہ ۽ شاعر امير ناصر امام گڏجي جانبازن جي دستن سان ملاحدن جو خاتمو ڪري ڇڏيو. قرامطين جي اها پوئين يلغار هئي.[1]

حسن بن صباح اسماعيلي نزاري جي حڪومت، جا قلعہ الموت ۾ سنہ 483هہ (1091ع) ۾ شروع ٿي هئي؛ جنهن سڄي ايران، خراسان، افغانستان، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو هو تنهن جو سنہ 654هہ (1256ع) ۾ هلاڪو خان شام تي ڪاهہ ڪرڻ وقت خاتمو ڪري ڇڏيو. مصر جي فاطمي سلطنت جو وري سلطان صلاح الدين ايوبيءَ سنہ 527هہ ۾ خاتمو ڪيو.

نورالدين محمود جي ڏينهن ۾ سنہ 643هہ ۾ مغلن اوچتو اچ جي قلعي تي گهيرو ڪيو. گومل دري تائين مغلن جي حڪومت هئي. مٿيون دور هندستان تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ هنن اڳيان ڪليل هو. نورالدين محمود مقابلو ڪري نہ سگهيو. مگر رڪن الدين جي پٽ مسعود شاهہ مغلن کي پڇائي ڪڍيو. سنہ 1241ع ۾ مغل ٻيهر لاهور پهتا. سلطان بهرام شاهہ شهر کي بچائڻ جو بندوبست رکي نہ سگهيو جنهن تي هو پنهنجي فوجي آفيسرن هٿان مارجي ويو. اميرن رڪن الدين جي ننڍي پٽ کي تخت تي ٿاڦيو هو ترڪي عملدارن جي مدد سان مغلن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو پر پنهنجي بداطوارن جي ڪري سنہ 644هہ (1246ع) ۾ رعايا جي هٿان مارجي ويو. ڪانئس پوءِ التمش جو ننڍو پٽ ناصرالدين محمود گاديءَ تي وينو جو پنهنجي خدا پرستيءَ ۽ پرهيزگاريءَ ڪري تاريخن ۾ مشهور آهي.

## جلال الدين، سلطان سنجر ۽ قليغ خان:

مسعود شاهہ سنڌ جي حڪومت جلال الدين کي سپرد ڪري ويو هو. سنڌ هڪڙو سرحدي علائقو هو. سلطان ناصرالدين محمود وڏي لشڪر سان سنڌ جي گشت تي آيو ۽ سيوهڻ تائين پهتو. بکر کان مٿي ملتان تائين ملڪ تي سلطان سنجر کي مقرر ڪيائين، بکر کان ديبل تائين قليغ خان کي گورنر مقرر ڪيائين، جنهن جو صدر مڪان سيوهڻ هو.

سنہ 656هہ (1258ع) ۾ سلطان ناصرالدين محمود وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سلطان غياث الدين بلبلن تخت تي وينو جو دراصل ترڪي غلام هو جنهن کي

---

1 _ سلطانہ رضيہ نهايت بلند حوصلي سان حڪومت جي ڪاروبار کي هلايو. مگر ترڪ امير هڪڙيءَ عورت جي حڪومت کي منظور ڪري نہ سگهيا. امير التونيہ رضيہ کي قيد ڪيو جنهن سان رضيہ شادي ڪئي. 237هہ (1239ع) ۾ زال ۽ مڙس ٻيهر تخت هٿ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر شڪست کائي ڀڳا. رضيہ کي نيٺ هڪڙي دهقان سندس قيمتي ڪپڙن جي لالچ تي ماري وڌو.

شمس الدين التمش خريد ڪري، شاهي آداب ۽ قانون سيکاري، سانس پنهنجي ڌيءَ جي شادي ڪرائي هئي. ترڪ امير سندس رعب کان ترڪي امير ڪنبندا هئا.

## قاآن:

ملڪ ۾ امن امان برقرار ڪرڻ کان پوءِ سلطان بلبلن پنهنجي پياري پٽ شهزادي محمد قاآن الملڪ کي سنڌ ۽ پنجاب تي حاڪم مقرر ڪيو. انهن ڏينهن ۾ اسلامي دنيا اندر هندستان امن ۽ امان وارو ملڪ هو مغلن جي ڪاهُن ڪري ترڪستان، خراسان ۽ عراق کان نڪري، ڪيترا شهزادا ۽ امير دهليءَ پهتا هئا. جن لاءِ سلطان بلبلن سندن نالن تي دهليءَ ۾ محلات تعمير ڪرايا هئا.

منصوره، غزني ۽ لاهور کان پوءِ سنڌ جي تختگاهه ملتان (قبہ الاسلام) اسلامي تبليغ ۽ فيضان جو مرڪز بنجي ويو. شهزادي محمد جي ڏينهن ۾ مخدوم سيد جلال، شيخ الاسلام بهاءُ الدين زڪريا ملتاني، شيخ فريد شڪر گنج ۽ سيد عثمان مروندي پاڻ ۾ چار يار هئا. هنن بزرگن جي تبليغ ۽ فيض جي ڪري هند جي قومن مان سيال، ڀٽي، کوکر، ماڇي ۽ گهڻن ٻين اسلام قبول ڪيو. سنڌ، گجرات ۽ بلوچستان وارن بہ سندن برڪتن مان فيض پرايو. بابا فريد شڪر گنج جي تبليغ ڪري، سترهن قومن اسلام قبول ڪيو. کاران جا مموجا بہ سندس مريد آهن.[1]

---

1 ـ شيخ الشيوخ حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتاني قدس الله سره العزيز، ڪي چون ٿا تہ هباري خاندان مان هو. سندس والد جو نالو شيخ ڪمال الدين علي شاهہ هو جو مڪي معظمہ مان هجرت ڪري پهريان خوارزم ويو. پوءِ ملتان ۾ قيام فرمايائين. سندس فرزند وجية الدين مولانا حسام الدين ترمذيءَ جي دختر سان شادي ڪئي. مولانا حسام الدين ان وقت ڪراڙ ڪوٽ ۾ رهندو هو. خاتون موصوفہ جي بطن مان، سنہ 578هہ ۾ شيخ بهاءُ الدين تولد ٿيو. حضرت بهاءُ الدين اسلامي دنيا جي سياحت ڪرڻ کان پوءِ بغداد ۾ شيخ الشيوخ حضرت شهاب الدين سهروردي رحہ کان خرقو حاصل ڪيو. پوءِ ملتان ۾ قيام فرمايائين. مخلوق خدا کي فيض پهچائڻ کان پوءِ سنہ 666هہ ۾ وفات ڪيائين. سندس فرزند شيخ صدرالدين عارف ڪامل سنہ 776هہ ۾ وفات ڪئي. "فرشتہ" جلد ـ 2، ذڪر شيخ بهاءُ الدين.

حضرت شيخ مسعود شڪر گنج فريدالدين قدس سره العزيز جو ڏاڏو فرح شاهہ ڪابل جو حاڪم هو. شيخ فريد الدين جو والد شيخ ڪمال الدين سليمان، سلطان شهاب الدين غوريءَ جي ڏينهن ۾ ملتان ۾ وارد ٿيو. هتي جي حڪام کهونوال جو ڳوٺ ڪيس جاگير ڏنو. شيخ ڪمال الدين وجيهہ الدين خجنديءَ جي دختر سان شادي ڪئي، جنهن عفيفہ جي بطن مان سنہ 584هہ ۾، شيخ فريدالدين مسعود تولد ٿيو ۽ خرقو خواجہ بختيار ڪاڪيءَ رحہ کان حاصل ڪيائين، جو خواجہ معين الدين چشتيءَ رحہ جو خاص مريد هو.

شيخ فريد الدين سنہ 660هہ ۾ وفات ڪئي. خواجہ نظام الدين اولياءَ سندس مريد هو. حضرت فريد الدين شڪر گنج جي تربت اجوڌن ۾ آهي، جنهن تي اڪبر بادشاهہ "پاڪ پٽن" نالو رکيو هو. جو اڳ "پٽن فريد" سڏبو هو. ستلج ندي سندس پرسان وهندي هئي ۽ هندستان ڏانهن ويندڙ مسافر اڳ هتان پٽڻ

سنہ 683ھ (1294ع) ۾ ايران تي هلاڪو خان جو پوٽو ارغون خان حڪومت ڪندو هو. ارغون خان جي اميرن مان تيمور خان ويھ هزار مغليہ لشڪر سان لاهور ۾ ديپال پور کي ويران ڪندو، اوچتو اچي ملتان تي ڪڙڪيو. شهزادي محمد قاآن، تيمور خان کي شڪس تڏني، مگر ظهر جي نماز پڙهڻ وقت هڪڙي تلاءَ جي ڪناري تي مغلن هٿان شهيد ٿي ويو. سندس دربار جي شاعر امير خسرو "وسطا الحيوه" ۾ شهزادي جي شهيد ٿيڻ تي هڪڙو دردناڪ مرثيو لکيو آهي، جنهن جون چند سٽون هيٺ ڏجن ٿيون:

واقعہ است اين يا بلا از آسمان آمد پديد!
آفت است اين يا قيامت در جهان آمد پديد!
راه در بنياد عالم داد سيل فتنہ را،
رخنہءِ کامسال در هندستان آمد پديد!
مجلس ياران پريشان شد چو برگ گل زباد،
برگ ريزي گوئي اندر بوستان آمد پديد!
بسکہ آب چشم خلقي شد روان در چار سو،
پنج آبي ديگر اندر مولتان آمد پديد!...الخ[1]

چون ٿا تہ بن سالن کان پوءِ جڏهن امير خسروءَ سلطان بلبن جي دربار ۾ مٿيون قصيدو پڙهيو، تڏهن سلطان ايترو رنو جو صدمي کان بخار ٿي پيو ۽ ان بخار ۾ ئي سنہ 685ھ (1286ع) ۾ وفات ڪيائين.[2] شهزادو محمد قاآن، اهل علم جو قدردان ۽

---

لنگهندا هئا. هينئر درياه ڏهہ ميل اتر طرف اٿس. ابن بطوطا جي زماني ۾ بابا فريد جو پوٽو علاءُ الدين موج گادي نشين هو جنهن 733ھ ۾ وفات ڪئي. "فرشتہ" جلد_2. ذڪر فريد گنج رحہ

شيخ الصالح قطب الدين بختيار ڪاڪي بن خواجہ ڪمال اوشيءَ، اصفهان ۾ خواجہ معين الدين چشتيءَ سان ملاقات ڪرڻ وقت، سندن ملازمت اختيار ڪئي ۽ سندن مريد ٿيو. سندن حڪم موجب دهليءَ ۾ قيام فرمايائين. سندس مزار عام زيارتگاه آهي. سنہ 733ھ ۾ وفات ڪيائون. خانقاهہ جي چؤطرف پهريائين شير شاهہ سوري چار ديواري قائم ڪئي. پوءِ فرخ سير بادشاهہ سنگ مرمر جي عمارت تعمير ڪرائي. "فرشتہ"، جلد_2.

1 _ شير العجم: شبلي، جلد_2، ص_ 13_114، اعظم ڳڙهہ.

2 _ مغل، سواءِ غارتگريءَ جي ڪجھ بہ نہ ڄاڻندا هئا. ان ڪري سندن وزارت جو قلمدان مسلمانن جي حوالي رهندو هو. هلاڪو بن طولي جو وزير محقق طوسي هو. نيٺ هلاڪوءَ جي پٽ پنهنجي وزير خواجہ شمس الدين محمد جي ترغيب سان مسلمان ٿي، پاڻ تي احمد نالو رکيو جنهن ڪري مغلن ۾ ناراضپو پئجي ويو، ايتري قدر جو هلاڪوءَ جي ٻئي پوٽي هٿان مارجي ويو. وري ارغون جو پٽ غازان خان سنہ 694ھ ۾ تخت تي وينو. تڏهن هن اسلام اختيار ڪيو ۽ ساڻس گڏ سٺ هزار ترڪن اسلام

سخن فهم درويش هو. امير خسرو دهلوي ۽ گهڻائي عالم ۽ فاصل سندس نوڪريءَ ۾ رهندا هئا. بزرگن جي صحبت جو شائق هو. هو شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني، شيخ مسعود شڪر گنج ۽ شيخ عثمان مرونديءَ جي صحبت ۾ گذاريندو هو. امير حسن دهلوي به سندس دربار جو شاعر هو. شهزادي وٽ هڪڙو بياض رهندو هو جنهن ۾ جدا جدا شاعرن جا ٻه هزار بيت نقل ڪيا هئائين. ٻه گهمرا شيخ سعدي رحه کي اچڻ لاءِ دعوت ناما مڪا هئائين. مگر شيخ موصوف پيريءَ سبب اچي نه سگهيو هو. شهزادي ڏانهن پنهنجو هٿ لکيل نظم جو ڪتاب موڪلي چيو هئائين ته: "تنهنجي دربار ۾ امير خسرو جو وجود ڪافي آهي."

### ڪخسرو:

شهزادي جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ، بلبن پنهنجي پوٽي شهزادي محمد جي پٽ ڪيخسرو کي ملتان ۽ سنڌ جي حڪومت حوالي ڪئي. سلطان بلبن جي وفات کان پوءِ بنگال جي نواب بغرا خان جو پٽ ۽ بلبن جو پوٽو معزالدين ڪيقباد دهليءَ جي تخت تي ويٺو مگر هن کي شراب ۽ ڪباب کان سواءِ ٻيو ڪوبه شغل نه هو. دربار جي اميرن مان فيروز خلجي تجربيڪار پيرسن عملدار هو جنهن سن 686هه (1288ع) ۾ دهليءَ تي قبضو ڪيو. سنڌ تي غلامن جي حڪومت جو دؤر ختم ٿيو.

## غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت:

### فوجي ۽ ملڪي حالت:

غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ وحشتي تاتارين ۽ مغلن جا سنڌ تي حملا ٿيندا رهيا. مگر غلام سلاطين جي ڪوشش جي ڪري ڪفارن کي سنڌ ۾ غارتگري ڪرڻ جو گهڻو موقعو ملي نه سگهيو. البته جلال الدين خوارزميءَ جي لنگهڻ وقت، سنڌ ۾ گهڻن شهرن کي نقصان پهتو جيڪي نظام الملڪ وري آباد ڪرايا. تاتارين جي حملن ڪري غلام سلاطين ملڪ جي صنعت، حرفت ۽ زراعت تي پورو ڌيان ڏيئي نه سگهيا. بهرحال ملڪ جي فوجي حالت بهتر هئي. حڪومت جا صوبا جدا جدا حاڪمن جي حوالي هئا، جن کي فوجي ۽ ملڪي ٻئي اختياريون مليل هيون. سنڌ جو تختگاهه پهريان بکر مقرر ٿيو ۽ ٻيو نمبر حيثيت سيوهڻ کي حاصل هئي. ناصرالدين محمود سنڌ کي ٻن

---

قبول ڪيو. سنه 703هه ۾ غازان خان جي مرڻ کان پوءِ سندس ڀاءُ خدابنده تخت تي ويٺو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سلطان ابو سعيد تخت تي ويٺو. مٿيان سمورا سلاطين نهايت ديندار ٿي گذريا.

گورنرين ۾ ورهايو: سري جي تختگاهہ بکر جون حدون سيوهڻ تائين هيون ۽ سيوهڻ کان وٺي لاڙ جو علائقو سمنڊ تائين سيوهڻ جي ماتحت هو. بلبن جي ڏينهن ۾، سنڌ ۽ پنجاب جو تختگاهہ ملتان رهيو جو اسلامي تبليغ جو مرڪز هو. شهزادي محمد قاآن الملڪ جي ڏينهن ۾ هن شهر گهڻي ترقي ڪئي. عدالتي ڪاتو قاضين جي ماتحت هو. سنڌ جي قرامطين جون خفيہ سازشون جاري هيون، جن جا شعلا سلطان رضيہ جي ڏينهن ۾ دهلي تائين پهتا.[1]

## واپار:

تاتارين جي مسلسل ڪاهُن جي ڪري واپار ايتري ترقي ڪانہ ڪئي. تاهم ترڪستان ۽ غزنيءَ کان قافلن ذريعي غلامن، هٿيارن ۽ گهوڙن جو واپار جاري رهيو. سمنڊ جو واپار عرب واپارين معرفت هلندو هو. ادريسيءَ جي بيان موجب سنڌ مان عيسوي 12 صديءَ جي زماني ۾ لونگ، ڪارا مرچ، آبنوس، ڪافور، ناريل، ريشمي ڪپڙا، مشڪ، گهوڙن جون زينون ۽ ترارون جهازن رستي عدن تائين پهچڻ لڳيون.[2] هن زماني ۾ سمنڊ رستي واپار ترقي ڪئي، جاڪاڻ تہ خشڪي رستي هرات خيوا، سمرقند، بخارا، مرو، بصره، بغداد، دمشق جيڪي اسلامي تهذيب، علوم ۽ واپار جا مرڪز هئا، سي تاتارين هٿان ويران ٿي ويا. فقط ان ڪري سمنڊ جو رستو ئي صاف هو. ان زماني ۾ سنڌي واپاري غرناطہ تائين پهتا ۽ مشرق ۾ چين تائين پهتا. سياحن جي سفرنامن مان ملڪ جي تجارتي ناتن جو پتو پئجي سگهي ٿو. مثلاً، شريف ادريسيءَ جو ڪتاب "نزهة المشتاق" (سنہ 549هہ)، سرخسي جو ڪتاب "رحلة السرخسي" (سنہ 593هہ) ابن سعيد اندلسيءَ جو ڪتاب "النفحة المسڪيہ" (673هہ) عبدري جو ڪتاب "خريدة العجائب" (سنہ 749هہ) وغيره اهي جاگرافيون ۽ سفرناما آهن، جن جي نالن جي بہ خير ڪا خبر آهي، نہ ئي وري اسلامي دنيا ۾ اڄ انهن ڪتابن جو نالو يا نشان بہ موجود آهي.

اسين هتي عيسوي بارهين صديءَ جو ذڪر ڪريون ٿا، مگر واپار ۾ مسلمانن ان کان بہ اڳ ايتري ترقي ڪئي هئي. جو سيرافيءَ جو ٽين صديءَ ۾ ٿي گذريو، تنهن جو بيان آهي تہ، هڪ دفعي چين جي شهر فوچو ۾ بغاوت پوڻ ڪري، ڏيڍ لک مسلمان شهيد ٿي ويا، جي گهڻو ڪري غير ملڪي واپاري هئا.

---

1 ـ طبقات ناصري: منهاج الدين السراج، ص – 189ـ190 ڪلڪتو.

2ـ تمدن عرب: ص ـ39.

ابن بطوطا اٺين صديءَ هجريءَ ڌاري هند ۽ چين ۾ غرناطه وارن سان ۽ مصر وارن سنڌ ۾ ملاقاتيون ڪيون هيون. غرض ته شريف ادريسيءَ سنڌ جي جن شين جا نالا ڏنا آهن. تن لاءِ دنيا محتاج هئي، ٻيو ته عرب واپارين اڳيان وري يورپ جا واپاري محتاج هئا. مسافرن لاءِ سرائون هيون. ٽپال جي چوڪين جو باقاعدي انتظام هو. سڪن تي عربي ۽ هندي عبارتون لکيل هيون.[1]

## علمي حالت:

غلام سلاطين جي ڏينهن ۾ سنڌ جي علمي حالت بهتر هئي. مغلن جي ڪاهُن ڪري خراسان، عجم ۽ عراق جي علمائن سنڌ کي وسايو هو. بکر ۽ سيوهڻ علوم جا مرڪز هئا، جت ڪيترائي مدرسا هئا. ابن بطوط، جو اٺين صديءَ جي سنڌ ۾ وارد ٿيو هو، تنهن بکر ۽ سيوهڻ ۾ شيراز ۽ بغداد ۽ مصر جي عالمن سان ملاقاتيون ڪيون هيون. حضرت لعل شهباز قلندر به سيوهڻ ۾ قيام فرمايو. شاعريءَ جو چؤبول به عام هو. غلام سلاطين علمائن، محدثن ۽ فقهاء جي صحبتن کي پسند ڪندا هئا ۽ سندن دربار ۾ شاعر رهندا هئا. ناصرالدين ۽ غياث الدين بلبن پاڻ عالم ۽ فاضل هئا. شهزادو محمد، سنڌ جو حاڪم، علم پرور ۽ پنهنجي وقت جو علامه هو.

هنن قلم دوست سلطانن جو جيتوڻيڪ سمورو وقت ڌارين جي ڪاهُن کي منهن ڏيڻ ۾ گذري ويو تاهم سندن دؤر ۾ علم ۽ ادب نمايان ترقي ڪئي. سلطان قطب الدين جي ڏينهن ۾ ملڪ الڪلام بهاؤ الدين اوشي ۽ نظام الدين حسن نظامي نيشاپوري به مشهور شاعر ٿي گذريا. نظامي نيشاپوري، شاعر نظامي عروضي جو پٽ هو. عربي ۽ فارسي ۾ قادرالڪلام هو. سندس تصنيفات مان "تاج الماثر" مشهور آهي، جنهن ۾ سلطان قطب الدين ايبڪ ۽ شمس الدين التمش جا حالات ۽ واقعات تفصيل وار ڏنل آهن.

فخرالدين مبارڪ شاهه "فخر مدبر" قابل ذڪر مصنف ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات مان ڪتاب "سلسله الانساب" عهد قطبيءَ جي تاريخ آهي. سندس ٻيو ڪتاب "آداب الحرب" فن جنگ جي متعلق التمش جي نالي تي آهي. دهليءَ ۾ به مدرسا، معزيه ۽ ناصري مشهور هئا. ازانسواءِ "آداب السلاطين" ۽ "ماثر السلاطين" جهڙا ڪتاب به هن دؤر ۾ هندستان پهتا هئا. عهد شمسيءَ ۾ مويد جاجرمي امام غزالي جي تصنيف "احياءَ العلوم" جو پارسي ۾ ترجمو ڪيو. سندس پٽ رڪن الدين فيروز امام رازيءَ جي تصنيف "سرمڪتوم" جو

---

1_ سلطان التمش جي سڪن تي هيءَ عربي عبارت لکيل هئي: "سلطان المعظم شمس الدنيا والدين ابوالمظفر التمش القطبي ناصر امير المومنين."

پارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. تاج الدين سنگ ريزه عهد شمسيءَ جو وڏو شاعر ٿي گذريو ۽ دبيرالملڪ جي منصب تي پهتو.

بخارا جي غارتگريءَ کان پوءِ امير روحاني هندستان پهتو ۽ التمش جي قدردانيءَ جي ڪري وڏي رتبي کي پهتو. مٿين اهل قلم عالمن کان سواءِ ٻيا گهڻائي شاعر ٿي گذريا. جهڙوڪ: ناصري بهاءُ الدين علي ۽ استاد الشعراءِ شهاب مرهہ. جن جي امير خسرو تعريف ڪري ٿو.

هندستان جو پهريون پارسي زبان جو شاعر، امير خسرو "طوطيءَ هند". ترڪي لاچين قبيلي جو فرد هو. سندس والد سيف الدين بلخ جي امرائن مان هو. جتان هجرت ڪري هندستان پهتو. هت امير خسرو سنہ 605هہ ۾ ايٽہ ضلعي جي پٽيالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. سلطان غياث الدين بلبن جي دربار ۾ ترڪستان، خراسان، عراق ۽ مصر جا اهل ڪمال ۽ شعرا رهندا هئا.[1] خسرو بہ دربار ۾ شامل ٿيو ۽ خواجہ نظام الدين اولياءَ جو مريد ٿيو. پوءِ شهزادي محمد قاآن الملڪ واليءِ سنڌ جي دربار ۾ ملتان پهتو. غلامن جي حڪومت جي پڄاڻيءَ کان پوءِ تغلق ۽ خلجين جي دربار ۾ رهيو. سنہ 725هہ ۾ وفات ڪيائين. بابري اُمرائن مان خواجہ مهدي سندس مقبرو تعمير ڪرايو ۽ ملا شهاب الدين معمائيءَ ڪتبي تي تاريخ لکي:

شد "عديم المثل" يک تاريخ او
وان دگرشد "طوطي شکر مقال"

امير خسروءَ جي تصنيفات جي فهرست هيءَ آهي: 1ـ ديوان تحفة الصغر، 2ـ ديوان وسط الحيات، 3ـ عزة اڪمال، 4ـ بقيہ نقيہ، 5ـ نهاية الڪمال، 6ـ قرآن السعدين، 7ـ مطلع الانوار، 8ـ شيرين خسرو، 9ـ آئينہ سڪندري، 10ـ ليليٰ مجنون، 11ـ هشت بهشت، 12ـ قرآن السعدين، 13ـ تاج النعتوح، 14ـ نہ سپهر، 15ـ مثنوي عشقيہ، 16ـ افضل الفوائد، 17ـ اعجاز خسروي، 18ـ تعلق نامہ، 19ـ خزائن الفتوح ۽ 20ـ مناقب هند.[2]

---

1 ـ علاءُ الدين نيلي لوڏي، مولانا فريدالدين شافعي شيخ الاسلام اوڇ جو شاگرد ۽ خواجہ نظام الدين اولياءَ جو خليفو هو. هن پوئين عمر ۾ "فوائد الفوائد" کي نقل ڪيو هو.

2ـ امير خسرو جو "آئينہ سڪندري"، "سڪندر نامہ" جو جواب آهي. "هشت بهشت" نظاميءَ جي "هفت پيڪر" جو جواب آهي. مولانا جاميءَ جو بيان آهي تہ "خمسئہ نظامي" جو جواب امير خسرو کان سواءِ ٻيو ڪوبہ شاعر لکي نہ سگهيو. ڊاڪٽر رويو برٽش ميزوم لنڊن جي قلمي ڪتابن جي فهرست مرتب ڪندي، امير خسروءَ جي تصنيفات مان "عزة الڪمال" جي ديباچي تان امير خسروءَ جا حالات مرتب ڪيا. ڏسو شعر العجم: جلد ـ2، ذڪر امير خسرو.

حميدالدين ناگوري "سلطان التارڪين" فن انشا جو هندستان ۾ پهريون استاد ٿي گذريو. سندس ڪتاب "طوالع شنوس" اسماءِ حسنہ جي شرح تصوف ۽ طريقت جي زبان سان لکيل آهي.

شمس الدين دبير شاعر ۽ درويش ٿي گذريو. سلطان ناصر الدين جي زماني ۾ مستوفي الممالڪ جي ممتاز عهدي کي پهتو.

ملڪ الڪلام امير فخرالدين عميد سنامي پنهنجي ڪلام جي صفائيءَ ڪري هندستان جو ديوان الممالڪ مقرر ٿيو.

مؤرخ منهاج الدين سراج ناصرالدين قباچہ کان پوءِ، بلبن جو وزير ۽ صدر جهان مقرر ٿيو.

## فن عمارت سازي:

غلام سلاطين جي زماني ۾، دهلي مشرق جو روم بنجي ويو. سلطان قطب الدين ايبڪ پرٿوي راج جي بت خاني کي ڊهرائي، ان هنڌ تي سلطان شهاب الدين جي حڪم سان، سنہ 594هہ ۾ مسجد "قوت الاسلام" تعمير ڪرائي. سنہ 627هہ ۾، شمس الدين التمش ۾ سنہ 711هہ ۾ علاءُ الدين خلجيءَ مسجد جي تعمير پوري ڪرائي. هن وقت مسجد جا يارهن گنبذ موجود آهن، جن مان ٽي وڏا ۽ اٺ ننڍا آهن. وسعت ۽ خوبصورتيءَ جي لحاظ ڪري هيءَ مسجد دنيا جي عجائبات مان آهي. امير خسرو "قرآن السعدين" ۾ جيڪا هن مسجد جي تعريف ڪئي آهي، ان جو پهريون شعر نقل ڪريون ٿا:

"مسجد او جامع فيض آلہ زمزمہ خطبہ او تابماه"

قطب مينار دراصل مسجد "قوت الاسلام" جي ڏکڻ اوڀرندي ۾ جمعي جي آذان ڏيڻ لاءِ مينار جڙيل آهي. جيئن پهرين منزل جي ڪتبي مان خبر پوي ٿي. هي مينار سلطان قطب الدين، سلطان شهاب الدين جي حڪم سان ٺاهڻ شروع ڪيو. سنہ 626هہ ۾ شمس الدين التمش، سنہ 770هہ ۾ فيروز شاهہ ۽ سنہ 909هہ ۾ بهلول لوڌي ان جي مرمت ڪرائي. سنہ 1803ع ۾ مينار جي مٿين ڇٽي زلزلي جي ڪري ڍجي ڪري پئي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سرڪار هڪ لک ربين جي لاڳت سان ميجر رابرٽ سمٿ معرفت سندس مرمت ڪرائي. هينئر مينار پنجن منزلن جو آهي. جملي بلندي بہ سؤ اٺتيهہ آهي، هي مينار دنيا ۾ سڀ کان اوچو مينار آهي.

حوض شمسي سلطان شمس الدين التمش جي نالي تي سڏجي ٿو. ڊگهائي ۾ بہ ميل ۽ ويڪر ۾ هڪ ميل آهي. عيد گاهہ جي طرف کان پٿر جا چبوترا

جڙيل آهن ۽ هرهڪ جي ڪنڌ تي گنبذ جڙيل آهن. حوض جي وچ ۾ منقش پٿرن جو گنبذ جڙيل آهي. جو دومنزلہ آهي. پاڻيءَ سان پرجڻ وقت تماشائي بيٺڙين تي چڙهي گنبذ ڏانهن ويندا هئا. گنبذ اندر هڪڙي مسجد بہ جڙيل آهي. اڱ حوض ڳاڙهي پٿر ۽ سنگ مرمر جو جڙيل هو. هينئر پٿر اکڙجي ويا اٿس.[1]

## سنڌ تي خلجين جي حڪومت:

ارڪلي خان ۽ نصرت خان خلج. ترڪ قبيلو هو. هو پهريائين سلطان محمود غزنويءَ جي فوجن ۾ پرتي ٿيا، پوءِ غورين جي ڏينهن ۾ ترقي ڪري انهن فوجن ۾ عهدا حاصل ڪيائون. خلجي سلطانن هندستان تي 689هہ (1290ع) کان 720هہ (1321ع) تائين جملي 31 ورهيہ حڪومت ڪئي. سندن نالن جي فهرست هيءَ آهي:

(1) جلال الدين فيروز (689هہ: 1290ع)
(2) ابراهيم رڪن الدين (695هہ: 1296ع)
(3) محمد علاءُ الدين (695هہ: 1296ع)
(4) عمر شهاب الدين (715هہ: 1316ع)
(5) مبارڪ قطب الدين (716هہ: 1317ع)
(6) خسرو ناصرالدين (720هہ: 1321ع)[2]

جلال الدين فيروز فاضل ۽ بردبار بادشاهہ ٿي گذريو آهي. هو ستر ورهين جي ڄمار ۾ تخت تي وينو. سلطان جلال الدين کي ٽي پٽ هئا: 1۔ خان خانان، جو سڀ کان وڏو هو ۽ بادشاهہ جي جيئري مري ويو هو. 2۔ ارڪلي جنهن کي سلطان ملتان ۽ سنڌ جي سرحدي علائقي مٿان حاڪم مقرر ڪيو ۽ 3۔ رڪن الدين، جنهن کي بادشاهہ جي مرڻ کان پوءِ بادشاهہ جي بيگم تخت تي ويهاريو هو. سنہ 691هہ (1291ع) ۾ مغلن پنجاب تي ڪاهہ ڪئي. سلطان لاهور وٽي مغلن کي ڪيترا ڀيرا شڪستون ڏيئي منجهانئن گهڻا قيد ڪيا. جڏهن قيدي سندس روبرو آندا ويا، تڏهن سلطان سڀني کي معافي ڏني. سلطان جي رحم دليءَ کي ڏسي، سيئي مسلمان ٿيا. ارڪلي پنهنجي ياران نصرت خان کي سنڌ مٿان حاڪم مقرر ڪيو. ارڪلي لياقت وارو انسان هو هن بہ ڀيرا سنڌ جو گشت ڪيو ۽ سنڌ جي خودمختيار سردارن کي زير ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

---

1 ۔ حوض شمسيءَ جي ڪناري تي شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ جي قبر جو سنہ ولادت 985هہ ۽ سنہ وفات 1052هہ هو. امير خسرو "قرآن السعدين" ۾ حوض جي هن ريت تعريف ڪري ٿو.

"ڪمر سنگ ميان دوڪو آب گهر صفوه و دريا شکوه."

2 Stanely Lane-Poole: Mediaeval India, Mohamedan dynasties P. 247.

علاءُ الدين خلجي، سلطان جلال الدين فيروز جو ڀائٽيو ۽ ناٺي هو جنهن کي سلطان ڪڙهه جي حڪومت ڏني هئي.[1] ”فرشتہ“ ۽ ”بدايونيءَ“ جو بيان آهي تہ علاءُ الدين جي بيگم کيس هر وقت تڪليف ڏيندي هئي، تنهن ڪري چاچي ۽ ڀائٽي ۾ اندروني عداوت رهندي هئي. هڪڙي ڀيري علاءُ الدين ديوگري (دکن) تي ڪاهي، اتي جي راجا کان ڇهہ سؤ مڻ سون، ست سؤ مڻ سچا موتي، ٻہ مڻ جواهر، لعل ۽ ياقوت. الماس ۽ زمرد ۽ ٻہ هزار مڻ چاندي هٿ ڪري موٽيو مگر سلطان ڏانهن مال غنيمت جو حصو نہ مڪو هئائين. ان سبب سلطان پاڻ ڀائٽي سان ملاقات ڪرڻ ويو.

سنہ 696هہ (1292ع) ۾ ملاقات ڪرڻ وقت علاءُ الدين جي اشاري تي هڪڙي شخص تير هڻي سلطان کي ماري وڌو. بادشاهہ بيگم پنهنجي پٽ رڪن الدين کي دهلي جي تخت تي ويهاريو پر شاهي لشڪر علاءُ الدين سان وڃي گڏيو. رڪن الدين سنڌ ڏانهن ڀڄي ويو.

سلطان علاءُ الدين جو سالو سنجر (الپ خان) ۽ بادشاهہ جو ڀاءُ الغ خان، ظفر خان ۽ نصرت خان. هي علاءُ الدين جا چار مشهور سپہ سالار بلڪ حڪومت جا چار رڪن هئا، جن کي ”چار يار“ سڏيندا هئا. منجهانئن نصرت خان سنڌ جو صوبيدار هو. سنہ 697هہ (1297ع) ۾ گجرات جي راجا راءِ ڪرن واگهيلا جي وزير ماڌوراءِ راجا کان ناراض ٿي، سلطان علاءُ الدين کي گجرات تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ شوق ڏياريو. سلطان پنهنجي ڀاءُ الغ خان ۽ سنڌ جي صوبيدار نصرت خان کي ويهہ هزار لشڪر سان گجرات ڏانهن روانو ڪيو. راءِ ڪرن شڪست کائي، ڏکڻ ڏانهن ڀڄي ويو. الغ خان مال غنيمت سان موٽيو.[2]

مٿئين سال سيوهڻ جي راجا چلديو (صلدي)، مغلن جي مدد سان، سنڌ ۾ هڪڙي خودمختيار حڪومت قائم ڪئي. مغل ڪوهستان کان راجا جي اشاري تي ڪاهون ڪرڻ لڳا. سلطان علاءُ الدين ڀاران ظفر خان مغلن کي شڪست ڏيئي، راجا کي زنجيرن سان قيد ڪري مال غنيمت سميت دهليءَ

---

1 ـ ڪڙهہ جو شهر دهليءَ کان 18 منزلن جي مفاصلي تي، گنگا جي ڪپ تي الله آباد کان 24 منزل اتر اولهندي طرف آهي. اڪبر کان اڳ الله آباد جو صوبيدار ڪڙهہ ۾ رهندو هو. اڪبر اعظم، الله آباد ۾ قلعو تعمير ڪرائي، صوبيدارن کي اتي رهڻ لاءِ حڪم ڏنو. آصف الدولہ لکنو جي تعمير وقت، ڪڙهہ جا پٿر لکنو ڏانهن کڻائي ويو. هتي جو ڪاغذ ۽ ڪپڙو هندستان اندر مشهور آهي.

2 ـ راءِ ڪرن جي راڻي ڪملا ديويءَ سان علاءُ الدين ۽ سندس ڌيءَ ديول ديويءَ سان شهزادي خضر خان شادي ڪئي. امير خسرو جي مثنوي عشقيہ ۾ خضر خان ۽ ديول ديوي جو عشقيہ قصو بيان ڪيل آهي. منجهس 45 سؤ اشعار ڏنل آهن.

پهتو.[1] مغلن قتلق خواجہ ابن دائود جي اڳواڻي هيٺ هيلمند کان نڪري ٻن لکن سوارن سان دهليءَ تي ڪاهہ ڪئي. مغلن جي ڪاهُن جي خوف کان ماڻهن ڳوٺ ڇڏي اچي دهليءَ ۾ پناهہ ورتي. سلطان علاءُ الدين ٽن لکن فوجن ۽ ٻہ هزار هاٿين سان مغلن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو مگر سندس بهادر سپہ سالار ظفر خان مغلن سان وڙهندي شهيد ٿيو.[2]

## غازي الملڪ جي سنڌ تي حڪومت:

سنہ 703هہ (1303ع) ۾ مغلن ٻيو گهمرو طرغي خان جي اڳواڻيءَ هيٺ دهليءَ تي ڪاهہ ڪئي. هن دفعي سلطان اٺن هزارن مغلن جون سسيون وڍرائي هڪڙو برج ڪڙو ڪيو. هن شڪست کان پوءِ مغلن کي ڪاهہ ڪرڻ جي وري همت ڪانہ ٿي.[3] نصرت خان سنڌ جي شهرن ۾ سرڪاري آفيسون، امين ۽ قاضي مقرر ڪيا ۽ ٽپال جو بندوبست رکيو. سلطان علاءُ الدين ملتان ۽ سنڌ تي تجربيڪار سپہ سالار غازي الملڪ کي حاڪم مقرر ڪيو ۽ مغلن جي مسلسل ڪاهُن کي روڪڻ لاءِ ملتان ۽ ديپال پور ۾ مضبوط قلعا تعمير ڪرايائين.

دهليءَ جي سلطانن کي جڏهن فوجن جي ضرورت پوندي هئي تہ بلوچستان ۽ مڪران کان بلوچن کي گهرائي شاهي فوجن ۾ ڀرتي ڪندا هئا. افسوس جو هندستان جي مؤرخن، فرشتہ، جيمس ٽاڊ ۽ ٻين، هنن بلوچن کي، خراساني يا روهيلا جي نالن سان لکيو آهي. سنہ 1276ع ۾ راول جئتسي جيسلمير جي گاديءَ تي ويٺو. سنڌ مان مال غنيمت ۽ خراج، جو سرڪاري ٽن هزار خچرن ۽ گهوڙن تي بکر کان دهليءَ ڏانهن وڃي رهيو هو. تنهن کي جئتسي جي پوٽي همير جيلسمير جي سرحد تي لٽي ڇڏيو. سلطان علاءُ الدين خراسان ۽ بلوچستان کان بلوچن کي گهرائي جيسلمير سان جنگ شروع ڪئي. ساندهہ اٺن ورهين تائين بلوچن اجمير ۽ آسپاس وارن علائقن کي گهيرو ڪيو ۽ راجپوتن جي ناڪہ بندي ڪئي. هن ويڙهہ ۾ ڪاڏل، ٻاڙمير ۽ ڊٽ (سنڌ) جي راڻن ۽ ناگور جي نوابن محبوب خان، محبت خان ۽ علي خان ٻہ پاڻين جو طرف ورتو.[4]

---

1 _ Frontier & Overseas Expeditions From India, CHP. II, PP. 21-22, Calcutta.

2_ فرشتہ: جلد_2.

3_ فرشتہ: جلد_2، ص_ 179.

4 _ اجمير وانگر ناگور بہ اسلام جي ابتدائي ڪاهُن وقت مسلمانن جي قبضي هيٺ رهيو. ناگور جو شهر ۽ قلعو جوڌپور کان 75 ميل اتر اوڀرندي طرف هڪڙي ويران جهنگ ۾ واقع آهي. هت مسلمان جا گهڻا ئي مقبرا ۽ عمارتون آهن.

بلوچي لشڪر کي منڊور کان جيڪو سامان رسد ملندو هو سو راجپوت لٽڻ لڳا.[1] اٽڪل ست هزار بلوچ هن ويڙهه ۾ مارجي ويا. سنه 1294ع ۾ جئتسيءَ جو پٽ مولراج ٽيون گاديءَ تي ويٺو سندس هٿان 9 هزار وڌيڪ سلطاني لشڪر مارجي ويو ليڪن بلوچ گهيري کي جاري رکندا آيا. مولراج تنگ ٿي پنهنجن وزيرن، سهير ۽ بيڪمسيءَ جي صلاح سان جوهر رسم ادا ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو. راجپوتن پنهنجن زالن ۽ ٻارن کي هٿ سان قتل ڪيو. اٽڪل اڍائي هزار جوان ۽ پوڙهين عورتن جوهر رسم ادا ڪئي. پوءِ راجپوتن تلسيءَ جي پوڄا ڪري، گيڙوءَ رتا ڪپڙا ڍڪي، قلعي کان نڪري مقابلو ڪيو. 3 هزار جوڌا وڙهي وڙهي قربان ٿيا. منجهانئن فقط گرسي ۽ ڪانور نالي ٻه راج ڪمار بچيا، جن کي نواب محبوب خان برهمڻن جي حوالي ڪري، ناگور ڏانهن موڪليو. ناگوري نوابن مان محبت خان ۽ علي خان ٽن سون يادو سردارن سميت مارجي ويا. سنه 1295ع ۾ سلطان علاءُ الدين جيسلمير جي قلعي کي مسمار ڪري دهليءَ ڏانهن موٽيو.[2]

سنه 716هه (1316ع) ۾ علاءُ الدين وفات ڪئي. ڪيس چار پٽ هئا: خضر خان، شادي خان، ابوبڪر خان ۽ مبارڪ خان جنهن جو ٻيو نالو قطب الدين هو. پويون شهزادو، ملڪ ڪافور جي مدد سان، تخت تي ويٺو.[3] ملڪ ڪافور جي قتل ٿيڻ کان پوءِ، قطب الدين، خسرو خان هڪڙي نو مسلم گجراتيءَ کي سپهه سالار مقرر ڪيو ۽ پاڻ عيش و عشرت ۾ لڳي ويو. خسرو خان چاليهه هزار پنهنجي قوم جا ماڻهو پرتي ڪري، سنه 720هه (1320ع) ۾ قطب الدين کي قتل ڪرائي، پاڻ بادشاهه ٿي ويٺو. خسرو خان تخت تي ويهڻ کان پوءِ سڀني اميرن ڏانهن خلعتون روانيون ڪيون، مگر ديپال پور جي حاڪم تغلق شاهه خلعت

---

1 ـ منڊور (هاڻوڪي جوڌپور شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي) جيسلمير رياست جو پراڻو تختگاهه هو. هينئر منجهس راجپوت راجائن جون سماڌيون، هڪڙي باغ ۾ ٺلاءِ آهن.

2 - J. Tod: The Annals and Antiquities of Rajasthan, Vol. II, P. 327.

3 ـ ملڪ ڪافور اصل حبشي غلام هو جنهن کي الغ بيگ، گجرات فتح ڪرڻ وقت، بغداد جي هڪڙي عرب سوداگر کان کنبيات جي بندر تي خريد ڪيو هو. پوءِ هو آهستي آهستي ترقي ڪندو سپهه سالاريءَ جي عهدي کي پهتو سنه 706هه (1306ع) ۾ ملڪ ڪافور وڏي لشڪر سان دکن تي ڪاهي، سيلاب وانگر راجائن کي وڪوڙي شڪست ڏيئي، وڏو خزانو هٿ ڪيو. هن راميشور وٽ هڪڙي مسجد يادگار طور قائم ڪئي. جا جهانگير جي زماني تائين قائم هئي. موٽڻ کان پوءِ هن بادشاهه علاءُ الدين جي ذاتي ڪمن ۾ اهڙو دخل ڏنو جو بادشاهه سندس چرچ تي پنهنجي راڻيءَ ماهڪ کي، جا معزالدين جي ڌيءَ هئي، پٽ خضر سان سميت گواليار جي قلعي ۾ قيد رکيو ملڪ ڪافور جي ئي اشاري تي راڻيءَ جو ڀاءُ الپ خان گجرات جو والي مارجي ويو. پوءِ ملڪ ڪافور قطب الدين کي مارائڻ جو ارادو ڪيو مگر راڻيءَ ماهڪ جي ٻن غلامن، جن کي علاءُ الدين خريد ڪيو هو، تن هٿان پاڻ قتل ٿي ويو.

ونڻ کان انڪار ڪيو.[1] خسرو خان حڪم ڏنو تہ جيڪو ڳئون ذبح ڪندو، تنهن کي اُن جي کل ۾ سبرايو ويندو. هن حڪم ڏنو تہ مسلمان ڳئون جي تعظيم ڪن ۽ ڳئون جو پيشاب دوا طور ڪم آڻين ۽ ان جي گوبر سان گهر جون ديوارون لنبن ۽ صاف رکن. مٿئين حڪم جي ڪري مسلمانن ۾ عام ناراضپو پئجي ويو. تغلق جو پٽ جونا خان، جو شاهي اصطبل مٿان اعليٰ عملدار هو سو دهليءَ مان ڀڄي پنهنجي پيءُ وٽ ديپال پور پهتو. غازي الملڪ سنڌ ۽ پنجاب جي لشڪر سان، خسرو کي شڪست ڏيئي مارائي، اميرن جي رضامندي سان بادشاهي ڇٽ پنهنجي مٿي تي رکيو.[2]

## خلجي سلطانن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت:

خلجين جي ڏينهن ۾ سنڌ مغلن جي ڪاهُن کان محفوظ رهي ۽ سلطان علاءُ الدين جي زماني ۾ ترقي ڪيائين. ملڪ نصرت خان ۽ ظفر خان تجربيڪار جرنيل هئا، جن سنڌ کي بيروني ڪاهُن کان بچائي ورتو. نصرت خان سنڌ کي ننڍين ننڍين پرڳڻن ۾ ورهائي، مٿن صوبيدار مقرر ڪيا ۽ شهرن ۾ عدالتي ڪاتن تي قاضي ۽ امير مقرر ڪيا. هر هفتي سنڌ جون خبرون حڪومت جي مرڪز ۾ باقاعدي پهچڻ لڳيون. سنڌ جي فوجي قوت بلوچن جي پرتي ٽيڻ ڪري مضبوط هئي. علاءُ الدين خلجي سنڌي لشڪر جي مدد سان گجرات فتح ڪيو هو ۽ ملڪ الغازي سنڌي ۽ پنجابي لشڪر سان دهلي فتح ڪئي. علاءُ الدين خلجيءَ شين جا اگهہ مقرر ڪيا ۽ شين جي وڪري جي جاچ ڪرڻ لاءِ حڪومت اندر محتسب (رئيس) مقرر ڪيا، جي بادشاهہ کي رپورٽون پهچائيندا هئا. چوپائي مال تان محصول موقوف ڪيا ويا، جنهن ڪري گوشت سستو وڪامڻ لڳو. ان مهانگو ٿيندو هو تہ سرڪاري گدامن تان سستي اگهہ تي ملي سگهندو هو. ڪڻڪ جي في مڻ جي قيمت ساڍا ست جيتل

---

1 . ديپال پور، منٽگمري ضلعي ۾ پاڪ پٽن کان 23 ميل اوڀرندي ۽ اوڪاڙه اسٽيشن کان 17 ميل ڏکڻ طرف واقع آهي. جنرل ڪننگهام جي تحقيقات موجب، راجا ديوپال هي شهر تعمير ڪرايو هو. محمد بن قاسم هي شهر فتح ڪري، اتي هڪڙي مسجد تعمير ڪرائي هئي. بطليموس جي نقشي ۾ ”ديدالہ“ ڏيکاريل آهي. هي شهر غلام سلطانن ۽ خلجين جي ڏينهن ۾ پنجاب جو تختگاهہ هو ۽ اتي وڏي ڇانوڻي هئي. پراڻي شهر جا نشان ڏکڻ اولهہ طرف ٽن ميلن ۾ آهن. تيمور جي حملي وقت، منجهس 84 مسجديون هيون، بابر جي ڪاهُن وقت هي شهر لاهور جيڏو هو.

2 . خسرو خان گجرات جي شهر پٽن جو نيچ ذات هندو هو. سلطان قطب الدين جي زماني ۾، هن معبر (ڪارو منڊل) فتح ڪيو هو. شڪست کائڻ کان پوءِ، جونا خان هن کي گرفتار ڪيو هو ۽ تغلق جي حڪم سان کيس قتل ڪري ڇڏيائين.

هئي، جن جي قيمت هاٿوڪن ٻن آنن جيتري هئي جو في مڻ چار جيتل وڪامڻ لڳا. چانورن جي قيمت في مڻ جي 5 جيتل هئي، مانهه جي دال جي في مڻ جي قيمت 5 جيتل ۽ موٺ في مڻ 3 جيتل هئي.

غرض ته سڀئي ڪان وٺي گهوڙي تائين اگهه سرڪاري مقرر هئا. منافع خورن کي سخت سزائون ملڻ لڳيون. مٿئين ڪم جي نگراني ڪرڻ تي خفيه ناظر ۽ جاسوس مقرر هئا. سلطان هارين کان نقديءَ بدران اُن ڏل ۾ وٺي گدام ۾ ري چڏيندو هو. ذڪر جي منڊ ۾ به مٿين اگهن تي اَن وڪامندو هو. زميندارن کي حڪم هو ته سرڪاري مقرر ڪيل اگهه تي واپارين کي ان وڪڻن. سلطان التمش کان وٺي سلطان علاءُ الدين جي زماني تائين، اهو زمانو هو جڏهن مغلن مشرقي ايشيا ۽ يورپ کي تاراج ڪري ڇڏيو هو ۽ شمس الدين التمش، غياث الدين بلبن ۽ علاءُ الدين خلجي جيڪڏهن لياقت وارا فرمانروا نه هجن ها ته جيڪر سنڌ به ويران ٿي وڃي ها.

علاءُ الدين خلجيءَ جي زماني ۾ سپاهين کي نقد پگهار ملڻ لڳو. هر هڪ سوار جو 234 ٽنڪا (رپيا) ۽ ٻن گهوڙن وارن جو 312 ٽنڪا پگهار مقرر هو. اهڙي طرح پنج لک سوار فوج رکڻ جو انتظام قائم هو. جهاد ۽ لٽ جي مال جي شوق سبب خوشيءَ سان ماڻهو پرتي ٿيڻ لڳا. فتوحات جو سيلاب راجپوتانا، گجرات ۽ دکن تائين پهتو. ملڪ ڪافور کي ديوگري فتح ڪرڻ وقت، 2400 پائونڊ سچا موتي، 120 پائونڊ جواهرات، 6000 پائونڊ چاندي ۽ 4000 ٿان ريشمي ڪپڙي جا مال غنيمت ۾ هٿ لڳا. ديپال پور ۽ ملتان جون مضبوط چانوٽيون ۽ قلعا حڪومت ۽ سنڌ جي بچاءُ لاءِ هئا.

علاءُ الدين خلجيءَ جي دؤر اندر زالون به سياست ۾ حصو وٺڻ لڳيون. ملڪ جهان ماهڪ جي ڪوشش سان ملڪ ڪافور جي سازشن جو خاتمو ٿيو. صوبن جا گورنر جلد جلد بدلي ڪيا ويندا هئا، جيئن رشوت خور نه بنجن. هندن کي وڏا وڏا عهدا ملڻ لڳا. جيڪو هندو مسلمان ٿيندو هو تنهن کي بادشاهه اڳيان پيش ڪبو هو ۽ بادشاهه هن کي سونو ڪنگڻ ڏيندو هو. سيوهڻ جي راجا سلديو ۽ سپه سالار خسروُ بغاتون ڪيون، مگر ڪين پورو نتيجو مليو.

خلجي دؤر اندر سنڌ جي واپار ترقي ڪئي. سنڌ جو واپار عدن ۽ آفريڪا سان هلڻ لڳو. مشهور اطالوي سياح مارڪو پولو سنڌ جي ڪناري مڪران ۽ تيز بندر کان لنگهيو. ابوالفدا دمشقي به ان دؤر ۾ سنڌ مان گذريو. ٻئي پنهنجن سياحت نامن ۾ لکن ٿا ته عيسوي 13 صديءَ اندر عربستان ۽ ايران جا سوداگر تيز، ڪنيات ۽ پڙوچ جي بندرن تي گهوڙن جو واپار ڪري، اتان ڪپهه، نير ۽

چمڙو خريد ڪندا هئا ۽ سنڌو نديءَ تي جهاز راني چالو هئي. سيوهڻ جي راجا سلديو جي بغاوت ڪرڻ وقت، ظفر خان ملتان کان ٻيڙين جي ذريعي فوج وٺي سيوهڻ پهتو هو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي جهازن کي زنجيبار ڏانهن ويندي فقط ويهه ڏينهن لڳندا هئا. موتندي سمنڊ جي ويڪر ڪري مسافري ڪرڻ ۾ ٽي مهينا لڳندا هئا. مارڪو پولو مڪران جي خوشحاليءَ بابت لکي ٿو ته اتي جي رهاڪن جو گذران کير، چانور ۽ گوشت تي آهي.[1]

ديبل جي ويرانيءَ کان پوءِ سنڌ جي ٻن بندرن، تيز ۽ لاهريءَ، تجارت ۾ ترقي ڪئي. خلجي سلاطين جي زماني ۾ ٽامي، چاندي ۽ سون، ٽن ڌاتن جا سڪا چالو هئا. جن تي قيمت، سال، بادشاهه جو نالو ۽ ٻئي پاسي بغداد جي خليفي جو نالو لکيل هوندو هو. علاءُ الدين خلجيءَ جي زماني ۾ شراب جي واپار تي قطعي بندش پيل هئي، بلڪ شراب پيئڻ سخت ڏوهه هو. سندس ڏينهن ۾ سرائون، خانقاهون ۽ مقبرا تعمير ٿيا. ڪڇيءَ ۾ علاءُ الدين ٿي گنبذ تعمير ڪرايا، جي سندس نالي پٺيان سڏبا هئا.[2] علاءُ الدين شوخ ۽ ظالم به هو مگر علماءِ ڪرام جي عزت ڪندو هو سندن صحبتن کي پسند ڪندو هو. حضرت فريدالدين مسعود شڪر گنج، ملتان جي عارف ڪامل صدر الدين ۽ خواجه نظام الدين اولياءَ صوفيا ڪرام جون خانقاهون آباد هيون. سندن تبليغ ۽ روحاني فيض جي ڪري سنڌ، گجرات ۽ بلوچستان ۾ سهروردي ۽ چشتيه جي مريدن ۽ خليفن جي خلافت جون گاديون قائم ٿيون. (جن جو احوال موقعي سر ڏبو.)

هن ئي دؤر اندر مغلن جي ڪاهن ڪري، گهڻائي عالم، فاضل دهليءَ جي درٻار ۾ پهتا. سلطان جلال الدين خلجي شاعرانه مذاج رکندڙ هو. سندس درٻار ۾ قاضي فخرالدين ڪرمانيءَ کي وڏو رسوخ حاصل هو.[3] هن دور جي علمائن جي فهرست ڊگهي آهي، جهڙوڪ امير ارسان، ڪاتبي، سعد منطقي، قاضي مغيث الدين هانسوي، صدرالدين عالي، فخرالدين قواس، حميدالدين راجا، مولانا عارف، حڪيم عبيد، شهاب الدين انصاري ۽ ٻيا متعدد اهل قلم ۽ شعرا ٿي گذريا. امير خسرو پنهنجو شهرهءِ آفاق "خمسه" هن ئي دور ۾ لکيو.

علاءُ الدين جي فوجن ۾ بلوچن گجرات، چتور، جيسلمير ۽ دکن تائين جنگين ۾ حصو ورتو. اهڙي طرح بلوچ علمائن کي هن درٻار ۾ رتبا مليا.

---

1 -Yule C. B: Morcopolo, Book II, P-334, London, 1871.
Radha Kummud Mookerji: History of Indian Shipping.

2_ تاريخ بلوچستان: هيتورام، ذڪر "گنبد علاءُ الدين"

3_ تاريخ فرشته: جلد_1، ذڪر علاءُ الدين، نولڪشور.

جهڙوڪ مولانا علاءُ الدين ڪڙڪ، مولانا ڪمال الدين ڪولوي، مولانا نظام الدين قلاتي وغيره. خلجين ٿورو وقت حڪومت ڪئي ليڪن سندن قليل عرصي اندر علم ترقي ڪئي. مؤرخ ضياءَ برني هن دؤر جو مؤرخ ٿي گذريو آهي. سندس "تاريخ فيروز شاهي" مشهور آهي، جا پوءِ ڪلڪتي مان شايع ٿي. ضياءَ بخشي بدايوني، ٻيو مشهور مصنف ٿي گذريو. سندس تصنيفات مان "سلڪ السلوڪ"، "عشره مبشره"، "طوطي نامہ"، "گلريز" ۽ "چهل ناموس" ڪتابن جي خبر پئجي سگهي ٿي.

شيخ شرف الدين يحيٰ منيريءَ جو ڪتاب "مڪتوبات" تصوف تي بهترين ڪتاب آهي. امير سنجري، جو مغلن هٿان وڙهندي شهيد ٿيو هو تنهن جي ڪتاب "فوائد الفوائد" ايتري تہ شهرت حاصل ڪئي هئي، جو امير خسروؔ جي "افضل الفوائد" کي بہ ايتري نصيب ڪانہ ٿي. سندس "ديوان" حيدرآباد مان شايع ٿيو. امير خسرو "طوطيءِ هند" جو لقب حاصل ڪيو تہ حسن سنجري "سعديءِ هند" جو خطاب حاصل ڪيو. شيخ علي حزين پنهنجي "تذڪري" ۾ هڪڙو مفصل باب هندستان جي گلا ۾ لکيو آهي: جيتوڻيڪ خاڪ هند ۾ مدفن ٿيو! امير خسرو "مثنوي نۀ سپهر" ۾ هندستان جي فضيلت تي چار سؤ ابيات ڏنا آهن ۽ حب الوطنيءَ جو ثبوت ڏيندي خاڪ هند کي "جنت" جي نالي سان سڏيو آهي.

## سنڌ تي تغلقن جي حڪومت:

اسلامي حڪومت جون حدون جيڪي اڳ صرف اتر هندستان ۽ بنگال تائين محدود هيون، سي خلجي سلطانن جي ڏنهن ۾ گجرات ۽ دکن تائين وسيع ٿي ويون. اسوڪا کان پوءِ سلطان علاءُ الدين پهريون مسلمان فرمانروا هو جنهن هندستان ۾ ايڏي عظيم الشان شهنشاهت قائم ڪئي. سندس دربار ۾ ڌارين ملڪن جا سفير رهندا هئا. خلجين کان پوءِ تغلق سلطانن سنہ 720هہ (1321ع) کان سنہ 802هہ (1399ع) تائين دهليءَ تي حڪومت ڪئي. سندن نالن جي فهرست هيءَ آهي.

## تغلقن سلاطين جي فهرست:

| | |
|---|---|
| (1) تغلق خان | (720هہ: 1321ع) |
| (2) محمد تغلق | (725هہ: 1325ع) |
| (3) فيروز ثالث | (752هہ: 1351ع) |

| | |
|---|---|
| (4) تغلق ثاني | (790هہ: 1388ع) |
| (5) ابوبڪر | (791هہ: 1388ع) |
| (6) محمد | (792هہ: 1390ع) |
| (7) سڪندر | (796هہ: 1394ع) |
| (8) محمود ۽ نصرت | (796هہ: 1394ع) |
| امير تيمور جي ڪاهہ | (2_801هہ: 9__1398ع) |
| (9) محمود (ٻيو ڀيرو) | (802هہ: 1399ع) |

## تغلق ڪير هئا؟

عام هندستان جي تاريخن ۾ لکيل آهي تہ "تغلق" لفظ "قتلغ" جي بگڙيل صورت آهي. مؤرخ تغلق سلاطين کي "ترڪ" لکن ٿا، مگر ايئن نہ آهي. تعجب اهو جو "تاريخ فيروز شاهيءَ" ۾ تغلقن جو نسب ڏنل ڪونہ آهي. حقيقت ۾ تغلق پيءُ طرفان تاتاري يا مغل هئا ۽ ماءُ طرفان بلوچ هئا. سندن پيشو لٽ مار هو ۽ سندن وطن خاران هو جنهن کي مارڪو پولو "قرونہ" لکيو آهي. هن خاندان جو اعليٰ امير نقودار چغتائي خان جو پاٽئيو هو. سندس خاندان مان امير طومان خلاف سنہ 1383ع ۾ امير تيمور پنهنجي پٽ ميران شاهہ کي روانو ڪيو هو.[1] ڪن جديد مؤرخن هن خاندان کي بلوچ لکيو آهي.[2]

## غياث الدين غازي الملڪ:

سلطان غياث الدين تغلق اصل ايل پنهوار هو. جو قسمت آزمائيندو سلطان علاءُ الدين جي ڀاءُ الغ خان، حاڪم سنڌ ۽ ملتان، وٽ اچي نوڪر بيٺو. الغ خان سندس شرافت ۽ ايمانداريءَ کي ڏسي کيس امير آخور (شاهي اصطبل جو داروغو) بنايو. اتان ترقي ڪري شاهي اميرن ۾ داخل ٿيو. هن مغلن کي اناويهہ گهمرا شڪستون ڏنيون، جنهن ڪري کيس "غازي الملڪ" ۽ سندس پٽ محمد جونا کي "فخر الملڪ" جا لقب مليا. مغلن جي ڪاهُن کي روڪڻ لاءِ سلطان علاءُ الدين غازي الملڪ کي ملتان ۽ ديپال پور مٿان حاڪم مقرر ڪيو. هن وقت ملتان جي پرسان "تغلق خان جو ڪٺهڙو" موجود آهي.[3]

---

1 -Stanely Lane- Pool: Mediaeval India, "Mohamedan Dynasites:. P-427.

2 - Price. Principal Events in Mohammedan History, Part-I, Vol III, PP-47-49, London, 1820.

عجائب الاسفار: جلد_2، ص_89. اصطخري "قرونہ" کي "قاران" لکي ٿو. "روضة الصفاء" ۾ مير خوند محمد بن خاوند شاهہ، نقودارين جي ميران شاهہ هٿان شڪست جو بيان ڏنو آهي، جنهن تان مسٽر پرائيس بيان ورتو آهي.

C.F. Minchin: Gazetteer of Kahran, "Origin of Name", P 3, Bombay, 1907.

Stanely Lane-Poole: Mediaeual, India, P-122, London, 1917.

3 _ فرشتہ. جلد_1، ذڪر سلطان محمد تغلق.

تخت تي ويهڻ کان پوءِ غياث الدين تغلق ملتان مٿان تاج الدين کي، بکر مٿان خواجہ خطير کي ۽ سيوهڻ مٿان علي شير کي مقرر ڪري، سنڌ جي انتظام کي مضبوط ڪيو. سندس ڏينهن ۾ سومرن سنڌ جي لاڙ ڀاڱي ۾ ساموئيءَ تي قبضو ڪيو هو.[1] سلطان غياث الدين حڪومت جي پهرئين سال رعايا مٿان ڍلون گهٽايون ۽ شراب تي بندش وڌي. سندس حڪومت اندر آسودگيءَ جو دؤر هو. سندس پٽ جونا خان سنہ 723ھ (1323ع) ۾ دکن فتح ڪري اتي جي راجائن کان خراج وصول ڪيو.[2] غياث الدين بنگال جي نواب کي شڪست ڏئي سنہ 725ھ (1324ع) ۾ بنگال کان موٽندي پنهنجي پٽ کي حڪم ڏنو تہ هن لاءِ نئون محلات افغان پوره ۾ تعمير ڪرائي. جونا خان جي سخاوت ۽ گهڻن غلامن خريد ڪرڻ ڪري غياث الدين پٽ تي ناراض هو.[3] ان سبب ڪري جونا خان احمد بن اياز گجراتيءَ معرفت اهڙي قسم جو محلات اڏايو جو بادشاهہ ماني کائي جيئن ٻاهر نڪتو تي، تيئن هاٿيءَ جي ٺوڪر لڳڻ سان محلات ڪري پيو ۽ غياث الدين پنهنجي ننڍي پٽ محمد سميت دٻجي مري ويو.[4] احمد بن اياز گجراتيءَ محلات جي معمار کي، جونا خان "صدر جهان" جو عهدو ڏنو.

## محمد تغلق:

سنہ 725ھ (1325ع) ۾ محمد جونا تغلق دهليءَ جي تخت تي وينو ۽ پاڻ کي "ابوالمجاهد محمد شاهہ" جي لقب سان سڏائڻ لڳو. شيخ ابن بطوطا جو

---

1 ـ تحفة الڪرام: جلد ـ3، ص ـ33.

2 ـ سنہ 1323ع ۾ محمد جونا خان ورنگال فتح ڪري، اتي جي راجا پرتا براءِ کي قيد ڪري دهليءَ آندو هو. سنہ 1324ع ۾ احمد شاهہ بهمنيءَ ورنگال جي خاندان گن پتي راجائن جو خاتمو ڪيو.

3 ـ سلطان نظام الدين اولياءَ ان زماني جو بي مثل فقيهہ ۽ صوفي ٿي گذريو آهي. امير خسرو، خواجہ حسن شاعر ۽ سلطان علاءُ الدين خلجيءَ جا ٻہ پٽ خضر خان ۽ شادي خان سندس مريد ٿيا. سلطان قطب الدين مبارڪ شاهہ، هن وٽ ماڻهن جو هجوم ڏسي کيس هر روز دربار ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ حڪم ڏنو، مگر ساڳيءَ تاريخ قطب الدين، خسرو خان هٿان مارجي ويو. ان وچ ۾ محمد جونا خان بہ سندس مريد ٿيو. جنهن تي غياث الدين بنگال ڏانهن ويندي چيو تہ: "يا شيخ آنجا با شد يا من" سلطان نظام الدين جواب ڏنو تہ: "هنوز دلي دور است". اتفاق اهڙو ٿيو جو دهليءَ پهچڻ کان اڳ، هو سنہ 725ھ ۾ دٻجي مري ويو. سلطان الاوليا سنہ 725ھ ۾ وفات ڪئي.

4 ـ حاجي محمد قنڌاري، فرشتہ ۽ ضياءَ برني بيان ڪن ٿا تہ افغان پوره وارو ڪاٺ جو محلات جيڪو جونا خان جوڙايو هو سو وڄ ڪرڻ ڪري ڊهي پيو. مگر ابن بطوطا کي شيخ رڪن الدين ملتانيءَ بيان ڏنو هو جو ان موقعي تي موجود هو تہ جونا خان احمد بن اياز معمار معرفت مٿيون محلات جوڙايو هو ۽ سندس ئي اشاري ملڻ سان ڊهي پيو هو. مٿئين ڪارنامي، عيوض محمد تغلق، احمد گجراتيءَ کي وزيراعظم جو عهدو ڏنو. ڏسو "عجائب الاسفار"، جلد ـ2، ص ـ 97ـ96

انهن ڏينهن ۾ هندستان جي سياحت ڪرڻ آيو هو. تنهن کي سلطان موصوف ڪجهه وقت لاءِ پنهنجو وزير مقرر ڪيو.

## ڪشلو خان جي سنڌ تي حڪومت:

محمد تغلق، بهرام ايبه يعني ڪشلو خان کي بکر تي حاڪم مقرر ڪري، اُچ ۽ ملتان به سندس حوالي ڪيا. ڪشلو خان جي محمد تغلق گهڻي عزت ڪندو هو ۽ کيس چاچو سڏيندو هو. سنه 727هه (1326ع) ۾ مغلن پنجاب تي ڪاهه ڪئي. سلطان محمد تغلق مغلن کي شڪست ڏيئي ڪڍيو. دکن مغلن جي ڪاهُن کان محفوظ هو تنهن ڪري سلطان دولت آباد (دکن) کي تختگاهه مقرر ڪيو جو انهن ڏينهن ۾ "ديوگري" سڏبو هو مگر اميرن کي اتي آب و هوا موافق نه لڳي، جنهن ڪري بادشاهه ٻيهر دهليءَ کي تختگاهه مقرر ڪيو.

سلطان محمد تغلق ٻيهر هڪڙي عملدار علي خططيءَ کي ملتان روانو ڪيو ته ڪشلو خان به پنهنجي اهل ۽ عيال کي نئين تختگاهه دولت آباد (دکن) ڏانهن روانو ڪري. بهرحال علي خططيءَ سان ڪشلو خان جو تڪرار ٿيو جنهن ۾ علي مارجي ويو. تنهن کان پوءِ ڪشلو خان ترڪن، افغانن ۽ بلوچن جو لشڪر گڏ ڪري بغاوت ڪڙي ڪئي. ملتان کان ٻن منزلن جي مفاصلي تي ابوهر جي جهنگ وٽ ڪشلو خان سلطاني لشڪر سان مقابلو ڪيو. محمد تغلق پنهنجي پالڪيءَ ۾ شيخ رڪن الدين ملتانيءَ جي ڀاءُ شيخ عماد الدين کي ويهاريو جنهن جي شڪل بادشاهه جهڙي هئي. محمد تغلق چئن هزارن سوارن سان ميدان ڇڏي هڪڙي طرف نڪري ويو. ڪشلو خان شيخ موصوف کي بادشاهه سمجهي قتل ڪيو پوءِ ملتان ڏانهن موٽيو. ايتري ۾ محمد تغلق سوارن جي دستي سان اوچتو ملتان تي ڪاهي، ڪشلو خان جو سر وڍي شهر جي دروازي تي لٽڪايو ۽ ملتان جي قاضي ڪريم الدين کي به سا ڳي سزا ڏني. عمادالدين جي ڀاءُ رڪن الدين ۽ پٽ شيخ صدر الدين کي سلطان هڪ سؤ ڳوٺ انعام ڏنا، جيئن شيخ بهاؤ الدين زڪريا ملتانيءَ جي خانقاهه جو لنگر جاري رکن. ابن بطوطا جڏهن ملتان پهتو هو ان وقت ڪشلو خان جو مٿو شهر جي ديوار تي لٽڪندو ڏٺو هئائين.

ڪشلو خان جي مارجي وڃڻ کان پوءِ محمد تغلق، "اقوام الملڪ" کي ملتان ۽ سنڌ مٿان حاڪم مقرر ڪيو. اقوام الملڪ اصل تلنگانه جو رهاڪو هوندو هو ۽ اتي جي راجا جو اهلڪار هو ۽ سندس هندڪو نالو "ڪٽو" هو. راءِ تلنگانه سميت دهليءَ پهچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيو ۽ ملڪ مقبول جي نالي سان

سڌجڻ لڳو. فارسيدان ۽ منتظم هو. تنهن ڪري محمد تغلق کيس ”اقوام الملڪ“ جو لقب ڏيئي، ملتان مٿان حاڪم مقرر ڪيو. سندس پٽ جو نالو بادشاهہ ”جونا شاهہ“ رکيو هو جو احمد اياز ”صدر جهان“ جي مرڻ کان پوءِ فيروز شاهہ تغلق جي ڏينهن ۾ نيٺ وزيراعظم مقرر ٿيو هو.

سنہ 752هہ (1351ع) ۾ سلطان جو هڪڙو غلام، طغي. گجرات ڏانهن ڪرنال کان ڀڄي ويو. ساڳئي وقت مالوا ۽ گجرات ۾ فساد پيا. طغي گجرات جي باغين وٽ جهوناڳڙه ۾ پناهہ ورتي. وري جڏهن سلطان گجرات پهتو تڏهن طغي اتان ڀڄي سنڌ جي سمن وٽ ساموئيءَ ۾ پناهہ ورتي. سلطان محمد تغلق ان وقت تپ دق ۾ مبتلا هو. مگر بيماريءَ جي حالت ۾ گونڊل کان ساموئيءَ پهتو ۽ ساموئي کان 14 ميلن جي مفاصلي تي درياءَ جي ڪپ تي منزل ڪري لشڪر کي ساموئيءَ تي گهيري ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيائين. هتي جي گهميل آب هوا ڪري سندس طبيعت بگڙجڻ لڳي. سندس بيگم ڪندل جي ڳوٺ وٽ اچي ساڻس گڏي، جنهن کي ڏسي خوش ٿيو. مگر سندس ڏينهن اچي پورا ٿيا هئا. تنهن ڪري محرم مهيني ۾ سنہ 752هہ (1350ع) ۾ هن دار فاني مان لاڏاڻو ڪري ويو. سندس سؤٽ فيروز جو مٿينءَ مسافريءَ ۾ حرمين شريفين وڃڻ جي ارادي ساڻس هم رڪاب هو تنهن کي محمد شاهہ جيئري پنهنجو وارث مقرر ڪيو ۽ هيٺيون بيت چئي ڏٺايائين:

”تو سر سبز باشي بہ شهنشي،
ڪہ من ڪرده ام سر بالين تهي!“

(فرشتہ، جلد ـ 1)

## فيروز شاهہ تغلق:

فيروز شاهہ تغلق، سلطان محمد تغلق جي لاش کي تغلق آباد ۾ غياث الدين تغلق جي مقبري ۾ دفنائڻ لاءِ روانو ڪيو.[1]

---

1 ـ تغلق آباد جو شهر ۽ قلعو هڪڙي ٽڪريءَ تي، قطب صاحب کان 4 ميل اُوڀرندي طرف، مٿرا ڏانهن ويندڙ سڙڪ جي سامهو واقع آهي. هي شهر غياث الدين تغلق تعمير ڪرايو هو. شهر 4 ميلن ۾ آهي. ٽڪريءَ کي ڪاٽي مٿس قلعي جي ديوار ٺاهيل آهي، جا ميدان کان نوي فوٽ بلند آهي. ڏکڻ اولهہ طرف قلعي ۽ شاهي محل جي ويجهو غياث الدين تغلق جو مقبرو آهي، جو ڍنڍ جي وچ ۾ آهي. محمد تغلق بہ هن مقبري ۾ دفنايل آهي. مقبري جي عمارت ڳاڙهي پٿر ۽ سنگ مرمر جي جوڙايل آهي. عمارت گنبذ جي چوٽيءَ تائين اسي فوٽ بلند آهي ۽ گنبذ جو قطر ٻاهران 44 فوٽ آهي. مقبري واري هنڌ کي دارالامان سڏين ٿا. هينئر ڪي زميندار رهن ٿا، جي پاڻ کي تغلق جو

فيروز شاهه جي، تخت تي ويهڻ لاءِ مرضي ڪانه هئي، پر پوءِ شيخ نصيرالدين چراغ دهلويءَ جي چوڻ تي، جو محمد تغلق سان سفر ۾ گڏ هو، تخت تي ويهڻ قبول ڪيائين ۽ ساڳيءَ منزل تي تاج پوشيءَ جي رسم ادا ڪئي ويئي. فيروز شاهه تخت تي ويهڻ کان پوءِ اميرن ۽ مشائخن کي خلعتون عنايت ڪري، ملڪ رڪن الدين کي بکر مٿان نائب مقرر ڪيو. سندس ماتحت تاج الدين ڪافوري ۽ علي شير سيوهڻ مٿان حڪومت ڪرڻ لڳا. باغي طغي، جنهن سمن وٽ پناهه ورتي هئي، سو سمن ۽ جاڙيجن جي لشڪر سان فيروز شاهه جي منزل تي ڪاهي آيو پر سلطاني لشڪر هٿان شڪست کائي ڀڳو. فيروز شاهه نهايت شان شوڪت سان حڪومت ڪئي. ڪيس بغداد جي دربار پاران "سيد السلاطين" جو لقب مليو. باغين کان واندو ٿي، فيروز شاهه سنڌ جي حالتن کي جاچڻ لاءِ هر روز پنجن ڪوهن تي منزل ڪرڻ لڳو. واٽ تي ساگره ڍنڍ وٽ قلعو اڏائي، پنهنجي عملدار نصير کي هڪ هزار فوج سان مقرر ڪري، پوليس جو بندوبست بهرام جي حوالي ڪري، سيوهڻ پهتو. لعل شهباز جي زيارت ڪري، اتي جي قاضين، علمائن، متولين ۽ سردارن کي جن واٽ تي سندس سلامي ڪئي هئي، انعام اڪرام ڏيئي، بکر، اُچ، ملتان ۽ اجوڌن جون زيارتون ڪندو سنه 752هه (1351ع) ۾ دهليءَ پهتو.[1]

سنه 762هه ۾ سلطان فيروز شاهه سنڌ جي گشت تي آيو. بکر ۾ ويهه ڏينهن رهي مرحوم تغلق جي روح کي شربت ۽ برف سان ختمو ڏياري، قلعي جو انتظام ڪري ساموئيءَ پهتو.[2] سندس اچڻ جو ٻڌي سمو ڄام خيرالدين وڃي قلعي ۾ لڪو. سلطاني لشڪر کي گاهه ۽ رسد جي تنگي ٿيڻ لڳي، تنهن ڪري لشڪر موٽي گجرات ڏانهن هليو ويو. گجرات کان موٽندي، فيروز شاهه ڄام سمي کي

---

اولاد سڏائين ٿا. قلعي اندر گوجر قوم جا ماڻهو رهن ٿا. جي ڪائيون وڪڻي گذران ڪن ٿا. محلات جون سرون سون سان مڙهيل هيون، جي سج جي روشنيءَ تي چمڪنديون هيون. محلات اندر هڪڙو حوض هو جو پگهاريل سون سان ڀريل هو. هن جي تعمير تي سمورو خزانو محمد تغلق خرچ ڪيو هو. سلطان محمد تغلق دهلي ۽ سيريءَ جي وچ ۾ هڪڙو شهر جهان پناهه نالي تعمير ڪرايو هو. سيريءَ جو قلعو سلطان علاءُ الدين تعمير ڪرايو هو. قلعي کي "علاول" به سڏيندا هئا. هتي محمد تغلق جي محلات "هزار ستون" جا آثار بيٺل آهن.

1 _ تاريخ فيروز شاهي: ضياء برني، ص_ 525/523، ڪلڪتو.

2 _ "تاريخ سنڌ" ڀاڱي _3، ۾ لکيل آهي ته سلطان فيروز شاهه سنڌ ۾ ٻيو گهمرو سنه 772هه ۾ آيو هو. "تاريخ فيروز شاهي" ۾ 762هه سنه ڏنل آهي، جو صحيح آهي. سنه 772هه ۾ سلطان فيروز شاهه محمد تغلق جي يادگار لاءِ جون پور جو شهر تعمير ڪرايو هو فيروز شاهه دهليءَ ڀرسان فيروز آباد شهر پڻ تعمير ڪرايو هو جنهن ۾ اٺ جامع مسجديون هيون.

سيڪت ڏيڻ جو ارادو ڪيو. ڄام موصوف اڇي سلطان وٽ پيش پيو. فيروز شاهه کيس قيد ڪري سيوهڻ وٺي آيو. هتان ڄام بيڙين تي چڙهي ڀڄڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، پر گرفتار ٿي ويو. سلطان کيس قيد ڪري دهلي ڏانهن وٺي ويو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ فيروز شاهه ڄام خيرالدين جي پٽ ڄام جوناهه کي ساموئي ۽ ان جي پسگردائي جي حڪومت جو پروانو ڏيئي، سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. سلطان فيروز شاهه سنه 790هه (1388ع) ۾ وفات ڪئي. سنڌس پويان ڪمزور هئا، تنهن ڪري سنڌ تي پوءِ سمن جي حڪومت شروع ٿي.

## تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت:

تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾، سنڌ ملتان جي گورنري جي ماتحت هئي، جنهن جي ماتحت بکر ۽ سيوهڻ ۾ صوبيدار رهندا هئا. محمد تغلق جي ڪاهه وقت، سومرن جو زور ٽٽي ويو هو. سنه 762هه ۾، جڏهن فيروز شاهه ٻيو دفعو سنڌ ۾ آيو تڏهن ڄام خير الدين چاليهه هزار فوجن سان سلطان جو مقابلو ڪيو هو. پوءِ سنڌ آزاد ٿي ويئي. سلطان تغلق ظالم سخا ۾ مشهور ۽ علم پرور ٿي گذريو. ڪانئس ٻه غلطيون ٿيون: هڪڙو تہ هن دولت آباد کي تختگاهه مقرر ڪري ماڻهن کي دربدر ۽ پريشان ڪيو ۽ ٻيو تہ هڪ لک فوج خسرو ملڪ جي اڳواڻيءَ هيٺ ٿبيٽ رستي چين کي فتح ڪرڻ جي ارادي سان هماليہ جبلن ڏانهن رواني ڪيائين، جا فوج برساتي موسم اچڻ ڪري جبلن ۾ بي گور ۽ بي ڪفن ناس ٿي ويئي.

3 لک ستر هزار ماڻهن تي ٻڌل جي فوج خراسان ۽ ترڪستان فتح ڪرڻ لاءِ تيار ڪرائي هئائين. مٿين خيالي پلانن پچائڻ ڪري شاهي خزانا خالي ٿي ويا. سلطان خزاني جي ڪميءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ ٽامي جو سڪو سون برابر هلائڻ لڳو. هندو سونارن جعلي سڪا ٺاهڻ شروع ڪيا، جنهن سبب رعايا شاهي سڪي کي وٺڻ کان انڪار ڪيو. سنڌ جا شهر وسندڙ ۽ آباد هئا. شيخ ابن بطوطا سنه 734هه ۾ ڪشمور کان لاهري بندر تائين سنڌ جي سياحت ڪئي. هو لکي ٿو تہ "سنڌ جي شهر "خباني" ۾ خوشنما بازاريون آهن." ائين معلوم ٿئي ٿو تہ پوءِ هي شهر مهراڻ جي آب ڪاٽيءَ ڪري ويران ٿي ويو. ابن بطوطا سيوهڻ ۾ مدرسي ۾ رهيو هو. سندس چوڻ موجب سنڌ جي شهرن ۾ ڪير ۽ مڇي جام هئي. سندس ڏينهن ۾ سنڌو نديءَ تي جهازراني چالو هئي. ديبل ويران هو جت ابن بطوطا هڪڙي بت جو مجمسو ڏٺو هو جنهن جي هيٺان هندي خط ۾ هڪڙو ڪتبو لڳل هو.

سنہ 742ھ کان سنہ 749ھ تائين محمد تغلق جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سخت ڏڪر پيو. ڪڻڪ جي في مڻ سنڌ ۾ ڇهين دينارين وڪامڻ لڳو. ”تاريخ مبارڪشاهي“ ۾ لکيل آهي تہ سانده ستن سالن تائين برسات ڪانہ پئي. هڪ سير ڪڻڪ جي قيمت ”تاريخ فيروزشاهي“ ۾ 16 يا 17 جيتل لکيل آهي. ان زماني ۾ سير جو وزن 29 تولا ۽ 2 ماسا هو ۽ مڻ جو وزن 13 سير 8 آنا هو.[1] دهليءَ جي باشندن کي سرڪاري گدامن مان اَن ملڻ لڳو ۽ گجرات تائين سرڪاري اهلڪار تقاويون ڏيڻ لڳا. مگر سنڌ جو صوبو سرحد تي هئڻ ڪري نظر انداز ڪيو ويو جنهن ڪري ملتان، مالوهہ، گجرات، دکن ۽ سنڌ تائين بغاوت پکڙجي ويئي. باغي جابجا سلطاني خزاني ۽ واپارين کي لٽڻ لڳا.

ملتان ۽ دهلي جي وچ ۾ گهڻائي شهر ڏڪر ڪري ويران ٿي ويا. مئل جانورن جون کلون پچائي، ماڻهو کائڻ لڳا. ابن بطوطا آگره جي شهر ۾ هڪڙي ماڻهوءَ کي مردي جو گوشت کائيندي ڏٺو.[2] فيروز شاهہ تغلق شين جا اگهہ مقرر ڪيا. ڪڻڪ في مڻ 8 جيتل، جَوَ في مڻ 4 جيتل، دال في مڻ 4 جيتل، چانورن جو ڏارو في مڻ 5 جيتل، گيهہ اڍائي سير جي قيمت 3 جيتل، کنڊ في سير ساڍا 3 جيتل. جيتل جي قيمت هڪ پئسو ۽ مڻ جو وزن 14 سير پختا هئا. مٿيون جنسون ۽ سندن اگهہ ”تاريخ فيروز شاهي“ ۾ ڏنل آهن.

تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾ فوجي حالت بهتر هئي. اڳ سپاهين کي ماهوار پگهار ملندو هو پر تغلقن جي ڏينهن ۾ فوجين کي جاگيرون ملڻ لڳيون، جنهن ڪري سپاهي خوشيءَ سان فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ لڳا. اميرن جا درجا مقرر هئا: 1 خان، 2 ملڪ، 3 امير، 4 سپہ سالار ۽ 5 جند. محمد تغلق جي دربار ۾ اسي خاندان رهندا هئا. مٿيان امير فوجون رکندا هئا. مثلا هڪ خان جي ماتحت ڏهہ هزار فوج رهندي هئي، سندس جاگير جي آمدني ساليانو 2 لک ٽنڪا هئي. ”ملڪ“ وٽ هڪ هزار فوج رهندي هئي، سندس جاگير جي آمدني ويهہ هزار ٽنڪا ساليانی هئي. ”امير“ وٽ ٻہ سؤ سپاهي رهندا هئا. خان، ملڪ، سالار ۽ امير کان سواءِ باقي

---

1 _ ”تزڪ بابريءَ“ ۾ مڻ جو وزن 14 سير 9 آنا ۽ ٻہ تولا لکيو ويو آهي. هندستان ۾ ائين معلوم ٿو ٿئي تہ هر هڪ ضلعي ۾ سير يا مڻ جو وزن ڌار ڌار هو. اڪبري سير جو وزن 52 تولا 2 ماسا 2 رتيون هو. عالمگيري سير 77 تولن جو هو. الغرض محمد شاهہ تغلق جي ڏينهن ۾ مڻ جو وزن ساڍا 14 سير سمجهڻ گهرجي. ان حساب موجب هڪڙي دينار جي عيوض ڪڻڪ جو نرخ 2 سير 7 آنا هو. فرشتہ جي تحرير موجب في سير قيمت 16 جيتل يعني ٻہ درهم يعني 14 آنن جيتري هئي.

2 _ ”اگروهہ“ جو شهر، حصار کان 13 ميلن جي مفاصلي تي، فتح آباد واري سڙڪ تي واقع هو هينئر معمولي ڳوٺ آهي. پراڻي شهر جا آثار 6 سؤ ايڪڙن ۾ آهن. اڳ واپار جو هنڌ هو. اگروال واپاري هن شهر ۾ پنهنجو مال نيڪال ڪندا هئا. شهر جي آبادي سٺ هزار هئي. 1345ع ۾ شهر ويران ٿي ويو.

فوجي سپاهين کي سرڪاري خزاني مان پگهار سميت ڪاڌو، ڪپڙو، گهوڙن لاءِ چارو ۽ داڻو سرڪاري ملندو هو. فوجن ۾ ترڪ، ايراني، بلوچ (خراساني) ۽ هندستاني ڀرتي ٿيندا هئا. سنڌن گهوڙا عمدا ۽ هٿيار سنا هئا.

شاهي سوار لشڪر جو تعداد 9 لک هو. ڪجهه بادشاهه وٽ رهندو هو. باقي صوبن ۾ جاگيردارن وٽ رهندو هو. سنڌ ۾ وڏو جاگيردار قاضي علاءُ الملڪ خراساني هو جو ڪو وقت هرات جو قاضي هو. فاضل فقيهه هو جنهن کي لاهري بندر تان ساليانو سٺ لک دينار محصول وصول ٿيندو هو. ان مان قاضي موصوف کي ويهون حصو ملندو هو باقي آمدني هو بادشاهه کي پهچائيندو هو. ان قسم جي حساب سان بادشاهه صوبن ۾ جاگيرون تقسيم ڪندو هو. خانن، ملڪن، سالارن ۽ اميرن جي درن تي حيثيت آهر نوبتون وڄنديون هيون.

تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾ ٽپال جو پورو انتظام هو جهڙو اڳ ڪڏهن به نه ٿيو. ٽپال جا قسم هئا: 1 اولاق يعني گهوڙي سوار ٽپالي، 2 شتر سوار ٽپالي، 3 پيادا ٽپالي ۽ 4 ڪبوتر. ابن بطوطا جي سفرنامي ۾ ٽپال جي سرشتي جو تفصيل سان بيان ڏنل آهي. دولت آباد ۾ قيام جي زماني ۾ روزانو بادشاهه وٽ ٽپال رستي پيئڻ لاءِ گنگا جو پاڻي پهچندو هو. ٽپال لاءِ چوڪيون مقرر هيون، جي چبوترن وانگر هيون. ٽپالين معرفت بادشاهه وٽ خراسان جا تر ۽ تازا ميوا پهچندا هئا. عربي ۽ پارسيءَ ۾ تحرير جو رواج هو. هرهڪ امير ۽ وڏي سرڪاري عملدار وٽ بادشاهه پاران غلام رهندو هو جو اميرن ۽ عملدارن جون خبرون سرڪاري مخبر کي پهچائيندو هو. اميرن جي گهرن جون مخفي خبرون نوڪرياڻيون، پنگياڻين معرفت سرڪاري مخبر کي پهچائينديون هيون. اهڙيءَ طرح بادشاهه کي ملڪي خبرن کان سواءِ اميرن ۽ عملدارن جون ذاتي خبرون دارالخلافه دهليءَ تائين پهچنديون هيون.

ملڪ ۾ شفاخانن جو به انتظام هو. محمد تغلق جي ڏينهن ۾ دهلي جي شهر ۾ ستر شفاخانا هئا. عدالتي ڪاتو قاضيءَ جي معرفت هلندو هو. وڏو قاضي "قاضي القضاة" سڏبو هو. "صدر جهان" وزيراعظم جو عهدو به ساڳيو هو. هرهڪ جي جاگير جي آمدني ساليانو سٺ هزار ٽنڪا هئي. وزير جي عهدي کي "صدرالاسلام" به چوندا هئا. جديشل ڪاتو سندس ماتحت هو. فقراء جو آفيسر "شيخ الاسلام" هو سندس ساليانو آمدني سٺ هزار ٽنڪا هئي. سرڪاري لنگرخانن ۽ خيرات جي تقسيم جو مال سندس معرفت ورهائبو هو. ذڪر جي

وقت غريبن کي سرڪاري لنگرخانن مان کاڌو ملندو هو. قاضي سان گڏ عدالت ڪرڻ وقت "ميداد" به گڏ ويهندو هو. ميرداد درخواستون قاضيءَ اڳيان پيش ڪندو هو. سندس ساليانو پگهار پنجاه هزار تنڪا هو. "شرف الملڪ" مالي وزير جو پگهار ساليانو چاليهه هزار دينار هو. انهن عملدارن لاءِ پارسيءَ کان سواءِ عربي سکڻ لازمي هو. قرضدارن جي جاچ سرڪاري منشي ڪندا هئا. قرض جي وصوليءَ جي حالت ۾ به حصا سرڪار ڪٽيندي هئي, تيون حصو قرض خواهه کي ملندر هو. هندو ۽ مسلمان رلي ملي هلندا هئا. ملڪي عهدا سيني لاءِ کليل هئا. هندو عورتون ستي لڪڙيءَ تي چڙهنديون هيون. کين مذهبي آزادي مليل هئي.

سنڌ جا به مولوي دهلي دربار ۾ نوڪر هئا. جن کي ڪنهن ڏوهه ۾ شيخ زاده نهاونديءَ قتل ڪرايو هو.

سنڌي مهمان نوازيءَ ڪري مشهور هئا. سندن اخلاق, فياضي ۽ مهمان نوازيءَ جي ابن بطوطا تعريف ڪري ٿو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ جي شهرن ۾ خانقاهن ۽ سرائن ۾ مسافرن کي مفت کاڌو ملندو هو. اميرن کان وٺي ويندي خانقاهن جي متولين ۽ درويشن تائين, سمورا پرديسين ۽ مسافرن جي سار سنڀال لهندا هئا ۽ سندن عزت ڪندا هئا, بلڪ پرديسين کي "عزيز" ڪري سڏيندا هئا.

ابن بطوط سنڌ ۾ مهراڻ جي ڪپن تي بانس جي وڻن جو ذڪر ڪري ٿو. انهن جهنگن ۾ هڪ سڱا گينڊا به رهندا هئا, جن جو قد هاٿيءَ کان ٿورو ننڍو ۽ مٿو هاٿيءَ کان وڏو هو ۽ سندن رنگ ڪارو هو. اڳ سنڌ مان بيد, بانس, سوپاريون ۽ ڪٿو روانگيءَ جون شيون هيون. هينئر اهي شيون ٻاهران اچن ٿيون.

## ڪشلو خان جي خانقاهه:

سنڌ ۾ بکر جو قلعو جيئن عباسي دؤر جي يادگار آهي, تيئن بکر جي لڳ اوپرندي طرف هڪڙي ننڍڙي ٻيٽ تي ڪشلو خان جي خانقاهه آهي, جنهن کي هينئر خواجه خضر جو ٿان سڏين ٿا. اها خانقاهه تغلق دؤر جي يادگار اجا قائم آهي.

بغداد ۽ مصر جي عباسي خليفن جا سفير تغلق سلطانن جي ڏينهن ۾ دهليءَ جي دربار ۾ رهندا هئا. سعيد صرصري ۽ حاجي رجب بغداد جي عباسي خليفي ٻاران فيروز شاهه تغلق لاءِ هڪ خلعت, علم, ترار ۽ منڊي "سيد السلاطين" جي لقب سان آندائون, پاڻ سان پيغمبر ﷺ جن جي قدم بارڪ جو نشان آندائون, جو هاڻي دهليءَ ۾ شهزادي فتح خان جي قبر تي اجميري دروازي کان ٿوري مفاصلي تي لڳل آهي, جتي هر سال 12 ربيع الاول جي موقعي تي وڏو

ميلو لڳندو آهي. حاجي سعيد صرصري سنہ 757ھہ ۾ دهليءَ پهتو. المستنصر بالله 623ھ کان 640ھہ تائين بغداد تي حڪمراني ڪئي. سندس پٽ امير غياث الدين پهريان ماوراءِ النهر جي بادشاهہ سلطان علاءُ الدين وٽ رهيو جتان ڪن سالن کان پوءِ صوفي محمد همداني ۽ محمد بن ابي شرفي حرياويءَ کي محمد تغلق ڏانهن قاصد ڪري موڪليائين. بادشاهہ سندس خرچ لاءِ ٽيهہ هزار دينار مڪا. غياث الدين ترڪستان کان پهريان سنڌ ۾ آيو پوءِ دهلي پهتو. محمد تغلق پنهنجي ڀيڻ جي شادي ساڻس ڪرائي.

مصر کان سيف الدين غدا ابن هبة الله دهليءَ پهتو. سلطان محمد تغلق گجرات، انهلواڙه ۽ ڪنيات ڪيس جاگير طور ڏنا. اسلامي دنيا سان تعلقات جي ڪري سنڌ جي واپار ترقي ڪئي. ابن بطوطہ جي بيان موجب سنڌ جو بندر لاهري واپار ۾ محصول ڪري رونقدار ۽ دولت مند شهر هو جتي يمن، فارس ۽ ڪاري منبل جا جهاز لنگر هڻندا هئا. جانورن جي چراگاهُن، باغات جي گلن جي وڪري، مهاڻن کي ماهي گيريءَ، نيرولين کي ڪپڙن رڱڻ، دوڪاندارن کي واپار ڪرڻ ۽ نشيدار شين جي وڪري تي ڍلون ڏيڻيون پونديون هيون. غياث الدين تغلق شراب فروشيءَ جي ممانعت ڪئي هئي. ڪوڪن جي شهر ٿاڻي کان هڪڙي قسم جو ڪپڙو جنهن کي ابوالفدا ”تناسي“ لکي ٿو سنڌ ۾ وڪري لاءِ ايندو هو. چين، عراق ۽ سڪندريہ کان ريسمي ۽ اوني ڪپڙو وڪامڻ ايندو هو. منجهانئن سڪندريہ جو ڪپڙو باريڪيءَ جي ڪري مشهور هو. ترڪستان مان اُٺ، گهوڙا، اوني ڪپڙو، هٿيار، غلام وڪري لاءِ ايندا هئا. معبر ڪوڪن ۽ ملبار جا واپاري لاهري بندر ۾ رهندا هئا.

تغلق سلاطين جي زماني ۾ ٻانهن ۽ ٻانهين جي وڪري جو عام رواج هو. معمولي ٻانهي جي قيمت اٺ ٽنڪا هئي. حرم جي لائق رکڻ وارين ٻانهين جي قيمت 15 ٽنڪا هئي، ليڪن تعليم يافتہ ڪنيز جي قيمت 2 لک ٽنڪا تائين بہ وڃي پهچندي هئي. شاعر بدر چاچ هڪڙي ڪنيز گلچهره تي عاشق ٿي پيو سنديس قيمت 9 سؤ ٽنڪا هئي. بدر وٽ خريد ڪرڻ لاءِ رقم نہ هئي. پنهنجي ارادي کي هڪڙي قصيدي ۾ ادا ڪيو اٿس. قصيدي جو پهريون شعر هن ريت آهي:

”قرار بيع بصد حيلہ بست بر نہ صد، اگرچہ قيمت آن ماهہ صد هزار آمد!“

غلامن جي واپار جو ايترو زور هو جو نوجوان غلام بعض اوقات ٻن ٽنڪن تي بہ وڪامندا هئا.

تغلق سلطانن جي زماني ۾ دينار، تنڪا (تنڪا)، تنڪا نصفي، دوڪاني، جيتل، عدلي وغيره سڪا چالو هئا. طلائي دينارن جو وزن 19 گرين کان وڌيڪ هو. اهي سنہ 725هہ کان 727هہ ۾ ضرب ٿيا. سندن هڪڙي پاسي کان ڪلمو شهادت، ٻئي پاسي کان "الواثق بتائيد الرحمان محمد شاهہ السلطان" عبارت لکيل هئي. غياث الدين جي سڪن تي "السلطان الغازي غياث الدنيا و الدين ابوالمظفر تغلق شاهہ السلطان ناصر امير المؤمنين" لکيل هو. محمد تغلق جي سڪن تي "المجاهد في سبيل الله محمد بن تغلق شاه" عبارت لکيل هئي. دينار طلائي جو وزن 99 گرين هو. تنڪ پتل جا هئا، في تنڪ جو وزن 132 گرين هو. اهي سنہ 731هہ ۾ دولت آباد ۾ جاري ٿيا. محمد تغلق هنن تنڪن کي چانديءَ جي سڪن جي قيمت تي هلائڻ لڳو. دوڪاني سڪي جو وزن 65 گرين هو. جيتل ٽامي جا پئسا هئا، في جيتل جو وزن 74 گرين هو. طلائي تنڪ جو وزن 3 مشقال هو. في چانديءَ جي تنڪ ۾ اَٺ هشت گانيون هيون. في هشت گانيءَ ۾ چار سلطانيون هيون. في سلطاني جي قيمت 2 جيتل هئي. في نقرئي تنڪ ۾ 64 جيتل ٿيندا هئا. پنجاهہ عدلي سڪا. عدليءَ کي پول بہ سڏيندا هئا. في جيتل جي قيمت 4 فلوس هئي ۽ هشت گانيءَ جي قيمت مصر ۽ شام جي درهم برابر هئي.

اسلامي دنيا سان دوستانہ تعلقات هئڻ ڪري، مٿيان سڪا عراق، مصر ۽ شام تائين چالو هئا. وري جڏهن محمد تغلق پتل جي سڪن کي چانديءَ جي قيمت تي هلائڻ لڳو تہ هندو صراف کوٽا سڪا هلائڻ لڳا، جنهن ڪري سنڌ، مالوهہ ۽ گجرات ۾ رعايا فساد ڪيا، بلڪ واپارين محصول ڏيڻ بہ بند ڪيو. مٿين بغاوتن کي مٽائڻ لاءِ محمد تغلق کي ساندهہ چار سال لڳي ويا ۽ هو تپ دق ۾ مبتلا ٿي وفات ڪري ويو.

تغلق سلطان ڪافي حد تائين فاضل، خدا پرست، شرع جا پابند ۽ علمائن، شاعرن جا قدردان هئا. ترڪستان، عراق، عجم، بلڪ مغرب الاقصيٰ کان جيڪي بہ مخدوم، شيخين يا علماءَ سندن دربار ۾ پهتا، تن جي انهن پوري عزت ۽ قدرداني ڪئي. بلڪ ڏارين ملڪن جي سوداگرن کي بہ هو انعام اڪرام ۽ خلعتون ڏيندا هئا فيروز شاهہ تغلق پنهنجي حڪومت جي عرصي اندر پنجاهہ نهرون، چاليهہ جامع مسجديون، ٽي سؤ مدرسا، بہ خانقاهون هڪ سؤ محلات، پناهہ شفاخانا، هڪ سؤ مقبرا، ڏهہ حمام، پندرهن سؤ کوهہ، هڪ سؤ پليون ۽ باغ تعمير ڪرايا. سندن دربار ۾ شاعرن مان امير خسرو، بدر چاچ، مظهر هندي، اوليائن مان سلطان الاولياءَ خواجہ نظام الدين، خواجہ نصيرالدين

چراغ دهلوي، عارف رڪن عالم، مؤرخن مان سراج عفيف، ضياء برني، سعد منطقي، جوتشين مان گنگو برهمڻ ٿي گذريا آهن. بادشاهہ محمد تغلق هندو جوڳين جي صحبت ۾ بہ رهندو هو.

سنڌ ۾ بکر ۽ سيوهڻ ۾ مدرسا هئا. جن ۾ خراسان جا شاگرد بہ تعليم وٺندا هئا. خواجہ نصيرالدين دهلوي، محمد تغلق سان سنڌ جي سفر ۾ گڏ هو بلڪ بادشاهہ کي لباس پهرائڻ جي ڪم تي مامور هو. محمد تغلق صوفين ۽ درويشن جي زور گهٽائڻ لاءِ صوفين کي پنهنجي چاڪريءَ ۾ رکيو هو. تختگاهہ دهلي، جو مشرق ۾ بغداد ۽ روم هو. سو وسعت ۾ چاليهن ميلن ۾ هو. سندس ٽن پاسن کان ٻارهن ٻارهن هزار قدمن تائين باغات هئي، منجهس هڪ هزار مدرسا، بہ هزار ننڍيون وڏيون مسجدون، ستر شفاخانا. شهر جي باشندن لاءِ پاڻي جي انتظام لاءِ گهربل تعداد ۾ تلاءَ جڙيل هئا. جن ۾ مينهن جو پاڻي پربو هو.

# باب چوٿون

## سومرا:

سومرا ڪير آهن؟ ان بابت مؤرخن ۾ اختلاف آهي. ڪي انهن کي خالص عرب لکن ٿا، ڪي وري کين خالص هندو لکن ٿا. سندن ڪي نالا تہ خالص عربي آهن ۽ ڪي وري خالص هندي آهن. مؤرخن سومرن جي حسب ۽ نسب متعلق جيڪي لکيو آهي، سو اسين هيٺ سلسليوار ڏيون ٿا. سڀ کان اڳ اسان کي آڳاٽن مؤرخن جو بيان ڏيڻو آهي تہ اهي سومرن جي قوميت متعلق ڇا ٿا لکن. ان کان پوءِ جديد مؤرخن جو بيان ڏبو تہ انهن ڪهڙي تحقيقات ڪئي آهي.

مير محمد معصوم "تاريخ معصومي"باب 2 ۾ هن ريت لکي ٿو:

"سلطان محمود ملتان ۽ سنڌ کي فتح ڪيو هو. سلطان عبدالرشيد بن محمود (441هہ ــ 444هہ) جي زماني ۾ جڏهن سلطنت سندس عياشيءَ ۽ آرام طلبيءَ ڪري ڪمزور ٿي، تڏهن سومرن پنهنجي قبيلي جي هڪڙي شخص سومره کي ٿريءَ جي شهر ۾ تخت تي ويهاري پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو. هن سومره، لاڙ ۾ سعد نالي هڪڙي طاقتور زميندار سان تعلق پيدا ڪري سندس ڌيءَ سان شادي ڪئي، جنهن جي بطن مان هڪڙو پٽ ڄائس، جنهن تي هن پونگر نالو رکيو. جو پيءُ جي مئي کان پوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو."

مير معصوم کان پوءِ "تاريخ طاهري" جو مصنف مير طاهر نسياني، جنهن جي مذڪوره تاريخ ۾ فقط قصا ۽ افسانا ڏنل آهن، سو عمر سومري جي مارئي سان عشق جي ضمن ۾ لکي ٿو:

"سومرا هندو قبيلي مان هئا ۽ هندو مذهب جا پابند هئا. سنہ 700هہ کان سنہ 843هہ تائين حڪومت ڪيائون. سندن تختگاهہ محمد تور الور جي ويجهو هو."

"طاهري" جي بيان موجب سومرن جي سنڌ حڪومت 700هہ يعني علاءِ الدين خلجيءَ جي زماني کان شروع ٿي. سلطان علاءِ الدين خلجي سنہ 695هہ محمد. سيد گهراڻي جي بادشاهہ. جي دهليءَ تي حڪومت هئي. سلطان محمد جي حڪومت جو عرصو سنہ 837هہ (1433ع) کان شروع ٿي سنہ 847هہ

(1443ع) تائين ختم ٿيو. مٿئين حساب موجب ”طاهريءَ“ جو بيان ”معصومي“ کان بلڪل نرالو آهي.

”بيگلارنامہ“ جو مصنف، امير سيد قاسم خان بن سيد قاسم ترمذي، سومرن نسبت هن ريت فرمائي ٿو:

”سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ، عرب جي قبيلي تميم سنڌ تي حڪومت ڪئي. ڪجھ عرصي کان پوءِ سومرا قوم سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ پنج سؤ ورهيہ حڪومت ڪئي. سندن تختگاھہ مهاتم تور هو.“

عجب جي ڳالھہ چئبي تہ جيئن مؤرخن سومرن جا نالا گڏيل هندي ۽ عربي ڏنا آهن، تيئن سندن تختگاهن جا نالا بہ عربي ۽ هندي ڏنا اٿن: هڪڙا ”محمد تور“ لکن ٿا، ٻيا ”مهاتم تور“. ممڪن آهي تہ ”مهاتم تور“ نالو ”محمد تور“ هجي، پر سوال آهي تہ سندس جاءِ وقوع بہ جدا جدا هنڌن تي ڏيکارين ٿا.

مير علي شير قانع ٺٽوي ”تحفة الڪرام“ ۾، محمد يوسف جي ”منتخب التواريخ“ تان نقل ڪري ٿو:

”جڏهن سلطان عبدالرشيد بن محمود جي سنڌ تي حڪومت هئي، تڏهن سنڌين سندس ڪمزوريءَ مان فائدو ورتي، سنہ 445ھ (1053ع) ۾ سومرن جي قبيلي ٽريءَ ۾ گڏ ٿي، سومره نالي هڪڙي بادشاھہ کي اڳواڻ مقرر ڪيو. جنهن کي هڪڙو پٽ ڀونگر نالي سعد زميندار جي ڌيءَ جي بطن مان ڄائو. ڀونگر پنج ورهيہ حڪومت ڪئي ۽ سنہ 461ھ ۾ وفات ڪئي.“

وري ٻاڻ لکي ٿو تہ، ”سومرا قوم سامره جي عربن مان آهي. اهي هجري ٻي صديءَ ۾ عرب جي تميم قبيلي سان گڏ سنڌ ۾ آيا. تميم عباسي دؤر ۾ سنڌ جو والي مقرر ٿيو هو.“

”تاريخ سنڌ“ (ڀاڱي – 3) جو مصنف ميان عبدالغني عبدالله سومرن جي حڪومت جو زمانو سنہ 700ھ (1300ع) کان 743ھ (1439ع) تائين ڏيکاري ٿو. جيڪو سنہ ”تاريخ طاهري“ ڏنو آهي. سومرن بابت هو لکي ٿو:

”تميم، جو سنہ 111ھ ۾ هشام بن عبدالملڪ جي زماني ۾ سنڌ جو گورنر ٿي آيو هو. تنهن جو اولاد بني تميم، جڏهن هجري 4 صدي ۾ خليفي مامون جي ڏينهن ۾ سامره شهر مان لڏي سنڌ ۾ آيو تڏهن اتان سائٽس ٻي هڪڙي عرب قوم بہ سنڌ ۾ لڏي آئي هئي، جنهن پوءِ ٻاڻ کي ”سومرا“ سڏايو.“

حقيقت ۾ ”چچنامہ“، توڙي ”تاريخ سنڌ“ (جلد –3) جو مصنف ٻئي غلط آهن، ڇاڪاڻ تہ مامون نہ 4 هجري صدي ۾ ٿي گذريو، نہ وري سندس ڏينهن ۾ ”سامره“ شهر جو ڪو نالو نشان موجود هو. جيڪڏهن ”چچنامہ“ غلطي ڪئي،

تہ ان جو هي مطلب نہ آهي تہ 'تاريخ سنڌ' جو مصنف بہ غلطي ڪري "سامره" جو اصل نالو "سرمن راءِ" هو جو گهڻي استعمال ڪندي پوءِ "سامره" بنجي ويو. سرمن راءِ هڪڙي ڇانوڻي هئي جا خليفي معتصم بالله عباسي بغداد کان نوي ميلن جي مفاصلي تي، دجلہ جي هڪڙيءَ شاخ قاطون تي، سنہ 220هہ ۾ تعمير ڪرائي، ان ۾ ترڪي لشڪر ويهاري، بغداد بدران اتي پنهنجو تختگاهہ مقرر ڪيو هو. مامون 4 صدي هجريءَ ۾ ٿي نہ گذريو بلڪ هن تہ سنہ 218هہ ۾ وفات ڪئي هئي. يورپي مؤرخن سومرن کي نومسلم راجپوت ڄاڻايو آهي.[1] ايليٽ صاحب بہ اهوئي ئي رايو ڏنو آهي.

مولانا عبدالحليم شرر، جنهن کي نواب وقارالامرا وزيراعظم حيدرآباد دکن، پنج هزار رپيا "تاريخ سنڌ" تيار ڪرڻ لاءِ ڏنا هئا. (جنهن جو پهريون جلد سنہ 1907ع ۾ ۽ ٻيو جلد سنہ 1909ع ۾ شايع ٿيا هئا)، سومرن کي "سامري" نومسلم يهودي لکي ٿو. مولوي صاحب کي مٿيون گمان ان ڪري ٿيو هو جو يهودين جو هڪڙو فرقو شام جي جبل شمرون ڪري، "سامري" سڏبو هو. بشاري مقدسيءَ هڪڙي هنڌ لکيو آهي تہ اهل ذمہ چار آهن: يهود، نصاريٰ، مجوس ۽ صابي، جن کان جزيہ ڍل ورتي وڃي ٿي. اڳتي هلي لکي ٿو تہ "سامره" بہ اهل ذمہ آهن. وري اڳتي هلي لکي ٿو تہ سنڌ جا بت پرست اهل ذمہ ڪونہ آهن، ڇاڪاڻ جو جزيہ نہ ٿا ڀرين.[2] شايد بشاريءَ جي انهي بيان کي مروڙي سروڙي مولانا شرر، سامره کي يهودي لکيو آهي!

جي- ايبٽ پنهنجي تحقيقات موجب سومرن کي راجپوت لکي ٿو. سندس بيان موجب سنڌ کان سواءِ ڪڇ، گجرات ۽ سورت تائين سندن حڪومتون هيون.[3]

مولوي نجم الغني پنهنجي "وقائع راجستان" ۾ سومرن متعلق جيڪا جديد تحقيقات ڪئي آهي، سا ايبٽ جي بيان کان وڌيڪ تحقيقات تي مبني آهي. سندس بيان آهي تہ سومرا سورج بنسي خاندان مان پرمار راجپوت آهن. ڪي چون ٿا تہ چندر گپت جو اولاد آهن، ڪن جي راءِ آهي تہ اوڌ جي راجا رام چندر جي پٽ سپومتر جي شاهي نسل مان آهن. پرمار راجپوتن جي نون راجائن ستلج کان وٺي دکن تائين چوڏهن حڪومتون ڪڙيون ڪيون هيون، جن جا چوڏهن تختگاهہ هي هئا: مهيشور، ڌار، مانڊو، اجين، چندر ڀاگا، چتور،

---

1_ انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا: جلد – 25، ص_ 143، يارهون ايڊيشن.

2_ احسن التقاسيم: بشاري مقدسي، ص_42 ليڊن.

3 - J. Abbat: Sind- Are- interpretation of the Unhappy Valley, Soomros PP. 88-89, Karachi, 1907.

آبو چندراوتي، موميدنہ پرماوتي، امرڪوٽ، بکر، لوهہ درهہ ۽ پٽن. مٿيان ڪي شهر هنن فتح ڪيا هئا ۽ ڪي نوان تعمير ڪرايا هئائون. سندن پنجٽيهن خاندانن مان ڇهين خاندان مان امره سومره اسلام اختيار ڪيو هو.[1] “ گويا جيئن اندلس تي عربن جي اٺن صدين جي حڪومت ڪرڻ کان پوءِ اتي جي عيسائي رهاڪن ٻيهر ملڪ تي قبضو ڪيو هو، تيئن عربن جي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ کان پوءِ اٺن صدين گذرڻ بعد، سومرا سنڌ جا پهريان باشندا هئا، جن سنڌ تي وري قبضو ڪيو هو.

## سومرن جو مذهب:

سومرا شروع ۾ اسماعيلي هئا. مٿيون ثبوت دروزين جي خط مان پئجي سگهي ٿو جيڪو سندن امام سنڌ جي سومرن جي سردار ابن سومر ڏانهن لکيو هو:[2]

”ملتان ۽ هندستان جي موحدن جي نالي عموما ۽ شيخ ابن سومره راجا بل جي نالي خصوصا. اي معزز راجا بل، پنهنجي خاندان کي اٿار، موحدن ۽ ننڍي دائود کي سچي دين ۾ آڻ، ڇاڪاڻ تہ مسعود ان کي تازو غلاميءَ کان آزاد ڪيو آهي. تون پنهنجي فرض کي پورو ڪر ۽ دائود جي ڀاڻيجي عبدالله ۽ ملتان جي باشندن لاءِ توکي مقرر ڪيو ويو آهي، تان تہ تقديس ۽ توحيد جي مڃڻ وارا جهالت، ضد، سرڪشي ۽ بغاوت ڪرڻ واريءَ جماعت کان ممتاز ٿي وڃن.[3] “

مٿئين خط مان جيڪي اهم نتيجا نڪرن ٿا، سي هيٺ ڏجن ٿا:

1۔ سومرا ۽ سندن باني، جيڪي سنڌ جا اصلي باشندا هئا، جن پوءِ سنڌ جي حڪومت هٿ ڪئي هئي، سي اسلام اختيار ڪرڻ وقت اسماعيلي فرقي ۾ داخل ٿيا هئا.

2۔ ملتان جو حاڪم ابوالفتح دائود وغيره ۽ سومرا هڪڙي مذهب جا پيرو هئا.

3۔ سومر غالبا سنڌ جي اسماعيلين جو شيخ ۽ امام هو ڇاڪاڻ تہ ”شيخ“ لقب اسماعيلي پنهنجي مذهبي سردار لاءِ استعمال ڪندا هئا. جيئن شيخ الجبال حسن بن صباح.

---

1 ۔ وقائع راجستان: مولوي نجم الغني رام پوري، جلد۔1، ص۔ 52۔51، همدرد پريس، لکنؤ 1927ع.

2۔ مذهب اسلام: مولوي نجم الغني، ذڪر فرقہ دروز، ص۔352، نولڪشور لکنؤ.

3۔ اسماعيلي نفي صفات جا قائل هئا، جنهن جو نالو وٺن معتزلہ جي عقيدي وانگر ”توحيد ۽ تقديس“ هو.

4_ ائين معلوم ٿو ٿئي تہ دائود ننڍو ابو الفتح دائود جو پٽ هو جنهن کي سلطان مسعود بن محمود غزنويءَ اسماعيلي مذهب کان توبہ ڪرڻ جي شرط تي آزاد ڪيو هو ۽ عبدالله ابوالفتح جو ڏوهٽو ۽ دائود اصغر جو پاٽيجو هو.

5_ مٿئين خط مان اهو بہ معلوم ٿي سگهي ٿو تہ دروزين ابن سومره راجا بل کي سلطان مسعود، عبدالله ۽ ملتان وارن جي خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ پڙڪايو هو تہ قرامطي اسماعيلين جي سنڌ ۾ جيڪا قوت ضايع ٿي ويئي هئي، تنهن کي پيهر بحال ڪري سگهجي. ائين معلوم ٿو ٿئي تہ ملتان ۾ قرامطين اهڙي بار بار ڪوشش ڪئي هئي، پر ڪامياب ٿي ڪونہ سگهيا هئا.

6_ پوئين اهم ڳالهہ جا خط مان معلوم ٿئي ٿي، سا سومره جي شخصيت متعلق آهي تہ هو ڪو سنڌ جو طاقتور زميندار هو جنهن صورت ۾ سومره جو پٽ سلطان مسعود جو معاصر هو تہ پوءِ چئي سگهبو تہ سومرو پاڻ سلطان محمود (المتوفي 421هہ) جو معاصر و هوندو.

7_ سومرن مٿئين خط جي تاريخ کان ويهہ ورهيہ پوءِ سلطان عبدالرشيد بن محمود (المتوفي سنہ 440هہ) جي ڪمزور حڪومت جي زماني ۾ سنڌ جي حڪومت تي قبضو ڄمايو هو.

حقيقت ۾ قرامطين ۽ اسماعيلين جو مذهب مخلوط هو. اسماعيلي اسلام سان گڏ هر هڪ ملڪ جي رسمن ۽ عقيدن کي شامل ڪندا هئا. مثال لاءِ جڏهن سلطان صلاح الدين ايوبيءَ جي ڪوشش سان مصر مان مهدوي مذهب جو بنياد اکڙجي ويو، تڏهن مٿئين مذهب جا گهڻا مبلغ يمن جي رستي کان سنڌ ۽ گجرات ۾ داخل ٿيا هئا. قاضي نور الله شوستري اثنا عشري پنهنجي ڪتاب "مجالس المومنين" ۾ (جو هن 1019هہ ڌاري تصنيف ڪيو هو) لکي ٿو تہ هجري 7 صديءَ ڌاري ملا علي هڪڙو مهدوي داعي سنڌ کان گجرات پهتو. سندس تبليغ جي ڪري گهڻائي هندو واپاري مسلمان ٿيا. ازانسواءِ هڪڙو پارسي مؤرخ، مسٽر بهرام جي ملهاري پنهنجي ڪتاب "گجارت ائنڊ گجراتي" مطبوع لنڊن 1882ع، صفحي 152 ۾ ۽ "مرآت احمديءَ" جي انگريزي ترجمي، صفحي 89 جي فٽ نوٽ ۾ لکيل آهي تہ هندو واپاري جن کي ملا عليءَ مسلمان ڪيو سي هينئر بوهرا سڏجن ٿا. منجهن هندن جون رسمون رواج توڙي عقيدا اڃا سوڌو هلندا اچن ٿا. اهي گجرات، مالوه، راجپوتانا، ڪوڪن ۽ دکن تائين پکڙيل آهن.[1]

---

1_ شريف ادريسي گجرات جي بيان ۾ لکي ٿو تہ اتي جي شهر انهلواڙه (پٽن) ۾ مسلمان واپارين سان راجا ۽ سندس اهلڪار چڱو سلوڪ ڪن ٿا. حقيقت ۾ اهي واپاري شيعا هئا، جن اسماعيلي تبليغ ڪرڻ لاءِ واپارين جو لباس اختيار ڪيو هو. ڏسو "ايليٽ"، جلد_1، شري ادريسيءَ جو بيان.

فاطمين جڏهن عباسين خلاف بغاوت ڪڙي ڪئي هئي، ان وقت سنڌن (فاطمين جي) جهنڊي جو رنگ سفيد هو. ان سبب ڪري فاطمي "مبيضہ" سڏجڻ لڳا هئا. هينئر بہ بوهرن جو لباس سفيد آهي، ان ڪري فارسي مؤرخ انهن کي "سفيد جامگان" ۽ "سفيد پوشان" لکن ٿا.[1] اسماعيلي خوجن جو پهريون داعي پير صدرالدين، جنهن جي قبر اُچ ۾ آهي، سو اسماعيلي خوجن جو پهريون داعي هو جو هندو نالو رڪائي سنڌ ۾ آيو هو. هن هندو مذهب جي مناسبت تي هڪڙو ڪتاب "دسا اوتار" يعني ڏهہ اوتار تصنيف ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ آنحضرت ﷺ جن کي برهما، حضرت آدم کي شوِ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي وشنو يعني ڏهون اوتار ڏيکاريو ويو آهي. خوجن شروعات کان هن ڪتاب کي آسماني ڪتاب ڪري مجيو ۽ مرڻ وقت برڪت لاءِ پڙهن ٿا.

پير صدرالدين جا سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ گهڻائي پوئلڳ ٿيا هئا. پير صاحب آخر سنڌ کان ڪڇ ڏانهن ويو جتان سندس عقيدا گجرات ۾ پکڙجي ويا. خوجا بہ بوهرن وانگر پهريان هندو هئا، جن پوءِ اسماعيليت کي قبول ڪيو.[2] متيان داعي قلعہ الموت ۽ يمن کان سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا. ان مخلوط مذهب ۾ داخل ٿيڻ ڪري، سومرن جا نالا بہ مخلوط آهن.

مخدوم جهانيان سيد جلال الدين بخاري رحہ (707هہ – 800هہ)، جو شيخ الشيوخ حضرت بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رحہ جي مريدن مان هو ۽ اچ شريف ۾ سڪونت پذير هو. تنهن جي دهليز تي هڪڙي دفعي درويشن جو هجوم لڳل هو. سنڌ جو حاڪم سومرو بہ ان وقت اتي موجود هو امير سومري حضرت

---

ملا عليءَ جي قبر ڪنبات ۾ آهي. عبدالعلي سيف الدين هڪڙو بوهرو فاضل پنهنجي عربي ڪتاب "مجالس سيفہ" ۾ جو هن 1224هہ ۾ تصنيف ڪيو لکي ٿو تہ فاطمي خليفي مستنصر بالله پنهنجا بہ داعي عبدالله ۽ احمد يمن جي رستي کان هندستان ڏانهن مڪا هئا، جن ڪنبات پهچي پهريان گجرات جي راجا سڌراءِ جئيسنگهہ جي وزير بهارمل کي خفيہ اسلام ۾ آندو. رفتي رفتي سندن تبليغ جي ڪري هندو مسلمان ٿيا ۽ اهي "بوهرا" سڏجن ٿا.

1۔ گجرات جي بوهرن کي سنت جماعت ۾ آڻڻ وارو پهريون بزرگ محمد طاهر مصنف "مجمع البحار" هو جنهن سنہ 980هہ ۾ اڪبر جي گجرات فتح ڪرڻ وقت مصمم ارادو ڪيو هو تہ جيسين بوهرن کي اسلام جي صحيح عقيدن تي نہ آڻيندس تيسين مٿي تي عمامو ڪونہ ٻڌندس. مٿئين ارادي سان هو آگري جي دربار ۾ پهتو هو. اڪبر پنهنجن هٿن سان سندس مٿي تي عمامو رکي کيس تسلي ڏني هئي تہ پنهنجي مهم ۾ ضرور ڪامياب ٿيندو. ليڪن جڏهن مرزا عبدالرحيم خان خانان، جو پاڻ شيعو هو گجرات جو والي ٿي آيو تڏهن بوهرا شيخ محمد طاهر جي مخالفت ڪرڻ لڳا، جنهن ڪري هيو پيرو شهنشاهہ کي اڪبر آباد ۾ گڏجڻ لاءِ روانو ٿيو پر واٽ تي سنہ 986هہ ۾ اجين وٽان لنگهندي بوهرن هٿان شهيد ٿي ويو.

2۔ دعوتِ اسلام: ڊاڪٽر آرنلڊ، ص۔ 293، مذاهب اسلام: ص۔ 234.

مخدوم جي اجازت کان سواءِ هڪڙي درويش کي مسجد کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ان وقت مخدوم جي زبان مان نڪتو ”سومره ديوانہ شده اي“ ائين چوڻ شرط، بقول فرشتہ، سومرو چريو ٿي پيو ۽ سڄي شهر ۾ هل مچي ويو. آخر امير سومري جي ماءُ اچي مخدوم کي منٿون ڪري سندس قصور معاف ڪرايو. هوش ۾ اچڻ کان پوءِ مسجد ۾ اچي مخدوم جا پير چمي مريد ٿيو ۽ سندس بارگاهہ ۾ مقبول ٿيو ازان سواءِ اسماعيليت کان تائب ٿي وري سني ٿيو.[1]

## سومرن جو سنڌ تي قبضو:

سومرن جو سنڌ تي قبضو سلطان عبدالرشيد بن سلطان محمود غزنوي (441_444هہ) جي زماني ۾ ٿيو جڏهن هڪڙي پاسي غزنوي سلطنت ڪمزور ٿيڻ لڳي (ڪمزوريءَ جو سبب هن ريت هو تہ غزنوي شهزادا تخت ۽ تاج هٿ ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهڻ لڳا. ايتري قدر جو سنہ 432هہ ۾ سلطان مسعود بن محمود جي معزوليءَ کان پوءِ سنہ 441هہ ۾ سلطان عبدالرشيد جي تخت نشيني تائين، نون سالن اندر اٽڪل پنجن شهزادن هڪ ٻئي پٺيان غزنيءَ تي حڪمراني ڪئي)، ۽ ٻيو تہ سلطان محمود جي وفات کان پوءِ خراسان ۾ سلجوقي اميرن زور ورتو جن سان غزنوي فرمانروا مسلسل جنگين ۾ رڌل رهيا. نيٺ غورين مٿو کنيو ۽ اهڙو زور ورتو جو سنہ 547هہ (1152ع) ۾ خسرو شاهہ بن بهرام شاهہ کي غزني ڇڏي لاهور کي تختگاهہ ڪرڻو پيو. سندن حڪومت ۾ ابتري پوڻ ڪري سنڌ جي باشندن گڏجي امير سومري کي ٿريءَ جي شهر ۾ پنهنجو حاڪم مقرر ڪيو سومرن جي رڳو سنڌ ۾ حڪومت ڪانہ هئي، پر جهالاوان ۽ ڪڇي بہ سندن ماتحت هئا.[2]

سنہ 574هہ (1177ع) ۾ سلطان شهاب الدين اُچ، سنڌ ۽ ملتان فتح ڪيا ۽ سنڌ تي غورين ۽ غلام سلاطين جي حڪومت شروع ٿي. سنڌ دهليءَ جي ماتحت هئي; اهڙو سلسلو خلجين ۽ تغلق سلطانن جي زماني ۾ سنہ 790هہ (1388ع) ۾ سلطان فيروز شاهہ تغلق جي وفات تائين جاري رهيو. دهليءَ پاران ملتان، بکر ۽ سيوهڻ تي وقت بوقت نواب ائين ئي پئي آيا ۽

---

1 _ فرشتہ: جلد_2، ص_ 416، نولڪشور لکنؤ.

[2](1) تحفة الڪرام: سنڌ جي اصلي سماٽ باشندن جي ڊگهي فهرست ڏني آهي، جنهن ۾ فقط سما قوم جي شاخن جو ذڪر ڏنل آهي. سومرن سمن کان اڳ سنڌ تي قبضو ڪيو هو ۽ سما سندن ماتحت هئا; مگر ان تاريخ ۾ سومرن جي شاخن جو ڪو ذڪر ڏنل ڪونهي. البتہ ايترو معلوم ٿي سگهي ٿو تہ سمن ۾ چنيسر ۽ سومرو نالا رائج هئا. سنڌ کان ٻاهر ڪڇي ۽ جهالاوان ۾ جيڪي بہ جت ۽ سماٽ قومون رهنديون هيون، سي بہ سومرن جي ماتحت هيون.
R. Hughes-Buller: Imperial Gazetteer of India, Vol. Balochistan. PP. 165-471.

ويا. مگر سنڌ جا حقيقي حاڪم اهو سمورو عرصو سومرا ئي ٿيا. ائين برابر هو تہ دهليءَ جي سلطانن کي نالي ماتر ساليانو خراج ڪڏهن ڪڏهن پيا پريندا هئا. پر سنڌ ۾ سلطان جي عيوضين کي جڏهن بہ هو ڪمزور ڏسندا هئا. تڏهن فورا پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪري ڇڏيندا هئا.[1] ايترو هو جو دهليءَ جي سربراهن جا صدر مقام بکر ۽ سيوهڻ ۾ هئڻ سبب، سومرا فقط لاڙ جي حصي ۾ ئي حقيقي طور مضبوط هئا ۽ آخري دؤر ۾ سندن اثر نصرپور کان اڳتي بنهہ ڪين رهيو هو. حالانڪ ابتدا ۾ سندن حڪومت جون حدون اُچ تائين هيون.

## سومرا حاڪمن جي فهرست:

"تحفة الڪرام" ۽ "تاريخ معصومي" جي مصنفن سومرا خاندان جي حاڪمن جون جيڪي فهرستون ڏنيون آهن، سي غير مڪمل آهن. "منتخب التواريخ" جي مصنف محمد يوسف جي فهرست جيڪا "عجائب الاسفار"، جلد-2، باب پهرئين ۾ ڏنل آهي، اها "تاريخ طاهري"، "تحفة الڪرام"، "تاريخ معصومي" ۽ "آئين اڪبري" کان گهڻو بهتر آهي. مٿين تاريخن جا بيان ايتري قدر هڪ ٻئي جي مخالف آهن، جو صحيح بيان ڏيڻ مشڪل ڪم آهي. ايترو چئي سگهبو تہ سومرا خاندان سنہ 1051ع کان سنہ 1351ع تائين ٿي سؤورهيہ حڪومت ڪئي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن سلطان محمد تغلق سنہ 1351ع ڌاري ساموئي پهتو هو ان وقت اتي سومرن جي حڪومت هئي ۽ وري سنہ 1362ع ۾ جڏهن فيروز شاهہ تغلق ساموئي پهتو هو ان وقت اتي سمي ڄام بابينيہ جو راڄ هو.

### "منتخب التواريخ" مطابق

| | |
|---|---|
| (1) سومرو | 445هہ |
| (2) پونگر | (446هہ-461هہ) |
| (3) دودو | (461هہ - 485هہ) |
| (4) سنجر | (485هہ-500هہ) |
| (5) خفيف | (500هہ - 573هہ) |

---

1 - اڪثر تاريخن ۾ محمد تغلق جي زماني تائين سومرن جو ذڪر ڏنل آهي. اهي ڪڏهن خودمختيار ۽ ڪڏهن ماتحت رهندا هئا.

ڏسو 'عجائب الاسفار' جلد-2، باب -1، ص- 14.

| | |
|---|---|
| (6) عمر | (533هه_573هه) |
| (7) دودو (ہيون) | (573هه_587هه) |
| (8) پاٿو (پنهون) | (587هه_600هه) |
| (9) خيرو | (620هه_636هه) |
| (10) محمد تور | (636هه_651هه) |
| (11) خيرو (ہيو) | (651هه_652هه) |
| (12) دودو (تيون) | (653هه_677هه) |
| (13) طائي | (677هه_700هه) |
| (14) چنيسر | (700هه_718هه) |
| (15) پونگر (ہيون) | (718هه_733هه) |
| (16) خفيف (ہيون) | (733هه_751هه) |
| (17) دودو (چوٿون) | (751هه_776هه) |
| (18) عمر (ہيون) | (776هه_810هه) |
| (19) پونگر (تيون) | (811هه_831هه) |
| (20) همير | ـــ ـــ[1] |

## (چچ نامہ "انگريزي" جلد – 2 مطابق)

| | تاريخ وفات | | حڪومت سال |
|---|---|---|---|
| (1) سومرو | 446هه | (1054ع) | 15 |
| (2) پونگر | 461هه | (1068ع) | 24 |
| (3) دودو | 485هه | (1592ع) | 15 |
| (4) سنگهار | 500هه | (1106ع) | 36 |
| (5) خفيف | 536هه | (1141ع) | 40 |
| (6) عمر | 576هه | (1180ع) | 14 |
| (7) دودو (ہيون) | 590هه | (1193ع) | 33 |
| (8) پنهون | 623هه | (1226ع) | 16 |
| (9) ڪنيئڙو | 639هه | (1241ع) | 15 |

---

1 _ "متخب التواريخ" جي بعض نسخن ۾ نمبر – 11، نمبر – 12 ۽ نمبر – 13 نالا ڏنل ڪونہ آهن. ان حساب موجب دودو (چوٿون) سلطان علاءُ الدين خلجيءَ جو همعصر ٿي سگهي ٿو.

| | | | |
|---|---|---|---|
| (10) محمد طور | 654هہ | (1256ع) | 42 |
| (11) ڪينئڙو(ٻيون) | 658هہ | (1259ع) | 24 |
| (12) طائي | 682هہ | (1283ع) | 18 |
| (13) چنيسر | 700هہ | (1300ع) | 15 |
| (14) ڀونگر (ٻيون) | 715هہ | (1315ع) | 18 |
| (15) خفيف (ٻيون) | 733هہ | (1332ع) | 26 |
| (16) دودو (ٽيون) | 758هہ | (1356ع) | 35 |
| (17) عمر (ٻيون) | 793هہ | (1390ع) | 10 |
| (18) ڀونگر (ٽيون) | 803هہ | (1400ع) | |
| (19) همير | ---- | ----- | -----[1] |

## سومرن جا تختگاهہ:

جيئن سومرن جي بيان ۾ نالن ۾ مؤرخن جو اختلاف آهي، تيئن سندن تختگاهَن متعلق بہ مؤرخن ۾ اختلاف آهي. ڪي ديرگ پرڳڻي ڪي سري ۾، ڪي لاڙ ۾ ۽ ڪي وري ٿر ۾ ڏيکارين ٿا. ان ڪري سومرن جي اوائلي تختگاهہ محمد تور جي جاءِ وقوع متعلق چئي نہ ٿو سگهجي تہ سري ۾ هويا ٿر ۾ هو.

هينري ايليٽ 'تاريخ طاهريءَ' جي حوالي سان لکي ٿو تہ سومرن جو پهريون تختگاهہ محمد تور هو جو الور جي ويجهو ديرگ پرڳڻي ۾ هو ۽ درياهہ جي ڪپ تي هو. دلوراءِ جي ظلم ڪري جڏهن درياه پنهنجو وهڪرو بدلايو ۽ الور ڦٽي ناس ٿيو تڏهن سومرا بہ محمد طور کان نڪري سنڌ جي ٻين پاسن ۾ وڃي رهيا."

ابن بطوطہ سومرن جي صاحبيءَ جي پڇاڙيءَ جي زماني ۾ سنڌ جو اتر کان وٺي سمنڊ تائين سير ڪيو پر هو نہ محمد طور جو ذڪر ڏي ٿو نہ وري درياهہ جي رخ بدلائڻ جهڙي عظيم الشان واقعي جو ذڪر ڪري ٿو. البتہ هو سنڌ جي اترئين پاسي ۾ مهراڻ جي ڪپ تي "جناني" شهر ۽ سندس خوبصورت

---

1_ فقط ٻن نسخن جي نالن کي ڇيتي ڏسو ڪيترو نہ فرق نظر اچي ٿو. "تحفة الڪرام" ۾ ويهن حاڪمن جا نالا ۽ سندن حڪومت جو جملي عرصو 361ورهيہ ڏنل آهي. اهڙيءَ طرح هر هڪ نسخي ۾ بغاوت نظر اچي ٿو. "فرشتہ" هي عرصو 3 سؤ ورهيہ ڏيکاري ٿو ۽ "بيگلار نامہ" 505 ورهيہ سومرن جي دؤر جي تاريخ فقط رومانوي قصن ۽ آکاڻين سان ڀريل آهي. جيڪڏهن اهي قصا نہ هجن ها تہ شايد سنڌ جو دؤر ماضي اسان جي نظر کان غائب رهجي وڃي ها. حقيقت ۾ اهي قصا سنڌي شاعريءَ ۾ جذبات ۽ احساسات پيدا ڪن ٿا ۽ اڳتي هلي انهن جي ئي آڌار تي سنڌي شاعري الهامي درجو اختيار ڪري ٿي ۽ سنڌي زندهہ زبان بڻجي پوي ٿي ۽ اسان کي سنڌ جي ان سونهري زماني جي تمدن جو پتو پئجي سگهي ٿو.

بازارين جو ذڪر ڪري ٿو. ائين معلوم ٿو ٿئي ته شهر جناني اُچ ۽ بکر جي وچ ۾ ڪنهن هنڌ تي هو. پوءِ مهراڻ جي موجب ڪري متجي ويو هوندو. مٿئين شهر ۾ ابن بطوطه سامرا (سومرا) قوم جو ڏس ڏي ٿو.[1]

ديرگ پرڳڻي کي الور جي پر ۾ بيان ڪرڻ کان پوءِ ايليٽ وري لکي ٿو ته

"ديرگ پرڳڻو جت سومرن جو تختگاهه محمد تور واقع هو سو هاٽوڪي چاچري ۽ بدين تعلقن جي هنڌ تي هو! يعني پارڪر ۽ ونگا بزار جي وچ ۾ ٽر جي وارياسي ميدان ۾ هو. اهو ديرگ پرڳڻو ٽر جي وارياسي ميدان کان وٺي، هاٽوڪي نئي شهر تائين ليڪجڻ ۾ ايندو هو. محمد تور جي جاءِ تي پوءِ ٽري شهر قائم ٿيو جو بدين جي ويجهو هو."

سومرن جو ٻيو تختگاهه وجيه ڪوٽ يا ويگهيه ڪوٽ لاڙ پرڳڻي ۾ هاٽوڪي پراڻ ڍوري جي ڪناري کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي هوندو هو. مٿين قتل شهرن جا نشان اجا تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

محمد تور جي ويرانيءَ بعد، سومرن جو وڏو تعداد اتان لڏي، سمن سان گڏ سندن قديم شهر ساموئيءَ ۾ اچي رهيو جو مڪلي ٽڪريءَ جي دامن ۾ هاٽوڪي نئي شهر کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي هو.

"بيگلار نامه" (دستخط صفحي 8) ۾ لکيل آهي ته سومرن سنڌ تي پنج سؤ ورهيه حڪومت ڪئي هئي ۽ سندن تختگاهه مهاتم پور (مهاتم تور) هو. خبر نه ٿي پوي ته هي شهر ڪٿ هو مؤرخن جو گمان آهي ته شايد اهو ساڳيو محمد طور شهر هو جنهن کي "بيگلارنامه" جي صاحب مهاتم تور ڪري لکيو آهي.

مسٽر جي- ايليٽ پنهنجي ڪتاب "سنڌ" ۾ مغلن جي آڪاٽي ۽ پيم الله لوڪ جي شهادت جي قصي مان ظاهر ڪري ٿو ته، ان وقت ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي اهڙو زبردست سومرو حاڪم هو جنهن جي حڪومت ڪيچ مڪران، ملتان ۽ بکر تائين هوندي هئي.

## سومرا سردار:

فارسي تاريخن ۾ مثلا "معصومي"، "طاهري" ۽ "تحفة الڪرام" ۾ سومرن متعل چند قصا ڏنل آهن، جن جو تاريخ سان ڪو تعلق ڪونهي. ايترو چئي سگهبو ته عربن جي ڏينهن ۾ سومرا سنڌ ۾ وڏا زميندار هئا. امير سومرو سومرن جو پهريون سردار هو جنهن کي سنڌ جي سمنيه قومن ٿريءَ جي شهر ۾ پنهنجو حاڪم تسليم ڪيو هو. هن سنڌ جي هڪڙي طاقتور زميندار سعد جي ڌيءَ

1 ـ عجائب الاسفار: جلد_2، باب_1، ذڪر شهر جناني.

سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ڀونگر نالي پٽ ڄائو. سومرو پهريائين اسماعيلي شيعو هو پوءِ اُچ شريف جي مشائخن جي هٿ تي تائب ٿي سني ٿيو هو. سومري سنه 1054ع ۾ وفات ڪئي.

ڀونگر پيءُ جي وفات کان پوءِ پندرهن ورهيه حڪومت ڪري سنه 1068ع ۾ وفات ڪئي. دودي بن ڀونگر چوويهه ورهيه حڪومت ڪئي. دودو سومرن جو بهادر سردار ٿي گذريو جنهن لاڙ کان وٺي نصرپور تائين حڪومت جي حدن کي وڌايو هو. سندس بهادريءَ جا ڪارناما سنڌ جي آکاڻين ۾ بيان ڪيل آهن. سنه 1092ع ۾ وفات ڪيائين. دودي جي وفات ڪرڻ وقت سندس پٽ سنگهار صغير هو. سومرن ڪيس سرداريءَ جي پڳ ٻڌرائي، مگر حڪومت جون واڳون دودي جي ڌيءَ تارا ٻائيءَ جي هٿ ۾ هيون. هيءَ پهرين سنڌي خاتون هئي، جنهن سياست ۾ مردانگيءَ سان قدم رکيو هو. سومرا ساڻس وفادار ۽ فرمانبردار ٿي رهيا. جڏهن سنگهار وڏو ٿيو تڏهن ان کي تخت نشين ڪيائون. گاديءَ تي ويهڻ شرط نوجوان ڪڇ کان وٺي هالڪنديءَ تائين باغين کي مطيع ڪري حڪومت ڪئي. سنه 1106ع ۾ بنان اولاد مري ويو.

سنگهار جي وفات کان پوءِ سندس زال همو ٻائيءَ حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکيون ۽ ڏرڪ جي قلعي ۾ پنهنجو تختگاهه قائم ڪيو. پنهنجي ڀائرن مان هڪڙي کي محمد تور تي حاڪم مقرر ڪيائين ۽ ٻئي کي ٿري شهر ۾. محمد تور ۾ ڪيترائي زميندار، جن مان گهڻا خدارسيده بزرگ پيدا ٿيا، رهندا هئا. اهي شيخ الاسلام مخدوم بهاءُ الدين زڪريا رحه جا مريد هئا. هندستان جي تاريخ جا مؤرخ عام طور سلطانه رضيه کي پهرين مسلمان حڪمران عورت شمار ڪن ٿا، حالانڪ سلطانه رضيه 634هه (1236ع) ۾ دهليءَ جي تخت تي ويٺي ۽ ان حساب موجب تارا ٻائي ۽ همو ٻائي پهريون سنڌي عورتون هيون، جن مردانگيءَ سان حڪومت هلائي. همو ٻائي ڏکڻ ۽ اتر سنڌ تي حڪومت ڪئي. انهيءَ وقت دودو نالي هڪڙو سومرو سردار جو هڪ جي ڳوٺ ۾ حڪمران هو تنهن وجهه وٺي پنهنجي لشڪر سان محمد تور ۽ ٿري شهرن تي ڪاهي همو ٻائيءَ جي ڀائرن سان جنگ ڪئي، جنهن ۾ همو ٻائيءَ جا ڀائر مارجي ويا. ايتري ۾ دادوءَ (فتح خان) نالي هڪڙو سومرو سردار، جو دودي پهرئين جي اولاد مان هو تنهن لشڪر وٺي دشمن کي ماري مڃائي، همو ٻائي وارو سمورو ملڪ پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. ڳچ ورهيه صلح سانت سان حڪومت ڪرڻ کان پوءِ وفات ڪيائين.

خيرو (کينئڙو) سومرو سردار دادوءَ (فتح خان) کان پوءِ قوم جو حاڪم ٿيو. رعايا کي آسودو ۽ خوش رکيائين. همير (ارميل) سومرن جو پويون حاڪم هو. "معصومي" جي بيان موجب ظالم ۽ بدڪار هو ۽ رعيت کي تنگ ڪيو هئائين. اها حالت ڏسي، ڪڇ کان سما سنڌ تي ڪاهي آيا ۽ همير سومري کي سندس گهر ۾ قتل ڪري، سندس سسي وڏي ڪوٽ جي ڪنگري تي لڙڪائي ڇڏيائون.

## عمر ۽ مارئي:

"طاهري" ۽ "تحفة الڪرام" عمر سومري کي ٻن ڳالهين ۾ اخلاقي مجرم ليکيو آهي: هڪڙو تہ هو مارئيءَ، مارو قوم جي هڪڙيءَ عورت کي زبردستيءَ ملير مان کڻي آيو هو، ٻيو تہ گنگا نالي ڇوڪريءَ کي ڏوهہ سان پنهنجي قلعي ۾ کڻائي بند ڪيو هئائين. اهي قصا متين تاريخن ۾ ڏنل آهن. ٻنهي قصن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

امر ڪوٽ، جت سومرن جو حاڪم عمر رهندو هو تنهن جي نزديڪ مارو ماڻهو رهندا هئا. جن ۾ مارئي هڪڙي حسين ڇوڪري هئي. مارئيءَ کي سندس مائٽن پهريان ڦوڳ نالي هڪڙي شخص سان مڱايو هو پر جڏهن مارئي وڏي ٿي، تڏهن سندس مائٽن کيس کيت نالي هڪڙي ٻئي شخص سان پرڻائي ڇڏيو. ڦوڳ عمر وٽ دانهن کڻي ويو ۽ وٽس مارئيءَ جي حسن جي تعريف ڪرڻ لڳو. پوءِ هڪڙي ڏينهن عمر ڦوڳ کي ساڻ ڪري، ويس بدلائي مارئيءَ کي ڏسي، کوهہ تان زبردستيءَ اُٺ تي چاڙهي، کڻي اچي امر ڪوٽ کان نڪتو.

مارئي ٻارهن مهينا وٽس قيد رهي. انهي وچ ۾ عمر مارئيءَ جي، طعامن، پوشاڪن ۽ زيورن سان هر طرح خاطري ڪئي، مارئيءَ کي ڏاڍيون منٿون ڪيائين، پر مارئيءَ چيس تہ "منهنجو مڙس اهوئي آهي، جو مائٽن ڏنو اٿم." جڏهن هوءَ ڪنهن بہ طرح عمر سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار نہ ٿي، تڏهن عمر هن کي انعام اڪرام ڏيئي، پنهنجي ڀيڻ سڏي ملير ڏانهن روانو ڪيو مگر مارئيءَ کي مڙسس منهن نہ ڏنو. عمر کي جڏهن کيت جي بدگمانيءَ جي خبر پيئي، تڏهن مارن کي سيکت ڏيڻ لاءِ امرڪوٽ کان لشڪر وٺي ملير تي ڪاهي ويو. غريب مارو سندس خوف کان تڙي پکڙي ويا. مارئي، جا لڄ ۽ شرافت جي پتلي هئي، سا ساهيڙيون گڏ ڪري عمر وٽ ويئي ۽ بهادريءَ سان چيائينس:

"اي سومرا سردار، تو حرص ۽ هوس ۾ ڦاسي مون کي مفت ٻارهن مهينا ڪوٽ ۾ قيد رکيو ان ڪري مون تي خلق بدگمانين جو داغ هنيو ۽ تنهنجي نيڪناميءَ تي بدناميءَ جو داغ لڳي ويو. هينئر مون کي آزاد ڪري، وري هيءَ

ٻي مهرباني ڪرڻ نڪتو آهين، جو منهنجي قبيلي کي قتل ڪرڻ آيو آهين!“
پوءِ مارئي پنهنجي پاڪدامنيءَ جي پرک کي نروار ڪرڻ لاءِ هڪڙو مچ سيني
جي روبرو ٻارائي، تتل ڳاڙهي لوهہ جي لٺ هٿ ۾ ڪٽي، تي پيرا ان مچ مان آئي
ويئي تہ ڪجهہ بہ نہ ٿيس. اهڙيءَ طرح عمر بہ آڙاهہ مان ٽي پيرا لنگهي سچائيءَ
جو ثبوت ڏنو.[1]

## عمر ۽ گنگا:

ٿهيم قوم جي هڪڙي سهٽي ڇوڪريءَ گنگا جو مڱڻو ننڍي هوندي عمر
سومري سان ٿيل هو پر گنگا اجا صغير هئي تہ عمر وڃي ٻي شادي ڪئي ۽
گنگا جي مائٽن کي اجازت ڏنائين تہ هن کي ٻئي هنڌ جتي وڻين اتي پرڻائي
ڇڏين. عمر ٿهيم، جو عمر سومري جو پڳ مٽ دوست هو، تنهن سان گنگا جي
شادي ٿي. بلوغت کان پوءِ گنگا جي حسن جي هاڪ چئوطرف پکڙجي ويئي.

هڪڙي ڏينهن عمر سومرو هڪڙي هنڌان اچي لنگهيو جت ڌوٻيءَ گنگا
جا ڪپڙا ڌوئي سڪائڻ لاءِ وڌا هئا. ڪپڙن جي خوشبوءِ ۽ مهڪار عمر سومري
جي دماغ کي چڪر ۾ وجهي ڇڏيو. پڇا ڪرڻ سان ڌوٻيءَ کيس چيو تہ: ”هي
ڪپڙا عمر ٿهيم جي زال گنگا جا آهن.“ پوءِ هڪڙي ڏينهن وجهہ وٺي، عمر
سومرو گنگا جي ديدار ڪرڻ لاءِ، عمر ٿهيم جي گهر ۾ تير ڪڍڻ جي بهاني سان
گهڙي، گنگا جو ديدار ڪري مٿس موهت ٿي پيو. پوءِ هڪڙي ڏينهن اميرن سان
صلاح ڪري، عمر ٿهيم کي دعوت جي بهاني سان گهرائي، کيس شراب پياري،
کانئس گنگا جو طلاق نامو لکرائي ورتائين. سندس دغا باز اميرن ان وقت ئي
گنگا کي سندس گهر مان ڪڍي وڃي، عمر سومري جي ڪوٽ ۾ داخل ڪيو.
جڏهن عمر ٿهيم جا نشا لٿا ۽ عمر سومري جي دغابازيءَ جي خبر پيس، تڏهن
دهليءَ وڃي سلطان علاءُ الدين کي دانهن ڏنائين، جنهن عمر سومري کي قيد ۾
رکيو ۽ گنگا جي ٻانهن عمر ٿهيم کي ڏياريائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ، اُمرائن
جي چوڻ تي سلطان علاؤالدين، عمر کي خراج ڏيڻ جي شرط تي آزاد ڪيو.
تنهن کان پوءِ سڀ سومرا حاڪم دهليءَ کي ڍل ڀهچائيندا رهيا.[2]

---

1 _ ايليٽ جلد_1، بحوالہ ”طاهري“: سومرن سردارن جي آکاڻين مان معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ
اسلام سندن اڳوڻي مذهب کي تہ بدلائي سگهيو مگر سندن قديم مذهب جي حقيقت کي بدلائڻ ۾
ڪاميابي حاصل ڪانہ ٿيس، ان ڪري هتي سندن عقيدن ۽ اسلامي عقيدن ۾ فرق نظر اچي ٿو. مثلا
ٻاهہ مان لنگهڻ، چڪيا تي چڙهڻ، شراب پيئڻ، وغيره.

2 _ ايليٽ جلد_1، بحوالہ ”طاهري“.

عمر سومري جو يادگار امر ڪوٽ آهي، جت اُجين جي پرمار سوڍن راڻن قلعو تعمير ڪرايو هو. امرڪوٽ وٽ ٻڌ جو به مندر هو. عمر سومري جي ڪري سندس اصلوڪو نالو ڦري ”عمر ڪوٽ“ سڏجڻ لڳو. پارڪر ۾ پارينگر ۽ ٿر ۾ عمرڪوٽ پرمار سوڍن جا صدر مقام هئا. سنه 1750ع ۾ ڪلهوڙن عمر ڪوٽ فتح ڪيو ۽ 1834ع ۾ ٽالپر ميرن مٿس قبضو ڪيو. ان هوندي به اندروني انتظام سوڍن راڻن جي قبضي ۾ رهيو. اهي راڻا سنڌ ۽ دهليءَ جي حاڪمن کي ڏل ڀريند اهئا.

مارئيءَ جو ملڪ جنهن کي عام طرح ملير سڏيو ويو آهي، سو هاڻوڪي ننگر پارڪر تعلقي ۾ ڀالوا سڏيو وڃي ٿو. اتي مارئيءَ جي ”ڪونبدي“ ٿر جي آثار قديمه ۾ مشهور شيءِ آهي، جا ڀالوا جي ڳوٺ کان ميل کن اوڀر ڏکڻ طرف ڏهر نالي ڀٽن وچ ۾ هڪڙي وڏي ميدان ۾ پيل آهي. ڪونبدي سخت پٿر جو هڪ يڪو ٽڪر معلوم ٿئي ٿي، جنهن جي ويڪر اٽڪل 4 فوٽ ۽ ڊيگهه اٽڪل 6 فوٽ ٿيندي ۽ اٽڪل هڪ فوٽ اونهي آهي. ٽي پاسا هن وقت تائين قائم اٿس ۽ هڪ پاسو زماني جي دست برد ۾ ڀڳل معلوم ٿئي ٿو. ويجهو هڪ قديم ڊٺل کوهه جا نشان به آهن. چيو وڃي ٿو ته مارئي انهيءَ کوهه تي مال کي پاڻي پياريندي، عمر سومري هٿان کڄي ويئي هئي. هن وقت اتي پنهوار يا مارو قوم جا ٿورا ڪي گهڻا ماڻهو آسپاس مقيم آهن.[1]

سومرن ۾ عمر نالي به حاڪم ٿي گذريا آهن. هڪڙو عمر پهريون جنهن جي وفات جو سال ”چچنامه“ (انگريزي) جلد_2، صفحي 36 ۾ سنه 576هه (1180ع) ڏنل آهي ۽ عمر ٻئي جو سال وفات 793هه (1390ع) ڏيکاريل آهي. ”منتخب التواريخ“ ۾ عمر پهرئين جو سال 533هه ۽ عمر ٻئي جو سال 776هه ڏيکاريل آهي. عمر ۽ گنگا جي قصي ۾ بيان ڪيل آهي ته گنگا جو مڙس سلطان علاءُ الدين خلجيءَ ڏانهن دانهن کڻي ويو هو. سلطان موصوف عمر سومري کي قيد ڪري گنگا جي ٻانهن عمر ٿهيم کي ڏياري، ڪجھ عرصي کان پوءِ امرائن جي سفارش سان علاءُ الدين عمر سومري کي خراج ڏيڻ جي شرط تي آزاد ڪيو هو. ان کان پوءِ سمورا سومرا حاڪم دهليءَ کي خراج ڀريندا رهيا.

---

1_ ڪپتان اسٽئنلي نيپئر ريڪس سال 1847ع ۾ ڪڇ ۾ نائب پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ٿيو ۽ ننگرپارڪر، مٺي ۽ ڏيپلو تعلقا، جي انهن ڏينهن ۾ برٽش سرڪار جي حوالي ٿيا هئا، تن جو انتظام سندس حوالي ڪيو ويو. سندس هيڊ ڪوارٽر ڀج هو. هن صاحب سرڪاري رڪارڊ ۽ ملڪي روايتن مان کوجنا ڪرڻ بعد، حالات ٿر ۽ پارڪر تي هڪ ڪتاب سنه 1856ع ۾ لکيو جو 1859ع ۾ بمبئي سرڪار طرفان شايع ٿيو. اهو پهريون ڪتاب آهي، جو ٿر ۽ پارڪر جي اڳين پوين حالتن تي ڪجھ روشني وجهي ٿو.

مٿيون بيان ايليٽ جي جلد پهرئين ۾ "تاريخ طاهري" تان نقل ڪيل آهي: مگر سالن کي جيڪڏهن تاريخي ڪسوٽيءَ تي پرکي ڏسبو ته پنهي سومرن حاڪمن جا سال علاءُ الدين خلجيءَ جي زماني کان بالڪل مختلف آهن. چاڪاڻ ته علاءُ الدين خلجي سنه 695هه (1296ع) ۾ تخت تي ويٺو ۽ سنه 715هه (1316ع) ۾ وفات ڪيائين.[1] ان باري ۾ "تاريخ طاهري" کي به الزام ڏيئي نه سگهبو. چاڪاڻ ته جنهن زماني ۾ "تاريخ طاهري" تصنيف ٿي هئي، ان زماني ۾ مؤرخ لوڪ روايتن تان روشني وٺندا هئا.

## چنيسر ۽ ليلان:

سومرن جي حاڪم چنيسر، جنهن جو تختگاهه ديبل هو تنهن کي پنهنجي راڻي ليلان سان ازحد محبت هئي. راڻي ڪنگهار جي ڌيءَ ڪؤنرو جا پنهنجي سؤٽ سان مڱيل هئي. سا پنهنجي هڪڙي ساهيڙيءَ، چمني ٻائيءَ جي طعني ڪري پرپٺ چنيسر سان نينهن رکڻ لڳي. پوءِ ڪؤنروءَ ۽ سندس ماءُ مرڪئين ويس بدلائي، ديبل پهچي، هڪڙو نَو لکو هار ليلان کي ڏيکاريو. ليلان هار ڏسي حيران ٿي ويئي ۽ ڪؤنروءَ کان هار گهريائين. آخر چنيسر کي هڪڙيءَ رات ڪؤنروءَ جي حوالي ڪرڻ جي شرط تي ليلان هن کي هار ورتو ۽ هڪڙيءَ رات ليلان چنيسر کي شراب پياري، ڪؤنروءَ جي بلي ڪري ڇڏيو. صبح جو چنيسر ڪؤنروءَ کي پاڻ وٽ ڏسي، ڪؤنروءَ کي ڌمڪائڻ لڳو جنهن تي مرڪئينءَ چنيسر کي ليلان جي راز کان واقف ڪيو ته ڪيئن نه هن هار تي کيس ڪؤنروءَ وٽ وڪڻي ڇڏيو هو. چنيسر ڇڙ مان ليلان کي طلاق ڏني، جا پنهنجي وطن ۾ رهڻ لڳي.

اتفاق سان چنيسر جي وزير جکري کي ليلان جي وطن جي ڪنهن امير جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻي هئي. شاديءَ جي موقعي تي جکري وزير جي چوڻ تي چنيسر به ڄڃ سان ليلان جي وطن آيو. ڪنواريتي طرف جون زالون گهوٽ جي سوڻن سائن جا گيت ڳائڻ آيون، تن ۾ ليلان به ويس بدلائي، منهن ڍڪي، چنيسر جي روبرو ڳائڻ ببني. ليلان دل جي درد مان چنيسر جي ليلان سان بي رحمي، بي قدري ۽ حق ناشناسيءَ جا اهڙا بي بها ۽ جادو انگيز گيت ڳايا، جو چنيسر کي پنهنجي اتفاقي غلطي ياد آئي ۽ هو ڳائڻ واريءَ جي منهن ڏسن لاءِ بيقرار ٿي پيو. ايتري ۾ ليلان منهن تان پردو کنيو. چنيسر ڏٺو ته هيءَ ته خود ليلان آهي! سو جيئن اندر مان آهه ڪڍيائين، تيئن دم نڪري ويس. ليلان به

---

1 -Stanely Lane Poole, Mohammedan.

آهہ ڪري، جيئن چنيسر جي لاشي تي ڪري، تيئن ساهہ ڏنائين. پوءِ ان وقت جي دستور موجب ٻنهي جا لاشا هڪڙيءَ چکيا تي ساڙيائون.[1]

## دودو ۽ علاءُ الدين:

دودو (تيون)، جنهن جو سال حڪومت تاريخن ۾ 1331ع کان 1356ع لکيل آهي، جو علاءُ الدين جي سال حڪومت جي سراسر خلاف آهي، تنهن لاءِ هيءَ آکاڻي مشهور آهي تہ دودو ۽ چنيسر ڀاءُ هئا. چنيسر وڏو هو پر ڏارينءَ زال مان هو. دودو ڏاڏي پوٽيءَ زال مان هو، تنهن ڪري سومرن دودي کي پڳ ٻڌائي، جنهن ڪري چنيسر علاءُ الدين خلجيءَ وٽ دهليءَ دانهن کڻي ويو. علاءُ الدين سندس دادرسيءَ خاطر هڪڙو وڏو لشڪر پنهنجي سپہ سالار، سالار خان جي هٿ هيٺ دودي تي چاڙهي مڪو. علاءُ الدين جي ڪاهہ جو ٻڌي، سومرن پنهنجون زالون ۽ ٻار ٻچا ڪڇ ملڪ ڏانهن هڪڙي سمي سردار ابڙي جي سام ۾ روانا ڪري ڇڏيا ۽ مرد ماڻهو مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيهي رهيا. سومرن جو سپہ سالار، ساهڙ سلطان (سپڙ) نهايت بهادريءَ سان وڙهندي شهيد ٿيو. تنهن کان پوءِ باقي رهيل سومرا ڪڇ ڏانهن اٿي ڀڳا. علاءُ الدين جو لشڪر بہ سندن پٺيان ڪڇ ڏانهن ڪاهي پيو. اهو لشڪر رات جو جتي بہ منزل ڪندو هو، اتي پنهنجي چوڏاري ڪاهي کوٽي، پوءِ ٽڪندو هو. انهن کاهين جا نشان اڄ تائين قائم آهن. جڏهن دهليءَ جو لشڪر ڪڇ پهتو، تڏهن ابڙي سمي بہ سومرن جي پاران ان لشڪر سان سخت مقابلو ڪيو، پر نيٺ هو بہ شهيد ٿي ويو.

سومرن جي لشڪر کي ختم ڪرڻ کان پوءِ، علاءُ الدين جو لشڪر سومرن جي زالن کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڏوڪيندو ويو. ڪي سومريون ڇوڪريون، جي ستيون هيون، سي انهيءَ ٽرتلي ۾ پنهنجي لڄ بچائڻ لاءِ گڏجي ڪنهن پاسي اٿي ڀڳيون. انهن جڏهن پنهنجي پٺيان سپاهي ايندا ڏٺا، تڏهن ڏٽيءَ جي درگاهہ ۾ باڏائڻ لڳيون. قادر ڪريم ڪارساز نياڻين جو سوال اگهايو. زمين ڦاٽي پئي، ڇوڪريون غارن ۾ گهڙي ويون، غارن جا منهن وري بند ٿي ويا. ڪڇ ڏانهن ويندي اڄ بہ ماڻهن کي ستين جو ٿان ڏسڻ ۾ ايندو.[2]

---

1_ 'تحفة الڪرام': جلد_3، چنيسر ۽ ليلان جو قصو.

2_ ڪڇيءَ ۾ علاءُ الدين جي ٽن گنبذن مان شڪ ٿو پوي تہ سومرن سان ڪڇيءَ جي ميدان ۾ جنگ لڳي هوندي، ڇاڪاڻ تہ ڪڇيءَ تي بہ سومرن جو قبضو هو. والله اعلم!

## ميندرو ۽ مومل:

علاءُ الدين جي لشڪر جيتوڻيڪ سومرن جي طاقت ناس ڪري ڇڏي هئي، تنهن هوندي بہ سندن بہ ٽي سومرا حاڪم پوءِ بہ سنڌ ۾ ٿي گذريا. جن مان پڇاڙيءَ وارو حاڪم همير سومرو هو جنهن جي آکاڻي هن ريت آهي:

همير سومرو ۽ سندس وزير ميندرو ٻئي ڇٽا گوجر قوم جي حڪمران شهزاديءَ مومل تي عاشق ٿي پيا. جا راجا نند جي ڌيءَ هئي. مومل ڪاڪ ۾ هڪڙو محلات ڪڙو ڪيو هو جنهن اڳيان جادوءَ جو درياهہ وهندو هو ۽ بہ جادوءَ جا شينهن محلات جا در تي بيٺل هئس. محلات اندر ست نفيس پلنگ وڇايل هئا. جن مان ڇهہ پلنگ ڪچي سٽ سان مڙهيل هئا، جن جي هيٺان کوهہ کوٽايل هئا. باقي هڪڙو سلامتيءَ وارو پلنگ ٻنان کوهہ رکيل هو. تنهن کان پوءِ، شهزاديءَ هوڪو ڏياريو تہ جيڪو شهزادو يا امير ماڙيءَ چڙهي پلنگ تي اچي ويهندو، تنهن کي بهادر ڄاڻي ساڻس شادي ڪنديس ۽ جيڪو پلنگ تي ويهڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيندو سو آندل مال ملڪيت تان هٿ کڻندو.

ڪيترائي امير شهزادا شاديءَ جي ارادي سان ڪاڪ پهتا. ڪي جادوءَ جود ، رياهہ ڏسي دهلجي ويا. ڪي وري شينهن پر ڊڄي پچي ويا. ڪي ڪچين تندن وارن پلنگن تي ويهڻ ڪري کوهن جي تري ۾ وڃي پيا ۽ اهڙيءَ ريت گهڻائي مال مڏيون وڃائي فقير ٿي ويا. همير سومرو بہ وزيرن سميت مومل جي حسن جي هاڪ ٻڌي ڪاڪ تي نصيب آزمائڻ پهتو پر شينهن جي دهشت جهلي نہ سگهيو ۽ مايوس ٿي موٽي ويو. ميندرو هوشيار هو هن درياهہ ۾ نيزو هڻي پاڻيءَ جي ماپ ورتي، درياهہ ڪوڙو معلوم ٿيس. اهڙيءَ طرح شينهن جو بہ ڪوڙو ڏيک معلوم ڪري، وڃي محلات نادر پهتو هر هڪ پلنگ کي نيزو هڻي سلامتيءَ واري پلنگ تي بالم ٿي ويهي رهيو. مومل شرط موجب ڪامياب مهمان سان شادي ڪئي. همير کي جڏهن خبر پيئي تہ ميندرو مومل ماڻي آيو آهي، تڏهن ڳوٺ اچڻ بعد ڪٽي نظر بند رکيائينس. ميندرو هر رات جو تيز رفتار ڇانگي تي چڙهي مومل وٽ ايندو هو ۽ فجر جو نظر بنديءَ واريءَ جاءِ ۾ وڃي حاضر ٿيندو هو.

هڪڙيءَ رات دستور موجب جيئن ميندرو مومل سان گڏجڻ ويو تيئن ان رات مجاڻ مومل سان سنديس ڀيڻ سومل مرداڻو لباس ڍڪي سُتي پيئي هئي، جنهن کي ڏسي، سچائڻ کان سواءِ، ميندرو غيرت سبب ڪاوڙجي هليو ويو ۽ وري مومل وٽ ڪين ويو. سندس رسي وڃڻ ڪري مومل ڪاڪ کي ڦٽو ڪري، ميندري جي ڳوٺ ڍٽ ۾ آئي ۽ ميندري کي پرچائڻ لاءِ حيلا ڪيائين، پر ميندرو باز نہ آيو. مومل

جڏهن نااُميد ٿي، تڏهن مڇ ٻارائي، تنهن ۾ پاڻ کي جيئرو جلائي ڇڏيائين. مومل جي سڪ کي ڏسي، مينڌري بہ مڇ ۾ ٽپو ڏيئي، پرواني جيان سڙي جان ڏني.

## سومرن جي حڪومت تي سرسري نظر:

عربي نسل قومون جيڪي عربن جي حڪومت وقت سنڌ ۾ آيون ۽ پوءِ هتي رهجي ويون. تن مان ڪي مڪران ۽ گجرات تائين بہ پکڙجي ويون. مڪران بنسبت ان زماني جو سياح مارڪو پولو لکي ٿو تہ "هتي جا رهاڪو عربن وانگر آهن ۽ ڪي بت پرست بہ رهن ٿا.[1]" اهڙيءَ طرح ڪڇ، گجرات، ڪوڪن، ملبار، مالديپ ۽ ڪاري منڊل ڪناري تائين عربن ۽ مخلوط نسل وارن مسلمانن جون بينڪون هيون. اهي عربن جا تجارتي محاذ هئا. مٿين علائقن جو راجا وليراءِ عربن جو محبوب دوست هو. سندس گاديءَ جو هنڌ مانڪي بهاءُ نگر جي ويجهو پنجن ميلن جي ايراضيءَ ۾ هو. عربن ان شهر کي "مهانگر" لکيو آهي. هن عظيم الشان حڪومت جو خاتمو ہڌ ۽ جين وارن جي باهمي جنگين ڪري ٿيو.

گجرات جو مکيہ بندر "سوپاره" هو. عرب ان کي "صيمور" سڏيندا هئا. ان بندر کان پوءِ ڪنبات زور ورتو. سليمان تاجر هجري 3 صديءَ ۾ ۽ 4 صديءَ ۾ بزرگ بن شهريار پنهنجي جهاز سان گجرات پهتو جتي هن عربن ۽ عام مسلمانن جون بينڪون ڏٺيون هيون. ٺاڻي (بمبئي) جي بندر تي ڪيس سيراف جو هڪڙو سوداگر محمد بن مسلم گڏيو جنهن ويهن سالن کان اتي سڪونت اختيار ڪئي هئي.[2] صيمور ۾ کيس ابوبڪر واپاري گڏيو هو. اتي جي راجا جو ديوان (وزير) موسيٰ نالي مسلمان هو. جيئن موجوده دؤر ۾ ايشيا ۽ آفريڪا جي ملڪن ۾ يورپي قومن کي خاص امتياز حاصل آهن. تيئن ان زماني ۾ عربن جا عدالتي فيصلا قاضي نبيريندا هئا ۽ اهي قاضي هندو راجائن پاران مقرر هئا.[3] عباس بن ماهان، صيمور جو قاضي هو. مٿين سنڌ جي پاڙيسري ملڪن ۾ مسلمانن جون عام مسجديون ۽ جامع مسجديون هيون. سنہ 304هہ ڌاري صيمور ۾ مسلمانن جي آدم شماري ڏهہ هزار هئي.[4]

1 -Yule, C.B: Murcopolo, Book. II, Kesomoeoran.

2_ عجائب الهند: بزرگ بن شهريار ص_16.

3_ ابن حوقل: ص_233.

4_ مروج الذهب: مسعودي، جلد_1، ص 382_384، عربن کي هندستان ۾ جيڪو اولاد ڄمندو هو تنهن کي "بيسر" سڏيندا هئا، جنهن جو جمع "بياسره" آهي. جيئن برٽش راڄ ۾ هندستان ۾ ڄمندڙ انگريزن کي "اينگلو انڊين" سڏيندا هئا.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سومرا سنڌ ۾ طاقتور هئا. مگر سومرن کان سواءِ سما، چنا، گوجر ۽ سوڍا راڻا بہ رياستن جا مالڪ هئا. عربن جي ڪاهہ وقت سومرن جو ڪٿ بہ نالو نظر ڪونہ اچي ٿو. چاڪاڻ تہ چؤطرف بت پرستيءَ جو دؤر هو. تنهن ڪري عربن سيني قومن کي گڏي هڪڙي نالي سان يعني "سمينہ" ڪري لکيو آهي. "چچنامہ" ۾، لوهاڻن جي برهمڻ آباد ۾، برهمڻن جي الور تي، سمن جي نيرن ڪوٽ ۾ ۽ چنن جي سيوستان ۾ بڏيا ۾ حڪومتن جو ذڪر ملي ٿو. چنا پهرين قوم هئي، جنهن اسلام قبول ڪيو هو.[1] سنڌ ۾ عام چوڻي هئي تہ "سنڌ سمو ڪاڇو چنو ۽ پٽي جيسلمير". بعض سومرا هندو بہ هئا، جيئن ٿر جا راڻا ۽ سيوهڻ جو راجا سلديو جنهن مغلن کان دهليءَ خلاف مدد ورتي هئي؛ پر علاءُ الدين خلجيءَ جي سپہ سالار ظفر خان هٿان شڪست کائي قيد ٿي ويو.

سومرا اصل ۾ هندو هئا ۽ پوءِ جڏهن اسلام اختيار ڪيائون، تہ بہ منجهن ڪيتريون ئي اصلوڪيون رسمون موجود رهجي ويون. چنيسر جو ليلان سان گڏ چڪيا تي چڙهڻ، مينڌري جو مومل سان گڏجي باهہ ۾ سڙڻ، شادين مرادين ۽ ٻين مجلسن توڙي هونئن ئي شراب پيئڻ وغيره. هو نہ ڏارين قومن کي سنگت ڏيندا هئا، نہ ڪنهن سان گڏجي کائيندا هئا. مٿين غير اسلامي رسمن کان سواءِ ٻيون جيڪي منجهن خاص رسمون هيون، جهڙوڪ هٿن پيرن جا نهن پاڙون ڪڍائي ڇڏڻ، زال هيڪر ٻار ڄڻيو تہ ان سان همبستر ٿيڻ کان نفرت ڪرڻ، هڪ پيرو ڍڪيل ڪپڙو ميرو ٿيو تہ وري لاهي ڦٽو ڪرڻ، پنهنجن عزيزن ۽ زيردستن جي ڪلهن تي غلاميءَ جي نشانيءَ لاءِ داغ هڻڻ، فقط حڪمران طبقو مٿي تي پڳ ٻڌي ۽ ٻيا سڀ مٿن تي رومال ٻڌن، وغيره.

اهي سڀ رسمون عرب تهذيب بلڪ اسلامي اصولن خلاف هيون. سندن عام نالا پڻ سندن اسلام کان اڳ واري زماني جي ياد ڏهاني ڪن ٿا: جهڙوڪ سومار، پونگر، دودو، چنيسر، همو ٻائي، تاري ٻائي، ارميل وغيره. سومرن ۾ اسلام ۽ اسلامي تهذيب ملتان ۽ اُچ جي مشائخن جي فيض ڪري پکڙي هئي. انهن بزرگن جي روحاني فيض جو ئي اثر هو جو سومرن جي قوم ۾ بہ ڪيترائي خدا رسيده بزرگ ۽ عالم پيدا ٿيا، جن مان ڪي محمد تور شهر ۾ رهندا هئا ۽ ڪي لاڙ ۾.

## ملڪي انتظام:

سومرا اوائل ۾ لاڙ پرڳڻي ۾ زميندار هئا. سمن جو قبيلو بہ ساڻن اچي شامل ٿيو تڏهن لاڙ ۾ انهن ٻين قبيلن کان فوقيت حاصل ڪئي. سندن سنڌ جي

1 _ تحفة الڪرام: جلد _3، ص 15 _ 16.

زميندارن سان مائٽي پيدا ٿي. لاڙ کان پوءِ ٿر جي ڇاڇري علائقي تائين ۽ جهالاوان ۽ ڪڇيءَ تائين قبضو ڪيائون. دودي سومري نصرپور ۽ هالا تائين حدون وڌايون هيون، مگر بکر ۽ سيوهڻ دهليءَ جي سلاطين جي قبضي جي خلاف مغلن کان مدد گهرڻ کان سواءِ دهليءَ جي خلاف سنڌ ۾ جيڪا بہ بغاوت ٿيندي هئي، تنهن جي طرفداري ڪندا هئا ۽ باغين کي لاڙ ۾ پاڻ وٽ پناهہ ڏيندا هئا. جيئن محمد تغلق جي ڏينهن ۾ انهيءَ پناهہ ڏني هئي. سومرن جو ملڪي انتظام فقط سندن قوم ۽ آسپاس وارن غريب قبيلن تائين محدود هو. عربن وانگر سندن واپار ڏي ڪو رخ ڪونہ هو.

## هندو مسلم تعلقات:

نورالدين محمد عوفي بخاريءَ، ناصرالدين قباچہ جي ڏينهن ۾ منصوره ۽ ديبل تائين سنڌ جي سياحت ڪئي هئي. سندس ڪتاب "جامع الحڪايات ولا مع الروايات" مان سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جي اتحاد ۽ رواداريءَ جي خبر پئجي سگهي ٿي. مسلمان علماءَ ۽ هندو پنڊت پاڻ ۾ مذهبي بحث ڪندا هئا. محمد عوفيءَ جو بيان آهي تہ هڪڙي دفعي گجرات جي هندن هڪڙي مسجد کي شهيد ڪري، اسي مسلمانن کي شهيد ڪيو. مسجد جي امام انهلواڙه وڃي راجا کي روبرو دانهن ڏني. راجا خفيہ طور کنيات وڃي، حالات معلومات ڪرڻ کان پوءِ مسجد جي تعمير لاءِ مسلمانن کي هڪ لک بالوترا (گجراتي سڪا) ڏنا.

فاضل عوفي لکي ٿو تہ راجا مسجد جي امام کي ايترا انعام ۽ خلعتون ڏنيون هيون، جي مسجد جي مينار تي گهڻو وقت يادگار طور رکيل ڏٺيون. "جامع الحڪايات" کان پوءِ ان وقت جو ٻيو ڪتاب امير خسرو جو "خزائن الفتوح" آهي، جنهن مان علاءُ الدين خلجيءَ جي فتوحات جي رنگين تصوير نظر اچي سگهي ٿي. منجهانئس خبر پئجي سگهي ٿي تہ مسلمان، هندو راجائن جي فوجن ۾ ڀرتي ٿي، خلجي لشڪر سان وڙهيا هئا.[1] جڏهن ڪنهن هندو رياست ۾ ڪو مسلمان لاوارث مري ويندو هو تہ تڏهن راجا فوتيءَ جي ملڪيت شهر جي مسلمان محلي جي امير وٽ امانت طور رکندو هو. مسلمان سردار فوتيءَ

---

1 ـ مروج الذهب: مسعودي، جلد –1، ص 382 – 384.

خزائن الفتوح: امير خسرو، ص 157 ـ162، علي ڳڙهہ 1927ع.

گجرات جي هندن جو عقيدو هو تہ سندن راجائون مسلمانن سان انصاف سان پيش اچن ٿا، تنهن ڪري سندن راجائن جي عمر وڏي ٿئي ٿي ۽ هرهڪ راجا پنجاهہ پنجاهہ ورهين تائين راڄ ڪرڻ کان پوءِ مري ٿو. ڏسو "مروج الذهب".

جي وارثن کي ڳولي ملڪيت سندن حوالي ڪندو هو. هندن کي وڏا عهدا مليل هئا. ملڪ رتن دهليءَ پاران سيوهڻ جو حاڪم هو.

## واپار:

مؤرخ وصاف (المتوفي 718هہ) جنهن پنهنجي "تاريخ وصاف" 707هہ (1307ع) ۾ تصنيف ڪئي، رشيد الدين (المتوفي 718هہ) پنهنجي "جامع التواريخ" ۾ مارڪو پولو جي "سفرنامہ" مان ان زماني جي سنڌ جي واپار جي خبر پوي ٿي، جڏهن سومرن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ آخري دؤر هو. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو واپار سمنڊ رستي هرمز، قيس، بحرين، عدن، گجرات، ملبار، ڪاري منڊل ۽ چين سان هلند ڙهو. مٿين ملڪن جي دولت سنڌ جي بندر لاهريءَ ڏانهن ڇڪجي ايندي هئي، ديبل جو اوج مٿجي چڪو هو. مٿيون واپار عربي ۽ چيني جهازن جي معرفت هلندو هو. چين جا جهاز 'جنڪ' سڏبا هئا. انهن واپارين معرفت سنڌ جو ڪپڙو هندستان جي بندرن تي نيڪال ٿيندو هو. معبر کان ريشمي ڪپڙو، خوشبودار شيون ۽ سچا موتي قافلن جي وسيلي خراسان جي شهرن تائين پهچندا هئا.[1] تراريون، گهوڙن جون زينون، ڪپڙو ۽ خوشبودار مصالحا سنڌ مان ٻاهر ويندا هئا. هرمز، قيس توڙي بحرين ۽ عدن کان هر سال ڏهہ هزار گهوڙا سنڌ ۽ هندستان جي شهرن ۾ وڪري لاءِ ايندا هئا. سنڌ ۾ في عربي گهوڙي جي قيمت 220 دينار هئي ۽ دکن ۾ مارڪوپولو جي بيان موجب في گهوڙي جي قيمت 5 سؤ دينار هئي.[2] مسلمان واپارين جي تجارتي محاذن قائم ڪرڻ ڪري (۽ پڻ علماءَ ڪرام جي مذهبي مناظرن جي ڪري) اسلام سنڌ ۽ هندتان جي گوشي گوشي ۾ ترقي ڪئي.

## سومرن جي تهذيب کان اسلامي دنيا واقف هئي:

سومرن جي تهذيب جو چؤٻول عراق ۽ عجم سان گڏ، مصر ۽ موراڪو تائين پکڙيل هو. اسلامي دنيا جا مسلمان سومرن جي عجيب ۽ غريب رسمن ۽ رواجن کان واقف هئا. علامہ ابن سعيد مغربي، جنهن هجري 6 صديءَ اندر موراڪو ۽ مصر ۾، 585هہ ڌاري علامہ البيرونيءَ جي "قانون مسعودي" جي نموني تي پنهنجي فلڪي جاگرافي تيار ڪئي هئي، سو لکي ٿو تہ هندي سمنڊ جي لاڙ جي ڪناري تي هڪڙي قوم رهي ٿي، جا بت پرستيءَ ڪرڻ سان

---

1_ "تاريخ وصاف" ۽ "جامع التواريخ" جي حوالن لاءِ ڏسو ايليٽ، جلد_2، ص_24.
2 - Yule, C.B. Murcopolo, Book, III, CHP. XVII, P. 285.

گڏوگڏ مسلمانن سان بہ واسطو رکي ٿي.[1] ابن بطوطہ جڏهن مصر جي بندر سڪندريہ تي شيخ برهان الدين اعراج سان ملاقات ڪئي هئي، تڏهن شيخ موصوف ابن بطوطہ کي اڳواٽ چئي ڏنو تہ سنڌ ۾ توکي هڪڙي سامره (سومرا) قوم گڏبي، جا نہ ڪنهن سان گڏ کائي ٿي، نہ وري ان جا ماڻهو پنهنجي قوم کان سواءِ ٻي قوم سان شادي ڪن ٿا.[2] مصر ۾ موراڪو تائين، سومرن جو احوال انهن سوداگرن جي معرفت پهتو هو جيڪي سنڌ ۾ واپار سانگي ايندا هئا.

## سنڌ جو ادب ۽ سنڌي ٻولي:

فنون لطيف جي تخليق ۽ تربيت جي لحاظ سان "جنت السنڌ" جي خاڪ عراق ۽ عجم کان ممتاز هئي. شاعري سندس فطرت هئي. اسلام سنڌين جي ان خاص جوهر کي وڌيڪ چمڪايو. ايتري قدر جو اسلامي دنيا جي شاعري هڪڙي طرف ۽ سنڌي شاعري ٻئي طرف پيٽ لاءِ پيش ڪري سگهجي ٿي، مگر نهايت ڏک جهڙي ڳالهہ آهي، جو عُراق ۽ عجم جي شاعريءَ تي گهڻائي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، ليڪن سنڌ جي شاعريءَ متعلق اجا تائين ڪوبہ اهڙو ڪتاب شايع ڪونہ ٿيو آهي، جنهن مان سنڌ جي عهد بعهد جي شاعريءَ جو پتو پئجي سگهي.

هجري 3 صديءَ تائين سنڌ تي عربي زبان جو غلبو رهيو. مٿئين دؤر ۾ سنڌ ۾ ڪيترا لساني ماهر ٿيا. جن مان ابوالعطاء السندي عراق ۾ شام تائين ناموري حاصل ڪئي هئي، ٻيو ابو ضلع منصوري، جنهن عربي زبان ۾ سنڌ جو پهريون وطني ترانو تيار ڪيو هو. هجري ٽين صديءَ ڌاري، عباسي خلافت جي آفتاب غروب ٿيڻ وقت، مشرقي ايشيا ۾ ڪيترين ئي خودمختيار حڪومتون پيدا ٿيون. سنڌ بہ پهريان طاهريہ پوءِ صفاريہ سلطنتن جي ماتحت رهي. پوءِ غزني ۽ غوري ۽ دهليءَ جي سلاطين جي زير اثر رهي. مٿين دؤرن ۾ پارسي زبان عربي جو درجو حاصل ڪيو. ان کان سواءِ ايراني تهذيب ۽ معاشرت سڄي اسلامي دنيا تي ڇانئجي ويئي. حڪومت جي دفترن جي زبان پارسي هئي. ان سبب ڪري وقت جي شاعرن جي زبان بہ پارسي هئي. سومرن جي صاحبيءَ جي زماني ۾ ٽن صدين اندر جيڪي بہ قصا ٿي گذريا، جهڙوڪ: سسئي پنهون، عمر ۽ مارئي، مومل ۽ مينڌرو، چنيسر ۽ ليلان، ٽن سيني کي پارسي اديبن

---

1 _ تقويم البلدان، ابوالفداء، ص – 359، پئرس، 1840ع.

2_ عجائب الاسفار: جلد – 2، ذڪر شهر جناني.

حڪومت جي زبان پارسيءَ ۾ نظم ڪيو. عربي زبان فقط مذهبي زبان هئي. ايراني تهذيب ۽ پارسي زبان جو ڏونڪو ايشيا ڪوچڪ کان وٺي بنگال تائين وڄڻ لڳو ۽ اها ئي شاعرن جي زبان هئي.

عمر مارئيءَ جي قصي کي اڳتي هلي مؤرخ سيد محمد طاهر نسياني پارسيءَ ۾ نظم ڪري مثنوي "ناز و نياز" نالو رکيو. مومل ۽ مينڌري جي قصي کي ملا مقيم پارسي قالب ۾ آڻي مثنوي "ترنم عشق" نالو رکيو. اهڙيءَ طرح "ليلا چنيسر" به پارسي جامو پهريو.[1] جيتوڻيڪ پارسي حڪومت ۽ اعليٰ سوسائٽيءَ جي علمي زبان هئي، مگر سنڌي زبان به زنده زبان هئي ۽ سومرن جي صاحبيءَ واري زماني ۾ رومان آفرين آکاڻين سنڌي زبان جي وسعت ۽ بلاغت لاءِ بيش بها سرمايو پيدا ڪيو ۽ مٿيان قصا جنت السنڌ جي در و ديوار، صحرا ۽ مرغزارن ۾ گونجڻ لڳا ۽ اڄ به سنڌي زبان جي بي مثل ادب جا زنده سرچشما آهن. اسان کي خبر پئجي نه ٿي سگهي ته سومرن جي صاحبيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا سنڌي شاعر ٿي گذريا. فقط ايتري خبر پوي ٿي ته ان زماني ۾ صوفيا ڪرام سماع ۽ سرود جون محفلون برپا ڪيون هيون. جن ۾ هندو ۽ مسلمان حصو وٺندا هئا. سهروردي، چشتي، بخاري، قادري (جلالي) درويشن جا طريقا ۽ فقيري عام پکڙيل هئي.

ملتان ۽ اُچ کان وٺي ڪڇ جي رڻ ۽ گجرات تائين درويشن روحانيت جي تبليغ ڪئي. شيخ حامد السندي بخاري، شيخ جلال الدين تبريزي، امير سيد قطب الدين مدني الجيلاني، شيخ حميدالدين ناگوري، رفاعي بزرگن ۽ حضرت لعل شهباز قلندر جي سنڌ ۾ اچڻ ڪري سنڌين فيض پاتو. غوث پوٽن، ريهاڻ پوٽن، نورنگ زادن ۽ صوفي درويشن جون گاديون ان زماني ۾ قائم ٿيون. انهن صوفين توڙي بعد جي شاعرن مٿين قصن کي تمثيلي معنائون ڏنيون، انهن معرفت حقيقي عشق جي بي حد اپٽار ڪئي آهي.

## سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌ جا مشائخ

### حسني ۽ حسيني:

حسني ۽ حسيني طريقي جو پهريون بزرگ امير ڪبير سيد قطب الدين مدني رحه جو پاٽيجو هو جنهن غوث الاعظم محبوب سبحاني رحه کان فيض پرائي، شيخ نجم الدين ڪبريٰ کان بيعت ڪئي هئي. امير ڪبير کي روياءِ

1 -Journal of Sind Historical Society, Vol, III December, 1936 "The Legends of Old Sind", PP 29-36 Karachi.

صادقہ ۾ بارگاھہ نبوي ﷺ جن کان هندستان وڃڻ ۽ جهاد ڪرڻ لاءِ حڪم مليو هو. پاڻ هزارين مريدن سان هجري ڇهين صديءَ جي ابتدا ۾ سنڌ ۾ پهتا. هتان نڪري دهلي ۽ ڪڙھہ مان ڪپور پهتا ۽ اتي وفات ڪيائون. سيد احمد شهيد بريلوي جنهن 19 صديءَ ۾ سکن خلاف جهاد ڪيو هو سو سيد امير ڪبير رحہ جي اولاد مان هو. گويا حسني ۽ حسيني طريقي جي ابتدا پهريان سنڌ مان ٿي ۽ اهو طريقو هتان ٿي پوءِ هندستان پهتو.

## رضويہ:

هندستان جي رضويہ سادات جو جدا اعليٰ سيد محمد مڪي بہ هجري سن جي ابتدا ۾ بکر پهتو ۽ سندس اولاد اوڌ ۽ بنگال تائين پکڙجي ويو. سيد محمد مڪيءَ جو اولاد سکر، بکر ۽ روهڙيءَ ۾ اڃا بہ موجود آهي ۽ سندس تربت بہ سکر ۾ آهي. حسني ۽ حسيني خاندان وانگر رضويہ سلسلو بہ سنڌ مان شروع ٿيو.

## راشديہ:

راشده پيرن جون سنڌ ۾ گاديون آهن: ڪنگري، جا پير صاحب پاڳاري جي گادي آهي، ٻي پير جهنڊي واري گادي. پير صاحب پاڳاري جا راسخ العقيدت مريد حر سڏجن ٿا. "تحفة الڪرام" مان خبر پوي ٿي تہ سنڌ ۾ راجا دلوراءِ پنهنجي پاءِ ڇتي امرانيءَ تي ظلم ڪيو. ڇتو امراني بغداد جي خليفي وٽ دانهين ويو. خليفي سامره جي سؤ عربن کي سيد عليءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. سيد عليءَ دلوراءِ کي شڪست ڏيئي، لڪي (ضلعي دادو) وٽ، جنهن کي سندس ئي نالي پٺيان پوءِ "لڪ علويءَ" ڪري سڏيائون، مستقل سڪونت اختيار ڪئي. سيد عليءَ جو اولاد پوءِ لڪياري سادات سڏجڻ ۾ آيا. اڳتي هلي لڪياري ساداتن مان هڪ شاخ راشديہ سادات نڪتي، جنهن جون هن وقت سنڌ ۾ مٿيون گاديون موجود آهن.

## قادريہ:

نالو سيد عثمان لقب شمس الدين لعل شهباز قلندر ولد سيد ابراهيم ڪبير. سندن نسب اٺين پيڙهيءَ ۾ امام جعفر صادق رضہ سان وڃي ملي ٿو. حضرت لعل شهباز آذر بائيجان پرڳڻي ۾ ڳوٺ مروند ۾ سنہ 538ھہ ۾ تولد ٿيو. شروع ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين، ان کان پوءِ ٻين علمن ۾ ڪماليت حاصل ڪري، باطني علم حاصل ڪرڻ لاءِ بابا ابراهيم ولي ڪربلائيءَ جو مريد ٿيو ۽ ان کان ئي تصوف ۽ خرقہءِ خلافت ڍڪيائين. تنهن کان پوءِ، سياحت ڪرڻ جي ارادي سان مڪران جي، دشت شهباز ۾ ڪجهہ عرصو رهي، ملتان ۾ وارد

ٿيو.[1] ان زماني ۾ سنڌ جي حاڪم شهزادي محمد قاآن ملڪ جي علم پروري ۽ درويش نوازيءَ جي شهرت سڄي ايشيا ۾ پهچي چڪي هئي، جنهن ڪري دور دراز ملڪن جا عالم، شاعر ۽ عارف شهزادي شهيد جي عارفانه ۽ عالمانه صحبتن ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا.

لعل شهباز سنڌ ڏانهن سفر ڪرڻ وقت مرشد جي اجازت سان بغداد کان مڪران رستي پهريان شهزادي شهيد جو مهمان ٿيو جنهن سندس گهڻي خدمت ڪئي ۽ بي حد ادب سان پيش آيو. لعل شهباز جي رهڻ لاءِ ملتان ۾ خانقاهه ٺهرائڻ جو به ارادو ڏيکاريائين، مگر هن بزرگ جو اصل ارادو سيوهڻ ۾ رهڻ جو هو جنهن ڪري ملتان ۾ ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ سنه 649هه ۾ سلطان ناصرالدين محمود جي زماني ۾ سيوهڻ ۾ اچي رهيو. ان وقت سندس ڄمار هڪ سؤ يارهن ورهيه هئي. "تحفة الڪرام" وارو لکي ٿو ته لعل شهباز انهيءَ هنڌ تي اچي رهيو، جتي هاڻي سندس مقبرو آهي. انهيءَ محلي ۾ بدڪار عورتون رهنديون هيون، مگر عارف ڪامل جي اچڻ کان پوءِ انهن جو آڌو ڪجي ويو ۽ گهڻيون توبه تائب ٿي ياد خدا ۾ مشغول رهيون. حضرت لعل شهباز سيوهڻ ۾ فقط هڪ سال رهي، 21 شعبان 650هه ۾، 112 ورهين جي طبعي عمر کي پهچي، رحلت ڪري ويو. ساري زندگي مجرد رهيو جنهن ڪري ڪوبه اولاد پوئتان ڇڏي نه ويو.[2]

## چشتيه:

چشتيه مشائخ مان شيخ نصيرالدين چراغ دهلوي، سلطان محمد تغلق سان گڏ ساموئي آيو هو. پوءِ سلطان فيروز شاهه سان سيوهڻ بکر ۽ ملتان کان ٿيندو دهليءَ پهتو هو. سندس ڀاڻيجو علامه ڪمال الدين دهلوي (متوفي 756هه) به سنڌ کان ٿيندو گجرات پهتو. سندس اولاد مان اهڙا بزرگ پيدا ٿيا، جن ٻارهين صديءَ تائين چشتيه سلسلي کي سنڌ، گجرات ۽ بلوچستان ۾ قائم رکيو. انهن بزرگن مان شيخ حسام الدين عثمان بن دائود الملتاني (متوفي 736هه) جي ذات گرامي آهي، جو سلطان المشائخ نظام الدين محمد بدايونيءَ جي خلفاءِ ڪبار مان هو. محمد شاهه تغلق جي زماني ۾ سنڌ کان نهرواله گجرات ۾ قيام فرمايائين، جتي سندس مزار آهي. چشتيه سلسلي جا مريد سنڌ ۽ گجرات کان سواءِ مڪران ۾ به آهن.[3]

---

1 - R. Hughes-Buller: Gazetteer of Makran, Dasht, Shahbaz.

2 _ "لب تاريخ"، ذڪر مخدوم لعل شهباز "تحفة الڪرام" ۾ لکيل آهي، ته لعل شهباز 662هه ۾ ملتان آيو ۽ 673هه ۾ سيوهڻ ۾ وفات ڪيائين. "حيات نامه قلندر" ۾ سندس وفات سنه 650هه لکيل آهي.

3 - R. Hughes-Buller: Makran, Religion, P. 114.

### سهرورديہ:

اُچ وارا بزرگ بہ ملتان جي سهرورديہ درگاهہ جا مريد هئا. شيخ سيد حامد السندي پهريون بزرگ هو جو هجري صديءَ جي ابتدا ۾ سنڌ ۾ اچي رهيو هو. بعد ۾ سيد شرف الدين مشهدي (متوفي 808هہ) جو حضرت مخدوم جهانيان سيد جلال الدين حسين بخاريءَ جو ناتي ۽ خليفو هو پهريائين سنڌ ۾ رهيو پوءِ گجرات جي شهر پڙوچ ۾ بود باش اختيار ڪيائين. سيد برهان الدين عبدالله بن محمود البخاري السندي بہ مخدوم جهانيان جو پوٽو هو. سيد حامد ابن محمود بہ مخدوم جهانيان جو پوٽو هو. سيد برهان الدين عبدالله سيد حامد جو ننڍو ڀاءُ هو. هو سنڌ مان ٻارهن ورهين جي عمر ۾ گجرات پهتو. سيد راجو قتال کان خرقو حاصل ڪيائين ۽ 857هہ ۾ وفات ڪيائين. ان وقت جا حاڪم سندس قدم جي خاڪ کي ڪحل الجواهر سمجهندا هئا.

### رفاعيہ:

رفاعيہ سلسلي جو بزرگ، سيد احمد ڪبير، عراق ۾ ٿي گذريو. هن سلسلي جي اڪابرن کان سنڌ، گجرات ۽ دکن وارن فيض پاتو. سندس خليفن مان شيخ شرف الدين اساوليءَ جي فيض ۽ برڪت کان عرصي تائين سنڌ ۽ گجرات وارن فيض پاتو. سندن خليفو نصير بن الجمال النوساري (متوفي 851هہ) علم ۽ تقدس جي اعتبار ڪري وڏي پائي جو بزرگ ٿي گذريو. سنڌ ۽ مڪران جا ميد سندس مريد آهن.

### مشاهير:

### مخدوم نورالله:

مخدوم نورالله عرف مخدوم نورنگ، ذات جو سومرو وڏو عالم ۽ درويش، ملتان وارن صاحبن جي ٻاران لاڙ لاءِ خليفو مقرر ٿيل هو. سندس مقبرو ٽنڊي غلام حيدر تعلقي گونيءَ ۾ آهي. هن جو اولاد پاڻ کي "نورنگ زاده" سڏائيندو آهي.

### مخدوم عبدالله:

هيءَ جيسلمير جي هندو راجا جو نوجوان راج ڪمار هو جو پوءِ مسلمان ٿيو هو ۽ جنهن کي روحاني فيض سان حضرت بهاءُ الدين مالا مال ڪري، سنڌ ۾ روحانيت جي تبليغ لاءِ حڪم ڏنو هو. مخدوم عبدالله پراڻن هالن ۾ اچي رهيو ۽ وڏو فيض بخش بزرگ ٿي گذريو. هالن پراڻن وارا پڻ انهيءَ مخدوم عبدالله جو اولاد آهن، جن ۾ خلافت جو درجو اڄ تائين پشت بپشت هليو اچي ٿو.

## مخدوم فاضل شاھ:

هي بزرگ مخدوم عمادالدين جي اولاد مان هو. مخدوم عمادالدين محمد تغلق ٻاران وڙهندي ڪشلو خان سنڌ جي حاڪم هٿان شهيد ٿيو هو ۽ شيخ رڪن الدين "رڪن عالم" جو پياءُ هو. مخدوم فاضل شاھ ڪلان وڏي اتالي سان پهريائين ڪشمور پهتو پوءِ ڳوٺ بڪيرا تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ اچي ساڪن ٿيو. سندس اولاد گذاري ويو هو تنهن ڪري پنهنجي عزيز مخدوم شهرالله ڪبيرائيءَ کي گهرائي پنهنجو جاءِ نشين ڪيو هئائين. اها بڪيرن واري گادي سنڌ ۾ غوث پوٽن پيرن جي وڏي گادي ليکجي ٿي ۽ اڄ تائين پشت بپشت هلي اچي ٿي.

## شاھ اسماعيل:

هي بزرگ مخدوم شهر الله ملتان جي سجاده نشين جو فرزند هو روحانيت جي تبليغ لاءِ ڳوٺ نوتيار تعلقي بدين ۾ اچي رهيو هو سندس مقبرو نئن باران جي ڪپ تي آهي.

## شيخ صوبدار:

ملتان وارن بزرگن جي خاندان مان شيخ صوبدار مست بدين تعلقي جي غوث پور ڳوٺ ۾ اچي رهيو جتي انهن ڏينهن ۾ سومرن جو زور هو. ڪيترائي ان بزرگ کان فيضياب ٿيا. سندس مقبرو بہ اتي آهي. شيخ موصوف جو اولاد مان ڪي سنڌ مان لڏي ڪڇ جي تاڙاپي ڳوٺ ۾ ويا. جتي انهن جون درگاهون اڄ تائين قائم آهن. ڪي اڃا تائين بدين تعلقي ۾ پنهنجن وڏن جي مقبرن تي رهن ٿا ۽ پنهنجا مريد خادم اٿن.

## شاھ عبدالله:

شاھ عبدالله عرف ابن شاھ. جنهن جي نالي ابن شاھ جا تڪر گوني تعلقي ۾ درياه جي ڪناري سان مشهور آهن. سو بزرگ بہ ملتان وارن بزرگن جي خاندان مان روحانيت جي تبليغ لاءِ سنڌ آيو هو.

## شاھ عبدالصمد:

هن بزرگ جو مقبرو ڳوٺ ٻاول تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ آهي.

## مخدوم عبدالرحمان:

هي بزرگ پهريائين هندو ٺڪر هو پوءِ ملتان جي صاحبن کان روحاني فيض مليس ۽ خلافت بہ مليس. هن بزرگ کي عام طرح "رام جاڳيو" بہ سڏيندا آهن. سندس وڏو ساليانو ميلو ساماري شهر جي نزديڪ لڳندو آهي.

## پير پٺورو:

چون ٿا تہ هي بزرگ اصل مينگهواڙ قوم مان هو. پر سندس اعتقاد ۽ صدق ملتاني بزرگن سان تمام گهڻو هو تنهن ڪري اتان فيض بہ مليس ۽ خلافت بہ مليس. سندس مقبرو تعلقي پٺوري ۾ اڪڙي اسٽيشن وٽ آهي. درگاهہ تي هزارن جي ليکي رجوعات ٿيندي آهي. جنهن جو خاص حصو بکيرن وارن پيرن کي ملندو آهي.

## شيخ عيسيٰ:

هي بزرگ مانان وارن صاحبن جو خليفو هو. ڳوٺ شيخ پورو نزديڪ لنواري، تعلقي بدين ۾ سندس مقبرو آهي، لاڙ مان جڏهن بہ ملتاني فقيرن جي ڪا جماعت ملتان ويندي آهي يا اُتان موٽندي آهي، تڏهن هن درويش جي مقبري جي زيارت ان کي ضرور ڪرڻي پوندي آهي.

## صادق صوفي:

ڪي سومرا پنهنجن درويشن مائٽن جي مقبرن جا مجاور ۽ وقت جا مريد پيا ليکجن. جيئن تہ مخدوم اسماعيل جو اولاد لاڙ ۾ مخدوم پيو سڏجي ۽ هو مريدن ۽ خادمن وارا آهن.نورنگ زادا اڄ تائين لاڙ ۾ علم ۽ فضيلت جو گهر آهن. شيخ رهاڻ پوٽا بہ سنڌ ۾ فضيلت جو گهر آهن. مريدن، خادمن کان سواءِ، هو معزز زميندار بہ آهن. درويش صادق صوفيءَ جا پويان بہ مريدن ۽ خادمن وارا زميندار آهن. انهن بزرگن جي مقبرن تي وڏا ميلا بہ لڳن ٿا. اڄ تائين بہ سومرن زميندارن جو خاصو موچارو انداز سنڌ ۾ لاڙ خواه اتر ۾ موجود آهي. ڪي سومرا پنهنجن ڌنڌن جي لحاظ تي مٿيل ذات وارا پيا سڏجن. مثلا ڪوري، رنگريز، نيرولي، ڌوٻي، واڍا، چاڪي وغيره.

## سمہ سلاطين متعلق مؤرخن جا بيان:

سمہ سلاطين کي بہ ڪن مؤرخن عرب لکيو آهي! اجا تائين بہ اها عجيب غريب ڳالهہ سنڌ جي تاريخن ۾ هلندي اچي ٿي! هيٺ سلسلي وار مؤرخن جو بيان ڏيون ٿا. جن سمن کي عربي نسل مان شمار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ سومرا ۽ سما نومسلم راجپوت هئا. جيئن سومرن جا تيئن سمن جا نالا کي هندڪا ۽ ڪي مسلمانڪا هئا. اها ثابتي ئي ڪافي آهي تہ هو مسلمان ڪونہ هئا.

سما هڪ طاقتور ۽ مال دار قبيلو هو. سندس اصليت متعلق مؤرخن ۾ اختلاف آهي. فقط فرشتہ ۽ ابوالفضل ٻہ مؤرخ آهن، جيڪي کين "ڄام" جي لقب سان سڏين ٿا. انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا ۽ انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام جي مضمون نگارن سمن کي نومسلم راجپوت لکيو آهي.[1] "معصومي" وارو سمن کي عڪرمہ بن عصام بن ابوجهل جي اولاد مان لکي ٿو. وري ايئن بہ لکي ٿو تہ سما ڪڇ کان سنڌ ۾ آيا. "تاريخ طاهريءَ" جو بيان آهي تہ "سمنڊ جي ڪناري وارو ملڪ سمہ قوم جي ماتحت ٿي ويو. جت سندن قوم جا حاڪم، راءِ ٻهارا ۽ ڄام سهتا ۽ ڪڇ جو راجا ان قوم مان آهن[2]" صاحب "تحفة الڪرام" سمن کي سام بن عمر بن هشام بن ابي لهب جي نسل مان لکي ٿو.[3] فرشتہ "ڄام" لفظ مان ڏوڪو ڪائي لکي ٿو تہ سما (سمگان) جمشيد جي اولاد مان آهن. "فتوح البلدان"، بلاذريءَ جي تاريخ، جا سنہ 297هہ جي تصنيف آهي، ان ۾ هڪڙي فقري جو ترجمو هن ريت آهي:

"پوءِ سنڌ جو والي دائود بن يزيد بن حاتم مقرر ٿيو. ان سان صمہ جو پيءُ ابوالصمة المتغلب اليوم سنڌ ڏانهن ويو هو جو اڄڪلهہ سنڌ تي قابض آهي ۽ هو قبيلي ڪنده جو آزاد ڪيل غلام آهي."[4]

"چچ نامہ" ۾ سما سنڌ جا قديم باشندا هئا، جي نيرن ڪوٽ ۽ ٻڍيا جا حاڪم هئا. هو الور جي برهمڻ راجائن جي خلاف هئا. نيرن ڪوٽ جي راجا پنڊڪرن سنڌ تي عربن جي ڪاهہ کان اڳ حجاج بن يوسف کي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ دعوت نامو مڪو هو. ازان سواءِ سمہ بن سيواج راءِ چچ جي ڏينهن ۾ ديبل جو حاڪم هو. محمد بن قاسم جڏهن نيرون پهتو هو تڏهن اتان جي سمينہ

1 _ انسائيڪلوپيڊيا برٽنيڪا، جلد_25، ص _143، (طبع _11) انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام، مضمون: سمہ.

2_ ايليٽ جلد_1، ص_ 191، بحوالہ "طاهري". ڄام سهتا هالا جي پوين مان ڄام ارجن ميرپور ساڪري تي حڪومت ڪندو هو جنهن کي ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ جوکين ماري ڇڏيو هو. ڄام سهتو اورنگزيب جي ملتان تي نائبيءَ جي زماني ۾ پهريائين بلوچن جي بغاوت ۾ شامل ٿيو هو.

3 _ تحفة الڪرام: جلد_3، ذڪر سمگان.

4_ فتوح البلدان: بلاذري، ص_445، ليڊن. بلاذري سمن کي "صمہ" بنوڪنده جا آزاد ڪيل غلام لکي ٿو.

نوٽ: ايڊمنڊ سي_ ڪاڪس پنهنجي بمبئي ڪاتي جي تاريخ، 1887ع، مطبع بمبئي ۾ لکي ٿو تہ سومرا ۽ سما اصل جين ڌرم جا هئا، پوءِ جن ڏينهن ۾ محمد تغلق گجرات ۾ آيو هو تڏهن هنن اسلام اختيار ڪيو هو.

حاڪم تحفن سان سندس استقبال ڪرڻ آڻ مجي هئي. تنهن جي معنيٰ تہ سما محمد بن قاسم جي ڪاهہ ڪرڻ يعني 96 هجري کان بہ اڳ سنڌ ۾ رهندا هئا. سما ۽ چنا سنڌ جي اصلي رهاڪن مان پهريان هئا، جن اسلام قبول ڪيو هو.

## "ڄام" لفظ جي اصليت:

سما سلاطين جن سنہ 752هہ (1351ع) کان سنہ 923هہ (1519ع) تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي ۽ ڪڏهن دهليءَ جي سلاطين جي ماتحت رهيا ۽ ڪڏهن خودمختيار رهيا. سي چندرونسي راجپوت هئا. اڳ لکي چڪا آهيون تہ دوارڪا جي راجا ڪرشن جي ستين راڻيءَ جامبوتيءَ جي وڏي پٽ سامبا سنڌونديءَ جي ڀرسان ڪپن تي، زابلستان تائين هڪڙيءَ حڪومت جو پايو وڌو هو جنهن جو تختگاهہ "سمبانگر" يا مينا نگر، ساموئيءَ وٽ هو. اها حڪومت "سنڌ سمہ" سڏبي هئي. سامبل هن خاندان جو راجا هو جنهن سڪندر يونانيءَ سان جنگ ڪئي هئي. جامبوتيءَ جي بطن مان هئڻ ڪري، سندس ۽ سندس اولاد جو لقب ڄام هو.[2] هينئر بہ لس ٻيلي جي نواب ۽ نوانگر جي راجا جو ساڳيو لقب آهي.[3] ڪرشن مهاراج مهاڀارت جو هيرو هو. ان سبب ڪري برهمڻ راجائن جي حڪومت جي زماني ۾ هن جا پويان وڏا جاگيردار ۽ مندرن جا متولي هئا ۽ سندن گهڻي مڃتا ٿيندي هئي.

سنڌ جي سياست ۾ سندن وڏو دخل هو. نيرن ڪوٽ جي مضبوط قلعي کي فتح ڪرڻ کان پوءِ سيوستان ۽ برهمڻ آباد جا رستا پاڻمرادو فاتح سنڌ اڳيان کلي ويا هئا. مرزا قليچ بيگ بہ 'چچنامہ' جي صفحي 174 جي فٽ نوٽ ۾ سمانگر سمن جي قديم تختگاهہ متعلق روشني وڌي آهي. ابتدا ۾ سمن جي مدد سان سومرن سنڌ تي قبضو ڪيو هو. جيسين سمن سان سندن ناهہ رهيو، تيسين سومرن جي صاحبي قائم رهي. سومرن سندن ئي مدد سان اوائلي سوڀون ڪيون. وري جڏهن سومرن جي حڪومت مضبوط ٿي ويئي، تڏهن سمن سان ارهہ زورائي ڪرڻ لڳا. سومرن کان هار کائي، جيڪي سما ڪڇ ملڪ ڏانهن ڀڄي ويا هئا، تن پهريائين وڃي ڪڇ ملڪ ۾ پنهنجي بادشاهي قائم ڪئي.

---

1 - Kalichbeg Gurdmbeg: The Chachnamah, PP. 91-92.

2 - J. Tod: The Annals and Antiquities of Rajasthan, Vol. I, P. 212.

3 _ آر_ ايچ_ بلر صاحب غلطيءَ سان امپيريل گزيٽيئر آف انڊيا (جلد بلوچستان) ۾ لس ٻيلي جي ڄام کي قريشي لکيو آهي.

## سمن جو سنڌ تي قبضو ڪرڻ:

ڪڇ جي سمن جو سنڌ جي سمن سان ناتو هو. جيئن پوءِ تيئن سومرن حاڪمن رعايا سان ظلم ڪيا ۽ سنڌ ۾ رهيل سمن تي بہ هو ظلم ڪرڻ لڳا. جڏهن هڪڙي پاسي دهليءَ جي لشڪر سومرن جو زور ڀڳو ۽ ٻئي پاسي سومرن جا پويان حاڪم عياش بنجي پيا. تڏهن ڏکڻ سنڌ ۾ بہ ڪابہ قوم سمن جي قوم کان وڏيڪ طاقت واري ڪانہ هئي. تنهن ڪري سومرن جي پوئين حاڪم همير (ارميل) کي سمن سندس گهر ۾ وڃي قتل ڪيو ۽ سندس سسي ڪوٽ جي دروازي تي ٽنگي ڇڏيائون.

ڄام انڙ سمن جو پهريون حاڪم ٿي گذريو. سما اُڇ ۽ ملتان جي مشائخن جا مريد هئا. سمن جو اوائلي تختگاهہ سمانگر هو.[1] جو پوءِ ساموئي يا سمي مڪليءَ کان ٿي ميل اتر طرف هو. هي شهر سنڌ جي جهونن شهرن مان هو. ڪيترائي ڀيرا ويران ٿي وري جڙيو. سندس آثار مڪليءَ کان اتر اولهہ طرف دڙن جي صورت ۾ اجا بہ ڀينل آهن. اهڙيءَ طرح ڪلان ڪوٽ. جو صاحب "تحفة الڪرام" جي بيان موجب راج اڪلا تعمير ڪرايو هو. ڪيترائي ڀيرا ويران ٿي وري جڙيو. انگريزن جي بيان موجب سڪندر جي ڪاهہ وقت ٺڪريءَ تي منهي ميل جي ايراضيءَ ۾ هڪڙو مضبوط قلعو هو. جنهن جي چوگرد پاڻيءَ جي وڏي کاهي هئي. هينئر بہ ٺڪريءَ جي اتر اولهندي ۾ هڪڙي ڍنڍ آهي.

اوائل ۾ قلعي جي چوگرد ٻُوٺ هئا. قلعي جي ڀڳل ديوارين جي اندرين حصن ۾ انگريز ماهر کي معائنو ڪندي سڙيل ڪٽڪ ۽ جوَن جا ڪي داڻا هٿ لڳا هئا. سندس خيال آهي تہ قلعو باهہ لڳڻ ڪري ويران ٿي ويو.[2] پوبون ڀيرو ڄام تغلق بن سڪندر ڪلان ڪوٽ کي تعمير ڪرائي مٿس تغلق آباد نالو رکيو. ڄام ننڌي جي ڏينهن ۾ هاٿوڪي ٺٽي جي بنياد پوڻ ڪري، ساموئي توڙي ڪلان ڪوٽ افسانا بنجي ويا ۽ هينئر مڪليءَ وانگر شهر خموشان آهي.

## سمن حاڪمن جي فهرست

| | |
|---|---|
| 1. ڄام اُنڙ | 11. ڄام ڪرن |
| 2. ڄام جونا | 12. ڄام فتح بن سڪندر بن تماچي |

---

1 ـ هندستان جي قديم نقشي ۾ مينانگر ڏيکاريل آهي. مينانگر سنڌ ۾ ۽ مهانگر گجرات ۾ وڏا شهر هئا. مهانگر هاٿوڪي ياؤنگر وٽ هو. سندس آثار 36 ايڪڙن ۾ آهن. مهانگر ۽ مينانگر مهاڀارت جي ويڙهہ کان پوءِ تعمير ٿيا هئا. ڪرشن مهاراج دوارڪا کي تختگاهہ جوڙيو هو.

2 - John World A journey to the Source of River Oxus, CHP. I PP. 6-7 London 1872.

3. تماچي (پهريون) بن اُنڙ
4. بابينو بن اُنڙ
5. ڄام خيرالدين
6. بابينو ثاني بن خيرالدين
7. تماچي ثاني بن خيرالدين
8. ڄام صلاح الدين بن تماچي ثاني
9. ڄام نظام الدين (پهريون) بن صلاح الدين
10. ڄام علي شير
13. ڄام تغلق
14. ڄام سڪندر بن فتح خان بن سڪندر
15. ڄام رائدان
16. ڄام سنجر
17. ڄام نظام الدين (ننڍو) بن ڄام بابينه
18. ڄام فيروز شاهه بن نظام الدين

## ڪڇ تي سمن جو قبضو:

ايليٽ "تاريخ طاهريءَ" جي حوالي سان سمن جي ڪڇ تي قبضي ڪرڻ جو جيڪو بيان ڏنو آهي، سو ٻين آڪاٽين وانگر آهي. سمن جي ڪڇ تي قبضي جو بيان ڪڇ جي نائب ڪمشنر ڪپتان اسٽئنلي نيپئر ريڪس جيڪو ڏنو آهي، سو ڪڇ جي راءِ جي ڪاغذن تان ڏسي ڏنو آهي. سنڌس بيان هن ريت آهي:

"عيسوي 8 صدي ۾ ساموئيءَ جي حاڪم لاکا گورارا کي ٻن راڻين مان اَٺ پٽ هئا. ڪيس گر راڻيءَ جي بطن مان 'عمر' نالي پٽ هو. ٻي راڻي جا چاوڙا قوم مان هئي، تنهن مان لاکا گورارا کي هڪڙو پٽ 'مور' نالي هو. لاکا جي مرڻ کان پوءِ سنڌس وڏو پٽ عمر تخت تي ويٺو. سنڌس ڀائرن مان مور ۾ مٽياڀائي گادي هٿ ڪرڻ لاءِ عمر خلاف سازشون ڪرڻ لڳا. مور ناڪامي ڏسي پنهنجي ناناڻن ڏانهن اولهندي ڪڇ ڏانهن هليو ويو ۽ اتي پهچڻ شرط پنهنجي مامي واگهم چاوڙا کي ماري ملڪ جي ان حصي جو حاڪم ٿي ويٺو. مور جي نسل مان پوراجيءَ تائين سنڌس خاندان حڪومت ڪئي. پوراجيءَ کي اولاد نه هئڻ سبب (سنڌس ٻه ننڍا ڀائر. ليٿو ۽ ڏيٿو حڪومت هلائڻ جي قابل هئا) سنڌس راڻيءَ مور جي خاندان مان هڪڙي شخص ڄاڙي کي گهرائي گادي ان جي حوالي ڪئي. ڄاڙو پنهنجي ماٽيلي ڀاءُ لاکاڙ سان گڏجي ڪڇ ويو هو. لاکاڙ عام طور لاکو ڦولاڻي به سڏبو هو. ڄاڙو سنه 843هه ۾ گاديءَ تي ويٺو. لاکاڙ جو اولاد ڄاڙيجا سڏبا هئا. لاکي جو پٽ ڄام راءِ ڏنو يا رائدان سنه 1464ع ۾ ونجان جي شهر ۾ ڪڇ جو راءِ مقرر ٿيو. هاڻوڪو ڪڇ جو راڄا سنڌس اولاد مان آهي."[1]

1 - John Wilson: History of the Suppression of Infanticide in Western India, Pp. 167-168, Bombay, 1855.

## سما سلطان:

### ڄام انڙ بن بابينہ:

سمن جو وڏو تعداد لس ٻيلي ۾ مڪران ۾ رهندو هو. سنڌ ۾ سمن، سومرن کان تنگ ٿي، ڄام انڙ کي مڪران کان گهرايو. جنهن سنڌ ۾ اچي سومرن جي پوئين حاڪم همير کي قتل ڪري، سنڌ تي قبضو ڪيو پر سيوهڻ ۾ بکر اڃا دهليءَ جي نائبن ماتحت هئا.[1] سيوهڻ مٿان دهليءَ پاران ملڪ رتن حڪومت ڪندو هو. سنڌ ۾ ٻيو هڪڙو امير قيصر بہ دهليءَ پاران ڪنهن ذميداريءَ جي عهدي تي فائز هو. ملڪ رتن وڏو جاگيردار بہ هو. امير قيصر ۽ ڄام انڙ جي ڪن ڳالهين تي ملڪ رتن سان اڻبڻت ٿي پيئي. ڄام انڙ ساموئيءَ کان لشڪر وٺي آيو. پوءِ ڄام انڙ ۽ امير قيصر، ٻنهي ڄڻن، شڪار جي بهاني سان، ملڪ رتن کي شهر کان ٻاهر جهنگ ۾ وٺي ويجي، اتي ڪنهن بهاني سان هن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ سندس ماڻهن کي ماري ڀڄائي شهر ۾ پهچي سرڪاري خزاني کي لٽيو. جنهن ۾ ٻارهن لک دينار ڪين مليا.[2] ڄام انڙ خزانو لشڪر کي ورهائي ڏيئي، ملتان جي حاڪم جي خوف کان ساموئي ڏانهن موٽي ويو ۽ پاڻ کي ملڪ فيروز جي لقب سان سڏائڻ لڳا. سندس وڃڻ کان پوءِ سيوهڻ وارن امير قيصر کي پنهنجو حاڪم تسليم ڪيو. ملڪ رتن جي انتقام وٺڻ لاءِ ملتان جو نائب عمادالملڪ (سر تيز) خشڪي ۽ سنڌو نديءَ جي رستن کان لشڪر وٺي سيوهڻ پهتو. امير قيصر قلعي ۾ وڃي لڪو. عمادالملڪ منجنيقن سان قلعي تي گوليباري شروع ڪئي. چاليهن ڏينهن جي گهيري کان پوءِ امير قيصر تنگ ٿي عمادالملڪ کان امان گهري. عمادالملڪ ساڻس وعدو ڪري پوءِ ڦري ويو. امير قيصر جي جائداد لٽڻ کان پوءِ سندس ماڻهن کي قتل ڪرائي، سندن کلن ۾ ڀوسو ڀرائي قلعي جي ديوارن تي سندن لاش لڙڪايائين ۽ سندن کوپرين جو شهر جي وچ ۾ ڍير ڪڙو ڪيائين. ابن بطوطہ جو ان وقت شهر جي هڪڙي مدرسي جي ڇت تي، رهندو هو سو لکي ٿو تہ: "صبح سان اٿڻ وقت لاشن کي لڙڪندو ڏسي، منهنجي طبيعت بگڙجڻ لڳي، تنهن ڪري آءٌ ٻيءَ ڪنهن جاءِ ۾ وڃي رهيس."[3] هي واقعو سنہ 1351ع ۾ تي گذريو. سنہ 1334ع کان سمن،

---

1_ لس ٻيلي جا رونجها بہ ڄام انڙ جي نسل مان آهن.

2_ هندستان جي ڏهن هزار دينارن جي قيمت هڪ لک عرب دينارن جيتري هئي. في هندي طلائي دينار ٻيءَ اسلامي دنيا ۾ اڍائي دينارن جيتري قيمت رکندو هو.

3_ عجائب الاسفار: جلد_2، ذڪر سيوستان، ص_9 _11.

سومرن خلاف بغاوتون شروع ڪيون. سنه 1351ع ۾ ڄام انڙ سمن جي حڪومت جو پايو وڌو. هڪڙي پيري، فسادين کي سيڪٽ ڏيڻ لاءِ ڄام انڙ پنهنجي ڀائٽي، ڪاهه بن تماچيءَ کي روانو ڪيو هو. جو فسادين هٿان قيد ٿي ويو. ڄام انڙ عيش عشرت ۾ اهڙو غلطان هو جو هن ڪاهه جي خبر ڪانه لڌي. جنهن تي ڪاهه کي چڙ لڳي. هو ڪنهن طرح سان قيد مان پاڻ کي آزاد ڪرائي، بکر مان علي شاهه ۽ ملڪ فيروز ترڪ کي وٺي آيو. جن هٿان بهرام پور ۾ ڄام انڙ قتل ٿي ويو. پوءِ سمن ڪاهه ۽ ملڪ فيروز کي ماري ڇڏيو ۽ علي شاهه بکر ڏانهن ڀڄي ويو. "معصومي" ۾ لکيل آهي ته علي شاهه ۽ ملڪ فيروز ترڪ لشڪر وٺي ٿريءَ تي ڪاهي آيا هئا. ڄام انڙ سندس مقابلي لاءِ نڪتو پر واٽ تي بيماريءَ وگهي وفات ڪيائين. ڄام انڙ ساڍا ٽي ورهيه حڪومت ڪئي.

## ڄام جوناهه بن بابينه:

ڄام انڙ کان پوءِ سندس ڀاءُ ڄام جوناهه سنه 755هه (1354ع) ۾ گاديءَ تي وينو.[1] ڄام انڙ سمن جي حڪومت جو سنڌ ۾ پايو وڌو هو پر اڃا دهليءَ جي ماتحت هو. ڄام جوناهه عقلمند بادشاهه ٿي گذريو آهي. هن گاديءَ تي ويهڻ شرط پنهنجا دوست ۽ عزيز ساريءَ سنڌ جي جدا جدا پاڳن ڏانهن روانا ڪيا، انهي لاءِ ته ساري سنڌ سندس قبضي هيٺ رهي. اهي ٺٽي کان منزلون ڪندا بکر پهتا ۽ بکر جي آس پاس ڪيترائي ڳوٺ پنهنجي ماتحت ڪيائون. بکر جي ترڪن به ٽي جنگيون سمن سان ڪيون. پر سما زور پئجي ويا ۽ ترڪ بکر ڇڏي وڃي اچ نڪتا. اهڙيءَ طرح ڄام جوناهه بکر جو قلعو پنهنجي هٿ ۾ ڪيو.

## ڄام تماچي اُنڙ:

ڄام تماچي، جنهن کي فرشته "ڄام ماني" جي نالي سان لکيو آهي، تنهن سلطان فيروز شاهه تغلق جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي. سنه 762هه ۾، سلطان فيروز شاهه سنڌ تي ڪاهه ڪئي، پر ناڪام ٿي گجرات ڏانهن هليو ويو. مؤرخ سراج عفيف چشم ديد حالات هن ريت بيان ڪري ٿو ته، ڄام تماچي ۽ ڄام بابينه چاليهه هزار پيادن ۽ ويهه هزار سوار فوجن سان فيروز شاهه سان مقابلو ڪيو. آخر فيروز شاهه سامان رسد ۽ گاهه جي قلت سبب موٽي گجرات ڏانهن هليو ويو. سنه 762هه (1361ع) ۾ گجرات کان موٽڻ کان پوءِ طرفين جو پاڻ ۾ صلح ٿيو. شيخ بهاءُ الدين زڪريا ملتاني، سنڌ جي ولايت

---

1ـ مؤرخ سراج عفيف اُنڙ جو نالو راءِ اُنڙ لکيو آهي، حالانڪ سما گهڻو اڳ مسلمان ٿيا هئا ۽ اهل سنت هئا. ڏسو تاريخ فيروزشاهي: سراج عفيف. ص-199. ڪلڪتو.

پنهنجي خاص مريد سيد جلال بخاري اُچ شريف واري کي مرحمت ڪئي هئي. سيد جلال بخاريءَ جو زمانو سنہ 707هہ کان 800هہ تائين هو. سومرا ۽ سما سندس عقيدت مند هئا. ڄام تماچي ۽ ڄام بابينہ پنهنجو قاصد اُچ ڏانهن روانيو ڪيو. سيد جلال بخاريءَ جو پوٽو سيد جلال الدين حسين بخاري ساموئي پهتو ۽ سيد جلال الدين جي معرفت صلح جا شرط فيصلو ٿيا.[1]

گجرات جي مظفريہ سلطانن سان سما سلطانن جي مائٽيءَ جو ذڪر سنڌ جي تاريخن ۾ گهڻ ڏنل آهي. گجرات جا مظفريہ سلطان سمن وانگر نومسلم راجپوت هئا. فرق ايترو هو جو سما چندرونسي هئا ۽ مظفريہ سورج ونسي ڪل مان هئا. سلطان مظفر گجرات جي مظفريہ حڪومت جي بانيءَ جي پيءُ، سڌارن، مخدوم سيد جلال الدين حسين بخاري رحہ جي هٿ تي بيعت ڪئي هئي.

هڪڙي ڏينهن سلطان فيروز شاهہ بن سالار رجب تغلق شڪار ڪرڻ جي سانگي ٿانيسر ۾ منزل ڪئي هئي، جتي سڌارن ۽ سندس ڀاءُ ساڌوءَ سلطان جي مهماني ڪري، ان موقعي تي پنهنجي ڀيڻ جي شادي سلطان فيروز سان ڪرائي. سلطان خوش ٿي سڌارن کي وجيہ الملڪ ۽ ساڌوءَ کي شمشير خان جا لقب مرحمت ڪري، سڌارن جي پٽ مظفر کي همايون جو لقب ڏيئي گجرات جي حڪومت سندن سپرد ڪئي.[2] ڄام جوناهہ پهريون سمو حاڪم هو جنهن مظفريہ سلطانن سان مائٽيءَ جو ناتو رکيو هو. ڄام جوناهہ جي ٻن ڌيئرن مان هڪڙيءَ سان گجرات جي حاڪم محمد شاهہ سان شادي ڪئي. محمد شاهہ جي حرم ۾ ٻہ راڻيون هيون. هڪڙيءَ بيگم جي بطن مان ڪيس احمد شاهہ پٽ ڄائو ۽ سمہ خاتون جي بطن مان فتح خان پٽ ڄائو جو پوءِ محمود بيگڙي جي لقب سان دبدبي وارو حاڪم ٿي گذريو. ڄام جوناهہ جي ٻيءَ ڌيءَ سان سيد برهان الدين عبدالله جي پوٽي سراج الدين "شاهہ عالم" شادي ڪئي. برهان الدين، قطب عالم مخدوم جلال الدين حسين جو پوٽو هو.[3]

## ڄام بابينہ بن انڙ:

ڄام تماچيءَ کان پوءِ سمن ڄام بابينہ ابن اُنڙ، ڄام تماچي جي ڀاءُ کي گاديءَ تي ويهاريو جنهن 15 ورهيہ حڪومت ڪئي.

---

1 ـ تاريخ فيروز شاهي: سراج عفيف، ص، 240ـ241، ڪلڪتو.

2 ـ مرات محمدي: شيخ غلام محمد، ص ـ53، مصطفائي پريس، بمبئي، 1324هہ.

3 ـ رعنا: مولانا سيد عبدالحي، ص ـ14ـ15، اعظم گڙهہ، 1353هہ.

## ڄام خيرالدين:

ڄام خيرالدين بن تماچيءَ جو سال ”تاريخ سنڌ“ ڀاڱي-3، ص-182 ۾ 1383ع ڏيکاريل آهي. مصنف لکي ٿو تہ ”سندس ڏينهن ۾ سلطان محمد تغلق سنڌ ۾ آيو هو. حالانڪ محمد تغلق 752هـ (1351ع يا 1352ع) ۾ وفات ڪري ويو هو. ڄام خيرالدين، سلطان فيروز جي پيش پيو. سلطان هن کي قيد ڪري سيوهڻ وٺي آيو جتان خيرالدين ٻيڙين تي چڙهي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پڪڙجي دهليءَ ڏانهن قيد ٿي ويو. مٿيون بيان ”تاريخ سنڌ“ ڀاڱي 3 ۾ صفحي 91 تي ڏنل آهي، مگر صفحي 146 ۽ 147 تي ساڳي تاريخ ۾ ڏيکاريل آهي تہ ”ڄام خيرالدين سن جي ڳوٺ تائين فيروز شاهہ جي لشڪر کي تڪليفون ڏيندو ويو. جيئن تہ فيروزشاهہ کي جلد دهليءَ پهچڻو هو تنهن ڪري ان ڄام خيرالدين جي گستاخيءَ تي ڪو ڌيان نہ ڏنو ۽ سيوهڻ ۽ ٻکر کان ٿي سڌو دهليءَ روانو ٿيو.“

تنهن کان پوءِ ڄام خيرالدين موٽي ساموئي آيو ۽ نهايت عدل انصاف سان حڪومت هلائڻ لڳو. سندس انصاف متعلق ”معصومي“ ۾ لکيل آهي تہ ڄام خيرالدين هڪڙي هنڌ هڏن جو ڍير ڏٺو. پڇا ڪرڻ سان معلوم ٿيس تہ ست ورهيہ اڳ ڌاڙيلن ان هنڌ تي گجرات جي هڪڙي قافلي کي ڦري قافلي وارا ماريا هئا، جن جا اهي هڏا هئا. ڄام خيرالدين اتي رهي، ڌاڙيل هٿ ڪري، مال سميت گجرات جي حاڪم ڏانهن روانا ڪيا ۽ لکي موڪليائنس تہ ”ڌاڙيلن کي جوڳي سزا ڏيئي مال وارثن کي پهچايو وڃي.“

## ڄام بابينو ثاني بن خيرالدين:

ڄام بابينہ ثاني جنهن کي فيروز شاهہ تغلق دهليءَ ڏانهن وٺي ويو هو تنهن سلطان فيروز شاهہ کي اهڙو راضي ڪيو جو ان سنڌ جي حڪومت جو پروانو ڏيئي کيس سنڌ ڏي موڪليو. سنڌ ۾ وري اچڻ کان پوءِ ساموئيءَ ۾ اچي، هن حڪومت جو نئين سر بندوبست ڪيو. ”تحفة الڪرام“ (جلد-3، ص-183/182) ۾ لکيل آهي تہ هن 15 ورهيہ حڪومت ڪئي ۽ ساموئيءَ جي شهر کي وري نئين سر تعمير ڪرايو هئائين.

## ڄام تماچي بن ڄام خيرالدين:

ڄام بابينہ ثانيءَ کان پوءِ، سندس ڀاءُ ڄام تماچي سمن جو حاڪم ٿيو. اڳ دهليءَ ۾ نظربند هو. شيخ حماد جمالي جنهن جي خانقاهہ مڪليءَ هينان

آهي، تنهن جي دعا سان تماچي ۽ سندس پٽ ڄام صلاح الدين سنڌ ڏانهن موٽي آيا. ٻنهي ڄڻن کي ڄام جوناهه خان خفيه طور دهلي روانو ڪيو هو.

ننڍي تعلقي ۾ ڪينجهر جي ڍنڍ اڄ تائين موجود آهي. انهيءَ ڍنڍ جي ڪناري تي گنڊرا (مهاڻا) رهندا هئا. جي ڪينجهر جي آس پاس جي ڍنڍن جي مڇيءَ پيدائش وغيره جا اجاره دار هئا. وٽن هڪڙي خوبصورت ڇوڪري "نوري" نالي هوندي هئي. ڇوڻ ٿا ته هوءَ دراصل ڪا وڏ گهراڻي ڇوڪري هئي، پر ننڍي هوندي ڪنهن طرح مهاڻن سان گڏجي ويئي هئي، جنهن پنهنجو ڪري نپايو هوس. ڄام تماچي ڪينجهر ۾ شڪار ڪندي مهاڻن وٽ ڇوڪري ڏٺي، سو دل ديواني ٿي پيس ۽ مهاڻن کان سندس سڱ گهريائين. مهاڻن ان کي پنهنجي خوش نصيبي سمجهي، نوريءَ سان سندس نڪاح قبول ڪيو. ڄام نوريءَ لاءِ ڪينجهر جي ڪپ تي شاهي محلات ٺهرايو. مهاڻن کي ڍنڍ جو اجارو معاف ڪيو ۽ ٻيون به ڪئين بخششون ساڻن ٿيون. ڄام تماچي اڪثر وقت گنڊرن توڙي پنهنجي ٻئي پورهيت عوام سان گذاريندو هو. تماچي ۽ نوريءَ جون قبرون شيخ حماد اولياءَ جي مقبري هيٺان گڏوگڏ آهن. هي قصو به سنڌ جو هڪ لاثاني رومانوي داستان شمار ڪيو ويندو آهي.

## ڄام صلاح الدين:

سنه 790هه (1388ع) ۾ فيروز شاهه تغلق وفات ڪئي. سندس پويان ڪمزور هئا. محمد شاهه تغلق ثانيءَ جي ڏينهن ۾ دکن ۾ گلبرگ ۾ علاءُ الدين حسين بهمني حڪومت جو پايو وڌو. تنهن کان پوءِ فيروز شاهه جي پوٽي محمد شاهه جي ڏينهن ۾ سنه 796هه (1394ع) ۾ ظفر خان گجرات ۾، خضر خان ملتان ۾، دلاور خان مالوهه ۾، ملڪ سرور خان جون پور ۾، سمن سنڌ ۾ خودمختياري حاصل ڪئي. فقط پنجاب جو علائقو نالي طور دهليءَ جي ماتحت رهيو. ڄام صلاح الدين سنڌ جي جدا جدا ڀاڱي ڏي فوجون موڪلي سنڌ کي پنهنجي خودمختيار تسلط هيٺ آندو. سندس ڪي مخالف ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويا، جن کي هٿ ڪري جوڳيون سزائون ڏنائين. ڀارهن ورهيه عدل انصاف سان حڪومت ڪري وفات ڪيائين.

## ڄام نظام الدين:

ڄام صلاح الدين کان پوءِ سندس پٽ ڄام نظام الدين گاديءَ تي ويٺو. هن تخت تي ويهڻ شرط پنهنجن ڇاچن، سڪندر ڪرن، بهاءُ الدين ۽ عامر کي

جيڪي اڳ قيد هئا، تن کي آزاد ڪري نيڪ نيتيءَ سان حڪومت ڪرڻ لڳو. ڪين عهدا ڏيئي پاڻ ساموئيءَ ۾ رهڻ لڳو. ملڪ جو گشت ڪري احوال روبرو ڏسندو وائسندو هو ليڪن جن چاچن سان هن نيڪيون ڪيون هيون، سي سند خلاف اندروني سازش ڪرڻ لڳا. جام نظام الدين کي خبر پئجي ويئي، سو ٿورن همراهَن سان راتورات گجرات ڏي هليو ويو ۽ سفر ۾ ئي وفات ڪري ويو.

## جام علي شير:

جام علي شير بن تماچي، جو گوشہ نشين هو تنهن کي اميرن تخت تي ويهاريو. هو بهادر سپاهي هو. حڪومت برجستائيءَ سان هلائڻ لڳو. سندس حڪومت اندر رعايا آسودگيءَ سان گذر ڪندي هئي. چانڊوڪيءَ رات ۾ سير ڪرڻ جو شوقين هو. سندس سڳا پائر، سڪندر ۽ ڪرن ۽ سندس پاٽئيو فتح خان بن سڪندر، سندس خلاف منصوبا سٽيندا هئا. هڪڙيءَ رات دستور موجب رات جو جيئن پيڙيءَ جو سير ڪري موٽيو ٿي، تيئن رستي تي منصوبہ بازن کيس وڪوڙي شهيد ڪري ڇڏيو. اميرن بي واهہ نہ ڏسي هڪڙيءَ خونيءَ جام ڪرن کي گاديءَ تي ويهاريو.

## جام ڪرن:

جام ڪرن بن جام تماچي گاديءَ تي وينو. پر سما منجهانئس خوش ڪين هئا، ڇاڪاڻ تہ هن جام علي شير کي جو رعايا کي پيارو هو بيگناهہ شهيد ڪرايو هو. تخت تي ويهڻ شرط هن ڪن معزز ماڻهن کي قتل ۽ ڪن کي قيد ڪرايو هو. تنهن ڪري سيني کي ڪانئس نفرت هئي. آخر جيئن مجلس مان اُٿي محلات ڏانهن ٿي ويو تيئن ڪن سربازن هن کي دروازي تي قتل ڪري ڇڏيو. هن فقط اَڌ پهر حڪومت ڪئي.

## جام فتح خان:

جام ڪرن کان پوءِ، سندس سؤٽ جام فتح خان بن سڪندر گاديءَ تي وينو. سندس ڏينهن ۾ سنہ 800هہ (1398ع) ۾ امير تيمور گورگاني هندستان تي ڪاهي مترا ۽ بنديل کنڊ تائين ملڪ کي ڦريو. سندس پوٽي مرزا پير محمد اُچ ۽ ملتان جا قلعا فتح ڪيا. بکر جي هڪڙي بزرگ ابوالغيث جي سفارش سان سنڌ مغلن جي چنبي کان بچي ويئي. سنہ 1399ع ۾ امير تيمور سمرقند ڏانهن موٽي ويو. امير تيمور دهليءَ جي حڪومت محمود شاهہ تغلق کان کسي پنجاب جي حاڪم سيد خضر خان جي حوالي ڪري ويو. سادات خاندان سنہ 817هہ

(1414ع) کان سنہ 847ھ (1443ع) تائين حڪومت ڪئي. سيد علاءُ الدين عالم شاھ پويون سيد حاڪم هو جيڪو سنہ 1450ع ۾ پنجاب جي صوبيدار بهلول خان لوڌيءَ کي دهليءَ جي حڪومت حوالي ڪري پاڻ گوشہ نشين ٿيو. جام فتح خان 15 ورهيہ ڪاميابيءَ سان حڪومت ڪري وفات ڪئي. وفات کان 3 ڏينهن اڳ، پنهنجي ڀاءُ تغلق کي جانشين ڪري ويو.

## جام تغلق:

جام تغلق بن سڪندر کي شڪار جو گهڻو شوق هو. بکر ۽ سيوهڻ جي انتظام جون واڳون پنهنجن ڀائرن جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيائين. امير تيمور جي موٽي وڃڻ کان پوءِ سڄي هندستان اندر طوائف الملوڪيءَ جو دؤر هو. سمن جي حڪومت جون واڳون ۽ حدون اباوڙي تائين هيون. اڳتي ملتان جي لانگاھ سلطانن جي حڪومت هئي.[1] جام تغلق جي ڏينهن ۾ بکر جي بلوچن بغاوت ڪئي، مگر جام بکر ۽ سيوهڻ ۾ انتظام رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن ڪلان ڪوٽ تي "تغلق آباد" نالو رکي قلعي جو ڪم شروع ڪرايو جو سندس ڏينهن ۾ اڻ پورو رهجي ويو.

مڪران، جهالاوان ۽ ڪڇيءَ جا جدغال، جي پهريائين سومرن جي سرداريءَ جي ماتحت هئا، سي سومرن کان پوءِ سمن کي سردار سمجهڻ لڳا. سمن خلاف مير عمر ميرواڙي براهوئيءَ جهالاوان ۾ بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو. خاران جي نوشيرواني ملڪن بہ مير عمر جو طرف ورتو. سمن شڪست کاڌي. براهوئي طاقت جون حدون پهريون گهمرو مشڪي ۽ ڪولواھ تائين پکڙجي ويون. مير جلال خان جي اولاد مان رندن جي سردار مير شهڪ، ڪڇيءَ جي گولا قوم کي شڪست ڏيئي، سمن کان سيوي ڍاڍر جهل، حب، ناڙي پوھ، موہ، گاج ۽ ڏڙي پنر جا پرڳڻا فتح ڪيا ۽ پوءِ بلوچن جي ٻن مشهور قبيلن، رند ۽ لاشار عيسوي 15 صديءَ ۾ ڪڇيءَ جي ميدان ۾ بينڪون وڌيون. سيوي ۽ ڍاڍر رندن جا تختگاھ شهر سڏجڻ لڳا ۽ گنج آبہ کي لاشارين تختگاھ مقرر ڪيو.[2]

مير شهڪ جي وفات کان پوءِ سيوي ۽ ڍاڍر سندس پٽ مير چاڪر خان رند جي قبضي هيٺ اچي ويا. ستت گوهر جتڻيءَ جي سوال ڪري، مير گهرام خان لاشاريءَ ۽ رند جي سردار مير چاڪر خان جي پاڻ ۾ تيهن

---

1 ـ اُباوڙي جو شهر سنہ 987ھ ۾ تعمير ٿيو. هتي 1552ع جي هڪڙي مسجد جڙيل آهي. "آئين اڪبري" ۾ علامہ ابوالفضل اُباوڙي کي ملتان سرڪار جو محال ڏيکاريو آهي. راجا ڏاهر جي نسل مان ڏهر نومسلم هن شهر ۾ وڏا جاگيردار آهن.

2 -Frontier & Overseas Expeditions from India, Vol.III, P-23.

R. Hughes-Buller: Makran, CHP. History.

M.L. Dames: The Baloch Race, A Historical & Ethnographical Sketch, Lahore, 1904.

ورهين واري ويڙهه شروع ٿي. هن جنگ ۾ جيسلمير جي ڀاٽين، ملتان جي ناهرن ۽ سمن لاشارين جو طرف ورتو ۽ قنڌار جي حاڪم امير ذوالنون ارغون رندن جو طرف ورتو. لاشارين شڪست کاڌي ۽ منجهانئن گهڻائي لاشاري لڏي سنڌ ۾ رهڻ لڳا. مير ابوبڪر لاشاري گجرات جي شهر پالن پور ڏانهن هجرت ڪري ويو.[1]

سلطان مظفر بن محمود شاهه گجراتي سنه 959 (1551ع) ۾ راڌن پور، نرواره، مورج پور پرڳڻا فولادي افغانن جي مقابلي ۾ فتح خان لاشاريءَ جي سپرد ڪيا هئا.[2] گجرات ۾ سمي ۽ وراهي ٻه ننڍڙيون بلوچ رياستون متئين زماني جون يادگار هيون.[3] امير تيمور جي وڃڻ کان پوءِ هندستان اندر اٽڪل چويهه ڏارڏار رياستون هيون. امير تيمور دهلي، پنجاب جي صوبيدار خضر خان جي حوالي ڪري ويو. سنه 855هه (1451ع) ۾ بهلول لوڌي دهليءَ جي تخت تي ويٺو. خضر خان ملتان جي حڪومت شيخ الشيوخ مخدوم بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي درگاهه جي مجاور شيخ يوسف جي حوالي ڪري ويو هو. جنهن کان راءِ شيرا، اگني ڪل جي سولنڪي راجپوت دغا سان سنه 1443ع ۾ ملتان جي حڪومت کسي پاڻ کي قطب الدين جي لقب سان سڏائي ويهي رهيو. سندس خاندان "لانگاهه" سڏجڻ لڳو. سمن سان سندس دوستي هئي.

## ڄام سڪندر:

ڄام تغلق کان پوءِ سندس پٽ ڄام سڪندر گاديءَ تي ويٺو جو اڃا صغير هو. سندس ڏينهن ۾ سيوهڻ ۽ بکر جي صوبيدارن بغاوت ڪئي. هو لشڪر وٺي بکر ڏانهن روانو ٿيا. سندس هڪڙي عزيز، جو سندس دربان هو ۽ مبارڪ خان سڏبو هو جنهن اڳين ڄامن جي ڏينهن ۾ بهادريءَ جا ڪارناما ڪيا، سو پاڻ کي حاڪم سڏائڻ لڳو مگر ٽن ڏينهن اندر لوڏجي ويو. ڄام سڪندر پنهنجي نائبن سان ڳالهيون ڪري ساموئيءَ موٽيو ۽ ڏيڍ سال حڪومت ڪري وفات ڪيائين.

## ڄام رائدان:

ڄام رائدان، جو ڄام تغلق جي ڏينهن ۾ وڃي ڪڇ ۾ رهيو هو جيئن ته ان وقت ٻيو ڪوبه تخت لاءِ دعويدار ڪونه هو. تنهن ڪري سيني سمن هن کي يڪ

---

1 - M.L. Dames: Popular Poetry of the Baloch, The Thirty Years War, P-23.

2 _ فرشته: جلد_2، ص_352. زڪر سلطان مظفر شاهه.

3 - G.B. Malleson: The Historical Sketch of the Native States of India, CHP. XIV, London, 1875.

راءِ گاديءَ تي ويهاريو. هو سني سپاءَ جو ماڻهو هو. سمنڊ کان وٺي اباوڙي جي ڪاجريلي ۽ ڪنڊيلي ڳوٺن تائين سنڌ تي سندس قبضو رهيو. هن نَو ورهيہ حڪومت هلائي. ڪيس هڪڙي سمي سردار سنجر شراب ۾ زهر پياري ماري ڇڏيو.

گجرات جي مظفريہ سلاطين مان سلطان مظفر جي پوٽي سنہ 1411ع ۾ زيرن العباد (احمد آباد) جو شهر تعمير ڪرايو جنهن ستت واپار ۽ هنر ۾ ترقي ڪئي. سنہ 1459ع تائين سلطان محمود بيگڙي وڏي دبدبي سان حڪومت ڪئي. سندس ڏينهن ۾ گجرات گهڻي ترقي ڪئي.[1] سمن کي هر وقت گجرات کان خوف رهندو هو. انهن بلوچن جا چار هزار ڪٽنب سنڌ جي ڏکڻ اوپرندي واري ڪنڊ تي ويهاريا هئا. بلوچ چوپائي مال تي گذران ڪندا هئا. برساتين جي مند ۾ آبو ڏونگر ٽپي مالوهہ ۽ نربدا جي شاداب علائقن تائين گشت ڪندا هئا. گهوڙن جو واپار بہ ڪندا هئا. ان ڪري راجائن ۽ سلطانن جي دربار ۾ کين عزت هئي.[2] وقت سر مال دار واپاري قافلن کي ڦري ٿر جي پٽن ۾ مال لڪائيندا هئا. جتان گوجرن، واگهيلن ۽ ڪڇين معرفت مال نيڪال ڪري هٿيار خريد ڪندا هئا.

مٿئين‌ءَ روئداد ايترو زور ورتو جو مصطفيٰ آباد ۽ احمد آباد جي وچ ۾ هلندڙ قافلا صفا بند ٿي ويا. سلطان محمود، ملڪ جلال الدين کي احمد آباد مٿان ڪوتوال مقرر ڪري، بلوچن کي گوشمالي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. ملڪ جلال الدين هڪڙي پيري پنج سؤ بلوچ ڏاڙيل گرفتار ڪري سوريءَ تي چاڙهيا. سلطان محمود کي ڪيس "محافظ خان" جو خطاب ڏنو. مگر لٽ مار جو سلسلو بند ٿي ڪونہ سگهيو. سنہ 879هہ ۾ سلطان محمود پاڻ مضبوط توب خاني سان بلوچن تي ڪاهہ ڪئي. بلوچن چوويهن هزارن جي تعداد ۾ مقابلو ڪيو. پر توبخاني جي خوف ڪري سندن سردار آڻ مڃي. سلطان محمود کين مهذب زندگي گذارڻ جي تعليم ڏين لاءِ احمد آباد وٺي ويو ۽ ڪي علماءَ سندن تعليم ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيا. ايترين ڪوشش هوندي بہ بلوچ لٽ مار کان باز ڪونہ رهيا.

سنہ 880هہ ۾ سلطان پيو گهمرو مٿن ڪاهي، لٽ مار جو مال ٿر جي غارن مان هٿ ڪيو. اڳ حج ڏانهن ويندڙ خشڪيءَ رستي قافلا جيڪي بلوچن جي خوف ڪري بند ٿي ويا هئا، سي وري چالو ٿيا. سلطان محمود پنهنجي والده جي

---

1_ سلطان محمود چمپانير ۽ جهوناڳڙه جا بہ مضبوط قلعا فتح ڪيا هئا. تنهن ڪري "بيگڙه" يعني "ٻن قلعن فتح ڪرڻ وارو" سڏبو هو.

2 _ هڪڙي پيري سروهيءَ جي راجا بلوچن کان زبردستيءَ گهوڙا ڦريا هئا. بلوچن سلطان بيگڙي کي دانهن ڏني سلطان بلوچن کي بروقت قيمت پيري ڏني ۽ سروهيءَ جي راجا سان جنگ ڪيائين.

يادگار لاءِ پوڏيسر ۾ هڪڙي سنگ مرمر جي مسجد تعمير ڪرائي. بعض مؤرخ لکن ٿا تہ سلطان ڪڇ ۽ ٿرپارڪر تي قبضو ڪيو هو.[1]

## ڄام سنجر:

ڄام رائدان کان پوءِ ڄام سنجر گاديءَ تي ويٺو جو نهايت خوبصورت جوان هو. چون ٿا تہ هڪڙو الله لوڪ درويش سندس حسن تي مفتون هو. تنهنجي دعا سان هو بادشاهہ ٿيو هو. هن اَٺ ورهيہ حڪومت ڪئي. فرشتہ جو بيان آهي تہ هن سلطان محمود بيگڙي سان مائٽيءَ جو ناتو رکيو هو. بکر جو قاضي معروف، جو وڏو عالم هو سو فيصلن ڪرڻ وقت فريادي توڙي جوابدار کان رشوت وٺندو هو. ڄام سنجر سرڪاري کاتن جي نوڪرن جا پگهار وڌائي رشوت خوريءَ کي بنجو ڏنو.

راءِ شيرا (قطب الدين) لانگاهہ سنہ 874هہ (1469ع) ۾ وفات ڪئي.[2] قطب الدين نهايت خوش اسلوبيءَ سان حڪومت هلائي. مغلن جي ڪاهہ جي ڪري ملڪ ويران ٿي چڪو هو ان ويرانيءَ کي متائڻ ۾ هن ازحد ڪوشش ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ حسين شاهہ تخت تي ويٺو جو وڏو محنتي ۽ هنر پرور هو. هن شور ڪوٽ، چنيوٽ ۽ ڏن ڪوٽ تائين ملتان جون حدون وڌايون. ناهرن ۽ لوڏين جي خوف کان متاثر ٿي، هن مڪران کان مير سهراب بن مير ممند بن دودا بن مير بيگ لاشاري هوت کي گهرائي، ڪروڙ ڪوٽ ۽ ڏن ڪوٽ جو علائقو کيس جاگير طور ڏنو. ساڻس گهڻائي بلوچ گڏ آيا، جن کي شاهہ حسين بن قطب الدين لانگاهہ پنهنجن فوجن ۾ ڀرتي ڪيو.

شيخ يوسف قريشي، جنهن کي قطب الدين ملتان مان ٻي دخل ڪري ڇڏيو هو سو داد رسيءَ لاءِ دهليءَ جي حاڪم بهلول خان لوڏيءَ وٽ پهتو. بهلول لوڏي پنهنجي پٽ باربڪ شاهہ جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪڙو لشڪر ملتان ڏانهن مڪو حسين شاهہ بلوچن جي مدد سان دهليءَ جي لشڪر کي شڪست ڏني. مير سهراب خان جي ٽن پٽن فتح خان، غازي خان ۽ اسماعيل خان، ٽرنس اِنڊس علائقا ۽ سيتاپور ناهرن کان فتح ڪري اتي پنهنجن نالن تي ديرا تعمير ڪيا.

---

1 _ فرشتہ: جلد_2، ص_300، ذڪر سلطان محمود بيگڙہ. مرات محمدي: ص_85.
Edmund, C. Cox. A short History of Bombay Presidency, P-44, Bombay, 1887.

2_ راءِ شيرا (شهره) سولنڪي سيويءَ جو زميندار هو. جنهن پوءِ مسلمان ٿي پنهنجي ڌيءَ جي شادي يوسف قريشيءَ سان ڪرائي. پنهنجي عقيدت منديءَ جو ثبوت ڏنو. هڪڙي ڏينهن پنهنجي ڌيءَ سان ملاقات ڪرڻ جي بهاني سان ملتان جي قلعي ۾ پهچي، هن شيخ يوسف کي ملتان کان ٻي دخل ڪري ڇڏيو. ڏسو فرشتہ: جلد_2.

جي اڄ بہ سنڌن يادگار طور موجود آهن. دودائي بلوچن اٽڪل ٽن صدين تائين ديره جات پرڳڻي تي حڪومت ڪئي.[1]

## ڄام نندو:

سنہ 896ھ (1490ع) ۾ ڄام نندو (نظام الدين) گاديءَ تي ويٺو جو نهايت ديندار حڪام ٿي گذريو آهي. ننڍي هوندي علم سان گهڻو شوق رکندو هو ۽ اڪثر ڪتب خانن ۾ وقت گذاريندو هو. نماز ۽ عبادت جو پابند هو. سنڌس ڏينهن ۾ مسجديون نمازين سان ڀريل رهنديون هيون. ڪجهہ وقت ساموئيءَ جي رهڻ کان پوءِ بکر پهتو. اتي جي ڌاڙيل بلوچن کي سزائون ڏيئي، پنهنجي غلام دلشاد کي بکر جو ناظم مقرر ڪري ساموئيءَ پهتو. هن جي ڏينهن ۾ رعيت سک ۽ آرام سان وقت گذاريو. سياحن ۽ واپارين کي هر طرح سان سهوليتون مليل هيون. ملتان جي لانگاهہ سلطانن ۽ گجرات جي مظفريہ سلطانن سان سنڌس دوستي هئي. مسلمانن سان جنگ ڪرڻ ۽ ناحق خونريزي ڪرڻ کان کيس نفرت هئي.

ڄام نندو ساموئيءَ کان ٽي ميل پري هڪڙي ڪشادي ميدان ۾ نئي جو پايو وڌو ۽ ان کي سنہ 900ھ ۾ پنهنجو تختگاهہ مقرر ڪيو. هيءُ شهر احمد آباد وانگر، سنت علم ۽ هنر ڪري ايشيا جي صنعتي ۽ تجارتي شهرن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. ڄام نندي جي علم پروريءَ جي هاڪ ٻڌي خراسان ۽ ايران کان ڪيترا عالم نئي ۾ رهڻ لڳا، جنهن ڪري هي شهر سنت ايشيا جو دارالعلوم بڻجي ويو. هتي جا ماڻهو نهايت سکيا هئا، هر مهيني جي پهرئين سومار، جمعي ۽ چوڏهينءَ تاريخ شادمانا ٿيندا هئا ۽ انهن موقعن تي گهڻي خلق مڪليءَ تي وڃي گڏ ٿيندي هئي. خاص ڪري برسات جي موسم ۾ مڪليءَ جو نظارو ڏسڻ وٽان هوندو هو. ڄام نندي جو وزير لڪديز، غلام دلشاد ۽ قبوليو نالي ڇوڪرو جو پنهنجي سمجهہ ايمانداريءَ ۽ وفاداريءَ ڪري پهريان مبارڪ خان ۽ پوءِ دريا خان جي لقب سان ممتاز ٿيو تن تي ڄام نندي کي ايترو ڀروسو هو جو حڪومت جي وڏن اهم مسئلن ۾ بہ دريا خان کان مشورو وٺندو هو. ايتري قدر جو وفات ڪرڻ وقت پنهنجي صغير پٽ فيروز ۽ ٻئي عيال جي دريا خان کي پارت ڪري ويو.[2]

---

1 _ سيرت المتاخرين: مترجم، پروفيسر عباسي، جلد_1، ص_12، لاهور.

تاريخ بلوچيان: سردار غلام رسول خان قرائي بي_ اي ايل_ ايل_ بي. ذڪر دودائي بلوچ، امرتسر اليڪٽرڪ پريس.

مختصر تاريخ هند: مولانا سيد ابومظفر، ص 95_96.

2 _ تحفة الڪرام: جلد_3، ذڪر ڄام نندو.

مير سيد محمد المعروف ميران محمد جونپوري حنفي، حضرت امام موسيٰ ڪاظم رضہ جي ٻارهين پيڙهيءَ مان هو ۽ چئن واسطن سان خواجہ نظام الدين دهلويءَ جي خليفن مان هو ۽ شيخ دانيال جونپوريءَ جو مريد هو. سيد ميران محمد، جو پاڻ کي مهدي سڏائڻ لڳو، سو دکن ۽ گجرات کان ٿيندو ڄام نندي جي ڏينهن ۾ ٺٽي ۾ پهتو. ڄام نندي سندس گرفتاريءَ لاءِ حڪم ڏنو پر آخر پنهنجي قابل مدارالمهام دريا خان جي صلاح سان ان کي ٺٽي مان نڪري وڃڻ لاءِ حڪم جاري ڪيائين. سيد ميران محمد مهدي ٺٽي کان قنڌار پهتو جتي مرزا شاهہ بيگ ارغون علمائن سان سندس بحث ڪرايو. ميران مهدي فرح ۾ وفات ڪئي. سندس مريدن مان امير ابو سعيد بليدي مڪران ۾ مهدوي (ذڪري) ترقي جو بنياد وڌو.[1]

## ڄام بايزيد ۽ ڄام ابراهيم:

ڄام نندي جا ٻہ ڀائر ڄام بايزيد ۽ ڄام ابراهيم پنهنجي ڀاءُ جي ٻي رخيءَ ڪري ناراض ٿي ملتان جي لانگاهہ حاڪم حسين شاهہ بن قطب الدين جي دربار ۾ پهتا. جنهن صورت ۾ هي وڏي رتبي جا سردار هئا، ان ڪري حسين لانگاهہ بايزيد کي شورڪوٽ ۽ ابراهيم کي اچ جاگير طور ڏنا. ڄام بايزيد پاڻ عالم هو ۽ سندس دربار ۾ عالم ۽ فاضل رهندا هئا. شيخ جمال الدين قريشي، جو شيخ عالم قريشي جي اولاد مان هو ۽ مختلف علوم ۽ فنون ۾ ماهر هو سندس وزير هو. شيخ جمال الدين جي حواس ظاهريءَ ۾ ان وقت فرق پئجي ويو هو. مگر سندس علم ۽ فضل کي ڏسي، بايزيد، جو مذهب جو سخت پابند هو هن کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو هو. هڪڙي ڀيري شور ڪوٽ ۾ محلات تعمير ڪرائيندي بايزيد کي زمين ۾ پوريل وڏو خزانو هٿ لڳو جو هن سمورو سلطان حسين جي حوالي ڪيو. ان زماني ۾ ملتان گهڻي ترقي ڪئي.

شاهہ حسين لانگاهہ پوئين عمر ۾ گوشہءِ عافيت ۾ رهي، حڪومت جون واڳون پنهنجي پٽ فيروز خان کي سپرد ڪري، کيس "فيروز شاهہ" جو لقب ڏنو مگر فيروز شاهہ نالائق، بخيل ۽ تند مزاج هو. هن وزير عمادالملڪ جي هڪڙي

---

1ـ تحفة الڪرام: جلدـ1 ۾ سيد ميران مهدي جون ڳوريءَ جو مختصر بيان ڏنل آهي. مهدي جونپوريءَ جو مفصل احوال سندس اولاد مان سيد قاسم بن سيد يوسف سنہ 1016هہ ۾ ڪتاب "مطلع الولاية" ۾ ڏنو آهي. ٻيو ڪتاب سيد ميران مهدي جي نانيءَ خوند مير جي پوٽي برهان الدين، ڪتاب "شواهد الولايت". جي نالي سان سنہ 1052هہ ۾ تصنيف ڪيو. مڪران جي ذڪرين وٽ جيڪو ڪتاب آهي، سو "سفر نامہ" آهي، جنهن ۾ ميران مهديءَ جي سياحت جو بيان ڏنل آهي. ڏسو ڪتاب مذاهب السلام: مولوي نجم الغني رامپوري، ذڪر ميران مهدي جونپوري، نولڪشور.

پٽ کي مارائي ڇڏيو جنهن تي وزير غصي ٿي فيروزشاهہ کي زهر ڏياري ماري ڇڏيو. حسين شاهہ لانگاهہ کي ان واقعي جي ڪري گهڻو ڏک ٿيو. پوڙهي بادشاهہ ڄام بايزيد کي سپہ سالار جو عهدو ڏنو. بايزيد وزير عمادالملڪ باغيءَ کي گرفتار ڪري، ايتري ناموري حاصل ڪئي، جو شاهہ حسين پنهنجي پٽ محمود شاهہ کي وليعهد مقرر ڪري، وزارت جو قلمدان بايزيد کي سپرد ڪري، کيس نوجوان بادشاهہ جو اتاليق مقرر ڪيو.

سنہ 908هہ (1502ع) ۾ حسين شاهہ انتقال ڪيو. سلطان محمد نوجوان هو سندس درٻار ۾ نالائق ۽ غير شرعي ماڻهو رهندا هئا. جيڪي بايزيد جهڙي شرعي ماڻهوءَ خلاف هر وقت سلطان کي ڀڙڪائيندا هئا. تنهن ڪري ڄام بايزيد درٻار ڇڏي پنهنجي جاگير شور ڪوٽ ۾ رهي اتان وزارت جو ڪاروبار هلائڻ لڳو. سندس مخالف بعض زميندارن ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪيو جن کي بايزيد گهرائي سندن مٿا ڪوڙائي ڇڏيا. ڪن ڏينهن گذرڻ بعد جڏهن بايزيد جو پٽ ڄام عالم خان سلطان محمود جي درٻار ۾ سلام ڪرڻ ويو تڏهن وزير جي مخالف ڄام عالم خان جو مٿو ڪوڙائي ڇڏيو. مٿئين واقعي کان پوءِ ڄام بايزيد، پنهنجو سفير دهليءَ جي بادشاهہ سڪندر لوڌي ڏانهن روانو ڪري، سڪندر جو خطبو پنهنجي رياست ۾ پڙهڻ لڳو. سڪندر لوڌي ڄام بايزيد ڏانهن خلعت موڪلي، پنجاب جي حاڪم دولت خان لوڌيءَ کي حڪم ڏنو تہ بايزيد جو سلطان محمود سان صلح ڪرايو. دولت خان لوڌيءَ بايزيد جو سلطان محمود سان صلح ڪرايو. ڄام بايزيد باقي عمر جا ڏينهن پنهنجي رياست ۾ گذاريا.[1]

## قنڌار جا ارغون:

چنگيز (تيوجن) کي چار پٽ هئا: 1ـ تولي خان، 2ـ اوڪتائي قاآن، 3ـ چغتائي ۽ 4ـ جوجي. چنگيز خان کان پوءِ، اوڪتائي سندس جاءِ نشين ٿيو. اوڪتائيءَ کان پوءِ، سندس پٽ ڪئيڪ قاآن گاديءَ تي ويٺو. کانئس پوءِ تولي خان جو پٽ منگو قاآن گاديءَ تي ويٺو. منگوءَ کان پوءِ قوبلا قاآن چين جي تخت تي ويٺو. جنهن پنهنجي ڀاءُ هلاڪوءَ کي ايران جو "ايلخان" (بادشاهہ) مقرر ڪيو هو. هلاڪوءَ کانپوءِ، سندس اولاد ايران تي حڪومت ڪرڻ لڳو ۽ قوبلا قاان جو اولاد چين تي حڪومت هلائڻ لڳو. هلاڪوءَ جي اولاد مان احمد نقودار پهريون مغل حاڪم هو جنهن اسلام قبول ڪيو هو پر هو ارغون خان،

1 ـ فرشتہ: جلدـ2، ذڪر ڄام بايزيد ۽ ڄام ابراهيم. صـ524.

هلاڪوءَ جي پوٽي هٿان مارجي ويو. ارغون جو پٽ غازان خان. هلاڪوءَ جي پوٽي هٿان مارجي ويو. ارغون جو پٽ غازان خان. سنہ

## ارغونن جو شجرو:




694هہ ۾ ظاهور ٿيو ۽ پاڻ تي محمود نالو رکيائين. غازان خان جو مقبرو تبريز ۾ آهي، جو هن پاڻ لاءِ جيئري تعمير ڪرايو هو. سندس ڀاءُ خدا بنده جو مقبرو سلطانيہ ۾ آهي. ڪانئس اڳ جي مغل سلطانن جي مقبرن جو پتو پئجي نہ ٿو سگهي.[1] ارغونن جو شجرو هن ريت آهي: غازان خان بن اباقا آن بن هلاڪو بن طولي بن چنگيز خان.

---

1 ـ مارڪوپولو جو بيان آهي تہ اڳ تاتاري امير پنهنجا مردا مغلستان جي هڪڙي جبل ۾ دفن ڪندا هئا. مؤرخ رشيد الدين "جامع الرشيدي" ۾ ۽ مارڪوپولو پنهنجي "سفرنامہ" ۾ لکن ٿا تہ جڏهن منگو خان جو لاش دفنائڻ لاءِ کڻي آيا هئا تہ رستي تي جيڪي بہ ماڻهو لاش اڳيان لنگهيا هئا، تن کي تاتارين قتل ڪيو هو ۽ ائين اٽڪل ويهہ هزار ماڻهو بيگناهہ مارجي ويا هئا.

## ذوالنون بيگ:

امير ذوالنون بيگ ارغون، پوئين تيموري شهزادي هرات جي واليءَ سلطان حسين بائقارا جو امير الامرا ۽ سپہ سالار هو ۽ سلطان حسين بائقارا جي پٽن مان شهزاده بديع الزمان، جو سندس نائي هو تنهن جو اتاليق بہ هو.[1] سنہ 884هہ ۾ امير ذوالنون بيگ ارغون، سلطان حسين پاران قنڌار، زمين داور، ساغر، تولڪ ۽ فرهہ جو والي مقرر ٿيو. تنهن کان پوءِ هن استقلال جي جهنڊي کي بلند ڪري، قنڌار پنهنجي پٽ شجاع بيگ (شاهہ بيگ) جي حوالي ڪري، ساغر ۽ تولڪ جي پرڳڻن مٿان عبدالعلي ترخان کي مقرر ڪيو. غور جو علائقو امير فخرالدين ۽ امير درويش جي حوالي ڪري پاڻ زمين داور مٿان حڪومت هلائڻ لڳو. امير ذوالنون جي ڀيءَ ڏيءَ سان مير بيورغ رند شادي ڪئي هئي، جو مير چاڪر خان رند پاران قنڌار ۾ سفير ٿي آيو هو.[2] سنہ 911هہ (1505ع) ۾ امير ذوالنون، سلطان حسين پاران امير محمد خان اُزبڪ شيباني سان وڙهندي مارجي ويو.

## شاهہ بيگ ارغون:

انهن ڏينهن ۾ شهزادو ظهيرالدين بابر، جنهن تي گهمرا پنهنجي پيءُ جي تختگاه، سمرقند تي قبضو ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هئي ۽ ازبڪن کان شڪست کائي هينئر ڪابل تي قبضو ڪيو هو تنهن قنڌار بہ فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو. شاهہ بيگ قنڌار خالي ڪري، بلوچن جي ٽيهن سالن واريءَ ويڙهہ مان فائدو وٺي، رندن جي سردار مير چاڪر خان کان شال، پشين، گرم سيل ۽ سيوي جا علائقا فتح ڪيا ۽ پنهنجي ڀاءُ سلطان محمد کي سيويءَ مٿان حاڪم مقرر ڪري، سنڌ ۽ گجرات فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو. چام نندي پنهنجي قابل سپہ سالار دريا خان، جي هٿ هيٺ سولي(؟) تي لشڪر چاڙهي مڪو.

---

1ـ سلطان حسين بائقارا اتر ايران، افغانستان، خراسان ۽ سيستان تي 25 ورهيہ حڪومت ڪئي. سندس تختگاهہ هرات، علم جو مرڪز هو. سندس دربار ۾ مولانا جامي، شاعر سوهيلي، خواجہ عبدالله مرواريد (مصنف "مونس الحباب")، مولانا بينائي، مولانا فصيح الدين ۽ ٻيا اهل علم ۽ شاعر رهندا هئا. ايراني مصور بهزاد بہ هرات جي دربار ۾ رهندو هو. 11ـ محرم 913هہ (1507ع) ۾ هرات تي شيباني محمد خان ازبڪ قبضو ڪيو. هڪ لک سڪا شهر وارن کان تاوان ورتائين. اُزبڪن شهرن ۾ وجي لڪا، بديع الزمان ۽ مظفر حسين سندس پيش پيا. جن مان مظفر حسين جي زال سان محمد خان زبردست نڪاح ڪيو حالانڪ محمد خان جي عمر ان وقت 58 ورهيہ هئي!

روضة الصفاءِ: مير خوند بن خاوند شاهہ هروي، ذڪر محمد خان شيباني، يورپ، 1832ع، تاريخ شرقيہ: سيد امير علي، ذڪر شيباني.

2 -L. Dames: Popular Poetry of the Baloch, "Earlier Period". P. 48.

ٻئي طرف مير چاڪر خان رند دريا خان سان گڏجي چانڊڪي پرڳڻي ۾ ارغونن کي شڪست ڏني. سندس هٿان سلطان محمد مارجي ويو.[1] بکر (اتر سنڌ ۾) ۽ سيوهڻ (ڪوهستان ۾) سنڌ جا ٻه مضبوط قلعا هئا. بلڪ هي ٻه هنگ سنڌ جون ڪنجيون هيون. سلطان جلال الدين خوارزميءَ سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ سيوهڻ جي قلعي تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هئي. مرزا شاهه بيگ ارغون ٻه پنهنجي تجربيڪار جرنيل مرزا عيسيٰ ترخان کي لشڪر ڏيئي، بکر جي قلعي تي قبضي ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. ڄام نظام الدين پاران قاضن بکر جو نواب هو، تنهن کي موقعي سر هو مدد ڪري نه سگهيو ۽ هن اتي لاچار ٿي قلعو ارغونن جي حوالي ڪيو. شاهه بيگ پنهنجي پاران فاضل بيگ ڪوڪلتاش کي بکر مٿان نائب مقرر ڪري، پوءِ سيوهڻ فتح ڪيو ۽ سيوهڻ جي قلعي مٿان خواجه بيگ کي حاڪم مقرر ڪري پاڻ شال (ڪوئٽا) ڏانهن موٽي ويو.

## ڄام فيروز شاهه:

سنه 1508ع ۾ ڄام نندي وفات ڪئي. هو سنڌ جو صلح پسند، ديندار ۽ علم پرور حاڪم ٿي گذريو آهي. هن اٽڪل چاليهه ورهيه حڪومت ڪئي. قاضي عبدالله نالي هڪڙو خدا پرست انسان، جنهن جي تربت مڪلي ٽڪريءَ تي شيخ حماد جماليءَ جي قبي پنيان آهي، تنهن جڏهن وفات ڪئي هئي، تڏهن ان وقت جي ڪنهن ٻئي بزرگ کي خواب ۾ ڏيکاري ڏيئي چيو هئائين ته: "منهنجي جنازي تيَ اهو شخص نماز پڙهڻ لاءِ پيش امام ٿي بيهي، جنهن ڪڏهن ٻه وضوءَ بنا آسمان ڏي نه نهاريو هجي يا جنهن ڪڏهن ٻه ڪنهن انسان جي اوگهڙ تي نظر نه ڪئي هجي، خود پنهنجي اوگهڙ تي ٻه نه!"

ننگر ٺٽي ۾ اهڙي ماڻهو هٿ ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي پڇا هلي. آخر ڄام نندي کان سواءِ ٻيو ڪوبه اهڙو پاڪباز ماڻهو هٿ ڪونه آيو. تنهن ڪري ڄام نندي پاڻ پيش امام ٿي، قاضي عبدالله جي جنازي نماز پڙهائي. "تحفة الڪرام" جلد-3، ۾ ٻيا ٻه اهڙا احوال ڄام نندي جي علم پروري ۽ عدل پروريءَ بابت لکيل آهن: مثال لاءِ "رسالہ قطبيہ" ۾ سيد مراد شاهه شيرازيءَ جي احوال ۾ لکيل آهي ته، سيد صاحب هڪڙي ڏينهن رڻ پٽ مان ٻئي آيو ته هڪڙيءَ قبر مان ڪو شخص نڪري، اچي ساڻس عرض احوال ڪرڻ لڳو چيائينس ته: "مون کي چورن ڦري لٽي هٿ شهيد ڪيو آهي، منهنجا يتيم ٻارڙا گجرات ۾ پيا

1 -E.H. Aitken: Gazetteer of the Privince of Sind, CHP. III, P. 99.

باڪاريندا هوندا. وقت جي حاڪم کي چتاءُ ڪريو تہ چورن کان منهنجو مال اسباب وٺي، منهنجن ٻارن کي گجرات ۾ پهچائي ۽ چورن کي سيکت ڏي.“

شاهہ صاحب اهو اطلاع وقت جي حاڪم جام نندي کي پهچايو. تنهن تي جام نندي خاص بندوبست رکي چور هٿ ڪيا ۽ ڦر وارو سمورو مال انهن کان وٺي فوتي جي ٻارن کي گجرات پهچايائين ۽ چورن کي مناسب سزا ڏنائين.[1] هن عادل ۽ متشرع بادشاهہ جو مقبرو مڪليءَ جي پرئين ڪناري تي آهي، جنهن جو گنبذ شڪستہ ۽ خستہ حالت ۾ آهي.

جام فيروز شاهہ الڙ ۽ جا ناتجربيڪار هو. دريا خان جهڙي تجربيڪار وفادار سپہ سالار سان ڦٽائي. مغلن سان ياراڻي رکي هٿائين، جن مان مير قاسم ڪيبڪي، سموريون خبرون خفيہ طور شاهہ بيگ ارغون کي پهچائڻ لڳو. چامن جي، جام نندي جي ڏينهن ۾، پاڻ ۾ اٽيٽت هئي. جام ابراهيم ۽ جام بايزيد، جام نندي جا سڳا ڀائر لانگاهہ سلطانن جي دربار ۾ پهتا هئا. اهڙيءَ طرح جام سنجر جي پوٽي صلاح الدين تخت لاءِ دعويداري ظاهر ڪئي هئي، پر دريا خان ۽ جام نندي جي بين درٻارين جي سرجوشيءَ سان صلاح الدين نااميد رهجي ويو ۽ جام فيروز سنڌ جو حام ٿيو. صلاح الدين تخت کان نااميد ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي ناني‌ءَ سلطان مظفر گجراتيءَ وٽ وڃي رهڻ لڳو.

جام فيروز نوجوان هو ۽ حڪومت جو سڀ بار سندس پاران دريا خان نهايت ايمانداريءَ سان هلائي رهيو هو تنهن ڪري هو سمورو وقت حرم خاني ۾ گذاريندو هو ۽ ڪڏهن ورلي ٻاهر نڪرندو هو جڏهن ٻاهر نڪرندو هو. تڏهن راڳ روپ ٻڌڻ، چوڪرين جي ناچ ۽ مسخرن جي چرچي بازيءَ ڏسڻ ۾ وقت صرف ڪندو هو. تنهن وچ ۾ عام سما امير ۽ وڏا ماڻهو عام ماڻهن کي تڪليف ڏيڻ لڳا. جيڪڏهن دريا خان انهن کي ڪا هدايت ڪندو هو تہ هن کي بہ برو ڀلو ڳالهائيندا هئا. انهيءَ ڪري دريا خان حڪومت سنڀالڻ کان استعفيٰ ڏيئي، پنهنجي جاگير ڪاهان ۾ وڃي رهڻ لڳو. جتي ڪيترائي عالم ۽ درويش بہ رهندا هئا. دريا خان جي دست برداريءَ ۽ جام فيروز جي عياشيءَ ۽ حڪومت جي ڪمن ڏانهن لاغرضائي جون خبرون ٻڌي، جام صلاح الدين مظفر شاهہ گجراتيءَ کان وڏو لشڪر وٺي تڪڙيون منزلون ڪندو اچي ٺٽي پهتو.

---

1_ تحفة الڪرام: جلد_3، جام خيرالدين بابت بہ ساڳئي قسم جهڙو بيان نقل ڪيل آهي تہ هن هڏن جو ڍير ڏٺو ۽ چيائين تہ هي هڏا مون سان ڳالهائين ٿا، پوءِ چورن کي هٿ ڪري ڦر جي مال سميت کين گجرات جي حاڪم ڏانهن روانو ڪيائين!

ڄام فيروز سواءِ جنگ ڪرڻ جي ٺٽي جي شهر مان نڪري ويو. ڄام صلاح الدين ٺٽي جو تخت هٿ ڪيو. ڄام فيروز کي سندس والده لڪائي ڇپائي، ڪاهان ۾ دريا خان وٽ وٺي ويئي ۽ هن کي مدد لاءِ نيزاريون ڪيائين ۽ ڄام فيروز جيڪا دريا خان جي بي قدري ڪئي هئي، تنهن لاءِ معافي ورتائين. دريا خان هن شاهي خاندان جي گذريل مهربانين کي ياد ڪري، وقت وڃائڻ کان سواءِ لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو. بکر ۽ سيوهڻ طرف جا گهٽائي ماٺهو ۽ بلوچن جون قومون بہ ڄام فيروز جي جهنڊي هيٺ اچي حاضر ٿيون.

لشڪر کي آراستہ ڪرڻ کان پوءِ، دريا خان ڄام صلاح الدين سان وڃي روبرو ملاقات ڪئي. دريا خان جي ڳالهين ٻڌڻ کان پوءِ ڄام صلاح الدين صلح جو خواهان ٿيو پر سندس وزير، حاجيءَ ائين ڪرڻ کان روڪيس. نوبت جنگ کي پهتي. دريا خان ڄام جي وزير حاجيءَ هٿان شڪست کاڌي. دريا خان جا سپاهي اٿي ڀڳا. حاجي وزير انهيءَ فتح جي خبر صلاح الدين کي خط جي رستي ڏني. اتفاق سان خط وارو قاصد دريا خان کي جهنگ ۾ گڏجي ويو. تنهن حاجي وزير وارو لکيل خط لڪائي، ٻيو خط حاجي وزير پاران صلاح الدين کي لکي موڪليو جنهن ۾ لکيائين تہ:

"دريا خان جي لشڪر پنهنجي لشڪر کي سخت شڪست ڏني آهي، صلاح پري ڳالهہ اها آهي تہ تون پنهنجي عيال سميت هڪدم ٺٽو ڇڏي وڃ، آءٌ توکي چاچڪان ڳوٺ ۾ اچي گڏبس!" خط پهچڻ شرط صلاح الدين پنهنجا ٻار ٻچا وٺي رمضان جي تاريخ نائين، روزي ڇوڙڻ کان اڳ، ٺٽو شهر ڇڏيو ويو. انهيءَ طرح ڄام صلاح الدين بادشاهي وڃائي. هن فقط اٺ مهينا ٺٽي ۾ بادشاهي ڪئي. حاجي وزير کي ڄام صلاح الدين جي ڀڄي وڃڻ جي خبر جو ٻڌي گهڻو ارمان ٿيو ۽ هو آخر رستي تي ڄام صلاح الدين سان وڃي مليو ۽ کيس ارمان پريا ڏوراپا ڏيڻ لڳو. مگر هينئر وقت گذري چڪو هو تنهن ڪري ٻئي پشيمانيءَ جا هٿ ملي گجرات هليا ويا. دريا خان حاجي وزير جي ماڻهن کي ڪچ جي رڻ ڏانهن ڀڄائي ڇڏيو ۽ عيد رمضان جي ڏينهن ڄام فيروز کي ٺٽي ۾ آندائين. ڄام فيروز عيدگاهہ تي سڀني مسلمانن سان گڏجي عيد نماز پڙهي ۽ پوءِ اچي پنهنجو اباڻو تختگاهہ وسايائين.

شاهہ بيگ ارغون کي ڇڏي ڪيترائي مغل ڄام فيروز جي نوڪريءَ ۾ اچي داخل ٿيا هئا. ڄام فيروز ٺٽي جي شهر ۾ هڪڙو خاص محلو انهن مغلن جي رهڻ لاءِ مقرر ڪيو هو جو "مغل واڙو" سڏجي ٿو. ڄام فيروز هاڻي بي ڪنڪي حڪومت

ڪرڻ لڳو پر هن کي اچي ڏپ جاڳيو تہ دريا خان ڪنهن وقت ڪيس تخت تان لاهي نہ ڇڏي. تنهن ڪري ان جي زور پچڻ لاءِ هو ڪيبڪ ارغون کي هسراز بنائي انهيءَ تجويز تي فخر ڪرڻ لڳو. پر اها سندس وڏي غلطي هئي. چاڪاڻ تہ اهي مغل ظاهري دريا خان جي ڪمن تي چوڪسي رکندا هئا ۽ اندروني شاهہ بيگ سان سندس رستو هو. آخر انهن مغلن جي ترغيب ڏيڻ تي ئي مرزا شاهہ بيگ سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ اچي سمن جي حڪومت جو خاتمو ڪيائين.

## ٺٽيءَ جي پهرين جنگ:

جام نندي جي حڪومت جي پوين ڏينهن ۾، جڏهن شاهہ بيگ سمن تي پهرين ڪاهہ ڪئي هئي، تڏهن آگري، چنيجا، سَدوجا ۽ ماڇين جي ڪوٽ وارا شهر ڦري ڪيس خبر پئجي ويئي تہ سنڌ دولت مند ۽ آباد ملڪ آهي. هن دفعي مير قاسم ڪيبڪي جام فيروز شاهہ جي حڪومت ۽ انتظام جو حال ڀرو ڏسي، مرزا شاهہ بيگ ڏانهن ٺٽي تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ پيغام موڪليو. شاهہ بيگ سيوي جي قلعي تي پنهنجي پاءُ کي مقرر ڪيو هو ۽ مير فاضل ڪوڪلتاش کي هڪڙو سوارن جو دستو ڏيئي، اڳوات ٺٽي ڏانهن روانو ڪيو. هو جڏهن باغبان پهتو، تڏهن سمن جو لشڪر بہ سيوهڻ کان ڇهن ستن ڪوهن جي مفاصلي تي ٺلتيءَ وٽ اچي ان سان دويدو ٿيو.

سمن جي فوج جا اڳواڻ دريا خان جا بہ پٽ محمود خان ۽ منڙ خان پهلوان هئا. لڙائيءَ ۾ سمن جي لشڪر جي شڪست ٿي. پوءِ شاهہ بيگ، لڪيءَ جي ٽڪرين مان لنگهي، ٺٽي کان ڇهہ ميل ڪن پري خانواهہ جي ڪناري تي چانوٽي ڪئي. 15۔ محرم سنہ 926هہ (1519ع) تي، درياءَ ٽپي، هن ٺٽي شهر جي ٻاهران اچي منزل ڪئي. دريا خان جام فيروز کي پوئتي ٺٽي جي شهر ۾ ڇڏيو پاڻ لشڪر وٺي شاهہ بيگ کي وڃي سامهون ٿيو. سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ سنڌ جو سورهيہ سردار، دريا خان شهيد ٿيو.

## مغلن جي ٺٽي ۾ ڦرلٽ ڪرڻ:

جام فيروز شڪست جو ٻڌي درياءُ اڪري پار هليو ويو. مغلن جي فوج برابر پنجن ڏينهن تائين ٺٽي جي دولت مند شهر ۾ ڦرلٽ لائي ڏني. جام فيروز توڙي ٻين آبرو وارن ماڻهن جون زالون ۽ ٻار ٻچا بہ مغلن ڪٽي قيد ڪيا. قاضي قاضن جهڙو بزرگ عالم ٺٽي ۾ رهندو هو تنهن جا ٻار ٻچا بہ قيد ٿيا هئا. سو ٺٽي جي گهٽين ۾ پريشان ٿيو پنهنجا ٻار ٻچا ڳوليندو وتيو. پوءِ ان هڪڙو درد پريو

خط ٻئي هڪڙي ٺٽئي بزرگ حافظ محمد شريف معرفت بيگ کي پهچايو. مرزا شاھ بيگ تي اهڙو اثر ٿيو جو شهر ۾ پڙهو گهمارايائين تہ زالون ۽ ٻار هڪدم آجا ڪيا وڃن. پوءِ پنهنجو هڪڙو تير قاضي قاضن کي نشانيءَ طور ڏنائين. قاضي صاحب اهو تير هٿ ۾ کڻي شهر ۾ گهمندو رهيو. تان جو قرلٽ بند ٿي ويئي ۽ شهر ۾ امن امان قائم ٿيو.

ڄام فيروز پنهنجن ٿورڙن ماڻهن سان ٺٽي جي ويجهو پيرار جي ڳوٺ ۾ وڃي وينو هو. هن کي حرم ۽ عيال جي سخت ڳڻتي لڳل هئي. هوڏانهن مرزا شاھ بيگ، ڄام فيروز جي محلات تي خاص معتبر پهريدار ٻيهاري ڇڏيا هئا ۽ انهن کي ڄام جي عيال جي عزت ۽ تعظيم بجا آڻڻ لاءِ سخت تاڪيد ڪيو هئائين. آخر ٻي واھ نہ ڏسي ڄام فيروز مرزا شاھ بيگ کي لکي موڪليو تہ "آءٌ اوهان کي پنهنجو حاڪم ۽ پاڻ کي اوهان جو محڪوم سمجهان ٿو اوهين جڏهن ٺٽي شهر کان ٻاهر دربار ڪندا، تڏهن آءٌ اچي دربار ۾ حاضر ٿيندس."

مرزا شاھ بيگ ڄام کي دربار ۾ اچڻ لاءِ چوائي مڪو. ڄام فيروز پنهنجن پائرن ۽ خاص ماڻهن سان شاھ بيگ جي درياءَ جي ڪناري واري ڇانوڻيءَ ۾ پريل دربار ۾ اچي حاضر ٿيو. ان زماني جي دستور موجب محڪومن وانگر سندن تلوار ڳچيءَ ۾ لٽڪيل هئي. مرزا شاھ بيگ هن کي معافي ڏني ۽ هڪڙي سونهري سروپاءَ جا سلطان مظفر حسين کان امير ذوالنون کي مليل هئي، سا بہ ڄام فيروز کي ڍڪايائين ۽ هن کي شهر ۾ پنهنجن ٻارن ٻچن وٽ رهڻ جي اجازت ڏنائين. صلحنامي ۾ لکيءَ جي تڪرين کان هيٺ پرو جيڪو سنڌ ملڪ جو اڌ آهي، سو ڄام فيروز جي قبضي ۾ رهڻ ڏنو ويو ۽ لکيءَ کان مٿي سمورو ملڪ ارغونن پنهنجي هٿ ۾ رکيو. پوءِ مرزا شاھ بيگ فوجون وٺي سيوهڻ ڏانهن روانو ٿيو.

## ٿلتيءَ جي ٻي جنگ:

ٺٽي کان سيوهڻ پهچي مرزا شاھ بيگ پنهنجن اميرن مان مير عليڪا ارغون، سلطان مقيم بيگلار، ڪيبڪ ارغون ۽ احمد ترخان کي قلعي جي سنڀال لاءِ ڇڏيو ۽ سلطان محمود خان بن مير فاضل ڪوڪلتاش کي بکر جي قلعي تي نائب مقرر ڪري، پاڻ شال پرڳڻي مان پنهنجو عيال وٺڻ ويو. دريا خان جي پٽن، محمود ۽ منڻ، دريا خان جي جاگير (سيوهڻ ۽ ٿلتيءَ) جي آس پاس ماڻهو پئي گڏ ڪيا. مرزا شاھ بيگ کي سيوهڻ ۾ ئي اها سڌس پئجي ويئي هئي، تنهن ڪري ان کي قاضي ۽ عالم محمود ۽ منڻ ڏي نصيحتن ڪرڻ لاءِ روانا ڪيا هئا. پر انهن تي قاضين ۽ عالمن جي نصيحتن جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو. مرزا شاھ بيگ پنهنجو

عيال وٺي ٺٽيءَ ويجهو آيو تہ خبر مليس تہ ميان محمود ۽ منڻ، ڄام سارنگ، راڻو رٽمل سوڍو ۽ ان جو پاءُ جوڌا سنگ سوڍو ٺٽيءَ جي قلعي تي قبضو ڪيو ويٺا آهن، جن سان سهتن ۽ سوڍن جو زبردست لشڪر موجود اهي. ان طرف جو هڪڙو درويش ۽ عالم سمو مخدوم بلال بہ سمن جي لشڪر جو وڏو مددگار هو.

پهريان مير فاضل ڪوڪلتاش سمن جي لشڪر سان جنگ جوٽي ۽ انهن کي گهڻو هلاڪ ڪيو. پوءِ مرزا شاهہ بيگ پاڻ لشڪر وٺي جنگ ۾ گهڙيو. مغلن زور ۽ زبردستيءَ سان ٺٽيءَ جي ڪوٽ جا دروازا ڀڳا. سهتن ۽ سوڍن بہ بهادريءَ سان جنگ ڪئي، پر نيٺ شاهہ بيگ سوڀارو ٿيو. جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ شاهہ بيگ، مخدوم بلال تي ڏنڊ رکيو جو هن ڀري ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ارغونن پوءِ دغا ڪري هن درويش تي ڪفر ۽ الحاد جي تهمت رکائي ۽ پنهنجي هٺ ٺوڪين ملن کان فتويٰ وٺي، هنن سنڌ جي هن بي مثل محب وطن کي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪري ڇڏيو. مخدوم صاحب جو عاليشان قبو باغبان، دادو تعلقي ۾ موجود آهي ۽ مٿس سڀ ڪنهن ماهہ جي پهرئين جمعي جي رات ميلو لڳندو آهي.

## سمن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت:

سمن سلطانن جي ڏينهن ۾ بکر، سيوهڻ ۽ ڪاهان تعليم جا مرڪز هئا. بکر ۽ سيوهڻ تي سمن جي ابتدائي زماني ۾ دهليءَ جي سلاطين پاران نواب حڪومت هلائيندا هئا. سيوهڻ جي پسگردائي وارن شهرن ڪاهان، بوبڪ ۽ ٺٽيءَ ۾ عالم، قاضي ۽ درويش رهندا هئا. ڪاهان ۾ شيراز ۽ هرات جا علماءَ، جيئن تہ مخدوم عبدالعزيز ابهري، مولانا اثيرالدين ابهري ۽ سندس پٽ مولانا محمد رهندا هئا. اهي سنہ 928هہ (1521ع) ۾ ڪاهان پهتا هئا.

## ٺٽو:

سنہ 900هہ ۾ ٺٽي شهر جو ڄام نظام الدين، نجومين کان ساعت پڇي بنياد وڌو. هن شهر بزرگان دين ۽ باوقار سلاطين جي اقبال ڪري اهڙو زور ورتو جو خراسان، ايران ۽ عراق جي عالمن ۽ فاضلن ان کي رونق وٺرائي. هن شهر واپار، صنعت ۽ علم ۾ ايتري قدر ترقي ڪئي، جو دنيا جي دولت، علوم ۽ فنون ڏانهس ڪڇي آيا. ٺٽو اڄ اوج وڃائي ويٺو آهي، پر سندس مڪليءَ جا مقبرا خاموش اشارن ۾ سندس گذريل سونهري دؤر جي اڄ بہ ياد ڏيارين ٿا. ملتان شاهان لانگاهہ جي بيداريءَ ڪري علم ۽ هنر ۾ ترقي ڪئي. ڄام بايزيد جي علم جي قدردانيءَ ڪري خراسان ۽ هندستان جي مشهور عالمن ملتان کي اچي

وسايو مثلا، شيخ جمال الدين قريشي، مولانا فتح الله، مولانا عزيز الله، مير عماد گرديزي، مرزا شهيد، مرزا شهدا انهن ڏينهن ۾ ملتان اچي مقيم ٿيا هئا.

لانگاهه حڪومت فقط 85 ورهيه جٽاءُ ڪيو پر هن زماني ۾ انهن سلطانن جي دربار ۾ دهلي، ڪشمير، گجرات، سنڌ ۽ خراسان جي سفيرن جي آمدورفت جاري هئي. شيخ بهاءُ الدين قريشي ان زماني جي صوفين ۾ گهڻو ممتاز ٿي گذريو. قاضي محمد به ان زماني جو مشهور عالم هو. احمد آباد، ٺٽو ۽ ملتان علمي ادارن ۽ مدرسن جي ڪري سڄي اسلامي دنيا ۾ برک هئا. ان جو مکيه سبب هي هو جو سنڌ، گجرات ۽ سنڌ جي سمه، مظفريه ۽ لانگاهه سلطانن علوم ۽ فنون جي قدرداني ڪرڻ ۽ علماءِ ڪرام جي حوصله افزائي ڪرڻ ۾ ڪا ڪوتاهي ڪانه ڪئي.

اڳ سنڌ ۾ اسلام جي سادي طريقي موجب مسجدين ۾ ئي مدرسا هئا، مگر سما سلاطين جي زماني ۾ مدرسن لاءِ جدا عمارتون تعمير ٿيون، جن ۾ محدث ۽ بلند پايه اديب تعليم ڏيندا هئا. ٺٽي جي مدرسن جو تعداد جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو، تان جو چئن هزارن کي پهتو. ٺٽي ۾ مدرسن جي عمارتن کان سواءِ محلات ۽ سوداگرن جا وڏا وڏا گودام هئا. درياءُ شهر جي ڏاڪڻي پاسي کان وهندو هو. سمن فرمانروائن جا تعلقات اسلامي دنيا سان دوستانه هئا، ان ڪري سندن ڏينهن ۾ سنڌ جي واپار گهڻي ترقي ڪئي. احمد آباد، ٺٽي ۽ ملتان جي وچ ۾ قافلن جي آمدورفت هئي. گجرات جي مظفريه سلاطين سان سمن جي مائٽي هئي. ملتان جا لانگاهه سلاطين به وٽن تحفا ۽ سوکڙيون موڪليندا هئا.

شيخ مبارڪ ناگوريءَ جي وڏن به يمن کي ڇڏي ريل پرڳڻي ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي، جتي اڳي ئي بنوالي صوفي درويش جو آستان هو. ازان سواءِ امير تيمور سان گڏ گهڻائي عالم ۽ سادات هرات کان سنڌ ۾ وارد ٿيا. ائين چوڻ درست ٿيندو ته بخارا، سمرقند ۽ هرات جي علمي مجلسن جي پڇاڙيءَ کان پوءِ، سنڌ جي گاديءَ ٺٽي اسلامي دنيا اندر دارالعلوم جي حيثيت اختيار ڪئي. سنڌين جي مهمان نوازي ۽ حسن اخلاق کي ڏسي اسلامي دنيا جا برگزيده بزرگ سنڌ ۾ شاديون ڪري، هن ملڪ کي پنهنجو وطن جوڙي وينا. جن جو اولاد ۽ سندن گاديون اڄ به هن ملڪ ۾ موجود آهن.

## واپار ۽ فوجي طاقت:

اسين مٿي لکي چڪا آهيون ته اسلامي دنيا سان اسلامي اخوت جي ڪري سنڌ جي واپار ترقي ڪئي. سلطان علاءُ الدين خلجي ۽ سلطان فيروز شاهه تغلق شين جا اگهه مقرر ڪيا هئا. تنهن ڪري سنڌ اندر آسودگي ۽

سستائيءَ جو دؤر هو. سما فرمانروائن ڌاڙيلن جي بيخ ڪني ڪري، جن جن واپارين جا مال سنڌ اندر ڌاڙيل لٽيا هئا، سي انهن گجرات تائين سندن وارثن کي ڌاڙيلن سميت پهچايا هئا. شين جي اگهن جي جاچ ڪرڻ لاءِ هر شهر ۾ ناظم مقرر هئا. سمن فرمانروائن جي فوجي قوت مضبوط هئي. انهن فوجي عملدارن کي جاگيرون ڏنيون هيون. اوهين پڙهي چڪا آهيو تہ ڌارين حملہ آورن يعني ارغونن سان سنڌي لشڪر سان هندو سوڍن سان بہ گڏجي جنگ جوٽي هئي. وقت جي سنڌي بزرگن ۾ فوجي جذبو هو. مخدوم بلال جهڙي بزرگ درويش شاهہ بيگ سان جنگ ڪرڻ وقت شموليت فرمائي هئي. سنڌي ۽ بلوچ، سنڌ کان ٻاهر ملتان ۽ گجرات جي حاڪمن جي لشڪر ۾ نوڪر هئا.

## لاهري بندر:

ديول جي آخري احوال سومرن جي ڏينهن ۾ چنيسر جي زماني ۾ ملي سگهي ٿو جڏهن هن ديول کي تختگاهہ مقرر ڪيو هو پر ابن بطوطہ جڏهن ديول کي ڏٺو تڏهن اهو ويران هو زمين تي پڱل بتن جا پٿر هئا ۽ هڪڙي وڏي بت جو مجسمو باقي بيٺل هو. لاهري بندر جنهن ديول کان پوءِ ناموري حاصل ڪئي، سو ديول کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي سمنڊ کان ويهہ ميل اندرئين پاسي مهراڻ جي هڪڙيءَ اولهندي واري شاخ تي واقع هو ابن بطوطہ جي بيان موجب خوبصورت ۽ مال دار شهر هو. سندس بيان موجب ايران ۽ يمن جا جهاز مال آڻيندا هئا. محمد تغلق هي بندر قاضي علاءُ الملڪ هراتيءَ کي جاگير ڪري ڏنو هو. بندر جي ساليانی آمدني ويهہ لک دينار هئي. ٺٽي جي بنياد پوڻ کان پوءِ بہ لاهريءَ جو اقبال واپار جي ڪري ترقي ڪرڻ لڳو. شيخ ابوالفضل "آئين اڪبريءَ" ۾ لاهريءَ جي تعريف ڪري ٿو ۽ ان جي ساليانی آمدني هڪ لک انتيهہ هزار رپيا لکي ٿو.

## سڪا:

سمن جي ڏينهن ۾ سندن پنهنجن سڪن سان گڏ دهليءَ جا سڪا پڻ رائج هئا. ساموئيءَ جي ٻئي درويش جي پيشنگوئيءَ ۾ درهمن جو ذڪر ڏنل آهي. امير تيمور جي ڪاهہ کان پوءِ، تيموري اشرفين ۽ رپين جو سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رواج پئجي ويو هو. محمود بيگڙي جون سونيون اشرفيون ۽ رپيا بہ تجارتي ناتن جي ڪري سنڌ ۾ چالو هئا. گجراتي رپيا سنڌ ۾ "لاڙي" سڏبا هئا، سندن قيمت ٻارهن پئسن جيتري هئي. گولڪنڊي ۽ بيجاپور جون اشرفيون سنڌ ۾ "پگوڊا" سڏبيون هيون.

## سنڌي زبان جي ڪيفيت:

سنڌي زبان جي ڪابہ اهڙي تاريخ شايع ڪين ٿي آهي، جنهن مان مفصل خبر پئجي سگهي تہ سنڌ ۾ شاعري ڪڏهن ۽ ڪهڙي ماحول ۾ شروع ٿي؟ ڪيئن هن زبان بتدريج ترقي ڪئي؟ ۽ سنڌي زبان جي اصل ڪهڙي ڪيفيت ۽ انداز هو؟ هن زبان ڪهڙيون ڪهڙيون صورتون بدلايون، ملڪي ۽ قومي حالتن مٿس ڪهڙو اثر ڪيو ۽ خود زبان ملڪ ۽ قوم تي ڪهڙو اثر وڌو؟ ان ۾ شڪ ناهي تہ عربن جي دؤر ۾ سنڌي زبان ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، مگر اها خبر پئجي نٿي سگهي تہ اها ڪهڙي نموني ۾ ڳالهائي ويندي هئي، جنهن مان پتو پئجي سگهي تہ ان جهوني زبان ۽ موجوده زبان ۾ ڪيڏو فرق هو.

اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۽ ان جي رسم الخط جي تاريخ تاريڪيءَ ۾ پيل آهي. سومرن جي صاحبيءَ ۾ ڪيترائي قصا ٿي گذريا، جن کي بعد جي زماني جي شاعرن تصوف جي زبان سان سطح تي آندو، مگر ان وقت جي سنڌي زبان جي اصليت يا حقيقت تي ڪابہ روشني پيل ڪانہ آهي. ان ڪان پوءِ سٽت سمن جو راڄ شروع ٿيو. سنڌ لاءِ هي زمانو علم ۽ فضيلت جو زمانو هو ۽ سمن جي بلڪل پوئين حاڪم فيروز شاهہ جي وقت ۾ اسان کي ٺٽي الحڪومت ۾ هڪ مشهور صوفي عالم ۽ فاضل، قاضي قاضن (المتوفي 958هہ)، نظر اچي ٿو جنهن جو سنڌي ڪلام "بيارن العارفين" جي ذريعي اسان تائين پهتو آهي، جنهن مان پهريون پيرو اسان سنڌي زبان جي حقيقت کان واقف ٿي سگهون ٿا ۽ چئي سگهون ٿا تہ انهيءَ زماني ۾ ڪهڙي نموني جي سنڌي ڳالهائي ويندي هئي. اهو سمن جي پڇاڙيءَ ۽ ارغون گهراڻي جي شروعات واري زماني جو بيان آهي. ان کان سواءِ ساموئي جي قصي ۾ سٽن شهيدن (هفت تن) جون پيشنگويون، جن کي عام طرح "ماموئي" (يا ساموئي) جا بيت ڪري سڏيندا آهن، سي هي آهن:

پهريون درويش:

هاڪ وهندو هاڪڙو پڇندي بنڌ اروڙ
بهہ مڇي ۽ لوڙهہ سمي ويندا سوڪڙي

ٻيو درويش:

وسي وسن آر جڏهين وڃي ڦٽندو
تڏهين ٻاروچاڻو ٻار پنجين درمي وڪبو.

ٽيون درويش:

ڪاري ڪاٻاري، جهيڙو لڳندو ڇهه پهر،
مر مڇي ماري، سڪ وسندي سنڌڙي

چوٿون درويش:

مرمڇي ماري، مر مڇي ڪهڙا پار؟
هيٺين ڪاريون پوتيون، مٿين ڪارا وار.

پنجون درويش:

لڳندي لاڙان، سونڪو ٽيندو سري ۾،
جڏهن ڪڏهن سنڌڙي آڳاٽن وٽاهه

ڇهون درويش:

نيرا گهوڙا ڏيرا، اُتر کان ايندا،
گهاگهريون گسن تي، ورهائي ويندا،
تهان پوءِ ٽيندا، طبل تاجاڻين جا.

ستون درويش:

اڇي ويجها ماڙهئا! ننگر جي آڏار،
پراڻا پرار، نوان مَ اڏج نجهرا.

انهن بيتن جي صحت ۾ شڪ آهي. پر تنهن هوندي به اقرار ڪرڻو ٿو پوي ته ڪم از ڪم پهرين، ٻين ۽ ستين پيشنگوئي سچي آهي ۽ هر هڪ ۾ سما راڄ جي زواليت ڏانهن اشارو آهي. جي ائين آهي ته اهي بيت سنڌي زبان جا سڀ کان آڳاٽا آهن. مٿئين بيان مان صاف ظاهر آهي ته جيئن عربن جي ماتحت ۽ غزنوي ۽ غوري سلاطين جي ماتحت رهي به سنڌي زبان ترقي ڪئي هئي، تيئن دهليءَ جي ماتحت رهي ۽ پارسي زبان جي انتهائي رواج هوندي به سنڌ جي صوفي درويشن ۽ عالمن سنڌي زبان جي خاص خدمت ڪئي. سمن جي حڪومت اندر ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي قصي تي وقت جي شاعرن وحدت ۽ وصل جو رنگ چاڙهيو.

## مذهبي حالت:

تغلق سلطان توڙي سما سلطان شرع جا پابند هئا. تغلق سلطانن شراب جي وڪري تي بندش وڌي هئي، انهيءَ زماني ۾ هندستان توڙي سنڌ ۾ صوفيا

ڪرام جو زور هو. محمد تغلق صوفين کان خوفزده ٿي گهڻن کي دهليءَ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو هو. سما سلطان اُڇ جي گيلاني، بخاري ۽ ملتان جي سهروردي مشائخ جا مريد هئا. سنڌ ۾ حنفيت جو زور هو ۽ مدرسن ۾ فقهه جو دور جاري هو. سنڌ "عرب صغير"، "باب الاسلام" ۽ "هندستان ۾ مرڪز اسلام" هو. ويدانيت ۽ وحدانيت جي فلسفن جو ٻه هڪ ٻئي تي جيترو اثر هتي پيدا ٿيو اهو ٻئي ڪنهن ٻه هنڌ نہ ٿيو. صوفي سڳورن جي روحاني تبليغ ۽ تلقين وارو اثر سياڳي سنڌڙيءَ جي هندو مسلمانن ۾ پيدا ٿيو ۽ هو هڪ ٻئي کي ويجها ايندا رهيا. هڪ طرف هندو سنياسين ۽ جوڳين تي وحدانيت جو اثر ٿيو ۽ بت پرستي گهٽجڻ لڳي، تہ ٻئي طرف ماٺهو سماع، سرود ۽ راڳ مان مستفيد ٿيڻ لڳا. انهن برگزيده بزرگن جي ڪوشش سان هن سرزمين جي باشندن جي خيال، قول ۽ عمل جي اتحاد جو عملي ثبوت هيءُ آهي، جو هت "ڇوت ڇات" جا فرق ڦير، اوچ نيچ جا اختلاف ايتري قدر نہ رهيا، جيترا هندستان جي ٻين ڀاڱن ۾ رهجي ويا. ۽ اها تاريخي ۽ ناقابل ترديد حقيقت آهي.

واپار ۽ تجارت جي ذريعي مشرق ۽ مغرب جي مختلف تهذيبن کي ملائي هڪ ڪرڻ لاءِ قدرت طرفان جيڪا ڪوشش هن سنڌڙيءَ تي ٿي آهي، اهڙي ٻئي ڪنهن ٻه هنڌ ڪانہ ٿي آهي. هڪ طرف ديبل، لاهري ۽ ٺٽي جا بندر بحري تجارت جا مرڪز هئا، تہ ٻئي طرف سنڌ جا قافلا بين الاقوامي تجارت جو سلسلو بخارا، سمرقند ۽ چين بلڪل مشرق اقصيٰ تائين جاري رکندا آيا. سنڌ جي زرخيز زمين ڪيترين ئي قومن کي ڪشش ڪري هن سرزمين تي آندو. جن قومن پنهنجو اصل وطن وساري سنڌ کي وطن بنايو ۽ پنهنجا مذهب، فلسفا ۽ طور طريقا وساري هن ملڪ جي درز زندگي اختيار ڪئي. جنهن جو ثبوت هڪ طرف آثار قديمہ، بزرگن جا مقبرا، ٻئي طرف تاريخ جا ڪتاب ۽ سياحت نامہ ڏيئي رهيا آهن. سنڌ جي شاندار ماضيءَ جو اجمالي تذڪرو انهن لاءِ تازيانہءِ عبرت آهي، جي پنهنجي سنڌڙيءَ جي بلند شان ۽ عروج اقبال کي وساري غيرن جي تهذيب جا فريفتہ ٿي ويهي ٿا رهن.

## سياح ۽ مشاهير:

سمن جي ڏينهن ۾ شيخ ابن بطوطہ سنڌ ۾ آيو. ابن بطوطہ سنہ 703هہ ۾ طنجہ (تانجيئر) ۾ ڄائو ۽ 22 ورهين جي عمر (725هہ) ۾ اسلامي دنيا جي سير تي نڪتو. سنہ 734هہ ۾ ڪشمور جي رستي کان بکر پهتو. بکر کان سيوهڻ ۽ لاهري بندر تائين سير ڪري، ملتان کان ٿيندو، دهليءَ پهتو. هندستان جي شهرن ۽ ٻيٽن جو سفر ڪري، چين پهتو. سنہ 755هہ ۾ پنهنجي وطن پهتو جتي

سنہ 756ھہ ۾ هن پنهنجو ”سفرنامو“ مرتب ڪيوءِ سنہ 778ھہ ۾ وفات ڪيائين. سندس سفرنامي مان سنڌ جا مؤرخ روشني وٺن ٿا. سندس حالات چشم ديد آهن. ڪن ڪن هنڌن تي هن غلطيون ڪيون آهن. مگر خان بهادر مولوي محمد حسين عربي، فارسي ۽ انگريزي تاريخن ۽ جاگرافيءَ ۽ آثار قديمہ جي علمائن جي ڪتابن ۽ رپورٽن تان ”سفرنامہ“ کي درست ڪري محققانہ نوٽن سان 1913ع ۾ (رحماني پريس دهليءَ مان) شايع ڪرايو. ابن بطوطہ سنڌ جي آسودگيءَ، سنڌين جي مهمان نوازيءَ، علم پروري ۽ واپار جو ذڪر ڏئي ٿو. ان کان سواءِ جن جن عالمن ۽ سنڌي بزرگن سان هن سنڌ جي شهرن ۾ ملاقاتيون ڪيون، تن جي اسان کي خبر پئجي سگهي ٿي. ڄام اُنڙ (ملڪ فيروز) جڏهن ملڪ رتن کي سيوهڻ ۾ قتل ڪيو هو ان وقت ابن بطوطہ سيوهڻ ۾ موجود هو.

شيخ شمس الدين، امام عبدالله حنفي ۽ قاضي ابو حنيفہ بکر ۾ مشهور بزرگ هئا. سندن وجود جي ڪري بکر علم جو مرڪز هو. ابن بطوطا ساڻن ملاقات ڪئي هئي. ان وقت شيخ شمس الدين جي عمر هڪ سؤ ويهہ ورهيہ هئي. انهن ڏينهن ۾ عماد الملڪ سرتيز، ترڪمان قوم جو امير ۽ محمد تغلق جو نائب سنڌ جو حاڪم هو. جو پوءِ سنہ 748ھہ ۾ دکن ۾ علاءُ الدين، حسن بهمنيءَ سان وڙهندي هڪڙيءَ جنگ ۾ مارجي ويو هو.ابن بطوطہ انهن ڏينهن ۾ ٽپال جي انتظام جي تعريف ڪري ٿو. سندس بيان موجب سيوهڻ کان ملتان ڏهن ڏينهن جو رستو هو ۽ ملتان کان دهليءَ تائين پنجاهہ ڏينهن جو رستو هو ”مگر بادشاهہ کي خبرون فقط پنجن ڏينهن ۾ دهليءَ تائين پهچن ٿيون. گهوري سوار ٽپاليءَ کي ”اولاق“ سڏين ٿا. ٽپالي چئن ڪوهن بعد گهوڙا بدلائين ٿا. پيادا ٽپالي هرڪار سڏجن ٿا. جيڪي في ميل چئن چوڪين تي بدلجن ٿا. بعض سخت ڏوهارين کي ڪتن تي ويهاري چار ڄڻا ڪلهن تي کڻي دهلي دربار تائين پهچائين ٿا. ٽپال جو کاتو ”بريد“ سڏجي ٿو. بادشاهي اخبار نويس نو وارد مسافر جو احوال سندن درآمد مال سميت دارالخلافة تائين پهچائين ٿا.“ بکر ۾ هڪڙي خانقاهہ جو هو ڏس ڏي ٿو جتي مسافرن کي مفت کاڌو ملندو هو. سنڌ جي ڪن شهرن ۾ مسافرن کي سفر لاءِ خرچ بہ ملندو هو.[1]

مولانا ظهيرالدين بکري علم ۽ فضيلت ڪري بلند پايہ بزرگ هو. سلطان علاءُ الدين جو درباري هو. مولانا برهان الدين، ظهيرالدين بکريءَ جو هم وطن ۽ همعصر هو. سلطان علاءُ الدين جو درباري هو. سندس پٽ ڪمال الدين آخر سنڌ جو قاضي ٿيو جنهن کي ابن بطوطہ ”قاضي القضاة سند و هند“ لکي ٿو.

---

1 ـ عجائب الاسفار: جلد ـ 2، باب ـ 1، ص ـ 19.

خطيب بغدادي سيوهڻ جي جامع مسجد جو پيش امام هو. شيخ ابن بطوط وٽس حضرت عمر بن عبدالعزيزرح جو پروانو ڏٺو هو جو خطيب بغداديءَ جي ڏاڏي کي دمشق جي دربار کان مليو هو.[1]

شيخ محمد بغدادي ابن بطوط جي سيوهڻ ۾ قيام واري زماني ۾ مخدوم لعل شهباز قلندر رحہ جي خانقاهہ جو متولي هو. شيخ ابن بطوط ساڻس ملاقات ڪئي هئي. ان وقت شيخ بغداديءَ جي عمر هڪ سؤ چاليهہ ورهيہ هئي. هلاڪوءَ جڏهن معتصم بالله عباسيءَ کي شهيد ڪيو هو تڏهن شيخ بغدادي، بغداد ۾ موجود هو.[2]

شيخ حماد ابن شيخ رشيد الدين جمالي هڪ وڏو بزرگ ٿي گذريو. سدائين مُراقبي ۾ رهندو هو ۽ حجري ۾ گذاريندو هو. سندس صحبت جا سڪايل بہ حجري ٻاهران ويهي ساڻس رهاڻيون ڪندا هئا ۽ وٽانئس ظاهري توڙي باطني فيض پرائيندا هئا. سندس مريدن مان تماچي ۽ تماچيءَ جي پٽ صلاح الدين کي سندس وڏو قرب حاصل هو. سندس مقبرو مڪليءَ تي آهي.[3]

سيد ابوالغيث بکري وڏي رتبي جو بزرگ ٿي گذريو. امير تيمور گورگانيءَ جي پوٽي، مرزا پير محمد، اُچ ۽ ملتان جا قلعا فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ڏانهن اچڻ جو خيال ڪيو. اُچ کي تباهہ ڪرڻ کان پوءِ ان بکر جي معزز ماڻهن کي حاضر ٿيڻ لاءِ قاصد موڪليو جن حاضر ٿيڻ بدران جيسلمير ڏانهن هجرت ڪئي. فقط سيد ابوالغيث بکر مان اُچ وڃي مرزا پير محمد سان ملاقاتي ٿيو. مرزا، سيد صاحب کي ڏسي سروقد اُٿي بيٺو ۽ هن جي تمام گهڻي تعظيم ۽ آدرڀاءُ ڪيائين. جڏهن شاهہ صاحب مرزا کان موڪلائي بکر ڏي ٿي موٽيو تڏهن مرزا پير محمد کيس هڪڙو عمدو گهوڙو سروپاءَ ۽ ٻيون بہ قيمتي سوکڙيون ۽ نذرانا ڏنا ۽ الور جي پرڳڻو جاگير طور بخش ڪيائينس. اهڙيءَ طرح سنڌ امير تيمور جي اُڙدي جي لٽ مار ۽ غارتگريءَ کان بچي ويئي. ساڳيءَ طرح شيخ احمد جي چوڻ تي امير تيمور دهليءَ جي قيدين کي آزاد ڪيو هو.

---

1_ عجائب الاسفار: جلد_2، باب_1، ذڪر شهر سيوستان. پرواني جو سال 99هہ هو.

2_ عجائب الاسفار: جلد_2، باب _1، ذڪر شهر سيوستان.

3_ تحفة الڪرام: جلد_3، ص_182_183.

نوٽ: قاضي قاضن، جو شاهہ حسن ارغون ٻاران بکر جو قاضي هو سنہ 947هہ ۾ استعفيٰ ڏيئي مديني منور ۾ پهچاڙيءَ جا ڏينهن گذارڻ لڳو جتي سنڌ جا بہ مشهور عالم، قاضي عبدالله بن ابراهيم راڻتيو ۽ شيخ عبدالله ابن سعد دربيلوي، سندس صحبتي هئا. قاضي قاضن 958هہ (1551ع) ۾ وفات ڪئي.

مخدوم بلال رحہ تلتيءَ جو وينل هڪ وڏو عارف ڪامل ٿي گذريو آهي. ظاهري علمن جو وڏو علام ۽ علامہ هو. ”تاريخ معصومي“ وارو بزرگ لکي ٿو تہ هڪ دفعي مخدوم ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي سيوهڻ وڃي رهيو هو مير بحر خوب گاريون ڏيئي رهيو هو ۽ ڪنهن جو چيو نہ ٿي ورتائين. مخدوم صاحب ڇا ڪيو جو پنهنجي ٽوپي ڪڍي سندس مٿي تي رکيائين تہ مهاڻو جهٽ گارين گندن کان خاموش ٿي ويو ۽ اُتي جو اُتي قرآن ۽ حديث جو واعظ شروع ڪري ڏنائين. ”مقالات الشعرا“ ۾ لکيل آهي تہ مخدوم بلال علم حديث جو وڏو عالم ۽ تفسير جو وڏو ماهر هو ۽ پنهنجي زماني ۾ وڏي کان وڏو عالم ليکجڻ ۾ آيو ٿي. ڪڏهن ڪڏهن شعر بہ موزون فرمائيندو هو. جيئن فرمايو اٿس:

در راه خدا از سر قدم بايد ساخت.
سرمايہ اختيار خود مي بايد ساخت.
کفر است بخود نماني بردن بجهان،
از خويش برون شده سويش مي بايد ساخت.

قاضي ڏنو سيوهاڻي، شاهہ حسن ارغون جو استاد، علم حديث ۾ مخدوم بلال جو شاگرد هو ۽ کانئس سند حاصل ڪئي هئائين. ياڻئجي ٿو تہ هجري ڏهين صدي جي اوائل ۾ رحلت ڪري ويو.

مخدوم اسحاق پٽي هالن پراڻن جو وينل مخدوم عبدالله جي اولاد مان هو. سندس ٻہ فرزند مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد وڏا نامور درويش ٿي گذريا آهن.

مخدوم احمد سماع ڪرڻ وقت وجد ۾ اچي ويندو هو. پڇاڙيءَ ۾ مخدوم احمد نيرن ڪوٽ ۾ هڪڙي سماع جي مجلس ۾ حاضر هو. اتي هڪڙي سوناري ڇوڪري سماع وقت اهڙو دردناڪ بيت آلاپيو جو مخدوم صاحب ان جي اثر ڪري حال ۾ اچي ويو ۽ سندس روح جو پکي پڃري مان اُڏامي ويو. سندس جنازو هالن پراڻن ۾ آڻي دفن ڪيائون. جنازي مان ساري واٽ ذڪر جو آواز پئي آيو! هي واقعو سنہ 830هہ ڇامر ننڍي جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو.

مخدوم محمد، مخدوم اسحاق پٽيءَ جو ٻيو نمبر فرزند هو. هي بزرگ جهڙو ظاهري علمن ۾ اڪابر هو تهڙو باطني علمن ۾ بہ هو. سدائين سائلن جي مشڪل ڪشائيءَ لاءِ وقت جي حاڪمن وٽ ايندو ويندو هو. هڪڙي ڀيري ڪنهن سائل جي ڪم لاءِ ٺٽي ۾ ڇامر ننڍي وٽ آيو. ڇامر ننڍي چيس تہ ”مون کي اوهان جي ڀاءُ مخدوم احمد جي زيارت ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي. هن کي جيڪڏهن ڪنهن طرح مون وٽ آڻيو تہ ڏاڍي مهرباني.“ مخدوم محمد چيو تہ ”هو نڪا منهنجي

پرواھ رکي ٿو نہ اوھان جي!“ انھيءَ گفتگو ۾ ھئا تہ مخدوم اچي اتي سھڙيو. ڄام نندي نھايت خوشيءَ ۽ صدق سان مخدوم احمد جي دست بوسي ڪئي ۽ جنھن ڪم لاءِ مخدوم محمد ويو ھو سو بہ بروقت پورو ڪيائين.[1]

سخي ڄام ڏاتار جو مقبرو ڳوٺ ڪڏڙي تعلقي سنجھوري جي نزديڪ آھي. سندس مقبري تي زبردست ساليانو ميلو لڳندو آھي. سندس متولي بہ ڄام سڏبا آھن, جي وڏي پدويءَ وارا زميندار ۽ مريدن خادمن وارا آھن.

**سخي دادواھي**: ھتي جي شيخ دائود کي بہ خلافت جو درجو مليل ھو. سندس درگاھ وِھري واھ جي ڪناري تي تعلقي نوشھري فيروز ۾ آھي.

**خليفو وھيون**: ھن بزرگ جو مقبرو نصرپور ۾ آھي.

**درويش سيھڙو**: ھي بزرگ ”سيھڙ معارفاڻي“ جي نالي سان مشھور آھي. سندس مقبرو ٽنڊي الھيار جي پرسان آھي.

شيخ پريو (بريہ) ويرداس ھڪ وجداني مجذوب ٿي گذريو آھي, جو اصل برھمڻ ھو. ماڻھن جي ميڙ کان ٿھندو ھو. آخري ڏينھن ۾ گنجي ٽڪر تي آستانو ڪيائين, جتي ماڻھن جا ھشام سندس زيارت لاءِ ويندا ھئا ۽ پيچڻ ڳاڇڻ کان سواءِ من مرادون لھندا ھئا. ھميشہ وادين ۾ راڳ تنواريندو ويندو ھو. ھن درويش سنہ 903ھہ (1497ع) ۾ وفات ڪئي, گنجي ٽڪر جي دامن ۾ پوريل آھي.

شيخ طاھر جنھن کي ھندو اُڏيرو لعل سڏين ٿا, سندس مقبرو حيدرآباد ضلعي ۾ آھي, سندس ميلي تي ھندو ۽ مسلمان وڃن ٿا.

پير پٺي جو مقبرو ميرپور ساڪري تعلقي ۾ آھي, ھندو ھن کي راجا گوپي چند جو يادگار سمجھن ٿا, عالمن جو چوڻ آھي تہ شيخ سعدي رحہ جو ھمعصر ھو ماھ ربيع الاول جي وچ ڌاري ھت ميلو لڳي ٿو.

مخدوم عبدالباقي سنہ 952ھہ ۾ استنبول کان وار مبارڪ روھڙيءَ آندو ھو. وقت جي بزرگن مان شاھ حيدر حقاني ۽ مخدوم عبدالملڪ وار مبارڪ جي زيارت ڪئي, وار مبارڪ جي حج جي موقعي تي مسلمان زيارت ڪرڻ وڃن ٿا. زيارتگاھ جا مجاور صديقي آھن.[2]

شيخ الاسلام حضرت بھاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جي خليفي موسيٰ نواب جي تبليغ سان سنڌ جي ھندو قومن مان ڌھر, مھر ۽ ڏاريجن اسلام قبول ڪيو.[3]

---

1 _ تحفة الڪرام: جلد_3.

2 _ عبرت ڪده سنڌ: سيد محمد ضامن ڪنتوري, ص_36_35, حيدرآباد دکن, مطبع شمسي, 1903ع.

3 _ چشمہ ڪوثر: محمد اڪرام, جلد_1.

# باب پنجون

## شاهہ بيگ ارغون:

سنہ 928هہ (1521ع) ۾ شاهہ بيگ اگهم ڳوٺ ۾ وفات ڪئي. هو وڏو عالم، فاضل ۽ نيڪ بخت حاڪم ٿي گذريو. قنڌار واري زماني ۾ علمائن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. علم نحو جي ڪتاب ”ڪافيہ“ جي شرح، ”عقائد نفسي“ جي شرح ”مطالع منطق“ جي شرح ۽ ٻيا ڪيترائي رسالا عربيءَ ۾ تصنيف ڪيائين. مهدي جون پوري سان علمائن جي روبرو قنڌار ۾ بحث ڪيو هئائين.[1] بکر جي سادات کي روهڙيءَ ۾ جاگيرون ڏنيئي، الور جي قتل قلعي جون سرون گهرائي، بکر جي قلعي جي مرمت ڪرايائين. بکر جي آس پاس جيڪي بلوچ رهندا هئا، جن سمن جي ڏينهن ۾ ڪيتريون ئي بغاوتون ڪيون هيون، تن وٽ وڃي مهمان ٿيو. پوءِ راتو رات مٿن حملو ڪري سندن زور ڀڳائين.

ڄام صلاح الدين جي سؤٽ سان مظفر شاهہ حليم بن محمود شاهہ گجرات جي حاڪم شادي ڪئي هئي. مظفر شاهہ، علامہ محمد بن محمد يحيٰ جو شاگرد هو ۽ حديث علامہ جمال الدين محمد بن عمر بحرق کان پڙهيو هو. سپہ داريءَ ۽ سلطانيءَ ۾ ماهر هو.ڄام صلاح الدين، جو دريا خان کان دوکي ۾ جنگ هارائي گجرات ڏانهن ڀڄي ويو هو، سو مظفر شاهہ حليم کان مدد وٺي شاهہ بيگ ارغون جي غير حاضريءَ ۾ سوڍن ۽ جاڙيجن جو ڏهہ هزار لشڪر وٺي، ٺٽي تي ڪاهي آيو. ڄام فيروز علاءُ الدين بن مبارڪ کي سيوهڻ جي مغل نواب ڏانهن سفير ڪري مڪو. مرزا شاهہ بيگ پنهنجي پٽ مرزا شاهہ حسن کي شال مان لشڪر ڏيئي، ڄام فيروز جي مدد لاءِ مڪو.

سنہ 927هہ (1520ع) ۾ مرزا ٺٽي پهتو. جوڻ جي شهر وٽ خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ ڄام صلاح الدين ۽ سندس پٽ هيبت علي مارجي ويا. سندن لشڪر پوءِ ميدان ڇڏي ڀڳو. ڄام فيروز هڪ عريضو قيمتي سوکڙين سميت

---

1_ مذاهب اسلام: مولوي نجم الغني رام پوري، ذڪر ميران مهدي جون پوري .

قاضي قاضن جي معرفت شاهه بيگ ڏانهن بکر جي ڪوٽ ۾ پهچايو. شاهه بيگ گجرات فتح ڪرڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو.[1]

## مرزا شاهه حسن:

شاهه بيگ جو گجرات فتح ڪرڻ جو منڍ کان ارادو هو پر سندس عمر وفا نه ڪئي. سندس وفات کان پوءِ رمضان مهيني ۾ مرزا شاهه حسن جي تاجپوشيءَ جي رسم نصرپور ۾ ادا ڪئي ويئي. عيد ڏينهن خطبو سلطان ظهيرالدين بابر جي نالي تي پڙهيو ويو جو ان وقت ڪابل ۽ قنڌار جو حاڪم هو. شاهه بيگ جي وفات کان پوءِ ڄام فيروز وري سڄيءَ سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ خيال پچائڻ لڳو. ظاهري طور قاضي قاضن ۽ حافظ رشيد، ڄام پاران تاجپوشيءَ جي موقعي تي تحفا کڻي اچي، مرزا شاهه حسن کان معافي گهري پيش پيا. مگر مرزا کي ڄام جي ارادن جي خبر هئي، تنهن ڪري ٺٽي ڏانهن اُسهيو. ڄام فيروز پهريان ٺٽو خالي ڪري ويو پر پوءِ سندس وزير ماٽڪ ۽ناڻيءَ، شيخ ابراهيم ۽ٻڙين تي فوج چاڙهي مرزا سان مقابلو ڪيو. سخت جنگ کان پوءِ مغلن جي سوڀ ٿي.[2]

شڪست کائڻ کان پوءِ ڄام فيروز ڪڇ ڏانهن ڀڄي ويو جتي لشڪر گڏ ڪري پنجاه هزار سوار ۽ پيادن جو لشڪر وٺي وري ٻيهر ٺٽي ڏانهن هليو. چاچڪن جي ڳوٺ ۽ راهمڪي بازار جي وچ ۾ ڪاري ڪاٻاري (ڪاري ڪبڙلوءِ) وٽ ٽئين درويش جي پيشنگوئيءَ موجب تيرن ۽ ترارين جي جنگ لڳي، ڄام فيروز هزارين ماڻهو مارائي ڪڇ ڏانهن مايوس ٿي موٽي ويو. سنه 1523ع ۾ سمن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ خاتمو ٿيو ۽ ارغونن سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو. ڄام فيروز ڪڇ کان گجرات ڏانهن ويو جتي بهادر شاهه گجراتيءَ کيس اميرن ۾

---

1_ جوڻ ۽ فتح باغ ٻه شهر هالڪي ڦليليءَ (ريڻ واهه) جي انهيءَ حصي جي ڪپ تي، جو هينئر ڦٽي ويو آهي ۽ "ڦٽو" سڏجي ٿو هڪ ٻئي کان ٽن ڪوهن جي مفاصلي تي هئا. جوڻ ڪپهه جي واپار ڪري ۽ فتح باغ ميون جي ڪري مشهور هئا. همايون جڏهن سنڌ ۾ آيو هو تڏهن ٻئي شهر اوج تي هئا. ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ مدد خان پٺاڻ جي ڪاهه وقت ٻئي شهر پٺاڻن ساڙي ويران ڪري ڇڏيا.

2_ ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ 928هه (1521ع) ۾ سلطان حسين بائقارا جو پٽ شهزادو بديع الزمان شاهه اسماعيل صفوي کان ناراض ٿي، استرا آباد کان سنڌ ۾ آيو. ڄام فيروز خان سندس شاهي نموني سان استقبال ڪري، کيس ٺٽي ۾ شاهي مهمان طور رهايو. شهزادو ٺٽي ۾ هڪ ورهيه رهي موٽي ايران ڏانهن ويو. ان وقت ايران تي شاهه اسماعيل صفويءَ جي حڪومت هئي، جنهن محمد خان شيبانيءَ کي شڪست ڏني هئي. مغلن ۽ صفوي تاجدارن جا پاڻ ۾ سٺا تعلقات هئا، ڇاڪاڻ جو خود امير تيمور گورگاني صفوين جي جد اعليٰ شاهه صفوي اردبيلي جو معتقد هو.

فرشته: جلد_2، ص_513، اردو ترجمو.

داخل ڪيو ۽ باقي عمر جا ڏهاڙا اُتي گذاريائين. مرزا شاهه حسن ٺٽو فتح ڪرڻ کان پوءِ هالڪنڊي ۽ سيوهڻ کان ٿيندو بکر پهتو.

## ملتان تي ڪاهه:

بابر بادشاهه ڪابل کان پنجاب تي ڪاهون ڪندو هو. پنجاب جو حاڪم دولت خان لوڌي به بابر جو طرفدار هو. بابر، مرزا شاهه حسن کي اُچ ۽ ملتان تي قبضي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. گويا سنه 930هه (1523ع) ۾ پنجاب تي بابر جو قبضو هو. ملتان جو حاڪم محمود شاهه لانگاهه ڪمزور هو البته سهراب خان دودائيءَ جي زور تي سندس حڪومت ۾ اجا ٿورو دم هو. شاهه حسن اُچ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ ڏراور جي قلعي تي قبضو ڪيو. جتان کيس گهڻو خزانو هٿ لڳو. ڏراور تي قبضو ڪري شاهه حسن ملتان جي قلعي جي ديوارن هيٺان پهتو. سلطان لانگاهه خوف کان شيخ بهاءُ الدين قريشيءَ وقت جي وڏي صوفيءَ ۽ مولانا بهلول کي صلح ڪرائڻ لاءِ شاهه حسين ڏانهن روانو ڪيو. مگر ارغون حاڪم سندن منين ڳالهين تي ڪين مڙيو. آخر بي واهه نه ڏسي، سلطان محمود لانگاهه اَسي هزار جتن، رندن، دودائن، قرائن ۽ چانڊين بلوچن جي لشڪر سان مغلن جو مقابلو ڪيو پر شڪست کاڌائين. سندس پٽ ۽ ڌيءُ جي صغير هئا قيد ٿي ويا. جن کي شاهه حسن، مسڪين خان ترخان جي حوالي ڪري، کيس تاڪيد ڪيو ته ٻارن جي سنڀال اولاد وانگر ڪري.

سنه 931هه (1524ع) تائين سلطان محمود لانگاهه حڪومت ڪري وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ سلطان حسين شاهه ثاني ملتان جو حاڪم ٿيو. صغير هئڻ سبب حڪومت جون واڳون شيخ شجاع الملڪ بخاريءَ جي هٿ ۾ رهيون. جو سلطان محمود جو ناني هو. شيخ شجاع بيهر قلعي اندر رهي مغلن جي مقابلي ڪرڻ جي رٿ ڪئي، جا ڪارگر ثابت نه ٿي، ڇاڪاڻ ته لانگاهه جو سپه سالار لنگر خان، جو دراصل هن خاندان جو غلام هو ۽ جنهن سلطان محمود شاهه کي زهر ڏيئي ماريو هو سو غداري ڪري وڃي شاهه حسن ارغون سان گڏيو. شاهه حسن ارغون قلعي تي گهيرو ڪيو جو برابر هڪ سال تائين جاري رهيو. ملتان وارن جو گهيري ڪري اهڙو حال تنگ ٿيو جو ڪتا ۽ ٻليون به کائڻ لڳا. آخر تنگ ٿي سلطان حسين شاهه سنه 932هه (1525ع) ۾ هٿيار ڦٽا ڪيا.

ارغونن شهر تي قبضو ڪري لٽ مار شروع ڪئي. ايتري قدر جو مولانا ابراهيم صدر جامع جامعي ۽ سندس پٽ مولانا سعدالدين لاهوريءَ جي حويلي به لٽيائون. سترهن سالن کان وٺي ستر سالن تائين جيڪي به قيدي هئا، سي مغلن ماري ڇڏيا. ملتان بلڪل ويران ٿي ويو. شاهه حسن، ملتان خواجه شمس الدين

جي حوالي ڪري، لنگر خان کي سپہ سالار مقرر ڪري، سنڌ ڏانهن موٽيو. سنہ 932هہ (1526ع) ۾ بابر ابراهيم لوڌيءَ کي پاڻيپٽ جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي دهلي ۽ آگرو فتح ڪيا. لنگر خان مدبر ۽ هوشيار هو.پهريائين ملتان جي ويرانيءَ کي مٽائي، ماڻهن جون دليون کٽي جڏهن پنهنجي طاقت مضبوط ڏٺائين، تڏهن خواجہ شمس الدين کي ملتان مان بي دخل ڪري، اُتي پاڻ قبضو ڄمائي ويٺو. سنہ 937هہ (1530ع) ۾ بابر وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ نصيرالدين همايون سندس پٽ دهلي ۽ آگري جي تخت تي ويٺو. همايون پنجاب جو صوبو پنهنجي ڀاءُ مرزا ڪامران جي سپرد ڪيو. ڪامران لنگر خان کي لاهور گهرائي، کيس ڪابل جو گورنر بنائي، ملتان مغليہ شهنشاهت سان ڳنڍائي ڇڏيو.

## گجرات تي ڪاهہ:

ملتان کان موٽڻ بعد مرزا حسن ۽ سلطان محمود بن فاضل ڪوڪلتاش گڏجي گجرات تي ڪاهہ ڪئي ۽ پٽن ۽ راڌن پور تائين گجرات ۾ ڦر ڪرايائون. سندن غير حاضريءَ ۾ وري سنڌ ۾ ڪلمتين ۽ جتوئين ٺٽي کان وٺي بکر تائين ڦرلٽ شروع ڪئي. مرزا قاسم بيگلار، مرزا شاهہ حسن کي خبر پهچائي، جنهن ڪري شاهہ حسن گجرات جي حاڪم محمود شاهہ ثانيءَ کان هڪ لک فيروز شاهي سڪا پاڻ لاءِ، ٽيهہ هزار سڪا سلطان محمود لاءِ وٺي سنڌ ڏانهن وريو.[1] محمود ثاني مخير باشاهہ ٿي گذريو هن مڪي معظمہ ۾ باب العمره جي متصل هڪڙو عظيم الشان مدرسو تعمير ڪرايو. جنهن ۾ علامہ شهاب الدين ابن حجر مڪي ۽ عزالدين عبدالعزيز زمزمي تدريس تي مقرر هئا. محمود ثاني کنڀات بندر جي آمدني هڪ لک اشرفيون ساليانو حرمين ڏانهن روانيون ڪندو هو.

## همايون جو سنڌ ۾ اچڻ:

همايون کي افغانن جي بغاوت کي مٽائڻ لاءِ جون پور ۽ چنارڳڙهہ وڃڻو پيو. جتي فريد خان (شير شاه) کي مطيع ڪري موٽيو. فريد خان سوري پٺاڻ، سهسرام (بهار) جو زميندار هو. سنہ 939هہ (1532ع) ۾ همايون گجرات ڏانهن ويو ڇاڪاڻ تہ بهادر شاهہ گجراتيءَ کن باغي مغلن کي پاڻ وٽ پناهہ ڏني هئي. همايون کنڀات تائين پهتو هو تہ بهار ۾ فريد خان جي ٻيهر بغاوت جون

---

1 _ تحفة الڪرام: جلد_3، ص_61. خبر نہ ٿي پوي تہ "تحفة الڪرام" اهو بيان ڪٿان ڏنو آهي. 'فرشتہ'، 'مرات سڪندري'، 'مرات محمدي' ۽ 'مرات احمدي' مرزا شاهہ حسن جي گجرات تي ڪاهہ ڪرڻ متعلق بلڪل خاموش آهن!

وٽس خبرون پهتيون. هو آگري ڏانهن موٽي آيو ۽ ڪجهه فوج وٺي بهار ڏانهن ويو. فريد خان خزاني ۽ ٻارن ٻچن کي رهتاس جي مضبوط قلعي ۾ رکي، پاڻ ٽڪرين ۾ وڃي لڪو. همايون بنگال تائين آسانيءَ سان پهتو ليڪن برسات جي مند اچڻ ڪري، هن لاءِ واپس موٽڻ ڏکيو ڪم ٿي پيو.

هوڏانهن فريد خان ٽڪرين مان نڪري ساڻس صلح لاءِ ڳالهيون ڪرڻ لڳو. همايون سندس درخواست منظور ڪئي، مگر هڪڙيءَ رات گنگا جي گهاٽ وٽ مغليہ لشڪر کي غافل ڏسي، فريد خان مٿن اوچتو حملو ڪري، هزارين مغل سپاهي ماري وڌا. همايون ٿورن ساٿين سان جان بچائي آگري ۽ دهليءَ پهتو جتان ترت ئي نڪري لاهور پهتو مگر ڀائرن ڪيس ڪا مدد ڪانہ ڏني. تنهن ڪري لاچار فريد خان کان جان بچائي ٻيڙين جي ذريعي لاهور کان ملتان پهتو. فريد خان سندس پنيان پنجاب تائين ڪاهي آيو ۽ پوءِ واپس موٽي دهليءَ ۽ آگري تي قبضو ڪري، پاڻ کي شير شاهہ جي لقب سان سڏائڻ لڳو.

ملتان جي هڪڙي بلوچ جاگيردار، بخشي خان معزول شهنشاهہ همايون کي اناج سان ٻيڙيون ڀرائي درياءَ رستي سلامتيءَ سان بکر ڏانهن روانو ڪيو. همايون بخشي خان کي خلعت ۽ نقارو روانا ڪري 'جهان خان' جو لقب ڏنو. بکر جي واليءَ سلطان محمود ڪوڪلتاش، قلعي جا در بند ڪري ڇڏيا. همايون قلعي جي ڀر ۾ هڪڙي باغ ۾ قيام فرمايو جو شاهہ حسين جي ماٽيلي ڀاءُ، مير سمندر پاڻ تيار ڪرايو هو. همايون مير سمندر معرفت، مرزا شاهہ حسن کي چوائي مڪو تہ: "منهنجو ارادو گجرات وڃڻ ڏانهن آهي، مگر جنهن صورت ۾ آءٌ هڪڙي ضرورت مند جي صورت ۾ تنهنجي ملڪ ۾ وارد ٿيو آهيان، ان صورت ۾ توتي فرض آهي تہ اچي خدمت ۾ حاضر ٿيءُ."

مگر مرزا شاهہ حسن پنجن مهينن تائين شهنشاهہ کي حيلن ۽ بهانن سان ٽاريندو رهيو. همايون مهراڻ جي ڪاهي ڪپ تي روهڙيءَ جي ويجهو چار باغ نالي هڪڙي عمدي باغ ۾ شاهہ حسن جو انتظار ڪرڻ لڳو. معزول شهنشاهہ جي اها حالت هئي، جو آخر اَنَ نہ ملڻ سبب سندس ڪئمپ جا ماڻهو اُٺ ۽ گهوڙا ذبح ڪري کائڻ لڳا. ڪي وري تنگ ٿي بادشاهہ کي ڇڏي ڀڄي ويا. مرزا شاهہ حسن کي خبر هئي تہ همايون جي طاقت روزمره گهٽجي رهي آهي، ان سبب ڪري ملاقات ڪرڻ کان ٽاڻيندو رهيو.

جن ڏينهن ۾ همايون چار باغ ۾ مقيم هو انهن ڏينهن ۾ مرزا هندال مهراڻ ٽپي قنڌار وڃڻ جي ارادي سان روهڙيءَ وٽ پهتو هو. همايون پنهنجي والده کي ڏسڻ جي ارادي سان مرزا هندال جي منزل گاهہ تي پهتو. والده سان ملاقات

ڪرڻ وقت سندس نظر حميده بانو بيگم تي پئجي ويئي، جا حضرت احمد جام زنده پير جي اولاد مان هئي.[1] نظر پوڻ سان همايون جي دل ديواني ٿي پيئي، مگر حميده بانو بيگم جي خاندان سان مغليہ شاهي خاندان کي عقيدت منديءَ جو رستو هو ان ڪري چاليهن ڏينهن تائين ڇڪتاڻ رهي، آخر حميده بيگم بانو شادي ڪرڻ تي راضي ٿي. مرزا هندال ان وقت پاٽ جي شهر ۾ هو. هي شهر دادو ضلعي ۾ مهراڻ جي ڪپ ڪان ويهن ميلن جي مفاصلي تي اولهندي طرف هو.

جمادي الاول مهيني جي سومر ڏينهن ٻن پهرن جو سنہ 948هہ ۾ همايون جو نڪاح حميده بانوءَ سان مير ابوالبقاءَ پڙهيو جنهن کي همايون ٻہ لک رپيا ڏنا. ٽن ڏينهن تائين پاٽ ۾ قيام فرمائڻ کان پوءِ همايون ٻيڙين تي چڙهي بکر پهتو. مرزا هندال، يادگار ناصر کي همايون وٽ ڇڏي، قنڌار ڏانهن روانو ٿيو. همايون پاڻ بہ پوءِ سيوهڻ ڏانهن روانو ٿيو.

همايون جڏهن لاهور کان نڪتو هو ان وقت سندس فوج ۾ نوڪرن جو تعداد ويهہ لک هو جن مان گهڻا بک جي وگهي تنگ ٿي کيس ڇڏي هليا ويا، مگر جيڪي وفادار يا جان نثار هئا، سي هجر حال ۾ آقا سان شريڪ ۽ مددگار هئا. سيوهڻ جي مضبوط قلعي تي مير علي ڪوتوال هو، جو اڳ همايون وٽ نوڪر هو. همايون کي پڪ هئي تہ مير علي قلعي جو در پٽيندو، پر هو اٿلندو قلعي تي توبون چاڙهي، مقابلو ڪرڻ لڳو. همايون جي فوج خندقن جي وسيلي مقابلو ڪندي قلعي جو هڪڙو برج ڪيرائي وڌو، مگر قلعي تي قبضو ڪرڻ مشڪل ڪم هو. ٻئي طرف ان مهانگائيءَ سبب همايون جا ماڻهو ڀڄڻ لڳا، جن کي مرزا شاهہ حسن گرفتار ڪرائي ٻيڙيون پرائي سمنڊ ۾ ٻوڙائڻ لڳو. اٽڪل ڏهہ هزار همايون جا ماڻهو اهڙيءَ طرح مرزا ارغون سمنڊ ۾ ٻوڙايا. همايون اٽڪل ست مهينا سيوهڻ ۾ رهيو. سندس لشڪر گهٽو گهٽجي ويو. مرزا شاهہ حسن ٻيڙين تي توبون رکائي ٺٽي کان سيوهڻ پهتو. همايون جي ٻيڙي ۽ سامان کي ڦرڻ کان پوءِ ان معزول شهنشاهہ کي سيوهڻ مان نڪري وڃڻ لاءِ چوائي مڪو.

---

1 _ ابوالحسن ابونصر حضرت احمد جام زنده پير اويسي سنہ 441هہ (1049ع) ۾ شهر جام ۾ تولد ٿيو ۽ پنهنجي وقت جو قطب ٿي گذريو. اٽڪل ٽي سؤ ڪتاب علم توحيد، معرفت، اسرار ۽ حڪمت تي تصنيف ڪيائين. اٽڪل ڇهن لکن ماڻهن سندن هٿ تي توبہ ڪئي. حضرت ابوالخير ابو سعيد وٽ حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو خرقو جنهن کي ٻارنهن اوليائن پاتو هو اهو خرقو حضرت ابو سعيد جي وصيت موجب، سؤ سالن کان پوءِ ابو سعيد جي پٽ شيخ ابي طاهر، حضرت احمد جام جي حوالي ڪيو هو. سنہ 536هہ (1141ع) ۾ وفات ڪيائين. سندس تربت جام ۾ آهي.

همايون بکر ڇڏڻ وقت مرزا يادگار ناصر کي پنهنجي طرفان قائم مقام ڪري ويو هو. همايون جي غير حاضري ۾ مرزا شاهہ حسن يادگار ناصر کي چوائي مڪو تہ "جيڪڏهن تون همايون کي بکر کان پڄائي ڪڍندين. تہ آءٌ توکي بکر حوالي ڪرڻ سميت پنهنجي ڌيءُ جو بہ توسان نڪاح ڪرائيندس." همايون سيوهڻ کان جڏهن بکر پهتو تڏهن مرزا يادگار ناصر ساڻس جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿيو. همايون پهريائين مکي ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيو پر پوءِ جوڌپور جي راجا مالديو جو وعدو ڪيس ياد آيو. جنهن معزول شهنشاهہ کي مدد ڏيڻ جو انجام ڪيو هو. تنهن ڪري همايون بکر جي پڇر ڇڏي پهريان ڏراور جي قلعي تي قبضو ڪيو. هتي گاهہ ۽ داڻي جي تنگي محسوس ڪري، جيسلمير ڏانهن روانو ٿيو. اتي جي راجا سان جنگ ڪيائين. راجا شڪست کاڌي پر همايون جا گهڻا جان نثار مئا ۽ زخمي ٿيا.

جيسلمير کان سٺ ڪوهہ هڪڙي ڏينهن ۾ ڪرڻ کان پوءِ همايون ساتلمير پهتو پر هتي جا راجپوت کيس تنگ ڪرڻ لڳا. هتان مالديو جي ڦلودي پرڳڻي ۾ پهتو. راجا مالديو وٽس هڪڙي زره ۽ هڪڙو اُٺ اشرفين سان پيريل روانو ڪري، بيڪانير جو علائقو همايون کي ڏيڻو ڪيو. مگر مالديو جي دل ۾ دغا هئي، وٽس شيرشاهہ سوريءَ جو ايلچي پهتو هو. هو شهنشاهہ کي گرفتار ڪرائڻ جي فڪر ۾ هو. مٿين خبر همايون کي بلا سرخ راجا جي ڪتابدار پهچائي، جو اڳ همايون جي شاهي ڪتب خاني جو محافظ هو ۽ هينئر راجا مالديو وٽ نوڪر هو.

ساڳئي وقت آنگ خان، راجا جا بہ جاسوس گرفتار ڪيا. ايتري ۾ همايونءَ کي اها خبر پهتي تہ راجا مالديو لشڪر سميت ڪاهيندو اچي ٿو پوءِ همايون جلد تياري ڪري، راجا جي پهچڻ کان اڳ سنڌ جي شهر عمرڪوٽ ۾ ڏهين جمادي الاول 949هہ تي سلامتيءَ سان پهتو. سندس لشڪر راجا مالديو جي لشڪر کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. عمرڪوٽ جي راڻي همايون جو استقبال ڪري، شاهي حرم کي قلعي اندر عمدين عمارتن ۾ ويهاري، باقي همراهن کي قلعي جي ٻاهر قيام ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني. عمرڪوٽ ۾ سستائي هئي، في رپئي چار ٻڪريون وڪامنديون هيون. عمرڪوٽ جي راڻي بہ بادشاهہ جي خدمت ۾ چوپايو مال ۽ تحفا پيش ڪيا. همايون پنهنجي اميرن مان تردي بيگ کان آسي هزار اشرفيون قرض ڪڍي، سوڍي راڻي ۽ سندس پٽن کي هٿيار ۽ خلعتون عنايت ڪيون. راڻي ٽي هزار جرار لشڪر معزول شهنشاهہ کي پيش ڪري خدمت ڪرڻ ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪئي.

حميده بانو بيگم انهن ڏينهن ۾ حامله هئي، همايون خواجه معظم کي شاهي حرم مٿان نگراني ڪرڻ تي مامور ڪري، پاڻ سوارن جو دستو وٺي بکر ڏانهن روانو ٿيو. بادشاه جي روانگي ٿيڻ کان پوءِ ٽئين ڏينهن، 4 رجب 949ه (15 آڪٽوبر 1542ع) آچر ڏينهن صبح جو حميده بانو بيگم کي فرزند تولد ٿيو جو اڳتي هلي جلال الدين محمد اڪبر اعظم جي نالي سان دنيا ۾ مشهور ٿيو. ان وقت همايون عمرڪوٽ کان 15 ميلن جي مفاصلي تي هو. تردي محمد خان بادشاه کي خوشخبري پهچائي.

همايون وٽ ان وقت عمرڪوٽ جي راڻي جي مدد سان ڏهه هزار لشڪر هو اهي سورمه ۽ سنيچه قبيلن جا سپاهي هئا. جي راڻي جي ترغيب سان همايوني فوج ۾ ڀرتي ٿيا هئا. جون جي شهر ۾ پهچي اُتي جي مشهور "باغ آئينه" ۾ جو نهايت پرفزا هنڌ هو منزل هٽي، اردگرد وارا ڳوٺ همايون پنهنجي عملدارن کي جاگير ڪري ڏنا. مرزا شاه حسن پاران هتي جيڪو عملدار رهندو هو، سو همايون جي خوف کان ڀڄي ويو. ٿٽو جون کان ڇهن ڏينهن جي پنڌ تي هو. همايون پنهنجي حرم ۽ ماڻهن کي عمرڪوٽ کان گهرائي، ڪي مهينا هت رهڻ لڳو. ان وقت شهزادي اڪبر جي عمر ڇهه مهينا هئي.

نومبر سنه 1553ع ۾ چاچڪن (بدين) وٽ همايون جي لشڪر ۽ مرزا شاه حسن جي لشڪر ۾ وڏي جنگ لڳي. ان جنگ ۾ همايون جي عملدارن مان شيخ علي بيگ پنهنجن ماڻهن سميت مارجي ويو ۽ مظفر بيگ ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. خالد بيگ وڃي ارغونن سان گڏيو. مرزا شاه حسن ٻيڙين تي لشڪر چاڙهي جون پهتو. هر روز ارغونن جي همايون جي ماڻهن سان جنگ لڳندي هئي. همايون جي طرف جا گهڻا ماڻهو ارغونن هٿان مارجي ويا ۽ ڪي شاه حسن ڏانهن ڀڄي ويا. ان وقت خبر پهتي ته بيرم خان خانان گجرات کان چاچڪن ۾ پهتو آهي. مرزا شاه حسن بيرم خان کي گرفتار ڪرڻ لاءِ گهڻا وس ڪيا، پر هو سلامتيءَ سان اچي بادشاه کي گڏيو. سنه 1541ع ۾ مرزا هندال قنڌار پهتو هو. مرزا عسڪري ۽ مرزا ڪامران، ان وقت غزنيءَ ۾ هئا. مرزا ڪامران جي اها مرضي هئي ته مرزا هندال کي قنڌار مان لوڏي ڪڍجي. اها هئي ڀائرن جي نااتفاقي، جڏهن همايون مصيبتن ۾ مبتلا هو. ڀائرن جي اها مرضي هئي ته همايون جي نالي خطبو نه پڙهيو وڃي، حالانڪ فردوس مڪاني بابر، همايون کي جيئري وليعهد مقرر ڪري ويو هو.

ان وچ ۾ مرزا شاه حسن، همايون کي سنڌ ڇڏڻ لاءِ صلاح ڏني، جا همايون قبول ڪئي. سوال هو ته همايون وٽ مسافري ڪرڻ لاءِ اُٺ هئا، نه وهٽ.

مرزا شاھ حسن ھمايون ڏانهن ھڪ هزار اُٺ روانا ڪيا. اُٺ بلڪل وحشي ۽ جهنگلي هئا، گويا انهن ڪڏهن انسان جي شڪل بہ ڪانہ ڏٺي هئي. ٻڌل سامان سوارن سميت ڪيرائي جهنگ ڏانهن ڀڄي تي ويا. هزارھ مشڪلات کان پوءِ ھمايون سيويءَ پهتو مگر مرزا شاھ حسن جي عملدار اتي جي قلعي جا در بادشاھ لاءِ بند ڪيا. مرزا ڪامران ۽ مرزا عسڪري، ھمايون کي گرفتار ڪرڻ لاءِ بلوچن کي رشوتون آڇيون، مگر بلوچ سردارن معزول شهنشاھ سان وفادار رهي، ڪيس هرڪا سهوليت ڏني ۽ ھمايون شال ۽ مستونگ جا علائقا ۽ ڪي جواهر لؤنگ خان بلوچ کي مرحمت ڪيا. جنهن جي نگرانيءَ هيٺ هو سلامتيءَ سان گرم سيل جي رستي کان ايران جي حد ۾ پهتو.[1]

امير تيمور جو شاھ صفوي اردبيليءَ سان عقيدت منديءَ جو رستو هو. وري محمد خان شيبانيءَ سان جنگين ڪرڻ وقت جڏهن بابر جي ڀيڻ کي محمد خان شيبانيءَ قيد ڪيو هو جنهن کي شاھ اسماعيل صفويءَ شيباني کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ آزاد ڪري ڪمال عزت سان بابر جي حوالي ڪيو هو. ھمايون جي ايران پهچڻ وقت شاھ طهماسپ صفوي ايران جو شهنشاھ هو جنهن ھمايون جي عزت افزائي ۽ مهماني ڪئي. پوءِ ھمايون کي ايراني لشڪر ڏيئي، هندستان ڏانهن روانو ڪيائين.

ھمايون ايراني لشڪر جي مدد سان سنہ 1547ع ۾ ڪامران ۽ عسڪريءَ کان ڪابل ۽ قنڌار فتح ڪيا. شير شاھ سوريءَ جا پويان بلڪل ڪمزور ۽ عياش هئا. سڪندر شاھ سوريءَ جي ڏينهن ۾ دهليءَ جي حڪومت پرڳڻن ۾ ورهايل هئي. مرڪزي حڪومت جون حقيقي واڳون هيمون نالي هڪڙي هندو بقال جي هٿ ۾ هيون. ھمايون جڏهن لاهور فتح ڪيو ان وقت رندن جو سردار مير چاڪر خان بن شهڪ بلوچي قبائلي لشڪر سان اچي شهنشاھ کي گڏيو.[2]

سنہ 962ھ (1555ع) ۾ سرهند جي جنگ ۾ سڪندر شاھ سوري مال ۽ خزانا ڇڏي ڪري شڪست کائي ڀڄي ويو.[3] ھمايون ٻيهر دهلي ۽ آگري تي قبضو ڪيو ۽ بلوچن کي دوآبہ باري (لاهور) کان وٺي سمنڊ تائين جاگيرون عنايت ڪيائين. مير چاڪر خان رند کي لاهور کان وٺي ملتان تائين علائقو

---

1 -W Erskine: Babar and Hamayun Vol. II, P. 327.

M. Elphinstone: History of India, CHP. IV, P 467, London, 1847.

2 - L. Dames: Popular Poetry of the Baluchs, "Expedition to Delhi" PP. 32-33.

3_ دربار اڪبري: مولانا محمد حسين آزاد، ذڪر هيمون بقال.

مليو. ستت ميرچاڪر خان رند وفات ڪئي، سندس مقبرو منٽگمري ضلعي جي ستگهرا ڳوٺ ۾ قائم آهي. سندس پٽ مير شهزاد خان پنهنجو تختگاهه

## مغل فرمانروائن جو شجرو



ياڳل پور کي مقرر ڪيو جو ملتان جي ويجهو هو. پنجاب ۾ رندن جي رياست سنہ 1810ع ۾ رنجيت سنگهہ جي زماني تائين قائم رهي هئي.[1]

## مغلن جي ڏينهن ۾ بلوچي قبيلن جون بينڪون:

**رند:** ڪڇيءَ ۾ شوران سندن رياست آهي. مڪران کان وٺي پنجاب، سنڌ ۽ راجپوتانا تائين پکڙيل آهن. سندن منتگمري واريءَ رياست تي 1810ع ۾ رنجيت سنگهہ قبضو ڪيو.

**ڊومڪي:** ڪڇيءَ ۾ لهڙي سندن رياست آهي. سنہ 1845ع تائين اپر سنڌ ۾ ڦريون ڪندا رهيا.

**بليدي:** هوتن کان بو سعيد بليدي مڪران فتح ڪيو هو. ڪڇيءَ ۾ ناڙي کان وٺي بارکان تائين سندن رياست قائم تي. پوءِ گرگيجن ۽ بگٽين کان شڪست کائي، اپر سنڌ ۾ بلدڪو رياست قائم ڪيائون، جنهن جو صدر مڪان جهل هو. هيءَ رياست 1857ع تائين قائم رهي.[2]

**جتوئي:** ڪڇيءَ ۾ پنڙ سندن رياست هئي، پوءِ سنڌ ۾ شڪارپور کان لاڙڪاڻي تائين جتوئڪو رياست قائم ڪيائون، جا 1857ع تائين قائم رهي. مهدوي فرقي جا پابند هئا.

**مگسي:** ڪڇيءَ ۾ جهل سندن رياست آهي. پنجاب ۽ سنڌ ۾ بہ سندن جاگيرون هيون.

**چلگري:** پهريان هرنائي جبل تي رهندا هئا. پوءِ ڪڇيءَ ۾ چل گري ڳوٺ ٻڌي، هڪڙي ننڍڙي رياست قائم ڪيائون.

**چانڊيا:** پهريان ناڙيءَ تي سندن رياست هئي، پوءِ سنڌ جي اتر اولهندي ۾ چانڊڪا رياست قائم ڪيائون. پنجاب ۽ سنڌ ۾ بہ سندن جاگيرون هيون. هينئر بہ ٿر تائين پکڙيل آهن.[3]

---

1 - M.L. Dames: Papular Poetry of the Baloch. PP. 32-33. R. Hughes-Buller: Makran, Population, The Rinds, P-100. Lepal Griftin SIR: Rulers of India, Ranjit Singh, P-200, Oxford, 1823.

نوٽ: ايران جا صفويہ فرمانروا دهليءَ جي مغل شهنشاهن جا همعصر هئا. سندن نالن جي فهرست هيٺ هن ريت آهي:

1_ سيد اسماعيل صفوي بن سلطان حيدر بن شيخ جنيد 908هہ 2_ طهماسپ بن اسماعيل 932هہ 3_ اسماعيل ثاني بن طهماسپ 983هہ 4_ محمود خدابنده بن طهماسپ 985هہ 5_ عباس بن خدابنده 999هہ 6_ شاهہ صفوي بن صفي مرزا 1039هہ 7_ عباس ثاني بن شاهہ صفي 1053هہ 9_ صفي ثالث بن سليمان 1106هہ ۽ 10_ طهماسپ ثاني بن سلطان حسين 1135هہ سندن تختگاهہ اصفهان هو.

2 _ سن 1901ع جي آدم شماريءَ جي رپورٽ موجب سنڌ ۾ حاجي زئي بليدين جو تعداد 75 هزار هو.

3 _ چانڊڪو پرڳڻو چانڊين، ماڇين کان فتح ڪيو هو.

**کوسا:** مڪران، صوبي سرحد، هانسي، حصا، ڪاڏل، پٽ نير، ٿرپارڪر کان سابرمتيءَ تائين پکڙجي ويا. همايون کين سون مياڻي جاگير ڏني هئي.

**مري:** سمن جي ارغونن کان شڪست کائڻ کان پوءِ مرين ڪاهان ۾ رياست قائم ڪئي.

**بگٽي:** اُتر سنڌ جي ٽڪرين ۾ ديرو بگٽي رياست قائم ڪيائون. 1845ع تائين اپر سنڌ ۾ ڦريون ڪندا رهيا. سر چارلس نيپئر بگٽين کي سنڌ جا پنڌاري سڏيندو هو.

**نوحاڻي:** مير عمر خان نوحاڻي ڪڇيءَ جي اوپرندي ۾ نوحاڻين جي رياست قائم ڪئي هئي، جا 1628ع ۾ شاهجهان جي ڏينهن تائين قائم رهي هئي.

**ٽالپر:** همايون ٽالپرن کي سنڌ ساگر دوآبه ۾ جاگير ڏني هئي، سندن تختگاهه ماڙيِ اِنڊس هو. پوءِ مزارين ۽ مگسين طرفان چانڊين سان جنگين ڪرڻ سبب مزارچه علائقي ۾ لڏي ويا.

**مزاري:** اُباوڙي ۽ ڪشمور کان وٺي ديري غازي خان تائين، مزارچه رياست قائم ڪيائون. روجهاڻ سندن تختگاهه آهي. ٽالپرن جي صاحبيءَ جي زماني ۾ سهراباڻي سرڪار جي ماتحت هئا.

**لغاري:** ڪورادري کان سخي سرور تائين رياست قائم ڪيائون. چوٽي سندن تختگاهه آهي.

**دريشڪ:** پتوڪ ۽ مسوري لَڪن کان وٺي درياءَ سنڌ تائين، رياست قائم ڪيائون. پوءِ جاتن سانَ ساندهه جنگين جي ڪري سندن زور گهٽجي ويو.

**سوري لنڊ:** صوبي سرحد ۾ سوري نديءَ وارن افغانن کي ٽڙي رياست قائم ڪئي هئائون.

**ٽبي لنڊ:** ٽبي لنڊ معنيٰ ڏکڻ وارا لنڊ. جن گٽي ۽ غپني ندين واري رياست قائم ڪئي هئي.

**گورچاڻي:** داجل کان وٺي درا جبل تائين گورچاڻين جي رياست هئي.

**قيصراڻي:** ديري غازي خان جي اُتر کان وٺي سنڌو نديءَ تائين قيصراڻين جي رياست هئي.

**کيتراڻي:** ڪڇيءَ کان وٺي بارکان تائين سندن رياست هئي. پوءِ سليمان جبل جي اولهندي ۾ بينڪ قائم ڪيائون.

**بزدار:** همايون بزدارن کي سنگهڙ نديءَ وارو علائقو جاگير طور ڏنو هو.

**پتافي:** ديري غازي خان ۾ مظفر ڳڙهہ ۾ سندن رياست هئي، لنڊ پتافي سندن تختگاهہ هو.

**جروار:** غزني مريءَ واري شاخ آهن. لوني ۾ موسيٰ خيل افغانن کي تڙي ويهڪ قائم ڪيائون.

**نتڪاڻي:** همايون جي ڏينهن ۾ سنگهڙ نديءَ تي مهوئي ۾ منگهر وٽا قلعا تعمير ڪري، ويهڪ قائم ڪيائون.

**مرراڻي:** دودائي مراڻين ٽن صدين تائين ديره جات تي حڪومت ڪئي. ديرو غازي خان، ديرو اسماعيل خان، کينجر، مظفر ڳڙهہ، حاجي پور، عالم خان، سنجر آباد، دائود ڪوٽ، گدائي آباد، ليئها، ڪوٽ سلطان، ڪوٽ عادو شهر تعمير ڪرايائون، جي سندن يادگار آهن.

**گوپانگ:** ضلعي مظفر ڳڙهہ ۾ سندن سرداري قائم ٿي، پوءِ سنڌ ۾ لاڙ تائين پکڙجي ويا.

**گرماڻي:** 1450ع ۾ لوڏين کان سيتپور کسي متس علي پور نالو رکيائون، پوءِ جاٽن سان گڏجي ويا.

**چانگ:** پهريان صوبي سرحد ۾ رهندا هئا، پوءِ فوجي خدمتن ڪري سنڌ ۾ جاگيردار بڻجي ويا.

**گبول:** بليدين کان بار ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪيائون.

**ڪلوئي:** همايون جي ڏينهن ۾ سنگهڙ نديءَ جي اترئين حصي ۾ ويهڪ جوڙي وينا.

**قره:** همايون کين بکر ۾ سکر جي اُتر اولهندي واريون ٽڪريون جاگير ڏنيون. سرحدي بلوچن سان گڏجي سنڌونديءَ جي اُوپرندي ڪناري وارن شهرن کي ڦريندا هئا.

**جکراڻي:** ڊومڪين سان گڏجي اپر سنڌ ۾ ڦريون ڪندا هئا. انگريزن جکراڻين کي زمينون ڏيئي ماٺ ڪرايو.

**جمالي:** مرين، ڊومڪين سان گڏجي ڦريون ڪندا هئا، ٽالپرن سندن سرداري قائم رکي ۽ انگريزن کين زمينون ڏنيون.[1]

ڇاڻايل فهرست مان اوهين معلوم ڪري سگهندا تہ دوآبہ باري کان وٺي مڪران جي الهندي ڙاريءَ حد ۾ گجرات تائين جيڪي بہ نديون، ٽڪريون، ميدان ۽ جابلو لڪ هئا، سي بلوچن جي قبضي هيٺ هئا. انهن جيڪي قلعا

1 -Frontier and Overseas Expedition from India, Derajat.

تاريخ بلوچيان: سردار غلام رسول خان قرائي.

تعمير ڪيا، اتان لنگهندڙ تجارتي قافلن کان سنڌن سردار محصول وصول ڪندا هئا: نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ ڦرلٽ ڪندا هئا. لٽ مار جي اسباب جو پنجون حصو پنهنجن سردارن کي پيش ڪندا هئا. بلوچ فطرتا هڪ جنگجو قوم آهي. برهمڻ راجائن، ايراني ڪسرائن، عربن، ترڪن، افغانن، لانگاهہ ۽ مغل سلاطين: جن جن بلوچستان، خراسان يا سنڌ تي حڪومت ڪئي، تن ڪائن فوجي امداد حاصل ڪرڻ لاءِ ساڻن دوستي رکي. سنڌن قبيلن کي جاگيرون ڏنائون،ان لاءِ تہ سرحد تي امن امان رهي.

گهوڙن جي واپار ڪري بلوچن کي سلاطين جي دربار ۾ عزت هئي. عباسي دؤر ۾ مامون جو زمانو عباسي خلافت جي اوج جو زمانو هو مگر ڪرمان وارا 4200,000 درهم، پنج سؤ يمني ڪپڙي جا ٿان ۽ 20,000 رطل کجور سالياني خراج ۾ دارالخلافة کي ڀريندا هئا. مڪران وارا چار لک درهم ٽي سؤ ڪپڙي جا ٿان ۽ ويهہ رطل فانيذ حلوو ڀريندا هئا.[1] اڪبر اعظم جي زماني ۾ شال ۽ سراوان جا علائقا قنڌار سرڪار جي ماتحت هئا. ڪڇي ۽ سيوي، بکر سرڪار جي ماتحت هئا. بلوچ سالياني خراج ۾ ڏيڍ لک رپيا، 4,750 گهوڙي سوار 6,400 پيادا سپاهي ڏيندا هئا، نقد ناڻي نہ هئڻ وقت خراج ۾ جنس ادا ڪندا هئا.[2]

## سنڌ تي ترخانن جي حڪومت:

سنہ 927هہ (1548ع) ۾ مرزا شاهہ حسن ارغون لا ولد انتقال ڪيو.[3] سندس جنازو مڪي شريف ڏانهن موڪليو ويو. هو پيءُ وانگر وڏو عالم ۽ سخن فهم شاعر ٿي گذريو. سندس تخلص 'سپاهي' هو. هن ساري زندگيءَ ۾ جنگ جي ميدان ۾ ڪڏهن شڪست نہ کاڌي هئي. سندس بيوه راڻيءَ سان مرزا عيسيٰ خان ترخان شادي ڪئي هئي. ماهہ بيگم جو هي ٽيون نڪاح هو. سندس پهرين شادي بابر بادشاهہ پنهنجي رضاعي ڀاءُ امير قاسم سان ڪرائي هئي، جنهن مان ماهہ بيگم کي ناهيد بيگم نالي هڪڙي ڌيءَ ڄائي هئي. تنهن

---

1 _ المامون: شبلي، تاريخ الامت: حافظ محمد اسلم جيراج پوري جلد_4، ص_170، دهلي.
2 - R. Hughes-Buller: Imp. Gazetteer of India, Vol. Baluchistan, Revenue, PP. 68-69.

3_ مرزا شاهہ حسن جي ڌيءَ ماه چوچڪ بيگم مرزا ڪامران سان شادي ڪئي هئي. مرزا ڪامران کي ماهہ چوچڪ جي بطن مان چار ڌيئرون ۽ ٻہ پٽ هئا: بخت نساء بيگم، سڪينہ بانو آمنہ بانو بيگم، (چوٿينءَ جو نالو ڏنل ڪونهي)، محمد حڪيم مرزا ۽ فرخ فال مرزا، پويون 1554ع ۾ ڄائو هو. همايون، مرزا ڪامران جون اکيون ڪڍايون هيون. پوءِ هو پنهنجي سهري شاهہ حسن وٽ ٺٽي ۾ رهڻ لڳو. هن ٽي دفعا حج ڪيو. سنہ 961_962هہ ٽيون دفعو سنہ 964هہ (1557ع) منيٰ ۾ وفات ڪئي. همايون نامہ: گلبدن بيگم ص_109/108.

ڪان پوءِ ماهہ بيگم ڪابل ڇڏي پنهنجي چاچي شاهہ بيگ وٽ ٺٽي ۾ رهڻ لڳي. امير قاسم جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي سؤٽ مرزا شاهہ حسن سان شادي ڪئي هئائين. ناهيد بيگم جڏهن سن شعور کي پهتي، تڏهن سندس نڪاح اڪبر دربار جي هڪڙي امير محب عليءَ سان ٿيو.

## ترخانن جو شجرو:

مرزا عيسيٰ جي پيءُ امير عبدالعليءَ کي امير ذوالنون بيگ ارغون، ساغر ۽ تولڪ پرڳڻن مٿان پنهنجو داروغو مقرر ڪيو هو. مرزا عيسيٰ جو شجرو هن ريت آهي: مرزا عيسيٰ بن عبدالعلي بن عبدالخالق. شڪل بيگ ترخان جي نسل مان هو. شڪل بيگ جو والد، ايڪوتمر، هڪڙيءَ جنگ ۾ امير تيمور پاران وڙهندي مارجي ويو هو. سندس مرڻ کان پوءِ امير تيمور شڪل بيگ جي پرورش ڪري، ان کي "ترخان" جو لقب ڏنو هو. شڪل بيگ جي نسب جو سلسلو چوٿينءَ پيڙهيءَ ۾ ارغون خان بن اباقا آن خان بن هلاڪو بن طولي بن چنگيز سان گڏجي ٿو.

## مرزا عيسيٰ ترخان:

مرزا شاهہ حسن جي وفات کان پوءِ سنڌ بن حصن ۾ ورهائجي ويئي. سمنڊ کان وٺي لڪيءَ جي جبلن تائين ملڪ مرزا عيسيٰ ترخان جي هٿ هيٺ اچي ويو ۽ سيوهڻ کان اباوڙي تائين مٿيون حصو سلطان محمود بن امير فاضل ڪوڪلتاش جي هٿ هيٺ رهيو. مرزا عيسيٰ ترخان، شاهہ بيگ ارغون جو تجربيڪار امير هو. سندس صاحبيءَ جي ڏينهن ۾ حڪومت جي حدن اندر امن امان هو. سندس ملڪي انتظام اعليٰ پيماني تي هو. ارغون توڙي ترخان امير ڪائنس راضي هئا. ارغونن لاءِ هن وظيفا مقرر ڪري، سندن دلجوئي ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانہ ڇڏي هئي.

يورپ جي سفيد فام قومن مان پورچوگيز پهرين قوم هئي، جنهن هندستان جي سمنڊن تي قبضو ڄمائي، لٽ مار ۽ غارتگريءَ جو پيشو اختيار ڪيو هو. اڳ مشرقي دنيا جون قيمتي شيون، خشڪيءَ رستي شام ۽ مصر جي بندرن کان وينس ۽ جينيوا جي واپارين جي جهازن معرفت يورپ جي ملڪن تائين پهچنديون هيون، مگر سنہ 1453ع ۾ عثماني ترڪن جي قسطنطنيہ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، ڄاڻايل تجارتي رستا بند ٿي ويا. ان ڪري يورپي قومن سمنڊن جي رستي هندستان پهچڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي.

سنہ 1498ع ۾ پورچوگيزن جو هڪڙو اميرالبحر واسڪوڊيگاما، آفريڪا جي چوگرد ڦري هندستان جي اولهندي ڪناري تي ڪاليڪٽ پهتو.[1] 1508ع ۾ آلبڪرڪ ايراني نار تي هرمز بيٽ تي قبضو ڪيو. اڳ ايراني نار ۽ هندي وڏي سمنڊ جو واپار عرب جهازرانن جي قبضي هيٺ هو مگر پورچوگيزن جي اچڻ ڪري سمورا سمنڊ جا رستا موزئمبڪ، عدن ۽ ايراني نار سميت فرنگي سفاڪن جي هٿ چڙهي ويا. حقيقت ۾ اسلامي تهذيب ۽ ايشيا وارن جو سياسي زوال بہ هجري ڏهين صديءَ ڌاري شروع ٿيو. پورچوگيزن کي روڪڻ لاءِ گجرات، بيجاپور ۽ مصر جي مملوڪ سلاطين جي گڏيل ٻيڙي پورچوگيزن سان مقابلو ڪيو پر اسلامي ٻيڙي شڪست کاڌي.[2]

هندستان جي اولهندي ڪناري تي گوئا پورچوگيزن جو تختگاهہ مقرر ٿيو.[3] سنڌن قوت ايتري قدر مضبوط ٿي ويئي، جو ايران جي شهنشاهہ شاهہ اسماعيل صفويءَ کي فرنگي جي اقتدار کي تسليم ڪرڻو پيو. آفريڪا کان وٺي جزائرالشرق، باب المبذب ۽ ايراني نار تائين جيڪي بہ تجارتي بندر هئا، تن تي پورچوگيزن جو قبضو ٿي ويو. پورچوگيز دغاباز هئا. بهادر شاهہ بن محمود اول، جو 932هہ ۾ گجرات جي تخت تي ويٺو تنهن جي سپہ سالار رومي خان، سازش ڪري همايون کي گجرات تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ دعوت ڏيئي گهرايو. بهادر شاهہ پورچوگيز غدارن کي مدد ڏيڻ لاءِ گهرايو جن جي هٿان 943هہ ۾ اُلٽو بهادر شاهہ پاڻ شهيد ٿي ويو ۽ پورچوگيزن گجرات جي بندر ڊيو تي قبضو ڪيو جو سنڌ کي ويجهو هو.[4] لٽ مار قتل ۽ غارتگريءَ کان سواءِ

---

1_ مشهور عالم قطب الدين نهروالي جنهن شاهان گجرات پاران مڪي ۾ مدرسو قائم ڪيو هو سو پنهنجن ٻن تاريخن 'الاعلام باعلام بيت الله الحرام' جا مڪي جي تاريخ آهي ۽ ڪتاب، 'البرق اليماني في الفتح العثماني' ۾ جا ترڪن جي يمن فتح ڪرڻ جي تاريخ آهي، تن ۾ لکي ٿو تہ هجري ڏهين صديءَ ۾ هڪڙي عرب اميرالبحر احمد بن ماجد، جو سمنڊن مان واقف هو نشي جي حالت ۾ واسڪوڊيگاما کي هندستان جو رستو ڏيکاريو هو.

2_ مصر تي مملوڪ سلطانن اڍائي سؤ ورهيہ حڪومت ڪئي. حجاز ۽ حرمين شريفين جي حفاظت جو ڪم سنڌن سپرد هو منجهانئن سلطان قانصو غوري پويون مملوڪ فرمانروا هو جنهن کان سلطان سليم خان پهرين سنہ 922هہ (1517ع) ۾ مصر فتح ڪيو هو. تاريخ دولت عثمانيہ: محمد عزيز، جلد_1، ص_198_199.

3 - M. Elphinstone: The Rise of British Power in the East, CHP. I, London, 1887.

4 _ ياد_ ايام مولانا حڪيم سيد عبدالحي، ص 14، لکنؤ.

نوٽ: عيسوي 15 صديءَ ۾ بہ مکيہ واقع اٿيا، پهريون سنہ 1492ع ۾ ڪولمبس نئين دنيا، آمريڪا، ڳولي لڌي، ٻيو واسڪوڊيگاما 1498ع ۾ آفريڪا جي چوگرد ڦري هندستان جو رستو ڳولي لڌو.

پورچوگيز ڪجهه به نه ڄاڻندا هئا. سنڌن ڪافر ماجرائن جو احوال شيخ زين الدين ملبار جي تاريخ 'تحفة المجاهدين' ۾ ڏنو آهي. هڪڙو پورچوگيز مؤرخ الفنسوڊي سوزا پنهنجي قوم جي سفاڪين بابت هن ريت لکي ٿو:

"پورچوگيزن هندستان جي ڪناري تي هڪڙي هٿ ۾ ترار ۽ ٻئي هٿ تي ظلم ڪٺي پيير رکيو. مشرق جي آڻ ڪٺ دولت کي ڏسي سنڌن حواس خطا ٿي ويا. انسانن کي قرڻ ۽ شهرن کي ساڙڻ ۾ بنهه درندا بنجي ويا. ليڪن دولت ايتري قدر اڪيچار هئي جو ترار ڦٽي ڪري سون ۽ چاندي ميڙڻ لڳا. آخر اهڙي ئي حرص ۽ هوس واريون ٻيون مغربي قومون مٿن غالب پئجي ويون."

گذريل ڪنهن باب ۾ لکي چڪا آهيون ته ميدن کان پوءِ ڪلمتي بلوچن جهازرانيءَ ۾ چڱو نالو ڪڍيو هو. ڪلمتي ايراني نار کان سواءِ ملبار تائين جهازراني ڪندا هئا. گوادر ۽ ڪلمت سنڌن به مکيه بحري مرڪز هئا. ان کان سواءِ راس العربا وٽ سمنڊ مان سچا موتي به ڪڍندا هئا. ٻنگي اسماعيل ناخدا پهريون ڪلمتي اميرالبحر ٿي گذريو جنهن جو مقبرو گوادر جي اولهندي ۾ آهي. ڪتبي تي سال 873هه (1468ع) لکيل آهي. ڪانئس پوءِ حمل جيهاند ڪلمتي مشهور اميرلبحر ٿي گذريو جنهن گوادر ۽ پسنيءَ جي ٻن معرڪن ۾ پورچوگيزن کي شڪستون ڏيئي نالو ڪڍيو. پورچوگيز بحري جنگين ۾ گوادر ۽ پسنيءَ جي بندرن کي ساڙي ڇڏڻ ۾ ڪامياب ٿيا. مگر مڪران جا اندروني شهر سنڌن غارتگريءَ کان بچي ويا.[1]

مرزا عيسيٰ خان ترخان جي جيئري سنڌس ٻن پٽن مرزا محمد باقي ۽ مرزا محمد صالح جو پاڻ ۾ تڪرار جاڳيو. مرزا باقي پهرين گجرات ڏي ڀڄي ويو پوءِ بکر جي حاڪم محمود ڪوڪلتاش وٽ وڃي پناهه گزين ٿيو. مرزا عيسيٰ ترخان جي مرضي هئي ته هو سلطان محمود سان روبرو ملاقات ڪري ۽ مرزا محمد باقيءَ کي پنهنجو وليعهد مقرر ڪري. مگر ان کان اڳ سلطان محمود خلاف مرزا عيسيٰ ديو جي پورچوگيز حاڪم کان مدد گهري هئي ۽ ان وچ ۾ هو پاڻ سلطان محمود سان گڏجڻ ۽ معاهدي ڪرڻ لاءِ بکر ڏانهن هليو ويو. سنڌس

R.W. Frazer: British India, P. 31, London, 1896.

1 _ حمل جيهاند ڪلمتي مشهور بلوچ اميرالبحر ٿي گذريو. وقت جي بلوچي شاعرن سنڌس تعريف ۾ قصيدا جوڙيا. شاعر هوتمان ڪلمتيءَ جا قصيدا مشهور آهن، جن مان پورچوگيزن ۽ بلوچن جي جنگين جو احوال ملي ٿو. حمل جيهاند جي پٽرن جو جوڙايل ڪوهه ۽ قلعو گوادر جي ويجهو گزدان بل ڳوٺ ۾ موجود آهي. حمل ڪلمتي پورچوگيزن کان جيڪي توبون هٿ ڪيون هيون، سي 1904ع تائين پسنيءَ ۾ رکيل هيون.

R. Hughes-Buler; Makran, Kalmatis, PP. 95-96.

غيرحاضريءَ ۾ پورچوگيزن جو بيڙو "پيڊرو بارليٽورولن" جي اڳواڻيءَ هيٺ. سنه 1555ع ۾ لاهري بندر کان ٺٽي پهچي ويو ۽ پهچڻ سان پهريائين شهر کي ڦري پوءِ باهه ڏنائون. جنهن ڪري شهر جي عمارتن سان گڏ دارالخلافه جي جامع مسجد به سڙي ويئي ۽ اٽڪل اَٺ هزار شهري بيگناهه پورچوگيز سفاڪن هٿان قتل ٿي ويا. خود پورچوگيزن جو چوڻ آهي ته ٺٽي مان ڪين ايتري دولت هٿ لڳي، جو سڄي ايشيا ۾ ٻئي ڪنهن به هنڌان هٿ نه لڳي هين.

مرزا عيسيٰ ترخان جي موٽڻ کان اڳ هي دريائي ڌاڙيل شهر کي تباهه ڪري ڀڄي ويا. مرزا عيسيٰ ترخان شهر کي نئين سر تعمير ڪرايو. هن 18 ورهيه راڄ ڪري سنه 980هه ۾ دنيا فانيءَ مان رحلت ڪئي ۽ ڪوه مڪلي تي دفن ٿيو.[1]

## مرزا محمد باقي:

مرزا محمد باقي پيءُ جي وفات ڪرڻ کان پوءِ ٺٽي جي گاديءَ تي ويٺو. ماهه بيگم جي مرضي هئي ته محمد باقيءَ جي بدران ڪوبيو ارغون امير حاڪم مقرر ٿئي. محمد باقي تمام سخت مزاج. بخيل ۽ ظالم هو. هڪڙي پيري ارغون امير وتس وظيفي گهرڻ لاءِ آيا. تن سيني کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ سندن گهر ڍهرائي، سندن ننڍا ننڍا ٻچا به ڪُهرائي ڇڏيائين. ٿورا ڪي ارغون جان بچائي گجرات ڏانهن ڀڄي ويا ۽ ڪي دهليءَ ڏانهن اڪبر بادشاهه ڏانهن ڀڄي ويا. هن پنهنجي ماٽيلي ماءُ ماهه بيگ کي ناهيد بيگم جي موجودگيءَ ۾ ڪوٺيءَ ۾ پورائي بکون ڏيئي مارائي ڇڏيو. سندن ظلم کان تنگ ٿي هڪڙي فوجي عملدار شاهه قاسم ارغون هڪ رات سندس خوابگاهه تي حملو ڪيو مگر اتان هو جان بچائي درياءَ ۾ ٽپو ڏيئي نڪري ويو. اونداهيءَ ۾ شاهه قاسم سندس زال کي مرد سمجهي قتل ڪري ڇڏيو. مرزا محمد باقيءَ جو ظلم ويو وڌندو. هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ مرزا جان بابا ۽ وقت جي عالم سيد مير عبدالوهاب پوراني ۽ ٻين ڪيترن ماڻهن کي بي دريغ قتل ڪرائي ڇڏيو. رعايا کان به ڳري ڍل وٺندو هو. سندس ظلمن جون خبرون اڪبري دربار ۾ پهچنديون هيون.

مرزا باقي کي جڏهن معلوم ٿيو ته اڪبري امير، مجاهد خان. ٺٽي تي ڪاهيندو بکر وٽ پهتو آهي ۽ اتي سلطان محمود بکريءَ سان مقابلو شروع اٿس. تڏهن پنهنجي ڌيءَ کي سيد جلال شيرازيءَ سان دهليءَ روانو ڪيائين ته بادشاهه کيس پنهنجي زال ڪري قبول ڪري. انهيءَ حيلي سان پاڻ کي بچائڻ گهريائين ٿي، مگر شهنشاهه اڪبر سندس ڌيءَ کي ڏسي چيو ته هيءَ خونيءَ

---

1 ـ تحفة الڪرام: جلد ـ 3، ذڪر مرزا عيسيٰ خان ترخان.

جي ڏيءَ آهي، تنهن ڪري ڪيس حرم سراءِ کان ٻاهر رهايو ويجي. پوءِ ڇوڪريءَ کي ستت سندس پيءُ ڏانهن موٽايو ويو. مرزا محمد باقيءَ جي ظلمن کان تنگ ٿي مسلمان مسجدين ۾ ۽ هندو ٽڪاڻن ۾ سندس موت لاءِ دعائون گهرڻ لڳا. تيرهن سالن جي حڪومت ڪرڻ کان پوءِ اوچتو هڪڙيءَ رات پيٽ ۾ خنجر هڻي آپگهات ڪري سنه 993هه ۾ مري ويو. مرڻ کان پوءِ سندس پٽ کي گاديءَ تي ويهاريو ويو مگر هن جو دماغ ٺيڪ نه هو تنهن ڪري اميرن سيوهڻ مان سندس سؤٽ مرزا جاني بيگ کي گهرائي اختيارات حوالي ڪيا.

## مرزا جاني بيگ:

مرزا جاني بيگ جو نالو تاريخن ۾ مرزا جاني لکيل آهي، سو نؤجوان علقمند، ملڪي معاملات مان بيحد واقف هو ان وچ ۾ مرزا محمود ڪوڪلتاش وفات ڪري ويو سندس صوبو اڪبري سلطنت سان شامل ٿي ويو جنهن کان پوءِ اڪبر اعظم مرزا جاني بيگ کي خطبي ۾ سندس نالي پڙهڻ ۽ سڪن تي اڪبري مهر هڻڻ ۽ پنهنجي اطاعت ڪرڻ لاءِ خط موڪليو جنهن تي مرزا جاني بيگ سموريون گهرون قبول ڪري ٿوري وقت لاءِ سنڌ تان جنگ جي مصيبت ٽاري ڇڏي مگر اڪبر جو ارادو ئي هيءُ هو ته سنڌ تي قبضو ڪيو وڃي، تنهن ڪري هن مرزا عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو.

سنه 998هه (1591ع) ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان بن مرزا بيرم خان، جنهن جي ماتحت ملتان ۽ بکر هئا ۽ ان وقت شاهي حڪم موجب قنڌار ڏانهن وڃي رهيو هو تنهن کي خبر هئي ته ٺٽو دولت مند شهر آهي، تنهن ڪري ملتان کان پنهنجي مضبوط جنگي ٻيڙي تي هاٿين جو دستو ۽ توب خانو بلوچي لشڪر سان ساڻ ڪري ٺٽي ڏانهن روانو ٿيو لشڪر ۾ شاهه بيگ خان ڪابلي، فريدون بيگ برلاس، محمد خان نيازي ۽ سيد بهاءُ الدين بخاري هم رڪاب هئا. شير افگن استجلو جوان وقت ايران کان قسمت آزمائڻ لاءِ آيو هو سو به مرزا سان هن مهم ۾ شريڪ ٿيو. خان خانان چانڊڪي پرڳڻي کي لتاڙي سيوهڻ جي قلعي تي ستن مهينن تائين گهيرو ڪيو.[1] پوءِ لڪي نڪرين جو لنگهه لتاڙي مرزا جانيءَ

---

1 ـ سيوهڻ وچ سنڌ ۾ مهراڻ جي اولهندي ڪپ تي مڪمه قلعو هو. 'اقبال نامه اڪبري' جو مصنف لکي ٿو ته قلعي جي مٿيءَ جون ديوارون چاليهه گز بلند هيون ۽ ديوار جي ويڪر ست گز هئي قلعي جي ويجهو هڪڙي وڏي ڍنڍ اٺ ڪوهه ويڪري ۽ ڇهه ڪوهه ڊيگهه ۾ هئي. جنهن ۾ مهراڻ جون ٽي شاخون پونديون هيون. ڍنڍ ۾ ڪي ٻيٽ به هئا، جن تي ماڻهن جي آبادي هئي. ڪي ماڻهو ٻيڙين تي رهندا هئا. شايد منڇر ڍنڍ جو ذڪر ڏنو اٿس. ڏسو اقبال نامه اڪبري: مولوي محمد ذڪاءَ الله، ص-456، علي ڳڙهه، 1918ع.

سان مقابلي ڪرڻ لاءِ ويو.[1] مرزا جاني بيگ وٽ به سؤ جهاز تير انداز سان پريل ۽ مضبوط توب خانو به هو. سنڌ جي بعض بلوچن سنڌن مدد ڪئي هئي. مرزا جاني بيگ درياءَ جي ٻئي ڪپ تي نصرپور وٽ خندقون کوٽائي، اڪبري لشڪر سان مقابلو ڪرڻ لڳو. خان خانان قرا بيگ ترڪمان کي ٽورا غوراب ڏيئي، سيوهڻ روانو ڪيو ان لاءِ ته قلعي تي گهيرو جاري رهندو اچي. سيوهڻ جي آس پاس جيڪي به زميندار هئا، تن تنگ ٿي اڪبر جي آڻ مڃي.

جيسلمير جو راول ڀيم سنگهه به فوجون وٺي عمرڪوٽ جي رستي کان خان خانان جي مدد لاءِ آيو. مرزا جاني بيگ ائين ڄاتو ته خان خانان خشڪيءَ رستي کان وڙهندو، مگر سندس خيال غلط نڪتو ڇاڪاڻ ته خان خانان راتورات فريدون برلاس، سيدبهاءُ الدين، سڪندر بيگ ۽ قرا بيگ کي لشڪر غورابن سميت ڏيئي مرزا جانيءَ سان درياءَ تي مقابلي ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو. روزانه جنگ لڳڻ ڪري طرفين جو سخت نقصان ٿيڻ لڳو. ٺٽي جي پورچوگيز ايجنٽ مرزا جاني بيگ کي توبن جي مدد ڏني هئي. جنگ جي طوالت سبب ڏڪر اچڻو منهن ڪڍيو جو "فرشته" جي بيان موجب هڪڙي مانيءَ جي قيمت جان کان وڌيڪ هئي.[2]

گشت زان تنگي جهاني تنگدل، گرسنه نالان و سيران سنگدل

هرکه او ديدار نان بودي هوس قرص خورده آسمان ديدي ويس.

اڪبري توب خاني مرزا جاني بيگ جا ست غوراب ٻوڙي ڇڏيا. مرزا جاني بيگ جو پيءُ مرزا پائنده خان ۽ سندس ياءُ مرزا ابوالفتح به جنگ ۾ مارجي ويا. پورچوگيز ايجنٽ به قيد تي ويو.[3] مُلڪ تباهه تي ويو ۽ ڪيترا شهر ناس ٿي ويا. خود اڪبري لشڪر جا سپاهي به بک وگهي مرڻ لڳا. ان وچ ۾ راءِ سنگ اڪبري فوج لاءِ توب خاني سميت سامان رسد آندو ۽ عمرڪوٽ جو راجا راول ڀيم سنگهه به تازي لشڪر سان پهتو. مرزا جاني بيگ سيوهڻ کان چاليهن ڪوهن تي هالڪنديءَ ۾ خندقون کوٽائي مقابلو ڪرڻ لڳو.

---

1 - ڪيءَ جي ٽڪرين وارو لنگهه انهن ڏينهن ۾ طبعي طور وڏي اهميت رکندڙ هو. جيئن بنگال ۾ ڳڙهي ۽ ڪشمير ۾ باره مولا جا لنگهه مشهور هئا. جن جن فاتحن سنڌ تي ڪاهون ڪيون، تن پهريان سيوهڻ ۽ لڪيءَ جي لنگهه تي قبضي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، ڇاڪاڻ ته هي ٻئي هنڌ سنڌ جون ڪنجيون هيون.

2 - پورچوگيزن پنهنجي ايجنٽ معرفت توب خاني سان گڏ فرنگي سپاهين جو دستو به مرزا جاني بيگ جي مدد لاءِ مڪو هو. سنڌين لاءِ پهريون دفعو هو جو هنن فرنگي سپاهين کي يڪ رنگي ورديءَ ۾ ڏٺو هو ۽ پهريون دفعو هو جو سنڌين توبن سان جنگ ڏٺي. اڳ وٺن تراړ نيزا، تير ڪمان، برڇيون، خنجر جنگ جا هٿيار هئا. فرشته: جلد_2، ص—517.

3 - تاريخ هند: جلد_5، مولوي ذڪاءُ الله، ص_ 461_462.

هن دفعي اڪبري لشڪر ۾ بيهر بک ۽ بيماريءَ منهن ڪڍيو مگر شهنشاهه جا ٻه ايلچي، الله بخش ۽ قزاق بهادر، موقعي تي سامان رسد ۽ خزاني سميت پهتا. مرزا جاني بيگ بي يارو مددگار هو. هن ڄاتو ته شايد اڪبري لشڪر تنگ ٿي موٽي ويندو، مگر سندس خيال غلط نڪتو. آخر بي واهه ٿي ڏسي هن مرزا خان خانان جا شرط منظور ڪيا ۽ پنهنجي ڌيءَ جو سڱ مرزا خان خانان جي وڏي پٽ ايرج مرزا کي ڏيڻ قبول ڪيائين. مرزا خان خانان سيوهڻ جو قلعو علي عرب ۽ مقصود آقا جي حوالي ڪري ڪجهه وقت سن ۾ رهيو جتي مرزا ايرج جي شاديءَ جي رسم ادا ڪئي ويئي. سنه 1001هه ۾ خان خانان پورچوگيزن کي سيکت ڏيڻ لاءِ ٺٽي کان لاهري بندر پهتو ۽ ڪجهه وقت سمنڊ جو نظارو ڏسڻ لڳو. سندس پاران شاهه بيگ، غازي خان، جانش بهادر، خواجه خضري ٺٽي جي انتظام لاءِ مقرر ٿيا. لاهري بندر ۾ جيڪي پورچوگيزن جا جاسوس رهندا هئا، تن کي شهر مان تڙي ڪڍڻ کان پوءِ فتح باغ جي انتظام کي درست ڪري، خان خانان مرزا جاني بيگ کي سندس اهل و عيال سميت دهليءَ ڏانهن وٺي ويو ۽ ٺٽي تي اڪبر پاران دولت خان لوڌي حاڪم مقرر ٿيو.

اڪبري دربار ۾ پهچڻ کان پوءِ خان خانان جي سفارش سان جاني بيگ ٽن هزارن جي منصب تي سرفراز ٿيو ۽ شهنشاهه کي خوش رکڻ جي ارادي سان دين الاهيءَ ۾ شريڪ ٿيو.[1] اهڙيءَ طرح اٺ ورهيه سفر ۽ سفر ۾ اڪبر جي خدمت ۾ رهي، برهان پور ۾ وفات ڪيائين. اڪبر جي حڪم سان شاهه خواجه محمد قوربيگيءَ مرزا جاني بيگ جي جنازي کي ڪوه مڪلي تي دفنايو. مرزا جاني بيگ علم ظاهريءَ جو ماهر هو. علم موسيقيءَ سان کيس خاص دلچسپي هئي. پارسي ۾ شعر چوندو هو. سندس تخلص "حليمي" هو. شهنشاهه اڪبر

---

1 ــ اڪبر اعظم جيڪو نئون مذهب دين الاهي ڪڍو ڪيو هو ان موجب سنه 987هه ۾ مخدوم الملڪ شيخ عبدالنبي صدر الصدور، قاضي القضاة قاضي جلال الدين ملتاني صدر جهان مفتي ڪل ممالڪ هندستان، شيخ مبارڪ ناگوري ۽ غازي خان بدخشي اعلان ڪيو ته اڪبر خليفة الله آهي. مرزا جاني بيگ به شهنشاهه کي خوش رکڻ لاءِ دين الاهي ۾ شامل ٿيو هو. مٿئين طوفان بدتميزيءَ کان متاثر ٿي، ملا شيرازيءَ ڏهن شعرن جو هڪڙو قطعو لکيو هو جنهن جو آخري بيت هي آهي:

"پادشاه امسال دعوي نبوت كرده است

گر خدا خواهد پس از سالي خدا خواهد شدن." مذاهب اسلام: ص ـ 585.

نوٽ: يورپي قومن جو سنڌ تي قدم سڀ کان پهريائين ترخانن جي زماني ۾ پيو. ٺٽي کي تباهه ڪرڻ کان پوءِ ڪي پورچوگيز جاسوس لاهري بندر ۾ رهڻ لڳا هئا، جن کي خان خانان اُتان تڙي ڪڍيو هو.

سندس گفتار ۽ شاهي اخلاص ڏسي اهڙو متاثر ٿيو هو جو سفر ۽ حضر ۾ مرزا جاني بيگ کي ساڻ کڻندو هو. مرزا جاني بيگ کي ننڍيءَ عمر کان شراب پيئڻ جي علت هئي، مگر گفتگو عقل موافق ڪندو هو. آخر گهڻي شراب پيئڻ ڪري، سنہ 1009ھ ۾ وفات ڪيائين. اڪبر سندس پٽ مرزا غازي بيگ کي سنڌ جي رياست سپرد ڪئي.

## مرزا غازي بيگ:

مرزا غازي بيگ 16 ورهين جي عمر ۾ اڪبر جي حڪم سان ٺٽي جو نائب مقرر ٿيو. سندس ايامڪاريءَ ۾ ابوالقاسم ارغون بغاوت ڪئي، مگر مرزا غازي بيگ ان کي انڌو ڪرائي جيل ۾ رکيو. سازش کي مٿائي اجا مس واندو ٿيو تہ کيس اڪبري دربار ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ سڏ ٿيو.

سنہ 1013ھ ۾ آگري وڃي شهنشاھ جي سلاميءَ جو شرف حاصل ڪيائين، مگر ٻئي سال 1014ھ (1605ع) ۾ اڪبر وفات ڪئي. ان کان پوءِ جهانگير، مرزا جي وفاداريءَ ۾ ڪو شڪ نہ ڏسي مٿس وڏيڪ نوازشون ڪيون. کيس ٺٽي ۽ سيوهڻ سميت ڪجهہ حصو ملتان ۽ قنڌار جو بہ جاگير ۾ مليو. هو گهڻو وقت قنڌار ۾ رهيو ۽ اتي سنہ 1021ھ ۾ پنهنجي غلام هٿان زهر وگهي شهيد ٿيو. سندس جنازو قنڌار مان آڻي مڪلي تي دفن ڪيو ويو.[1]

غازي بيگ جڏهن قنڌار ۾ آيو تڏهن محمد اوغلان، تنگر بردي ۽ مراد خان اُتي ظلم مچائي ڏنو هو. غازي بيگ اچڻ شرط باغين کي شڪست ڏيئي، زمين داور ۽ گرم سيل تي قبضو ڪري، امن امان بحال رکيو. سنہ 1003ھ ۾ اچ جي صوبيدار سيد بهاءُ الدين بخاري، سيوهڻ جي نائب بختيار بيگ، بکر جي نائب ۽ جاگيردار مير ابوالقاسم ۽ ملتان جي سپہ سالار مير معصوم بکري

---

1 ـ نوٽ: قنڌار همايون فتح ڪري کان پوءِ معاهدي موجب، شاھ طهماسپ صفوي جي حوالي ڪيو هو. طهماسپ پنهنجي ڀائٽئي سلطان حسين مرزا کي قنڌار جو حاڪم مقرر ڪيو هو. سلطان حسين کي شراب خوريءَ جي عادت هئي. سندس مرڻ کان پوءِ سندس پٽن مظفر حسين مرزا، ابو سعيد مرزا، رستم مرزا ۽ سنجر مرزا ۾ تڪرار جاڳيو جنهن ڪري مظفر مرزا سنہ 1004ھ ۾ اڪبري دربار ۾ پيش ٿيو ۽ کيس شهنشاھ پنج هزاري جو عهدو عطا ڪيو. رستم مرزا کي پنج هزاري منصب کان سواءِ ملتان ۽ بلوچستان جاگير طور مليا. اهڙيءَ طرح قنڌار سلطان حسين مرزا جي پٽن جي بغاوت ڪري دهلي جي ماتحت ٿي ويو. قنڌار متعلق سياسي ڇڪتاڻ تيمورين ۽ صفوين ۾ گهڻو وقت جاري رهي.

تاريخ هندستان: جلد ـ 5، ص ـ 468 ـ 467

سيوي جو قلعو فتح ڪيو. گنجابہ جي بلوچ سردارن دائود خان ۽ درياهہ خان بہ آڻ مڃي. سنہ 1004هہ ۾ سڄو بلوچستان اڪبري شهنشاهت سان ڳنڍجي ويو. غازي بيگ جيتوڻيڪ وڏي ملڪ جو مالڪ هو مگر درويشانہ سادي زندگي گذاريندو هو ۽ الله تعاليٰ تي بيحد ڀروسو ۽ توڪل رهندي هيس. سخي وري اهڙو هو جو شام جو وٽس خزاني ۾ پائي بہ ڪانہ رهندي هئي. عمدو شاعر هو. ايران جي صفويہ فرمانروائن جهڙوڪ: شاهہ طهماسپ صفوي، اسماعيل مرزا ۽ شاهہ عباس (المتوفي 1028هہ) جي ڏينهن ۾ جيئن ايراني تهذيب ۽ تمدن ترقي ڪئي، تيئن شاعريءَ ۾ لطافت ۽ نزاڪت پيدا ٿي. صفويہ خاندان وارا فرمانروا علم پرور، سخن سنج ۽ سخن شناس هئا، ان ڪري هو شعر ۽ سخن جو قدر ڪرڻ لڳا.

ساڳئي وقت هندستان جي تيموري سلاطين فياضين جو درياءُ وهائي ڇڏيو هو. ٻنهي خاندان جا فرمانروا شعراء ڪرام جي حوصلي مندي ڪرڻ لاءِ رقيبانہ طور مجبور هئا، مگر فياضيءَ جي معرڪي ۾ تيموري گوءِ کٽي ويا، ڇاڪاڻ تہ تيمورين جي فياضي گهٽڻ ئي ايراني شاعرن کي هندستان ڏانهن گهلي آندو. اڪبر، جهانگير، شاهجهان شاعرانہ مذاق رکندڙ ۽ نڪتہ سنج هئا، جنهن ڪري شاعر فن شعر ۾ ترقي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. تيموري فرمانروائن کان سواءِ سندن امير بہ فياض ۽ شعراء جا سرپرست هئا. مرزا عبدالرحيم خان خانان، مرزا عزيز، حڪيم ابوالفتح گيلاني، خان اعظم ڪوڪلتاش، فيضي ۽ غازي بيگ جي درٻارين ۾ شعرا رهندا هئا ۽ سندن شان ۾ قصيدا چوندا هئا ۽ انعام اڪرام جو مينهن وسندو هو.[1]

ايران جا چوٽيءَ جا شاعر قدردانيءَ جون ڳالهيون ٻڌي هندستان ۾ وارد ٿيا: مثلاً عرفي شيرازي، نظيري نيشاپوري، طالب املي، مرزا صائب اصفهاني، ابو طالب ڪليم وغيره منجهانئن طالب املي جهانگير جي درٻار ۾ ملڪ الشعرا جي رتبي کي پهتو ۽ ابو طالب ڪليم شاهجهان جي درٻار ۾ "ملڪ الشعرا" هو. "نظيريءَ" کي هڪڙي دفعي خان خانان هڪ لک رپيا انعام ڏنا

1 ـ عرفي خان خانان جي مدح ۾ جيڪي بيت چيا سي هتي ڏجن ٿا:

خان خانان عهد ڪانعامش، طبع را رخصت شگفتن داد
داشت چون اعتماد برشعراء، صلہ پيش از مديح گفتن داد

هئا. خان خانان جو ڪتب خانو احمد آباد ۾ مشهور هو جنهن ۾ عرفي، نظيري، ظهوري ۽ شڪيبيءَ جا دست خط ۾ لکيل ديوان رکيل هئا.[1]

ايراني شاعرن جي رستي جو لنگهه قنڌار ڪان هو جتي جهانگير پاران مرزا غازي بيگ حڪومت ڪندو هو. غازي بيگ پاڻ قابل، دريا دل درويش هو. ان ڪان سواءِ فن شاعري ۾ مشهور شعراء جو هم پلہ هو. وقاري تخلص هوس. ايراني شاعر سندس آستاني تي منزل ڪندا هئا. اسد قصہ خوان، ملا مرشد بروجردي، مير نعمت الله، طالب آملي سندس تربيت جي دامن تي تعليم ورتي هئي. سندس ديوان "ساقي نامہ" ۾ پنج هزار اشعار ڏنل آهن. عبدالنبي فخرالزماني "تذڪره ميڪده" جي صاحب "ساقي نامہ" تان ڪي اشعار نقل ڪيا آهن. بعض هيٺ نموني طور ڏجن ٿا:

در عهد ـ تو مارا همہ با غير خطاب است،
سر پنجہءِ مزگان و گريبان عتاب است.
گريہ ام گر سبب خنده او شد چہ عجب،
ابر هر چند کہ گريد رخ گلشن خندد،
کجاست يک دوسہ همدم کہ همچو موسيقار،
نشستہ پهلوي هم برکشيم آوازي[2]

---

1ـ "ماثر رحيمي" جو مصنف، عبدالباقي نهاوندي، ايران جي معزز خاندان مان هو ۽ عبدالرحيم خان خانان جي دربار ۾ جيڪي شعرا ۽ اهل فن رهندا هئا، تن جو همعصر هو. سندس ڪتاب ٻن هزار صفحن ۾ آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ خان خانان جي اسلاف ۽ تيموري سلاطين جي تاريخ ڏنل آهي، باقي ٽن حصن ۾ خان خانان جا ڪارناما بيان ڪيل آهن. اصلي نسخو مولوي غلام علي آزاد حيدرآباد دکن ۾ ڏٺو هو جتان پوءِ ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال وارن وٽ ڪلڪتي پهتو. ڏسو "مقالات شبلي" ص_81، شاه جهاني پريس، دهلي.

2ـ ماثرالامراءِ: شاهنواز خان، تذڪره خان خانان، خزانہءِ عامره: مير غلام علي آزاد بلگرامي، (المتوفي 1200هہ) لکنؤ 1871ع. تزڪ جهانگيري: ص_323، علي ڳڙه، منتخب التواريخ: شيخ عبدالقادر بدايوني (المتوفي 1004هہ) جلد_2، ڪلڪتو، 1865ع.

| نٽي جا مغليہ نواب | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| شمار | نالو | ڪڏهن مقرر ٿيو | شمار | نالو | ڪڏهن مقرر ٿيو |
| 1 | خسرو چرڪس | 1015هہ | 20 | زبردست خان | 1101هہ |
| 2 | مرزا رستم بن سلطان حسين | 1023هہ | 21 | حفظ الله خان | 1103هہ |
| 3 | مرزا مصطفيٰ خان | 1025هہ | 22 | سعد خان | 1113هہ |
| 4 | شريف خان | 1028هہ | 23 | مير امين الدين حسين | 1114هہ |
| 5 | مرزا عيسيٰ خان | 1037هہ | 24 | يوسف خان | 1115هہ |
| 6 | ابو البقا امير خان | 1054هہ | 25 | احمد يار خان | 1116هہ |
| 7 | مير عبدالرزاق معموري | 1049هہ | 26 | سعيد خان | 1120هہ |
| 8 | سيد ابراهيم | 1055هہ | 27 | مهين خان | 1121هہ |
| 9 | لعل خان | 1057هہ | 28 | شاڪر خان | 1123هہ |
| 10 | ظفر خان | 1063هہ | 29 | خواجہ محمد خليل خان | 1124هہ |
| 11 | قباد خان | 1069هہ | 30 | عطر خان | 1125هہ |
| 12 | لشڪر خان | 1071هہ | 31 | مير لطف علي خان | 1125هہ |
| 13 | غضنفر خان | 1075هہ | 32 | اعظم خان | 1128هہ |
| 14 | عزت خان | 1078هہ | 33 | بائي خان | 1132هہ |
| 15 | ابو نصرت خان | 1082هہ | 34 | محمود خان | 1135هہ |
| 16 | سعادت خان | 1084هہ | 35 | سيف الله خان | 1137هہ |
| 17 | خانزاد خان | 1090هہ | 36 | دلبر خان | 1143هہ |
| 18 | سرور خان | 1095هہ | 37 | همت دل خان | 1145هہ |
| 19 | مريد خان | 1099هہ | 38 | صادق علي خان | 1149هہ |

## سلطان محمود بکري:

سلطان محمود بکري ولد مير فاضل ڪوڪلتاش ولد خواجہ عادل ولد خواجہ احمد اصفهاني. جڏهن امير تيمور اصفهان فتح ڪيو. تڏهن سندس پڙڏاڏو خواجہ احمد. مرزا شاهہ بيگ جي ڏاڏي مير حسن ارغون ڪي هٿ آيو جو اڃا صغير هو. هن کي مير حسن پٽن وانگي پالي وڏو ڪيو ۽ سندس انهيءَ خاندان سان واسطو رهيو. سنڌ تي جڏهن شاهہ بيگ ڪاهيو تڏهن سلطان محمود ۽ سندس والد مير فاضل فوج ۾ شريڪ هئا. ميدان جنگ ۾ محمود جون ڪارروائيون ڏسي، شاهہ بيگ متس نهايت راضي ٿيو جنهن ڪري بکر جو قلعو سندس حوالي ڪيو ويو. ارغون گهراڻي جي خاتمي کان پوءِ سلطان محمود بکر جو مستقل حاڪم ٿيو. سنہ 965هہ ۾ شاهہ طهماسپ صفوي ايران جي شهنشاهہ جهنڊو نقارو خلعت ۽ خان جو لقب ڪيس مڪو ۽ اڪبر اعظم پاران

اُڄ تائين جاگيرن جو پروانو وٽس آيو. ٻئي دفعي هن سنہ 979هہ ۾ شاهہ طهماسپ کي سوکڙيون موڪليون. جنهن جي جواب ۾ شاهہ طهماسپ وري ٽيون دفعو سلطان محمود کي ”خان خانان“ جو خطاب موڪليو ۽ مٿس بي حد نوازشون ڪيون. انهيءَ زماني ۾ اڪبري اوج اقبال تي هو. ساري هندستان جا نواب، راجائون سندس پناهہ ۾ اچي رهيا هئا. محمود خان ٻڍو ٿي ويو هو، پٽ بہ ڪونہ هوس. فقط هڪ دختر هيس. جنهن سان سندس درخواست تي اڪبر بادشاهہ شادي ڪئي. شهنشاهہ جي حڪم سان سندس نينگريءَ جي وٺڻ لاءِ سنہ 980هہ ۾ اعتماد خان بکر پهتو جنهن سان بادشاهہ پنهنجي سهري لاءِ جڙا دار ترار، چار هاٿي ۽ سونهري سنجن سان تازي بہ موڪليا هئا. هڪ طرف سلطان محمود جي نياڻيءَ جي بادشاهہ جي غير حاضريءَ ۾ شرعي طريقي تي نڪاح خواني ٿي ۽ ڪنوار کي بادشاهہ جي منزل گاهہ اجمير ڏانهن روانو ڪيو ويو تہ ٻئي طرف کان اڪبري دربار جا امير، مجاهد خان ۽ محب علي خان، بکر تي گهيرو وجهيو سلطان محمود تي حياتي تنگ ڪري رهيا هئا.

ماهہ بيگم جنهن سان سندس ڏيءَ ناهيد بيگم ٺٽي ۾ گڏجڻ آئي هئي، تنهن کي مرزا محمد باقيءَ بک جو عذاب ڏيئي ماري ڇڏيو هو. ناهيد بيگم اهو حادثو ڏسي، بکر ۾ پهتي ۽ مرزا باقيءَ کان وير وٺڻ لاءِ سلطان محمود کان مدد گهريائين، جنهن تي محمود چيس تہ: ”جيڪڏهن اڪبر کان منهنجي لاءِ هميشہ واسطي حڪومت جو پروانو آڻي ڏين تہ پوءِ مرزا محمد باقيءَ تي چڙهائي لاءِ تيار آهيان.“ ناهيد بيگم اڪبري دربار مان محمود لاءِ پروانو وٺي آئي ۽ ان کان سواءِ پنهنجي مڙس محب علي خان ۽ مجاهد خان اڪبري امير سان مختصر فوج وٺي بکر ڏانهن رواني ٿي. اباوڙي ۾ پهچي ناهيد بيگم سلطان محمود کي پنهنجي آمد جو اطلاع ڏنو.

ان وچ ۾ سلطان محمود جو ارادو بدلجي ويو هو. هن ناهيد بيگم کي مرزا محمد باقيءَ تي ڪاهہ ڪرڻ کان جواب ڪيِي ڏنو جنهن تي ناهيد بيگم جي جماعت محمد باقيءَ کي ڇڏي وڃي ناهيد بيگم جي ٽولي سان گڏي. محمود بيحد تنگ ٿيو. اڪبر بادشاهہ کي پنهنجي حالت بابت عريضي موڪليائين، جنهن تي بادشاهہ گيسو خان کي بکر جو نواب ڪري موڪليو. مگر سلطان محمود ان جي پهچڻ کان اڳ ۾ ئي جلندر جي بيماريءَ وگهي 20 صفر سنہ 982هہ ۾ وفات ڪري ويو. هو بهادر، سخي مرد ۽ نيڪ خصلت حاڪم هو. قرآن شريف جي گهڻي تلاوت ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن موج ۾ ايندو هو تہ پنهنجي بهادري ڏيکارڻ لاءِ پيرن ۾ زنجير ٻڌي بکر جي قلعي تان بيهي درياءَ ۾

ٽپو ڏيندو هو ۽ پوريءَ سلامتيءَ سان پيرن ۾ زنجير هوندي بہ تري ڪناري تي اچي پهچندو هو.[1] سلطان محمود کان پوءِ جيڪي حاڪم بکر تي دهليءَ مان آيا تن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

## بکر جا مغليہ نواب

| شمار | نالو | ڪڏهن مقرر ٿيو | شمار | نالو | ڪڏهن مقرر ٿيو |
|---|---|---|---|---|---|
| 1 | گيسو خان | 982ھ | 25 | اسد خان | 1045ھ |
| 2 | ترسو خان | 983ھ | 26 | محمد يوسف خان | 1046ھ |
| 3 | سيد محمد امير | 983ھ | 27 | محمد خان | 1048ھ |
| 4 | سيد ابو فضل | 984ھ | 28 | شاهہ قلي خان | 1049ھ |
| 5 | اعتماد خان خواجہ سرا | 985ھ | 29 | سيد جادن | 1050ھ |
| 6 | فتح خان | 987ھ | 30 | التفات بيگ | 1051ھ |
| 7 | صادق خان | 994ھ | 31 | محمد زمان خان | 1052ھ |
| 8 | اسماعيل قلي خان | 996ھ | 32 | خواجہ لطف | 1058ھ |
| 9 | شيرويہ سلطان | 997ھ | 33 | نواب خواجگي | 1061ھ |
| 10 | صادق خان | 998ھ | 34 | شيخ احمد | 1062ھ |
| 11 | مير ابوقاسم نمڪين | 1004ھ | 35 | مرزا لعل بيگ | 1065ھ |
| 12 | مرزا خان | 1005ھ | 36 | خواجہ عبدالواحد | 1066ھ |
| 13 | سعد خان | 1009ھ | 37 | خواجہ محمد شريف | 1068ھ |
| 14 | بقرا بيگ | 1014ھ | 38 | باقر خان | 1069ھ |
| 15 | سردار خان | 1015ھ | 39 | عبدالله خان | 1070ھ |
| 16 | قاضي خان | 1016ھ | 40 | خنجر خان | 1070ھ |
| 17 | سيد تاج خان | 1020ھ | 41 | شيخ ابراهيم | 1071ھ |
| 18 | بايزيد خان | 1025ھ | 42 | سيد عزت خان | 1074ھ |
| 19 | هوشيار خان | 1028ھ | 43 | سيد غلام مصطفيٰ خان | 1078ھ |
| 20 | مرزا محمد علي بيگ | 1031ھ | 44 | سيد مير يعقوب خان | 1081ھ |
| 21 | محمد علي فوجدار | 1038ھ | 45 | صادق علي خان | 1085ھ |
| 22 | مرزا حسيني | 1039ھ | 46 | خدايار خان | 1087ھ |
| 23 | عزت خان | 1041ھ | 47 | مير محمد اڪرم | 1090ھ |
| 24 | سيد محمد | 1043ھ | | | |

ٺٽي ۽ بکر تي تيستائين دهلي دربار مان حاڪم مقرر ٿيندا رهيا، جيسين مغلن ۾ طاقت هئي. سنہ 1131ھ (1719ع) ۾ محمد شاهہ جي ڏينهن ۾ مغليہ

1 _ تحفة الڪرام: جلد_3، ص – 88.

فرشتہ لکي ٿو تہ سلطان محمود سفاڪ ۽ ديوانو هو. ٿوري ڏوهہ لاءِ ماڻهو مارائي ڇڏيندو هو. والله اعلم. ڏسو فرشتہ: جلد_2، ص_ 518، اُردو ترجمو.

طاقت ڪمزور ٿيڻ لڳي ۽ ڪلهوڙن جو خاندان سنڌ ۾ زور وٺڻ لڳو جنهن ڪري دهليءَ مان سنڌ جي نوابن جو اچڻ بند ٿي ويو ۽ سنڌ تي بلوچن جي مدد سان ڪلهوڙا پنهنجو راڄ ڄمائي ويٺا.

## ترخانن ۽ ارغونن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي حالت:

ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ جنت السنڌ جا ٻه تختگاهه ٺٽو ۽ بکر علمي لحاظ ڪري "ارض معموره" سڏجڻ لڳا. ٻنهي گهراڻن جا ترڪستان ۽ ايران سان تعلقات هئا. تنهن ڪري گهڻن ئي خانداني بزرگن، اهل قلم ۽ علمائن سندن فياضي ۽ علم پروريءَ جي ڪري سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ارغونن مان شاهه بيگ، شاهه حسن ۽ ترخانن مان جاني بيگ ۽ شاهه بيگ، غازي بيگ توڙي محمود ڪوڪلتاش نڪته سنج ۽ شاعرانه مذاج رکندڙ هئا. حڪومت جي زبان پارسي هئي، تنهن ڪري ان زبان زور ورتو. علماءَ، مؤرخ ۽ شعراء سڀ پارسيءَ ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳا. بکر، سيوهڻ، نصرپور، ٺٽو ۽ سکر علوم ۽ فنون جا مرڪز بنجي ويا. ان زماني جي چند بزرگن، مشائخن، شعرا ڪرام ۽ اهل فن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1ـ سيد صفا الترمذي، جو اصل ترمذ (بخارا) جي سادات خاندان مان هو سندس وڏا ترمذ کان اچي قنڌار ۾ رهڻ لڳا، جتي هن سيد شيرين بابا ابن بابا حسن ابدال سبزواريءَ جي دختر سان شادي ڪئي، پوءِ بکر ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ بکر جي شيخ الاسلام شاهه قطب جي وفات کان پوءِ سلطان محمود مير سيد صفا کي بکر جو شيخ الاسلام مقرر ڪيو. مير محمد معصوم سندس فرزند هو. جنهن جو بيان موقعي سر ڏبو.

2ـ قاضي قاضن جو خانداني بزرگ قاضي ابوالخير به بکر ۾ رهندو هو.

3ـ مير غياث الدين محمد سبزواري، خوند مير مصنف "حبيب السير" جو پوٽو ۽ سلطان جنيد صفويءَ جو ڏهٽو مرزا شاهه بيگ جي بکر جي دربار جو نديم هو. انهن ڏينهن ۾ نديم جو عهدو وزارت کان به مٿي هو.

4ـ مير ابوالمڪارم بن مير غياث الدين پهريان مرزا شاهه حسن جو نديم هو پوءِ سلطان محمود پاران شاهه اسماعيل صفوي جي دربار ۾ سفير ٿي ويو. فاضل ۽ بليغ شاعر هو. سندس تخلص "شهود" هو. مثنوي پرڪار (سليمان ۽ بلقيس) جو مصنف هو.

5_ امير شاهہ قاسم بيگلار بن ابوڪ بيگ بن جوجڪ بيگ، فريد بيگلار سمرقنديءَ جو پائٽيو هو. سندس نسب اميرالمؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجہ سان گڏجي ٿو. مڪ الشعراء سوزني فرمائي ٿو:

"سمرقند يثرب شد و مکہ ترمذ
زمکہ بيثرب خراميد رسيد"

امير شاهہ قاسم جا وڏا مڪي کان ترڪستان ۾ آيا ۽ سندن اولاد ترڪن مان شادي ڪئي. پوءِ بيگلار ارغونن سان گڏجي ويا. امير شاهہ قاسم مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ سمرقند کان سنڌ ۾ وارد ٿيو شاهہ حسن جهيجا جو پرڳڻو ڪيس جاگير ڏنو. امير شاهہ قاسم عمرڪوٽ جي راڻي ورسہ جي پاڻيجيءَ سان شادي ڪئي، جنهن جي بطن مان سنہ 947هہ ۾ هڪڙو پٽ ابوالقاسم خان ڄائو. امير شاهہ قاسم سنہ 950هہ ۾ همايون سان وڙهندي شهيد ٿيو ۽ ڳوٺ توڙڪي وٽ سپرد خاڪ ٿيو.

6_ ابوالقاسم خان زمان ولد شاهہ قاسم بيگلار پيءُ جي مرڻ کان پوءِ پٽني قوم مان شادي ڪئي. اتفاق سان جوڻيجن پٽني قوم تي ڪاهہ ڪئي، جن سان مقابلو ڪندي خان زمان کي منهن تي ڪي زخم رسيا. مرزا شاهہ حسن کيس ڪاڇو پرڳڻو جاگير ڏنو. پوءِ ويو ترقي ڪندو. مرزا عيسيٰ ترخان جي دربار ۾ رهيو. وري جڏهن مرزا محمد باقي ارغون اميرن کي مارائي ڇڏيو تڏهن خان زمان مرزا جان بابا وٽ ڪو وقت رهيو. وري جڏهن مرزا جاني بيگ خان معرفت اڪبري دربار ۾پهتو تڏهن خان زمان بہ آگري پهتو. "بيگلار نامہ" سندس تصنيف آهي، منجهس ترخان گهراڻي جو بيان سنہ 1017هہ کان سنہ 1036هہ (1628ع) تائين ڏنل آهي.

7_ مير ابوالقاسم سلطان بن ابوالقاسم خان زمان. شجاعت، سخاوت ۽ شعر فهمي ۽ شعر گوئي ۾ لاثاني هو. "بيگلر" سندس تخلص هو. سنہ 969هہ ۾ ڄائو هو. هن چنيسر نامہ نظم ڪيو.

8_ مير فرخ ارغون مرزا شاهہ بيگ ۽ مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ شجاعت ۽ بزرگيءَ جي ڪري مشهور ٿي گذريو.

9_ مير محمد يونس ارغون پهريان همايون جي خدمت ۾ رهيو پوءِ مرزا شاهہ حسن پاران عملدار مقرر ٿيو. شاهہ حسن جي وفات کان پوءِ، سلطان محمود بکريءَ جي ملازمت ۾ رهيو.

10_ شاهہ حسين تڪدري، تڪدري امرائن مان هو ۽ شاهہ حسن ارغون پاران عملدار هو. جدت طبع، ذهن ۽ اخلاق ۾ بي نظير هو. وڏو عالم ٿي گذريو. فن تاريخ ۾ محقق هو. "تاريخ روضة السلاطين" سندس تصنيف آهي.

11_ ملا اسحاق بکري پهريائين سلطان محمود جي امرائن ۾ داخل ٿيو. پوءِ مرزا غازي بيگ جو معلم مقرر ٿيو.

12_ مولانا يار محمد (ياري) فن انشاءَ ۽ ظرافت جي ڪري مشهور هو. سلطان محمود پاران همايون ڏانهن سفير ٿي ويو.

13_ مولانا عالم بکري ظاهري ۽ باطني علمن وارو بزرگ هو. سندس فرزند درويش يحيٰ ريل پرڳڻي ۾ وڃي رهيو.

14_ شاهہ قطب الدين بن محمد شاهہ طيب خراسان جو بزرگ هو. شيبانين جي ڪاهہ ڪري خراسان ڇڏي، بکر ۾ اچي رهيو. جتي هر جمعي ڏينهن مخلوق خدا کي تقرير ڪندو هو. مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ بکر جو شيخ الاسلام مقرر ٿيو.

15_ شاهہ جهانگير هاشمي، جو شاهہ طيب جي اولاد مان هو بکر ۾ بليغ شاعر ٿي گذريو. هن "تحفة الاحرار" جي جواب ۾ "مظهرالاثار" تصنيف ڪيو. حج ڏانهن ويندي ڪيچ مڪران وٽ بلوچن هٿان شهيد ٿي ويو.

16_ سيد ناصرالدين بن سيد نظام الدين بکر ۾ هر وقت سرود ۽ سماع جي محفل ۾ رهندو هو. سندس پٽ رڪن الدين حال ۽ قال وارو بزرگ ٿي گذريو.

17_ مير عبدالله سلطان، (تخلص "عريضي") ولد مير ابوالمڪارم مرزا غازي بيگ سان گڏ جهانگير جي دربار ۾ پهتو.

18_ شيخ مخدوم اجل محمود جي اولاد مان قاضي شرف الدين مخدوم بلال کان علم حديث تحصيل ڪيو هو. مرزا شاهہ حسن هن کي سيوهڻ مٿان قاضي مقرر ڪيو هو. قاضي ڏنو سيوهاڻي مخدوم بلال جو شاگرد مرزا شاهہ حسن جو استاد هو.

19_ علامہ قاضي محمود ٺٽوي عباسي خليفن مان هو ۽ مرزا عيسيٰ ۽ مرزا محمد باقيءَ جو معاصر هو. "تذڪره اولياءَ" سندس شاهڪار آهي. ان کان سواءِ قاضي وجيه الدين "يگانہ" قاضي عتيق الله ۽ قاضي شيخ محمد ارغونن ۽ ترخانن جي صاحبيءَ ۾ اهل قلم ٿي گذريا.

20_ قاضي جلال الدين بکر جو واپاري هو. آگري پهچڻ کان پوءِ درس ڏيڻ لڳو. سندس حق پرستيءَ جو آواز دربار اڪبريءَ تائين پهتو. آگري جي قاضي يعقو جي معزوليءَ کان پوءِ اتي جو قاضي مقرر ٿيو. پوءِ دکن ڏانهن هليو ويو اتان حج جي ارادي سان حجاز پهتو ۽ اُتي وفات ڪيائين.

21_ شيخ صدرالدين جا نئي ۾ هزارين شاگرد هئا. پهريائين مهدي جون پوري جي مخالفت ڪرڻ لڳو پوءِ سندس مريدن ۾ شامل ٿيو.
22_ مخدوم رڪن الدين بلال جي خليفن مان هو. زهد ۽ تقويٰ ڪري مشهور هو. شرح اربعين ۽ شرح گيلاني ۽ ٻيا رسالا حديث ۽ سلوڪ متعلق تصنيف ڪيائين. سندس تربت مڪليءَ تي آهي.
23_ مخدوم ميران ولد مولانا يعقوب مختلف علوم متعلق مرزا شاهه حسن جو استاد هو.
24_ مخدوم علي قاري مرزا جاني بيگ جي ڏينهن ۾ ٺٽي ۾ علم ۽ فضل جو صاحب ٿي گذريو.
25_ سيد حسن ۽ سندس پٽ محمد طاهر خوش نويسيءَ جي فن ۾ "هفت قلم" جي لقب سان مشهور ٿي گذريا.
26_ سيد رحمت الله ولد سيد ابوالقاسم بيگلار خط نستعليق ۽ خط نسخ ٻنهي جو ماهر ٿي گذريو.
27_ شاعر محمد مقيم جنهن مومل مينڌري جي قصي کي پارسيءَ ۾ نظم ڪري مثنس "ترنم عشق" نالو رکيو سو مرزا جاني بيگ سان گڏ اڪبري دربار ۾ پهتو.
28_ ملا عبدالرشيد لاهري بندر جو رهاڪو هو ۽ مرزا غازي بيگ جو درباري شاعر هو. "خاني" تخلص هوس.
29_ ملا صوفي محمد شاعر ۽ مشهور قاري ٿي گذريو. مرزا غازي بيگ سان شعر و شاعريءَ ۾ حصو وٺندو هو.
30_ سيد قاضي شڪر الله شيرازي، شامبنه، سيد ڪمال ۽ شاهه عبدالله حسني، مرزا شاهه بيگ جي ڏينهن ۾ وڏي رتبي وارا ٿي گذريا. ٺٽي ۾ شڪر الهي محلو اڄ تائين موجود آهي. سيد شڪرالله جو بيان موقعي سر ڏبو.[1]
31_ مير طاهر محمد نسياني بن سيد حسن قنڌاري شاعر ۽ مؤرخ ٿي گذريو. هن "تاريخ طاهري" ٺٽي ۾ تصنيف ڪئي، جنهن جو سال تصنيف 1030هه (1621ع) آهي. منجهس مرزا غازي بيگ جي زماني تائين بيان ڏنل آهي. هن عمر ۽ مارئي جي قصي کي پارسيءَ ۾ نظم ڪري مٿس "ناز و نياز" نالو رکيو.
32_ سيد جمال بن مير جلال الدين حسيني "ترخان نامه" تصنيف ڪيو. جنهن جو سال تصنيف 5_1654ع آهي. مؤرخ "تاريخ السند و الهند" ۽ "تاريخ طاهري" تان روشني ورتي آهي.

---

1 _ بخاري، بکري ۽ شيرازي سيدن جو بيان "صحائف السادات" ۾ ڏنل آهي. مٿيون ڪتاب هاشم بن ڪمال الدين ٻڪرار سنه 1114هه ۾ تصنيف ڪيو جو ٽن جلدن ۾ آهي.

33ـ شجاع ٺٽوي جو اصل وطن شيراز هو. خط نسخ ۽ ثلث ۾ ڪيس ڪمال حاصل هو. سنه 999هه ۾ ٺٽي ۾ خان خانان جي حاضريءَ ۾ پيش ٿيو. خان خانان احمد آباد ۾ وڏو ڪتب خانو (دارالحڪمت) کوليو هو جنهن جي انتظام لاءِ اهل فن مقرر ٿيل هئا: مثلاً، ملا محمد امين جدول ساز، ملا عبدالرحيم عنبرين قلم، ملا مومن محمد، محمد حسين ڪامي، غني همداني، وغيره. شجاع ٺٽوي ترقي ڪري ڪتبخاني مٿان اعليٰ عملدار مقرر ٿيو.

34ـ شيخ محمد مڪائي نيرن ڪوٽي وڏو اولياءُ ٿي گذريو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي سندس مقبري جي چوگرد قلعو ڏياريو.

35ـ سکر جي ميرڪي سيدن جو مورث اعليٰ، مير عبدالباقي پورانيءَ جو والد ميرڪ بايزيد، مرزا شاهه بيگ ارغون سان گڏ قنڌار مان سنڌ ۾ آيو ۽ بکر ۽ سکر مٿان شيخ الاسلام ٿي رهيو. هو سنت جماعت جو بزرگ هو مگر هن وقت سکر جا ميرڪي سيد شيعو مذهب اختيار ڪري چڪا آهن. مير عبدالباقيءَ جو مقبرو سيد محمد مڪيءَ جي تربت جي لڳو لڳ آهي. مقبري جي عبارت شيخ قاضي شاهه محمد لکي، جنهن تي وفات جو سنه 2 شهر رمضان 1019هه لکيل آهي. سيد ميرڪ بايزيد جي اولاد دارالحڪومت ٺٽي تائين ناموري حاصل ڪئي. سيد مير عبدالوهاب پوراني مرزا محمد باقيءَ هٿان شهيد ٿيو هو.

36ـ شاهه خيرالله المعروف شاهه خيرالدين ولد سيد احمد بغدادي سنه 911هه ۾ بغداد ۾ پيدا ٿيو. سندس نسب پنجن واسطن سان سيدنا شيخ عبدالقادر جيلانيءَ رحه سان ملي ٿو. اوائل عمر ۾ بغداد مان مڪي آيو برابر 14 ورهيه حرمين ۾ رهي علم پڙهندي فراغت حاصل ڪيائين. پوءِ سياحت جي ارادي سان سنڌ ڏانهن نڪري آيو ۽ مخدوم نوح رحه جي صحبت ۾ رهيو جتان گهڻو فيض ۽ رشد حاصل ڪيائين. پوءِ سکر ۾ هڪ ٽڪريءَ تي عبادت الاهيءَ ۾ مشغول ٿيو جتي ڪيترائي اچي سندس مريد ٿيا.

مير محمد زڪريا، مير محمد معصوم جو پوٽو سندس معتقد مريدن مان هو. "دليل الذاڪرين" ۾ لکي ٿو ته هڪ دفعي پنهنجي فرزند کي ذڪر جي اهڙي تلقين ڪيائين، جو برداشت ڪري نه سگهيو ۽ ساهه سپرين جي حوالي ٿي ويس. جنهن تي شاهه خيرالدين هميشه افسوس سان ظاهر ڪندو هو ته اصل تلقين وٺڻ جي طاقت ڪويه طالب ڪانه ٿو رکي. شاهه خيرالدين جي خليفن ۾ سيد نصيرالدين متعلوي جو به نالو اچي ٿو جنهن شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ مخدوم نوح جي خليفي درويش يحيٰ رانتيه جي صحبت ۾ رهي گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو هو.

پير روضي ڌڻي سيد محمد راشد رحہ جي ملفوظات ۾ هڪ نقل آهي تہ شاهہ خيرالدين جي مريدن مان هڪ درويش مهراڻ جي ڪناري تي هڪڙي جهوپڙي ناهي مراقبي ۾ اهڙو محو ٿي ويو. جو درياءَ اُتان بيٺ ڪري ڇڏي ويو ۽ سندس جهوپڙي. واريءَ هيٺ اچي ويئي. پر هن کي سڌ بہ نہ رهي. هڪ دفعي شاهہ صاحب انهيءَ گوشہ نشين مريد کي سنڀاليو جنهن تي ڪين بڌايو ويو تہ سکر جي ٻاهران فقير هڪ ڪونڙي ناهي عبادت ۾ وڃي مشغول ٿيو هو پوءِ جو پتو ڪونہ آهي. شاهہ صاحب گهوڙي تي چڙهي اُتي آيو ۽ جهوپڙيءَ تان واري پري ڪري ڏٺائين تہ فقير سمهيو پيو آهي. اُتي شاهہ صاحب سنڌي ٻولي ۾ هينئين تڪ فرمائي:

"نہ تون ڪعبو نہ تون قبلو جو رهين منجهہ سجودا"

فقير جاڳي جواب ڏنو تہ: "بيخود آءُ، تہ ڪوه ڪندو قبلو:

جن سڄاتو سلطان، پرين اُهي پاڻ، ڪرن سجدو ڪنهن کي!"

شاهہ خيرالدين، آخري عمر ۾، رهڻ واريءَ ٽڪريءَ تان لهي اچي سکر ۾ انهي هنڌ رهيو جتي سندس مقبرو آهي. اُتي ترخان خاندان جي مغلن جا گهر هئا. جي هنن شاهہ صاحب کي نذراني طور ڏيئي ڇڏيا. سکر ۾ فقير سڏو ۽ فقير جمال الدين سندن خدمت ۾ رهندا هئا. شاهہ صاحب سکر ۾ ئي 27 رمضان سنہ 1027هہ ۾ لا ولد هن فاني دنيا مان آخرت جو سفر اختيار ڪيو. سندس تاريخ وفات هينئين قطعي جي ٻوئين مصرع مان ملي ٿي:

"شاهہ خيرالدين مہ برج شرف مقابل درگاهہ ايزد سرمدي

سال تاريخ وصالش عقل گفت مرشد ڪامل طريق احمد" 1027هہ

37ـ مخدوم نوح ولد مخدوم نعمت الله صديقي، اسلام جي ڏهين صديءَ ۾ تمام وڏو بزرگ ٿي گذريو. هن ظاهري طرح فقط 25 سيپاره قرآن جا مخدوم عربي هالائي وٽ ياد پڙهيا هئا، مگر پوءِ سندس سينو دنيا جي سمورن علمن سان ڀرپور ٿي ويو. مخدوم صاحب کي قرآن شريف جي حقيقتن ۽ اسرارن تي وڏو درڪ هو ۽ قرآن شريف جو درس بہ ڏيندو هو. بهاءُ الدين دلقپوش، جو سندس خاص دوستن ۽ مريدن مان هو، ان جو دستخط قران پاڪ جو پارسي زبان ۾ ترجمو هن وقت هالن ۾ موجود آهي، جو ترجمو حضرت مخدوم نوح جو چيو وڃي ٿو. هي بزرگ ايتريءَ حد تائين پرهيزگار هو جو سموري زندگيءَ ۾ ڪنهن ڌاريءَ عورت تي نظر ڪانہ پيئي هيس.

هڪ دفعي وات ويندي ڪنهن عورت رستو پڇيس ۽ بي خبريءَ ۾ ان مائيءَ تي مخدوم صاحب جي نظر وڃي پيئي. تہ سندس بصارت کي سخت نقصان رسيو جو آخر عمر تائين رهندو آيو. مخدوم صاحب سنت جو سخت پابند هو. هر هڪ ڳالهہ ۾ سنت جو لحاظ رکندو هو. پنهنجن معتقدن کي ”يار“ يا ”سنگتي“ سڏيندو هو. مخدوم صاحب مرزا محمد باقي ترخان کان وٺي ويندي اڪبر اعظم جي سنڌ تي قبضي ٿيڻ تائين حيات هو. عبدالرحيم خان خانان فاتح سنڌ. ٺٽي تي ڪاهہ ڪرڻ وقت دعا گهرڻ لاءِ هالن ۾ اچي حاضر ٿيو هو. مغليہ گورنرن مان سيد بايزيد. ٺٽي جو حاڪم. مخدوم جو بيحد معتقد هو. مخدوم صاحب جي نظر فيض اثر سان هزارين مرده دليون زندهہ ٿيون هو اويسي طريقي جو پير هو. جنهن ڪري ظاهري ڪنهن بہ بزرگ جي صحبت ۾ رهي ڪسب ڪماليت نہ ڪيو هئائين. پر الله تعاليٰ جو وهب هو. جنهن ڪري ولايت جي انتهائي درجي تي وڃي پهتو. مخدوم صاحب صبح جي وقت 27 ذوالقعد سنہ 982هہ ۾ 72 ورهين جي ڄمار ۾ هن دنيا مان رحلت فرمائي.

38_ متعلوي ساداتن جي خاندان مان سيد عبدالڪريم المعروف شاهہ ڪريم سنہ 944هہ ۾ تولد ٿيو. شروع جوانيءَ ۾ زهد ۽ تقويٰ ۾ نالو ڪڍيائين. مخدوم نوح هالائيءَ جي صحبت ۾ گهڻو فيض حاصل ڪيائين. شاهہ صاحب جي عادت هوندي هئي تہ رات جو اسر ويلي اُٺي مسجد ۾ بانگ چوندو هو. صبح جي نماز جماعت سان ادا ڪري وري اشراق جي نفلن پڙهڻ تائين ورد وظيفي ۾ مشغول رهندو هو. پنهنجي سر کيتي ڪندو هو ۽ هر ڪاهيندو هو ان مان فقيرن کي کاڌو کارائيندو هو ۽ انهن جي خدمت ڪندو هو. ڪڏهن وٽس صفا اٽو هوند ٿيندي هئي تہ مسافرن کي گداگري ڪري بہ آٽي ڏيندو هو. ڪنهن ڪنهن رات سومهڻيءَ جي نماز جماعت سان پڙهي. بلڙي مان نڪري ويندو هو ۽ ٺٽي تائين رستي تي جيڪي بہ مسجدون اينديون هيون. تن جو پاڻي پري ڀوءِ پير پني تان ٿيندو. مڪليءَ جي ٽڪريءَ واري قبرستان مان عبرت وٺي. ٺٽي جي مسجدن جو پاڻي پري. صبح صادق جي وقت بلڙيءَ ۾ پهچي صبح جي بانگ ڏيندو هو ۽ ماڻهو سمجهندا هئا تہ شاهہ صاحب شايد هاڻي ننڊ مان اٿي اذان ڏني آهي. ان ريت ورهين جا ورهيہ گذاري ڇڏيائين. ميان عبدالواسع ٺٽوي سندس ڪرامات ۽ ملفوظات هڪ رسالي ”بيان العارفين“ ۾ جمع ڪيون آهن. شاهہ صاحب بزرگانہ ۽ عارفانہ زندگي گذاري سنہ 1030هہ ۾ 12 فرزند ڇڏي وفات ڪري ويو ۽ بلڙيءَ ۾ دفن ٿيو. جتي سندس اولاد جي زمينداري ۽ خانقاهہ آهي.

## سنڌي ٻولي:

پارسي، حڪومت جي ٻولي هئي، عام ماڻهن جي ٻولي سنڌي هئي. گذريل بابن ۾ اوهين پڙهي چڪا آهيو ته نثر ۽ نظم ڀهريائين عربيءَ ۽ سنڌيءَ ۾، پوءِ پارسيءَ ۾ (خصوصا ارغونن ۽ ترخانن جي عهد حڪومت ۾) لکڻ ۾ ايندو هو. چاڪاڻ ته رعيت هميشه پنهنجي حاڪمن جون ئي رسمون ريتون اختيار ڪندي آهي. سنڌي شعر ڪڏهن شروع ٿيو تنهن جي پوري خبر محققن کي اجا پئجي ڪانه سگهي آهي. ڇو ته زماني جي خورد برد ڪري اڳين جا دفتر اسان جي هٿن ۾ اچي نه سگهيا آهن ۽ نڪي وري غفلت وچان پنهنجي شاندار ماضيءَ جي ڪارنامن جي سارسنڀال لڌي اٿئون.

بهرحال جيڪي هٿ لڳي سگهيو آهي، ان مان ڏسجي ٿو ته سنڌي شعر جا پرياڻ عيسوي 14 صديءَ يا هجري 8 صدي ۾ پڌرا ٿين ٿا. ان کان پوءِ جڏهن ترخان خاندان تي دهليءَ جي مغل شهنشاهه اڪبر اعظم ڪاهون ڪرايون، ته ا... زماني ۾ راڻدان جي شهر ۾ درويش راجو (راجه) هڪ خدا رسيده مست ٿي گذريو آهي. جو هميشه مٿين پيرين اگهاڙو گهمندو هو ۽ ڪٿي به ٽِڪاءُ نه ايندو هوس ۽ جيئن زبان وهندي هيس تيئن ٿيندو هو. چون ٿا ته جڏهن ڪو معاملو پيش ايندو هوس تڏهن انهيءَ هنڌ ٻيهي مٺي آواز سان سنڌي بيت پڙهندو هو ۽ جيڪي چوندو هو سو ٿيندو هو. سنه 977هه (1569ع) ۾ وفات ڪيائون.

انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ سرڪاري دفترن ۾ پارسي ڪم ايندي هئي ۽ ... مدرسن ۾، پر عام ٻولي سنڌي هئي. جو ڪجهه سنڌيءَ ۾ ٿورو گهڻو لکيو ويندو هو سو عربي صورتخطيءَ ۾ زيرن زبرن سان لکيو ويندو هو. ان کان ... جيئن دستور آهي ته جڏهن ڪابه زبان علمي بڻجي، زنده رهڻ لاءِ قدم کڻندي آهي تڏهن اها ڀهريائين نظم ۾ قلمبند ٿيندي آهي، تيئن سنڌي ٻوليءَ جي حالت ۾ سنڌي شعر جي شروعات عيسوي 14 صدي جي آخر ۽ 15 صدي جي اوائل ۾ ٿي آهي. ان کان اڳ جو سنڌي شعر نهايت ٿورو هٿ اچي سگهيو آهي.

اڪبر جي ڪاهُن وقت سنڌي زبان جي علمي زندگيءَ جي ابتدا جا نشان نظر اچن ٿا. مثلا مخدوم نوح رحه (متوفي 998هه) جو تمام ٿورو سنڌي ڪلام ملي ٿو. انهيءَ ساڳئي زماني ۾ مخدوم محمد جعفر بوبڪائي عربي زبان ۾ هڪ رسالو لکيو آهي. جنهن ۾ سنڌي ٻولي جي انهن جملن ۽ لفظن تي بحث ڪيل آهي، جن سان طلاق پئجي سگهي ٿي. رسالي جو نالو "حل العقود في طلاق السنود" آهي. انهيءَ رسالي مان هي به اندازو لڳي ٿي سگهجي ٿو ته اسلام جي

ڏهين صديءَ جي آخر ۾ سنڌ ۾ سنڌي ڪيئن ڳالهائي ويندي هئي. ان کان پوءِ سيد عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي سنڌي ڪلام شهرت حاصل ڪئي. (وفات 1030هہ: 1620ع). هي شايد پهريون ئي بزرگ آهي، جنهن جو سنڌي ڪلام قلمبند ٿيو هجي، جيئن شاهہ صاحب جي سوانح عمري "بيان العارفين" پارسي زبان ۾ لکيل آهي، تنهن ۾ سندن صوفيانہ شعر پارسي ترجمي سان درج ٿيو آهي. "بيان العارفين" ميان محمد رضا عرف مير دريائي ٺٽويءَ سنہ 1038هہ ۾ شاهہ ڪريم جي وفات کان ڇهہ ورهيہ پوءِ تصنيف ڪيو هو.

## سنڌ جو واپار:

مرزا شاهہ حسن ملتان فتح ڪيو هو ۽ سيوي، شال، مستونگ ويندي گرم سيل تائين علائقا ارغونن جي قبضي هيٺ هئا. قنڌار مرزا غازي بيگ جي جاگير هو تنهن ڪري هرات، خراسان ۽ سمرقند جا رستا سنڌ سان واپار لاءِ کليل هئا. سمنڊ رستي واپار لاهري بندر ۽ ٺٽي سان چالو هو. مگر سمنڊن تي پورچوگيزن جي حڪومت هئي. هرمز بيٽ ۽ گجرات جا بہ بندر ڊمن ۽ ديو سندن قبضي هيٺ هئا. سندن تجارتي ايجنٽ ٺٽي ۾ رهندو هو. پورچوگيز سمنڊن تي جهازن کي ڦري ماڻهن کي قيد ڪندا هئا. ان سبب ڪري هندستان جا سمورا حاجي مڪي ڏانهن خشڪيءَ رستي ٺٽي ۽ مڪران جي ڪناري واري رستي کان ويندا هئا. خراسان، قنڌار ۽ ماوراءِ النهر ڏانهن ويندڙ رستن کان سواءِ عراق جو رستو بہ کليل هو. مرزا جاني بيگ جي لشڪر ۾ عرب ۽ ڪرد سپاهي بہ موجود هئا، جن نيرن ڪوٽ جي قلعي مان مغليہ لشڪر سان مقابلو ڪيو هو.[1]

ايران جا صفويہ تاجدار ڪٽر شيعا هئا ۽ سنين کي گهڻيون تڪليفون پهچائڻ لڳا، اهوئي سبب هو جو سنہ 941هہ (1534ع) کان وٺي سنہ 961هہ (1554ع) تائين ساندهہ ترڪيءَ جي سلطان سليمان اعظم ايران تي ڪاهون ڪري آرمينا، موصل، بغداد ۽ عراق، ايران کان کسيا هئا. عدن بہ سلطان جي قبضي هيٺ اچي ويو.[2] هندستان جي سمنڊن جي بچاءَ لاءِ سلطان سليمان اعظم مصر کان جهازن جو دستو گجرات جي ٻيڙي جي مدد لاءِ مڪو هو. اسلامي متحد ٻيڙي گوئا تي ڪاميابيءَ سان مقابلو ڪري گهيرو ڪيو هو. مگر عين موقعي تي هڪڙو پورچوگيز اميرالبحر "جان دي ڪاسترو" جهازن جي دستي سان، جن تي

---

1 _ تاريخ هندستان: مولوي ذڪاءُ الله، جلد _5، ص -- 460.

2_ تاريخ دولت عثمانيہ: محمد عزيز، جلد _1، ص _ 199_198.

پنج هزار ملاح توب خاني سان هئا. اسلامي بيڙي تي ڪاهي گجرات جي اميرالبحر خواجہ ظفر کي شڪست ڏني.[1] سنہ 1553ع ۾ سلطان سليمان پنهنجي اميرالبحر سيد عليءَ کي جهازن جي دستي سان بصري کان روانو ڪيو. سيد علي مرزا شاهہ حسن ارغون جي رضاعي ڀاءُ مير سمندر معرفت مرزا شاهہ حسن سان معاهدي لاءِ ڳالهيون چوريون هيون.[2] مگر ترڪ اميرالبحر پورچوگيزن کان شڪست کاڌي. سيد علي گجرات، سنڌ، پنجاب ۽ ڪابل کان ٿيندو استنبول پهتو.[3] مرزا جاني بيگ، عبدالرحيم خان خانان سان جنگ ڪرڻ وقت پورچوگيزن کان مدد ورتي هئي ۽ ان جي عيوض کين لاهري بندر ۽ ٺٽي ۾ واپار ڪرڻ لاءِ تجارتي ڪوٺين وجهڻ جي اجازت ڏني هئائين.

ٻئي پاسي سلطان بهادر شاهہ گجراتيءَ پورچوگيز مڪارن خلاف پنهنجي سفير محدث آصف خان کي سلطان سليمان ڏانهن ادرنہ (ائڊريانوپل) روانو ڪيو هو. چاڪاڻ تہ پورچوگيز شهرن کي ساڙي ماڻهن کي زوريءَ عيسائي بنائيندا هئا. جيڪڏهن ڪو بدنصيب ايماندار انڪار ڪندو هو تہ ان کي قيد ڪري ڏارين ملڪن ۾ بطور غلام جي وڃي وڪڻندا هئا. مرزا جاني بيگ کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ خان خانان بذات خود ٺٽي ۽ لاهري بندر وڃي پورچوگيزن کي اتان تڙي ڪڍيو هو. ٺٽو ايتري قدر دولت مند هو جو خان خانان جي بہ اها مرضي هئي تہ شهر تي قبضو ڪري دولت هٿ ڪري ۽ اهڙي منصوبي ۾ سندس اهلڪار بہ ساڻس هم خيال هئا.[4]

## سڪا:

مرزا عيسيٰ ترخان جي ڏينهن ۾ پورچوگيز ڊالر (تنڪي) ۽ گجرات جو سڪو لاڙي سنڌ ۾ رائج هو. مرزا عيسيٰ سنڌ جو پهريون حاڪم هو جنهن پنهنجو سڪو

1 - Edmund, C. Cox: A Snort History of Bombay Presidency, Chp. V, PP. 51-66.

2 ـ همايون نامہ: گلبدن بيگم، ص – 56. ترڪي اميرالبحر سيد علي 1555ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو.

3 ـ ترڪي اميرالبحر شڪست کائڻ کان پوءِ گجرات، سنڌ، پنجاب ۽ افغانستان کان ٿيندو استنبول پهتو هو. سندس سفرنامي جو نالو "مرات الممالڪ" آهي. جنهن ۾ 1552ع کان وٺي 1556ع تائين اسلامي دنيا جو بيان ڏنل آهي. مسٽر ايچ ـ ويمبري ڪتاب جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيو. سلطان سليمان اعظم جي ڏينهن ۾ ترڪي سلطنت جي اوج جو زمانو هو. همايون جڏهن سڪندر سوريءَ کي شڪست ڏني هئي، تڏهن سڪندر سوريءَ پنهنجي پٽ کي سلطان سليمان ڏانهن مدد گهرڻ جي ارادي سان استنبول ڏانهن مڪو هو.

خلافت و هندستان: سيد سلمان ندوي، دارالمصنفين، اعظم ڳڙهہ، 1340هہ.

4 ـ تاريخ هندستان: مولوي ذڪاءُ الله، جلد ـ 5، ص ـ 455.

"عيسائي" نالي جاري ڪيو هو. مرزا جاني بيگ اُن جي قيمت گهٽائي مٿس پنهنجي نالي پويان "ميري" نالو رکيو هو.[1] وري جڏهن اڪبر اعظم جو سڄيءَ سنڌ تي قبضو ٿي ويو تڏهن مغليه سڪو سنڌ ۾ رائج ٿيو. ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آسودگيءَ جو دور هو. همايون مرزا شاهه حسن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو هو انهن ڏينهن ۾ سنڌ جي ٿر علائقي ۾ في رپئي چار ٻڪريون ملنديون هيون. مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جو بيان آهي ته شاهه بيگ ارغون کي باغبان جي باغن جي اٽڪل ٺاهڻ لاءِ هڪ هزار اُٺ حملي ڪرڻ وقت هٿ لڳا هئا. همايون نامي ۾ روهڙي، بکر ۽ فتح باغ جي باغن جي تعريف لکيل آهي. دارالخلافه ٺٽو نهايت دولتمند شهر هو. مگر مرزا عبدالرحيم خان خانان جي ڪاهه ڪرڻ وقت جنگ جي اينگهه ڪري سنڌ ۾ ڏڪر پيو. محمد تغلق جي ڏينهن کان پوءِ سنڌ ۾ هي ٻيو ڏڪر هو جنهن ۾ مانيءَ جي قيمت جان کان وڌي ويئي هئي.

## عدالتي ۽ فوجي ڪاتا:

ارغونن ۽ ترخانن جي ڏينهن ۾ سنڌ جو عدالتي ڪاتو شرع مطابق هلندو هو. بکر ۽ ٺٽي جهڙن تختگاهه شهرن ۾ شيخ الاسلام رهندا هئا. مٿيون عهدو ڪامل عارفن کي ملندو هو جيڪي سنت و جماعت جا سختيءَ سان پابند هئا. ٻين وڏن شهرن جهڙوڪ سکر، سيوهڻ، نصرپور وغيره، تن تي قاضي مقرر هئا، جي فقهه ۽ حديث جا ماهر هئا. مٿيان عهدا علميت تي منحصر هئا ۽ سنڌين توڙي غير سنڌين لاءِ هڪ جهڙو کليل هئا. سماع ۽ سرود جون محفلون بکر کان وٺي لاڙ تائين برپا هيون. سنڌ جا درويش وقت جا ڪامل ولي هئا، جن جي دهليز اڳيان وقت جا حڪمران جهڪندا هئا.

مرزا عبدالرحيم خان خانان سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ وقت چانڊڪي پرڳڻي مان لنگهندي، ميان آدم شاهه ڪلهوڙي ۽ بعد ۾ حضرت مخدوم نوح رحه کان دعا پنڻ ويو هو. سنڌ ۾ حنفيت جو زور رهيو. مگر خراسان ۽ فارس کان گهڻا اهڙا علماءَ سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا، جيڪي شيعا هئا. مرزا عبدالرحيم خان خانان به شيعو هو. سنڌ ۾ علميت جو زور هو. ٺٽي ۽ بکر ۾ بعض علماءَ فن ڪتابت ۽ نسخ ۽ نستعلق جا ماهر هئا، جيڪي خوش خطيءَ جي ڪري "هفت قلم" ۽ "عنبرين قلم" جي لقبن سان سڏبا هئا. منجهانئن گهڻن کي مرزا عبدالرحيم خان خانان پاڻ سان وٺي ويو هو. هندن جا مندر ۽ ٽڪاڻا محفوظ هئا. ڪين

---

1_ تحفة الڪرام: جلد_3، ذڪر ترخان.

پنهنجي طريقي سان عبادت، پاٺ ۽ پوڄا ڪرڻ جي اجازت ۽ آزادي مليل هئي. سندن فيصلا پنچائت ڪندي هئي.

ارغونن ۽ ترخانن جي فوجي حالت مضبوط هئي. شاهه بيگ، مرزا شاهه حسن، مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود ڪوڪلتاش بهادر سپاهي هئا. مرزا شاهه حسن ڏراور ۽ ملتان جا قلعا فتح ڪري، ملتان جي لانگاهه سلاطين جو خاتمو ڪيو هو. ارغونن ۽ ترخانن وٽ فوجي نقل و حرڪت لاءِ سنڌو نديءَ تي ٻيڙو به رهندو هو. فوجي اميرن کي جاگيرن کان سواءِ وظيفا به ملندا هئا. مرزا جاني بيگ، مرزا خان خانان سان جنگ جوٽي، اڪبري فوجن جي نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو هو. جيسلمير ۽ مارواڙ جي راجائن سنڌ فتح ڪرڻ وقت اڪبري لشڪر کي سامان رسد ۽ سپاهين سان مدد ڪئي هئي. مرزا جاني بيگ اڪبري توب خاني سان مقابلي ڪرڻ لاءِ پورچوگيزن کان مدد ورتي هئي، ليڪن پورچوگيز مڪار ۽ دغاباز هئا، هنن مرزا جاني بيگ کي پوري مدد ڪانه ڏني هئي. جنگ جي ڪري سنڌ جا ڳوٺ ۽ شهر ويران ٿيڻ لڳا. ريل ۽ هالڪنديءَ جهڙن پرڳڻن جون آباد زمينون، غير آباد ٿي ويون. سنڌ ۾ ڏڪر پئجي ويو. زميندارن تنگ ٿي اڪبري سپهه سالار جي آڏو ميڙ ڪيو، جنهن ڪري مجبور ٿي مرزا جاني بيگ، خان خانان اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ سنڌ تي مغلن جي حڪومت شروع ٿي. پوءِ بکر ۽ ٺٽي هتان دهلي ۽ آگري جي درٻارن مان نواب مقرر ٿي سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳا.

## فن عمارت سازي:

عربن کان پوءِ تغلق سلاطين جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ فن عمارت سازيءَ جو آغاز شروع ٿيو. سنڌ جي جهونين عمارتن مان شيخ عثمان مروندي مشهور لعل شهباز قلندر جو روضو آهي، جنهن تي هن وقت جيڪي ڪتبا موجود آهين، تن مان معلوم ٿو ٿئي ته 7 رجب سنه 757هه ۾ ملڪ اختيارالدين والي سيوستان. فيروز شاهه تغلق جي زماني ۾ ولي الله شيخ عثمان مرونديءَ جي تربت تي روضو ٺهرايو جنهن کي ست ونگون ۽ ڇهه گنبذ آهن. ٻئي ڪتبي جو مضمون آهي ته سيد جلال الدين واليءَ سيوستان فيروز شاهه تغلق جي زماني ۾ 7 صفر 757هه ۾ ولي الله علاءُ الحق علي بغداديءَ جي قبر تي هڪ گنبذ ٺهرايو. اهي ٻئي ڪتبا مزار واري ڪمري جي ٻاهرينءَ ديوار تي لڳل آهن. "حيات نامه قلندري" مان معلوم ٿئي ٿو ته، سيد علي بغدادي مخدوم قلندر جو همر سفر ۽ خليفو هو ۽ کيس سندس وزير ڪري سڏيندا آهن.

دليءَ سان ناتن هٽڻ ڪري، سمن جي ذهنن ۾ سنڌي ايراني ۽ هندي نموني جي فن عمارت سازيءَ کان واقف ٿيا. انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا جي سنڌ جي مضمون نگار جو بيان آهي تہ شيراز جي ڪاريگرن جي سنڌ ۾ اچڻ ڪري سنڌ جي تهذيب جو نئون دؤر شروع ٿيو. سمن مان ڄام تماچي ۽ نوريءَ جو مقبرو ۽ ڄام نندي جو گنبذ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي سنڌين جي فن عمارت سازيءَ جي ثبوت لاءِ يادگار آهن. سمن کان پوءِ ارغونن ۽ ترخانن جي سنڌ تي صاحبي شروع ٿي. سندن مقبرا ڪوهہِ مڪليءَ تي خاموش زبان ۾ ٻڌائين ٿا تہ. مٿيان سلطان غير سنڌي هئا. مگر سنڌ جي خاڪ ۾ اهڙي ڪشش رکيل هئي، جو اهي پاڻ کي غير سنڌي ڪين سمجهندا هئا. پر سنڌ کي پنهنجو وطن سمجهندا هئا ۽ سندن وصيتن موجب سندن جنازا ڪوهِ مڪليءَ تي دفنايا ويا. مثلا مرزا جاني بيگ برهان پور (دکن) ۾ وفات ڪئي ۽ مرزا غازي بيگ قنڌار ۾ وفات ڪئي، مگر هزارن ميلن جي مفاصلي تان سندن جنازن کي ڪٺائي مڪليءَ تي سپردخاڪ ڪيو ويو. مرزا محمد عيسيٰ ترخان، جنهن ارغونن کان پوءِ سنڌ تي 18 ورهيہ حڪومت ڪئي، تنهن جو گنبذ مڪليءَ تي اڏايل آهي، جنهن تي چؤگرد آيتون ۽ اشعار اڪريل آهن. مڪليءَ جي قبرستان ۾ جيڪي مشهور مقبرا آهن، تن ۾ مرزا محمد باقيءَ جو روضو بہ آهي. هن وقت محڪمہ آثار قديمہ جي بي پرواهيءَ ڪري ان جو گنبذ ڊهي پيو آهي. ان ۾ بہ قبرون شڪستہ حالت ۾ آهن. موجوده ڊٺل گنبذ جي ديوار تي ڪوبہ ڪتبو موجود ڪونہ آهي. مگر لب تاريخ جي مؤلف لکيو آهي تہ انهي گنبذ جي دروازي تي هينيون سٽون لکيل هيون:

”وفات يافت حضرت جنت المقامي مرزا محمد باقي ولد مرزا محمد عيسيٰ ترخاني در تاريخ هشتم روز شنبہ شهر شوال سنہ 993 هجري.“

مرزا جي قبر تي هينيون شعر لکيل آهي:

”زغيب آمد ندا تاريخ او گفت
ڪہ گوئي سرور سردار باقي.“

مرزا جاني بيگ جو مقبرو بہ ڪوهہ مڪليءَ تي مٿين مقبرن جي لڳولڳ آهي. مرزا جاني بيگ اٺ ورهيہ اڪبر جي معزز اميرن ۾ منسلڪ رهيو ۽ بادشاهہ سان برهان پور جي سفر ۾ وفات ڪري ويو. سندس جنازو ٺٽي ۾ آڻي دفن ڪيو ويو. سندس مقبري ۾ سندس پٽ مرزا غازي بيگ جي بہ تربت آهي. مقبري تي نفيس ڪاشيءَ جو ڪم ٿيل آهي.

مرزا عيسيٰ خان ولد مرزا جان بابا ولد مرزا عيسيٰ ترخان ڪلان جي رانڪ (روضو) ڪوهه مڪلي تي تمام مشهور عمارت آهي. رانڪ جي تعمير پنهنجي حياتيءَ ۾ شروع ڪرائي هئائين. برابر 18 ورهيه ڪم ٿيندو رهيو مگر ڪم پوري ٿيڻ کان اڳ مرزا سنه 1054هه ۾ وفات ڪري ويو. "لب تاريخ" واري جو چوڻ آهي ته رانڪ جو پٿر ڪرنال کان گهرايو ويو هو. رانڪ شاهه جهان جي زماني ۾ اڏائي ويئي آهي. سندس نمونو مغليه آهي. انهيءَ گنبذ تي چڙهڻ لاءِ هڪ ڏاڪڻ آهي، جتان متي چڙهي سير ڪري سگهجي ٿو. سرخ پٿر تي تمام سنهي ۽ دلپسند نقاشي ٿيل آهي. محرابن تي بي حد خوشخط حروفن ۾ قرآن شريف جون آيتون منقش آهن.

انهيءَ گنبذ کي چوڌطرف احاطو آهي، جنهن ۾ ترخانن جي بيگمات جا ڪيترائي مقبرا آهن، جيتوڻيڪ متن، شايد پرده داريءَ جي تقاضا سبب، ڪنهن به بيگم جو نالو لکيل ڪونه آهي. بهرحال ٺٽي جي آثار قديمه ۾ مرزا عيسيٰ جي رانڪ هڪ بهترين عمارت آهي. زماني جي انقلابن ڪري خسته ۽ خراب ٿي رهي آهي، تاهم مسافرن جي جذب ۽ ڪشش قلب جو سامان گهٽو ئي رکي ٿي. انهيءَ رانڪ جي واڪاڻ ۾ ٺٽي جي هڪ شاعر (تخلص طاهر) هڪ عجيب نظم لکيو آهي، جو هيٺ درج ڪجي ٿو:

رانڪ مرزا عيسيٰ اندر ڪوه مڪلي طرف جاست
در بهاران گوئيا سر چشمه نور خداست
در صفايش هرڪه بگمارد نظر بي شڪ و ريب
ديده ديده باليقين ميگويد انجائي داست
بي تڪلف گر ڪند ناگه گذر رضوان درو
در غلط افتاد گويد انڪه فردوس علاست
چا ديوارش اگر از شش جهت اندر صفا
باج گيرد درد و چشم منصفان الحق بجاست.

# باب ڇهون

## بلوچن ۽ مغل شهنشاهن جا تعلقات:

بابر کان وٺي شاهه جهان تائين جيڪي به مغل شهنشاهه ٿي گذريا، سي بلوچن سان دوستانه ۽ فياضانه نموني هلت ڪندا هئا. عرش آشياني بابر دهلي ۽ آگري فتح ڪرڻ کان پوءِ هرهڪ سپاهيءَ بلڪ دوستن ۽ عزيزن کي ايترا انعام ۽ اڪرام ڏنا هئا، جو فوجي سپاهي کيس "قلندري" جي لقب سان سڏيندا هئا.[1] همايون هرهڪ بلوچ سردار کي جاگيرون عنايت ڪيون، جن جي فهرست گذريل باب ۾ ڏيئي چڪا آهيون. سنڌ ۾ مير عليڪ کان شڪست کائڻ کان پوءِ بلوچن همايون کي مرزا شاهه حسن ارغون، مرزا عسڪري ۽ مرزا ڪامران جي چنبن کان بچائي، سلامتيءَ سان ايران جي سرحد تائين پهچايو هو. قنڌار فتح ڪرڻ کان پوءِ شاهه محمد قلاتي بلوچ همايون پاران قنڌار تي حڪومت هلائڻ لڳو.[2] بلوچي قبائلي لشڪر جي مدد سان همايون دهلي ۽ آگري فتح ڪرڻ کان پوءِ مير چاڪر خان، رندن جي سردار ۽ ٻين بلوچي سردارن کي پاڻ سان گڏ دهليءَ جي تخت تي ويهاري، سندن عزت افزائي ڪئي هئي.[3] عبدالرحيم خان خانان به بلوچن جي مدد سان سنڌ فتح ڪئي، جنهن جي عيوض شهنشاهه جلال الدين محمد اڪبر ٺٽي جي اولهندي کان وٺي ويندي بکر تائين سنڌو نديءَ جو اولهندو ڪنارو بلوچي قبيلن کي ورهائي ڏنو.

مٿيون سنڌ جو حصو سرڪاري ڪاغذن ۾ بلوچي رياست شمار ٿيڻ لڳو.

WESTHAAGICKAN "THE KINGDOM OF THE BALOCHISES OF THATTA AND BAKHAR."[4]

---

1 - Stanely Lne- Poole: Mediaeual India, "Battle of Paniput" PP. 203-204

2_ تاريخ هندستان: مولوي ذڪاءُ الله، جلد_5، ص_ 466.

3 - R. Hughes-Buller: Makran, Population "The Rinds."

4 _P. Saran Dr: Provincial Government of the Moghals, P. 108 Allahabad.

## قنڌار جو مسئلو:

سنہ 1037ھ (1628ع) ۾ شاھہ جهان جي ڏينهن ۾ بلوچن ۽ مغلن جي دوستيءَ جي فضا جو رخ بدلجڻ لڳو. ان جو مکيہ سبب قنڌار جو مسئلو هو. بلوچستان جو اتر وارو حصو شال ۽ مستونگ سميت، قنڌار سرڪار جي ماتحت هو. ڪڇي ۽ سيوستان (زوب ۽ لورالائي) بکر ۽ ملتان سرڪارين جي ماتحت هئا. سنہ 1522ع ۾ بابر قنڌار ارغونن کان هٿ ڪيو هو. همايون شاھہ طهماسپ صفويءَ کي هي شهر موٽائي ڏنو هو. تنهن کان پوءِ سلطان حسين جي پٽن جي بغاوت ڪري، اڪبر اعظم مٿس قبضو ڪيو هو ۽ سنہ 1606ع ۾ اڪبر جي مرڻ تائين قنڌار مغلن جي هٿ هيٺ رهيو.[1]

سنہ 1623ع ۾ شاھہ عباس اعظم صفويءَ جهانگير جي ڏينهن ۾ مغليہ نواب عبدالعزيز خان نقشبنديءَ کان قنڌار کسي ورتو. سنہ 1027ھ (1628ع) ۾ شاهجهان بہ گهمرا قنڌار هٿ ڪرڻ لاءِ پنهنجن پٽن دارا شڪوه ۽ اورنگزيب جي اڳواڻيءَ هيٺ قنڌار تي فوج ڪشي ڪئي. مغليہ لشڪر سخي سرور دري کان لنگهيو هو. بئي گهمرا بلوچن ڪاريزون پيجي ڇڏيون، جنهن ڪري رستا پاڻيءَ سان پرجي ويا. ان کان سواءِ مغليہ فوجن جي سامان کي بہ لٽيائون. سنہ 1649ع ۾ شاھہ جهان ملتان، بکر، سيوهڻ، ٺٽي ۽ سيويءَ مٿان اورنگزيب کي نواب مقرر ڪيو. اڳ جڏهن مغل شهنشاھہ لاهور ۾ دربار ڪندا هئا، تڏهن بلوچ سردار لاهور ۾ شهنشاهَن کي نذرانا پيش ڪري، خلعتون وٺندا هئا. اورنگزيب ملتان جي نوابيءَ جي زماني ۾ نئون حڪم جاري ڪيو تہ سمورا بلوچ سردار ملتان حاضر ٿي پيش پون. اهڙي حڪم کي بلوچ سردار پاڻ لاءِ بي عزتي سمجهڻ لڳا.[2]

## مير عالم خان نوحاڻيءَ جي بغاوت:

ڪڇيءَ جي بلوچ سردارن مان مير عالم خان نوحاڻيءَ استقلال جي جهنڊي کي بلند ڪيو. ديره جات جي مرراڻين ۽ بکر کان وٺي ليئها تائين بلوچي رياست جنهن جو تختگاھہ منڪاره هو تن سيني شهزادي اورنگزيب جي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ليڪن شاھہ جهان جي حڪم پهچڻ کان پوءِ سيني سردارن ملتان ۾ اچي نذرانا پيش ڪيا. اورنگزيب جي مرضي هئي

1 - J. Sarkar: History of Aurangzeb, Vol. I. CHP. VII, P. 31 Calcutta. 1912.

2_ سموري بيان لاءِ ڏسو "آداب عالمگيري" جو ڇهن سون خطن جو مجموعو آهي. منجهانئن عالمگير جي ايام شهزادگيءَ جي ڪارنامن جي خبر پئجي سگهي ٿي. مٿيان خط عالمگيري دؤر ۾ شيخ ابو الفتح گڏ ڪيا هئا، جو منشي الممالڪ جي عهدي کي پهتو هو.

تہ ڪيئن بہ ڪري مير عالم خان نوحاڻيءَ جو زور ڀڃي. مٿينءَ پاليسيءَ جي ماتحت هو ٻين بلوچ سردارن کي دم دلاسا ڏيڻ لڳو مگر فسادن جي باھہ ننڍي تائين پکڙجي ويئي.[1]

ڪڪرالي جي نومڙين ۽ ڪيرٿر جي جوکين بہ فساد ۾ حصو ورتو. ساڻن گڏ لاڙ ۾ مڪران جي رهندڙ جدغال قومن بہ لٽ مار ڪرڻ جي ارادي سان فسادين سان شرڪت ڪئي، جنهن ڪري ننڍو خطري ۾ پئجي ويو. اورنگزيب پنهنجن سپہ سالارن مان ملڪ حسين ابدالي جي اڳواڻيءَ هيٺ وڏو لشڪر توب خاني سميت فسادين جي مقابلي لاءِ روانو ڪيو. مير عالم خان نوحاڻيءَ شڪست کاڌي، سندس رياست جو خاتمو ٿيو.[2] ڪڇيءَ مان واندو ٿي، ملڪ حسين ابدالي ٻيڙين تي مضبوط توب خانو ۽ لشڪر وٺي، مهراڻ رستي سنڌ ۾ وارد ٿيو. نومڙين جي ٻن سردارن، ڄام هارون ۽ ڄام خطرتال ۽ جوکين جي سردار ڄام مريد خان آڻ مڃي. نومڙين ۽ جوکين لاءِ مڪران ڏانهن وڃڻ بند ٿي ويو.[3]

ملڪ حسين ابدالي لاهري بندر ۾ ڇانوڻي وجهي، نومڙين ۽ جوکين جو انتظار ڪرڻ لڳو ڇاڪاڻ تہ نومڙين جو هڪڙو سردار، ڄام مدو ڏکڻ افغانستان جي جبلن کان نڪري لس ٻيلي تائين ڪاهي آيو هو. ملڪ حسين هڪڙيءَ رات اوچتو مٿس حملو ڪري، سندس خاتمو ڪري ڇڏيو هو. ان کان سواءِ ڪڪرالي جو هندو راڻو ڄام سهتو هالو جنهن اڳ نومڙين ۽ جوکين جو طرف

---

1ـ مڪران کان هجرت ڪرڻ کان پوءِ نوحاڻي قبيلي جي سردار عمر خان نوحاڻيءَ ڪڇيءَ جي اوپرندي واريءَ ڪنڊ تي نوحاڻين جي رياست قائم ڪئي هئي. رند ۽ لاشارين جي ٽيهن سالن واري ويڙھہ ۾ عمر خان لاشارين جو طرف ورتو هو. مير غازي خان مرراڻي شهزادي دارا شڪوھہ جو اتاليق هو.
M.L. Dames: Popular Poetry of the Balochs, "The Thirty years war".

2 - J. Sarkar: History of Aurangzeb, Vol. I, Chp. VII, P. 118

(3)3 آر۔ هيوز بلر صاحب مڪران گزيٽئر ۾ گچڪين جو بيان مسٽر اپنٽوون بمبئي سول سروس عملدار جي حوالي سان هن ريت ڏنو آهي تہ مڪران جي هڪڙي بلوچ سردار، نظر محمد خان، پنهنجن عزيزن جي شڪايت تي پنهنجي پٽ کي، جنهن جو نالو ڪمال خان هو غصي ۾ مارائي ڇڏيو. ڪيس هڪڙي نياڻي دليبو نالي هئي. نظر محمد وعدو ڪيو تہ هو پنهنجن عزيزن مان ڪنهن کي وارث ڪونہ ڪندو. هن بلوچن کي حڪم ڏنو تہ ڪنهن شهزادي جي ڳولا ڪن. اتفاق سان ڪي بلوچ واپاري ٻڙودي ۾ واپار سانگي پهتا. انهن ڏينهن ۾ جوڌپور جو شهزادو سمت جوارميدا، شڪار جي سانگي اوڪامنڊل ۾ منزل انداز هو بلوچن وجھہ وٺي شهزادي کي شڪار ڪندي گرفتار ڪيو ۽ کيس مڪران وٺي ويا. شهزادو سمت امير نظر محمد جي دعوت تي مسلمان ٿيو. جنهن سان سردار پنهنجي ڌيءَ دليبو جي شادي ڪرائي، جنهن مان گچڪين جو نسل شروع ٿيو. اهي پيءُ پاران راجپوت ۽ ماءُ طرفان بلوچ آهن. تنهن ڪري شہ جي لقب سان (شيخ) سڏجن ٿا. منجهانئن مل مراد ڏهون سردار هو. جنهن بليدين کان مڪران فتح ڪيو.
R. Hughes-Buller: Makran, Geneological table of Gichkis. P. 320.

ورتو هو تنهن تي اورنگزيب جي حڪم موجب ڪڇ جي راءِ حملو ڪيو جنهن ڪري ڄام سهتي هالي مجبور ٿي، ملتان وڃي، روبرو اورنگزيب کان معافي وٺي، پنهنجي جند ڇڏائي. مٿين فسادن ۾ نومڙين، جوکين ۽ هوتن کي گهڻون نقصان پهتو پر جوکين جو ڪڪرالي جي هندو ڄام سان دائمي وير پئجي ويو ۽ ان جو خاتمو تڏهن ٿيو جڏهن جوکين ڪڪرالي جي هندو رياست جو هميشه لاءِ خاتمو ڪري ڇڏيو. ملڪ حسين ابدالي، فسادين کي مات ڪرڻ کان پوءِ لاهري بندر جي حفاظت لاءِ قلعو تعمير ڪرائي مٿس توبون رکائي، لشڪر جو انتظام ڪري، پوءِ ملتان ڏانهن موٽيو. بلوچن ۽ سنڌ جي شڪست جي خوشي ملهائڻ لاءِ دهليءَ جي قلعي معليٰ تي ٽن ڏينهن تائين نوبتون وڄڻ لڳيون.

## مغلن جي قنڌار تي ٻي ڪاهه:

سنه 1652ع ۾ شاهه جهان ٻيون گهمرو قنڌار تي 56 هزار لشڪر، اورنگزيب جي اڳواٽيءَ هيٺ روانو ڪيو. بلوچن کي ٽارڻ لاءِ مغلن جا ايجنٽ بلوچ سردارن کي نقد ناڻو ڏيئي، اُٺ خريد ڪرڻ لڳا. ٻئي پاسي نواب سعدالله خان ڪابل کان لشڪر وٺي غزني پهتو. شهزادو اورنگزيب، ٿل ۽ چوٽيالي کان ٿيندو، خوجڪ لڪُ ٽپي، قنڌار پهتو. قنڌار انهن ڏينهن ۾ وچ ايشيا ۽ هندستان واري شاهراه تي وڏي واپار جو مرڪز هو. ساليانو 14 هزار اُٺ، مال سان ڀريل قنڌار ۽ چوٽيالي واري رستي کان لنگهندا هئا. چاڪاڻ جو سمنڊ جو رستو فرنگين جي آمد ڪري بند هو. مٿيون واپار افغان واپاري، بلوچي قافلن جي ذريعي ڪندا هئا. هن دفعي وري مغليہ لشڪر شڪست کاڌي. سنه 1648ع ۾ هندستان جي سالياني اُپت جملي 22 ڪروڙ رپيا هئي. قنڌار جي ٻن جنگين ۾ مغل شهنشاهت جو 12 ڪروڙ رپيا خرچ لڳو هو.

## دارا شڪوهه جو سنڌ ۾ اچڻ:

شاهه جهان کي چار پٽ هئا: دارا، اورنگزيب، مراد ۽ شجاع. شاهه جهان جي جيئري، دارا ڪابل، لاهور، ملتان، سنڌ ۽ بلوچستان مٿان حاڪم هو. اورنگزيب دکن تي، مراد گجرات تي ۽ شجاع بنگال تي حڪومت ڪندو هئا. وليعهد دارا هو جنهن سان شاهه جهان جي نهايت محبت هئي. 29 مئي سنه 1658ع ۾ سموگڙه جي هولناڪ جنگ ۾ محمد دارا شڪوهه پنهنجي ڀاءُ اورنگزيب کان شڪست کائي، خزانن ۽ توب خاني سميت همايون وانگر

پائرن جي نااتفاقيءَ ڪري بکر جي قلعي ۾ پهتو.[1]

اورنگزيب پيءُ کي آگري جي قلعي ۾ نظربند ڪري، تخت هٿ ڪيو. دارا همايون وانگر تخت ۽ تاج هٿ ڪرڻ لاءِ سنڌ ۽ گجرات کان ٿيندو اجمير پهتو ۽ شڪست کائي ڪڇ جو رڻ ٽپي، نصرپور، هالا ۽ سيوهڻ کان ٿيندو، ايران ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪيائين. چانڊڪي پرڳڻي مان لنگهندي چانڊين سندس قافلي کي لٽيو. هن سفر ۾ سندس بيگم نادره به ساڻ هئي. جا سلطان پرويز جي ڌيءُ هئي. سندس ننڍو پٽ شهزادو سپهر شڪوهه به ساڻس همراه هو. جهل وٽ پهچڻ وقت مگسين جي سردار مرزا خان معزول شهزادي کي پناهه ڏني. نادره بيگم ان وقت بيمار هئي، سا ايران وڃڻ جي خلاف هئي. دارا وٽ فقط 3 سؤ غلام ۽ 4 خچر اشرفين سان پريل هئا. بيو سمورو سامان بکر جي قلعي ۾ ڇڏي آيو هو.[2]

اورنگزيب لاهور کان دارا جي گرفتاريءَ لاءِ مير بابا کي روانو ڪيو هو. بولان جي دري جي منهن وٽ ڍاڍر جو حاڪم ملڪ جيوڻ باروزي (پني) افغان هو. جنهن کي اڳ ڪنهن ڏوهه ۾ شاهه جهان موت جي سزا ڏني هئي، مگر شهزادي دارا جي سفارش سان سندس جان بچي هئي. ملڪ جيوڻ شهزادي کي پناهه ڏني، ليڪن اشرفين سان خچر پريل ڏسي سندس نيت ۾ خلل پئجي ويو. نادره بيگم جا بيمار هئي، تنهن هت انتقال ڪيو. سندس جنازي کي، شهزاديءَ جي وصيت موجب، خواجه مقال ۽ گل محمد بلوچ حفاظت سان لاهور ۾ ڪٽي وڃي دفنايو.

هڪ رات ملڪ جيوڻ وجهه ڏسي دارا کي سندس پٽ سميت گرفتار ڪري مير بابا جي حوالي ڪيو. جو ان وقت بکر ۾ هو. ملڪ جيوڻ به انعام جي لالچ تي قيدين جي قافلي سان دهليءَ پهتو. اورنگزيب دارا کي قتل ڪرائي همايون جي مقبري ۾ دفنايو ۽ سندس پٽ کي گواليار جي قلعي ۾ قيد رکيو جو مغلن جي ڏينهن ۾ شاهي قيدخانو هو. اورنگزيب ملڪ جيوڻ کي بختيار خان جو سڪٽو لقب ڏيئي روانو ڪيو. هو ڪڇيءَ جي ميدان مان لنگهندي بلوچن

---

1 ـ بکر جي قلعي تي خواجه بسنت کي دارا شڪوه حاڪم مقرر ڪيو هو جنهن اورنگزيب جي سپه سالار خيل خان سان جنگ ڪئي هئي. دارا شڪوهه شيخ محي الدين ابن العربي جو معتقد ۽ صوفي طريقي جو پابند هو. سندس ڪتاب سفينة الاولياءَ آهي، جنهن کي سندس حڪم موجب شيخ جعفر بن علي حضرمي (متوفي 1064ع) عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو.

سفينة الاولياءَ جو فارسي نسخو سنه 1900ع ۾ لکنؤ مان شايع ٿيو.

2 - F. Bernier's trauch in the Moghal Empire, Vol. I, PP-230-240. 1890

هٿان مارجي ويو.[1] چون ٿا تہ جڏهن ملڪ جيوڻ ڏهليءَ ۾ پهتو هو تڏهن اورنگزيب جي هڪڙي فوجي عملدار هيبت خان بلوچ جي تحريڪ سان دهليءَ جي ماڻهن مٿس پٿر اُڇلايا هئا.

## بلوچن جو مغلن خلاف ٻيو گهمرو فساد:

بلوچستان وقت بوقت مغلن ۽ صفوين جي ماتحت رهيو. سنہ 1590ع ۾ بلوچستان اڪبر اعظم مڪران تائين فتح ڪيو ۽ سنہ 1637ع تائين دهليءَ جي ماتحت رهيو. پوءِ صفوين وري مٿس قبضو ڪيو. سنہ 1648ع ۾ ٻيهر دهليءَ جي ماتحت ٿي ويو.[2] قلات تي جيڪي مغليہ نواب حڪومت ڪندا هئا، سي براهوئين تي سختيون ڪندا هئا. آخوند محمد صديق لکي ٿو تہ ظلم مغلن جي خصلت هئي.[3] براهوئين مان ميرواڙي پهريان براهوئي هئا، جن سمن جي صاحبيءَ جي زماني ۾ بلوچستان جي جدغالن کي شڪست ڏيئي، براهوئي "گڏيل راڄ" جو بنياد وڌو هو. قلات جا قنبراڻي بہ انهن ميرواڙين جي شاخ هئا. براهوئين مغلن سان جيڪو عهدنامو ڪيو هو، ان موجب کين قلات جي دربار ۾ مغليہ نواب سان ملاقات ڪرڻ وقت هٿيارن کڻي اچڻ جي سخت منع هئي.[4] ليڪن مغلن جي ظلمن کان تنگ ٿي دهوار (دهدار) قوم، ملڪ کي آزاد ڪرائڻ جو مصمم ارادو ڪيو.[5]

دهوار آتي جون خشڪ ۾ تلهيون مانيون پچائي ڳنڍ ۾ ٻڌي دربار ۾ آيا ۽ مغليہ نواب آغا جعفر بيگ تي، ساڻس ملاقات ڪرڻ وقت، ڍوڍن جو اهڙو وسڪارو مچائي ڏنائون، جو کيس ماري پوءِ دم پٽيائون. پوءِ مير قنبر جي اولاد مان مير ابراهيم جي پوٽي، مير حسن کي قلات جي گادي تي ويهارياءون. دهوار

---

1 - J. Sarkar: History of Aurangzeb, Vo. II, P. 216.

2 - R. Hughes-Buller: Imp. Gazt. Of India, Vol. Baluchistan. P. 14.

3_ مٿيون بيان راءِ بهادر هيتوراءِ پنهنجي تاريخ ۾ آخوند محمد صديق جي فارسي "تاريخ قلات" تان نقل ڪيو آهي. آخوند محمد صديق مير محراب خان شهيد جو نديم هو.

4_ دهوار يا دهدار قلات ۽ مستونگ ۾ کيتيءَ ۽ واپار جو ڌنڌو ڪن ٿا. سندن زبان بگڙيل پارسي آهي.

5_ قلات جو قديم نالو "قلات سيوا" هو جتي سيوا خاندان جا راجائون حڪومت ڪندا هئا. راجا سهرس هن خاندان جو پويون راجا هو جنهن کان مير قنبر قلات فتح ڪري مٿس "قلات بلوچ" نالو رکيو. سهرس جي پٽ سنجن خوشيءَ سان اسلام قبول ڪيو جنهن کي مير قنبر جهالاوان جي رياست مرحمت ڪئي هئي. براهوئين جا ست فرقا آهن. جن جا نالا هي آهن: (1) قنبراڻي (2) احمد زئي (3) ميرواڙي (4) قلندراڻي (5) سماعلاڻي (6) گر گناڙي ۽ (7) گرمينگل.

A.W. Hughes: Baluchistan, Chp. History of Kalat State.

اج تائين ٻوڏڪي يعني ڍوڍن وارا سڏجن ٿا. سنہ 1069ھ (1659ع) ۾ اورنگزيب عالمگير پهرئين جي لقب سان دهليءَ تي تخت تي ويٺو. سندس سمورو وقت دکن ۾ مرهٽن سان جنگ ڪندي گذريو. سنڌ جا ڪلمتي، ڪڪرالي (گهوڙا ٻاري)، لاهري بندر ۽ اورنگا آباد ۾ قرلت ڪرڻ لڳا.[1]

## قلات تي احمد زئين جو قبضو:

قلات جي احمد زئي خاندان وارن مان مير احمد خان سنہ 1666ع ۾ پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو. احمد زئي خانن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي:

1. مير قنبر
2. مير زهرا
3. مير زرڪ
4. مير ابراهيم
5. مير گهرام
6. مير حسن
7. مير سنجر
8. مير ملوڪ
9. مير قنبر (ٻيون)
10. مير احمد
11. مير سورو
12. مير قنبر (ٽيون)
13. مير احمد
14. مير التاز
15. مير ڪيچي
16. مير التاز (ٻيون)
17. مير احمد پهريون (1666ع)
18. مير محراب خان پهريون (1695ع)
19. مير سمندر خان (1698ع)
20. مير احمد خان ٻيون (1713ع)
21. مير عبدالله خان (1716ع
22. مير محبت خان (1730ع)
23. مير محمد نصير خان پهريون (1750ع)
24. مير محمود خان پهريون (1793ع)
25. مير محراب خان ٻيون (1816ع)
26. مير شاهنواز خان (1839ع)
27. مير نصير خان ٻيون (1840ع)
28. مير سر خداداد خان (1857ع)
29. مير سر محمود خان ٻيون (1893ع)
30. مير سر محمد اعظم جان (1931ع)
31. مير سر احمد يار خان (1933ع)

1 ـ لاهري بندر جو منهن شهزادي اورنگزيب جي ملتان واريءَ نائبيءَ جي زماني ۾ واريءَ سان پورجڻ لڳو تنهن ڪري اورنگزيب سنہ 1652ع ۾ اورنگا آباد نالي نئون بندر تعمير ڪرايو. جو لاهريءَ کان پوءِ ترقي ڪرڻ لڳو پر لاهري بلڪل منجي ڪين ويو هو.

## ڪلهوڙن جو آغاز:

ڪلهوڙا پنهنجو نسب حضرت عباس رضہ حضور پاڪ جي چاچي کان ڇڪين ٿا. سنڌن ڏاڏو ميان اوڏاٺو خدا پرست هو. پهريائين مڪران ۾ پيري مريديءَ جي سلسلي کي شروع ڪيو هئائين. پوءِ سنڌس اولاد سنڌ ۾ رهيو. ميان اوڏاٺي جو پوٽو چنيہ (جونيا). ياڻرن جي نااتفاقيءَ ڪري، پنهنجن مريدن سميت مڪران کان نڪري، ڪنيات ۾ سڪونت اختيار ڪري، اوڊيجا قوم ۾ رهڻ لڳو. هن ڏيپلي تعلقي جي ڪانگڙي جي زميندار پلال سمي جي ڌيءُ دهرا سان شادي ڪئي، جنهن جي بطن مان ڪيس محمد نالي پٽ ڄائو جو ڪلهوڙن ۾ دائودپوٽن جو ڏاڏو شمار ٿئي ٿو. چنيہ بن بهليل بن ٿل بن ميان اوڏاٺي سنڌ جي ستن راڻن جي ڌيئرن سان شاديون ڪيون هيون. پوءِ روهڙي تعلقي جي پريالو ڳوٺ وٽ چنيہ بيلي ۾ ڪجھہ وقت رهيو هو. سنہ 1220ع ۾ ڪنيات جي سانڪرهہ ڳوٺ ۾ وفات ڪيائين، جت دفنايو ويو. ٿل قاهره بيلي (لس بيلي) جي گوجر قوم کي شڪست ڏيئي، لس بيلي تي قبضو ڪيو هو.[1] عيسوي 13 صديءَ تائين ڪلهوڙن جو فقط ايترو بيان "تحفة الڪرام" مان ملي سگهي ٿو.

محمد بن چنيہ بن بهليل بن ٿل بن ميان اوڏاٺي جي نائين پيڙهيءَ مان، ميان آدم شاهہ بکري لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي ڏوڪريءَ جي هٽڙي ڳوٺ ۾ سڪونت اختيار ڪري، مهدوي فرقي جي تبليغ ڪرڻ لڳو. چاڪاڻ تہ ميان صاحب شيخ الياس لنڪراج ۾ شيخ ابوبڪر جتوئيءَ جي بن واسطن سان سيد ميران محمد مهدي جون پوريءَ جو مريد هو. هٽڙي ڳوٺ ۾ ڪبڙ نالي ابڙو پنهنجي قبيلي سميت سنڌس مريد ٿيو.[2] ميان آدم شاهہ پنهنجي وقت

---

1 ـ تحفة الڪرام: جلد ـــ3، ص 102ـ103

2 ـ رچرڊ برٽن سنڌ متعلق پنهنجي مشهور انگريزي ڪتاب جي صفحي 140 ۾ لکي ٿو تہ ڪلهوڙا اصل ۾ نومسلم چنا قوم مان هئا. جي زور وٺڻ کان پوءِ پاڻ کي عباسي سڏائڻ لڳا. ليڪن وٽن شجرو ڪونہ هوءِ نہ وري وقت جا علماءَ سندن شجرو ڏاهي سگهيا. سنڌ ۾ هڪڙو عباسي بزرگ سهرا خطيبہ نالي رهندو هو جنهن وٽ پتل جي تختيءَ تي سندس شجرو لکيل هو. ڪلهوڙن سندس ڳوٺ ساڙائي ۾ سندس مريدن کي مارائي، تختي هٿ ڪرڻ کان پوءِ پنهنجو شجرو ڏاهي، پاڻ کي عباسي سڏائڻ شروع ڪيو. انگريزي راڄ جي زماني ۾ هندستان جي آدم شماريءَ جي رپورٽ ۾ ڪلهوڙا ڄاموٽ شمار ٿيندا هئا.

گوجر اصل راجپوت آهن. "تاريخ گجرات" جو مؤلف غلام محمد لکي ٿو تہ گوجرن جو اصل وطن جارجيا هو جتان نڪري پنجاب ۾ انهن گوجرانوالا جو شهر ٻڌو. اتان نڪري گجرات ۾ وارد ٿي اتي سڪونت اختيار ڪيائون. سندن ٺي ڪري گجرات تي اهو نالو پيو. چولاڪيا گهراڻي جي حڪومت

جو سنڌ ۾ وڏو درويش ٿي گذريو. ملتان جي سهروردي مشائخن سان سندس دوستاڻو رستو هو. انهن ڏينهن ۾ مرزا عبدالرحيم خان خانان ٺٽي تي ڪاهيندو ٿي ويو. ڏس ملڻ تي ميان آدم شاهہ کان دعا گهرڻ آيو. ان موقعي تي ڪبڙ ابڙي وجهہ ڏسي فقيرن جي خرچ لاءِ مرزا کان چانڊڪي جهڙي پرڳڻي جي گهر ڪئي.[1]

مرزا خان خانان سندس عرض قبول ڪيو. چانڊڪي جهڙي زرخيز علائقي ملڻ کان پوءِ ميان جا مريد زور وٺندا ويا ۽ آس پاس جي زميندارن کي هيسائڻ لڳا. حقيقت ۾ مهدوي تحريڪ کان وقت جا حاڪم خوفزده هئا، ان ڪري ميران مهديءَ جي مريدن کي دکن ۽ دهليءَ کان وٺي افغانستان تائين وقت جي حاڪمن سخت تڪليفون ڏنيون. آخر چانڊڪي پرڳڻي جي زميندارن ميان جي خلاف ملتان جي حاڪم کي شڪايتون ڪيون، جنهن تي مغليہ سپاهي ميان کي قيد ڪري ملتان وٺي ويا، جتي قيد جي حالت ۾ ملتان جو ڪوتوال آقا شاهہ محمد سندس مريد ٿيو. ميان قيد ۾ وفات ڪئي. سندس وصيت موجب مريدن سندس جنازي کي سکر جي لڳ اولهندي وارين ٽڪرين مان هڪڙيءَ مٿان دفنايو جا اڄ تائين آدم شاهہ جي ٽڪري سڏجي ٿي.[2] ۽ عام زيارتگاهہ آهي. ميان آدم شاهہ جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان دائود پيءُ جي گادي وسائي، پر ڪو خاص ڪارنامو ڪانئس صادر نہ ٿيو جو تاريخ جي بيان جي قابل هجي، مگر ميان دائود جي پٽ ميان الياس مريدن ۾ گهڻو واڌارو ڪيو ۽ زور وٺڻ لڳو مگر سنت وفات ڪيائين، سندس مقبرو ڏوڪري تعلقي ۾ انڙ آباد ويجهو زيارتگاهہ آهي.

---

کان پوءِ جڏهن هوئن تسانگ هندستان ۾ آيو اُن وقت گجرات تي گوجرن جي حڪومت هئي. ڏسو "مرات محمدي" غلام محمد، ص ـ 12

1 ـ ابڙا اصل راجپوت آهن. سلطان علاءُ الدين خلجي جي زماني ۾ ڪڇ جي ڪنڊڪلا پرڳڻي کان نڪري سنڌ ۽ ڪڇيءَ تائين پکڙجي ويا.

J. Tod: The annals and Antiquitie of Rajasthan, Vol. II. P-73.

2 ـ سنہ 1890ع ۾ لارڊ لئنسڊائون گورنر جنرل جي ڏينهن ۾ انگريزن سرحد کي مضبوط ڪرڻ لاءِ خوجڪ درو پنجن لکن پائونڊن سان تعمير ڪرايو ۽ ڪوئٽا جي قلعي ۾ هٿيارن جو ڪارخانو کوليو ان کان سواءِ اٽڪ، راولپنڊي، فيروزپور، ملتان، شيرشاهہ بهاولپور ۽ سکر جي شهرن جي ٻاهران مورچا تعمير ڪرايائون. مٿينءَ اسڪيم موجب آدم شاهہ جي ٽڪريءَ تي بہ مورچو ٺاهي، زيارتگاهہ کي بند ڪرائي ڇڏيائون. پهرين عالمگير جنگ وقت هوائي جهازن جي وجود ۾ اچڻ ڪري، مورچا بيڪار ثابت ٿيا، تنهن ڪري هينئر آدم شاهہ جي مقبري تي سيڪو وڃي سگهي ٿو.

## ڪلهوڙن جو شجرو:



## دائودپوٽن جو شجرو




1-Selection from the Records of th Bombay Government No: XVII, Bombay-

## ميان شاهل محمد:

ميان الياس کان پوءِ ميان شاهل محمد بن دائود بن آدم شاهہ پيري مريديءَ جي مسند تي ويٺو. سندس ايام ڪاريءَ ۾ سندن زمينداريءَ ۽ مريدن ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. ميان صاحب گهاڙ واهہ کوٽارايو. ابڙا مريد، جن جون گهاڙ واهہ جي ٻنهي ڪپن تي زمينون هيون، تن تي ميان شاهل محمد قبضو ڪري، اهي پنهنجن مائٽن کي ورهائي ڏنيون. جنهن تي ابڙن جو وڏيرو جلال خان بکر جي مغل نواب وٽ دانهن کڻي ويو. آخر مغلن جي لشڪر سان گڏجي ابڙن ميان سان جنگ جوٽي، جنهن ۾ ميان صاحب شهيد ٿي ويو ۽ قنبر (قمبر) جي اوريان گهاڙ جي ڪپ تي ڪيس دفنايو ويو.

## ميان نصير محمد:

سنہ 1068هہ (1657ع) ۾ ميان نصير محمد ولد ميان الياس وڏن جي گادي وسائي. سندس ڏينهن ۾ ڪلهوڙن جي فقيريءَ جو غلغلو اڳئين کان وڌيڪ ٿيو جنهن ڪري آسپاس جا زميندار ساڻس وڙهڻ لڳا: بلڪ بکر کان مغليہ لشڪر جو وڏو ڪٽڪ ونئي مٿس ڪاهي آيا. ميان صاحب راتو رات گهٽن مريدن سميت ريگستان ڏانهن پڇي ويو. پر پوءِ گذران لاءِ تنگ ٿي، دادو تعلقي جي پنهورن جي ڳوٺ ڏانهن موٽي آيو. فقيرن جي خوف کان پنهورن بکر جي نواب کان مدد گهري. جنهن سيويءَ جي حاڪم مير خان کي لشڪر جو اڳواڻ ڪري مڪو. مير خان شڪست سان ميان سان صلح ڪري پنهنجي چاچي سان گڏ ميان کي عالمگير جي دربار ڏي ڏياري مڪو.

مير خان ۽ سندس چاچي محبت جي حرفت ۽ حڪمت عمليءَ ڪري ميان صاحب کو وقت عالمگير قيد مان چوريءَ سنڌ ڏانهن پڇي آيو. سندس مريد جي سندس غير حاضريءَ ۾ گهڻو تنگ ٿيا هئا، سي وٽس اچي گڏ ٿيا. پوءِ هو پنهورن جي ڳوٺ ۾ نئون ڳوٺ ٻڌي ويٺا. ميان نصير محمد پير ڪوڙڻ کان پوءِ چانڊڪي پرڳڻي واريءَ جاگير ۾ آبادي وڌائڻ لڳو. ان وچ ۾ بکر جي نواب مير يعقوب کي ميان صاحب هڪڙيءَ جنگ ۾ ڏاڍي شڪست ڏني. پوءِ ميان نصير محمد اهڙو زور ورتو جو ساهتي پرڳڻي تي قبضو ڪري، هن سيوهڻ جهڙو زرخيز پرڳڻو نيڪي تي ڪنيو. سندن فقيرن مان فيروز نالي هڪڙي فقير ساهتي پرڳڻي ۾ نوشهري فيروز جو شهر تعمير ڪرايو. ميان نصير محمد 25 سالن جي عرصي ۾ فقيرن جي هڪڙي قسم جي حڪومت ڪڙي ڪري، سنہ

1103هه (1696ع) ۾ وفات ڪري ويو. سندس مقبرو جوهي تعلقي ۾ آهي.

## دائودپوٽا:

دائودپوٽا چنيہ (جونيا) جي فرزند ميان محمد جو اولاد آهن ۽ ڪلهوڙن وانگي پاڻ کي عباسي سڏائين ٿا. منجهانئن دائود بهادر ٿي گذريو آهي. هن جهانگير جي زماني ۾ مهر قوم کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ جتوئين کي شڪست ڏيئي، لکيءَ جو ڳوٺ تعمير ڪرايو. لکي ۽ خان پور وارو جهنگ دائودپوٽن جو شڪارگاهه هو. منجهانئن بهادر دائودپوٽي، پير سلطان شاهه جي فرمائش موجب، سنه 1026هه (1617ع) ۾ شڪارپور جو شهر ٻڌو جنهن بولان لڪ واري رستي تي هئڻ سبب، ستت واپار ۾ ترقي ڪئي. دائودپوٽن ٿورو وقت حڪومت ڪئي، جيئن ته سنه 1740ع ۾ نادر شاهه افشار جي ايران موٽي وڃڻ وقت صادق محمد ۽ سندس پٽ نادري سپہ سالار طهماسپ هٿان مارجي ويا. محمد صادق جي پٽن مان بهاول خان سنه 1749ع ۾ سنڌو نديءَ جي اويرندي ڪپ تي بهاولپور جو شهر تعمير ڪرايو جو اڄ تائين عباسين جو يادگار آهي.[2]

## ٽالپر:

سنڌي جي عام تاريخن ۾ توڙي انگريزي تاريخن ۾ ٽالپرن جو بيان هڪ ته مختصر ڏنل آهي، ٻيو جيڪو ڏنل آهي سو ڪلهوڙن جي زماني کان ڏنل آهي، فقط ايترو ڏيکاريل آهي ته ٽالپر سنڌ جي اتر وارين ٽڪرين کان سنڌ ۾ وارد ٿيا. مؤرخن جيئن ٻين بلوچ قبائل جي تاريخ کي نظر انداز ڪيو آهي، تيئن ٽالپرن متعلق جيڪي بيان ڏنا آهن، سي بہ قياسي آهن. ڪرنل جيمس ٽاڊ پنهنجي "تاريخ راجستان" جلد-2 ۾ لکي ٿو ته، "ٽالپر" سنسڪرت لفظ "تالمر" مان نڪتل آهي. "تال" (تر) معنيٰ ڪجهيءَ جو وڻ ۽ "مر" معنيٰ مير. سندن وطن "تدمر" ڏيکاري ٿو جنهن تي يوناني جاگرافي دانن "پاميريا" نالو

---

1 _ ميان شاهل محمد جو مقبرو قنبر (قمبر) کان 6 ميل اتر طرف گهاڙ جي ڪپ تي آهي. هي ڳوٺ فتح پور سڏجي ٿو. سنه 1188هه (1774ع) ميان غلام شاهه مٿس عاليشان قبو اڏايو. ميان نصير محمد جو مقبرو خيرپور ناٿن شاهه ۾ آهي. جو سنه 1130هه (1708ع) جو جڙيل آهي.

2_ دائودپوٽن مان پهريائين دائود پنجين سنه 1350ع ۾ هاڪڙي جي ويران پيٽ کي وڃي وسايو هو. تنهن کان پوءِ مبارڪ خان بلوچڻ جي مدد سان جيسلمير کان ڪاڏل جو علائقو فتح ڪري ڏراور جي قلعي کي تختگاهه جوڙيو هو ۽ ان کان سواءِ هاڪڙي جي اولهندي ۾ شاهه ڳڙهه خان ڳڙهه نواب ڳڙهه ۽ بهاول ننگر ڳوٺ تعمير ڪرايا هئا.

G.B. Malleson: A Historical Sketch of the Native State of India, Chp-V, P-347.

رکيو هو.[1] پوئين ٽالپر فرمانروا، مير نصير خان، ٽالپرن متعلق انگريزن کي جيڪو بيان ڏنو هو سو هن ريت آهي:

"اسين ٽالپر ايراني بلوچن مان ڪونہ آهيون، بلڪ عرب آهيون. اسان جو نسب امير حمزي بن عبدالمطلب کان شروع ٿئي ٿو. بعض حمزي کي حضرت علي رضہ جو پٽ سمجهن ٿا. اسين حجاج بن يوسف جي زماني ۾ ڪيچ مڪران ۾ وارد ٿياسون " الخ"[2]

افسوس جو مير صاحب جي بيان مان ڪنهن نئين تحقيقات جو ٽالپرن متعلق انڪشاف پئجي نٿو سگهي. حقيقت ۾ ان قسم جي قومي روايتن مؤرخن کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ تہ جنهن قوم وٽ اوائلي لکيل تاريخ ڪانهي، تنهن جي نئين سر تاريخ لکڻ وقت، قومي روايتن تان روشني وٺڻ ۾ مؤرخ حق بجانب آهن.

## ٽالپر لفظ جي معنيٰ:

ياد رهي تہ ٽالپر پنهنجي صحرائي پيشي ڪري، مٿئين نالي سان سڏجن ٿا. اهڙيءَ طرح ڪجهہ ٻيا بہ بلوچي قبيلا پنهنجي صحرائي زندگيءَ جي ماحول موجب جدا جدا نالن سان سڏجن ٿا. "ٽالپر" ٻن لفظن جو مرڪب آهي. "ٽال" معنيٰ وڻ جي شاخ ۽ "پر" معنيٰ وڍڻ. يعني "ٽالپر" معنيٰ ڪاٽيندڙ، جيئن بزدار معنيٰ ٻڪرار، گوٺانگ معنيٰ ڳنوار وغيره. ڪي بلوچي قبيلا پنهنجي مورث اعليٰ جي نالي تي سڏجن ٿا، مثلا، رستماڻي، رستم خان جو اولاد، بجراڻي بجر جو اولاد، نظاماڻي نظام خان جو اولاد، وغيره وغيره. ڪي قبيلا پنهنجي وطن جي نالي تي سڏجن ٿا: مثلا، بگٽي بگ جي قلعي جا رهاڪو مگسي مگس جي قلعي جا رهاڪو ڊومبڪي ڊومبڪ نديءَ وارا، بليدي وادي بليدا جا رهاڪو وغيره وغيره.[3]

---

1 - J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II. P. 73.

2 _ عبرت ڪده سنڌ: سيد محمد ضامن ڪنتوري، ص –332، ٽالپرن نسبت مير نصير خان جو بيان.

3 _ بگ ۽ مگس ايراني بلوچستان ۾ بہ قلعا آهن. ڊومبڪ ايران ۾ هڪ برساتي نئن آهي. بليدا مڪران ۾ هڪڙي وادي آهي. ڪڇيءَ جو ميدان جو دشت بيدار يعني ويران سڏجي ٿو اڳ زرخيز هو "تاريخ معصومي" ۾ لکيل آهي تہ هن ميدان ۾ ماڻهوءَ جي قد جيترا ڪپهہ جا وڻ ٿيندا هئا. سيويءَ ۾ رندن جي قلعي متعلق "تاريخ معصومي" ۾ عجيب ڳالهيون ڏنل آهن. رندن سيوي ۽ ڍاڍر ۾ قلعا جوڙايا، لاشارين گنجا بہ ۾ بينڪ وڏي جتوئين پنڙ ۾ چانڊين ۽ بليدين ناڙيءَ کي وسايو ٽالپرن سيويءَ ۾ بينڪ وڏي گرگيجن بارڪان ۾ مگسين جهل ۾ بينڪون وڏيون. بلوچن جي ستت وقت جي حاڪمن سان ماٽتي ٿي. مير بيورغ رند، امير ذوالنون ارغون جي ڌيءَ گران ناز سان شادي ڪئي. همايون جي امير آغا حسن علي

## ٽالپرن جي ڪڇيءَ کان هجرت:

عيسوي 15 صديءَ ڌاري، مير جلال خان جا پٽ ڪيچ مڪران پنهنجي نندي ڀاءُ هوت کي سپرد ڪري، ڪڇيءَ جي ميدان ۾ ويهڻ لاءِ بيٺڪون جوڙي ويٺا. ان کان پوءِ، سنت سندن ٻن مشهور قبيلن رند ۽ لاشار جي تيهن ورهين واري ويڙهه شروع ٿي، جنهن ۾ ايام جاهليت جي عربن وانگر، سڀني بلوچي قبيلن حصو ورتو هو. ان جنگ ۾ ٽالپرن جي سردارن مير عبدالرحمان خان عرف هلهير خان، مير چاڪر خان رند جو طرف ورتو هو. ارغونن کان شڪست کائڻ کان پوءِ مير چاڪر خان رند همايون کي مدد ڏيڻ جي ارادي سان، بلوچ سردارن سميت لاهور ڏانهن روانو ٿيو. مير چاڪر خان جي لشڪر ۾ مير هيبت خان بليدي ۽ مير عبدالرحمان خان جا نالا قابل ذڪر آهن. لاهور ڏانهن ويندي، مير عبدالرحمان خان سخي سرور جي دري وٽ وفات ڪئي. ڪيس چوڏهن پٽ هئا. سندس وڏو پٽ تبريز خان لاشاري اميرزاده مير ابوبڪر خان سان گڏ گجرات جي شهر پالن پور (ڦولپور) ڏانهن هجرت ڪري ويو.

دهلي ۽ آگري فتح ڪرڻ کان پوءِ همايون جيئن بين بلوچي سردارن کي جاگيرون عنايت ڪيون، تيئن ٽالپرن کي دوآبہ سنڌ ساگر ۾ جاگير ڏني. سندن صدر شهري ماڙي هو، جو هينئر 'ماڙي انڊس' سڏجي ٿو. جن جن بلوچن سليمان جبل جي ڀرپان، يا ديره جات علائقي يا سنڌ جي اتر وارين ٽڪرين ۾ بيٺڪون وڌيون هيون، اهي گهڻو وقت پاڻ ۾ لڙندا رهيا. ٽالپر پهرين گورچاڻين سان لڙندا رهيا. وري جڏهن چانڊين مزارچہ جي مزارين ۽ جهل جي مگسين سان جنگ شروع ڪئي، تڏهن ٽالپرن مزارين ۽ مگسين جو طرف ورتو. مٿين ويڙهه جي ڪري ٽالپر سنڌ ساگر واري جاگير کي ڇڏي مزارچہ ۾ رهڻ لڳا.

مزارچہ جو علائقو ڊيگهه ۾ چاليهه ميل ۽ ويڪر ۾ ويهه ميل آهي. سندس اوڀر ندي ۾ سنڌو ندي، ڏکڻ ۾ اپر سنڌ، اتر ۾ ڦيٽڪ درو ۽ اولهندي ۾ سليمان جبل جون شاخون آهن. هن علائقي جي هاٽوڪي گاديءَ جو هنڌ روجهاڻ اڳ ناهرن جو هو، جن کان مزارين کسيو هو. قبائلي جنگين ۾ مزارين ٽالپرن جي مدد سان چانڊين، بگٽين مرين ۽ دريشڪن کي شڪستون ڏنيون هيون. بلڪ مير چاڪر خان ٽالپرن جي مدد سان دودائي مرراڻين کي شڪست ڏني هئي.

---

ايشڪ جي اهليہ بلوچاڻي هئي. ڏسو "تاريخ معصومي" ترجمو منشي ننديرام سيوهاڻي. 1861ع
ڪراچي. ايل- ڊيمس: بلوچي شاعري همايون نامہ. ص – 73.

## ٽالپرن جو شجرو:



زنگي[1]

بجر

زنگي

عيسيٰ — تالو — بجر

آدم (آدماڻي) — شهڪ جيئند (نوڙها) — سليمان (ڪڪو)

احمد — لاکو — (باگراڻي ديري مان) (مرراڻي ديري مان)

خيالي — بلوچ خان — سفر — دقڙ — بجر

بجر — شير خان — ڪرم — گهرام (گهراماڻي)

محمد علي — جان محمد

لي بخش — جعفر — فتح خان — عالي — ميران — جيوڻ (جيونائي) — ماڻڪ — هوتڪ (شهداداڻي)

دريا خان — الله بخش — يارو (ياراڻي)

ير محمد — خان محمد — جيوڻ خان

لي مراد — جان محمد — علي خان

جعفر خان — نواب محمد خان — اسماعيل

پيارو

دريا خان (درياڻي) — مبارڪ

الهداد — مقصدو

فتح خان — علي خان

مايو — الله بخش

الله داد — مبارڪ خان

احمد — نصير خان

1 - History of Alienations in the Province of Sindh, Vol. II, Talpure, Karachi 1888

## ميان دين محمد:

ميان دين محمد ولد ميان نصير محمد جي ڏينهن ۾، ڪلهوڙا فقير "سرائي" جي لقب سان سڏجڻ لڳا ۽ گهڻو زور ٿيا. پنهور جي هڪڙي شهر فتح پور تي سرائين قبضو ڪري ورتو جنهن ڪري پنهور دهليءَ ڏانهن دانهن ڪٽي ويا. جتان هڪڙو امير، شيخ جهان، سرڪاري حڪم سان سنڌ تي ڪاهي آيو. ڳيريلي جي ڳوٺ وٽ سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ شيخ جهان مارجي ويو ۽ سرائين جي سوڀ ٿي. بکر جي نواب، الله يار خان، سرائين جي وڌندڙ طاقت کي ڏسي قنبر خان بروهيءَ جي فوج ساڻ وٺي مٿن ڪاهي ويو، پر ٿوري لڙائيءَ کان پوءِ طرفين جو پاڻ ۾ صلح ٿيو.

شهزادو معزالدين جو ان وقت ملتان جو حاڪم هو، ميان دين محمد جي زور پيجڻ لاءِ پنهنجي سر سنڌ تي ڪاهي آيو.[1] ميان دين محمد شهزادي جي آمد جو ٻڌي، پنهنجي ننڍي ڀاءُ ميان مير محمد کي استقبال لاءِ بکر موڪليو ۽ شهزادي جي اطاعت قبول ڪري کيس راضي ڪيو. شهزادو اتان ئي پوئتي موٽي ويو، مگر سرائي دين محمد جو هڪڙو فسادي مريد، مقصودو، ميان جي مرضيءَ جي خلاف ماٿيلي کي ڦريندي وڃي اچ تائين پهتو. هن ڳالهه تي شهزادي کي گهڻو غصو آيو. ملتان ڏانهن ويندي ڪٽي موٽ ڪاڏائين. سيويءَ جي حاڪم بختيار خان پني، شهزادي جي فوجن جي مدد ڪئي.[2] معزالدين شڪارپور تي قبضو ڪيو ۽ ميان دين محمد خوف کان ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو.

شهزادي سرائين جي سموري پرڳڻي کي ويران ڪري ڇڏيو ۽ اٽڪل 6 مهينا سنڌ ۾ رهيل هو. ميان دين محمد ڀي واهه نه ڏسي لاچار ٿي سيوهڻ ۾ اچي پيش پيو. شهزادو سرائي کي پاڻ سان وٺي ملتان ڏانهن موٽيو. موٽندي بلوچن سندس حرم تي حملو ڪيو، پر دائودپوٽن جي مدد سان شهزادي جي حرم جو بچاءُ ٿي ويو. مٿينءَ خدمت جي عيوض شهزادي شڪارپور ۽ ٻير وارن پرڳڻن جي سند دائودپوٽن کي لکي ڏني. ملتان پهچڻ کان پوءِ شهزادي سنه 1111ع (1700ع) ۾ سرائي دين محمد کي مارائي ڇڏيو.[3]

---

1 ـ اورنگزيب جي پٽ، معظم کي چار پٽ هئا. جن مان معزالدين ملتان تي ۽ عظيم الشان بنگال تي حڪومت هلائيندا هئا. باقي خجسته اختر ۽ رفيع القدر ٻئي پيءُ سان گڏ رهندا هئا.

2 ـ سيوي جا بارو زئي پني افغان، جن کي جادو ناٿ سرڪار "صحرائي بگهاڙ" لکي ٿو تن مان ملڪ جيوڻ کان پوءِ بختيار خان بن مرزا خان سيويءَ ۽ ڍاڍر جو حاڪم ٿيو ۽ بکر تائين علائقو سندس نگرانيءَ هيٺ هو. هن خان پور جي ويجهو بختيار پور قلعو تعمير ڪرايو هو جنهن تي سندس ڀاءُ ملڪ الله حڪومت هلائيندو هو.

3 -Selection from the Records of Bombay Govt. No. XVII, P-13.

## قلات جي مدد سان ڪلهوڙن جو زور وٺڻ:

بلوچ ۽ براهوئي، مغلن جا دشمن هئا. اورنگزيب هينئر پيرسن هو. مغل شهنشاهت توڙي ايران جي صفويہ خاندان وارن جي اقبال جو آفتاب هينئر نصف النهار کان لنگهي چڪو هو. سيويءَ جا باروزئي حاڪم مغلن جا مدد گار هئا ۽ ضرورت وقت مغليہ لشڪر جي مدد ڪندا هئا. قلات جي خان احمد خان پهرين باروزئين سان سورهن دفعا جنگ جوتي هئي. پورئين جنگ شيخ ڪتنبي جي ڳوٺ وٽ لڳي هئي، جنهن ۾ معزالدين باروزئين کي مدد ڏني هئي ۽ ان ڪري مير احمد خان شڪست کاڌي هئي. سراوان، جهالاوان ۽ خاران جا علائقا قلات جي براهوئي گڏيل حڪومت ۾ شامل ٿي چڪا هئا. فقط مڪران تي گچڪي ملڪن جي حڪومت هئي، جن بليدي ميرن کان مڪران فتح ڪيو هو.[1] سنہ 1696ع ۾ مير احمد خان وفات ڪئي، سندس گاديءَ تي مير محراب خان پهريون وينو. ميان دين محمد جي گرفتاريءَ کان پوءِ ميان يار محمد قلات ۾ پناہ ورتي. ڪلهوڙن جي جاگير تي بختيار خان قبضو ڄمائي ورتو.

ميان يار محمد ٻن سالن جي غير حاضريءَ کان پوءِ مير التاز خان براهوئيءَ جي فوج وٺي سنڌ ۾ وارد ٿيو. سندس خانداني مريدن مان فقير راڄو ليکي وڏي جماعت سان اچي سرائيءَ سان گڏيو. قلات جي براهوئي لشڪر جي مدد سان ميان يار محمد منڇر کان وٺي دادوءَ تائين پنهورن جي پرڳڻي تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ چانڊڪي پرڳڻي مان باروزئي افغانن کي تڙي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيو. بختيار خان شهزادي معزالدين وٽ ملتان ڏي دانهن ڪٽي ويو. شهزادي جي اچڻ جو ٻڌي ميان يار محمد پنهنجا بہ پٽ نور محمد ۽ محمد دائود قلات ڏانهن روانا ڪيا. معزالدين ۽ باروزئين گڏجي پهريائين مير محراب خان سان جنگ ڪئي. سنہ 1698ع ۾ محراب خان مغليہ لشڪر سان وڙهندي شهيد ٿيو.[2]

سيويءَ کان موٽندي بختيار خان جي نيت بدليل ڏسي، شهزادي هن کي مارائي ڇڏيو. ميان يار محمد دربيلي ۾ اچي شهزادي جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. کيس عالمگيري دربار مان "خدايار" خان جو لقب مليو. ڪلهوڙا فقيريءَ مان بدلجي امير بڻجي ويا. ڪڇيءَ جو علائقو سيويءَ تائين بہ شهزادي سرائيءَ جي حوالي ڪيو.[3] سمن کان پوءِ ڪلهوڙا پهرين سنڌي قوم هئي، جنهن جي سردار ميان يار محمد کي سنہ 1701ع ۾ مغليہ دربار کان سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لاءِ

---

1 -R. Hughes-Buller: Makran History.

2_ ڪتاب دربار تاجپوشي قلات: مولوي دين محمد ڪوڪر، ص_ 16، لاهور، 1932ع.

3 - Selections from the Records of the BombayGovt. No. XVII, CHP-Shikarpur, PP-13-14.

پروانو مليو. هي ڪلهوڙن جي ڪاميابيءَ جو پهريون دؤر هو ڪلهوڙن حاڪمن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

1۔ ميان يار محمد خان (1112هـ: 1700ع ـ 1131هـ: 1718ع)
2۔ (خدا يار خان)
3۔ ميان نور محمد خان (1131هـ: 1718ع ـ 1128هـ: 1755ع)
4۔ (شاهنواز خان)
5۔ ميان محمد مراد ياب (1168هـ: 1755ع ـ 1170هـ: 1757ع)
6۔ خان (سربلند خان)
7۔ ميان محمد عطر خان (1170هـ: 1757ع ـ 1175هـ: 1762ع)
8۔ ميان غلام شاهـ خان (1175هـ: 1762ع ـ 1186هـ: 1772ع)
9۔ (شمس الدولت)
10۔ ميان محمد سرفراز خان (1168هـ: 1772ع ـ 1191هـ: 1777ع)
11۔ ميان غلام نبي خان (1191هـ: 1777ع ـ 1196هـ: 1782ع)
12۔ ميان عبدالنبي خان (1196هـ: 1782ع)[1]

## ڪلهوڙن جو پهريون تختگاهـ:

ميان يار محمد خان منڇر تائين علائقو پنهورن جي سردار قيصر خان کان کسيو هو. عالمگير جي ايلچي خواجہ حسين ميان کي سيويءَ کان وٺي ڪنڊياري تائين ملڪ حوالي ڪري ڇڏيو. اهڙين حالتن ۾ ضروري امر هو تہ ڪلهوڙن کي پنهنجو تختگاهـ هجي. ميان يار محمد دادوءَ کان سٺن ميلن جي مفاصلي تي ڏکڻ طرف خدا آباد جو نئون شهر تعمير ڪرايو. جو سنہ 1701ع کان سنہ 1728 تائين ڪلهوڙن جو تختگاهـ ٿي رهيو. هن شهر جي بنياد پوڻ کان پوءِ سيوهڻ جي حيثيت گهٽجڻ لڳي. خدا آباد جي شهر کي ٽالپرن ميان عبدالنبيءَ کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ 1781ع ۾ ساڙائي ڇڏيو. خدا آباد جا قتل نشان هڪ سؤ پنجاهہ ايڪڙن ۾ آهن. ميان يار محمد جي يادگار مان هڪڙي جامع مسجد سالم بيٺل آهي. ٻيو ميان جو مقبرو جو خدا آباد کان هڪ ميل جي مفاصلي تي آهي. ٻيون ٻئي عمارتون سرائي پنهنجي جيئري ٺهرائي ويو هو.

## ٽالپرن کي دعوت ڏيئي گهرائڻ:

ڪلهوڙا ڪڙمي هئا. ميان يار محمد هڪڙي هٿ ۾ ڏانئو ۽ ٻئي ۾ ترار کڻي ملڪ فتح ڪيو هو. ميان صاحب ٽالپرن کي دعوت ڏيئي. حڪومت جي

---

1 ـ ميان محمد سرفراز خان کان پوءِ ٿورو وقت ميان محمد ابا خان حڪومت ڪئي. ميان عبدالنبي خان جي قلات ڏانهن ڀڄي وڃڻ کان پوءِ ڪجهہ وقت ميان صادق علي خان درويش حڪومت ڪئي.

استحڪام لاءِ فوجي واڳون سندن حوالي ڪيون. ٽالپرن مان مير آلودو خان ۽ مير مسعودو خان ميان مير محمد جا مريد هئا. جن کي ميان يار محمد دعوت ڏيئي خدا آباد گهرايو هو. رچرڊ برٽن هن واقعي کي هن ريت بيان ڪري ٿو:

"جڏهن بلوچ ڪلهوڙن جي تختگاهہ خدا آباد کان 15 ميلن جي مفاصلي تي پهتا. تڏهن ڪلهوڙن پنهنجن اميرن کي ايلچين طور ٽالپر سردارن جي استقبال ڪرڻ لاءِ موڪليو. جن پاڻ سان ريشمي وڳا، سون ۽ چانديءَ جي سنجن سان گهوڙا ساڻ ڪنيا هئا. بلوچن وٽ رڍن ۽ ٻڪرين جا ڌڻ ساڻ هئا ۽ سندن ٻار ٻچا گڏهن تي سوار هئا. ايلچين مير آلودي خان لاءِ پڇا ڪئي، سندن حيرت جي ڪا حد ڪانہ رهي، جڏهن انهن مير صاحب جي ڪلهي تي ڪانبو ۽ هٿن ۾ ڏاس جي ڍيري ڏٺي. پوءِ هن کي ريشمي وڳا پهرائي گهوڙي تي چاڙهي تختگاهہ خدا آباد ۾ وارد ٿيا."[1]

ٽالپرن جي ڏاڏي مير سليمان خان (ڪڪي) کي مرراڻي ديري مان پنج پٽ هوتڪ، عالي، ماڻڪ، ميرڻ ۽ جيوڻ نالي هئا. وڏي پٽ هوتڪ کي ٻہ پٽ، شهداد خان ۽ شهڪ خان. شهڪ جي پٽ، مير شاهوءَ، جو اولاد شاهواڻي آهن. مير عاليءَ کي ٻہ پٽ، دريا خان ۽ مبارڪ خان هئا. مير ماڻڪ خان کي چار پٽ، الهيار خان، نارو خان، چتو ۽ سائينداد هئا. مبارڪ جي پيڙهيءَ وارا خاناڻي سڏجن ٿا. حيدرآباد ۽ خيرپور وارا مير شهداداڻي آهن. ميرپورخاص وارا مير ماڻڪ خان جو اولاد آهن، ان ڪري ماڻڪاڻي سڏجن ٿا. مير شهداد خان مشهور سپہ سالار ٿي گذريو. هن شهزادي معزالدين جي حڪم سان ديره جات جي مرراڻي نواب، شاهہ محمد خان ولد غازي خان کي، جو اُن وقت باغي ٿيو هو، شڪست ڏيئي ناموري حاصل ڪئي. مٿينءَ خدمت جي عيوض کيس دهليءَ جي دربار مان سنڌ ۾ "پٽ باران" بطور جاگير مليو.[2] ڪلهوڙن سان گڏوگڏ ٽالپرن کي مغليہ دربار مان جاگير ملي. مير شهداد خان سرائي ميان يار محمد

---

1 - R. Burton: Sind, P. 235, London, 1851

نوٽ: رچرڊ برٽن مشهور سياح ٿي گذريو آهي. سنڌ متعلق سندس ٻہ ڪتاب آهن: پهريون سنہ 1851ع ۾ شايع ٿيو هيو "سنڌ زي وزيٽيڊ" 1877ع ۾ شايع ٿيو. سندس پوئين تصنيف انگريزيءَ "الف الَيلي" آهي، جو پنهنجي نوعيت ۾ بي نظير آهي، جو هن وقت ناياب آهي. ڏسو "تمدن عرب". ڊاڪٽر گستاؤلي بان، اردو ترجمو.

2 ـ ميجر گولڊ سمٿ جي بيان موجب "پٽ باران" شهدادپور ۽ ڪونهيرا جي وچ وارو برساتي ميدان هو. جتي ٽالپرن پنهنجن ديرن لاءِ ننڍا قلعا تعمير ڪرايا هئا. جن کي "ديره جات" سڏيندا هئا.

جي عقيدت مند مريدن مان هو ۽ مير صاحب جي فوجي لياقت ڪري ميان صاحب کيس پنهنجو سپہ سالار ۽ مدارالمهام مقرر ڪيو هو.

## شهداداڻين جو شجرو:




1 - History of Alienations, Vol. II. The Talpurs "Shahdadanis"

سنڌ ۾ بلوچن جون جيڪي بہ سرداريون قائم هيون يا جيڪي بلوچي قبيلا سنڌ جي سرحد تي رهندا هئا، اهي ٽالپرن کي پنهنجو اڳواڻ سمجهڻ لڳا، چاڪاڻ تہ ڪلهوڙن جا سمورا فوجي عهدا ٽالپري اميرن جي هٿ هيٺ هئا. ٽالپرن جي مدد سان ميان يار محمد اپر سنڌ ۾ دائودپوٽن کان شڪارپور جو شهر ۽ مهرن کان لکيءَ جو ڳوٺ کسي ورتا. بکر جي نوابن کي مجال نہ هئي، جو سرائي ميان يار محمد سان مقابلو ڪري سگهن. ميان يار محمد 18 ورهيہ حڪومت ڪري، سنہ 1131هہ (1718ع) ۾ وفات ڪئي ۽ خدا آباد واري جوڙايل مقبري ۾ دفنائيو ويو.

## ميان نور محمد:

ميان يار محمد جي وفات کان پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد گاديءَ تي وينو. شروعات ۾ سندس ٻن ڀائرن ميان غلام حسين ۽ ميان محمد دائود ساڻس گاديءَ جي سوال تي جنگيون جوتيون، پر پوءِ ڀائرن جي پاڻ ۾ صلح ٿي وئي. ميان نور محمد دائودپوٽن کي شڪارپور کان قطعي ٻي دخل ڪري ڇڏيو. هن واقعي کان پوءِ صادق علي خان جي پٽ بهاول خان ڀهرين سنڌو نديءَ جي اوڀرندي ڪپ تي بهاولپور جو شهر ٻڌي دائودپوٽن جي رياست جو بنياد رکيو.[1]

## دهلي جي مغلن جي ڪمزوري:

اورنگزيب عالمگير سنہ 1069هہ (1707ع) ۾ وفات ڪئي. کانئس پوءِ مغل شهنشاهت زوال ڏانهن تڪڙو قدم کڻڻ لڳي. ڏکڻ ۾ مرهٽن جي جارحانہ حملن ڪري ۽ اتر ۾ سکن جي ڪافر ماجرائن ڪري، مرڪزي حڪومت ۾ ڪمزوري محسوس ٿيڻ لڳي.[2] عظيم الشان سلطنت جا مختلف حصا هڪ ٻئي ڀنيان

1 - Shahamatli: History of Bahawalpur, PP. 19-21, London, 1848 ournal of the Bengal Asiatic Society, November 1832. Vol. P. 479, Calcutta.

2 ـ سکن، جن مغلن جي ڪمزوريءَ مان فائدو ورتو تن جي پنٿ جو باني گرو نانڪ عيسوي 15 صديءَ ڌاري پنجاب ۾ ٿي گذريو. هن هندو ڌرم ۽ اسلام جي عقيدن کي گڏي وحدانيت جو سبق ڏنو. کانئس پوءِ سندس پوئلڳن مان گرو اگند گرمکي زبان ۾ "جنم ساکي" تصنيف ڪئي ۽ لنگر جاري ڪيو. اگند کان پوءِ گرو امرداس ستي لڪڙيءَ جي رسم بند ڪرائي. کانئس پوءِ گرو رامداس امرتسر وارو تلاءُ کوٽرايو جو گروءَ جو چڪ سڏجڻ لڳو. پنجون گرو ارجن هو جنهن تلاءَ ۾ مندر تعمير ڪرائڻ کان سواءِ سکن لاءِ "آدي گرنٿ" تصنيف ڪيو. کانئس پوءِ سندس پٽ هرگوبند مسند تي وينو جنهن اڪال ٻنگا هري مندر اڳيان تعمير ڪرائي، سکن جي هڪڙي فوج تيار ڪئي.

سنہ 1645ع ۾ ڪرتارپور ۾ سرڳواس ٿيو. گرو هرگوبند جي پٽ گرو تيغ بهادر کي اورنگزيب فساد جي ڏوهہ ۾ مارايو هو. کانئس پوءِ سندس پٽ گرو گوبند سنگهہ مسند تي وينو جنهن 1675ع کان 1699ع تائين سکن کي منظم ڪري، کين "سنگهہ" جو لقب ڏنو. سندس حڪم موجب سک هٿ ۾ ڪڙو مٿي تي

ڇڇندا ويا. عالمگير کان پوءِ سندس فرزند بهادر شاهه (پهريون) 65 ورهين جي عمر ۾ پنهنجي ڀاءُ اعظم کي جاجوءَ جي خونريز معرڪي ۾ شڪست ڏيئي، تخت هٿ ڪيو پر پنج ورهيه حڪومت ڪرڻ کان پوءِ سنه 1124هه (1712ع) ۾ وفات ڪري ويو. هو "شاهه بيخبر" جي لقب سان سڏبو هو. ڪانئس پوءِ شهزادو معزالدين "جهاندار شاهه" جي لقب سان طاؤسي تخت تي وينو جو هنيلوءِ عياش هو.

"لعل ڪار" نالي هڪڙيءَ نيچ عورت جي عشق ۾ اهڙو ڦاسي پيو جو دنيا مافيها کان گويا بيخبر هو. ان کان سواءِ بازار مان لنگهندي جنهن به خوبصورت عورت تي سندس حريصانه نظر پوندي هئي، تنهن تي زبردستيءَ قبضو ڪندو هو.[1] يارهن مهينا بدناموسيءَ سان حڪومت ڪرڻ کان پوءِ تخت تان لاٿو ويو. سنه 1124هه (1713ع) ۾ اميرن مغل شهزادن مان فرخ سير کي تخت تي ويهاريو، جو ڪمزور طبيعت جو هو ۽ نيچ ماڻهن جي صحبت ۾ گذارڻ لڳو. نالائق انسانن کي وڏا عهدا ڏيڻ لڳو. سادات ٻائرن مان امير الامرا سيد حسين ۽ سندس ڀاءُ قطب الملڪ سيد عبدالله، جي تاريخن ۾ "بادشاهه ساز" وزير مشهور آهن، تن فرخ سير کي پهريائين انڌو ڪري پوءِ مارائي ڇڏيو ۽ ڪانئس پوءِ مغل شهزادن مان رفيع الدرجات کي نالي طور تخت تي ٿاڦي، اندروني توڙي بيروني انتظام پنهنجن هٿن ۾ رکي، سياهه ۽ سفيد جا مالڪ بڻجي وينا. ٽن مهينن کان پوءِ رفيع الدرجات وفات ڪري ويو. ڪانئس پوءِ سيدن سندس وڏي ڀاءُ رفيع الدوله کي تخت تي ٿاڦيو جو ٽن مهينن اندر مري ويو.

مؤرخن جو بيان آهي ته ٻنهي ٻائرن کي "بادشاهه ساز" وزيرن زهر ڏياري پورو ڪيو. سنه 1131هه (1719ع) ۾ "بادشاهه ساز" وزيرن محمد شاهه کي طاؤسي تخت تي ويهاريو جنهن ٽيهه ورهيه حڪومت ڪئي. تخت تي ويهڻ مهل سندس عمر 17 ورهيه هئي ۽ ست سال محلات جي چئن ديوارن اندر نظربند رهيو. کيس حڪومت هلائڻ جي ڪابه خبر ڪانه هئي. رستم علي خان "تاريخ هند" ۾ لکي ٿو ته ڪوڪيءَ نالي هڪڙيءَ فقيرزاديءَ تي اهڙو موهت هو جو سرڪاري ڪاغذن ۽

---

ڪيس (وار) ڦٽي، ڪڇ ۾ ڪرپان نشاني طور رکڻ لڳا ۽ هو 'خالصا' سڏجڻ لڳا. گوبند سنگهه دکن ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ هڪڙي باغي بندا سنگهه جي اڳواڻيءَ هيٺ سکن مغلن سان جنگيون شروع ڪيون، مگر 1715ع ۾ پنجاب جي گورنر عبدالصمد هٿان بندا 740 سکن سميت مارجي ويو. راوي ۽ جمنا ندين جي وچ واري ميدان ۾ مانجها ۽ مالوه سکن جي رهائش جا ٻه مکيه هنڌ هئا. انهن مان مانجها، جهنگ راوي ۽ ستلج جي وچ ۾ آهي ۽ مالوه ستلج ۽ جمنا جي وچ ۾ آهي. سکن ۾ گهڻو تعداد جاٽن جو شامل آهي. سکن جو گرنٿ جيڪو گرو ارجن 1581ع کان 1606ع ۾ تصنيف ڪيو هو تنهن جو ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

1 (1) Sayed Mohamed Latif: History of The Punjab, P 185, Calcutta, 1801.

فرمانن تي بہ ڪوڪي مهرون هڻڻ لڳي. وڏا وڏا امير سندس معرفت شهنشاهہ سان ملاقاتون ڪرڻ لڳا. محمد شاهہ جي ہي بيگم اڌم ٻائي بہ ناچڻي هئي، جا حضرت قدسيہ جي لقب سان سڏبي هئي، سندس بطن مان شهزادو احمد شاهہ ڄائو هو. آصف جاهہ نظام الملڪ، جو سلطنت جو وزير هو هڪڙي هنڌ لکي ٿو:

"مردان نڪنند خاڪ برسر چڪنند امروز زني بجائي عالمگير است"

ان جي جواب ۾ ڪوڪي دليريءَ سان هيٺيون شعر پڙهندي هئي، جنهن مان ان وقت جي ماحول جي خبر پئجي سگهي ٿي:

"نوبت زڪيان ۽ ما ڪيان افتاد است. بازي شگرفي بميان اُفتاد است
شايد ڪہ سپهر سفلہ رقصد زنشان، شمشير زدن بدف زنان اُفتاد است"[1]

آصف جاهہ نظام الملڪ پهريون صوبيدار هو جنهن مرڪزي سلطنت جي ڪمزوريءَ کي ڏسي، دکن ۾ پنهنجي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو.

## سنڌ جي خودمختياري:

محمد شاهہ جي رنگين مزاجيءَ ڪري مغليہ شهنشاهيت گهڻو ڪمزور ٿي ويئي. سمورو دکن مرهٽن ۽ آصف جاهہ ورهائي ڪنيو بلڪ مرهٽا دکن کان چوٿ اڳاڙڻ لڳا. محمد شاهہ راجپوتن کي خوش رکڻ لاءِ هندن کان جزيہ وٺڻ بند ڪئي، مگر جنهن صورت ۾ سلطنت جي بنياد کي اڏوهيءَ کائي کوکلو ڪري ڇڏيو هو ان صورت ۾ جزيہ جي موقوفيءَ مان ڪو ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. جوڌپور ۽ جئپور جي راڻن خودمختياري اختيار ڪئي. پنجاب ۾ سکن جون منظم جماعتون راويءَ کان جمنا تائين لٽ مار ڪرڻ لڳيون. اوڌ جو نواب وزير سعادت علي خان خود مختيار هو. فقط نالي طور مغلن طرفان صوبيدار سڏبو هو.

سنہ 1737ع ۾ پيشوا باجي راءِ نظام کي شڪست ڏيئي، چمبل نديءَ تائين ملڪ مرهٽا گڏيل حڪومت هيٺ آڻدو بلڪ مرهٽن جا فوجي دستا جمنا تائين ملڪ کي لٽڻ لڳا. ائين چوڻ درست ٿيندو تہ سڄي هندستان اندر مرهٽا طاقتور هئا. سنڌ مرڪز کان گهڻو پري هئي. بکر ۽ ٺٽي جا مغليہ نواب ڪي ٽي هزاري ۽ بعض پنج هزاري رتبي وارا هئا، مگر سلطنت جي ڪمزوريءَ سبب کين مرڪزي حڪومت کان مدد ملڻ جي ڪابہ اميد ڪانہ هئي. ٻئي طرف ڪلهوڙن سرائين جي فوجي قوت بلوچن جي شموليت ڪري سنڌ ۾ مضبوط

---

1 - سير المتاخرين: سيد غلام حسين، جلد-2، ص- 75، ڪلڪتو 1782ع.

هئي ۽ هو پنهنجي قوت سان سنڌ ۾ پنهنجي انتظام کي مضبوط ڪرڻ لڳا.

سنہ 1147هہ (1734ع) ۾ ڪلهوڙن جي نامور سپہ سالار مير شهداد خان ٽالپر وفات ڪئي، سندس جنازو سڪرنڊ تعلقي ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.جو قبو شهداد سڏجي ٿو. سندس فرزند مير بهرام خان پيءُ جي عهدي تي مقرر ٿيو.سنہ 1736ع ۾ مغل سرڪار رضامنديءَ سان بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي جا پرڳڻا ميان محمد خان جي حوالي ڪيا. ٺٽي جو پويون نواب صادق علي خان هو جنهن کان سرائيءَ جي ٻن نائبن شيخ عزيز الله حڪومت جون واڳون هٿ ڪيون. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو ٻيون دؤر سنہ 1736ع کان شروع ٿئي ٿو جڏهن دهليءَ جي مغلن کان هنن سنڌ هٿ ڪئي.

## اوائلي مغربي سياحن جو سنڌ ۾ اچڻ:

سڪندر مقدونيءَ کان پوءِ يورپ جي سفيد فام قومن مان پورچوگيز ٻهرين دريائي ڏاڙيل قوم هئي، جيڪا سمنڊ رستي هندستان جي رستي کي معلوم ڪري، مشرق جي اڻ کٽ دولت کي بيدرديءَ سان لٽڻ لڳي. اهڙيءَ لٽ مار کي ڏسي، مغليہ دؤر ۾ ٻيا گهڻائي مغربي سياح هندستان جي سياحت ڪرڻ ۽ حالتن کي جاچڻ لاءِ آيا هئا. منجهانئن ڪي ڊاڪٽر، ڪي پادري، ڪي يورپ جي بادشاهن پاران سفير ۽ ڪي توپچي هئا، جن کي مغل شهنشاهن پنهنجي توبخاني ۾ ڀرتي ڪيو. انهن مغربي سياحن مان ڊيوريٽ باربوسا، پرارڊ، ٽئورينر، ٿيونات، برنيئر، پيٽروڊي لاوالي، گئميلي، مانڊيلسلو وغيره جا نالا مشهور آهن. سندن سفرنامن مان مغليہ شهنشاهت جي ملڪي انتظام، اقتصادي، تجارتي ۽ دربار جي رومزه جي نشست ۽ برخاست جا حالات آسانيءَ سان معلوم ٿي سگهن ٿا.

مٿين سياحن مان ڪي پورچوگيز هئا، ڪي فرينچ، ڪي اطالوي ۽ ڪي ڊين لوڪ هئا. جيسين مغل شهنشاهت ۾ دم خم هو تيسين صليب جا پرستار واپارين ۽ سياحن جي لباس ۾ رهيا، وري جڏهن شهنشاهت زوال ڏانهن رخ رکيو ۽ سلطنت جي حاڪمن خودمختياري اختيار ڪئي، تڏهن يورپ جي جهازران قومن واپارين جو لباس ڦٽو ڪري، هندستان جي دولت مند صوبن تي قبضي ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. سندن هٿيار هندستاني هٿيارن کان گهڻا ڪارگر هئا، ان ڪري هنن ستت ڪاميابي حاصل ڪئي. اهڙيءَ جدوجهد ۾ انگريز گوءِ کٽي ويا. اسان جو تعلق فقط وطن مالوف، سنڌ سان آهي، تنهن ڪري فقط انهن مغربي سياحن جو بيان ڏينداسون، جن وقت بوقت سنڌڙيءَ ۾ قدم رکيو. يورپ جي

رهاڪن کي هندستاني عام طور ڦلنگي (فرنگي) سڏيندا هئا.[1]

## ڊيوريٽ باربوسا:

عيسوي 16 صديءَ تائين، يورپ جي حريص قومن کي سنڌ متعلق بلڪل ٿوري خبر هئي. سڪندر مقدوني پهريون مغربي فاتح هو، جنهن ماهرن جي هڪڙي خاص جماعت معرفت سنڌ جا حالات گڏ ڪرايا هئا. ڪائنس اڳ ابوالتاريخ هيروڊوٽس پهريون مؤرخ هو جنهن 408 ق-م مغربين کي سنڌ ملڪ کان روشناس ڪرايو هو. سڪندر کان پوءِ اطالوي سياح، مارڪو پولو، مشرق جي سياحت ڪرڻ آيو هو، پر سنڌ جو احوال سندس "سفرنامہ" ۾ ڏنل ڪونهي. البتہ مڪران جو هن مختصر بيان ڏنو آهي. مارڪو پولو کان پوءِ ڊيوريٽ باربوسا هڪڙي پورچوگيز، هرمز بيٽ کان وٺي گجرات تائين، سمنڊ جي مسافري ڪندي، سنڌ متعلق هينيون قياسي بيان ڏنو آهي:

"سنڌ تي عربن جي حڪومت آهي. هتي جا رهاڪو پنهنجن گهوڙن کي سڪل مڇي کارائين ٿا. هتي جا سر جا ڪانا ماٺهوءَ جا چنگهن جيڏا ٿلها ٿين ٿا. سنڌو نديءَ فرات کان نڪري ايراني نار کي لتاڙي ڪنيات جي نار ۾ چوڙ ڪري ٿي."[2]

مٿيون بيان طبعي حالتن جي بلڪل برعڪس آهي. ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ مڪران جا ميد گهوڙن کي سڪل مڇي کارائيندا هئا.[3] مگر سنڌو نديءَ جو فرات مان نڪرڻ ۽ ڪنيات جي نار ۾ پوڻ هن مغربي سياح جي فقط بي خبريءَ تي هڪ دليل آهي، تنهن ڪري سندس ٻيا گهڻا بيان بہ قياسي معلوم ٿين ٿا.

## ايسٽ انڊيا ڪمپني:

31 ڊسمبر 1602ع ۾ انگلينڊ جي راڻيءَ ايلزبيٿ انگريز واپارين جي هڪڙيءَ جماعت کي هندستان سان واپار ڪرڻ لاءِ پروانو ڏنو. تنهن کان ٿورو اڳ هالينڊ جي ڊچن بہ هڪڙي تجارتي ڪمپني کڙي ڪئي هئي. انهن ٻنهي ڪمپنين کي جدا جدا "ايسٽ انڊيا ڪمپني" سڏجڻ لڳا. ڊچن هندستان جي اوپرندي وارن قيمتي ٻيٽن ڏانهن رخ رکيو جتي ڪنڊ ۽ مصالحن جي پيداوار اڪيچار هئي. انگريزن سنہ 1611ع ۾ پهريون دفعو سورت ۾ واپار جي ڪوٺي

---

1 _ "ڦلنگي" يا "فرنگي" لفظ "فرئنڪ" جي بگڙيل صورت آهي. جرمن قومن، جن عيسوي 6 صديءَ ڌاري فرانس تي قبضو ڪيو هو تن کي "فرئنڪ" سڏيندا هئا. اوائل ۾ پورچوگيز ۽ ٻيا يورپي دريائي چور هوندا هئا، ان ڪري "فرنگي" معنيٰ "دريائي چور".

2 _ L. Demes: The Book of Durate Barbosa, PP 106-107 (1918.(

3 _ R. Hughes-Buller: Makran History of The Med.

ڪولي. سنہ 1612ع ۾ انگريزن پورچوگيز ٻيڙي کي سورت وٽ اهڙي شڪست ڏني، جو انگريز هندستان جي سمنڊن جا مالڪ بڻجي ويا. سنڌن واپار روزمره ترقي ڪرڻ لڳو. سنہ 1615ع ۾ فقط ٻن جهازن جي مال جي محصول جي صورت ۾ ڪين 14 هزار پائونڊ مغليہ سرڪار کي پري ڏيڻا پيا.[1] سنڌن هڪڙي جهاز تي هڪ لک چاليهہ هزار پائونڊن جو هندستاني مال پريل هو.

## ائنٿني سٽارڪي ۽ رابرٽ شرلي:

ائنٿني سٽارڪي ۽ سر رابرٽ شرلي بہ نصيب آزما انگريز هئا. جن کي شاهہ عباس اعظم صفويءَ ايراني فوجن کي فوجي تعليم ڏيڻ لاءِ نوڪر رکيو هو. سنہ 1608ع ۾ شاهہ عباس يورپ سان ايران جي تعلقاتن کي قائم ڪرڻ جي ارادي سان رابرٽ شرلي کي پنهنجو سفير مقرر ڪري، يورپ ڏانهن روانو ڪيو. ائنٿني سٽارڪي سنہ 1612ع ۾ انگريزن پاران جاسوسي ڪرڻ جي ارادي سان، ڊرئگن، جهازن ۾ چڙهي ٺٽي پهتو مگر هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو. ڇاڪاڻ تہ لاهري بندر تي رهندڙ هڪڙي پورچوگيز پادريءَ کيس زهر ڏيئي ماري ڇڏيو.

سر رابرٽ شرلي انگلنڊ پهچڻ کان پوءِ اتي جي بادشاهہ جيمس پاران ٿامس پاويل کي "ايڪسپيڊيشن" جهاز ۾ چاڙهي، جنهن جو ڪپتان والٽر پيٽن هو ايران ڏانهن سفير ڪري روانو ڪيو. ٿامس پاويل ايران ڏانهن ويندي، ٺٽي پهتو. سنڌس مرضي مڪران جي رستي کان ايران ڏانهن وڃڻ جي هئي، پر پوءِ بلوچن جي خوف ڪري سمنڊ جي رستي کان وڃڻ جو ارادو ڪيائين.[2] ٺٽي جي مغليہ نواب، سر رابرٽ شرلي جي ايلچيءَ ڪرسٽوفرينو جو مشرقي رواداريءَ موجب استقبال ڪيو. پورچوگيز اڳي ئي واپار جي بهاني لاهري بندر ۽ ٺٽي ۾ ديرو ڄمائي ويٺا هئا. تنهن ڪري نواب انگريز ايلچيءَ کي وڌيڪ سامان گهرائڻ لاءِ صلاح ڏني، جيئن هو پورچوگيزن سان ڇتاپيٽي ڪري سگهي، مگر رابرٽ شرلي نواب جي صلاح تي ڌيان ڏيڻ کان سواءِ ٻيڙين جي وسيلي سنڌو درياءَ تي اڳتي وڌڻ لڳو پر نواب جي ماڻهن هن کي روڪي، ٺٽي ڏانهن موٽائي آندو.

---

1 ـ سنہ 1580ع ۾ پورچوگال جي حڪومت يورپ ۾ اسپين سان گڏجي ويئي، تنهن ڪري پورچوگيزن کي ڪنهن بہ قعم جي مدد جي ضرورت ان وقت ڪانہ هئي.
A. Lyall: The Rise & Expansion of the British Dominion India, P 15, London, 1915
C R. Low: Historical Background of Royal Indian Navy, Part I.
2 - H. G. Rawlinson. British Beginings in Western India, Chp. V, P 83, Oxford.

## نڪولس وٿنگٽن:

آڪٽوبر 1613ع ۾ نڪولس وٿنگٽن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پاران نير (گُلي) خريد ڪرڻ لاءِ احمد آباد کان سنڌ پهتو. ڪڇ جو رڻ ٽپي، ننگرپارڪر ۽ نيرن ڪوٽ رستي کان ميرپور بٺوري پهتو پر رستي تي بلوچ ڌاڙيلن سندس اسباب ڪپڙن سميت ڦري ورتو.[1] تنهن ڪري موٽي ننگرپارڪر ويو ۽ اتي جي هڪڙي هندو واقف ڪار واپاريءَ کان خرچ وٺي احمد آباد پهتو. نڪولس وٿنگٽن جيڪي مسافريءَ ۾ ڏٺو سو قلمبند ڪندو ويو.[2]

سنہ 1615ع ۾، انگلينڊ جي بادشاھ جيمس پهرئين پاران، سر ٿامس رو آگري ۾ سفير ٿي آيو. اڳ هو انگلينڊ پاران قسطنطنيہ ۾ سفير رهي چڪو هو ان ڪري مشرقي رسمن ۽ عادتن کان واقف هو. هن شهنشاھ جهانگير لاءِ جيڪي تحفا آندا هئا، تن ۾ تماڪ بہ هو.[3] 24 ڊسمبر 1615ع ۾ سر ٿامس رو ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي سنڌ متعلق هيٺين رپورٽ پيش ڪئي هئي:

مٿئين قسم جي اڄ وچ ۾ چڪتاڻ جي ڪري شرلي جا گهڻا ماڻهو مارجي ويا. بہ مهينا نٽي ۾ رهڻ کان پوءِ هو سڌو شهنشاھ جهانگير سان گڏجڻ لاءِ آگري ڏانهن روانو ٿي ويو. جهانگير کان راهداريءَ جي پرواني وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ايران ڏانهن ويو جتي هڪ ايراني عورت سان شادي ڪيائين.[4] مگر ايران موٽڻ کان پوءِ شاھ عباس کيس سنہ 1615ع ۾ نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو جنهن ڪري هو دلشڪست ٿي يورپ ڏانهن موٽي ويو ۽ واٽ تي مئو. سندس لاش کي سندس ايراني بيگم روم ۾ دفنايو.[5]

## سر ٿامس رو:

"مون کي پڪيءَ ريت معلوم ٿيو آهي تہ سنڌو ندي واپار ڪرڻ لاءِ مفيد

---

1_ سنڌ نير جي اپت ڪري مشهور صوبو هو. سيوهڻ ۽ سن نير جي اپت ڪري مشهور هئا. آڳاٽي وقت کان پنيور ۽ پڙوچ کان سنڌ ۾ هندستان جو نير مصر تائين وڪامڻ ويندو هو. هندستان جي نير جي مقابلي ۾ سنڌ جو نير عمدو ۽ قيمتي هو.

2 _W.W. Faster: Early travels in India, PP. 188-223.

3_ تماڪ هندستان ۾ اڪبر اعظم جي ڏينهن ۾ پهتو هو پر هن ملڪ ۾ وڏيءَ قيمت تي وڪامندو هو. يورپ ۾ تماڪ جو بنياد 1560ع ۾ پيو جڏهن هڪڙي ڊچ واپاريءَ لزبن جي فرينچ سفير جان نڪات کي سوکڙيءَ طور ڏنو هو. تماڪ جي پيدائش جو اصلي هنڌ آمريڪا آهي، جتان ايلزبيٿ جي ڏينهن ۾ سر والٽر ريلي انگلنڊ آندو هو.

H. Elliat: History of India, Vol. VI, PP. 165-166.

4- F.C Danvers: The Portugues in India, Vol. I, P. 508.

5 _ H. G. Rawlinson: British Begninges in Western India, P. 83.

آهي، چاڪاڻ تہ لاهور کان سنڌ تائين آسانيءَ سان دريا رستي مسافري ڪري سگهبي. سنڌ جي آب هوا صحت بخش آهي، سنڌ جو نير ۽ ٻيون شيون انگلينڊ لاءِ ڪارآمد ثابت ٿينديون."[1]

سر ٿامس جهانگير سان عهدنامي ڪرڻ ۾ سنہ 1616ع ۾ ڪامياب ٿيو. صفويہ فرمانروائن جي مذهبي تعصب ڪري سنين جي جان ايران ۾ سلامت نہ هئي، تنهن ڪري حج ڏانهن ويندڙ خشڪيءَ جو رستو هندستان جي مسلمانن لاءِ بند هو. اهڙيءَ طرح سمنڊن تي پورچوگيزن جي ڦرلٽ ڪرڻ ۽ غارتگريءَ ڪري سمنڊ جو رستو بہ سلامت نہ هو. اهوئي سبب هو جو اڪبر اعظم جي زماني ۾ علمائن حج نہ ڪرڻ لاءِ فتويٰ ڏني هئي، مگر جهانگير جي ڏينهن ۾، انگريزي ٻيڙي مقامات مقدس ڏانهن ويندڙ جهازن جي سلامتيءَ جو ذمو پاڻ تي کنيو هو. مٿينءَ جوابداريءَ جي ڪري ئي، شاهي فرمان موجب، انگريزن کي سنڌ، بمبئي ۽ مدراس جهڙن صوبن ۾ واپار لاءِ ڪوٺين وجهڻ جي اجازت ملي هئي.[2]

ان کان سواءِ ڪوٺين جي بچاءَ لاءِ ڪمپنيءَ کي پوليس ۽ منصفن رکڻ جي بہ اجازت ملي. انگريزي سفير پنهنجن ماڻهن کي سنڌ مان نير خريد ڪرڻ لاءِ صلاح ڏني. سنڌ جو نير سڄي هندستان ۾ قيمتي شيءِ هئي.[3] سورت جا انگريز ايجنٽ گهڻي عرصي کان سنڌ سان واپار ڪرڻ لاءِ منتظر هئا. انهن کي رڳو پورچوگيزن جي ريشہ دوانين کان خوف هو. آگري جي دربار مان شاهي پرواني ملڻ کان پوءِ هو ٻي خوفيءَ سان واپار ڪرڻ لڳا. 26 اپريل سنہ 1630ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هڪڙي ديسي دلال کي واپار جو واءُ سواءُ معلوم ڪرڻ لاءِ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. هو بہ ڳنڍڙيون ڪپڙي جون ۽ ڪجهہ نير نموني طور خريد ڪري، سورت جي ايجنٽن کي ڏيکارڻ لاءِ ساڻ کڻي ويو.[4]

---

1 -W. W. Faster: The Embassy of SIR Thomas Roe, PP. 75-76

2 ـ مغلن جو هڪڙو جهاز جنهن تي شهنشاهہ جهانگير جي والده حج ڪرڻ لاءِ مڪي ڏانهن ويجي رهي هئي، اهو جهاز پورچوگيزن سمنڊ تي ڦريو هو. سر ٿامس رو کان اڳ انگلينڊ جي بادشاهہ جيمس پهرئين 1607ع ۾ هاڪنس کي سفير ڪري جهانگير جي درٻار ۾ آگري ڏانهن مڪو هو. سر ٿامس رو ان ڪري ڪامياب ٿيو جو انگريزي ٻيڙي هندستان جي جهازن جي سلامتيءَ جو ذمو پاڻ تي کنيو جنهن ڪري حج جو رستو کلي پيو.

3 -W. W. Faster: The English Factories in India (1637), P. VII Oxford, 1906.

4 ـ جهانگير جي ڏينهن ۾ انگريزن وٽ واپار جون بہ ڪوٺيون هيون. سورت جو اثر ايراني نار ۽ باب المنذب تائين ڇانيل هو ۽ مدراس جي ڪوٺيءَ جي ڪري انگريزن جو اثر هوگلي ۽ مرشد آباد تائين ڇميل هو.

## وليم فريملين ۽ سندس ساٿي:

سنہ 1635ع ۾ هڪڙو انگريزي جهاز ڊسڪوري، لاهري بندر تي پهتو. جنهن تي وليم فريملين، جان سپلر ۽ رچرڊ موئلي، انگريزي تجارتي وفد جا ميمبر، ٺٽي پهتا. ڪمپنيءَ کين هدايت ڪري ڇڏي هئي تہ ڪنهن بہ پورچوگيز سان ڪو تعلق نہ رکن، فقط ڪپڙي جو واپار ڪن. شاهي پرواني هئڻ سبب، ٺٽي جي عملدارن وفد جو خيرمقدم ڪيو ۽ ميمبرن جي رهائش لاءِ شهر ۾ هڪڙيءَ عمارت جو انتظام ڪيو. پنج ڏينهن آرام ڪرڻ کان پوءِ وفد جي ميمبرن ڪمپنيءَ کي نصرپور جي ڪپڙي خريد ڪرڻ لاءِ سفارش ڪئي. نصرپور مرزا شاهہ حسن ارغون جي ڏينهن ۾ سنڌ جو تختگاهہ هو. اڳ درياءَ هتان وهندو هو. مغليہ دؤر ۾ سندس اوج متجڻ لڳو مگر ڪپڙي جي هنر ڪري برک هو. سورت جي انگريز ايجنٽن کي سنڌ سان دائمي واپار ڪرڻ جو ارادو هو، تنهن ڪري وفد جي ميمبرن ہن مهينن تائين سنڌ جي شين کي جاچي ڏٺو.

ٺٽي جي نواب دولت خان بہ وفد جي حوصلہ افزائي ڪئي. ميمبرن ڪپڙو، نير ۽ آفيم پسند ڪيا. سنڌ جو ڪپڙو ڏيساورن ۾ آڳاٽي زماني کان مشهور هو. نصرپور جي هڪڙي ئي شهر ۾ ڪورين جو تعداد 3 هزار هو. 25 آگسٽ 1636ع ۾ ڪمپنيءَ جي ايجنٽن سنڌ جي شين کي پسند ڪري سورت جي ڪائونسلر کي ٺٽي ۾ دائمي طور تجارتي ڪوٺي کولڻ لاءِ حڪم ڏنو. 16 مارچ سنہ 1637ع ۾ ڪمپنيءَ پاران هڪڙو ديسي دلال ٺٽي پهتو. سنڌ جا شهر واپار ڪري برک هئا. ديسي شين کان سواءِ بازارين ۾ قنڌار، ڪابل، اصفهان، تبريز، ڪشمير، لاهور ۽ ملتان جون شيون بہ وڪامنديون هيون. سنہ 1640ع ۾ وليم فريملين ۽ جان سپلر ٻيهر ٺٽي پهتا ۽ سنہ 1652ع تائين سنڌ ۾ رهي سنڌ جي وچولي حصي تائين چڪر ڏيڻ لڳا. سنہ 1643ع ۾ انگريزن کي سوڪڙيون شاهہ جهان ۽ شهزادي دارا شڪوهہ کي ڏيئي، هندستان ۾ واپار ڪرڻ لاءِ مڪمل طور پروانو هٿ ڪيو.نئين پرواني موجب انگريز ايجنٽ اپر سنڌ تائين گشت ڪرڻ لڳا.[1]

## سباسٽئن مانرڪ:

فري سباسٽئن مانرڪ هڪڙو پورچوگيز پادري هو. جو سنہ 1641ع ۾ شهزادي خرم (شاهہ جهان) کان پروانو وٺي سنڌو درياءَ رستي لاهور کان 9 ڏينهن

1 _ W. H. Marclaud. From Akbar to Aurangzeb. PP. 114-190.

اندر بکر پهتو. لکي ٿو ته. "بکر جي علائقي ۾ باغات ڪري ميوا جام آهن ۽ ملڪ سرسبز آهي. سال بسال خراسان کان مال سان پريل قافلا اچن ٿا." بکر کان درياءَ رستي هو سيوهڻ پهتو. هتي مهاڻن سندس ٻيڙيءَ تي حملا ڪيا، پر وٽس بم گولا هئا. جن جي وسيلي بچي ويو. چئن ڏينهن جي دريائي مسافريءَ کان پوءِ دارالحڪومت ٺٽي پهتو. شهر جي رنڊين ۽ ناچڻين جا رنگين لباس ڏسي وائڙو ٿي ويو. شهر ۾ جيڪي به ڪپڙي ۽ چمڙي جا صنعتي ادارا هئا. سي هن گهمي ڏٺا. هڪ مهينو ٺٽي ۾ رهي، عمرڪوٽ ۽ جيسلمير واري رستي کان آگري پهتو. سندس سفرنامو سنه 1643ع ۾ ٻن جلدن ۾ شايع ٿيو.

## هينري گاري ۽ گلبرٽ هئريسن:

سنه 1647ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ پاران ٻه گماشتا هينري گاري ۽ گلبرٽ هئريسن ٺٽي پهتا. سنڌ جون ديسي شيون سچيون ۽ سستيون هيون ۽ انهن جي مقابلي ۾ ولائتي شيونساديون. مهانگيون ۽ ڪاريگريءَ جي نئين نموني هئڻ سبب هتي جي باشندن لاءِ عجيب هيون: مثلا گرم ڪپڙو نباتون، چينيءَ ۽ شيشي جو سامان. آرسيون. واچون. گهڙيال. وڍ ڪٽ جو سامان. بارود جا هٿيار. رنگين چٽيون وغيره. فرنگين جا دلال ۽ گماشتا بلڪل چالاڪ ۽ عيار هئا. جنهن بندر تي پير رکندا هئا. تنهن تي مفلسن ۽ محتاجن ۾ پئسا ورهائيندا هئا. مٿينءَ قسم جي فياضيءَ جو سبب محض هن ريت هو ته. جيئن ديسي رهاڪن جو مٿن ويساه جمي ۽ اُهي سفيد فام حريص مڪارن کي پنهنجو خيرخواه سمجهن. نون هٿيارن جي زور تي برِاعظم هندستان جي هرهڪ پرڳڻي تي سندن ڏاڪو جميل هو.

سنه 1662ع ۾ انگريزن پورچوگيزن کان هرمز ٻيٽ آزاد ڪرائي. اصفهان جي دربار تائين رسوخ حاصل ڪيو. اڳ ايراني نار جي بندرن کان هزارن جي تعداد ۾ گهوڙا هندستان جي شهرن ۾ وڪري لاءِ ايندا هئا. پورچوگيزن مٿيون واپار بند ڪري ڇڏيو هو سو ٻيهر کلي ويو.[1] انگريزن مڪران جي بندر جسڪ تي سنه 1618ع ۾ تجارتي ڪوٺي وڏي هئي، جتان ڪرمان جي قيمتي پشم ۽ ايراني غاليچا خريد ڪندا هئا.[2] فرنگي ايجنٽ واپارين جي لباس ۾ ملڪن ۾

---

1۔ البڪرڪ 1510ع ۾ هرمز ٻيٽ فتح ڪري اتي قلعو اڏائي. روئي گومس کي پنهنجي پاران سفير ڪري شاه اسماعيل صفويءَ ڏانهن مڪو هو جنهن شاه کي پهريون اهو شرط پيش ڪيو هو ته گهوڙن جو واپار بند رهي. شاه اهو شرط منظور ڪيو هو.

2 -H. Moorse Stephen: Rulers of India, "Albuquerqe", PP. 135-137.

گشت ڪري، جاسوسي ڪرڻ کان سواءِ ماڻهن سان واقفيت رکڻ لڳا. موقعي سر نڀيون ڪرڻ سندن اخلاقي پيشو هو.

## ڪنڊياري ۾ نصرپور جي ڪورين جون پڪارون:

سنڌ ۾ سندن خلاف پهرين ڪنڊياري ۾ نصرپور جي ڪورين وقت جي حاڪمن کي پڪارون ڪيون. چاڪاڻ تہ انگريز ايجنٽ سنڌ جي ساده لوح ايماندار ڪورين کي اڳواٽ رپيا قرض ڏيئي، زيربار ڪري، پوءِ زبردستيءَ سندن تيار ڪيل سمورو ڪپڙو سستن اگهن تي ڪٽندا هئا. حالانڪ اهو ساڳيو ڪپڙو ولايت جي مارڪيٽن ۾ سٺ في صدي منافعي سان وڪامندو هو مگر جنهن صورت ۾ ڪمپنيءَ جي ايجنٽن کي سڌو سنئون دهليءَ ۾ آگري جي درٻارين مان پروانا مليل هئا. ان حالت ۾ سنڌ جا مغليہ نواب رعايا جي دانهن ڪوڪن تي ڌيان ڏيڻ بدران اٿلندو دٻاءُ جي ذريعي پڪارن کي ٻنجو ڏيندا هئا.

ٻيون تہ ڪمپنيءَ جا مڪار ايجنٽ نوابن ۾ سندن بيگمن کي سوڪڙيون ۾ تحفا پهچائي، پنهنجا رستا صاف رکي، پوءِ غريب سنڌي ڪاريگرن جو رت چوسيندا هئا. اڳ سنڌي ڪاريگر سکيا ستابا هئا. مگر هينئر فرنگي سفيد فام سرمائيدارن جي مڪارين ۾ ڪارستانين ڪري صفا محتاج ۾ مفلس بڻجي ويا هئا. واپار ۾ ڏيتي ليتيءَ متعلق مغربي عيارن جا شرط اهڙا پيچيده هئا. جو سنڌي ڪاريگر سندن مڪر ۾ فريب جي ڄارن ۾ ڦاسي سندن سرمائي اڳيان، محتاج بلڪ سندن زرخريد غلام بڻجي ويا هئا. مگر مفلسن جي آهن ۾ بيڪسيءَ جي فريادن نيٺ نتي جي سياسي حلقن ۾ بيداري پيدا ڪئي. نواب جعفر خان جي حڪم سان انگريزي سامان سان ڀريل ٻيڙيون ٺٽي ۾ لٽجي ويون. وري جڏهن قباد خان نواب مقرر ٿي آيو تڏهن فرنگين کي دم پٽڻ لاءِ فرست نصيب ٿي. حقيقت ۾ نواب جيئن فضا جو رخ ڏسندا هئا، ان موجب قدم کڻندا هئا.

## نڪولا مانوسي:

نڪولا مانوسي اطالوي، وينس جو رهاڪو هو. پهريائين هڪڙي انگريز امير، بيلومانٽ وٽ نوڪر هو ان جي مئي کان پوءِ شهزادي دارا شڪوه جي توب خاني ۾ نوڪر بينو. سنہ 1659ع ۾، دارا شڪوه جي بکر جي گهيري وقت نڪولا مانوسي موجود هو. قلعي فتح ڪرڻ کان پوءِ دارا پنهنجي حرم ۾ توب خاني کي پنهنجي ٻن اميرن، خواجہ ۾ سيد عبدالرزاق جي نگرانيءَ هيٺ بکر ۾ ڇڏي، شيخ مصر ۾ سيف شڪن کي ساڻ کڻي گجرات ڏانهن قسمت آزمائڻ ويو هو.

نڪولا مانوسي بيان ڪري ٿو ته بکر مضبوط قلعو هو سندس وچ ۾ هڪڙو برج هو جتان درياءَ جو نظارو ڏسڻ ۾ پئي آيو. دارا جي پنيان خليل خان لاهور کان ڪاهي آيو پر قلعو هٿ ڪري نه سگهيو. وري جڏهن ملڪ جيوڻ شهزادي کي گرفتار ڪري مير بابا جي حوالي ڪيو تڏهن لاچار ٿي دارا جي عملي قلعو دشمن جي حوالي ڪيو. مانوسيءَ جي بيان مان فقط بکر جي جنگ جي خبر پئجي سگهي ٿي. بيو ته انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سخت ڏڪر پيو هو جنهن ڪري ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن پنهنجي سورت جي ايجنٽ کي سنڌ مان فقط شوري (ڪلمي شورو) خريد ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني هئي. ڪمپنيءَ جا سنڌ ۾ رهندڙ ايجنٽ وليم بيل، جان ڪاڪس، سري وينر، جن سنڌ ۾ رهي مزا ماڻي ڏٺا هئا. تن واپار کي چالو رکڻ لاءِ ڪمپنيءَ سان گهڻا حيلا هلايا. پر سنه 1662ع ۾ ڏڪر پوڻ ڪري واپار صفا بند ٿي ويو.[1]

## اليگزينڊر هئملٽن:

ڪپتان اليگزينڊر هئملٽن اسڪاٽلينڊ جو هڪ سيلاني سوداگر هو جنهن سنه 1668ع کان سنه 1723ع تائين آفريڪا جي ڪيپ آف گڊ هوپ کان ڦرندي جيپان تائين ايشيائي ملڪن ۾ بيٺن جو سفر ڪيو هو. سندس سفرنامو "نيو اڪائونٽ آف دي ايسٽ انڊيز" سنه 1727ع ۾ ايڊنبرا مان ٻن جلدن ۾ شايع ٿيو. سنه 1669ع ۾ اليگزينڊر سامان سان ڀريل جهازن سان لاهري بندر تي پهتو. سندس بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ لاهري بندر ۾ هڪ سؤ ڪاٺ ۽ مٽيءَ جا جڙيل گهر هئا. شهر جي وچ ۾ هڪڙو پٿر جو قلعو هو جنهن تي بلوچن جي ڪاهُن کي روڪڻ لاءِ توبون رکيل هيون. هر هڪ قافلي سان بلوچ ڌاڙيلن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ٻن سؤ سوارن جو دستو گڏ هلندو هو.

اڳتي هلي بيان ڪري ٿو ته هڪڙي دفعي پنجن سؤن مسلح بلوچن هڪڙو واپاري قافلو ڦريو هو. ٺٽو لاهري بندر کان چاليهه ميل پري هو. هئملٽن جنهن قافلي سان همراهه هو تنهن ۾ 15 سؤ اُٺ مال سان ڀريل هئا. رستي تي مڪرانين قافلي تي گهيرو ڪيو پر هئملٽن وٽ بندوقون هيون. جن کي ڇوڙڻ ڪري چور ڀڄي ويا. هن پاڻ سان ملبار کان ڏهه هزار پائونڊن جو مال آندو هو. ٺٽي جي نواب حفيظ الله خان ٺٽي پهچڻ کان پوءِ هڪ ڏڳو پنج دنبا، ويهه ٻڪريون، ويهه ڪڪڙ، پنجاهه تتر، مٺائي ۽ ميوا مهماني طور ڏانهس مڪا ۽ ملاقات لاءِ وقت مقرر ڪيو.

---

1 ـ مانوسي 48 ورهين تائين مغلن وٽ نوڪر رهيو هو سندس لکيل بيانن تان ڪيٽرو 1715ع ۾ پئرس مان مغليه خاندان جي تاريخ شايع ڪئي.

هئملٽن نواب کي هڪڙو آئينو پنجن پائونڊن جي قيمت جو هڪڙي بندوق، ٻه گلٽ ٿيل پستول، هڪڙو خنجر، هڪڙي ٿالهي ۽ ڪي تراربن جا ڦر سوکڙين طور پيش ڪيا. سنڌ ۾ هو اٽڪل 3 مهينا رهيو. پوءِ گجرات جي رستي کان موٽي ويو. سندس سفرنامي مان مغليہ دؤر جي سنڌ جي خبر پوي ٿي.

## هينرچ روٿ:

هينرچ روٿ گوٿا جو هڪ پادري آگري کان لاهور ۽ ملتان جي رستي کان سنڌ ۾ وارد ٿيو. هو ڏهہ ورهيہ هندستان ۾ سنسڪرت زبان سکيو هو. پوءِ لاهري بندر کان سورت پهتو. جتان بندر عباس ۽ ازمير (سمرنا) کان ٿيندو روم پهتو هو.

## مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ:

## ملڪي انتظام:

مغلن جي ڏينهن ۾ سڄو هندستان صوبن، سرڪارن، پرڳڻن ۽ محالن ۾ ورهايل هو. هرهڪ سرڪار مٿان نواب حڪومت هلائيندا هئا. سنڌ ٺٽي ۽ بکر ٻن سرڪارين ۾ ورهايل هئي ۽ ٻئي سرڪارون ملتان جي ماتحت هيون. ٺٽو پنجن حصن ۽ 18 محالن ۾ ورهايل هو سندن سالياني آمدني 29,999,991 دام هئي. چاچڪان يارهن محالن ۾ ورهايل هو سندس سالياني آمدني 11,784,586 دام هئي. سيوهڻ 9 محالن ۾ ورهايل هو. سندن سالياني آمدني 15,546,808 دام هئي. نصرپور 7 محالن ۾ ورهايل هو سندس سالياني آمدني 7,835,600 دام هئي. ڪڪرالو 8 محالن ۾ ورهايل هو سندس سالياني آمدني 5,085,048 دام هئي. بکر 12 محالن ۾ ورهايل هو. سکر، بکر، الور ۽ ماٿيلو هڪڙي محال هيٺ هئا. جنهن جي سالياني آمدني 1,32,150 دام هئي.

لاهري ۽ اؤرنگا آباد سمنڊ تي سنڌ جا ٻہ اهم بندر هئا. انهن مان لاهري بندر جي آمدني اڪبري دؤر ۾ سالیانو هڪ لک سٺ هزار رپيا هئي. ٺٽي سرڪار اندر جملي 54 تعلقا هئا. هرهڪ ضلعي ۾ گهٽائي تعلقا هئا. سنڌ جي جملي سالياني اپت اورنگزيب عالمگير جي ڏينهن ۾ 23,20,000 رپيا هئي.[1] دِلن جو کاتو "دستور عمل" سڏبو هو. "مير بخشي" (سپہ سالار)، "بخشي" (خزانچي) ۽ "محتسب" وڏا عملدار هئا. سندن هيٺيان عامل، قانون گو، فوجدار،

---

1 F. Bornier's Travels (1665 1668), Vol. I, P. 475

سنہ 1707ع ۾ غازي اورنگزيب جي وفات وقت، مغليہ شهنشاهت جي سالياني اُپت 30,17,96,859 رپيا هئي. ان زماني جي ني مغليہ رپئي جي قيمت موجوده زماني جي ٻن شلنگن ۽ ٽن پينسن جيتري هئي.

ڪوتوال، قاضي، منصف، امين، داروغا، محالڪار، چوڌري، مقادم، پٽواري، قلعيدار ۽ ٻيا عملدار هئا. ڪي نواب اُمرائن مان چونڊبا هئا ۽ ڪي منصبدار هئا. جيڪي پاڻ وٽ سوارن جو دستو رکندا هئا ۽ کين فوجي دستن رکڻ لاءِ حڪومت کان پگهار ملندو هو.[1] اُمرائن هينان روزندار (ڪلارڪ) هوندا هئا، جيڪي سرڪاري ڪاغذن کي مهرون هڻندا ۽ انهن جو نيڪال ڪندا هئا، کين روزانو وظيفو ملندو هو.

## فوج:

مغليه فوج چئن قسمن ۾ ورهايل هئي: 1_ سرڪاري، 2_ منصبداري، 3_ داخلي ۽ 4_ عهدي. فوجن ۾ اڪثر افغان، سيد، بلوچ ۽ راجپوت ڀرتي ٿيندا هئا. سپاهين وٽ بندوقون هيون. بلوچ ڏگهين ڏاڙهين ۽ ڊگهن وارن ڪري 'جن' ڪوٺبا هئا. عراقي گهوڙو رکندڙ سوار جو ماهوار پگهار ٽيهه رپيا ۽ رواجي گهوڙو رکندڙ سوار کي ماهوار ٻارهن رپيا پگهار ملندو هو. پيادل سپاهيءَ کي ماهوار ويهه رپيا پگهار ملندو هو. توب خانو ٻن قسمن جو هو هڪڙو وزندار جن توبن کي هاٿي ڇڪيندا هئا، ٻيون هلڪو توب خانو جو ٻيڙين جي وسيلي ڪٽي سگهبو هو. ڪي توبون اُن مٿان ٻه ڪچنديون هيون. جهڙوڪ، زنبورڪ ۽ شتر نال. اهي توبون ٽيل جون هيون.[2] صوبن جو نواب ۽ زميندار توڙي جاگيردار ضرورت وقت فوجن لاءِ سپاهي ڏيڻ لاءِ ٻڌل هئا. ڪي پرڳڻا ساليانِي خراج سان گڏ مقرر تعداد ۾ سپاهي ڏيڻ لاءِ ٻڌل هئا. جيڪي پرڳڻا سپاهي ڏيئي نہ سگهندا هئا، سي نقد ناڻي ڏيڻ لاءِ ٻڌل هئا. هرهڪ جاگيردار پنهنجن ڳوٺن ۾ ڪڙمين، واپارين ۽ هنرمندن کان ڍلون اوڳاڙيندو هو. سنڌن اقتدار طائف الملوڪيءَ جي زماني وانگر هو.

اورنگزيب پنهنجي ملتان جي نائبيءَ جي زماني ۾ 1649ع ۾ بلوچن کي ويڙهائي، نوحاڻين، هوتن، نومڙين ۽ جوکين کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڪامياب ٿيو هو. پر پوءِ سنڌ ۾ مغليہ نوابن کي بلوچن سان دوستي رکڻ کان سواءِ خطرو

1 _ اڪبر اعظم جي زماني ۾، منصبدارن جو جملي تعداد 66 هو سنڌن سوارن جي گهوڙن کي سرڪار طرفان داغ ڏبا هئا. منصبدار جو ماهوار پگهار هڪ سؤ کان وٺي ستن سؤن تائين هو. سنڌن درجو اُمرائن وانگي هو.

2 _ مغليہ توب خاني ۾ پورچوگيز، انگريز، ڊچ، فرينچ، جرمن بہ ڀرتي ٿيندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ديسين جي مقابلي ۾ اهي گهڻا تجربيڪار هئا گهڻا ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي فوجن جا ڀڄل سپاهي هئا. جي وڏين پگهارن جي لالچ تي مغليہ توب خاني ۾ نوڪري ڪندا هئا. هر هڪ فرنگي توبچيءَ کي ماهوار بہ سؤ رپيا پگهار ملندو هو. قلعن کي بارود سان اُڏائڻ جو فن مغلن کي ڊچن سيکاريو هو. ڏسو برنيئر جو "سفرنامو" جلد_1، ص 31_32.

محسوس ٿيڻ لڳو. ڪلمتي ويهه هزارن سوارن سان سنڌ جي ڪوهستاني علائقي ۾ حفاظت ڪرڻ تي مامور هئا. اُتر ۾ چانڊين جي ڪاهُن کي روڪڻ لاءِ ميان نور محمد لاڙڪاڻي ۾ قلعو جوڙائي مٿس توبون رکايون هيون. بليدين ۽ جتوئين، ارغونن جي ڏينهن ۾ قنڌار ۽ ملتان تائين جنگين ۾ حصو ورتو هو. سنڌ ۾ امن امان بحال رکڻ لاءِ سنڌن سردارن کي بخشي وظيفا ڏيندو هو. نه ته ٻيءَ صورت ۾ هو واپاري قافلن تي هٿ صاف ڪندا هئا.

## ڍلن جا قسم:

مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ اندر جيڪي ڍلن جا قسم رائج هئا، تن جو رواج مغلن کان به اڳ هندستان ۾ رائج هو: مثلاً محمد تغلق ۽ فيروز شاهه جي زمانن ۾ چراهي، گلفروشي، نيلگري، ماهي فروشي ندافي، ريمان فروشي، نخود بريان گري، دوڪانانه، خمارخانه، دادبيگي، ڪوتوالي ۽ احتساب- ڍلون رائج هيون.[1] اڪبر اعظم هندن کان جزيه ڍل وٺڻ بند ڪئي. باقي مغليه دؤر ۾ هي ڍلون رائج هيون.

1- غله بخش: زمين تي ٽن قسمن جون ڍلون هيون. (الف) اُهي زمينون، جن جي پوک درياءَ جي پاڻيءَ تي ٿيندي هئي، يعني جي مهراڻ جي ڪپڻ تي هيون. اهي جيڪي واهن ۽ کوهن تي چاهي زمينون هيون. (ج) اجرا ڪلابي- جيڪي زمينون تلائن يا ڍنڍن جي پاڻيءَ تي آباد هيون. (د) جنگل شگافي- اُهي زمينون جيڪي جهنگ صاف ڪري آباد ڪيون هيون. مغل عملدار زمينن جي پيداوار جو ٽيون حصو ڪٽندا هئا. ڪن ديرن مان عملدار هٿ ڪري تخميني طور ان ڪٽندا هئا. عملدارن جي اچڻ کان اڳ ديرن ڪٽڻ جي سخت منع هئي. آفيم ۽ نير جي پوکن وارين زمينن تي في جريب تي اَسي رپيا ڍل هئي. مهراڻ جي آبڪلانيءَ جي ڪري بعض دفعا ڍلون گهٽجي وينديون هيون.

شهزادي اورنگزيب جي نائبيءَ واري زماني ۾ آمدنيءَ کان خرچ وڌي ويو هو، جنهن ڪري شهزادي دهليءَ جي دربار کان پئسن لاءِ گهر ڪئي هئي، پر شاهه جهان پئسن ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو. اڪثر ڍلن جي نسبت سنڌ جي مغليه نوابن جي دربار سان اٽڪل رهندي هئي.[2] 2- پيش ڪش: مهاجن هندو واپارين کي ساليانو پنجن کان ڏهن رپين تائين ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 3- سرشماري: ڪاريگر مثلاً واڍا، لوهار سونارا، رنگريز وغيره. تن کي ساليانو 31 رپيا ڍل ڏيڻي پوندي هئي. (قاضي، سادات، پيرزادن، بلوچن ۽ سرڪاري عملدارن کي ان قسم

---

1- عجائب الاسفار: جلد-2، ص- 140.

2 _ W. H. Mooreland: Akbar to Aurangzeb, P. 285 (1923(

جون ڍلون معاف هيون). 4_ هوائي: بڏل ٻيڙين جي نڪتل مال تان ورتندا هئا. 5_ سر درختي: ميويدار وڻن جي آمدنيءَ مان اڌ يا ٽيون حصو سرڪار ڪٽندي هئي. 6_ ترازو: دوڪاندارن کي وڪري تي ٽئڪس پرٽو پوندو هو. هر هڪ شهر تي محتسب مقرر هو جو مقر ٿيل اگهن تي نظرداري ڪندو هو جيئن واپاري رعايا سان ٺڳيون ڪري نه سگهن. 7_ شڪار ماهي: مهاڻن کي مڇين جي شڪار ڪرڻ جي عيوض ڇئن آنن کان ڇهن آنن تائين ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 8_ مويشي: اُٺن، ڍڳن، خچرن، گهوڙن ۽ ڳئن جي وڪري تي في جانور لاءِ هڪ آنو ڍل بڏل هئي. 9_ سلامتي ڪشتي: في ٻيڙيءَ تي سلامتيءَ سان پتڻ تي پهچڻ وقت ڇئن آنن کان ڇهن آنن تائين ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 10_ ريزڪي: واپارين کي في صدي مال جي وڪري تي پنج رپيا ٽئڪس ۽ في مڻ جي خريدار کي هڪ آنو ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 11_ پن چري: سرڪاري زمين ۾ ٻيلن ۾ چوپائي مال جي چاراٽيءَ عيوض مالڪن کي في اُٺ تي آٺ آنا، في مينهن لاءِ چار آنا، في رڍ ۽ ٻڪريءَ لاءِ هڪ آنو ماهوار ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 12_ اجاره شراب: نيرن ڪوٽ، سيوهڻ، شڪارپور ۾ شراب جون ڀٽيون هيون، جتي انگور، کجور، مشڪ، سونف، زعفران، گلاب، ڳڙ ۽ ٻٻر جي ڇوڏن مان شراب ٺهندو هو جنهن تي ٺنين وارن ۽ گتي وارن کي ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 13_ اميني: ٻن ڌرين کي ملڪيت جي فيصلي ڪرڻ لاءِ سرڪاري امين مقرر ڪرڻ وقت ڍل ڏيڻي پوندي هئي. 14_ گمرگ: جيڪي گمرگ (ڪسٽم) ڪاتي ۾ ڍلون پيارينددا هئا، تن کي مزدوريءَ طور سرڪار پاران اجورو ملندو هو. مثلاً هڪ لک رپيا ڍل پريندڙ کي 12 هزار رپيا اجورو (ڪميشن) ملندو هو. گمرگ ڪاتي جا عملدار بلوچ سپاهين جي زور تي زبردستيءَ رشوتون وٺندا هئا. انگريز واپاري نوابن ۽ سندن بيگمن تائين رشوتون ڏيئي گهٽ ڪسٽم ڊيوٽي پريندا هئا. لاڙڪاڻي ۾ ڪاغذن جوڙڻ جا ڪارخانا هئا. في ڪارخانيدار کي ساليانو اٺن کان ٻارهن رپين تائين ڍل ڏيڻي پوندي هئي. ڍنڍن مان ٻهه، مڇي ۽ پکين جي شڪار تي ڍل بڏل هئي. مڇين جي واپارين کي في صدي ويهه رپيا خشڪيءَ رستي ۽ درياءَ رستي في صدي پوڻا ڇوڏهن رپيا ڍل پرڻي پوندي هئي. هن قسم جون ڍلون ميرن جي صاحبيءَ جي زماني تائين جاري هيون.[1] اهڙيءَ طرح سترهن قسمن جون ڍلون رائج هيون.

## واپار جو طريقو:

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو واپاري ايجنٽ جيڪو ٺٽي ۾ رهندو هو سو

1 _ Bombay Government Record No. XVII, (New Series) Part-II, P. 596 (1836(

ريزيڊنٽ سڏبو هو. سندس پگهار ساليانو 2 سؤ پائونڊ هئي. وٽس هڪڙو سرڪاري ڊاڪٽر بہ رهندو هو ڊاڪٽر جي غير حاضريءَ ۾ وقت بوقت ديسي حڪيم بہ نوڪر رکندو هو. ٺٽي جي هڪڙي حڪيم حاجي محمود کي ڪمپنيءَ پاران 15 رپيا پگهار ماهوار ملندو هو. اهو پگهار هاڻوڪي زماني جي هزارين رپين برابر هو ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ سنڌ آسودي هئي.

## شين جا مقرر اگهہ:

اڪبر اعظم جي ڏينهن ۾ ڪڻڪ جي في مڻ جي قيمت 12 دامَ جوَن جي في مڻ جي قيمت 8 دام، مگن جي في مڻ جي قيمت 18 دام، مانهہ جي في مڻ جي قيمت 16 دام، کنڊ جي في مڻ جي قيمت 128 دام، لوڻ جي مڻ جي قيمت 16 دام، گيهہ جي في مڻ جي قيمت 105 دام، تيل جي في مڻ جي قيمت 80 دام، مڻ جو وزن چويهہ سير ۽ في رپئي جي قيمت چاليهہ دام هئي. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ نہ پڪيون سڙڪون هيون، نہ دخاني جهاز هئا. نہ وري تار برقي ۽ ريلن جو رواج هو. سنہ 1659ع ۾ شاهہ جهان جي پٽن جي پاڻ ۾ ويڙهہ لڳڻ ڪري سڄي هندستان ۽ سنڌ ۾ ڏڪر پيو. سنڌ ۾ اهو ٽيون نمبر ڏڪر هو. ٺٽي جا انگريز ايجنٽ پنهنجو مال ديسي دلالن معرفت سنڌ جي شهرن ۾ نيڪال ڪند اهئا. ڪمپنيءَ جي دفترن جا منشي سنڌي ۽ فارسي دان هئا، في منشي کي ساليانو پنجاهہ پائونڊ پگهار ملندو هو. ريزيڊنٽ وقت بوقت نوابن ۽ سرڪاري بالا عملدارن سان ملاقاتيون ڪري سگهندو هو.

ڊچن جي اچڻ کان پوءِ رشوتن جي بازار ايترو گرم ٿي ويئي، جو نواب فرنگي ايجنٽن کان ريشمي ڪپڙن جا ٿان ۽ جواهرات رشوت طور وٺڻ لڳا. گويا رشوت جي بہ ڇٽاپيٽي لڳل هئي. ڪمپنيءَ جا نوڪر خانگي طور سون ۽ چانديءَ جو واپار ڪندا هئا ۽ خوب پنهنجا کيسا ڀريندا هئا. سندن دلال سندن زور تي موجون ماڻيندا هئا يا ائين چوڻ درست ٿيندو تہ سفيد فام ڌاريءَ قوم کي سنڌ ۾ ڏسي، هندو ڀهريون دفعو ملڪ ۽ وطن سان غداريون ڪرڻ لڳا. بعض هندو دلال ايجنٽن سان خانگي واپار ۾ ڀائيواري ڪندا هئا.

ٺٽي ۾ مختلف واپارين جا گدام هئا ۽ سندن محلات شهر کان ٻاهر ٻيٽن تي هئا.[1] نولداس ۽ پيمومل ڪمپنيءَ جي ٻن سنڌي هندو دلالن جون ملتان ۽ لاهور تائين ڪوٺيون هيون. ٻئنڪن جو ۽ صرافڪو ڌنڌو ملتاني واڻيا ڪندا هئا. ڪمپني جو صدر شهر سوٽ هو. جنهن کي مسلمان "باب مڪ" سڏيندا

1 -J. Sarkar: Moghal Administration (Second Series) PP-71-81.

هئا. هندستان جا حاجي هن بندر کان حرمين شريفين جي زيارت ڪرڻ ويندا هئا. هندو دلال هوليءَ ۽ عيدن جي موقعي تي ريزيڊنٽن ۽ مسلمان منشين کي تحفا ڏيئي خوش رکندا هئا. اورنگزيب رشوتن کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ نوابن کي جلد بدلي ڪري سنڌن جاءِ تي ٻيا مقرر ڪري موڪليندو هو.

## قافلي سرائون ۽ واپار:

وڏن شهرن ۾ بلوچ ڌاڙيلن جي خوف ڪري پٿرن جون پڪيون قافلي سرائون جڙيل هيون، جن ۾ وقت سر هڪ هزار مسافر وهتن ۽ گاڏين سميت ماپي سگهندا هئا. سرائن کي فقط هڪڙو دروازو هوندو هو جنهن کي سراءِ جو عملدار شام جو بند ڪري ڇڏيندو هو ۽ صبح جو کوليندو هو. جيڪڏهن سراءِ اندر ڪا چوري ٿيندي هئي ته عملدار تيسين در نه پٽيندو هو جيسين چور مالڪ کي مال موٽائي نه ڏيندو هو يا ٻيءَ طرح ڪا خاطري ڪانه ٿيندي هئي. جڏهن ڪو تجارتي مال جو جهاز لاهري بندر تي پهچندو هو تڏهن پري کان توبون ڇوڙيندو هو. پوءِ هڪ سوار هڪدم ٺٽي جي واپارين کي جهاز جي آمد جي خبر پهچائيندو هو. وري جڏهن مال جا قافلا يرجي هلندا هئا، تڏهن سوارن جو دستو قافلي جي وات تي حفاظت ڪندو هلندو هو. بعض بلوچ لاهري بندر کي ٻه ڦريندا هئا.[1]

اڪبر اعظم سنڌ جي شهرن جي واپار لاءِ لاهور ۾ خاص ٻيڙين جو دستو تيار ڪرايو هو. ٺٽي سرڪار وٽ چار هزار ٻيڙيون واپار ۽ فوجي نقل و حرڪت لاءِ موجود رهنديون هيون. في غوراب تي ٽن سؤ ٽنن جيترو مال چڙهندو هو ۽ منجهن مسافرن جي آسائش لاءِ ڪمرا پڻ جڙيل هئا. لاهور کان ٺٽي تائين هڪ هزار مڻ جو ڀاڙو اڍائي سؤ رپيا هو ۽ مال سان ڀريل في ٻيڙي کي چار رپيا سرڪاري محصول ڀرڻو پوندو هو. ڪجهه سالن گذرڻ بعد، ٺٽي جي نواب محصول وڌائي ڇهه رپيا ڪيو جنهن ڪري ملتاني واپاري ٺٽي ۽ اپر سنڌ کي ڇڏي هليا ويا. ٺٽي ۽ لاهري بندر تي هرهڪ شيءِ جو اگهه مقرر هو.

## ٽپال جو انتظام:

ٽپال جو انتظام "هرڪاري" ذريعي هلندو هو. هرهڪ پرڳڻي ۽ شهر جو احوال "واقع نويس" لکي دهليءَ کي پهچائيندا هئا. احمدآباد ۽ ٺٽو سڄي هندستان ۾ واپار ۽ صنعت جا مرڪز هئا. ٻنهي شهرن ۾ تجارتي سهوليت لاءِ

---

1 ـ قافلي سرائن ۾ وهتن جي هئڻ ڪري گندگي رهندي هئي. بلوچ ڌاڙيلن جي ڪاهُن کي روڪڻ لاءِ لاهري بندر جي وچ شهر ۾ ٻٽر جو مضبوط قلعو جڙيل هو جنهن تي توبون رکيل هيون.

هفتيوار ٽپال جو انتظام رکيل هو. ٺٽي کان پيچ، مانڊوي، گجرات، مارواڙ پالي، جيسلمير ۽ آگري ڏانهن رستا ويندا هئا. سباستئن مانرڪ ٺٽي کان آگري جيسلمير جي رستي کان پهتو هو. هڪڙو رستو ٺٽي کان ننگرپارڪر ويندو هو. هر هڪ تجارتي قافلي ۾ تقريبا پندرهن سؤ اٺ مال کڻندا هئا. ”تزڪ جهانگيري“ ۾ ٽپال جي ڪبوترن جو بہ ذڪر ڏنل آهي.

## روانگي ۽ آمدني جون شيون:

سنڌ مهراڻ جي وجود ڪري ياڳيريو صوبو هو. هتان ڪپڙو نير، ريشم، اُن، لوڻ، ڪلمي شورو، چمڙو، مڇي، گيهہ، آفيم ۽ چوپايو مال روانگيءَ جون شيون هيون. انگريز مخمل، اوني گرم ڪپڙو، مسلي پٽم جون رنگين ڇيٽون، کنڊ، مصالحا ۽ ڌاتن جو واپار ڪندا هئا. مارواڙ ۽ بلوچستان کان ڪتا سنڌ جي شهرن ۾ وڪري لاءِ ايندا هئا. گجرات کان ريشمي ڪپڙو، اطلس ۽ ڪيم خواب، ملتان کان رنگ، ريشمي ڪپڙو ۽ جڙيون ٻوٽيون، خراسان کان خشڪ ۽ تازا ميوا، ڪلاباتون ۽ نمدا درآمد جون شيون هيون. اڇا چانور اپر سنڌ جي شهرن مان لاڙ جي شهرن ۾ پهچندا هئا. لاڙ مان مڇي، ڳاڙها چانور، چمڙو ۽ هٿيار اپر سنڌ جي شهرن ۾ پهچندا هئا. لاڙ وارو ياڳو گيهہ جي ڪري مشهور هو. هر سال خراسان جا قافلا بکر ايندا هئا. بکر جو علائقو ميون جي اپت ڪري مشهور هو. رفتي رفتي دري بولان جي تجارتي قافلن جو مال شڪارپور ۾ نيڪال ٿيڻ لڳو ۽ بکر جي تجارتي اهميت جي ضعف پهچڻ لڳو. سنہ 1687ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سنڌ مان 400,250 ڳنڍيون ڪپڙي، سٽ ۽ ڇيٽن جون بمبئي ۽ سورت روانيون ڪيون هيون. سنڌ جي شهرن ۾ ايران، روم ۽ شام جون شيون وڪامنديون هيون.

## سڪا ۽ سنڌن متاستا:

مغليہ دؤر اندر سنڌ ۾ دام، جيتل، ٽنڪا، رپيا ۽ اشرفيون هلنديون هيون. بکر ۽ ٺٽي ۾ سرڪاري ضرب خانا هئا. اڪبري اشرفيءَ جي قيمت 9 رپيا ۽ عالمگيري اشرفيءَ جي قيمت 16 رپيا هئي. رپين جو رواج هندستان ۾ پهريائين شيرشاهہ سوريءَ رائج ڪيو. مغليہ سڪن کان سواءِ ايراني سڪا جهڙوڪ، ”عباسي“، ”محمدي“ ۽ ”صفويہ“ بہ چالو هئا. ايراني سڪن جي قيمت چار آنا هئي. گجرات جا رپيا ”لاڙي“، بيجاپور ۽ گوڪنڊي جون اشرفيون (پگوڊا) بہ

چالو هيون. ليڪن مغليہ دؤر اندر واپارين کي ڌارين ملڪن جا سڪا سنڌ جي بندرن تي مٽائڻا پوندا هئا.

سنہ 1664ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ايجنٽ جان سپلر کي سنڌي ڪپڙي جي خريد ڪرڻ لاءِ 65 هزار ايراني "عباسي" سڪا سنڌ ۾ مٽائڻا پيا هئا. پرتگالي ڊالر جن کي سنڌ جي بندرن تي "ريال" ۽ شهرن ۾ "قرش" سڏيندا هئا، تن جو بہ رواج هو.[1]

## سنڌ جا ڪارخانا ۽ دارالخلافہ ٺٽو ننگر:

جنهن هنڌ مهراڻ اولهندي ۽ اوڀرندي وارين ٻن شاخن ۾ ورهائجي ٿو ان هنڌ کان چار ميل مٿيرو سنڌو نديءَ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي، اولهندي ڪپ تي سنڌ جو تختگاهہ ٺٽو وڏي اوچ تي پهتو هو. ڪپتان هئملٽن جو بيان آهي تہ هي شهر ٽي ميل ويڪر ۾ ۽ ڏيڍ ميل ڊيگهہ ۾ هو. "تحفة الڪرام" جو صاحب هن شهر کي "ارض معموره" جي نالي سان لکي ٿو. ڄام نندي جي ڏينهن ۾ شهر جي آدمشماري هڪ لک ويهہ هزار هئي ۽ مغل دؤر ۾ آدمشماري ٻن لکن کي پهتي هئي. هئملٽن جي اچڻ کان ٿورو اڳ، سنہ 1699ع ۾ اٽڪل اسي هزار ماڻهو پليگ جي وگهي مري ويا هئا. تنهن هوندي بہ سندس اچڻ وقت شهر جي آدمشماري سوا لک هئي. سنڌ جو هي تختگاهہ شهر واپار ۽ هنر جي ڪري ايشيا جي دولتمند شهرن ۾ شمار ٿيندو هو. شهر جي وچ ۾ قلعو هو جنهن ۾ پنج هزار سوار لشڪر هر وقت تيار رهندو هو. سپاهين لاءِ قلعي اندر ٻہ ڪون جڙيل هيون. قلعي جي ڀر ۾ نواب جو محلات هو ٺٽو معنيٰ "ٺٽ"، تجمل يا اجتماع.

هئملٽن جي اچڻ وقت شهر جو اڳوڻو ٺٽ ۽ تجمل متجڻ لڳو هو تاهم سندس بيان موجب شهر جي ڪپڙي جي ڪارخانن ۾ اسي هزار ڪوري ڪم ڪندا هئا. سورت ۽ احمد آباد کان هت ڪپڙو سستو هو. هي شهر واپاري لحاظ ڪري لاهور ۽ ملتان کان وڌيڪ دولت مند هو.

درياءَ جون بعض شاخون شهر تائين پهچنديون هيون، جن جي ڪپن تي واپارين جا محلات ۽ گدام جڙيل هئا. انهن گدامن ۾ واپارين جو مال بيڙين رستي پهچندو هو. شهر ۾ بصري، بندر عباس، سورت، ملبار، لاهور، ملتان ۽ شڪارپور جا واپاري رهندا هئا. هر مهيني ڪوهہ مڪاليءَ تي وڏا ميلا لڳندا

---

1 _ سنہ 1662ع ۾ مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ سخت ڏڪر پيو، مانوسي جو ان وقت بکر ۾ هو لکي ٿو تہ مکڻ جو هڪ آئونس رپئي پئي مليو ڪڪڙ جو چوزو ٽيرهن رپين پئي ملبو ۽ هن پاڻ بہ گابا ڇهہ سؤ رپئي ۾ خريد ڪيا.

هئا. آسودگي ۽ فارغ الباليءَ جو زمانو هو. شهر جي ماڻهن جو گذران ڳاڙهن چانورن جي مانيءَ ۽ مڇيءَ تي هو. هتي جا رڌل پلا لذيذ هئا. هئملٽن جهڙي جهان گشت سياح ٺٽي جي رڌل پلن جي تعريف ڪئي آهي. ٺٽي جو ريشمي ۽ سوٽي ڪپڙو هندستان بلڪ ولايت تائين مشهور هو. هتي ڪلمي شوري جي قيمت في مڻ ڇهه رپيا هئي.

ايسٽ انڊيا ڪمپني سنه 1799ع ۾ ٺٽي، لاهري بندر ۽ اورنگا آباد ۾ ڪلمي شوري صاف ڪرڻ جا ڪارخانا کوليا هئا. اورنگزيب ڪلمي شوري جي روانگيءَ تي بندش وڌي هئي، سندس چوڻ هو ته فرنگي اُن مان بارود ٺاهي مسلمانن خلاف استعمال ڪن ٿا. مٿين بندش کان پوءِ، ڪمپنيءَ جا گماشتا سنه 1650ع ڌاري بهار مان ڪلمي شورو خريد ڪرڻ لڳا.[1] ٺٽو مڇين جي واپار جو مرڪز هو. هتان سڪل مڇي ميمڻ واپاري اپر سنڌ، عربستان، زنجبار ڏانهن موڪليندا هئا. انهن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ چوپايو مال گهڻو سستو هو. عيسوي 18 صديءَ تائين ايسٽ انڊيا ڪمپني سنڌ مان چوپايو مال ٻاهر موڪليندي رهي. سنڌ ۾ ڪير، مکڻ ۽ گيهه جڻ گويا نهرون وهنديون هيون. ميمڻ گيهه جو به واپار ڪندا هئا. سنڌي گيهه هندستان جي شهرن ۾ مشهور هو. چوپائي مال ۾ گهڻائيءَ سبب، پنجاب ۽ سنڌ مغليه دؤر ۾ چمڙي جي صنعت ۽ واپار جي ڪري سڄي هندستان جي شهرن ۾ مشهور هئا. ٺٽي جي چمڙي جي ڪارخانن ۾ گهوڙن جون زينون، اُٺن جا پاکڙا، ڏالون، دستانا، نرم چمڙي جي بسترن جون چادرون ۽ دسترخوان جڙندا هئا. بسترن جي چادرن تي نفيس گلڪاريءَ جو ڪم به ٿيندو هو ۽ اُهي هندستان جي وڏن شهرن ۾ وڏيءَ قيمت تي وڪامنديون هيون. چمڙي رڱڻ کان سواءِ، هتي جي ڪارخانن ۾ گيهه جا دٻا به جڙندا هئا. جن ۾ ادائي مٽن کان وٺي پنجن سيرن تائين گيهه ماپندو هو. چمڙي جي دٻن ۾ اها خاصيت هئي، جو سڄو سال گيهه منجهن تازو رهندو هو.

ٺٽي جو چڪلو به مشهور هو خاص ڪري مرزا جاني بيگ جي ڏينهن ۾ چڪلي گهڻو زور ورتو هو. فري سباسٽئن مانرڪ ٺٽي جي رنڊين جي رنگين پوشاڪ ڏسي وائڙو ٿي ويو هو. ٺٽي جو رنگين چمڙو ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندو هو ۽ هتي جي ڪارخانن جا چمڙي جا پلنگ پوش سنڌي صنعت جو بهترين نمونا هئا.[2] ٺٽي جي لونگين، رنگين ڇيٽن ۽ بافتي جي يورپ وارن کي

---

1 -J. Sarkar: History of Aurangzeb, Vol-I, PP. 114 125.

2 -H. T. Sorely: Shah Abdullatif of Bhit, P-40, Londo 1940.

بيحد ضرورت هئي.[1] ولايت جي مارڪيٽن ۾ ٺٽي جو ڪپڙو سٺ في صدي منافعي سان وڪامندو هو. سڄي هندستان اندر مسلي پٽم ۽ ٺٽو رنگين ڇيٽن جي صنعت ڪري مشهور هئا.

مغليہ دؤر ۾ سنڌ ۾ شين جي سستائي هئي.جيڪي بہ مغربي سياح هن صوبي جي سياحت ڪرڻ آيا, تن جا بيان صاف ٻڌائين ٿا تہ هڪڙو سبب هن ريت هو تہ وڏن شهرن ۾ شين جا اگهہ سرڪار پاران مقرر هئا. في ڪڪڙ جي قيمت هڪ آنو في دنبي جي قيمت هڪ رپيو هئي. ڪڻڪ, گيهہ, چانور, تماڪ, آفيم جيڪي گذارن جون شيون آهن, سي سستيون هيون, سنڌن نرخ بيان ڪري چڪا آهيون. عياش طبقي لاءِ انگوري, زعفراني, مشڪي ۽ گلابي شراب بہ شهرن ۾ وڪامندو هو. نيرن ڪوٽ جو انگوري شراب مشهور هو. عربن, خلجين ۽ سمن, ارغونن, ترخانن ۽ مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي شهرن ۾ شراب جا گتا هئا. خاص ڪري مغلن جي ڏينهن ۾ شراب جي صنعت سنڌ ۾ ترقي ڪئي. لاڙ ۽ ٿر ۾ اُٺن جي پرورش ٿيندي هئي. مغلن جي شهنشاهت اندر جوڌپور, اجمير, ناگور, بيڪانير, پٽنڊا, پٽ نير ۽ سنڌ اُٺن جي پرورش جا مکيہ هنڌ هئا. مگر سنڌ ۾ اُٺن جو تعداد وڌيڪ هو. لاڙ جي هر هڪ جت وٽ ڏهہ هزار اٺ هئا.[2] انگريزي ڪپڙي جي درآمد ڪري ملڪ جو رواج بدلجڻ لڳو چاڪاڻ تہ اڳ ٺٽو ريشمي لونگين جي ڪري مشهور هو مگر فرنگين جي اچڻ کان پوءِ لونگين جو قدر گهٽجڻ لڳو.[3] جيڪي بہ مغربي سياح انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو سير ڪرڻ آيا, سي سنڌين جي مهمان نوازيءَ, صلاح پسندي ۽ خوش اخلاقيءَ جي بيحد تعريف ڪن ٿا.[4]

## سيوهڻ:

سيوهڻ جو اوج خدا آباد جي تعمير کان پوءِ گهٽجڻ لڳو پر هي شهر نير جي اپت ۽ واپار ڪري پنهنجي مشهوريءَ کي قائم رکندو آيو. مغلن جي صاحبيءَ جي زماني ۾ هن شهر ۾ نير جي قيمت في سير اَٺ آنا هئي. ان کان سواءِ, شهر ۾ هڪ هزار ڪوري بافتي اُٽڻ جو ڪم ڪندا هئا. پوريءَ هڪ

1 _ Postoni: Personal Observations on Sindh, PP-264-265, London, 1943.
2 _ J. Sarkar: Moghal Administration, (Second Series), PP. 71-81, (1952.(

تاريخ هند: مولوي ذڪاءُ الله, جلد _5, ص_ 669.

3 _ J. Burnes: A Visit to the Court of Sindh in 1828, PP. 66-67, Edinburgh, 1831.
4 _ Bombay Govt. Record, No. XVIII, (New Series) Part-II, P-425, 1836.

صديءَ تائين ٺٽو سيوهڻ، نصرپور ۽ ڪنڌياري جي ڪپڙي جا ڪارخانا يورپ کي ڪپڙو پهچائيندا رهيا. سنه 1639ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هڪ هزار مڻ نير سيوهڻ مان خريد ڪيو. سيوهڻ جو نير سڄي هندستان ۾ برک هو. انهن ڏينهن ۾ لاهور ۽ اتان جي نير جي في پائونڊ جي قيمت آٺ پينس ۽ احمد آباد ۾ اتان جي نير جي نوَ پينس هئي. انهن جي مقابلي ۾، سنه 1660ع ۾ سيوهڻ ۽ سن جي نير جي في پائونڊ جي قيمت، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا گماشتا، ساڍا 12 پينس ڏيندا هئا. سيوهڻ ۽ سن کان پوءِ، گجرات ۽ بيانه (آگري) جو نير عمدو هو. نير جي اُپت کان سواءِ، سيوهڻ ڪاشيءَ جي برتنن جي صنعت ڪري مشهور هو. اڄ سيوهڻ جو گذريل اوج متجي چڪو آهي، مگر اڃا تائين منجهس ڪاشيءَ جي برتنن تي گلڪاريءَ جو سٺو ڪم ٿئي ٿو. سيوهڻ جو مدرسو اسلامي دور ۾ مشهور هو هتي مصر کان شاگرد تعليم وٺڻ ايندا هئا.[1]

## هالا پراڻا:

هالا پراڻا به سنڌ ۾ ڪاشيءَ جي سرن جي صنعت ڪري مشهور هو. اُهي سرون گهڻو ڪري مسجدن ۽ اوليائن جي مقبرن تي لڳنديون هيون. اصفهان کان پوءِ ٻيو نمبر شهر ڪاشيءَ جي صنعت ۾ ايشيا ۾ هالا هو. اڄ به هالا ڪاشيءَ توڙي جنڊيءَ جي عمدي ڪم جي ڪري مشهور آهي.

## نصرپور:

ٺٽي ۽ سيوهڻ کان پوءِ ڪپڙي جي صنعت ڪري نصرپور مشهور هو. مغلن جي ڏينهن ۾ نصرپور جو اڳوڻو اوج متجي چڪو هو تاهم انهن ڏينهن ۾ ٽي هزار ڪوري جوڙيون (ديسي ڪپڙو) ۽ بافتو اڻندا هئا. خاص ڪري ٺٽي جا واپاري نصرپور ۽ دربيلي جون جوڙيون پنجاب ڏانهن موڪلي، لاهور مان ڪنڊ ۽ مصري خريد ڪندا هئا. نصرپور جي جوڙين جا ٽاڪيا ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ ڪنڌياري ۽ گمبٽ جي ٽاڪين کان وڏا هئا. تنهن ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا ايجنٽ نصرپوري ڪپڙو گهڻو پسند ڪندا هئا.

---

1 ـ سڪندريه (مصر) جي شيخ برهان الدين اعرج جو پاءُ زين الدين سيوهڻ جي مدرسي ۾ تعليم وٺندو هو. شيخ ابن بطوطا معرفت شيخ برهان الدين پنهنجي ڀاءُ ڏانهن سلام مڪا هئا. اهو ئي سبب هو جو ابن بطوطا سيوهڻ ۾ اتي جي مدرسي ۾ قيام فرمايو هو.ڏسو رحلة : ابو عبدالله محمد ابن عبدالله المعروف به ابن بطوطا، جلد ـ1، ص ـ11، مطبع وادي النيل مصر، 1287هه

سن 1664ع ۾ جان سپلر نصرپور جي ڪارخانن مان ڇهه هزار بافتي جا تاڪيا خريد ڪيا هئا. نصرپور ۾ گمبٽ جون سوسيون سڄو ولايت ڏانهن وينديون هيون. اڄ مهراڻ جي رخ بدلائڻ ڪري، نصرپور جو اڳوڻو اوج متجي چڪو آهي، مگر هتي جا کيس ۽ سوسيون اڃا به مشهور آهن. ٺٽي ۽ نصرپور جون خواتين به ڪپڙي اُڻڻ جي صنعت ۾ ڀرو ونديون هيون.

## روهڙي:

لوهڙي يا روهڙي سن 1609ع ۾ ريشمي ڪپڙي، نير جي اپت ۽ باغات ڪري مشهور هئي. جيئن خدا آباد جي تعمير ٿيڻ کان پوءِ سيوهڻ جي اهميت گهٽجي ويئي، تيئن شڪارپور جي ترقي پذير واپار، بکر ۽ روهڙيءَ جي تجارتي رونق ۽ اهميت کي گهٽائي ڇڏيو. اڳ خراسان جا قافلا سياري ۾ بکر ايندا هئا ۽ روهڙيءَ جي شهر مان ملتاني سوتي ڪپڙو ريشم ۽ رنگ خريد ڪندا هئا. مٿيون شيون شڪارپور جا واپاري سڌو ملتان کان گهرائڻ لڳا جنهن ڪري خراسان جا قافلا شڪارپور ۾ مال نيڪال ڪرڻ لڳا. اڄ روهڙي باغات ڪري مشهور آهي.

سن 1697ع کان سن 1702ع تائين پنجن ورهين اندر، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هندستان جي مغليه شهنشاهت مان اٺن لکن پائونڊن جو مال ٻاهر روانو ڪيو. ليڪن 18 صديءَ جي وچ ڌاري انگلينڊ مان مشينن جو تيار ڪيل ڪپڙو اُلٽو هندستان ۾ اچڻ لڳو جنهن ڪري هتان جي ڪپڙي جي هنر کي ڪاپاري ڌڪ لڳي ويو.[1]

## ٺٽي جي مغليه نوابن جي علمي محفل:

ٺٽي جا اڪثر مغليه نواب علم پرور، نڪته دان ۽ قدردان هئا. مرزا رستم صفوي، عهد جهانگيريءَ جو ٺٽي جو نواب، پاڻ شاعر هو ۽ تخلص "فدا" هوس. سندس پٽ مرزا مراد، جنهن کي شاهه جهان التفات خان جو لقب ڏنو هو سوبه شاعر هو. ٺٽي ۾ هزارين علماءَ ڪرام رهندا هئا، جن جو وقت جا نواب احترام ڪندا هئا. اتڪل چار هزار علمي ادارا هن شهر ۾ هئا، جن ۾ مختلف علمن جي تعليم ڏني ويندي هئي. محقق مير عبدالرزاق، نواب امير خان جي ڏينهن ۾ جملي علمن ۾ ماهر ٿي گذريو. نواب مظفر خان جي زماني ۾، سيد ابراهيم بن

---

1 _ سن 1670ع ۾ ڦڪٽري انگريز جوب چارنڪ، چٽاناتي ڳوٺ ۾ جت مهاٽا رهندا هئا، ڪلڪتي جو بنياد وڌو. پوءِ هي شهر انگريزن جي راڄ ۾ دهلي کان اڳ هندستان جو تختگاهه ٿي رهيو.

مير بايزيد بخاري باڪمال عالم ٿي گذريو. نواب خانزاد خان پنجن سالن تائين
ٺٽي ۾ رهيو. سندس اشعار خط نسخ ۾ آهن.

نواب مريد خان سنه 1099هه ۾ ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو. نواب مريد خان
نومسلم راج ڪمار هو. ساڻس ڪي هزار راجپوت ٺٽي ۾ گڏجي آيا هئا. انهن
راجپوتن نواب کي شڪايت ڪئي ته ٺٽي جا ڪاسائي ڳائو گوشت کليو کلايو
شهرن جي گهٽين ۾ کٽي گهمائين ٿا. جنهن لاءِ کين منع ڪيو وڃي. نواب حفظ
الله خان شاهه جهان جي وزير سعد الله خان جو پٽ هو. حفظ الله خان نهايت
سخي ۽ بليغ شاعر ٿي گذريو ۽ شيخ عبدالغني ٺٽويءَ جو معتقد هو. نواب مير
امين الدين خان ولد سيد ابوالمڪارم سنه 1124هه ۾ نواب ٿي آيو. بلند پايه
مصنف هو ۽ هر وقت علمائن جي صحبت ۾ رهندو هو: "رشحات الفنون" ۽
"معلومة الافاق" ڪتاب تصنيف ڪيائين.

نواب لطف علي خان نظم ۽ نثر ۾ ماهر ٿي گذريو "همت" سندن تخلص
هو شاعر محمد محسن سندس تربيت يافته هو. نواب مهابت خان بن محمد
منعم خان سنه 1130هه ۾ نواب مقرر ٿي آيو نهايت غريب پرور ۽ درويش سيرت
انسان ٿي گذريو هر وقت فقيرن جي صحبت ۾ گذاريندو هو ۽ شعر گوئيءَ ۾
ماهر هو "ڪاظم" تخلص هوس. نواب سيف الله خان ساڳئي سال ٺٽي جو
نواب ٿي آيو. ساڻس بزرگن جي جماعت گڏجي آئي هئي. هن تشعيت کي زور
وٺايو ۽ سندس ڏينهن ۾ ٺٽي گهڻي رونق ورتي.

مٿين نوابن عوام جي ڀلي لاءِ پليون، مسجدون، حوض ۽ محلا تعمير
ڪرايا. ان کان سواءِ جهونين عمارتن ۽ قلعن جي مرمت ڪرائي.[1] مغليه دؤر
جو زمانو سنڌ جي سياسي، تمدني، معاشرتي ۽ صنعتي اصلاحات جو زمانو هو.

## مشاهير ۽ اهل فن:

سنڌين جو علمي معيار هميشه بلند رهيو. سنڌ جي خاڪ پاڪ مان
سوين بي بها گوهر پيدا ٿيا. منجهائن ڪن اجتهاد جي مسندن کي رونق وٺائي.
ڪن سلطانن جي دربارن ۾ وڏا مرتبا حاصل ڪيا. ڪن شعر و شاعريءَ ۾
ناموري حاصل ڪئي. ڪن علم التاريخ جو نئون باب شروع ڪيو. زمانو پاسا
بدلائي رهيو آهي، مگر سنڌي عالمن ۽ صالحن جا نالا هر صديءَ آفتاب ۽
ماهتاب وانگر ضيا پاشي ڪري رهيا آهن. دارالخلافه ٺٽو سنڌ جو جهان آباد
(دهلي) هو. جتي چار هزار مڪتب هئا. جن ۾ عراق، عجم ۽ خراسان جا علماءَ

1 ـ سموري بيان لاءِ ڏسو "تحفة الڪرام" جلد ـ 3.

ڪرام درس ڏيندا هئا. ٿتي جي اُستادن جي شاگردن هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ناموري حاصل ڪئي.

مير معصوم بن سيد مير صفا ترمذي وقت جو سياستدان، شاعر ۽ مؤرخ ٿي گذريو. سندس والد سيد صفائي، بکر جو "شيخ الاسلام" هو. مير معصوم جي مرزا نظام الدين احمد مصنف تاريخ "طبقات اڪبري" جي معرفت اڪبر اعظم جي دربار ۾ رسائي ٿي. پهريائين ـ سؤ پنجاسيءَ جي منصبداريءَ تي پهتو بعد ۾ ملتان جو "مير بخشي" (سپہ سالار) مقرر ٿيو ۽ سيويءَ ۽ بلوچستان جا پرڳڻا فتح ڪيائين. سنڌ فتح ڪرڻ وقت مرزا عبدالرحيم خان خانان سان همرڪاب هو. سندس قابليت کي ڏسي، اڪبر اعظم مير محمد معصوم کي سنہ 1012هہ (1603ع) ۾ پنهنجي پاران شاهہ عباس اعظم صفويءَ جي دربار ۾ اصفهان ڏانهن سفير ڪري مڪو جتي هن سنڌي بزرگ پنهنجي سياستدانيءَ جو ثبوت ڏنو. ايران کان سواءِ، مالوهہ ۽ دکن تائين سفارت جي عهدن تي ممتاز رهيو. فن عمارت سازيءَ سان مير صاحب کي خاص دلچسپي هئي. پنهنجي وطن سکر ۽ بکر کي سينگارڻ لاءِ سنہ 1007هہ (1598ع) ۾ هن گنبذ دريائي تعمير ڪرايو. جو اڄ "معصوم شاهہ جو منارو" سڏجي ٿو. ان کان سواءِ، سندس جوڙايل عمارتون ايران ۽ هندستان ۾ پکڙيل آهن. فن شاعريءَ ۾ سندس تخلص "نامي" هو. سندس تصنيفات مان "تاريخ معصومي" سنڌ جي وچين زماني جي تاريخ آهي. سسئي پنهون جي قصي کي نظم ڪري مٿس "مثنوي حسن و ناز" نالو رکيائين.

مير محمد معصوم "خمسہءِ نظاميءَ" جي جواب ۾ "خمسہ" تصنيف ڪيو. جن مان چار ڪتاب دستياب ٿي سگهيا آهن. پنجين ڪتاب جو پتو پئجي نٿوسگهي. ان کان سواءِ فن طب تي هڪڙو ڪتاب "طب نامي" بہ تصنيف ڪيائين. وفات ڪرڻ وقت، پنهنجي فرزند مير بزرگ لاءِ 30 لک رپيا نقد ڇڏي ويو. سندس اولاد اڄ تائين پراڻي سکر ۾ رهي ٿو سندس پونئير معصومي سادات سڏجن ٿا.

مير قاسم خان نمڪين الهروي بن ملا سبزواريءَ جو والد امام موسيٰ رضا رضہ جي درگاهہ جو متولي هو. مير قاسم لاهور جي دربار ۾ اڪبر اعظم جي ملازمت حاصل ڪئي ۽ چئن هزارن جي منصبيءَ کي پهتو. سندس خاندان جون قبرون بکر جي اوير ۾ هڪڙي ٽڪريءَ تي آهن. جنهن کي غلطيءَ سان ماڻهو "ستين جو ٿان" سڏين ٿا.

نورجهان بيگم جو پهريون مڙس، علي قلي بيگ، ترڪي خاندان استلجو جو اميرزادو هو. پهريائين شاهہ اسماعيل صفوي ثانيءَ جي دربار جو فراش هو.

شاهه اسماعيل جي مرڻ کان پوءِ هندستان ڏانهن قسمت آزمائڻ آيو. مرزا عبدالرحيم خان خانان جڏهن مرزا جاني بيگ خلاف سنڌ تي ڪاهي آيو تڏهن شير افگن ساڻس همراهه هو. سيوهڻ، نصرپور ۽ ٺٽي جي جنگين ۾ هن چڱو نالو ڪڍيو. سندس اقبال جو ستارو ٻهريائين سنڌ ۾ چمڪيو. پوءِ اڪبري اميرن جي زمري ۾ شامل ٿيو. ميوار جي راڻي سان جنگ ڪرڻ وقت، هن بهادريءَ جو لاجواب مثال پيش ڪيو. اڪبر اعظم کيس "شير افگن" جو خطاب ڏنئي، مرزا غياث بيگ جي ڌيءَ مهرالنساءِ سان شادي ڪرائي کيس بردوان جي جاگير عطا ڪئي. جهانگير جي اشاري تي قطب الدين چشتيءَ هٿان مارجي ويو. مهرالنساءِ (نورجهان) سان پوءِ جهانگير شادي ڪئي.[1]

شيخ عمر ٺٽوي پنهنجي وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو. شيخ مبارڪ ناگوري کانئس باطني علم سکيو هو ۽ سندس چوڻ تي دنيا جي سياحت ڪرڻ جو ارادو ترڪ ڪيو هئائين. شيخ عمر پويان ڏينهن گجرات ۾ وڃي رهيو. جتي خواجه عبدالله احرار، خطيب ابوالفضل گازروني ۽ مولانا جلال الدين دواني سندس همعصر هئا. شيخ عمر جو شمار گجرات جي علمائن ۾ آهي.[2] مرزا عبدالرحيم خان خانان جي علم پروري ۽ شعراءِ نوازي گهڻن ئي بزگن کي گجرات ڏانهن ڇڪي نيو.

(5) ملا احمد بن نصر الله ٺٽوي السندي اصل شيرازي ملن مان هو ۽ حڪيم فتح الله شيرازيءَ جي سفارش سان فتح پور (سڪري) واري اڪبري علمي مجلس ۾ علمائن جي زمري ۾ شامل ٿيو. ملا احمد شهنشاهه جي حڪم سان ٻن مهينن اندر ياقوت حمويءَ جي "معجم البلدان" جي ٻه سؤ جلدن مان ٻارهن جلدن جو پارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. پوءِ هن شهنشاهه جي حڪم سان اسلام جي هزار ورهين جي "تاريخ الفي" تصنيف ڪئي، جنهن جا بعض جلد هن وقت رامپور جي شاهي ڪتبخاني ۾ موجود آهن. "تاريخ الفي" جو ديباچو شيخ ابوالفضل لکيو. ملا صاحب پنهنجي وقت جو مؤرخ ۽ محقق ٿي گذريو.

هندستان جي تاريخ جو مصنف، حڪيم محمد قاسم بن مولانا غلام علي استر آبادي، جنهن جي "تاريخ فرشته" هن وقت مؤرخن لاءِ سند آهي، سو ملا احمد جو شاگرد هو.[3] "تاريخ الفي" کان سواءِ ملا صاحب ايران جي شاعر عمر

---

1 ـ تاريخ هند: مولوي ذڪاءُالله، جلد ـ 5، ذڪر عبدالرحيم خان خانان (سنڌ تي ڪاهه)

2 ـ ياد ايام: مولوي حڪيم عبدالحي، ذڪر گجرات جا علماءِ. تاريخ هند: جلد – 5، ذڪر شيخ مبارڪ ناگوري

3 ـ تاريخ فرشته: جلد ـ 2، ص – 379، اردو ترجمو. پاڻ لکي ٿو ته ملا احمد ٺٽوي سندس استاد هو.

خيام جي ٻن رسالن "لوازم المنڪنة" ۽ "ميزان الحڪم" جو محققانہ انداز ۾ تفسير ۽ تبصرو ڪيو آهي، سو قابل تعريف آهي. عيسوي 19 صديءَ جي آخر ۾ ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ يورپ جا مستشرق جيڪي عمر خيام جي شخصيت جي ڳولا ڪرڻ نڪتا، تن مان روسي مستشرق والنتائين زڪو وسڪي، فرينچ محقق هوتسمان، ايڊورڊ برائون ۽ ڊاڪٽر ڊينيسن راس جهڙن اديبن کي "تاريخ الفي" جي ڳولا ڪرڻي پيئي. سنہ 1906ع ۾ پروفيسر برائون تاريخ "ادبيات ايران" تصنيف ڪرڻ وقت "تاريخ الفي" تان مدد ورتي. ملا صاحب پنهنجي قلمي ڪاوشن جي ڪري يورپ جي علمي آسمان تي ضيا پاشي ڪرڻ لڳو. ملا صاحب رافضي هو، تنهن ڪري اڪبري دربار جا بعض علماءَ ڪيس تعصبي نگاهُن سان ڏسندا هئا ۽ ساڻس اندروني دشمني رکندا هئا. آخر هڪ رات مرزا فولاد برلاس هٿان سنڌ جو هي درخشان ستارو هميشہ لاءِ غروب ٿي ويو. مرزا فولاد بہ مٿئين ڏوهہ ۾ اڪبر جي حڪم سان مارجي ويو.

شيخ قطب الدين جليسري مجذوب خراباتي هو. عيسائي پادرين سان مذهبي بحث ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ اڪبر هن کي بکر جي قلعي ۾ قيد رکيو جتي هن وفات ڪئي.[1]

شيخ مبارڪ ناگوري سنڌي عربي نسل مان هو. سندس خاندان جو جد اعليٰ شيخ موسيٰ سياحت ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي وطن يمن کان نڪري، گهمندو ڦرندو سنڌ جي ريل پرڳڻي ۾ پهتو جتي هن شادي ڪئي، جنهن مان سنہ 911هہ ۾ شيخ مبارڪ ڄائو. شيخ مبارڪ سنڌ مان نڪرڻ کان پوءِ پهرين ناگور پهتو پوءِ ڪجهہ وقت گجرات ۾ رهڻ کان پوءِ آگري پهتو جتي جمنا جي ڪناري تي خواجہ حسين مرويءَ جو پاڙيسري ٿي رهيو. خواجہ حسين، شيخ علاءُ الدولہ سمنانيءَ جي خاندان مان اهل ڪمال ٿي گذريو. شيخ مبارڪ ظاهري مهدوي فرقي جو قائل هو ان ڪري وقت جي علمائن اڪبري دربار ۾ سندس شڪايت ڪئي. مٿينءَ دشمنيءَ ڪري شيخ صاحب ڪجهہ وقت روپوش رهيو. آخر سنہ 974هہ ۾، سندس وڏي پٽ فيضيءَ کي شهنشاهہ اڪبر جي دربار ۾ رتبو مليو ۽ شيخ جي قسمت پلٽو کاڌو. اڪبري دور جي

---

قاضي نصر الله قاضي قاضن جو پاءُ هو سنہ 947هہ ۾ قاضي قاضن جي استعيفيٰ ڏيڻ کان پوءِ مرزا شاهہ حسن قاضي نصر الله کي بکر مٿان قاضي مقرر ڪيو هو.

1۔ تاريخ هند: مولوي ذڪاءُ الله، ص — 735. مولوي صاحب لکيو آهي تہ سنڌ جا ڪي سمينہ برهمڻ جي تناسخ جا قائل هئا، تن کي اڪبر بادشاهہ مذهبي بحث ڪرڻ لاءِ فتح پور سڪريءَ جي عبادت خاني ۾ گهرايو هو.

آغاز وقت، مخدوم الملڪ عبدالله انصاري ۽ شيخ عبدالنبي وڏن رتبن تي مامور هئا. مخدوم الملڪ شير شاهي زماني کان صدر الصدور هو ۽ شيخ عبدالنبي، جو شيخ عبدالقدوس گنگوهيءَ جو ڏوهٽو هو، سو مذهبي اوقاف ۽ جاگيرن جي انتظام تي مامور هو. اڪبر اعظم فن حديث ۾ سندس شاگرد هو. ٻئي بزرگ جيتري قدر دين‌دار هئا، اوترو مولويانہ تعصب سندن دلين ۾ ڀريل هو. مخالفن لاءِ فتوائون صادر ڪرڻ هنن لاءِ آسان ڪم هو. شيخ مبارڪ تي بہ هنن شيعيت جو الزام مڙهيو هو ليڪن مرزا عزيز ڪوڪلتاش شيخ لاءِ شهنشاهہ کي سفارش ڪئي هئي. خود شهنشاهہ بہ مٿين ٻنهي ملن جي زور پيچڻ جي فڪر ۾ لڳل هو. سنہ 987هہ ۾ شيخ مبارڪ اعلان ڪيو تہ بادشاهہ کي "ظل الله" جو درجو حاصل آهي. ان موقعي تي علامہ فيضي هي خطبو لکيو هو:

"بنام آن ڪہ مارا سروري داد،
دلي دانا و بازوئي قوي داد،
بود و صفش ز حلہ فهم برتر،
تعاليٰ شانہ الله اڪبر."

شيخ مبارڪ پنهنجي علمي ڪمال جي ڪري صدر الصدور جي رتبي کي پهتو. هو بلند پايہ شخص هو ظاهري توڙي باطني علمن ۾ ڪمال رکندڙ هو. تفسير ڪبير جي انداز تي هڪڙو تفسير چئن جلدن ۾ لکي، مٿس "منبع العيون" نالو رکيائين. سنہ 1000هہ ۾ وفات ڪيائين ۽ آگري جي چار باغ ۾ دفنايو ويو، جو باغ بابر بادشاهہ جوڙايو هو.[1]

ابو الفيض فيضي شيخ مبارڪ جو وڏو پٽ هو سنہ 954هہ ۾ آگري ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم والد کان حاصل ڪرڻ کان پوءِ خواجہ حسين مرويءَ کان تربيت ونڻ لڳو. جلوس اڪبريءَ جي 24 سالن جي شهزادي دانيال جو اتاليق مقرر ٿيو. پوءِ دربار اڪبريءَ ۾ "ملڪ الشعرا" جي رتبي کي پهتو. حقيقت هن ريت آهي تہ هندستان اندر ڇهن سون سالن جي وڏي مدي اندر فقط بہ شاعر پيدا ٿيا، جن پارسي شاعريءَ ۾ ڪمال حاصل ڪيو. پهريون امير خسرو "طوطيءَ هند"، ٻيو علامہ فيضي السندي. فيضيءَ جي شان ۾ ايران جي مشهور شاعر علي نقي هڪڙو قصيدو ايران کان لکي مڪو هو جنهن جون چند سٽون هيٺ ڏجن ٿيون:

---

1 ـ دربار اڪبري: مولانا محمد حسين آزاد، ذڪر شيخ مبارڪ ناگوري، مطبع لاهور.

مرا افگند بر نظم امورم پرتو فيضي
ابوالفيض آن گزين اڪبر و شيخ ڪبير من
اگر هستم مجير اندر سخن او هست خاقاني
و گر من مستجيرم آستان او مجير من
ڪيم با او رسد در شاعري دعوي هچشمي
ڪ ديرين خانقاهم من مريد اوست پير من[1]

علم ۽ فن جي خدمت ڪرڻ فيضيءَ جو خاص شوق هو. ڪتابن گڏ ڪرڻ جو شوقين هو سندس قيمتي ڪتب خاني ۾ 1006 مصنفن جي هٿ اکرن سان لکيل نسخا موجود هئا. جن ۾ طب. نجوم. موسيقي. حڪمت. تصوف. تفسير. فقہ ۽ حديث جا ڪتاب شامل هئا. نهايت فياض ۽ سخي هو. اهل ڪمال لاءِ سندس گهر مهمان خانو هو. ملا بدايوني. فيضيءَ کي ملحد. بي دين ۽ زنديق خطاب ڪري ٿو. حقيقت ۾ فيضي جو رتبو بلند هو. سندس مذهبي عقيدن ۽ خيالن جو سندس ديوان مان پتو پئجي سگهي ٿو. سندس ديوان "طباشير الصبح" مان چند بيت هيٺ ڏجن ٿا:

ما طائر قديم نوا را نشناسبم
مرغ ملڪوتيم هوا را نشناسيم
برهان ثبتيم زما نفي نيايد
از مانعم آموز ڪ لا را نشناسيم
در ڪشف حقايق سبق آموخت ضمير هم
ترتيب دليل حڪما را نشناسيم
بردانش ما انجم و افلاڪ بخندند
گر صاحب لولاڪ لما را نشناسيم
صد شکر ڪہ ما پير و اصحاب رسوليم
در شرع. د گر راه نما را نشناسيم...الخ

1۔ علامہ فيضيءَ کان اڳ غزالي ايراني اڪبري دربار جو مالڪ الشمراء هو.
شعر العجم: شبلي جلد –3. ص –28.

درويشن جو دوست هو. شيخ محدث دهلويءَ سان سندس دوستي هئي. اٽڪل هڪ سؤ ڪتاب تصنيف ڪيا هئائين، جن مان ”خمسہ“ يعني نظامي گنجويءَ جي پنجن مثنوين جو جواب سنہ 1002هجري ۾ لکي پورو ڪيائين. ”مواردالڪلم“ جو قرآن پاڪ جو غير منقوط تفسير آهي ۽ ڪلڪتي مان شايع ٿي چڪو آهي، سنہ 985هہ ۾ لکي ختم ڪيو هئائين. ”سواطع الهام“ بہ غير منقوط تفسير سنہ 1002هہ ۾ تصنيف ڪيائين، جنهن تي مصنف ناز ڪري ٿو. ملا حيدر ڪاشاني ڪتاب جي تاريخ لکي. شاعرن مان ”ظهوري“ ۽ ملڪ قمي ڪتاب جي تعريف ۾ قصيدا جوڙيا. ”انشاي فيضي“، علامہ فيضيءَ جي خطن جو مجموعو آهي، جن کي سندس ڀاڻيجي نورالدين محمد بن حڪيم عين الملڪ نقل ڪري ڪتاب تي ”لطيفہ فيضي“ نالو رکيو. هي ڪتاب فن انشا پردازيءَ تي بهترين شاهڪار آهي، جيتوڻيڪ ”طباسير الصبح“ سندس ديوان جو نالو آهي، ليڪن سندس پوري ڪلام جو تعداد پنجاهہ هزار آهي.

”لطيفہ فيضي“ حڪيم فتح الله شيرازيءَ جي ”رقعات چهار باغ“ سان مقابلو ڪري ٿو. سنہ 990هہ ۾ فيضيءَ ”مهاڀارت“ کي پارسيءَ ۾ نظم ڪري، مٿس ”رزم گاه“ نالو رکيو هو. هن ڪم ۾ ملا عبدالقادر بدايوني ۽ ملا شيري سندس مددگار هئا. سنہ 983هہ ۾ فيضي، ابراهيم سرهنديءَ جي مدد سان ”اٿر ويد“ جو پارسي ۾ ترجمو ڪيو. فيضي سنسڪرت جو بہ ماهر هو. هندن جي حساب جي مشهور ڪتاب ”ليلاوتي“ کي پارسيءَ جو جامو پهريائين. سنہ 1004هہ ۾ اڪبري دربار جو هي رتن وفات ڪري ويو.

شيخ مبارڪ جو ٻيو نمبر پٽ علامہ ابوالفضل سنہ 958هہ ۾ آگري ۾ ڄائو. سنہ 993هہ ۾ اڪبري دربار ۾ پهرين هڪ هزاري منصب تي فائز ٿيو پوءِ سنہ 1000هہ ۾ ٻن هزارن جي منصبيءَ کان سواءِ دربار اڪبريءَ جو ”مير منشي ممالڪ ڪل هندستان“ بہ مقرر ٿيو. ابوالفضل صاحب سيف و قلم ٿي گذريو. دکن تائين فتوحات حاصل ڪيائين. شهزادي سليم الله آباد ۾ بغاوت ڪرڻ سميت پنهنجو سڪو بہ رائج ڪيو هو. مٿئين معاملي کي سڌارڻ لاءِ شهنشاهہ اڪبر ابو الفضل کي روانو ڪيو. مگر گواليار وٽان لنگهندي شهزادي جي چرچ تي اُجين جي راجا هٿان شهيد ٿي ويو. شيخ جي جنازي کي جڏهن ڪٽي آيا، تڏهن شهنشاهہ هيٺيون بيت پڙهيو:

”شيخ ما از شوق بيحد چوں سوي ما آمده.
ز اشتياق پاي بوسي بي سرو پا آمده.“

سندس تربت گواليار کان پنجن کوهن تي انتڙي جي ڳوٺ وٽ آهي.
شيخ ابو الفضل جي تصنيفات مان "آئين اکبري" جا هن سنہ 1006ھ ۾ تصنيف ڪئي، ٻيو "اڪبر نامہ"، جو ٻن جلدن ۾ آهي ۽ ٽيون ڪتاب "رقعات ابوالفضل" آهي، جنهن مان سندس طبعي حالات، دلي خيالات ۽ گهرو معاملن جو پتو پوي ٿو. تيموري دور ۾ "علامہ" جو خطاب پهرين ابوالفضل کي پوءِ نواب سعد الله خان چنيوٽيءَ کي حاصل ٿيو. شيخ ابو الفضل جي پٽ عبدالرحمان، سعادت يار خان ڪوڪ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي، جهانگير کيس ٻن هزارن جي منصبي عطا ڪئي هئي.

ميان مير محمد عرف ميان مير ولد قاضي سائين ڏنو سنہ 957ھ ۾ سيوهڻ ۾ تولد ٿيو. ڪجهہ وقت ظاهري ۽ باطني علمن جي تحصيل کان پوءِ، شيخ خضر قادريءَ جو مريد ٿيو. پوءِ سنڌ ڇڏي لاهور جي ٻاهران هاشم پور واري ڳوٺ ۾ سڪونت پذير ٿيو جو اڄ سندس نالي تي "ميان مير" سڏجي ٿو. هٽ هزارين ماڻهو سندس مريد اچي ٿيا. هو "ميان شاهہ مير" جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ سنہ 1045ھ ۾ وفات ڪيائين. مقبري سان گڏ مسجد بہ آهي. سندس مريدن مان ملا بدخشاني جنهن سنہ 1660ع ۾ ڪشمير ۾ وفات ڪئي، تنهن جي بہ شاهہ جهان گهڻي عزت ڪندو هو. هو پاڻ شهزادي دارا شڪوه جو مرشد هو.[1] دارا شڪوه پنهنجي ڪتاب "سفينة الاولياءَ" ۾ حضرت ميان مير جو خلوص ۽ محبت سان ذڪر ڏنو آهي. گهڻائي مغل شهزادا ۽ شهزاديون سندس مريد هئا.

مخدوم محمد ابراهيم عهد شاهہ جهاني جي ٺٽي جي نواب يوسف خان جي نالي تي "شرح مخزن الاسرار" معنون ڪيو هو جنهن ۾ هن صاحب نواب جي بيحد واکاڻ ڪئي آهي.

شيخ طيب السندي اڪبر اعظم جي زماني ۾ سيد عبدالاول حسيني شارح صحيح بخاريءَ کان احمد آباد ۾ فن حديث جي تعليم ورتي. سيد عبدالاول حسيني بيرم خان خانان جي دعوت تي بخارا کان گجرات آيو هو. استاد جي وفات کان پوءِ شيخ طيب پنجاهہ ورهين تائين ايلچ پور ۽ برهان پور ۾ علم حديث جي خدمت ڪندو رهيو ۽ اتي وفات ڪيائين.[2]

شيخ عبدالله بن سعد الله متقي ۽ شيخ رحمت الله بن عبدالله، ٻئي سنڌ جي علمي کاڻ جا چمڪندڙ هيرا هئا، جن کي آب داڻي جي ڪشش باب اسلام (سنڌ)

---

1 _ الوحيد، "سنڌ آزاد" نمبر: ص 179، جون 15، سنہ 1936ع ڪراچي.

.Bernier's travels, Vol I, P. 151

2 _ ياد ايام: مولانا سيد عبدالحي ص — 34 — 72.

کان ڇڪي احمد آباد نيو هو. سندن علميت جو ڏونڪو دهليءَ تائين وڃڻ لڳو. شيخ بهلول دهلوي سندن علم ۽ ڪمال جو ٻڌي گجرات اچي زانوي تلمذ سندن اڳيان کوڙيو ۽ پوءِ فارغ التحصيل ٿي دهلي ۾ علم حديث جي تعليم ڏيڻ لڳو.

شيخ ابوالحسن بکري السندي اڪبر اعظم جي ڏينهن ۾ وڏو محدث ۽ عالم ٿي گذريو. هن مڪ معظمہ ۾ تعليم ورتي هئي ۽ علامہ ابن حجر مڪيءَ جو همعصر هو. شيخ ابو الحسن جي علمي ڪماليت لاءِ ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ علامہ مجدالدين محمد بن طاهر فتني سندس شاگرد هو جنهن جي تصنيفات مان لغت حديث متعلق "مجمع بصارالانوار" علمائن جي راءِ موجب "صحاح ستہ" جي شرح آهي. سندس ٻيا ڪتاب جهڙوڪ "المعني في اسماءَ الرجال" ۽ "تذڪرة الموضوعات" بي مثل ڪتاب آهن. علامہ مجدد الدين سنہ 986هہ ۾ اُجين وٽ شهيد ٿيو. سندس فرزند دور عالمگيريءَ ۾ قاضي القضاة جي جليل القدر رتبي کي پهتو هو. سندس عدد ۽ بي ريا فيصلن جي شاهنَواز خان "ماثرالامراءَ" ۾ تعريف ڪئي آهي.[1]

مخدوم ابو القاسم نقشبندي ٺٽوي، ٺٽي جي مشهور عامل ڪامل مخدوم آدم جي صحبت ۾ تصوف جون منزلون طئي ڪرڻ کان پوءِ شاهہ سيف الدين سرهندي نقشبنديءَ جي خدمت ۾ پهتو ۽ اتان فيض پرائي ٺٽي پهتو. جتي وڏا وڏا علماءَ بہ سندس معتقد ۽ مريد ٿيا. مخدوم محمد هاشم جهڙا بلند پايہ عالم بہ سندس بيحد معتقد هئا. دهلي، سورت ۽ احمد آباد ۾ سندس مريد ۽ خليفا هئا. محمد شاهہ جي ڏينهن ۾ سنہ 1138هہ ۾ رحلت فرمائي ويو.

شاهہ عنايت الله ولد مخدوم فضل الله ولد ملا يوسف ولد ملا شهاب الدين ولد مخدوم صدولانگاهہ. سندس وڏا بغداد کان لڏي اچي اُچ شريف ۾ رهيا ۽ اتي جي غوثيہ درگاهہ جا مريد ٿيا. مخدوم فضل الله اُچ جي درگاهہ جو خليفو ٿي سنڌ ۾ آيو. شاهہ عنايت الله صوفي 55_1656ع ۾ تولد ٿيو. ملتان جي ڪامل درويش شمس شاهہ کان چڱو ئي فيض پرايائين. هن اهل دل صاحب کيس وري حيدرآباد دکن مبارڪ شاهہ عبدالملڪ، هڪ الله لوڪ ڏي روانو ڪيو. سير ۽ سفر بعد اچي ميران پور (جهوڪ شريف) وسايائون. سندس فقيريءَ جي شهرت ديسان ديس پکڙجي ويئي. سندس فقيريءَ جي غلغلي بلڙيءَ جي سادات مان سيد عبدالواسع ڪريم پوٽي ۽ پير وارن زميندارن کي ايترو ڏيجاريو، جو هنن وقت جي حاڪم مير لطف علي ٺٽي جي نواب کي شڪايت وجي روبرو پيش ڪئي. هن سواءِ ڪنهن سبب جو نور محمد پليجي زميندار کي حڪم ڏنو تہ هڪدم بلڙيءَ وارن جي مدد ڪري. هن اوچتو فقيرن تي

---

1_ يادايام: مولوي عبدالحي، ص 34—72.

ڪاهي، ڪيترائي ماڻهو شهيد ڪيا. فقيرن ظلم جي روئداد دهليءَ جي مغل شهنشاهہ فرخ سير کي وڃي سڻائي، جنهن خونين جون سموريون زمينون خون بها ۾ فقيرن کي ڏياريون. فقيرن ايترو زور ورتو جو گادي نشين پيرن، زميندارن، خواه علماءَ سندن وڌندڙ اثر رسوخ مان تنگ ٿي وقت جي حاڪم نٿي جي نواب اعظم کي چوريو جنهن ميران پور تي ڇهہ مهينا گهيرو ڪيو مگر ڪجهہ ڪين وريو. آخر ڪليءَ دربار ۾ سوالن جوابن کان پوءِ، مغليہ نواب فقير کي سنہ 1130هہ (1718ع) ۾ شهيد ڪرايو. نواب جي روبرو فقير صوفي صاحب جيڪي سوالن جا جواب ڏنا. تن کي مير علي شير قانع ٺٽوي "مقالات الشعرا" ۾ نقل ڪيو آهي، جنهن مان صوفي درويش جي بزرگي ۽ ڪماليت معلوم ٿئي ٿي.
مرڻ مهل سندس زبان تي هيٺيون شعر روانو:

"رهانيدي مرا از شر هستي، جزاک الله في الدارين خيرا"[1]

## مغليہ دور اندر سنڌ ۾ سڌارا:

مغليہ دور اندر سنڌ ۾ جيڪي حڪومت پاران سڌارا ٿيا، سي اڳ ۾ ڪونہ ٿيا هئا، بلڪ سنڌ جا رهاڪو اهڙن سڌارن کان بيخبر هئا: مثلاً مسافرن لاءِ قافلي سرائون تيار ٿيون، رستن تي ٻن ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي ٽڪنبا پٿرن ۽ سرن جا نشان کڙا ڪيا ويا، فن عمارت سازيءَ بيحد ترقي ڪئي، وڏن شهرن ۾ باغ پوکرايا ويا، حمامن جو رواج سنڌ ۾ عربن وڏو هو پوءِ متجي ويو. مرزا عبدالرحيم خان خانان گجرات ۾ محمد علي معمار کان حمام تيار ڪرائي وقف عام ڪري ڇڏيا. ان کان پوءِ سلطنت جي ٻين صوبن ۾ حمامن ۽ غسل خانن جو عام رواج پئجي ويو. مسافرن جي آرام ۽ آسائش لاءِ رستن جي ٻنهي پاسن کان وڻ پوکرايا ويا. غريب حاجين کي حج ڪرڻ ۾ اڳ تڪليفون درپيش هيون، اڪبري دؤر ۾ خان خانان تي جهاز "رحيمي"، "ڪريمي" ۽ "سالاري" نالي تيار ڪرايا. جن جي ڪري غريب حاجين کي حج ڪرڻ جي موقعي تي حج گهٽي عرصي بعد نصيب ٿيو.

سنڌ هڪ زرعي صوبو هو جنهن ۾ عربن ميوي دار وڻ پوکيا هئا. تنهن کان پوءِ مغلن عمدن ميون پوکائڻ جو رواج وڌو جهڙوڪ صوف، ڊاک ۽ گدرا وغيره. ان کان سواءِ طرحين طرحين گلن جو رواج پيو. "ماثر رحيمي" ۾ لکيل آهي تہ هندستان ۾ اڳ گدرا پٽيءَ ڪونہ ٿيندا هئا. انهن جو رواج وجهڻ جو فخر خان خانان کي آهي، جنهن ايران ۽ خراسان کان ٻج گهرائي پهريائين تجربي طور

---

1 _ لغات لطيفي: مرزا قليچ بيگہ ص – 158. تاريخ شعراءِ سنڌ: فقير هدايت علي، ص – 19. مخدوم ابو القاسم لاءِ ڏسو الوحيد 'سنڌ آزاد' نمبر –15، جون 1936ع.

گجرات ۾ پوکرايا. پوءِ ٽن سالن اندر بين صوبن ۾ گدرن پوکڻ جو رواج پئجي ويو. مغلن جي ڏينهن ۾ سنڌي باشندا جلد سازي، جدول سازي، نقاشي ۽ فن مصوريءَ کان واقف ٿيا. ٺٽي ۾ شيراز جا بعض علماءَ رهندا هئا، جيڪي خط نسخ ۽ خط نستعليق کان واقف هئا، جن مان ڪن خوشنويسن جو بيان ڏيئي چڪا آهيون. ڪتب خانن سان گڏ مصوريءَ ۽ ڪتابن تي طلاڪاريءَ جو رواج پيو. ڪتب خانن جو رواج سما سلاطين جي ڏينهن ۾ پيو.

ڄام ننڌي ۽ ڄام بايزيد وٽ ڪتب خانا هئا. ان زماني ۾ ڇاپخانا ڪونه هئا. امير لوڪ خوش نويسن کان ڪتاب لکرائيندا هئا. فن ڪتابت جو رواج سنڌ ۾ عربن وڌو هو. مغلن جي ڏينهن ۾ هي فن انتهائي عروج کي پهتو. نامور اديبن ۽ انشاءَ پردازن جو اميرن ۽ شهنشاهن جي درٻارين ۾ قدر ٿيڻ لڳو. عهد جهانگيريءَ ۾ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سرڪاري خرچ سان شفاخانا تعمير ٿيا. جن ۾ جراح ۽ حڪيم مقرر هئا. فوجن لاءِ گشتي شفاخانا هئا. لاوارثن جو مال بيت المال ۾ جمع ٿيڻ لڳو ۽ اها رقم پبلڪ ورڪس تي خرچ ٿيڻ لڳي. قيدين لاءِ جيل خانا تعمير ٿيا. بکر جي قلعي ۾ ضرب خاني سان گڏ جيل خانو به هو وغيره وغيره.

مسلمانن جي فارغ البالي ۽ جدت طلبيءَ ڪري هزارين نيون شيون ايجاد ٿيون. گويا هڪ نئين دنيا پيدا ٿي ويئي. لباس ۾ ڦيرو پئجي ويو. جهڙوڪ پيشواز، قبا، فرغل، اچڪن، سلوار، جامو، صدري، قميص، ڪلاهه، ڪمربند مغليه دور جا وڳا آهن. جن جو رواج هلندو اچي ٿو. سنڌ جي ڪپڙن جي ڪارخانن ۾ نارنگي، قرمزي، ارغواني، عنابي، سوسني، زمردي رنگن جا ڪپڙا ۽ ڇيٽون تيار ٿيڻ لڳيون.[1] مغليه دور اندر عورتون برقعن ۾ پهريون دفعو ٻاهر نڪرڻ لڳيون. نه ته اڳ ڏولين جو رواج هو. ڪپڙن کان سواءِ طرحين طرحين برتنن جو رواج پيو. مثلاً: آفتابه، چلمچي، ڪف گير وغيره.

## مغليه دؤر جون سنڌ ۾ يادگارون:

مغليه دؤر اندر جيئن هندستان فن عمارت سازيءَ ۾ ترقي ڪئي، تيئن سنڌ جي سرزمين به عمارتن، مسجدن ۽ خانقاهن ڪري اينتري رونق ورتي، جو اهڙي بئي ڪنهن به دؤر ۾ ڪانه ورتي هئائين. سنڌ جي مغليه دؤر جون عمارتون انگريزي دؤر ۾ محڪمه آثار قديمه جي نگرانيءَ هيٺ هيون.[2]

---

1 _ سموري بيان لاءِ ڏسو "تزڪ جهانگير"، جلد - 1، علي ڳڙهه ماثر الامراءِ شاهنواز خان جلد - 1، ص - 103، مقالات شبلي: ص - 89، دربار اڪبري محمد حسين آزاد چنار جو وڻ به پهريون دفعو ڪشمير ۾ پوکيو ويو. "تزڪ جهانگيريءَ" ۾ گلن ۽ ميون کي پيوند هڻڻ ۽ فقراءِ لاءِ لنگر خانن جو به ذڪر ڏنل آهي.

2 _ سنه 1870ع ۾ برٽش انڊين حڪومت آثار قديمه جو محڪمو کوليو ۽ هن اتي جي نگرانيءَ جو ڪم سر

سنہ 1003ع ۾، مير محمد معصوم بکريءَ پنهنجي وطن سکر ۾ ’دريائي گنبذ‘ منارو تعمير ڪرايو. سندس وفات کان پوءِ سندس فرزند سيد مير بزرگ سنہ 1027ھ ۾ مناري جو رهيل ڪم پورو ڪرايو. منارو هڪڙي ٽڪريءَ تي 84 فوٽ اوچو آهي. عام روايت آهي تہ مناري جون پڪيون سرون الور جي قديم عمارتن مان پٽرائي آنديون هئائون مناري جي لڳ فيض محل (آرامگاھ) هڪڙي هشت پهلو گنبذ سان عمارت آهي، جا سنہ 1004ھ ۾ جوڙائي ويئي. اها جاءِ برج جي نموني ۾ پنجاھ فوٽ کن اوچي آهي. ونگن سان چار دروازا اٿس. جن مٿان آرپار چار دريون آهن ۽ اندرئين پاسي کان گئلري اٿس. مناري جي سامهون هڪڙي چؤرس تجر آهي، جو سلطان محمود بن فاضل ڪوڪلتاش جو مقبرو آهي.

## قافلي سراءِ:

پراڻي ۽ نئين سکر جي وچ ۾ جيل جي پر ۾ هڪ هشت پهلو گنبذ آهي. سندس چؤطرف ست کوھ هئا، جي لٽجي ويا آهن. فقط هڪ موجود آهي. هيءَ عمارت جنهن جو ديوار کان گنبذ چاليھ فوٽ مٿي آهي، هڪ خوبصورت جاءِ آهي. ائين معلوم ٿو ٿئي تہ قافلي سراءِ هئي، جا سنہ 1005ھ ۾ تعمير ٿي هوندي. سندس اولهندي ۾ مسجد آهي.

درياءَ جي ڪپ تي ”ساڌ بيلي“ سامهون مسجد منزل گاھ آهي، جا مير معصوم سنہ 1006ھ ۾ تعمير ڪرائي. سندس پر ۾ هشت پهلو جاءِ آهي، جا سنہ 1007ھ جي جڙيل آهي. گنبذ تي ڪاشيءَ جو ڪم ڪيل آهي. اهي جايون هڪڙي باغ سان ملحق هيون. مسافرن جي آرام ۽ عبادت لاءِ جڙيل آهن.[1] شروعات ۾ انگريزن مسجد منزل گاھ واري هشت پهلو گنبذ کي سفارت خاني جي آفيس طور ڪم آندو هو. سندس پر سان باغ ويران آهي.

بکر جي قلعي جي اتر ۾ خواجہ خضر واري خانقاہ نواب ڪشلوخان تعمير ڪرائي هئي. سندس اولاهينءَ ڪنڊ تي هڪڙي مسجد شڪستہ حالت ۾ آهي، جا نواب سعد الله خان بکر واري سنہ 1011ھ ۾ تعمير ڪرائي هئي.

---

اليگزينڊر ڪننگهام جي سپرد ڪيو جو پاڻ هندستان جي قديم جاگرافيءَ جو مصنف هو. سنہ 1878ع ۾ لارڊ لٽن گورنر جنرل پوڻا چار لک روپيا مٿئين کاتي جي خرچ لاءِ منظور ڪيا. لارڊ ڪرزن جهانديده وائسراءِ هو هن تاريخي عمارتن جي حفاظت لاءِ ”ائنشنٽ مانيومينٽ پرزرويشن ائڪٽ“ منظور ڪرڻ کان سواءِ، آثار قديمہ جي کاتي مٿان هڪ ڊائريڪٽر جنرل مقرر ڪيو. پوءِ مرڪزي حڪومت جي جدوجهد کي ڏسي رياستن جي والين بہ آثار قديمہ جو کاتو کوليو.
The Indian Year Book 1941-42. Vol. XXVIII. Chp. Archeology, Bombay.

1 ـ مير معصوم بکريءَ کي عمارت سازيءَ جو شوق هو سندس يادگارون اصفهان، تبريز، آگري، فتح پور سڪري، ڌاروار، اُجين، مانڊو، برهان پور، بيانہ، ناگور ۽ قنڌار ۾ آهن.

روهڙيءَ جي ڪناري تي ڏکڻ – اوپر ڪنڊ کان ٽڪريءَ تي جيڪو "ستين جو ٿان" سڏجي ٿو سو حقيقت ۾ "قاسم خواني" آهي. ان ٽڪريءَ کي اڪبري دربار جي امير ڪبير ابوالقاسم نمڪين هرويءَ پنهنجو آخري آرامگاهه منتخب ڪري، مٿس "صفحہ صفا" نالو رکيو هو. ٽڪريءَ تي هڪ سؤ پڪيون قبرون اڪبري دور جي رسم الخط ڪتبن سان موجود آهن. ماڻهن من گهڙت روايتن سان هن ٽڪريءَ کي ستين جو ٿان نالو ڏنو آهي. پوءِ جي مؤرخن امير ابوالقاسم جي مناسبت سان هن تي "قاسم خاني" نالو رکيو. قبرن جي ڪتبن مان ظاهر آهي ته سنه 1018هه کان سنه 1070هه تائين هيءَ ٽڪري قاسم خاني خاندان جي قبرستان طور ڪم ايندي رهي آهي.

روهڙي سنڌ جو قديم شهر سنه 1297ع جو جڙيل آهي. هتي جي جامع مسجد، جا وار مبارڪ پرسان هڪڙي پُرفزا هنڌ تي آهي، ان تي ٽي گنبذ آهن. اها اڪبر جي نواب فتح خان سنه 992هه ۾ تعمير ڪرائي. روهڙيءَ جي ڏکڻ طرف اولاهين ڪنڊ تي عيدگاهه مير معصوم تعمير ڪرايو جنهن جي اولاهين ڪنڊ تي گنبذ جڙيل آهن. جي سنه 1002هه ۾ تعمير ٿيا. بکر ۽ سکر مير معصوم جو وطن هو جن کي سينگارڻ جو ڪيس هميشه شوق دامنگير رهندو هو. روهڙيءَ جي جامع مسجد انگريزي دور ۾ اتي جي مختيارڪار مرزا ڪلب عليءَ سنه 1320هه ۾ مرمت ڪرائي.

سيوهڻ ۾ عارف ڪامل لعل شهباز قلندر جو مقبرو پهريائين سلطان فيروز شاهه تغلق، پوءِ مرزا جاني بيگ تعمير ڪرايو هو. پوءِ شاهه جهان صاحبقران ثانيءَ جي ڏينهن ۾ نواب سيد ديندار خان بخاريءَ مقبري جي صحن کي فرش هڻائي اتي ٻه مسجدون تعمير ڪرايون. ساڳئي نواب سنه 1042هه ۾ شيخ چٽي امراني درويش جي مقبري تي گنبذ تعمير ڪرايو ۽ صحن ۽ ديوارن تي ڪاشيءَ جون سرون هڻايون.

ساريءَ سنڌ اندر آثار قديمه جي نظرن ۾ ٺٽي کي جيڪا اهميت آهي، سا ٻئي ڪنهن ٻه شهر کي حاصل ڪانه آهي. هتي جي جامع مسجد شاهه جهانيءَ جو نمونو مغليه آهي. بنياد مضبوط پٿر جو رکيل اٿس، ان کان پوءِ مضبوط ۽ پڪين سرن سان عمارت آهي. مسجد جي ڏکيل حصي ۾ هشت پهلو عمارت تي هڪ وڏو گنبذ اڏيل آهي، جنهن تي رنگين ڪاشيءَ جو خوشنما ڪم ڪيل آهي. ڇت ۾ ڪل 92 گنبذ ننڍا وڏا اٿس، جن ۾ تي اندريان گنبذ بلڪل اهم آهن. "لب تاريخ" واري جو چوڻ آهي ته هن مسجد جو ڪم مير ابوالبقا امير خان ولد نواب ابوالقاسم بکريءَ شاهجهان جي حڪم سان سنه 1054هه ۾ شروع ڪرايو ۽ ان کان پوءِ مسجد جي تڪميل سنه 1068هه ۾ ٿي. آثار قديمه

(اولهندي هندستان ڪاتي) جي رپورٽ ۾ ڏيڪاريل آهي تہ مسجد جو ڪم سنہ 1052هہ ۾ ختم ٿيو. مٿس 9 لک رپيا خرچ ٿيو. ڪتبي تي سنہ 1104هہ لکيل آهي. يعني عالمگيري دور ۾ بہ انهي مسجد جي تعمير ٿي آهي.[1]

ٺٽي شهر جي بازار جي مهڙ واري هنڌ تي مسجد ظفر خان. مسجد خضر حيات سڏجي ٿي. دراصل سنہ 1022هہ ۾ جهانگير جي زماني ۾ مير عبدالرزاق حسيني المموريءَ هيءَ مسجد تعمير ڪرائي. جو سنہ 1021هہ ۾ مرزا رستم صفوي ٺٽي جي نواب پاران محصول اگاڙڻ تي مامور هو.

مسجد اميرخاني ٺٽي ۾ هندن جي پاڙي ۾ ننڍي گنبذ واري مسجد آهي. جنهن کي صحن وغيره ڪجهہ بہ ناهي. سنہ 1039هہ ۾ شاهہ جهان جي نواب ابوالقاسم امير خان تعمير ڪرائي هئي. آثار قديمہ جي بي توجهيءَ ڪري ويران ٿي ويئي آهي.

ٺٽي جو عيد گاهہ شهر کان ٻاهر ڪوهہ مڪلي تي شاهي يادگار آهي. عيد گاهہ کي فقط مغربي پاسي کان هڪڙو دروازو آهي. نواب يوسف خان عهد شاهہ جهانيءَ ۾ سنہ 1043هہ ۾ تعمير ڪرايو. نواب يوسف خان وڏو علم پرور هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سندن بيحد واکاڻ ڪئي آهي. عيد گاهہ جي مرمت ٽالپري دور ۾ ميان الله بخش عباسي 1281هہ ۾ ڪرائي.

مقبره شريف خان مڪليءَ تي دمڙيءَ جي قبي سان مشهور آهي. نواب شريف خان شريف الملڪ سنہ 1035هہ ۾ جهانگير پاران ٺٽي جو نواب هو. گنبذ اندر ٽي قبرون آهن. جن مان نواب يوسف خان جي سنگ مزار تي سنہ 1052هہ لکيل آهي. مقبره امين الدين خان: هيءَ امير سنڌجي علمي سادات خاندان مان عهد عالمگيريءَ ۾ ٺٽي جو نواب هو. مقبرو شڪستہ حالت ۾ آهي. ڪتبي تي سال 1188هہ لکيل اٿس.

## ڪلمتين کي دهلي دربار پاران رعايتون ملڻ:

لوئر سنڌ ۾ ڪلمتي. نومڙيا ۽ جوکيا. ٽي قومون رهنديون هيون. جن مان ڪلمتي بلوچ هئا. باقي ٻيون قومون نو مسلم راجپوت هيون. ليڪن هي ٽيئي قومون بلوچن سان تعاون ڪري بلوچ ڪنفيڊريسي جون معاون ۽ مددگار

---

1 ـ انگريزي دؤر ۾ سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر سنہ 1272هہ (1855ع) ۾ سيد صابر علي شاهہ مرحوم ۽ ميان الله بخش شاڪرانيءَ جي معرفت چندا ڪرائي مسجد جي مرمت ڪرائي. اُن کان پوءِ سنہ 1311هہ (1894ع) ۾ ڪمشنر جيمس خان صاحب، رسول بخش ٺٽي جي مختيارڪار معرفت جامع مسجد جي مرمت ڪرائي ۽ انهيءَ چنديءِ ۾ سر مير فيض محمد خان مرحوم والي رياست خيرپور 4 هزار رپيا ڏنا ۽ ڪمشنر 4 هزار رپيا. ٻين معززن کان وصول ڪيا. سنڌ سرڪار چنديءِ ۾ ڪل پنج سؤ رپيا ڏنا هئا. "لب تاريخ" جي صاحب جو چوڻ آهي تہ مرمت تي 20 هزار لڳا هئا. ان کان پوءِ ڪنهن بہ مسجد کي هٿ ڪونہ لاتو آهي. سنڌ ۾ تيموري خاندان جو هميشہ رهندڙ يادگار زماني جي بي وفائي تي مرثيہ خواني ڪري رهيو آهي.

هيون. هو لاهري بندر کان ٺٽي ڏانهن ويندڙ مال جي قافلن کي ڦريندا هئا. وري جڏهن اپر سنڌ يا بلوچستان ۾ بلوچ ڪو فساد ڪندا هئا. ته فساد جا شعلا لوئر سنڌ کي به وڪوڙي ويندا هئا. اورنگزيب پنهنجي حڪومت جي ڏينهن ۾ هرهڪ تجارتي منزل تي بلوچن جون فوجي چوڪيون مقرر ڪيون هيون. منجهانئن ڪلمتي. جي حب ۽ ڪلاچيءَ (ڪراچي) جي وچ ۾ رهندا هئا. تن کي اورنگزيب لاهري کان پوڙسر ڏانهن ويندڙ قافلن جي حفاظت ڪرڻ تي مقرر ڪيو هو. ڪلمتين جي سردار کي دهلي دربار کان ميرپور ساڪري ۾ جاگيرن سميت. ساليانو 9600 رپيا سرڪاري وظيفو ملندو هو. ڪلمتين جي ٻن سردارين. بابراڻين ۽ ٻجاراڻين جا شجرا هيٺ ڏجن ٿا:

## ڪلمتين جو شجرو




### دهلي دربار پاران نومڙين سان رعايتون:

ڪلمتين وانگر دهلي دربار نومڙين سان به رعايتون ڪيون. نومڙيا اصل راجپوت آهن. مسٽر ايلس جو بيان آهي ته نومڙيا (نومردي) پاڻ ۾ 9 پاڙا هئا. جي

1- History of Alienations in the Province of Sind, Vol II, Kalmatis and Nuris

پنهنجي وڏي ڀاءُ ايسب خان سان راجپوتانا کان نڪري مڪران جي هڪڙي بلوچ سردار وٽ اچي مهمان ٿيا. هڪڙي ڏينهن ڪنهن ڳالهه تان بلوچ سردار ايسب خان جي بي عزتي ڪئي. جنهن تي ڀائر غصي ٿي، سردار کي قتل ڪري، حب، ملير ۽ باران وارين زمينن سي قبضو ڄمائي، سنڌي ذاتن سان شاديون ڪري، اُتي ئي ٽِڪون جوڙي ويٺا. پهريان مغل شهنشاهن کي ڍل ڀريندا هئا. پوءِ ٺٽي کان ڪوٽڙي ۽ سيوهڻ ڏانهن ويندڙ قافلن کان محصول اڳاڙڻ لڳا. لس ٻيلي ۾ گهنگها سردار ڄام ابراهيم کان پوءِ لس ٻيلي ۾ اندروني فساد پئجي ويا. اهڙي موقعي مان فائدو وٺي ملڪ پهڙ خان حملائي نومڙئي ڪوهستان مان ڏهه هزار لشڪر ساڻ ڪري لس ٻيلي تي قبضو ڪيو. ڪانئس پوءِ ملڪ عزت خان گاديءَ تي ويٺو. هو صغير هو تنهن ڪري سندس والده چاڳلي خاتون حڪومت جو ڪاروبار هلائڻ لڳي. مگر حڪومت جا سمورا اهلڪار رونجها هئا. جن ڪنراچ جي ڄاموٽ سردار ڄام عالي ڪٺوريہ بن ڄام ربنا عاليائي جي ڀاءُ ڄام ڏگار کي لس ٻيلي جي ويجهو نانگ ڏيهه ڳوٺ وٽ بيگناهه شهيد ڪري ڇڏيو. جنهن تي ڄام عالي ڪٺوريہ غصي ٿي نومڙين کي لس ٻيلي مان تڙي ڪڍيو. سنہ 1242ع ۾ چاڳلي خاتون پنهنجي پٽ ملڪ عزت خان سميت موٽي اچي ڪوهستان ۾ سڪونت اختيار ڪئي. سندن قبرون ڪوٽڙي اسٽيشن جي ويجهو ملڪن جي قبرستان ۾ آهن. نومڙيا سردار "ملڪ" جي لقب سان سڏجن ٿا. سندن شجرو هيٺ ڏجي ٿو:




1 - History of Alienations in the Province of Sind. The Klamuties and Numris.

## کوسن کي جاگيرون ملڻ:

جنت آشياني همايون کوسن کي سون مياڻي جاگير طور ڏني هئي. ديره جات ۾ بہ سندن سرداري قائم هئي. اپر سنڌ ۾ بکر، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي تائين ڦريون ڪندا هئا. سندن قبيلا سمن جي ڏينهن کان ٽڙ ۾ رهندا هئا. احمد آباد کان مصطفيٰ آباد ڏانهن ويندڙ قافلن کي ڦريندا هئا. ڪلهوڙن سرائين جيئن ٻين بلوچن کي جاگيرون ڏنيون، تيئن انهن کوسن سان بہ رعايتون ڪيون. پهريائين ميان الياس کوسن جي سردار روهيل خان کي پنهنجو طرفدار ڪيو هو پوءِ ميان نور محمد خان روهيل خان کي جاگير ڏيئي، چانڊين جي مقابلي ۾ ڏهہ هزار کوسا لاڙڪاڻي جي قلعي ۾ پنهنجي سپہ سالار شاهہ بهارا جنجڻ جي اڳواڻيءَ هيٺ مقرر ڪيا هئا. کوسن جو شجرو هيٺ ڏجي ٿو:




## نظاماڻين کي جاگيرون:

ميان يار محمد ڪلهوڙي سنڌ جي غير بلوچي قومن کي زير ڪرڻ لاءِ بلوچي قبيلن سان چڱا ٻير ڪنيا هئا. نظاماڻي، جي رندن جي ممتاز قبيلي مان ٽالپرن جا ويجها عزيز هئا. سي مرين، جمالين ۽ لغارين کان وڌيڪ محنتي هئا. ٽالپرن سان ماڻتي هئڻ کان سواءِ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ڪين وڏا عهدا مليل هئا. تلاهہ خان

نظاماڻي، سرائي نور محمد جو خاص نديم ۽ صلاحڪار هو. انهن ڏينهن ۾ "نديم" وزير اعظم کان به وڌيڪ رتبو رکندو هو. غلام علي خان نظاماڻي، ميان نور محمد جي فوجن ۾ چئن هزارن جي دستي مٿان عملدار هو. غلام حسين خان نظاماڻي، ميان نور محمد وٽ ڪاردار هو. نظاماڻين جي مورث اعليٰ نظام خان کي گوني، ديره محبت، بدين، گهوڙاٻاڙي، شهدادپور، موري ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾ جاگيرون هيون. نظاماڻين جا سنڌ ۾ ست پاڙا مشهور هئا: 1_ اسماعيلاڻي، 2_ مبارڪاڻي، 3_ ٻهليلاڻي، 4_ ڪرماڻي، 5_ عالوداڻي ۽ 6_ ڦتوناڻي، 8_ لشڪراڻي. نظام خان ۽ مير گاگن پاڻ ۾ پيائر هئا، گاگن جو اولاد ٻهليلاڻي سڏجي ٿو.

سندن شجره هيٺ ڏجي ٿو:



## ڪلمتين جي جنگ:

شهزادي معزالدين سنڌ ڪان سواءِ سيوي (سبي) تائين ڪڇيءَ جو ميدان سرائي يار محمد خان جي حوالي ڪيو هو. ان قسم جو ورهاڱو قلات جي احمد زئي حاڪمن کي منظور نه هو. ڪڇي، سراوان جي براهوئي سردارن لاءِ سياري جو قيام گاهه هو جتي سردار قبيلن سميت اچي رهندا هئا. قلات جي حاڪمن ڪڇيءَ تي قبضي ڪرڻ لاءِ سيوي ۽ ڍاڍر جي بارو زئي ملڪن سان بارها جنگيون جوتيون هيون. اورنگزيب جي وفات ڪان پوءِ بهادر شاهه پهرئين کي سکن سان سرهند جي جنگ ۾ رڌل ڏسي، قلات جي خان، مير سمندر خان دوب، بوري ٿل ۽ چوتيالي جا پرڳڻا افغانن ڪان فتح ڪيا هئا. متين فتوحات ڪان پوءِ، سيويءَ کي خطري ۾ ڏسي ڪلهوڙن حاڪمن ڪڇيءَ جي بچاءَ لاءِ قلات جي دربار کي چاليهه هزار رپيا ساليانو ڏيڻا ڪيا هئا.

سنه 1715ع ۾ مير عبدالله خان "شهباز ڪوهستان" ديره جات جي مرراٽين ڪان هرند، داجلءِ جام پور جا شهر فتح ڪري قلات جي جهنڊي هيٺ آندا. تنهن ڪان پوءِ هن امير محمود غلزئيءَ کي بلوچي لشڪر جي مدد ڏني. سنه 1732ع ۾ غلزئي امير، صفوين کي شڪست ڏيئي ڪرمان، يزد ۽ اصفهان فتح ڪيا. پوئين صفوي فرمانروا شاهه حسين، تختگاهه اصفهان کي بچائڻ لاءِ پنجاهه هزار لشڪر سان افغانن ۽ بلوچن جو مقابلو ڪيو پر شڪست کاڌائين. هن جنگ ڪان پوءِ صفوين جي حڪومت جو ايران ۾ خاتمو ٿي ويو. متينءَ فوجي امداد جي عيوض امير محمود غلزئيءَ پشين ۽ شوراوڪ جا پرڳڻا مير عبدالله خان جي حوالي ڪيا. امير محمود سنه 1725ع ۾ وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندن سؤٽ سلطان اشرف قنڌار جي تخت تي ويٺو جنهن ڪان نادر شاهه سنه 1736ع ۾ ايران کي آزاد ڪرايو.[1] مير عبدالله خان کي به نادر شاهه جي آڻ ميڃڻي پئي. نادر شاهه سندس ٻن پٽن مير محبت خان ۽ التاز خان کي پاڻ وٽ بطور ضمانت نظربند رکيو.

متئين انقلاب مان فائدو وٺي، ميان نور محمد ڪڇيءَ جي سردارن قيصر خان مگسيءَ، ميرو خان، شوران جي رند سردار ۽ ڀاڳناڙيءَ جي زميندارن کي، جي

---

1 ـ نوٽ: قنڌار جا غلزئي امير، جن صفوي حڪومت جو ايران ۾ خاتمو ڪيو هو سي شاهان هوتڪيءَ جي لقب سان سڏبا هئا. هن خاندان جو باني امير ويٽ بن شاه عالم سنه 1121هه ۾ تخت تي ويٺو. ڪانئس پوءِ امير عبدالعزيز ۽ شاه محمود 1131هه تائين حڪومت ڪئي. ڪانئن پوءِ سنه 1145هه ۾ سلطان حسين قنڌار جي تخت تي ويٺو. سلطان اشرف پويون هوتڪي امير هو جنهن ڪان سنه 1736ع ۾ نادر شاه ايران کي آزاد ڪرايو هو. سلطان اشرف ڪرمان مان لنگهندي، واٽ تي بلوچن هٿان مارجي ويو.

سندس مريد هئا. پنهنجو ڪري، مراد ڪليري عرف مراد گنجي کي ڪڇيءَ
مٿان نائب مقرر ڪيو. ميان جي ٻن سپه سالارن مير بهرام خان ٽالپر ۽ راجي
ليکيءَ اٺن هزارن جي لشڪر سان ميان جي اڳواڻيءَ هيٺ ڪڇيءَ تي ڪاهه
ڪئي. ڏاڍر جي ويجهو سنيءَ جي ڳوٺ وٽ ڪلهوڙن ۽ براهوئين جو مقابلو ٿيو.
مير عبدالله خان "شهباز ڪوهستان" وٽ ان وقت ٻه ٽي سؤ سوارن جو دستو هو
جن سان غنيم جو مقابلو ڪندي، هو شهيد ٿي ويو. ميان نور محمد فتح جا
شاديانا وڄائيندو، پنهنجي تختگاهه لاڙڪاڻي ۾ پهتو. ميان نور محمد جي قلات
جي حاڪمن سان ٻه مائٽي هئي. سندس پٽ، مير عبدالله خان جي ڀائٽي سان
شادي ڪئي هئي. مير عبدالله خان جي شهادت کان پوءِ نادر شاهه سندس وليعهد
پٽ مير محبت خان کي خلعت فاخره پهرائي قلات جي گاديءَ تي ويهاريو.

## نادر شاهه افشار:

نادر شاهه جو اصلي نالو نادر قلي هو. سندس پيءُ امام قلي افشار
پوستين ساز هو. نادر قلي سترهن ورهين جي عمر ۾ پنهنجي پيءُ سميت
اُزبڪن هٿان گرفتار ٿي ويو ۽ قيد ۾ رهيو. پوءِ اتان ڀڄي بابل بيگ نالي
هڪڙي امير وٽ نوڪر بيٺو. ڪجهه عرصي کان پوءِ امير کي قتل ڪري،
سندس ڌيءَ ڀڄائي ويو. پوءِ ڌاڙيلن جي ٽولي ٺاهي وڏا ڌاڙا هڻڻ لڳو، ايتري قدر
جو ايران ۾ سندس نالو مشهور ٿي ويو. سنه 1735ع ۾ . نادر شاهه، سلطان
اشرف غلزئيءَ کان ايران کي آزاد ڪرائي، ٿورو وقت پٺوئين صفوي حاڪم
طهماسپ بن شاهه حسين پاران مدارالمهام جي حيثيت ۾ حڪومت هلائڻ
لڳو. طهماسپ جي مرڻ کان پوءِ سنه 1736ع ۾ هڪ لک ايراني سردارن ۽
اميرن مغان جي ڳوٺ وٽ ڪليءَ طرح نادر شاهه جي مٿي تي تاج رکي، کيس
شهنشاهه تسليم ڪيو.[1] چنگيز ۽ تيمور کان پوءِ هو ايشيا جو ٽيون نمبر فاتح
ٿي گذريو. سندس سڪي تي هيءَ عبارت لکيل هئي:

"نادرم در ملک ايران قادرم بر هر ديار
لافتا الا علي لا سيف الا ذوالفقار."[2]

سنه 1738ع ۾ هن ڪابل فتح ڪيو جو انهن ڏينهن ۾ دهليءَ جي مغل
شهنشاهت جو سرحدي صوبو هو.

1 G. B. Malleson: History of Afghanistan "The Ghilzai Rule", P- 240, London, 1878.
H Ghupta: Latter Moghal History of the Punjab (1707-1793(

2_لب تاريخ: خان بهادر خداداد خان، ذڪر نادر شاهه

## نادر شاهہ جي دهليءَ تي ڪاهہ:

سيد حسين ۽ سيد عبدالله ڪان پوءِ دهليءَ جي درٻار ۾ ٻہ جماعتون پاڻ ۾ جنگ ۾ رڌل هيون. شيعہ جماعت جو اڳواڻ نواب سعادت علي خان جو نائي برهان الملڪ هو ۽ سني جماعت جو اڳواڻ انتظام الدولہ خان خانان هو. ٻنهي جماعتن جي سياسي ڇڪتاڻ جي ڪري مغل شهنشاهت وڌيڪ ڪمزور ٿي پئي هئي. شيعہ جماعت ۾ سمورا ايراني امير هئا ۽ سني جماعت ۾ توراني مغل شامل هئا. سنہ 1707ع کان وٺي سنہ 1719ع تائين، اورنگزيب جي وفات کان پوءِ 12 سالن اندر، تخت ۽ تاج هٿ ڪرڻ لاءِ مغل شهزادن ۾ ست گهمرا خونريز جنگيون لڳيون. جن ۾ گهڻائي شهزادا ۽ امير مارجي ويا.

نظام الملڪ 1724ع ۾ دکن ۾ آصف جاهي خاندان جي حڪومت جو بنياد وڌو. سعادت علي خان اَئوڌ ۾ پنهنجي خاندان لاءِ حڪومت قائم ڪئي. روهيل کنڊ ۾ روهيلن ۽ باقي هندستان اندر افغانن، جاٽن، راجپوتن، مرهٽن ۽ سکن ڪاهون شروع ڪيون. دهلي ۽ آگرو جاٽن جي ڪاهُن جي خطري ۾ هئا. گجرات، مالوهہ، بنديل کنڊ کان پوءِ سنہ 1742ع ۾ اولهندو بنگال، بهار ۽ اوڙيسا پيشوا باجي راءِ جي قبضي هيٺ اچي ويا. ڪابل جو حاڪم ناصر خان بيوس هو. سندس فوجن کي 1733ع کان 1738ع تائين پنجن سالن جو پگهار ڪونہ مليو هو. مرڪزي حڪومت اندروني سازشن سبب کيس مدد ڏيڻ کان قاصر هئي.

نومبر سنہ 1738ع ۾ نادر شاهہ ڪابل تي قبضو ڪيو. 21 جنوري 1739ع ۾ زڪريا خان پنجاب جي مغل صوبيدار راويءَ جي ڪپ تي ويهہ هزار ايراني لشڪر ۽ ڇهہ هزار بلوچي لشڪر کان شڪست کاڌي.[1] زڪريا خان کي ويهہ لک رپيا تاوان ڀرڻو پيو. نادري لشڪر اڳتي وڌيو. دهليءَ کان 75 ميلن جي مفاصلي تي اُتر ۾ ڪرنال جي جنگ ۾ نون ڪلاڪن اندر ويهہ هزار مغل لشڪر مارجي ويو. ايرانين ۽ بلوچن شهر کي لٽيو.[2] تنهن کان پوءِ دهليءَ جو وارو آيو. ايرانين شهر کي لٽي ناس ڪيو. اٽڪل ويهہ ڪروڙ نقد، شاهہ جهان

---

1 _ نادر شاهہ جي فوجن جو تعداد ڇٽيهہ هزار هو جن مان بلوچن جو تعداد ڇهہ هزار هو. ڇهن هزارن مان هڪ هزار بلوچ نادر شاهہ جا باڊي گارڊ (محافظ) هئا.
J. Hustton: Central Asia, "Nadirshah", P-181, London, 1875.

2 _ سيرت المتاخرين: جلد _2، ص — 94_95، منتخب اللباب: خفي خان، جلد _2، ص_ 861 _ 863 (1729)

ماثر الامراءِ: جلد_ 2، ص_ 106
J. Sarkar: Fall of the Moghal Empire, Vol. I, P-127, Calcutta, 1038.

جو طاؤسي تخت، زر ۽ جواهر جن ۾ مشهور ڪوه نور هيرو به هو سمورو اسباب ايراني فاتح هٿ ڪيو.

فريزر صاحب لکي ٿو ته جملي اسي ڪروڙن جو مال نادر شاهه ساڻ کڻي موٽيو. مهراڻ جي اولهندي ڪناري وارا علائقا ننٽي سميت پنهنجي قبضي ۾ رکيائين.[1] ميان نور محمد کي پيرن ۾ زنجير پڌرائي کيس مير محبت خان جي حوالي ڪيائين. جنهن بلوچي رواداريءَ موجب ميان کان ڪڇيءَ جو علائقو کسي، کيس احترام سان آزاد ڪيو.[2]

## ميان نور محمد جو نادر شاهه سان عهدنامو ڪرڻ:

سنڌ مان موٽي وڃڻ کان پوءِ ميان نور محمد نادر شاهه سان ڪيلن وعدن جي انحرافي ڪرڻ لڳو جنهن تي نادر شاهه غصي ٿي 27 ڊسمبر سنه 1739ع ۾ ڪابل کان سنڌ تي ڪاهي آيو ۽ فيبروريءَ ۾ لاڙڪاڻي پهتو. ميان نور محمد خوف کان عمرڪوٽ ڏانهن ڀڄي ويو. مگر 14 فيبروريءَ تي نادري گهوڙا عمرڪوٽ جي ديوارين هيٺان پهتا. هڪ ڪروڙ رپيا جيڪي سرائيءَ ڪوٽ ۾ پوريا هئا، سي ايراني فاتح هٿ ڪيا. پوءِ ميان کي گرفتار ڪري لاڙڪاڻي آندائين، جتي سرائيءَ نادر شاهه سان نئون عهدنامو ڪيو جنهن موجب هن لاڙ ۽ وچولي جا پرڳڻا نادر شاهه جي حوالي ڪيا. ازان سواءِ ويهه لک رپيا ساليانو خراج ڏيڻ منظور ڪيائين.

نادر شاهه مٿيان پرڳڻا ميان کي موٽائي ڏنا ۽ کيس "نواب شاهه قلي خان" جو خطاب ڏنائين. پوءِ ميان کان ڪي قيمتي ڪتاب کسي، سندس ٻن پٽن محمد مراداياب خان ۽ غلام شاهه کي ضمانت طور پاڻ سان خراسان وٺي ويو. شيخ غلام محمد کي ميان شهزادن سان همراهه روانو ڪيو. نادر شاهه جي سپهه سالار طهماسپ قلي خان جلائر، دائودپوٽن کي سنڌ مان تڙي ڪڍيو. سنه 1150هه (1739ع) ۾ ميان نور محمد ڪڪرالي ۾ ڏاريجن جي ڄام ۽ راڻي کي توب خاني سان شڪست ڏيئي، نصرپور تائين ملڪ فتح ڪيو. پوءِ فاتحانه انداز سان ميان صاحب پنهنجن رفيقن، صالح خان بيات، شيخ شڪرالله ۽ مستي خان جويه سان اگهم ڳوٺ کان ننٽي ۾ وارد ٿيو. آقا محمد ڪريم اصفهانيءَ کي شهر مٺان پنهنجو نائب ۽ سلطان سامتيه کي شهر جو ناظم مقرر ڪري، بلوچن جي فساد کي مٽائڻ لاءِ روانو ٿيو. شورن بلوچن نادر شاهه جي

---

1 - H. Gupta Dr. Latter Moghal History of the Punjab. P-32.

2 (1) Dyns Bray Sir: The Brahui Problem, Part-III, Chp-I, History New Dehli, 1934.

ڪاهه وقت ڇڪر هالا پرڳڻي ۾ رڻ مچائي ڏنو هو. ازان سواءِ ونگي ۽ حاجڪان جي تماچي ۽ توغاچي جامن، آسو سومري سميت ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو.

سنه 1154هه (1743ع) ۾ شورن ۽ مٽئين زميندار کي ميان نور محمد شڪست ڏيئي زير ڪيو. سنه 1157هه ۾ شيخ شڪرالله، ڪڪرالي جي حاڪم جام هوتيءَ کي گاديءَ تان لاهي، سندس پٽ جام مهر کي گاديءَ تي ويهاريو. تنهن کان پوءِ ميان نور محمد بدين پرڳڻي جي قلعي ڪانجيءَ کي بهادر شاهه فقير جي مدد سان فتح ڪيو. ساڳئي وقت ميان جي امیرن مان سلطان فقير وفات ڪئي، جنهن کي ڪوهه مڪليءَ تي دفنايو ويو ۽ سندس پٽ مسو فقير کي ميان سندس پيءُ جو عهدو ڏنو. ميان نور محمد ٺٽي جون واڳون فقير بلاول نائچ جي حوالي ڪري، لاڙ جي سمورن زميندارن کي زير ڪرڻ کان پوءِ اتر سنڌ جي شهر شڪارپور تي قبضو ڪيو. غرض ته نادر شاهه جي ايران ڏانهن موٽي وڃڻ کان پوءِ ميان نور محمد سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو.[1]

## احمد شاهه ابدالي:

سنه 1160هه (1747ع) ۾ نادري فوج جي قزلباش اميرن صالح بيگ ترڪمان سان گڏجي سازش ڪري نادر شاهه کي قتل ڪيو. افغانستان، خراسان ۽ مهراڻ جي الهندي وارا علائقا نادري خزانن سميت نادر شاهه جي سپه سالارن مان احمد خان ابداليءَ جي قبضي هيٺ اچي ويا. جو ايشيا جو چوٿون نمبر فاتح ٿي گذريو آهي. سنه 1728ع ۾ نادر شاهه آقا محمد حسين قاچار جي پيءُ کي مارائي ڇڏيو هو. نادر شاهه جي قتل ٿيڻ کان پوءِ محمد حسين قاچار ايران تي قبضو ڪيو.[2] جن ڏينهن ۾ قنڌار جي هوتڪي اميرن ايران جي صفوين جي خلاف استقلال جو جهنڊو بلند ڪيو هو انهن ڏينهن ۾ هرات جي ابدالي سردار آزاد خان، خراسان تي ڪاهون ڪرڻ شروع ڪيون هيون. ڪانئس پوءِ عبدالله خان بن حيات خان ابداليءَ سنه 1229هه ۾ هرات جي ايراني نائب جعفر قليءَ کي قتل ڪري، هرات ۾ ابدالين جي رياست جو بنياد وڌو هو. ابدالي ۽ هوتڪي سردارن جي پاڻ ۾ اٽڪٽ هئي. امير محمود جي ايران تي ڪاهه ڪرڻ وقت ابدالين مشهد تي قبضو ڪيو هو.

سنه 1144هه ۾ نادر شاهه هرات تي قبضي ڪرڻ وقت، زمان خان بن دولت خان ابداليءَ جي ٻن پٽن ذوالفقار خان ۽ احمد خان کي پاڻ وٽ گهرائي، زمان

---

1 _ تحفة الڪرام: جلد _3، ص_ 111/109

2 - The Middle Eastern Question, P. 100 London, 1903.

خان کي هرات مٿان حاڪم مقرر ڪيو. سندس مٿي کان پوءِ هرات جي حڪومت نادر شاهه احمد خان جي حوالي ڪئي. احمد خان هندستان تي نادر شاهه جي حملي ڪرڻ وقت نادر شاهه سان همراهه هو. نادر شاهه جي قتل ٿيڻ کان پوءِ افغان سردارن گڏجي قنڌار جي وڏي اولياءَ شير سرخ بابا جي تربت تي مجلس شوري برپا ڪري. يڪ راءِ احمد خان ابداليءَ کي "احمد شاهه بابا" جي لقب سان پنهنجو امير تسليم ڪيو.[1] احمد شاهه ابدالي پهريون افغان حاڪم هو جيڪو افغانستان ۾ افغاني حڪومت جو پايو وجهي، پاڻ کي "در دوران" جي لقب سان سڏائڻ لڳو ۽ افغان قوم تي دراني نالو رکيائين. سندس حڪومت جون حدون اتر ۾ جيحون درياءَ کان وٺي، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين اوپرندي ۾ سنڌو نديءَ کان وٺي عمان جي نار تائين هيون.[2]

سدو زئي فرمانروائن جو شجرو هيٺ ڏجي ٿو:




احمد شاهه سنڌ جي حڪومت سرائي نور محمد خان جي حوالي ڪري کيس "شاهنواز خان" جو خطاب ڏنو. ميان جا ٻه پٽ، جن کي نادر شاهه ضمانت طور ايران ڏانهن وٺي ويو هو ۽ ساڻن شيخ غلام محمد همراهه هو سي، جڏهن شيخ صاحب مسقط ۾ وفات ڪري ويو تڏهن شيخ شڪر الله سان جهاز ۾ چڙهي سنڌ ۾ واپس پهتا.

## احمد شاهه جي سنڌ تي ڪاهه:

شروعات ۾ احمد شاهه خراسان جي جنگين ۾ رڌل رهيو. تنهن ڪري ميان نور محمد سندس خاموشيءَ مان فائدو وٺي ويهه لک رپيا ڍل ڏيڻ بند

1 - Sultan Muhammad: The Life of Abdur Rahman Khan, P. 216 London, 1901.

2 _ تاريخ افغانستان: حضرت جمال الدين افغاني اردو ترجمو ذڪر احمد شاهه ابدالي
G. Macmum SIR: Afghanistan, P. 344, London, 1929.

ڪئي. سنہ 1754ع ۾ احمد شاھہ سنڌ تي ڪاھہ ڪئي. ميان نور محمد خوف کان ريگستان ڏانهن ڀڄي ويو جتي سنہ 1168ھہ (1754ع) ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازو موري کان 12 ميلن جي مفاصلي تي دولت پور ۾ دفنايو ويو. ميان نور محمد جي وفات کان پوءِ سندس وڏو پٽ ميان محمد مراداياب خان گاديءَ تي وينو. هن عمرڪوٽ کان ديوان گدومل کي سفير ڪري خراسان ڏانهن روانو ڪيو. ديوان، ميان پاران خراج ڏيڻ منظور ڪيو. احمد شاھہ محمد مراداياب خان کي "سر بلند خان" جو لقب ڏنو. مغل پرڳڻو جنهن جون حدون اتر ۾ روجهاڻ کان شروع ٿي ڏکڻ ۾ مديجيءَ تائين هيون، جنهن ۾ سکر، بکر ۽ شڪارپور اچي وڃن ٿا، سو احمد شاھہ پنهنجي قبضي هيٺ رکيو. هتان ڪلهوڙن جي حڪومت جو ٽيون دؤر شروع ٿئي ٿو جڏهن سنہ 1739ع ۾ سنڌ ڀھريائين ايران ۽ پوءِ قنڌار جي نالي طور ماتحت ٿي ويئي.

## ميان غلام شاھہ:

ميان محمد مراداياب جي تخت تي ويهڻ کان پوءِ ڀائرن ۾ نااتفاقي پئجي ويئي، ڀيو تہ هن ٽالپر ميرن سان چڱا ڀير ڪونہ ڪنيا، جنهن ڪري بلوچن ميان غلام شاھہ جو طرف ورتو. ميان عطر خان، احمد يار خان ۽ مقصودي ڀن رفيقن کي ساڻ ڪري ڀھريائين قنڌار ويو اُتان نااميد ٿيڻ کان پوءِ بهاولپور ويو اُتي جي دائودپوٽن ۽ خيرياڻي سردارن بهادر خان، سبزل خان، علي مراد خان، علي خان ۽ قائم خان کيس مدد ڏني. اُباوڙي وٽ جنگ لڳي، دائودپوٽن جي ڏهن هزارن جي لشڪر مان 3 هزار بلوچ مارجي ويا. ميان غلام شاھہ پاڻ بہ زخمي ٿيو ليڪن شهر ۽ خزاني تي سندس قبضو قائم رهيو. مٿين جنگ محرم سنہ 1177ھہ ۾ لڳي.[1] سنہ 1172ھہ (1758ع) ۾ ميان غلام شاھہ شاهڪ (شاھہ بندر) تعمير ڪرائي، اُتي قلعو ٻڌرايو. اورنگا آباد کان پوءِ شاھہ بندر واپار ۾ ترقي ڪئي. ان زماني ۾ دهليءَ تي شاھہ عالم جي حڪومت هئي.

---

1ـ بهاولپور وڃڻ کان اڳ، ماه رمضان ۾ روهڙي جي پرسان امرڪس واھہ جي ڪپ تي جنگ لڳي، جنهن ۾ عطر خان، احمد يار ۽ مقصودي شڪست کائي، قلات جي خان محمد نصير خان وٽ وڃي پناھہ ورتي. وري جڏهن ميان غلام شاھہ شاھہ بندر تعمير ڪرائڻ ۾ رڌل هو تڏهن عطر خان قلات جو لشڪر وٺي عطائي خان جي اڳواڻيءَ هيٺ حاجڪان پهتو. هت ڀائرن پاڻ ۾ صلح ڪئي. غلام شاھہ نصرپور کان اُباوڙي تائين ملڪ عطر خان کي ڏنو پر پوءِ وري پاڻ ۾ اٻڻت پئجي وين. تحفة الڪرام: جلد ـ 3، ص ـ 113 ـ 115.

Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II, P. 304.

ميان غلام شاهہ جي والده گلان هڪڙي رقاصہ هئي، جا وقت بوقت سنڌ جي ڪامل ولي ۽ سرتاج شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ اڳيان مجرو ڪندي هئي. هڪڙي ڏينهن شاهہ صاحب خوش ٿي کيس هن ريت دعا ڪئي:

"گلان مان گل پيدا ٿيو ڪي تڙبو ڪي تڙندو."

سيد جي دعا سازگار ٿي، سنت ميان نور محمد خان گلان سان شادي ڪئي، جنهن مان ميان غلام شاهہ ڄائو. هو اڻ پڙهيل هو، ليڪن حڪومت هلائڻ جي منجهس خداداد قابليت هئي. سنہ 1762ع ۾ گاديءَ تي ويٺو. احمد شاهہ ابداليءَ کيس "شاهہ وردي خان" جو خطاب ڏنو. سندس حڪومت جو زمانو ڪلهوڙن جي اوج جو زمانو هو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ جا رهاڪو گهڻو آسودا هئا.

## ڪڇ تي ڪاهہ:

سنہ 1763ع ۾ ميان غلام شاهہ بلوچي لشڪر سان ڪڇ تي ڪاهہ ڪئي. جراهہ جي معرڪي ۾ ڪڇين شڪست کاڌي. سندريءَ جو بندر، جو علي بندر کان ويهن ميلن جي مفاصلي تي ۽ لکپت کان ٽيهن ميلن جي مفاصلي تي هو ۽ جتي ڪڇ جي راءِ جو مضبوط قلعو هو سو بستا ۽ لکپت جي بندرن سميت ميان جي قبضي هيٺ آيو. جنگ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ميان صاحب پراڻ کي موريءَ وٽ بند ڏياريو. جنهن ڪري ٿر جي آباديءَ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.[1]

## نئون تختگاهہ حيدرآباد:

ڪلهوڙن جي تختگاهہ خدا آباد کي هر سال مهراڻ جي آبڪلاٽيءَ کان خطرو رهندو هو. خدا آباد کان سواءِ ڪلهوڙن مراد آباد، شاهہ ڳڙهہ ۽ محمد آباد (الله آباد) جا شهر سنڌ ۾ تعمير ڪرايا هئا. سنہ 1182هہ (1767ع) ۾ احمد شاهہ ابداليءَ ميان غلام شاهہ کي ڪڇ فتح ڪرڻ کان پوءِ "شمس الدولة" ۽ "صمصام الدولہ" جا خطاب ڏنا. ميان غلام شاهہ مهراڻ جي ڪابي ڪپ تي نيرن ڪوٽ جي پراڻي شهر پرسان گنجي ٽڪر جي هڪڙيءَ شاخ تي پڪين سرن سان هڪڙو عظيم الشان قلعو تعمير ڪرائي، منس حيدرآباد نالو رکيو. قلعي جي پرسان شاهہ محمد مڪائي جي مقبري جي چوگرد پڻ ڪچين سرن جو

---

1ـ سنہ 1808ع ۾ ڪپتان گرنڊلي سندريءَ جي قلعي جو معائنو ڪري ان جو نقشو تيار ڪيو هو. قلعي جي عمارت چوڪنڊي هئي ۽ هڪڙي ڪنڊ تي منارو جڙيل هو. اليگزينڊر برنس پنهنجي سفرنامي ۾ قلعي جو ذڪر ڏنو آهي. سنہ 1819ع ۾ پراڻ وارو موريءَ جو ڏنل بند زلزلي جي ڪري ڍهي پيو.

E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind, P. 5.

قلعو تعمير ڪرايائين. خدا آبادي هندو لوهاڻا واپاري به نئين تختگاهه ۾ لڏي اچي وينا. ٺٽي کان پوءِ حيدرآباد صنعت ۽ واپار ۾ ترقي ڪرڻ لڳو ۽ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين سنڌ جو تختگاهه ٿي رهيو. نصرپور جو اوج به گهٽجي ويو جو فقط قلعي ڪري هن شهر کي اهميت حاصل هئي. ساڳي حالت سيوهڻ جي هئي. حيدرآباد هر طرح سان زور وٺڻ لڳو.

## جوکين کي رعايتون ملڻ:

جوکيا لس بيلي جي بلفتن جي هڪڙي شاخ آهن ۽ اصل راجپوت آهن. اهي شاهه بلاول جي اتر ۾ ڪنگارا واري جابلو علائقي ۾ رهندا هئا. ڪلمتين ۽ بلفتن جي لس بيلي ۾ جنگ لڳڻ ڪري، جوکيا لس بيلي کان نڪري حب ۽ ملير جي وچ واري پرڳڻي ۾ بيهڪون جوڙي وينا.[1] ڪلمتين سان عداوت جي ڪري، ڪلمتين جي زمينن تي قبضو ڪندا ويا. تان جو نومڙين ۽ ڪلمتين کي حب ۽ ملير وارن پرڳڻن مان بي دخل ڪري، گهاري تائين ملڪ تي قبضو ڄمائي. ڪراچيءَ کان ٺٽي ڏانهن ويندڙ قافلن کان محصول اڳاڙڻ لڳا. اورنگزيب جي ملتان واري نائبيءَ جي زماني ۾ جڏهن بلوچن فساد ڪڙو ڪيو هو تڏهن نومڙين ۽ جوکين بلوچ ڪنفيڊريسيءَ جو طرف ورتو هو مگر ساڪره جي هندو راڻي ڄام سهتي جي ڪري نومڙين ۽ جوکين کي مغلن کان سخت نقصان پهتو هو. انهن ڏينهن کان جوکين جي هندو راڻي سان عداوت پيل هئي. ميان غلام شاهه جي ڏينهن ۾ جوکين جي سردار ڄام ٻجر خان ساڪري ۽ سيوريءَ جي راڻي ارجن کي قتل ڪري سندس رياست غلام شاهه جي سپرد ڪئي. مٿئين ڪارنامي جي ڪري ميان غلام شاهه جوکين جي سرداريءَ کي تسليم ڪيو. جوکين جا به پاڙا بابراڻي ۽ حملاڻي، سائناڻي سرداريءَ هيٺ هئا. شاهي زئي مينگلن، لس بيلي جي بلفتن ۽ مڪران جي گچڪين سان سندن ماڻتي هئي.

## ميان غلام شاهه جو ديره جات تي قبضو:

احمد شاهه ابدالي ايشيا جو پويون فاتح ٿي گذريو جنهن ڏهه گهمرا هندستان تي ڪاهون ڪيون هيون. سندس ڪاهُن ڪري سکن پنجاب ۾ ۽ مرهٽن پاڻي پت جي ٽين جنگ ۾ افغانن کان شڪستون کاڌيون. پاڻي پت جي

1 ـ ڪلمتين ۽ بلفتن جي جنگ بلوچن ۾ مشهور آهي. هڪڙي ڳوهه کي ڪن بلفت چوڪرن ماريو هو. ڳوهه هڪڙي ڪلمتيءَ جي جهوپڙيءَ ۾ پناهه ورتي. مگر بلفت چوڪرن ڪلمتيءَ جي گهر ۾ گهڙي ڳوهه کي ماري وڌو جنهن ڪري ڌرين ۾ جنگ لڳي هئي. ڏسو شعر البلوچستان: ايم ـ ايل ـ ڊيمس. جنگ ڪلمتي ۽ بلفت.

تين جنگ 13 جنوري سنه 1761ع ۾ لڳي. هن جنگ ۾ قلات جو والي مير نصير خان پهريون سراوان. جهالاوان ۽ ڪڇيءَ جي براهوئي ۽ بلوچ سردارن ۽ لشڪر سميت احمد شاهه سان همراهه هو. جنگ ۾ مرهٽن عبرتناڪ شڪست کاڌي ۽ سندن ڪنفيڊريسيءَ جي هندستان ۾ چيلهه ڀڄي پيئي. احمد شاهه دهليءَ تي قبضو ڪري، مغل اميرن کي ڦري لٽي، جيئن نادر شاهه هڪڙي مغل شهزاديءَ سان پنهنجي پٽ نصرالله جي شادي ڪرائي هئي، تيئن هن عالمگير ثانيءَ جي ڌيءَ پنهنجي پٽ تيمور شاهه سان پرڻائي ۽ پاڻ محمد شاهه جي 16 سالن جي ڌيءَ حضرت بيگم سان شادي ڪري بيشمار خزانا هٿ ڪري واپس موٽيو پنجاب جو علائقو جهنگ کان وٺي ملتان سميت احمد شاهه. مير نصير خان واليءَ قلات کي ڏنو جو هن وٺڻ کان انڪار ڪيو. ديره جات جو علائقو جو 3. سؤ ميلن تي آهي. جتي جا رهاڪو بلوچ هر وقت سرڪشي ڪندا هئا. سو سمورو علائقو احمد شاهه. ميان غلام شاهه جي حوالي ڪيو.

سنه 1768ع ۾ ديرو جات جي ناهرن سرڪشي ڪئي. مير بهرام خان. ميان پاران کين شڪست ڏني ۽ ميان پاران نائب ديره جات تي حڪومت ڪرڻ لڳا. 12 اپريل تي ميان صاحب جو هاٿي. جو احمد شاهه ابداليءَ وٽس موڪليو هو جو هاٿي پيئڻ کان پوءِ جريو تي پيو ۽ دربار جي ڪن تنبوئن کي اکيڙڻ کان پوءِ گپ ۾ ڦاسي پيو تنهن کي نيٺ پنج سؤ ڪن ماڻهن گپ مان ڇڪي ٻاهر ڪڍيو.

## ڪڇ جي شهزاديءَ سان شادي:

سنه 1770ع ۾ ميان غلام شاهه ڪڇ جي راءِ جي سؤٽ راءِ ڪنگهار جي ڌيءَ سان ڏوم ڏام سان شادي ڪئي. مٿين ناتي کان پوءِ ميان صاحب بستا ۽ لکپت جا بندر ڪڇ جي راءِ کي موٽائي ڏنا.

---

1ـ سيرت المتاخرين: سيد غلام حسين. هن ڪتاب ۾ سنه 1707ع کان 1782ع تائين ذڪر ڏنل آهي.
J. Sarkar. Fal of the Moghal Empire, Vol. II, PP. 285 91.

وقائع راجستان: مولوي نجم الغني. جلد ــ 2. ذڪر پرتپور

نوٽ: احمد شاهه ابداليءَ سان شريڪ ٿي بلوچن سکن خلاف ڇهه جنگيون ڪيون جيون سکن سان بلوچن جي جنگ جو بيان قاضي نور محمد گنج آبوي جي ڪتاب "جنگنامه" ۾ ڏنل آهي "جنگنامه" فارسيءَ ۾ نظم ڪيل 226 صفحن ۾ آهي. ان جو اصلي نسخو قلات جي شاهي ڪتب خاني ۾ رکيل آهي. جتان هڪڙي سک مؤرخ ڪرم سنگهه سنه 1906ع ۾ خالصا ڪاليج امرتسر لاءِ نقل ڪيو هو. قاضي نور محمد مير نصير خان سان مٿين جنگين ۾ هم رڪاب هو

## انگريزن کي واپار جي اجازت:

سنہ 1662ع ۾ انگلنڊ جي بادشاھہ چارلس ثانيءَ پورچوگال جي شهزادي ڪئٿرائين آف برگنزا سان شادي ڪئي. پورچوگيزن بمبئي جو بندر شهزاديءَ کي ڏاج ۾ ڏنو. ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني مشرقي بيٽن تي قبضي ڪرڻ کان سواءِ هندستان جي شهرن ڪوچين، ڪانانور، ناگاپٽم، ڪاليڪٽ، چنشورا، مدراس ۽ سيلون تائين ڪوٺيون وجھڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي. سنہ 1781ع ۾، انگلينڊ ۽ آمريڪا سان جنگ لڳڻ وقت ڊچن آمريڪا جو طرف ورتو هو، جنهن ڪري 1783ع ۾ ورسيلز جي معاهدي موجب سيلون ۽ ترنڪو ملي سميت بيا سمورا شهر ڊچن کي انگريزن جي حوالي ڪرڻا پيا.

ڊچن کان پوءِ ٻي سفيد فام قوم فرينچ هئي، جن سنہ 1604ع ۾ فرينچ ايسٽ انڊيا ڪمپني برپا ڪري، هندستان جي مختلف شهرن ۾ واپاري ڪوٺيون قائم ڪيون. گويا پورچوگيزن جي زور ٽٽڻ کان پوءِ هندستان ۾ فرينچ ۽ انگريز ٻہ مکيہ مغربي قومون هيون، جيڪي قسمت آزمائي ڪري رهيون هيون. سنہ 1741ع ۾ ڊيوپلي فرينچ ايسٽ انڊيا جو ڊائريڪٽر ٿي هندستان ۾ آيو. هو ديسي سپاهين جي فوج ٺاهي، نوابن ۽ راجائن کي سندن باهمي جنگين ۾ مدد ڏيڻ لڳو. سنہ 1774ع تائين ترنڪوملي، ماهي، سورت، پانڊيچري، مسلي پٽم ۽ چندرنگر تائين فرينچ ڪوٺيون وجھڻ ۾ ڪامياب ٿيا. سندن صدر شهر پانڊيچري هو. ڊيوپلي دکن ۾ جيڪا فرينچ حڪومت کڙي ڪئي هئي، تنهن جي ساليانی آمدني پنج لک پائونڊ هئي.

انگريز ۽ فرينچ ٻن حريف قومن جي وچ ۾ جڏهن يورپ ۾ ڪا جنگ لڳندي هئي، تہ هندستان ۾ بہ هڪ ٻئي خلاف هٿيار کڻندا هئا. مغل شهنشاهت جي زوال ڪري، سڄي هندستان اندر راجائن ۽ نوابن جي جڏهن بہ پاڻ ۾ ڪا جنگ لڳندي هئي، تہ مٿين ٻن حريف سفيد فام قومن کان مدد گهرندا هئا. دکن پهريون ميدان هو جتي ٻئي قومون زور آزمائڻ لڳيون. ليڪن فرينچ عملدارن جي پاڻ ۾ ٻڌي ڪانہ هئي، ٻيو تہ فرينچ سرڪار وقت سر پنهنجي عملدارن کي مدد ڏيئي نہ سگهي، ٽيون تہ انگريزي ٻيڙو مضبوط هو. انگلينڊ جي سرڪار پنهنجي ڪمپني کي وقت، سر پئسي ۽ لشڪر موڪلڻ ۾ ڪا ڪوتاهي نہ ڪئي. انهن خامين ۽ خوبين جي ڪري انگريز تجارتي ۽ سياسي جدوجهد ۾ فرينچن کان گوءِ کڻي ويا.

سنہ 1757ع ۾ انگريزن ڪلائيو جي اڳواڻيءَ هيٺ ٻہ هزار سپاهين سان، جن ۾ 9 سؤ انگريز سپاهي هئا. بنگال جي نواب سراج الدولہ کي، جنهن وٽ

پنجاهہ هزار پيادا، 18 هزار سوار ۽ پنجاهہ توبون هيون. پلاسيءَ جي جنگ ۾ شڪست ڏيئي هندستان اندر انگريزي شهنشاهت جو پايو وڌو. مير جعفر غدار ويهہ لک اشرفيون انگريزي جنرل کي بطور تحفي جي پيش ڪيون. مير جعفر کان پوءِ، مير قاسم بنگال جي نواب. انگريزن کي بنگال مان تڙي ڪيڻ لاءِ دهليءَ جي شهنشاهہ شاهہ عالم ۽ ائوڌ جي نواب شجاع الدولہ سان تعلقات پيدا ڪيا. پوءِ ٽنهي گڏجي انگريزن سان مقابلو ڪيو پر پاٽنا ۽ بڪسر جي جنگين ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ شاهہ عالم بنگال، بهار ۽ اوڙيسا جي ديواني ڪلائيو جي حوالي ڪئي. ڪلائيو پهريون انگريز هو جو انگريزن پاران هندستان جو گورنر ۽ ڪمانڊران چيف مقرر ٿيو.

مٿيون بيان سنڌ جي تاريخ سان ڪو تعلق نہ ٿو رکي، مگر پڙهندڙن جي چٽائي لاءِ ڏنل آهي تہ کين معلوم ٿئي تہ ڏيڍ سؤ سالن اندر انگريزن هندستان ۾ ڪيتري قوت حالت ڪئي ۽ سنڌن قوت اڳيان سنڌ جي ڪهڙي پوزيشن هئي.

سنہ 1662ع ۾ سنڌ ۾ ڏڪر پوڻ ڪري ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو واپار سنڌ سان بند ٿي ويو هو. سنہ 1748ع ۾ هڪڙو انگريز، ڪپتان ڪوڪ، ٺٽي پهچڻ وقت مئو سندس قبر مڪليءَ تي آهي.[1]

مياں نور محمد جا ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان دوستانہ تعلقات هئا. مغربي سفيد فام قومن کي جڏهن ولايت کان نئون جنگي سامان پهچندو هو تڏهن پراڻو سامان نوابن ۽ راجائن کي وڪڻي نيڪال ڪندا هئا. ميان نور محمد مدراس جي انگريزي قلعي سينٽ جارج مان ڪي توبون خريد ڪيون هيون. ميان غلام شاهہ جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آسودگي هئي. ڪيس ڪمپنيءَ سان ناتا رکڻا پيا، ڇاڪاڻ تہ سنڌ سرڪار کي هٿيارن ٺاهڻ لاءِ فولاد، شيهي ۽ پتل جي ضرورت هئي. مشرق جا حڪمران واپار کي ملڪ لاءِ خير ۽ برڪت جو باعث تصور ڪندا هئا، ليڪن فرنگين جي واپار جي ہي معنيٰ مشرقين لاءِ سياسي موت ثابت ٿي. ميان غلام شاهہ سنڌ جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ شاهہ بندر نئون بندر تعمير ڪرايو هو جتي انگريزن ڪلمي شوري صاف ڪرڻ جا ڪارخانا کوليا هئا. شروعات ۾ ميان صاحب ڪي ڪمپنيءَ جي ڪارڪنن تي

1 -Cousins, H. Antiquities of Sind, P. 123

نوٽ: 19 صديءَ تائين اورنگا آباد ۽ شاهہ بندر سنڌ جي ٻن بندرن. لاهري بندر کان پوءِ واپار ۾ ترقي ڪئي. لاهري بندر معرفت ٺٽي جو واپار هلندو هو. مٿين بندرن کان سواءِ وکر سمنڊ کان مٿيرو جتي حجامڙو ڦٽي شاخون ٿئي ٿو. سلامتيءَ جي هنڌ تي واقع هو. پهرين افغان ويڙهہ وقت سرجان ڪين وکر تي فوجون لاهي، بمبئي جو لشڪر وٺي ڪابل ڏانهن روانو ٿيو هو.
J. Wood: A Journey of the Source of the River Oxus, Chp. IV, London, 1872.

ناراضگي هئي، چاڪاڻ تہ ڪڇ تي ڪاھہ ڪرڻ وقت هن سورت جي ڪائونسلر کان جهازن جي مدد گهري هئي، مگر ڪائونسلر سندس درخواست تي ڌيان ڪونہ ڏنو هو. ٻيون سبب هن ريت هو تہ ميان صاحب جي سورت جي ايجنٽ علي نواز خان ويھہ هزار رپيا نقد، ست گهڙيال، ڪي واچون، ڪي جارجيا جا ٻانها ۽ حبشي ٻانهيون هضم ڪري ڇڏيا هئا. ميان انگريزن کي لکيو هو تہ مٿيون مال سندس ايجنٽ کان وصول ڪري، ڏانهس روانو ڪن، مگر ڪائونسلر هن دفعي بہ ميان جي درخواست تي ڌيان نہ ڏنو هو.

مٿين سببن جي ڪري ميان جي عملدارن ڪمپنيءَ جا ڪي جهاز اورنگا بندر تي روڪي ويهاريا هئا. سنڌ سان نئين واپاري معاهدي ڪرڻ لاءِ ڪمپنيءَ پاران رابرٽ سمپشن هڪڙي هندو دلال روپچند سميت ٺٽي پهتو. رابرٽ سمپشن پارسي زبان جو ڄاڻو هو. ڪيس ٺٽي ۾ واپار ڪرڻ لاءِ سنڌ سرڪار پاران اجازت ملي. هو ميمڻ واپارين معرفت ڪلمي شورو خريد ڪرڻ لڳو ۽ اوني ڪپڙو نيڪال ڪرڻ لڳو. اوني وڏي بر واري ڪپڙي جي قنڌار ۽ خراسان جهڙن سرد ملڪن ۾ گهڻي ضرورت هئي. افغان واپاري هر سال سنڌ مان ڪافي قيمت جو ڪپڙو خريد ڪندا هئا. فرنگين جي اها خصلت هئي تہ وعدا ڪري پوءِ هڪدم ڦري ويندا هئا. بعضي تہ هندستان جي بندرن تي اوچتا حملا بہ ڪندا هئا. ان خوف ڪري 11 ڊسمبر سنہ 1758ع ۾ ميان غلام شاھہ فوجن سميت شاھہ بندر تي پهچي، پنهنجي عملدارن ۽ انگريز ايجنٽن ڏانهن هيٺيون فرمان روانو ڪيو:

"طرفان شمس الملۃ خسروي دوران غلام شاھہ خان بطرف رابرٽ سمپشن ايجنٽ ڪمپني بهادر."

"مان فوجن سميت شاهبندر پهتو آهيان. انگريزن کان سندن آندل مال تي محصول نہ ورتبو. پر جيڪڏهن هتان مال ٻاهر روانو ڪندا، تہ دستور موجب کين محصول ڏيڻو پوندو. اوهان کي هن خط ذريعي منهنجن ارادن جي خبر هجي. اوهان ڪو وڪيل روانو ڪيو جيئن هو واپار جي ڪوٺي وجهڻ لاءِ اڇي هنڌ پسند ڪري."

18_ ڊسمبر سنہ 1758ع ۾، ميان صاحب پنهنجن نائبن ڏانهن هيٺيون فرمان مڪو:

"رابرٽ سمپشن سنڌ ۾ جيڪو مال آڻي، کانئس محصول نہ وٺندا، بلڪ هن کي ڪوٺي وجهڻ ڏيندا ۽ ساڻس نرمائيءَ سان پيش ايندا، جيئن اسان جي ملڪ جو واپار ترقي ڪري."[1]

1 -P. N. Khera, British Forward Policy Towards Sind, Lahore.

سنہ 1760ع ۾ رابرٽ سمپشن کان پوءِ بمبئي حڪومت پاران رابرٽ ارسڪين، ميان غلام شاهہ سان شاهہ بندر ۾ ملاقات ڪرڻ وقت، سنڌي عملدارن جي خلاف شڪايت پيش ڪئي.[1] ميان صاحب ساڻس تجارتي عهدنامو ڪيو، جنهن موجب فرنگين مان فقط انگريزن کي سنڌ ۾ واپار ڪرڻ لاءِ اجازت ملي. هن معاهدي موجب سنہ 1764ع ۾، 38526 رپين جو مال بمبئي کان شاهہ بندر پهتو ۽ انگريزن 1254 ڳوٽيون ڪلمي شوري جون جن جي قيمت 15884 رپيا هئي، اميرالبحر پوڪاڪ معرفت بمبئي ڏانهن روانيون ڪيون. ڪمپني سراسري ساليانو ڏهہ هزار مڻ شورو سنڌ مان خريد ڪرڻ لڳي. ساڳئي سال انگريزي ايجنٽ، ميان غلام شاهہ سان شاهہ پور دربار جي موقع تي ملاقات ڪئي. ميان صاحب ريزيڊنٽ کي هڪڙو ڪيمخواب جو چوغو، هڪڙي شال، هڪڙو پٽڪو، هڪڙو خنجر، هڪڙي سون سان مڙهيل ترار، چانديءَ جي سنجن سان ايراني گهوڙو، سروپا طور مرحمت ڪيا. انگريزي ريزيڊنٽ هڪڙي اشرفي هڪڙو مخمل جو ٿان ۽ ڪي آرسيون ڪمپنيءَ طرفان سوکڙين طور پيش ڪيون. مارچ 29 تي ميان صاحب ريزيڊنٽ کي 45417 رپين جي مال پهچائڻ لاءِ حڪم ڏنو. مثلا 12 سؤ وال اوني ڪرمچي ڪپڙو، 450 وال ايراني ريشمي ڪپڙو وغيره.

## ميان سرفراز خان:

ميان غلام شاهہ غازي حيدرآباد جي قلعي تي چار ورهيہ حڪومت ڪري، سنہ 1186هہ (1772ع) ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو حيدرآباد شهر ٻاهران ڏسڻ وٽان آهي. حڪومت جون فوجي واڳون ٽالپرن جي هٿن ۾ هيون، جن ميان غلام شاهہ جي پٽ ميان محمد سرفراز کي گاديءَ تي ويهاريو.[2] ساڳئي سال احمد شاهہ ابداليءَ وفات ڪئي.[3] احمد شاهہ کي اَٺ پٽ هئا، جن مان ڇهن جا نالا

---

1ـ ميان غلام شاهہ ٺٽي ۽ شاهہ بندر تي پنهنجا تجربيڪار نائب مقرر ڪيا هئا. سنہ 1770ع تائين، فقير حبيب نائچ ٺٽي مٿان نائب هو. فقير مراد نظاماڻي، ميان سرفراز خان جي ڏينهن تائين ٺٽي مٿان نائب رهيو. ڪلهوڙن حاڪمن ڪن ارغونن کي بہ وڏا عهدا ڏنا هئا، مگر سنڌين سان سندن هلت سٺي نہ هئي، تنهن ڪري ڪين عهدن تان هٽائي سنڌين کي عهدا ڏنا ويا. ميان غلام شاهہ جي ڏينهن ۾ محمد قائم ڪوڪلتاش ٺٽي جو ناظم هو، پر پوءِ عهدي تان هٽايو ويو.

2 ـ ميان عطر خان قيد ۾ هو. ميان محمد مرادياب خان، ميان غلام شاهہ جي مرڻ کان پوءِ قنڌار مان حڪومت جي سَند هٿ ڪئي هئي، مگر جنهن صورت ۾ بلوچ ميان سرفراز خان جا طرفدار هئا، ان حالت ۾ ميان محمد مراداياب دعوي تان هٿ ڪنيو.

3ـ احمد شاهہ جو مقبرو قنڌار شهر جي وچ ۾ هڪڙي باغ ۾ آهي. گنبذ جي بلندي سٺ فٽ ۽ گولائي ٽيهہ فٽ آهي. ان جي ڪنارن تي منارا آهن. عمارت تي نوي هزار رپيا خرچ لڳو هو.

تاريخن ۾ ڏنل آهن: سليمان، تيمور، داراب، شهاب، سڪندر ۽ پيروز. احمد شاهه جي وزير شاهولي خان، جو وڏو سياستدان هو ۽ هندستان جي ڏهن ڪاهُن وقت احمد شاهه سان هم رڪاب هو. تنهن شاهه جي وڏي پٽ سليمان کي تخت تي ويهاريو. وزير جي پاليسيءَ خلاف پهريائين مير محمد نصير خان قلات جي واليءَ پنهنجي خودمختياري جو اعلان ڪيو.[1]

تيمور شاهه پيءُ جي وفات وقت هرات جو حاڪم هو. سندس اميرن ۽ نديمن مان عبدالله خان ديوان بيگي تيمور شاهه جي طرفداري ڪندي، وزير شاهه ولي کي ماري ڇڏيو ۽ تيمور شاهه تخت هٿ ڪيو.[2] هن ميان سرفراز خان ڏانهن شاهي خلعت سان گڏ "خدا يار خان" جو لقب ڏياري موڪليو. ميان غلام شاهه جي پوين بلوچن سان عداوت رکڻ شروع ڪئي، جنهن ڪري ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو زوال شروع ٿيو.

## ٽيون تختگاهه خداآباد:

ميان غلام شاهه کان پوءِ ميان سرفراز خان وڏن جي تختگاهه خدا آباد جي يادگار لاءِ هالن کان ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي اتر طرف خدا آباد جو نئون شهر بڏائي، ان کي پنهنجو تختگاهه مقرر ڪيو. هي شهر ستن ميلن جي ايراضيءَ ۾ هو ۽ ٺٽي کان پوءِ ٻيو نمبر شهر هو.[3] هي شهر سنه 1186هه (1774ع) ۾ تعمير ٿيو ۽ ٿارنٽن جو بيان آهي ته سنه 1814ع ۾ ويران ٿي ويو. سندس ڪنڊر ٻن چؤرس ميلن ۾ آهن.[4]

انگريز جڏهن سنڌ ۾ آيا، تڏهن شهر ۾ فقط هڪ سؤ گهر آباد هئا. ٽالپر امير به لڏي اچي هن شهر ۾ رهڻ لڳا هئا.[5] سرائي ميان محمد سرفراز خان ڪمزور طبيعت جو انسان هو. دربار جي غير بلوچي اميرن سنڌي ۽ غير سنڌي تحريڪ کي زور وٺرايو. ان ۾ شڪ ناهي ته ٽالپري امير غير سنڌي هئا ۽ سنڌ ۾ خراساني سڏبا

---

1 _ احمد شاه سان مير محمد نصير خان عهدنامو ڪيو هو جنهن موجب جنگين جي وقت بلوچي لشڪر جو خرچ احمد شاهه پريندو هو ۽ هن معاهدي موجب احمد شاه قلات جي خان کي "بيگلر بيگي" جو خطاب ڏنو هو جو اڄا تائين پشت بپشت هلندو اچي ٿو.

2 _ احمد شاه پنهنجي پٽ تيمور شاهه کي سنه 1757ع ۾ پنجاب، ديره جات ۽ سنڌ مٿان نائب مقرر ڪري، جهان کي سندس سپه سالار مقرر ڪيو هو. هو پيءُ جي مرڻ وقت ملتان ۽ هرات مٿان نائب هو.

3 - M. Elphinston: An account of the Kingdom of Kabul & its dependencies in Persia, Tartary & in India, P 558, London, 1815.

Selection from Pre-Mutiny Records of Comissioners in Sind, P. 208.

4 -J. Wood: A Journey to the Sourees of River Oxis, Chp. IV.

5 _Selection from the Records of Bombay Govt. Series, No. XVII, Bombay 1855.

هئا. ليڪن هينئر سنڌ سندن وطن هو ۽ سنڌي هئا. اهي سرائين جا عقيدت مند مريد هئا. سندن ئي مدد ۽ سهڪار سان ڪلهوڙن مغلن، ناهرن، بلوچن، دائودپوٽن، افغانن، مهرن، ڏاريجن ۽ براهوئين کي شڪستون ڏنيون هيون. ميان يار محمد، ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ سندن صلاح ۽ مصلحت سان قدم کڻندا هئا ۽ بلوچي سردارن کي سڄيءَ سنڌ اندر جاگيرون عطا ڪيون هئائون.

مير بهرام ولد مير شهداد خان، جوان وقت سرائيءَ فوج مٿان سپہ سالار هو جنهن ڪڇي، ديره جات ۽ ڪڇ جي جنگين ۾ پنهنجي فوجي قابليت جو ثبوت ڏنو هو. تنهن جي خلاف سرائين جو جهونو درباري امير راڄو ليکي ميان سرفراز خان جا ڪن پرڻ لڳو. ديوان گدومل، جو حڪومت جو پراڻو صلاحڪار ۽ تجربيڪار وزير هو جنهن جو رسوخ قنڌار ۽ خراسان تائين هو تنهن نوجوان ميان کي ميرن سان ناهہ ڪرڻ لاءِ گهٽوئي سمجهايو. مگر نوجوان حاڪم، راڄي ليکيءَ جي هٿن ۾ ڪاٺ پتليءَ وانگر هو. ميان پنهنجي وزير گدومل جي صلاح تي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو. اٿلندو مير بهرام خان سان خصومت رکڻ لڳو. مير صاحب پنهنجن پن پٽن مير صوبدار خان ۽ مير بجر کي اڳواٽ مٿينءَ خصومت کان آگاهہ ڪري ڇڏيو هو.[1]

سنہ 1774ع ۾ مير صاحب جو وڏو پٽ مير بجر خان حج ڏانهن هليو ويو ۽ صوبدار خان پيءُ سان رهڻ لڳو جو حيدرآبادي ميرن جو ڏاڏو هو.

## مير بهرام خان ۽ مير صوبدار خان جو شهيد ٿيڻ:

هڪڙي ڏينهن دستور موجب ميان سرفراز خان، مير بهرام خان کي ڪچهريءَ ڏانهن گهرايو. ميان صاحب مير کي مارائڻ جو اڳيئي سٽاءُ ڪري چڪو هو. ڪچهريءَ ۾ گهڙڻ کان پوءِ ميان صاحب، مير بهرام کي هڪڙو خط

---

1 _ شاهنامو سنڌ عرف ڪلهوڙن جي هار: مير حسن علي خان ٽالپر. ص_ 6_10، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، 1938ع.

نوٽ: ڪرنل جيمس ٽاڊ پنهنجي "تاريخ راجستان" جلد_2، لکي ٿو تہ ميان سرفراز خان ٽالپرن کان سڱ گهريو هو ان ڪري ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن ۾ عداوت پئجي ويئي. ڪرنل صاحب جو اهو بيان صحيح نہ آهي. ڇو تہ بلوچيت ۽ بلوچي قبيلن جي رسمن ۽ رواجن جي پڪي خبر ڪانهي، ڇاڪاڻ تہ تاريخ شاهد آهي تہ ٽالپرن رندن، مرين، پرڪڙين، نظاماڻين ۽ قلات جي احمد زئي براهوئن مان شاديون ڪيون. ڪلهوڙا ٽالپرن جا مرشد هئا، مگر بلوچن جي نظر ۾ جدغال هئا. فقط لغارين ٽالپرن کي سڱ ڪين ڏنا هئا، اتفاق سان هڪڙي لغاريءَ مير شير محمد خان خاناڻيءَ کي سڱ ڏنو هو جنهن تي لغارين ۾ فساد پئجي ويا. لغارين چوڪريءَ کي ماري پوءِ دم پٽيو هو. ٽالپر غير قومن مان شاديون ڪندا هئا، پر سواءِ پنهنجي قبيلي جي پاڻ ڪنهن بہ ڌارئي کي سڱ ڪونہ ڏيندا هئا.
R. Hughes-Buller: Makran, The Rinds.

پڙهڻ لاءِ ڏنو. جيئن هو پڙهڻ لڳو تيئن ميان جي اشاري تي پنيان حسين مراڻي ترار سان شهيد ڪري وڌس. مير صوبدار خان جو ٻاهر بيٺو هو سو عرضي خدمتگار کي روئندي ڏسي، ڦهريائين راڄي ليکيءَ جي ڀائٽي الله بخش ليکيءَ کي ترار سان ماري، ڀوڳ ڪُليءَ ڪچهريءَ ۾ گهڙيو. ميان سرفراز خان هڪدم ماڙيءَ جي ڇت تي چڙهي گم ٿي ويو. درٻارين مان ٽي بلوچ ڪمال خان رند، غلام محمد خان لغاري، شادمان خان نظاماڻي، مير صوبدار جا طرفدار ٿي بيٺا. ميان جي درٻار جا ٻه پهلوان هاشم ۽ سپڙ خان ۽ ٻيا ڪل ٻاويهه ڄڻا مير صوبدار خان ۽ سندس ساٿين هٿان مارجي ويا. مير صوبدار خان به وڙهندي شهيد ٿيو. شادمان خان سخت زخمي ٿيو پر جان بچيس.

## لغارين جو شجرو:

سنڌ جي سرحدي پرڳڻي گاج ۾ لغاري تمن جا مالڪ هئا. سندن پنج پاڙا هن ريت آهن: 1_ بزدار 2_ عالياڻي، 3_ برهماڻي، 4_ عيساني ۽ 5_ ڪچائي. منجهانئن عالياڻي پڳ جا مالڪ هئا، مگر بزدار به سرداري رکندڙ هئا. سندن شجرا هيٺ ڏجن ٿا:[1]




1_ لغارين، رندن ۽ جمالين جا شجرا هسٽري آف ايلنيشنس اِن دي پراونس آف سنڌ جلد_2 تان نقل ڪيل آهن.


(برهماڻي)الهيار
حسين
عزت
فتح خان
دريا خان
حسين خان
فتح خان
علي بخش


(ڪچائي سهراباڻي)
سهراب
عالم
موسيٰ
مقصدو
قلندر
مندرا
خدابخش
شهداد
حاجي خان
مندرا
گل محمد
قلندر
لعل بخش
شهداد
غلام حيدر
(عالياڻي)
مالي
مير رند
جلال
ماڻڪ
صاحب خان
هيڊو
صاحب خان

### رندن جو شجرو:

سنڌ جي رندن مان ٽالپرن شاديون ڪيون هيون ۽ رندن کي قلات جي دربار تائين عهدا مليل هئا. هيٺ سنڌ جي رندن جو شجرو ڏجي ٿو:




### جمالين جا شجرا:

سنڌ جا جمالي بہ رند جي ممتاز قبيلي مان آهن ۽ رند بن جلال خان جي پوٽي مير جمال خان جو اولاد آهن. سنڌ ۾ سندن چار سرداريون قائم هيون: 1_ مريداڻي، 2_ جلباڻي، 3_ بخشاڻي ۽ 4_ سڪواڻي.




(سماٽي
چنو
نوبت
ڄام خان
گوهر
نوبت
چنو
روحل
گل محمد
الله بخش
گذارو
شڪل
(بخشاٽي) بخشو
دلشاد
هيبت
ابراهيم
اسماعيل
سائينداد
ابراهيم
جان محمد
اسماعيل
(هيبتاڻي) هيبت
غلام حسين
سيد خان
خيرو
يارو خان
نصير خان
امير علي
هيب
رهاوت
(سڪواٽي
غازي خان
سڪوارڻ
لهڻو
عالم خان
غلام علي
اميد علي
غلام علي

## پرڳڙين جو شجرو:

نظاماڻين وانگر پرڳڙي بہ ٽالپرن جي شاخ آهن. سنڌس سردار مان اسلاماڻين ۽ موروائن ڪي ميهڙ ۽ ننڍا شهرن ۾ جاگيرون هيون. سنڌن شجرو هيٺ ڏجي ٿو:

- زنگي ولد بجر
  - شاهوڪ
    - شهداد
      - ڄاڙ
        - سونو خان
          - بروگي
            - پانڊي
              - مرزا
                - محراب خان
                  - سردار خان
            - زهري خان
              - حسين خان
                - بهادر
                - غلام محمد
                  - امام بخش
                - اختيار
                  - فضل علي
                - بهاول خان
                  - لعل بخش
          - جوڳي
            - اسلام خان
    - گاجي
      - بخشو
        - ڳهڻ
        - بالو
        - شيرو
          - هيبت
            - قنبر
              - شادمان
                - هيبت
                - سليمار
          - مستي
            - فتح
          - راڄو
            - حيات
              - فضل محمد
                - فتح خان
                - غلام محمد
                  - دلشاد
            - حيدر
              - احمد

## باگراڻي ۽ سنڌن شجرو:

باگراڻي ٽالپري تمن سان ڀڏل هئا. ميوا خان، سوائي خان ۽ ڪرم خان سنڌن ٽي سردار هئا. جن جا شجرا هيٺ ڏجن ٿا:




## چانگن جو شجرو:

چانگ گورچاڻين جي شاخ آهن. سنڌ ۾ گهڻو وقت جتن سان وڙهندا رهيا. سندن سردار شير خان ٽالپري تمن سان ٻڌل هو ان ڪري گوني تعلقي ۾ سندن جاگير هئي. سنجراڻي ۽ ڪچائي سندن ٻه پاڙا هئا.



## ماڪاٽين جو شجرو:

مير سليمان خان (ڪڪو) ڪي سندس مرراٽي ديري مان پنج پٽ هئا: 1_ ميرڻ 2_ جيوڻ 3_ ماڙ 4_ عالي ۽ 5_ هوتڪ. شهداداٽي مير هوتڪ جو اولاد هئا. سندن شجرو هيٺ ڏجي ٿو:



## ماڪاٽين جو جوش:

مير بهرام خان جي شهيد ٿيڻ وقت مير بحر خان حج تي ويو هو سندس غير حاضريءَ ۾ وڏي مير، مير فتح خان وٽ بلوچي سردار ۽ ٽالپر ماتم ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. مير فتح خان ڪچهريءَ ڏانهن مخاطب ٿي ڪري چيو:

"اج مرشدن (ڪلهوڙن) وٽان مريدن کي جيڪو فيض پهچي چڪو آهي، سو اوهين ڏسي رهيا آهيو. هاڻ بهتر آهي ته مردانگيءَ سان خون ناحق جو ڪلهوڙن کان بدلو وٺڻ گهرجي."

بلوچن يڪ راءِ ۽ يڪ مشت ٿي مير فتح خان ماٽڪاٽيءَ جي اڳواٽيءَ هيٺ خدا آباد تي ڪاهه ڪئي. ميان سرفراز خان هتان راتوواهه بيڙين وسيلي حيدرآباد جي قلعي ۾ پناهه ورتي. بلوچن جي بغاوت کي ڏسي، درٻارين ڪيس تخت تان لاهي، سندس چاچي ميان غلام نبي خان کي سنه 1777ع ۾ گاديءَ تي ٽاڪيو. بلوچن ۽ ڪلهوڙن جي اٿبٽت کي ڏسي انگريزن ٺٽي واري واپار جي ڪوٺي سنه 1775ع ۾ ڪٽي ڇڏي.

## لنياري جي جنگ:

ميان غلام نبي خان به مير بجر سان عداوت رکندو آيو. مير بجر جڏهن حج بيت الله تي ويو هو، تڏهن ميان غلام نبي خان ڪي لک ربيا مسقط جي امام کي مير صاحب جي مارائڻ لاءِ آڇيا هئا. اهي جنسي خط امام صاحب مير صاحب کي ڏنا هئا. مسقط کان ٿيندو مير بجر قلات پهتو جتي مير نصير خان ڪمال مروت سان مير صاحب جي مهماني ڪئي. مير بجر جڏهن خداآباد پهتو، تڏهن سمورا بلوچ ۽ ٽالپر ڪارن لباسن سان وٽس آيا، جن ۾ پاڙي جهاڙي وٺڻ جو ڪافي جوش هو. راڄ جو وڏو رئيس راڄو ليکي، سنڌي ۽ غير سنڌي تحريڪ جو محرڪ، مير بجر جي اچڻ کان اڳ خوف کان زهر کائي خودڪشي ڪري چڪو هو.[1] پٽس تاجي ليکيءَ جو درٻار تي اثر هو جو فتنه انگيزيءَ ۾ ٻيءَ کان به رتيون ڪسر هو ۽ وزارت جو قلمدان به سندس حوالي هو.

---

1 _ نوٽ: مسقط جي امام جي بلوچن سان ماڻتي هئي. امير ابو سعيد خان بليدي، جنهن عيسوي 16 صديءَ ۾ مڪران ۾ بليدين جي حڪومت جو پايو وڌو هو، سو مسقط کان آيو هو. ازان سواءِ مسقط جو هڪڙو شهزادو مير محمد نصير خان وٽ قلات آيو هو. بيگلر بيگيءَ هن کي گوادر جو بندر جاگير ڏنو هو جو اڄا تائين مسقط جي ماتحت آهي. مسقط ۽ متره ۾ هاڻي عربن جي مقابلي ۾ بلوچن جو تعداد وڌيڪ آهي.

R. Hughes- Buller: Makran, History, "The Buledi Maliks."

A. W. Hughes, Baluchistan, Chp. History of Kalat State.

ميان غلام نبي خان وزير ۽ الله بخش جنجڻ جي چوڻ تي هڪ خط ذريعي مير بجر کي سنڌ ڇڏي وڃڻ لاءِ لکيو. مير صاحب خط تي ڪو ڌيان نہ ڌيئي عمرڪوٽ جو مضبوط قلعو کوسن کان خالي ڪرائي، اتي رهڻ لڳو. مگر الله بخش جنجڻ کوسن جو لشڪر گڏ ڪري مير صاحب کي اتان ڪڍي پاڻ اتي قبضو ڄمائي ويٺو. کوسا سرائين جا طرفدار هئا. سندن سردار روهيل خان جي پٽن مان راجو خان، ميان نور محمد وٽ اهلڪار هو بلڪ شير خان کوسو تہ ميان غلام شاهہ جي مصاحبن مان هو. سندس پٽن مان روهيل خان کي ميان غلام نبي خان جاگير ڏني هئي. ميان جو سپہ سالار فيروز خان پٽافي شهدادپور تعلقي جي لنياري ڳوٺ ۾ بي شمار لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو. مير بجر خان چئن هزارن جي بلوچي لشڪر سان مقابلو ڪيو. سخت جنگ کان پوءِ فيروز خان پٽافي مارجي ويو ۽ ڪلهوڙن جي لشڪر ۾ ڀاڄ پيئي. ميان غلام نبي خان يارو فراش هٿان سخت زخمي ٿي، واهہ جو پيٽ ڏيئي ڀڳو ٿي ويو تہ مير سهراب خان پڪڙي مير بجر خان وٽ آندس ۽ اتي زخمن وگهي هن روبرو دم ڏنو. جنگ کان پوءِ تاجو ليکي ۽ الله بخش جنجڻ قيد ٿي ويا. بلوچي لشڪر ۾ هينين ماڻهن جنگ ۾ پاڻ موکيو مير فتح خان، مير فتح علي خان، مير سهراب خان، مير الهيار خان، مير مرزو خان، مير باگو خان، اسماعيل خان کنياڻ، دلاور خان لغاري، هيبت خان جمالي، ٻيڙو خان کوکر، دريا خان، فضل خان، عرضي خدمتگار، يارو فراش، سلطان ۽ زنگي خان مري وغيره. سيد عظيم الدين ٺٽوي ڪتاب "فتح سنڌ" ۾ لکي ٿو تہ سرائي غلام نبي خان شڪست کائڻ کان پوءِ قرآن شريف ميڙ ڪري مير بجر خان وٽ آيو ٿي، تہ وات تي تاجي ليکيءَ ترار هڻي شهيد ڪري وڌس.[1]

## حاجي زئي مري جو شجرو:

سنڌ جي مرين مان حاجي زئي مري سري ۽ لاڙ ۾ وڏن رتبن تي مامور هئا. سندن پيشو سپہ گري هو. حاجي زئي مرين جو مورث اعليٰ حاجي خان، مير رند جي چوڏهين پيڙهيءَ مان هو. سندس ٻن ڏيرن بداٽي ۽ لوهاراٽي هر هڪ مان چار چار پٽ هئا. شجرو هيٺ ڏجي ٿو:

---

1 _ "شاهنامہ"، ذڪر لنياريءَ جي جنگ.




### ميان عبدالنبي:

مير بجر خان پڪو ارادو ڪيو هو تہ ميان غلام نبيءَ کان پوءِ ميان سرفراز کي قيد مان ڪڍي، گذريل ڳالهيون معاف ڪري، ڪيس وري تخت تي ويهارجي. پر ميان عبدالنبي، جو پنهنجي ڀاءُ ميان غلام نبيءَ پاران حيدرآباد جي قلعي جو مالڪ هو، تنهن پنهنجي ڀاءُ جي موت جو ٻڌي، جيڪي شاهي قيدي نظر بند هئا، تن مان ميان محمد ابا خان، ميان محمد سرفراز ۽ سندس ٻن پٽن عطر خان ۽ مير محمد خان کي قتل ڪرائي ڇڏيو. تنهن ڪري ٻيو ڪو لائق نہ ڏسي، مير صاحب ميان عبدالنبي کي گاديءَ تي ويهاريو. ميان عبدالنبيءَ جي خداپرست والده بروقت مير بجر خان کي پيغام موڪليو تہ، ”عبدالنبيءَ منهنجو پٽ آهي، آءٌ سندس عادتن کان واقف آهيان. هو منهنجو بہ گهر تباهہ ڪندو ۽ توکي بہ منجهانئس ڪا چڱائي ڪانہ رسندي!“

### مير بجر خان جي شهادت:

مير بجر خان، جو ان وقت حيدرآباد قلعي تي گهيرو ڪري ويٺو هو، تنهن کي ميان عبدالنبي خان پنهنجو وزير مقرر ڪيو. سنہ 1197هہ (1782ع) ۾ ڪلهوڙن شهزادن مان ميان عزت يار خان، ميان عبدالنبيءَ خلاف تيمور شاهہ ڏانهن دانهن ڪٽي ويو. تيمور شاهہ هن کي سند ڏيئي، ٿورو افغاني لشڪر ساڻ ڏياري موڪليو. شڪارپور جي ويجهو جنگ لڳي، افغاني لشڪر شڪست

ڪاڏي شڪست جو ٻڌي، تيمور شاهه پاڻ قنڌار کان سنڌ تي ڪاهي آيو. مير بجر ساڻس رويرو گڏيو ۽ بادشاهه کي حڪمت عمليءَ سان موٽائي ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. عبدالنبي خان ٽالپر طور حاڪم هو سندس وزير بجر خان ملڪ جو سچو حاڪم هو. هڪڙي ڏينهن ٻه راجپوت قاصد جوڌپور کان راجا بجيسنگهه جو خط کڻي آيا. مير صاحب ڪمري ۾ جيئن خط پڙهي رهيو هو تيئن راجپوتن خنجر سان مٿس حملو ڪيو ۽ زخمن ڪري شهيد ٿي ويو مگر مرڻ کان اڳ ٻنهي باغين جو ترار سان خاتمو ڪري ويو. عبدالنبي خان جي ماءُ جيڪي چيو هو سو سچ نڪتو.[1]

## جوڌپور کي شڪست:

راجا بجيسنگهه جوڌپور تي سنه 1753ع کان سنه 1793ع تائين حڪومت ڪئي. عمرڪوٽ تي قبضي ڪرڻ جي ارادي سان ڪلهوڙن سان ظاهري همدردي رکڻ لڳو. مير بجر خان جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ، بلوچن ۾ تاءُ پيدا ٿيو. سڀ بلوچ ميان عبدالنبي خان کي مارڻ لاءِ يڪ راءِ ٿيا. مير عبدالله خان ٽالپر کان سرائيءَ کي خوف هو. هن پنهنجا ٻه پٽ جوڌپور جي راجا ڏانهن ڏياري موڪليا ۽ پاڻ رفيقن ۽ خزانن سميت قلات جي بيگلر بيگي محمد نصير خان وٽ وڃي لڪو. ڪلهوڙن ۾ باقي ڪوبه نه رهيو. فقط هڪڙو صادق عليءَ نالي فقير تارڪ الدنيا رهندو هو. تنهن کي بلوچن درويشي آستاني تان اٿاري، شاهي مسند تي ويهاريو ۽ ساڻس دستور موجب ٻانهن ٻيلي ٿي رهيا. جوڌپور جو راجا جنهن وٽ ميان جا پٽ دانهي ويا هئا، سو راجپوتن جي لشڪر سان سنڌ تي ڪاهي آيو. جوڌپور جي سرحد تي هڪڙي قلعي وٽ جنگ لڳي ۽ گهڻي خونريزيءَ کان پوءِ راجپوتن شڪست کاڌي.[2]

---

1 ـ مرزا قليچ بيگ مير بجر خان جي شهادت متعلق لکي ٿو ته مير صاحب ميان عبدالنبيءَ جي سازش ڪري قتل ٿيو. ميان عبدالنبيءَ خان جوڌپور جي راجا کي خون جي بدلي ۾ عمرڪوٽ ڏيڻو ڪيو هو.
Kalichbeg Faredunbeg: History of Sindh, Vol. II, PP. 180, Karachi, 1901

مير شهامت علي جو بيان آهي ته مير بجر خان، ميان عبدالنبيءَ جي والده هٿان مارجي ويو جنهن لنياريءَ جي جنگ ۾ پنهنجي پٽ ميان غلام نبيءَ جي مرڻ جو ٻڌي، جوڌپور جي راجا کي دانهن ڏني هئي. جنهن ٻه راجپوت لالچ ڏياري روانا ڪيا هئا.
Shahamatali: History of Bahawalpur, PP 65-66

جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته مير بجر خان، مارواڙ جي راجا بجيسنگهه کان سگهه گهريو هو جنهن تي راجا ڪاوڙجي ٻه راجپوت موڪليا هئا.
J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II, P. 1289.

2 ـ تاريخ خيرپور: شمس العلماء مرزا قليچ بيگ 1924ع، وقائع راجستان: جلد_2، ص_ 48_50.

## قلات جي لشڪر کي شڪست:

جوڌپور جي شڪست جون خبرون ٻڌي، ميان عبدالنبيءَ جا حوصلا خطا ٿي ويا. هن مير نصير خان کان مدد گهري، خان قلات ڪيس گذريل ڪرتوتن تي شرمايو. پوءِ پنهنجي نائي سردار زرڪ خان سان هڪڙو براهوئين جو لشڪر چاڙهي موڪليو. سنڌ جا جتوئي، نومڙيا ۽ ڪوسا بہ ميان سان شريڪ ٿيا. لاڙڪاڻي اوريان چالڪ جي پل وٽ جنگ لڳي. زرڪ خان ٽالپرن کان شڪست کائي ڀڳو. بلوچ، ميان صادق علي خان سان سوڀ جا نغارا وڄائيندي، خدا آباد پهتا.[1]

هڪڙي پاسي ميان عبدالنبي خان گادي هٿ ڪرڻ لاءِ حيلا ۽ سازشون ڪري رهيو هو ٻئي پاسي سنڌ تي ڪاهون ٿي رهيون هيون. بلوچ پنهنجي وفاداريءَ تي قائم رهندا پئي آيا ۽ سنڌ جي بچاءَ لاءِ لڙندا پئي آيا. مٿينءَ ڇڪتاڻ ۾ ڪراچيءَ جو بندر مير محمد نصير خان اتي جي واپارين جي مدد سان قبائي ورتو. هن بندر جي سنڌ کان جدا ٿيڻ ڪري، سنڌ کي ساليانو ڇهن لکن رپين جي ڪوٽ پوڻ لڳي.[2]

## مدد خان پٺاڻ جي ڪاهہ:

مدد خان تيمور شاهہ جو هڪڙو سپہ سالار هو جنهن 1780ع ۾ بهاولپور جي نواب رڪن الدولہ بهاول خان تي تيمور شاهہ جي حڪم سان ڪاهہ ڪري، ڌراور جي قلعي تائين نواب جي پنيان پئي، ڪانئس رهيل خراج وصول ڪيو هو.[3] تيمور شاهہ هن کي سنڌ تي چاڙهي مڪو. سرائي ميان عبدالنبي خان، جو ان وقت جوڌپور ۽ قلات جي درٻارن کان مايوس ٿي چڪو هو تنهن ٻي

1 ـ شاهنامہ سنڌ: ذڪر چالڪ جي جنگ.

2ـ ڪراچي اڳ "ڪلاچي ڪن" سڏبو هو. مورڙئي مهاڻي جي افساني ۾ سندس آڪاڻي ڏنل آهي. سنہ 1729ع ۾ حب نديءَ جي اولهندي ڪپ کان ڪي واپاري لڏي اچي ڪراچي ۾ ويٺا. جت هاڻي پراڻو شهر آهي. سنہ 1774ع ۾ ليفٽيننٽ جان پورٽر سنڌو ندي جي چوڙ کان وٺي ايراني نار تائين سموري ڪناري جي تحقيقات ڪئي، هو ڪراچيءَ ۾ بہ پهتو هو. سندس بيان موجب پراڻو شهر ڪاريءَ کان هڪ ميل جي مفاصلي تي هو ۽ انهن ڏينهن ۾ سمنڊ جي ڪناري تي واريءَ جا دڙا بيٺل هئا. ٺٽو ۽ شاهہ بندر، سنڌ جا مکيہ بندر هئا. سنہ 1799ع ۾ انگريزي ايجنٽ ناٿن ڪرو پهرين عمارت ڪراچيءَ ۾ تعمير ڪرائي هئي. شهر جون ٻيون جايون ڪچيون هيون. سنہ 1842ع ۾ شهر جي آبادي 12 هزارن کي پهتي هئي. سنہ 1879ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽي پيئي. انگريزن جي راڄ ۾ ڪراچي، سنڌ جو ٽيون نمبر بندرگاهہ هو.
H. R. Gupta: Latter Moghal History of the Punjab, P. 272.

3 ـ تاريخ حسين شاهي: سيد امام الدين حسيني، ص ـ 110 ـ 113، سنہ 1798ع.

ڪا بہ واهہ نہ ڏسي، افغان حملي آور کي پوريل خزانن جي لالچ ڏني. سنہ 1780ع ۾ مدد خان طوفان وانگر سنڌ تي ڪاهي آيو. بدين تائين سنڌ جا دولت مند ڳوٺ ۽ شهر افغانن ڦري ناس ڪري ڇڏيا. جوڻ ۽ فتح باغ جا وسندڙ بہ شهر جيڪي لاڙ ۾ باغات ۽ پيداوار ڪري مشهور هئا، سي هن قيامت صغريٰ ۾ ناس ٿي ويا. سنڌي ڳوٺاڻا پري کان افغانن جا گهوڙا ڏسي "گهوڙا ڙي گهوڙا" ڪندا، ڳوٺ خالي ڪري ڀڄڻ لڳا. صاحب "لب تاريخ" جو بيان آهي تہ سنڌين ۾ "گهوڙا گهوڙا" ڪرڻ جو رواج مدد خان جي ڪاهہ ڪري پيو.[1]

مٿينءَ آفت جي برپا ٿيڻ ڪري سنڌ ۾ سخت ڏڪر پيو. سنڌ جي تاريخ ۾ هي چوٿون نمبر ڏڪر هو. مٿين روئداد جو سبب هن ريت هو جو ميان عبدالنبيءَ جي سازشن ڪري ڪابل کي ڍل ڪانہ پهتي هئي. ٽالپر هن حملي وقت غيرجانبدار رهي، پنهنجن قلعن ڏانهن شهدادپور هليا ويا هئا. مير فتح خان ۽ مير باگي خان جي پناڻن سان وڙهڻ جي مرضي هئي، سي ٻين ميرن کان ناراض ٿي عمرڪوٽ ڏانهن هليا ويا. مدد خان سندن پنيان عمرڪوٽ تي ڪاهي ويو. لغارين قلعي جي بچاءَ لاءِ وڙهندي سوين پناڻ ماري وڌا. مدد خان چالاڪي ڪري هڪڙو قربائتو خط مير فتح خان ڏانهن موڪليو جنهن مٿس ويساهہ آڻي قلعي جا در پٽيا. افغان سردارن ٻنهي ميرن کي پيرن ۾ زنجير ٻڌائي سوگهو ڪيو مگر نبي بخش خان پير ڳڙي، جو خاصيدارن مان هو تنهن مير فتح خان جا زنجير لاهي، پنهنجن پيرن ۾ وڌا. مير باگو خا . بہ ڪنهن ترتيب سان جان بچائي نڪري ويو. پوءِ پناڻ سنڌ کي ڦري، ويران ڪري، ڪابل ڏانهن موٽي ويا.[2]

## هالاڻيءَ جي فيصلائتي جنگ:

ميان عبدالنبي خان جنهن آئينده لاءِ ايماندار ٿي رهڻ لاءِ مير عبدالله خان کي قرآن شريف تي قسم لکي ڏنو هو ۽ ٻيهر گاديءَ تي ويٺو هو سو دل جو صاف نہ هو سندس دل ۾ اجا بہ دغا هئي. حقيقت ۾ ڪلهوڙن ۾ سنڌ جي گادي نشينيءَ لاءِ انتشار پئجي چڪو هو سندن صاحبيءَ جي برقراري جو دارومدار فقط ڪوڙن انجامن ۽ اقرارن تي منحصر هو. هڪڙي ڏينهن دستور موجب مير عبدالله خان ۽ مير فتح خان ميان صاحب کي ڪچهريءَ ۾ گڏجڻ لاءِ ويا تہ چوپدارن سندن هٿيار ٻاهر رکايا. جيئن ٻئي سردار اندر گهڙيا، تيئن ميان جا چوپدار جيڪي اڳ تيار هئا، تن هڪدم ٻنهي کي گرفتار ڪيو. مير صاحب

---

1 _ لب تاريخ: خان بهادر خداداد خان، ذڪر مدد خان جي ڪاهہ.

2_ "شاهنامہ سنڌ" ۾ ذڪر مدد خان پناڻ جي ڪاهہ.

مطلب سمجهي ويا. هنن قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ لاءِ اجازت گهري. اهي ڪنڌ نوائي تلاوت جي حلاوت ۾ محو هئا تہ جلادن اشاري ملڻ سان سندن سِسيون ڌار ڪري ڇڏيون.

هي واقعو سنہ 1783ع ۾ ٿيو جڏهن ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو چوٿون دؤر هو ۽ هن واقعي کان پوءِ سندن حڪومت جو سنڌ ۾ خاتمو ٿي ويو. مٿئين جانڪاهہ حادثي کان پوءِ بلوچي غيرت اهڙو جوش کاڌو جو پنهنجي ديرن کي دين ڳڙهہ ڏانهن روانو ڪري، سيئي امير مير بهرام خان جي نوجوان پوٽي مير فتح علي خان جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيا. بلوچي لشڪر ۾ مير فتح علي خان، مير سهراب خان، مير الهيار خان، مير ٺارو خان، مير باگو خان، اسماعيل کٽياڻ، ٻيڙو خان کوکر، سلطان، فقيرو خدمتگار، طاهر ۽ عرضي خدمتگار جنگ آزما جوڌا هئا. ميان عبدالنبي خان جي فوج جو تعداد ٻارهن هزار هو. جنهن مٿان ڏڱاڻو خان جتوئي سپہ سالار هو. ان کان سواءِ وٽس آڍو ٻڍو، فيروز ڪليري ۽ محمد حسن خان کهاوڙ تجربيڪار سپاهي هئا.

مٿينءَ فوج جي مقابلي ۾ ٽالپري فوج فقط ڏهين پتيءَ جيتري هئي، مگر نوجوان ميرن ۾ جوش ۽ استقلال ڪلهوڙن جي قوت کان سؤ حصا سرس هو. جنگ لڳڻ سان ڪلهوڙن جا بي شمار سپاهي مارجي ويا. جنهن تي ڏڱاڻي جتوئي ۽ محمد حسن کهاوڙ سرائي ميان عبدالنبيءَ کي صلح ڪرڻ لاءِ صلاح ڏني. بئي پاسي هو ميرن کي منٿون ڪرڻ لڳا.[1] پهرين تہ شڪست جو ٻڌي ميان تپي باهہ ٿي ويو هن ٻيو گهمرو ٽيهہ هزار لشڪر سان حملو ڪيو. ڪيس باقر خان کهاوڙ سلطان خان کهاوڙ بلال ليکيءَ، غلام حسين جنجڻ، عزت خان نومڙئي، تاجو سامٽئي، روهل خان کوسي، مراد گنجي ڪليري ۽ ڏڱاڻو جتوئي تي آسرو هو. انهن کان سواءِ کوسن جو سردار برخوردار خان پڻ ديره جات کان سندن مدد لاءِ آيو هو.[2]

ٽالپري فوج ۾ نواب ولي محمد خان لغاري، قيصر خان نظاماڻي، زنگي خان مري، خيرو خان جمالي تجربيڪار سپاهي هئا. سنہ 1783ع ۾ هالاڻيءَ وٽ ٻيو جنگ لڳي. سرائيءَ جا سمورا سورما مارجي ويا. سردار برخوردار خان کوسو زخمي ٿي ڀڄي ويو. ٽالپرن ميدان کٽيو. مير سهراب خان زخمي ٿي پيو. فاتح مير فتح علي خان تنهن وقت 18 ورهين جو نوجوان هو. هن نوشهري فيروز

---

1 _ شاهنامہ سنڌ: ذڪر جنگ هالاڻي.

2 _ تاريخ بلوچيان: سردار غلام رسول خان قرائي، ذڪر کوسا، تاريخ خيرپور: ذڪر مير سهراب خان.

۾ منزل ڪري، رضا ڪارن کي انعام اڪرام ڏنا. سرائيءَ جي طرف جا جيڪي ٻه اڳواڻ اچي پيش پيا، تن سان نوعمر فاتح ڪمال عزت ۽ احترام سان گڏيو. ميان عبدالنبي هيڪر وري قسمت آزمائڻ لاءِ خان قلات وٽ دانهن ڪٽي ويو اتان براهوئين جو ڪجهه لشڪر وٺي دادوءَ پهتو ليڪن سپاهين کي پگهار نه ملڻ سبب سرائيءَ جو سمورو اسباب لٽي موٽي اهو لشڪر جبلن ڏانهن هليو ويو. تنهن کان پوءِ سرائي قنڌار ڏانهن تيمور شاهه وٽ ويو. افغان بادشاهه سنڌ کي ٻن حصن ۾ ورهائڻ جو ارادو ڪيو ۽ اتي افغان لشڪر رکڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو پر مير صاحب جي هوشيار ايلچين 9 لک رپيا تيمور شاهه کي ڏيئي مير جي نالي تي سنڌ وٺي فرمان جاري ڪرايو. اهڙيءَ طرح ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ خاتمو ٿيو ۽ ٽالپرن جو راڄ شروع ٿيو.[1]

## ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ:

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جو انتظام ساڳيو هو جهڙو مغلن جي ڏينهن ۾ هو. ڪلهوڙا پاڻ ڪڙمي هئا. زرعي پيشي کان پوريءَ طرح واقف هئا. سندن صاحبيءَ جي دؤر ۾ سنڌ زرعي طور بيحد ترقي ڪئي. مسٽر ڊيل هوسٽ ڪلهوڙن جي ڏينهن وارن کوٽايل هيٺين واهَن جا نالا ڏنا آهن: پراڻ، نارو، اڙل، ڦليلي، گوني، پيڃاري، گانگرو لکي، سيتا، بگهاڙ داد واهه، گهاڙ امرڪس، نور واهه سدا واهه، وِهري ۽ سنڌ واهه. واهَن جي انتظام ڪري سنڌ جي آباديءَ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو. مهراڻ جي آبڪلاڻيءَ ڪري ملڪ کي دستور موجب نقصان پهچندو هو. ان ڪري ميان غلام شاهه خداآباد بدران حيدرآباد کي تختگاهه جوڙايو هو. ازان سواءِ ڪلهوڙن مراد آباد، الله آباد ۽ خدا آباد (هالا) وارا شهر به تعمير ڪرايا هئا. ميان غلام شاهه شاهه بندر جو بندر تعمير ڪرايو ۽ پراڻ کي موريءَ جو بند ڏياريو جنهن ڪري ٿر جي آباديءَ ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

## سنڌ جي اُپت:

ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي اپت آسي لک رپين کي پهتي. سنه 1739ع ۾ ميان نور محمد کي 21 لک رپيا ساليانو خراج نادر شاهه کي ڏيڻو پيو. وري جڏهن سنڌ، قنڌار جي ماتحت ٿي ويئي، تڏهن 1747ع ۾ سنڌ کي 14 لک رپيا

---

1 ـ نوٽ: سنه 1901ع واري هندستان جي آدم شماريءَ جي رپورٽ موجب سنڌ ۾ ڪلهوڙن جو جملي تعداد 23 هزار هو.
Census of India 1901, Vol. L Sindh, IX, Tribes, Chp. VIII, PP. 203-250, Bombay, 1902.

قنڌار کي پرڻا پيا. سنہ 1760ع ۾ ساليانو 11 لک رپيا ڏيڻا پيا. سنہ 1775ع ۾ تيمور شاهہ کي 7 لک رپيا پريندا رهيا. سنڌ جو مغل علائقو جنهن ۾ سکر، بکر، شڪارپور جا شهر شامل هئا، سو قنڌار سرڪار جي قبضي هيٺ رهيو. شڪارپور شهر کان سواءِ، هن حصي جي ساليانی اپت 65 هزار رپيا هئي. شڪارپور جو شهر جو وچ ايشيا، قنڌار ۽ خراسان جو مارڪيٽ هو تنهن جي ساليانی آمدني 5 لک 93 هزار رپيا هئي. تيمور شاهہ کان پوءِ زمان شاهہ هن علائقي جي حفاظت لاءِ 17 سؤ سوارن جو دستو مقرر ڪيو هو. بکر، جو هن حصي جو مضبوط قلعو هو تنهن کي نادر شاهہ ڊهرائي ٻيهر تعمير ڪرايو هو قنڌار جا افغان نواب شڪارپور ۾ رهندا هئا. تيمور شاهہ جي ڏينهن ۾ شڪارپور جي نواب غلام صديق خان سنہ 1192هہ (1778ع) ۾ بکر جي قلعي جي مرمت ڪرائي هئي.

ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي اٿبٽت مان فائدو وٺي، قلات جي بيگلر بيگيءَ ڪراچيءَ جي مڇي مياڻيءَ تي قبضو ڪيو. هتي ڪاٺ جا غوراب بہ جڙندا هئا. ڪراچي بندر جي ساليانی اپت 6 لک 16 هزار رپيا هئي. عمر ڪوٽ مان سرائين کي 23 هزار رپيا ساليانو آمدني هئي. ميان غلام شاهہ کان پوءِ ڪلهوڙن وٽ سنڌ جو وچيون ٽڪرو وڃي رهيو هو.

## ڪلهوڙن جي فوجي قوت:

ڪلهوڙن جي فوجي قوت زبردست هئي. فوج ۾ بلوچ ۽ سنڌي سپاهي هئا. منجهن ميان يار محمد، ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ فاتح ٿي گذريا. ميان يار محمد بکر جي مغل نوابن کي شڪستون ڏيئي، سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو پايو وڌو. سيويءَ سميت ڪڇي بہ سندس حوالي هئي. هن بلوچن کي دعوت ڏيئي، فوجون سندن حوالي ڪيون. ڪلهوڙن حاڪمن بلوچي سردارن کي جاگيرون ڏنيون، اهي سردار جنگ وقت سرائين کي فوجي امداد ڏيڻ لاءِ ٻڌل هئا. رفتي رفتي سول ڪاتي جي عهدن تي بہ بلوچن قبضو ڪري ورتو. ميان نور محمد سنڌي بلوچن جي مدد سان ڏاريجن، سومرن، سمن، شورن، توڳاچين، مهرن ۽ دائودپوٽن کي شڪستون ڏيئي نادر شاهہ جي ويڙهہ کان پوءِ سڄيءَ سنڌ تي قبضو ڪيو. ميان صاحب سني جي جنگ ۾ عبدالله خان ”شهباز ڪوهستان“ کي شڪست ڏيئي، ڪڇيءَ تي پنهنجو نائب مقرر ڪيو پر نادر شاهہ جي زور تي براهوئي خان مير محبت خان ڪڇيءَ جو علائقو ميان کان کسي ورتو.

سنہ 1646ع ۾ انگريزن مدراس واري فئڪٽري جي بچاءَ لاءِ اتي سينٽ جارج قلعو تعمير ڪرايو هو ميان نور محمد جي مدراس جي راجا سان دوستي

هئي، سندس معرفت ميان صاحب انگريزي قلعي کان پراڻيون توبون خريد ڪيون هيون. ڪي توبون پورچوگيزن، ميان صاحب کي سوکڙيءَ طور ڏنيون هيون. ميان غلام شاهہ غازيءَ دائودپوٽن کي شڪست ڏني، تنهن کان پوءِ ڪڇ جي راءِ کي شڪست ڏيئي، بستا ۽ لکپت جا بندر فتح ڪيا هئا. انهن فتحن جي صلي ۾ احمد شاهہ کيس "شمس الدولت" جو خطاب ڏنو. پاڻي پٽ جي ٽينءَ جنگ کان پوءِ 1762ع ۾ احمد شاهہ ديره جات (پنجاب) جو علائقو بہ ميان غلام شاهہ جي سپرد ڪيو هو. جنهن مٿان ميان جا نائب حڪومت هلائيندا هئا. سندس ڏينهن ۾ ديره جات جي ناهرن شڪست کاڌي.

## واپار:

ميان غلام شاهہ شاهہ بندر تعمير ڪُرايو جنهن جي وسيلي سنڌ جو واپار بمبئي، سورت ۽ بندر عباس تائين هلڻ لڳو سنڌ جي واپار کي ترقي ڏيارڻ لاءِ ميان صاحب ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي ٺٽي ۾ واپار جي ڪوٺي وجهڻ جي اجازت ڏني، پڻ پنهنجن اهلڪارن کي هدايت ڪيائين تہ انگريز ايجنٽن سان نرمائيءَ سان پيش اچن، کين سهوليتون ڏين، جيئن سنڌ جو واپار ترقي ڪري. انگريزن جي درآمد مال تان، ميان صاحب محصول معاف ڪيو هو مگر روانگيءَ جي شين تي ڪانئن محصول ورتو ويندو هو.

سنہ 1764ع ۾ 38526 رپين جو مال سمنڊ رستي بمبئي کان شاهہ بندر پهتو. سنڌ جو مال ٺٽي ۽ شڪارپور جا واپاري، ملتان جا صراف، حيدرآباد جا لوهاڻا پائيبند ۽ ميمڻ واپاري ٻاهرين ملڪن ڏانهن نيڪال ڪندا هئا. انگريز ايجنٽ ساليانو ڏهہ هزار مڻ ڪلمي شورو سنڌ مان خريد ڪندا هئا. شاهہ بندر، ساڪري ۽ بنوري ۾ انگريزن شوري کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪارخانا کوليا هئا. خشڪيءَ رستي قنڌار ۽ خراسان جي واپارين کي اڍائي رپيا في سيڪڙو مال تي محصول سنڌ سرڪار کي ڏيڻو پوندو هو. خراسان جا واپاري هر سال ڏهن هزارن رپين جو اوني ڪپڙو سنڌ جي شهرن مان خريد ڪندا هئا.

ميان غلام شاهہ جو تجارتي ايجنٽ بمبئي ۾ رهندو هو، جتان جارجيا جا ٻانها، حبشي ٻانهيون، گهڙيال، واچون ۽ اوني ڪپڙو ميان لاءِ خريد ڪندو هو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان معاهدي ڪرڻ کان پوءِ ميان غلام شاهہ هر سال 45 هزار رپين جو اوني ڪپڙو ۽ ايراني ريشمي ڪپڙو انگريزي ايجنٽ کان خريد ڪندو هو. سندس ڏينهن ۾ آسودگيءَ جو دور هو. ميان سرفراز خان ڪوٺي ٺٽي مان ڪڍي ڇڏي. ميان عبدالنبي خان قنڌار کي ساليانو ڍل پهچائي نہ سگهيو جنهن ڪري

تيمور شاھ پاران مدد خان پناڻ سنڌ تي ڪاهي، ڦرلٽ ڪئي. جنهن ڪري سنڌ جا وسندڙ شهر ۽ ڳوٺ پناڻن ڦري ويران ڪري ڇڏيا ۽ سنڌ ۾ ڏڪر پئجي ويو.

## ڪلهوڙن جا اهلڪار:

ڪلهوڙن جا اهلڪار ۽ درباري امير تجربيڪار هئا. مير اسد الله ولد مير لطف الله بن مير مخدوم هاشم اصفهاني، ميان نور محمد جو مير منشي هو. مير محمد اڪرم ساڪن لوهري ميان نور محمد پاران بکر جو ناظم هو. هن جا پٽ مير سراج الدين، مير معين الدين ۽ مير نورالدين علميت ۽ فضيلت ڪري بزرگ هئا. حڪيم عبدالرئوف، ميان نور محمد وٽ منصبدار هو. حڪيم صاحب جو پٽ شيخ ڪرم الله ميان غلام شاھ جي سرڪار ۾ عهديدار هو ۽ پيءُ وانگر علم طب ۾ ماهر هو. حڪيم عبدالرئوف اڳ سيويءَ ۾ خانپور جي بختيار خان وٽ نوڪر هو فن انشاء ۾ بي نظير هو.ميان غلام شاھ جي دربار جي دفتردارن مان سيد حاجي نور محمد علم طب ۾ ماهر هو سندس پٽ سيد حاجي عبدالڪريم بہ مشهور ٿي گذريو. حڪيم محمد رئوف جو پاءُ محمد حفيظ بہ ميان غلام شاھ وٽ نوڪر هو. مير لطف الله عرف متارو ولد سيد عبدالڪريم، جو شاھ صدر لڪياريءَ جي اولاد مان هو، پهريائين ڪلهوڙن پاران دهليءَ جي دربار ۾ سفير ٿي ويو، پوءِ ميان نور محمد جو وزير ٿيو. سندس تاريخ وفات محمد پناھ راجا ٺٽويءَ هن ريت چئي آهي:

”هرڪہ آمد بر سر قبرش بتاريخ وفات، رحمت ايزد بجان مير لطف الله گفت“

ديوان گدومل ڪلهوڙن پاران خراسان ۽ قنڌار جي دربارين تائين سفارت جي ڪم تي مامور رهيو. ڪلهوڙن جي دربار ۾ شعراءِ ڪرام کي قصيدن جي عيوض انعام ملندا هئا. مير علي شير قانع ٺٽوي، وقت جي شاعر ۽ ”تحفہ الڪرام“ جي صاحب، کي ڪلهوڙن جي دربار مان وظيفو ملندو هو. ميان نور محمد وٽ شاهي ڪتب خانو هو. سندس سمورا ڪتاب نادر شاھ ڦري، ايران ڏانهن کڻي ويو هو. ميان صاحب، سنڌ جي شاعرن جي سرتاج شاھ ڀٽائي رحہ کي مولانا روميءَ جي مثنوي جو نسخو ڏنو هو. دربار جو ڪاروبار پارسي زبان ۾ هلندو هو.

## سڪا:

ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ اندر مغليہ، گجرات، ايران، گولڪنده، بيجاپور، پرتگالي ۽ قنڌاري سڪا چالو هئا. مٿين سڪن مان، مغلن ۽ دکن جي اسلامي رياستن جي سڪن جو سون خالص هو ۽ مغلن جي رپين جي چاندي

خالص هئي. سورت جو سون ولايت ۾ 12 کان 14 في صدي منافع تي وڪامندو هو. سنه 1774ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني گنسيٽ نالي گوٺا جي هڪڙي سوناري کان پنهنجو سڪو تيار ڪرايو هو. سنڌ جا واپاري ڪمپنيءَ جا ڪلدار خوشيءَ سان وٺندا هئا.[1] غازي احمد شاهه پنهنجو سڪو تيار ڪرايو هو جنهن تي هيءَ عبارت لکيل هئي:

"حڪم شد از قادر بي چون باحمد پادشاهه
سڪ زن بريسم و زراز موج ماهي تابماه"

تيمور شاهه جي سڪن تي هيٺين عبارت لکيل هئي:

"چرخ مي آرد طلا و نقرهه از خوشيد و ماهه
تا ڪند بر چهره نقش سڪ تيمور شاهه."

## مشاهير ۽ علمي حالت:

ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي آغاز وقت سنڌين جون مغلن سان جنگيون لڳيون. تنهن کان پوءِ نادر شاهه سنڌ تي ڪاهي آيو. سنڌ ۾ فقط ميان غلام شاهه "صمصام الدوله" جي ڏينهن ۾ امن امان ۽ آسودگيءَ جو دور رهيو. ڪانئس پوءِ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي اٿٻٽت ڪري سنه 1775ع ۾ انگريزن سنڌ سان واپار بند ڪري ڇڏيو. سنه 1780ع ۾ افغانن مدد خان جي اڳواڻيءَ هيٺ سنڌ تي ڪاهي، سنڌين کي بي درديءَ سان ڦري مفلس ڪري ڇڏيو. انگريزن جي عسڪريت ۽ ٻيڙو برصغير هند تي سمنڊن سميت ڌاڪو ڄمائي ويٺو هو. مٿين انقلابن هوندي به جنت السنڌ جي خاڪ پاڪ مان بلند پايه بزرگ، شاعر ۽ اهل الله پيدا ٿيا، جن جي اجتهاد جو آواز حرمين شريفين کان وٺي هند جي علمي ادارن تائين پهتو.

اهڙيءَ طرح سنڌي شاعرن جي بذله سنجين ۽ جادو ڪلامين جي ڪري سنڌ جي ادبي محفل اهڙي رونق ورتي، جو موجوده ترقيءَ جو دور شاندار ماضيءَ جي ان زرين عهد اڳيان ڦڪو پيو لڳي. اهو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو زمانو هو جڏهن شعراءِ ڪرام سنڌي زبان کي حيات جاويد جو جامو پهرايو. سنه 1742ع ۾ نادر شاهه جي ڪاهه وقت ٺٽي جو اڳوڻو اوج مٿجي چڪو هو تاهم هن شهر ۾ ويهه هزار ڪوري ۽ چاليهه هزار مختلف هنرن جا ڪاريگر، سٺ هزار دوڪاندار ۽ چار سؤ اسلامي علمن جا مدرسا موجود هئا.[2] انهن ادارن ڪري سنڌي زبان

---

1 _ H.T. Sorely: Shah Abdul Latif of Bhit.

2_ تاريخ حسين شاهي: سيد امام الدين حسيني، ص_21، تاريخ افغان: احمد يادگار، ص_ 143، سنه 1835ع

Sayed Mohamed Latif: A History of the Punjab, P. 289.

H.R. Gupta: Latter Moghal History of the Punjab, P. 11

زندهہ ٿي. سنڌ ۾ لاڙ کان وٺي سري تائين وک وک تي علمائن سگهورن، صوفياءِ عظام ۽ شيرين مقال شعراءِ ڪرام جو حلقو موجود هو. اهي بزرگ ان زماني جي پيداوار آهن، جڏهن قديم تهذيب جديد تهذيب سان ٽڪرجڻ لڳي هئي ۽ زمانو سنڌ جي سياسي زوال جي باب جا ورق ورائي رهيو هو.

1_ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (متوفي 1174هہ: 1760ع) جو والد عبداللطيف بن عبدالرحمان بن محمد قاسم بن خيرالدين الحارثي بنوري شهر ۾ رهندو هو. ٺٽي ۾ پهچڻ کان پوءِ مخدوم محمد هاشم جي علمي شهرت ۽ فضيلت جو آواز ديسان ديس پهچڻ لڳو. ميان غلام شاهہ سندس معتقدن ۾ شامل هو. مخدوم صاحب همت سان بدعات ۽ بد رسمن جو خاتمو ڪيو. ميان غلام شاهہ کيس قاضي القضاۃ جو عهدو ڏنو. سنہ 1135ع ۾ مخدوم صاحب حج بيت الله جي ارادي سان مڪي معظمہ ۽ مديني منوره ڏانهن ويو جت مختلف علمائن، جيئن تہ شيخ عبدالقادر صديقي مالڪي، شيخ عبدين علي المصري، شيخ ابوطاهر مدني، وغيره کان حديث ۽ ٻين علمن جون سندون ۽ اجازتون وٺي، واپسيءَ وقت سورت بندر تي سيد محمد سعدالله سورتيءَ کان بيعت وٺي، خلافت جو خرقو ڍڪيائين. سنہ 1137هہ ۾ ٺٽي اچي وارد ٿيو. مخدوم صاحب اٽڪل ڏيڍ سؤ ڪتاب عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ تاليف ڪري، سنڌ وارن تي هڪ ناقابل فراموش احسان فرمايو. انهن ڪتابن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ تفسير عم و تبارڪ (سنڌي)، 2_ تفسير سورة تبارڪ، 3_ مظهر الانوار في الصيام، 4_ حيات القادري باطراف البخاري، 5_ فرائض اسلام فتح الڪلام، 6_ حيات القلوب، 7_ وصيت نامہ 8_ الطريقہ الاحمدية، 9_ تمام الغاية، 10_ السيف الجلي عن ساب النبي، وغيره وغيره. مخدوم صاحب جو مقبرو مڪليءَ تي آهي.

2_ علامہ محمد معين بن محمد امين، دل قوم جي قديم ٺٽي وارن ملن جي خاندان مان هو. شاهہ عبداللطيف جو همعصر ۽ دوست هو. هجري 12 صديءَ جو محدث، صوفي ۽ شاعر ٿي گذريو. ٺٽي ۾ تعليم پرائڻ کان پوءِ ولي الهند شاهہ ولي الله دهلويءَ جو وڃي شاگرد ٿيو. شيخ محي الدين ابن العربيءَ جو معتقد هو. نقشبندي طريقي ۾ شيخ ابوالقاسم نقشبنديءَ جو مريد هو. سرود ۽ سماع جو شيدائي هو. عربي زبان ۾ جيڪا ڪماليت علامہ کي حاصل هئي، سا سندس ٻين معاصرين ۾ گهٽ نظر اچي ٿي. پارسيءَ ۾ سندس تخلص "تسليم" ۽ سنڌيءَ ۾ "بيرنگي" آهي. سيد علي شير قانع "مقالات الشعرا" ۾ سندس بيان بيحد عقيدتمنديءَ سان ڏنو آهي. سندس تصنيفات مان ڪن جا نالا هي آهن:

1_ دراسات اللبيب، جنهن جو جواب مخدوم عبداللطيف ٺٽوي لکيو. 2_ الحجة، جنهن جو رد مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ لکيو. 3_ نورالعين (امام حسين جي ماتم جي جواز ۾)، جنهن جو رد شيخ محمد حيات لکيو. 4_ رفع الاشڪال، 5_ ايقاظ الوسنان، 6_ وحدة الوجود الموجود، 7_ رسالہ اعتدالات الاربع، 8_ حاشيہ زبده المنطق، 9_ الابداح، 10_ الحق الصريح، 11_ رفع العين وغيره.

3_ شيخ محمد حيات السندي مدني رحہ (متوفي 1263هہ: 1751ع) (جو پنهنجي وقت جو مجدد تسليم ڪيو ويو آهي) ولد ملا ڦلاريو، عادلپور گهوٽڪيءَ ۾ پيدا ٿيو ۽ اڳتي هلي عرب ۽ عجم جي استاد هئڻ جي عزت حاصل ڪيائين. طلب علم لاءِ حرمين شريفين هليو ويو. شيخ ابوالحسن محمد بن محمد صادق ڪبير کان علوم حاصل ڪيائين ۽ هن جي وفات کان پوءِ مسجد نبويءَ ۾ درس حديث ۽ وعظ جي مسند جو مالڪ ٿيو. سندس خدمت ۾ شام، مصر، هندستان ۽ مراڪش جي سون علمائن حديث جي علم جي تحصيل ڪئي. علامہ محمد معين وانگر سندس شاگردن جي فهرست طويل آهي. تاريخن ۾ هيٺيان نالا اچن ٿا:

شيخ احمد بن عبدالرحمان شامي، شيخ محمد سعيد صغير، شيخ عبدالقادر خليل ڪدڪ، سيد عبدالقادر بن احمد، سيد غلام علي آزاد بلگرامي، شيخ محمد فاخرالله آبادي، شيخ ابوالحسن صغير، شيخ غلام حسين ٺٽوي مدني، مولانا خيرالدين محمد زاهد سورتي وغيره. منجهانئن سيد غلام علي آزاد بلگرامي مؤرخ ٿي گذريو. سندس تاريخن "سبحقہ المرجان في آثار هندستان" ۽ "خزانة عامره" (جو 1871ع ۾ لکنؤ مان ڇپيو) تان چوٽيءَ جا مؤرخ روشني وٺن ٿا.[1] مولانا خيرالدين سورتيءَ جو ڪتاب تصوف ۽ سلوڪ متعلق "شواهد التجديد" مشهور آهن. مولانا سورتيءَ 1206هہ ۾ وفات ڪئي.[2] شيخ محمد حيات جي تصنيفات مان ڪن ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ تحفة الانام في العمل حديث النبي عليہ الصلواة والسلام، 2_ الا يغاف علي سبب الاختلاف، 3_ شرح اربعين نو وي، 4_ رسالہ رد بدعت تعزيہ (ان ۾ علامہ معين تي رد ڪيل آهي)، 5_ شرح ترغيب ترهيب منذري، 6_ النهي عن عشق المردان و النسوان (عشق مزاجيءَ تي رد): ان رسالي جو گهڻو حصو نواب سيد صديق حسن خان ڪتاب "هداية السائل" ۾ نقل ڪيو آهي.

---

1_ عرب ۽ هند جا تعلقات: سيد سليمان ندوي، باب _1.

2_ ياد ايام: سيد عبدالحي، ص _62_63.

شيخ رحه جا ڪي رسالا جناب پير صاحب جهنڊي واري جي ڪتب خاني ۾ موجود آهن ۽ بلڪل ناياب آهن. شيخ صاحب مدينه منوره جي قبرستان جنت البقيع ۾ مدفن آهي.[1]

4_ شاه عبداللطيف سيد حبيب الله جو پٽ، سيد عبدالقدوس شاه جو پوٽو سيد جمال شاه جو پڙپوٽو هو. سيد جمال شاه، شاه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو ٽيون فرزند هو.[2] شاه صاحب جا وڏا متعلوي سيد سڏجن ٿا. شاه سنڌ جو سدا جيئرو شاعر ۽ عارف ڪامل ٿي گذريو آهي. هن جي ولادت ڳوٺ ڪٽياڻ تعلقي هالا ۾ ٿي. سندس وڏا امير تيمور گورگانيءَ سان سياحت جي سانگي هرات کان سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا. شاه عبداللطيف جو ننڍي هوندي کان عرفان ۽ تصوف ڏانهن لاڙو هو ڇو ته سندس والد سيد حبيب هميشه استغراق جي حالت ۾ رهندو هو ۽ اهڙي ڪامل پيءُ جو پٽ تي وڏو اثر ٿيو جنهن ڪري هو دنيا کي ترڪ ڪري، "تارڪ" جي نالي سان پنهنجي وقت ۾ مشهور ٿيو. هو اگرچه هڪ وڏو صوفي هو پر سموريءَ زندگي ۾ ڪڏهن به نماز ترڪ نه ڪيائين، نه وري روزا ڇڏيائين. وقت جي حاڪمن مان ميان نور محمد ڪلهوڙو سندس نهايت معتقد هو. هن شاه صاحب کي مثنوي روميءَ جو نسخو به ڏنو هو.

علامه محمد معين ٺٽويءَ سان سندس گهاٽي دوستي هئي. چيو وڃي ٿو ته شاه صاحب "اُمي" هو پر سندس سينو الهامي ڏات سان ڀريل هو جو فارسي، عربي سمجهي سگهندو هو. پنهنجي رسالي ۾ مولانا رومي رحه جي ڪن شعرن جو ترجمو ۽ قرآن شريف جون آيتون مناسب هنڌن تي ڪم آنديون اٿس. شاه صاحب 14 صفر 1165هه (1752ع) ۾ وفات ڪري ويو. سنه 1167هه (1754ع) ۾ ميان غلام شاه خان ڪلهوڙي عيدن رازي کان شاه جي پٽ تي سندس مقبري مٿان عاليشان گنبذ اڏايو.

شاه جو رسالو جهوني سنڌي ٻوليءَ جي خزاني سان لبريز آهي ۽ سنڌي ادب جو قابل فخر شاهڪار آهي، جنهن کي الهامي حيثيت حاصل آهي ۽

1 _ "الوحيد"، سنڌ آزاد نمبر، ذڪر شيخ محمد حيات، 15 جون 1936ع.

2_ شاه جو رسالو: ڊاڪٽر گربخشاڻي جلد _ 1، مقدمه ص، 31_32، ڪراچي، 1924ع.

سيد مير علي هرويءَ (هراتي) کي ڇهه فرزند هئا: 1_ مير عبدالباقي، جو اجمير جو حاڪم ٿيو 2_ مير عبدالواحد، جو ملتان جو حاڪم ٿيو 3_ مير عبدالرزاق، جنهن کي بکر جي حڪومت ملي، 4_ مير ابوبڪر، جو سيوهڻ مٿان حاڪم مقرر ٿيو 5_ مير شرف الدين، جو هرات ۾ رهيو 6_ مير حيدر ساهه، جو هالن پراڻن ۾ اچي رهيو ۽ اتي شاه محمد پٽ دريا خان هالي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين، شاه عبداللطيف 1102هه (1690) ۾ ڄائو.

جنهن جهڙو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ اڃا پيدا ٿي نہ سگهيو آهي.[1] فصاحت. بلاغت. سلاست ۽ معانيءَ جي جن قانونن کي دنيا ڪلام جو حسن ۽ بيان جو زيب مقرر ڪيو آهي، سي شاهہ جي ڪلام ۾ موجود آهن. شاهہ جو رسالو سڀ کان اڳ سنہ 1866ع ۾ علم اللسان جي ماهر ۽ سنڌي زبان جي گرامر جي ناهيندڙ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جرمنيءَ جي شهر لپسيا مان شايع ڪرايو هو. سنہ 1867ع ۾ قاضي ابراهيم جو سنگي ڇاپو بمبئي مان پڌرو ٿيو. سنہ 1900ع ۾ سنڌ جي تعليم کاتي پاران هاٿوڪي سنڌي خط ۾ رسالو ڇپيو. سنہ 1913ع ۾ سنڌ جي اديب شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ. تڪليف وٺي پنهنجو ڇاپو پڌرو ڪيو. تنهن کان پوءِ وقت بوقت شاهہ جا رسالا شايع ٿيندا رهيا.

رسالي جا پٽ ۽ بلڙيءَ وارا قلمي نسخا قديم آهن. شاهہ جي رسالي مان ڏاريا بيت ڪڍڻ ۽ چنڊڇاڻ ڪرڻ جو سهرو ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي جي مٿي تي آهي. هن صاحب پنهنجي فاضل شاگرد علامہ دائودپوٽي جي مدد سان شاهہ جي رسالي جا ٽي ضخيم جلد معنيٰ سان تصنيف ڪري، پير سيد غلام حيدر شاهہ سجاده نشين درگاهہ ڪريميءَ جي ڪوشش سان ۽ مرحوم مير عبدالحسين ٽالپر جي جهوني قلمي نسخي سان بيتن جي پيٽ ڪري، سنہ 1924ع ڌاري سنڌ جي ڪمشنر جي پريس مان شايع ڪرايا. سنڌ جي مسلمانن پاران سندس شڪرگذاري قاضي اسدالله شاهہ روزانہ اخبار "الوحيد" ڪراچي معرفت ڪئي. شاهہ جي رسالن جي جلدن مان شاهہ ڀٽائي رحہ پنهنجي نوراني جمال ۽ جلال سان نظر اچي ٿو.

5_ درويش صابر ولهاري شاهہ عنايت الله جو همعصر هو صائم الدهر ۽ قائم الليل ٿي گذريو. هميشہ مخلوق خدا کي درس قرآن ڏيڻ ۾ رذل رهندو هو.

6_ شيخ عيسيٰ السندي شيخ محمد غوث گوالياريءَ جي خليفي شيخ محمد جو مريد هو. شيخ بران شطاري برهان پوري، شيخ عيسيٰ جو خليفو ۽ مريد هو.

---

1 _ نوٽ: اتڪل ٻن صدين اندر سنڌ ۾ هزارين شاعر پيدا ٿيا. ڪيترن فقيرن طبيعت کي زور ڏيئي، شاهہ جي تتبع ۾ ڪلام چوڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جن مان فقير محمد صديق ۽ احسان فقير لانگاهہ جو ڪلام موجود آهي. ازان سواءِ متفرق طور ڪيترن شاعرن جهڙوڪ حبيب. مگڻيل. ولي. ڪبير. لطف الله. قاسم. لکمير. عيسو ايوب. صالح. ورو عنايت ڪتي، سمن. ڪيسر. لاکو هاشم. وغيره جو ڪلام ملي سگهي ٿو. شاهہ صاحب کان پوءِ، انگريزي دؤر ۾ ڪئين بهترين سنڌي اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا آهن. مگر انهن سڀني جو ڪلام ۽ زبان، طرز بيان ۽ اسلوب تحرير بلڪل جدا آهي، جن جي ڪابہ نسبت شاهہ صاحب جي ڪلام سان ناهي. سچل سرمست. سامي، بيڪس. بيدل. يوسف. صادق جا نالا هر ڪنهن ٻڌا هوندا. هرهڪ جي ڪلام ۾ پنهنجي پنهنجي خوبي ۽ لذت آهي، پر شاهہ ڀٽائي جهڙو هر وجہ ڪامل ۽ هردلعزيز شاعر. سنڌ ۾ اڃا پيدا ڪونہ ٿيو. ڏسو "عرفان لطيف" سنڌي شاعري جي تاريخ از علامہ دائودپوٽو ص_ 33_39، جنوري 1949ع، حيدرآباد سنڌ.

7_ درويش گل شاهہ قلندر اورنگا بندر ۾ صاحب ڪمال بزرگ ٿي گذريو.

8_ مخدوم جلال محمد، مخدوم معين ٺٽويءَ جو همعصر هو علم نجوم ۾ بقراط ثاني ۽ علم طب ۾ پنهنجي وقت جو بوعلي سينا ثاني ٿي گذريو.

9_ مخدوم عبدالجميل لاهري بندر واري کي ابوالفتح، محمد شريف ۽ محمد شفيع ٽي پٽ هئا. منجهانئن ابوالفتح شهزادي اورنگزيب جي ملتان واريءَ نائبيءَ جي زماني ۾ پهريان وٽس منشي ٿي بيٺو پوءِ علمي جوهر ۽ فن انشا ۾ ڪماليت هئڻ ڪري، عالمگيري دور ۾ "قابل خان" جي لقب سان "مير منشي ڪل ممالڪ هند" جي رتبي کي پهتو. محمد شريف جامع علوم هو عالمگير ڪمال پيار منجهان کيس "فرزند" جو لقب ڏنو هو.

10_ ابوالفتح ولد مخدوم فضل الله، عهد عالمگيريءَ ۾ سورت بندر مٿان قاضي مقرر ٿيو.

11_ شيخ عبدالباسط، جو مخدوم علي محمد قمريءَ جي اولاد مان هو وقت جو عالم ٿي گذريو. سندس فرزند شيخ محمد اشرف ميان محمد سرفراز خان جي دربار جو مير منشي هو.

12_ شيخ محمد محفوظ ولد شيخ مريد سيوستاني، ميان غلام شاهہ جي دربار جو وڪيل هو ۽ شاعر بہ هو سندس تخلص "سرخوش" هو. سندس پٽ شيخ قمرالدين، جو پڻ وڪالت تي مامور هو. تنهن جو تخلُص "عشرت" هو.

13_ جيئن اردو نثر ۾ سڀ کان پهريان حضرت شاهہ عبدالقادر دهلويءَ قرآن پاڪ جو ترجمو ڪيو. تيئن سنڌي زبان ۾ پهريائين مٽيارين جي هڪ بزرگ مخدوم ضياءَ الله (متوفي 1227هہ) قرآن پاڪ جو سنڌي ترجمو تيار ڪيو جو ڪيترائي ڀيرا بمبئيءَ مان شايع ٿي، سنڌ وارن لاءِ بيحد برڪت ۽ خير جو باعث بڻيو.

14_ حاجي فقير الله علوي بن عبدالرحمان حنفي جلال آبادي (المتوفي 1195هہ) جي نسب جو سلسلو امام محمد بن حنيفي سان ملي ٿو. سنہ 1150هہ ۾ پنهنجي وطن مان هجرت ڪري، شڪارپور ۾ اچي رهيو جو انهن ڏينهن ۾ دراني حڪومت جي ماتحت هو. هزارين ماڻهن سندس ظاهري ۽ باطني علمن مان فائدو پرايو. ميان سرفراز خان ڪلهوڙو مير محمد نصير خان واليءِ قلات، غازي احمد شاهہ ابدالي ۽ تيمور شاهہ سندس مخلصن جي حلقي ۾ شامل هئا. کيس ڪتابن گڏ ڪرڻ جو بيحد شوق هو. سندس ڪتب خاني ۾ عرب ۽ عجم جا ناياب نسخا گڏ ٿيا هئا. هن گهڻائي ڀيرا حج ڪيو هو. عربي ۽ پارسيءَ

جو قادرالڪلام شاعر هو. اگرچ هو وڏو صوفي هو ۽ شيخ محيٰ الدين ابن العربيءَ جو معتقد هو ۽ علامہ محمد معين ٺٽوي "همہ اوست" جي نعري کي بلند ڪرڻ وارو بہ سندس مخلص دوست هو. پر ان هوندي بہ جڏهن جهوڪ جي صوفي درويش عنايت الله "همہ اوست" جو آواز بلند ڪيو. تڏهن سڀ کان پهريائين حاجي فقير الله علوي هو جنهن وقت جي حاڪم جو صوفي سرمست جي "بي دينيءَ" ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو. حاجي صاحب جي تصنيفات مان ڪن ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ قطب الارشاد، 2_ طريق الارشاد، 3_ جواهر الاوراد، 4_ تڪميل المؤمنين ولاولاد، 5_ فتوحات غيبيہ شرح عقائد صوفيا، 6_ فتح الجميل في مدارج التڪميل، 7_ فتوحات الاهي، 8_ براهين النجات من صائب الدنيا والعصرات، 9_ منتخب الاصول، 10_ وثيقة الاڪابر ۽ 11_ قصيده مبروره، 12_ مڪتوبات سيد محمد وفا لڪوي (جو سندس شاگرد هو).[1]

15_ مير علي شير قانع ولد مير عزت الله ٺٽوي (المتوفي 1203هہ) شڪر الاهي سادات مان هو.[2] ابتدائي تعليم کان پوءِ علامہ معين الدين، مخدوم رحمت الله ٺٽوي ۽ وقت جي استاد مير حيدر ابوتراب وٽان تعليم حاصل ڪري، سنڌ ٽي پنهنجي تعليم جو سڪو ڄمايائين. شاعريءَ لاءِ سندس طبيعت موزون هئي ۽ "مظهري" تخلص هو. شاعرانہ صفات جو نہ فقط ماهر هو موجد بہ هو. سندس قابليت جو آواز سرائين جي دربار ۾ پهتو جن کيس گهرائي پنهنجو مقرب بڻايو. ميان نور محمد ۽ سندس پٽ مراد ياب خان ۽ ان کان پوءِ ميان غلام شاهہ خان جو علمي مصاحب ٿي رهيو. ميان محمد مراد ياب خان جي تخت نشينيءَ جي موقعي تي 21 اشعار نعتيہ لکيا اٿس. اهو قصيدو سندس ڪتاب

---

1 _ "الوحيد" سنڌ آزاد نمبر _5. جون 1936ع، ذڪر حاجي فقير الله علوي.

2_ نوٽ: سنڌ جي سادات مان انجوي شيرازي، سادات مشهدي سادات شڪر الاهي شيرازي، سادات سبزواري عربشاهي، سادات بخاري، سادات امير خاني، خواجہ گان علوي ۽ سادات حسيني مشهور ٿي گذريا. سادات شڪر الاهي شيرازيءَ جو شجرو قاضي نورالله شوستريءَ جي تاريخ "مجالس المؤمنين" ۾ ڏنل آهي، جا تاريخ 1299هہ ۾ ايران ۾ شايع ٿي، مٿينءَ تاريخ کان سواءِ مرزا غياث الدين خوند مير (المتوفي 943هہ) جي تاريخ "حبيب السير" ۾ ڏنل آهي، جا 1273هہ ۾ بمبئي مان شايع ٿي، ان کان سواءِ "روضة الصفا" مير خوند (المتوفي 903هہ) ۾ ڏنل آهي، جا 1832ع ۾ يورپ مان شايع ٿي. امين احمد رازيءَ جي "هفت اقليم" قلمي نسخي ۾ لکيل آهي تہ قاضي سيد شڪرالله ولد سيد وجہ الدين بن سيد نعمت الله بن سيد عرب شاهہ بن امير نسيم الدين محمد المعروف بہ مير ڪشاهہ بن امير عطاءَ الله جمال الدين محدث بن فضل الله بن عبدالله الحسني الاسڪي شيرازي پهريائين هرات کان ٺٽار پهتو پوءِ شاه بيگ ارغون سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ مرزا شاهہ حسن جي ڏينهن ۾ ٺٽي جو قاضي مقرر ٿيو. تحفة الڪرام: جلد _3، ص_ 193.

"الشعرا" ۾ لکيل آهي. مير قانع ٺٽوي کان اڳ اهڙو قصيدو غازي اورنگزيب جي تخت نشينيءَ وقت سيد باقر گيلانيءَ لکيو هو. مير قانع ٺٽويءَ کي تاريخي علم ۾ الهامي دسترس هئي. سندس سنڌ وارن تي وڏو احسان تاريخ "تحفة الڪرام" آهي، جا ٽن جلدن ۾ آهي، جن مان پويون جلد تاريخ سنڌ متعلق راءِ گهراڻي کان وٺي ميان غلام شاهه جي وفات تائين آهي. تنهن کان پوءِ سنڌ جي اوليائن، صوفين، ويندي مجذوبن تائين ان ۾ ذڪر ڏنل آهي. سچ پچ ته جيڪڏهن اج سنڌ وارن جي هٿن ۾ اها مختصر تاريخ نه هجي ها ته وٽن ڪجهه به نه هجي ها. انهيءَ تاريخ جي روشنيءَ ۾ اسين قديم سنڌ کي ڏسي سگهون ٿا. سندس تصنيفات مان چند نسخن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ زينت الاخلاق، 2_ نسخه غوثيه، 3_ مڪلي نامه، 4_ مثنوي ختم الملوڪ، 5_ قصاب نامه، 6_ زبده المقامات، 7_ زبن الافڪار، 8_ تهذيب الطباع، 9_ مختار نامه، 10_ معيار سالڪان طريقت، 11_ قصه ڪامروپ، 12_ چهار منزله، 13_ مثنوي ڪرشمه قدرت، 14_ حديقة الاولياء، 15_ مثنوي قضا و قدرت، 16_ رساله در صناع و بدائع، 17_ روضة الانبياء، 18_ بوستان بهار، 19_ لب لباب تاريخ ڪلهوڙه، 20_ رساله شرح معما، 21_ ديوان قانع ۽ 22_ مقالات الشعراءَ وغيره. مٿين ڪتابن مان ڪي نظم ۽ ڪي نثر ۾ آهن.

16_ محمد محسن ٺٽوي ولد نور محمد صباغ (المتوفي 1363هه) سنڌ ۾ پارسيءَ جو باڪمال شاعر ٿي گذريو. مير مقبل اصفهاني، جو ڪجهه وقت ٺٽي ۾ اچي رهيو هو ان کان ڪلام جي اصلاح ڪرائي، پوءِ اڳتي هلي پاڻ استاديءَ جي درجي کي پهتو. سنڌ کان ٻاهر سندس شعر دهليءَ ۽ دکن تائين پهتو. سندس همعصر شاعر ۽ غير شاعر هن جي ڪلام کي شوق ۽ آرزوءَ سان نقل ڪندا هئا. ڪجهه وقت ٺٽي جي حاڪم مير لطف علي خان جي صحبت ۾ رهيو. آخر عمر ۾ ميان نور محمد خان وٽان سندس 15 رپيا ماهوار پگهار مقرر ٿيو. سندس تصنيفات مان ڪن ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1_ عقد دوازده گوهر، 2_ طراز دانش، 3_ ديوان قصائد، 4_ اعلام ماتم يا حمله حسيني ۽ 5_ محڪ محسن وغيره. "محڪ محسن" کان سواءِ سندس ٻيا سمورا ڪتاب ناپيد ٿي ويا آهن. سندس نظم ۽ شعر جا نمونا "مقالات الشعرا" ۾ ڏنل آهن.

17_ حضرت محمد عابد سيوستاني انصاري (المتوفي 1258هه) مدينه طيبه جي فقيهن ۽ محدثن ۾ان بزرگ ۽ استاد الوقت ٿي گذريو. مخدوم صاحب

مخدوم عبدالواحد جي شاگردن مان هو. مخدوم محمد انس راهوجو، مخدوم عبدالرحيم سيوستاني، قاضي محمد باقر پٽي، مخدوم عبدالحليم بن يوسف سيوستاني، مخدوم حامد بن ڪمال الدين بن صلاح الدين بوبڪائي، قاضي اسماعيل ولد قاضي نصيرالدين متعلوي، اهي سيئي بزرگ هڪ ٻئي جا معاصر هئا ۽ گهڻو ڪري سيوهڻ ۾ گڏ رهندا هئا.

18_ مخدوم عبدالواحد جون گهڻيون تصنيفات آهن. مثلاً: 1_ ديوان واحدي ۽ 2_ انشاءَ واحدي وغيره. سندس ديوان هينئر ناياب آهي، باقي "انشاءَ واحدي" جو پارسي علم ۽ ادب جو هڪ بي نظير ڪتاب آهي، اڃا موجود آهي. پاٽ ۽ سيوهڻ جا مخدوم سندس ڀاءُ ميان محمد حسن جو اولاد آهن. سندس تخلص "واحدي" هو. سندس مريد بہ گهڻائي هئا. سنہ 1224هہ ۾ وفات ڪيائين. قاضي محمد شڪارپوري سندس همعصر علمائن مان هو. جنهن جا ساڻس علمي مباحثا رهندا هئا. سندس شاگرد رشيد محمد افضل سندس فتوائن کي "بياض واحدي" جي نالي سان گڏ ڪيو.

19_ مخدوم خواجہ محمد زمان ولد حاجي عبداللطيف نقشبندي 21 رمضان 1125هہ (1713ع) ۾ تولد ٿيو. شروع ۾ پنهنجي والد وٽان قرآن شريف پڙهي، باقي ڪتاب ٺٽي ۾ مخدوم محمد صديق وٽ اچي ختم ڪيائين. ٺٽي جي رهڻ وارن ڏينهن ۾ پهريان مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جي معتقدن ۾ شامل ٿيو ۽ ان کان پوءِ مخدوم محمد ٺٽويءَ جي خانقاهہ ۾ رهي، تصوف ۾ ڪماليت حاصل ڪيائين ۽ ان وٽ ئي خلافت جو خرقو ڍڪيائين. پوءِ ستت ئي مخدوم محمد صاحب عيال سميت هجرت ڪري مڪہ معظمہ ڏانهن هليو ويو ۽ خواجہ محمد زمان صاحب کي پنهنجي گاديءَ تي ويهاري ويو جتي گهڻائي ماڻهو فيض حاصل ڪرڻ لڳا. آخر ڪجهہ وقت کان پوءِ ٺٽو ڇڏي لواريءَ ۾ وڃي رهيو. سندس خليفن مان 4 ماڻهو مشهور ٿي گذريا آهن: ميان عبدالرحيم گرهوڙي، حاجي طالب اگهمي، حاجي محمد صالح ڳهراٽي، حافظ هدايت الله. مخدوم صاحب 4 ذوالقعد سنہ 1188هہ ۾ رحلت فرمائي. پنهنجي مراقبي واري حجري ۾ دفن ٿيو. فقير گرهوڙي هڪ وڏو عالم هو.

20_ فقير عنايت الله رضوي نصرپوري، شاهہ ڀٽائي رحہ جو همعصر ۽ بلند پايہ شاعر هو مگر شاهہ جهڙي شمس اڳيان هو قمر ٿي دنيا اڳيان ظاهر ٿيو. اصل روهڙيءَ جي رضوي سيدن مان هو. سندس اولاد "شاهہ پوٽا" سڏبا آهن.

فقير عنايت الله، شاهہ پتائي رحہ جو مريد، ميان پير محمد چوڙي جو پٽ هو. پنهنجو نالو شعر ۾ عنايت الله ڄاڻايو اٿس. سندس ڪلام عبدالله خان ولد حيات خان قنڌاريءَ سنہ 1893ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

21_ ڪنڊڙي شريف وارن صوفين جو سرچشمو روحل فقير ننڍپڻ ۾ ڪلهوڙن جي ملازمت ۾ گهڙيو. مگر پوءِ جلدئي دنيا جا لڳ لاڳاپا لاهي وڃي ميران پور جهوڪ شريف ۾ رهيو. آخر مرشد وٽ مقبول ٿيو. وري مرشد جي هن ارشاد تي رخصت ورتائين تہ "ابا تنهنجي رهڻ جي جاءِ اها مقرر ڪريون ٿا، جتي تو کي خود بخود روڪ ٿئي!" آخر ٿيو تہ بہ ائين: هڪ هنڌ ڪنڊڙيءَ جي ڪنڊن ۾ پهراڻ اٽڪي پيس ۽ اتي ئي رهي پيو. پوءِ تہ هن وٿاڻ تي ماڻهن جا ميلا لڳا، تان جو ڪنڊڙي شريف خاص و عام جو زيارتگاهہ ٿي پيو. پاڻ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

"ڪنڊڙيءَ ۾ ڪلتار ڏٺوسين، رانجهو رمزن وارو يار!"

22_ مير جان الله (جان شاهہ) رضوي تخلص "مير"، شاهہ عنايت الله صوفيءَ جو معتقد مريد هو. جڏهن ميان يار محمد ڪلهوڙي، جهوڪ جي فقيرن تي حملو ڪيو، تڏهن مريد باصفا صوفيءَ پنهنجي مرشد کان ڪليل مقابلي جي اجازت گهري، مگر شاهہ صاحب منع ڪيس. مرشد جي شهيد ٿيڻ کان پوءِ مير جان الله روهڙيءَ ۾ رهيو جتي پوءِ وفات ڪيائين. پارسيءَ ۾ سندس "ديوان مير" مشهور آهي، جو هينين سٽن سان شروع ٿئي ٿو:

"الهي جوش طوفان بخش چشم اشڪبارم را،
سحاب دجلہ افشان ڪن رگ ابر بهارم را."

# باب ستون

"زهي تالپر گرديد مقبول عام ڪـ مرصع باشد بشاهي نظام"

## تالپري حاڪمن جي فهرست

1_ مير فتح علي شاهہ هيبت جنگ بهادر
1197هہ (1783ع) کان 1217هہ (1802ع) تائين.
2_ مير غلام علي خان شير افگن
1217هہ (1802ع) کان 1227هہ (1811ع) تائين.
3_ مير ڪرم علي خان رڪن الدولہ بهادر.
1227هہ (1811ع) کان 1244هہ (1828ع) تائين.
4_ مير مراد علي خان رڪن الدولہ بهادر
1244هہ (1828ع) کان 1249هہ (1832ع) تائين.
5_ مير نور محمد خان ثريا جاه بهادر
1249هہ (1832ع) کان 1255هہ (1840ع) تائين.
6_ مير محمد نصير خان الغازي
1255هہ (1840ع) کان 1259هہ (1843ع) تائين.

جملي ڇهن تالپر اميرن سنڌ تي حڪومت ڪئي، جن کان 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي، جيڪي واپارين جي لباس ۾ هن ملڪ ۾ وارد ٿيا هئا. انگريز جيسين هندستان جي ٻين جنگين ۾ رڌل هئا، تيسين سنڌ ۾ واپارين جي لباس ۾ رهيا، وري جڏهن هندستان مان فارغ ٿيا، تڏهن ميرن سان ٻوهہ ڪري سنڌڙيءَ تي قبضو ڪيائون.

### سياسي پس منظر:

سنہ 1775ع کان سنہ 1783ع ۾ هالاڻيءَ جي فيصلي ڪن جنگ تائين، سانده اٺ سال، ڪلهوڙن ۽ تالپرن جي باهمي ناسازيءَ ڪري سنڌ جي

آبادگارن جي حالت بلڪل زبون ٿي ويئي هئي. واپار صفا بند ٿي ويو هو ۽ صوبو ڏڪر ڪري بلڪل تباهه ٿي رهيو هو. هالاڻيءَ جي جنگ سرائين جي اقتدار ۽ تسلط جو سنڌ ۾ خاتمو ڪري ڇڏيو هو. تاهم ميان عبدالنبي خان موقعي جي تاڙ ۾ لڳل هو. حيدرآباد جو مضبوط قلعو مرراڻي بلوچن جي قبضي هيٺ هو جي سرائين سان وفادار هئا. ديره جات جو علائقو جو ڪجهه وقت ميان غلام شاهه جي قبضي هيٺ رهيو هو. اتي جي بلوچن سان پڻ ميان عبدالنبيءَ جا تعلقات خوشگوار هئا. هالاڻيءَ جي جنگ وقت ڪوسن جو سردار برخوردار خان. ديره جات کان ميان جي مدد ڪرڻ لاءِ فوجون وٺي آيو هو.

تيمور شاهه پنجاب ۾ سکن سان جنگين ڪرڻ ۾ رڌل هو. ڪيس ڏوڪڙن جي ضرورت هئي، پوءِ ڪٽي ڪير به سنڌ تي حڪومت ڪري. جتوئي ورهين کان سرائين جي دسترخوانن تي پلجي رهيا هئا. لاڙ ۽ ڪوهستان جا جوکيا ۽ نومڙيا جيڪي ظاهري پاڻ کي بلوچ ڪنفيڊريسي جا خيرخواه سڏائيندا هئا، اهي سرائين جي صاحبيءَ ۾ سرداريءَ جي رتبي کي پهچي چڪا هئا ۽ هينئر نوابيءَ لاءِ خواب لهي رهيا هئا. قلات جي احمد زئين مان سرائين شاديون ڪيون ۽ کين اُتي ڪافي رسوخ حاصل هو. جوڌپور جي راجا کي سرائين عمر ڪوٽ ڏيارڻ جي لالچ ۾ پنهنجي طرف ڪيو هو. سرائين جا جيڪي سنڌي درباري رئيس هئا، تن سنڌي ۽ غير سنڌي تحريڪ شروع ڪئي هئي، جنهن ڪري سندن عاقبت نااندیش پاليسيءَ ڪري ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ خاتمو ٿي ويو.

اهڙيءَ طرح اندروني ۽ بيروني سياسي فضا هوندي به ٽالپرن جي حالت مضبوط هئي. مير فتح علي شاهه ٽالپر قلات جي بيگلر بيگي مير محمد خان کي چِتاءُ ڏيئي ڇڏيو هو ته "جيڪڏهن ڪنهن به وقت براهوئين جو لشڪر جبلن کان هيٺ لهندو ته ساڻن ترار سان فيصلو ڪبو." قلات ۽ جوڌپور جي فوجين اڳ ڪيترا ڀيرا ٽالپرن سان بازو آزمائي ڏٺا هئا. سنڌ جا رهندڙ بلوچي قبيلا جهڙوڪ: رند، مري، جمالي، لغاري، پرڳڙي، نظاماڻي، باگراڻي، بزدار، جروار، بليدي، مگسي، مزاري، چانگ ۽ گوپانگ جن جون ديره جات ۽ ڪڇيءَ کان سواءِ سنڌ ۾ پڻ سرداريون هيون، سي ٽالپري تمن سان وفادار هئا. مٿين قبيلن مان رندن، باگراڻين، مرين، نظاماڻين ۽ پرڳڙين مان ٽالپرن شاديون ڪيون هيون، تنهن ڪري پاڻ ۾ جسم ۽ جان هئا. نومڙين جي سردار ملڪ عزت خان، جنهن هالاڻيءَ جي جنگ ۾ ميان عبدالنبي جو طرف ورتو هو سو

پاٽمرادو اچي ميرن اڳيان پيش پيو هو. بلدڪي جا بليدي ”مير عالي“، جن جا گهوڙا ڪنهن وقت بکر تيپي جيسلمير جي ديوارن تائين دنگ ڪندا هئا، سي ٽالپري راڄ کي پنهنجي مستقبل لاءِ نيڪ فال سمجهڻ لڳا.[1]

اوباوڙي جا ڏهر جاگيردار، جن وٽ مغلن جون سندون هيون، سي دائودپوٽن جي خوف کري ٽالپري حڪومت کي پنهنجي بچاءُ جو ذريعو سمجهڻ لڳا. هرند، داجل ۽ چام پور جو پرڳڻو قلات جي ماتحت هو. تنهن کري ڪشمور جو رستو قلات لاءِ ڪليل هو مگر ٽالپرن سان قلات جي اٽيٽت هئڻ جي صورت ۾، مٿيون رستو بند ڪرڻ مزارين لاءِ آسان ڪم هو. مزارين جي خوف کري قلات جي واليءَ ڪشمور جي سرحد تي عمر ڪوٽ نالي قلعو تعمير ڪرائي، اتي براهوئين جو لشڪر ويهاريو هو. سنڌ جي سرحد تي اتر اولهندي ۾ چانڊين جو تمن مضبوط هو. سندن ٽالپرن سان قبائلي جنگين وقت کان دشمني هئي، مگر چانڊيا بيوس هئا. جو تہ سندن اتر اوڀرندي کان مزاري ۽ بليدي قبيلا رهندا هئا. اولهندي ۾ مگسين جو راڄ هو سندن ڏکڻ ۾ ڪاڇي جي علائقي ۾ لغارين ۽ پرڳڻن جون جاگيرون هيون ۽ انهيءَ طبعي صورتحال سبب چانڊين جو ”علائقو“ وچ ۾ ڦاٿل هو.

## بيروني سياسي حالت:

احمد شاهہ ابداليءَ جي وفات کان پوءِ قلات جو خان خودمختيار ٿي چڪو هو سندس اهائي پاليسي هئي تہ ٽالپر ڪمزور رهن. جيئن ڪراچيءَ جو بندر قلات کي ڦبي وڃي. تيمور شاهہ جلال آباد ۾ هڪ لک لشڪر گڏ ڪرڻ ۾ رڌل هو. تہ سرائي ميان عبدالنبي خان جا ايلچي ساڻس ڪن ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ، ”جيڪڏهن بادشاهہ سنڌ تي ڪاهہ ڪندو تہ پڪ ميان عبدالنبي سنڌ تي قبضو ڪندو، چاڪاڻ تہ ٽالپرن جو سنڌ جي ورهاڱي ڪري پاڻ ۾ تڪرار ۽ بي اتفاقي پيل آهي.“ ان ۾ شڪ ڪونہ هو تہ ماٽڪاٽي ۽ سهراباڻي مير پنهنجن حصن لاءِ مير فتح علي شاهہ کان گهر ڪري رهيا هئا، بلڪ ماٽڪاٽين ۾ سخت بي چيني پيل هئي. ان وقت ماڙوجي سنڌيا مرهٽن ۾ طاقتور سردار هو. جنهن راجپوت راجائن کي خراج ڀري ڏيڻ لاءِ سوڙهو ڪيو هو. ڪڇ جو راءِ ڏانجي بہ ماڙوجيءَ اڳيان ڪنڌ نوائي بيٺو هو.

---

1ـ بليدين جي سردار مير هيبت خان، رند ۽ لاشار جي جنگ ۾ هڪڙي ڀيري مير چاڪر خان جي جان بچائي هئي. مٿينءَ بهادريءَ جي ڪري مير چاڪر خان ناڙيءَ جو علائقو بليدين کي جاگير ڏيئي، کين 'مير عالي' جو خطاب ڏنو هو.

مغل شهنشاهه شاهه عالم جنهن کي غلام قادر روهيلي انڌو ڪيو هو سو نالي طور دهليءَ جي ڪاٽ جي تخت تي حڪومت هلائي رهيو ۽ ماڌوجيءَ جي نگرانيءَ هيٺ حياتيءَ جا پويان ڏينهن ڪاٽي رهيو هو. جوڌپور جي راجا بجيسنگهه سنڌيا جي خوف کان پنهنجو ايلچي تيمور شاهه ڏانهن جلال آباد موڪليو هو. سندس ايلچيءَ بادشاهه کي پڪ ڏني هئي ته. "جيڪڏهن بادشاهه بهاولپور -- بيڪانير جي رستي کان سنڌيا تي ڪاهه ڪندو ته جوڌپور جو راجا افغان لشڪر جي خرچ لاءِ ويهه لک رپيا ڏيندو."[1]

حقيقت ۾ تيمور شاهه کي ايتري فرصت ڪانه هئي. جو سکن کان جند ڇڏائي مرهٽن سان جنگ ڪري سگهي يا هندستان جي سياسي معاملن ۾ دخل ڏيئي سگهي. جوڌپور جي ايلچيءَ کي تارڻ لاءِ تيمور شاهه ڪانئس چاليهه لک رپين جي گهر ڪئي ۽ پاٽيءَ جي انتظام لاءِ ٽيهن هزارن اُٺن لاءِ مطالبو ڪيائين. بادشاهه کي سکن سان رڌل ڏسي، بهاولپور جي دائودپوٽي نواب به خراج ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو جنهن ڪري تيمور شاهه 14 نومبر سنه 1788ع ۾ اٽڪ کان هڪ لک چوويهه هزار لشڪر سان ملتان پهتو. ملتان جي افغان نواب مظفر خان اڳواٽ لشڪر لاءِ سامان رسد گڏ ڪري رکيو هو. ٻئي طرف کان قلات جو لشڪر، سردار زرڪ خان جي اڳواٽيءَ هيٺ، ديري غازي خان وٽ افغان لشڪر سان گڏيو. افغاني ۽ براهوئي لشڪر جي اجتماع کي ملتان ۾ ڏسي، بهاولپور جو نواب بيڪانير ڏانهن ڀڄي ويو سندس غير حاضريءَ ۾ افغاني لشڪر بهاولپور ۾ ڦرلٽ ۽ قتل عام شروع ڪيو. لاچار نواب اچي پيش پيو ۽ ڏهه لک رپيا ڏيئي رعايا ۽ پنهنجي جند آزاد ڪرايائين.

## شاهه ڳڙهه جي جنگ:

تيمور شاهه ٽالپرن جي ايلچين کان 9 لک رپيا وٺي حڪومت جي سند لکي ڏني هئي، مگر ان وقت سياسي فضا کي غبار آلوده ڏسي مير صاحب ڍل ڀيارڻ ۾

---

1 ـ غلام قادر روهيلو جنهن شاهه عالم مغل شهنشاهه جون اکيون ڪڍيون هيون. سو نواب ضابط خان روهيلي جو پٽ هو ۽ ضابط خان نواب نجيب الدوله روهيلي جو پٽ هو. غلام قادر روهيلي کي سنڌيا گرفتار ڪرائي، ذلت سان مارائي ڇڏيو هو. تيمور شاهه مغل شهزاديءَ سان شادي ڪئي هئي. متئين ناتي ڪري مغلن سان سندس مائٽي هئي. اهو ئي سبب هو جو هن بجيسنگهه کي لکيو هو ته. جڏهن غلام قادر روهيلي، شاهه عالم ثانيءَ جي بيعزتي ڪئي، تڏهن هندستان جي راجائن مان فقط سنڌيا مغل شهنشاهه جي گادي بچائي هئي. راجپوت راجائون خاموشيءَ سان تماشو ڏسي رهيا هئا. اهڙين حالتن پٽاندر سنڌيا خلاف قدم کڻڻ افغان بادشاهه جي نظر ۾ انصاف جي خلاف آهي. دراصل تيمور شاهه ۾ احمد شاهه ابداليءَ واري همت ڪانه هئي. هن لاءِ راوي ندي ٽپڻ مشڪل هو. اهڙي ماحول ۾ هو بجيسنگهه کي مدد ڏيڻ کان لاچار هو چاڪاڻ ته سک سندس رستو روڪي بيٺا هئا.

دير ڪئي هئي. بهاولپور جي نواب کان ڍل وصول ڪرڻ کان پوءِ، تيمور شاهه احمد شاهه نوروزئي ۽ زرڪ خان براهوئي کي لشڪر ڏيئي سنڌ تي چاڙهي موڪليو. فقير باغي جي صلاح سان، فتح علي شاهه شاهي ديرن کي ڪڇ ۽ جيسلمير ڏانهن رواني ڪرڻ لاءِ بندوبست ڪري ٻه هزار سوارن ۽ توب خاني جي دستي کي ساڻ ڪري، مير غلام عليءَ سميت بهاولپور رياست جي سرحد تي هاڪڙي جي اولهندي پر شاهه ڳڙهه پهتو. مير سهراب خان اچڻ لاءِ وعدو ڪيو هو پر هو موقعي تي ڪونه آيو. سنه 1204هه (1788ع) ۾ طرفين ۾ گهمسان جي جنگ لڳي. ٻنهي فوجن جي وچ ۾ هڪڙي واهه تي پليون هيون، جي بلوچن پيچي ڇڏيون. ٽالپري توب خاني جي آتش بازيءَ ڪري براهوئي سردار، بوستان خان ۽ زرڪ خان، مارجي ويا، احمد خان نوروزئي ميدان مان ڀڄي ويو.[1] بلوچي سوار سنڌس پنيان ڪاهي ويا ۽ هن صلح لاءِ درخواست ڪئي.

تيمور شاهه شڪست جو ٻڌي، تپي باهه ٿي ويو. شهزادو محمود مرزا قنڌار کان لشڪر وٺي شڪارپور پهتو هو. هوڏانهن مير محمد نصير خان به قلات کان تازي فوج وٺي آيو مگر آغا سيد ابراهيم کي مير فتح علي شاهه 16 لک رپيا نقد ۽ بيش بها سوغاتون ڏيئي اڳواٽ تيمور شاهه ڏانهن روانو ڪيو هو. مير جا ايلچي ناٽي جي ڳوترين سان بادشاهه سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا، ان وچ ۾ زمان مرزا جو جنسي خط هڪڙي برق رفتار ايلچيءَ آڻي تيمور شاهه اڳيان پيش ڪيو جنهن ۾ لکيل هو ته مراد شاهه ترڪمان ڪابل تي ڏوڪيندو اچي ٿو. تيمور شاهه کي مير سان فيصلي ڪرڻ لاءِ فرصت ڪانه هئي، تنهن ڪري موٽي ڪابل ڏانهن ويو.[2]

---

1_ مرزا قليچ بيگ پنهنجي تاريخ جلد _2 ۾ شاهه ڳڙهه جي جنگ جو سال 1786ع ڄاڻايو آهي، جيڪو غلط آهي. ڇاڪاڻ ته مٿئين سال تيمور شاهه ڪشمير جي جنگ ۾ رڌل هو. سنه 1783ع ۾ تيمور شاهه جي ڪشمير جي نائب ڪريم داد جي مرڻ کان پوءِ سندس ننڍي پٽ آزاد خان پنهنجن ٻن پائرن زمان خان ۽ مرتضيٰ خان کي ڪشمير مان لوڏي ڪڍيو هو. ٻئي پائر تيمور شاهه وٽ پشاور ۾ دانهن ڪٺي ويا. ان وقت تيمور شاهه هندستان تي چوٽين ڪاهه ڪئي هئي. ڏسو تاريخ ڪشمير: نارائڻ ڪول، ص_ 196، سنه 1846ع، مختصر تاريخ ڪشمير: علاءُ الدين مفتي، ص_ 28، سنه 1893ع، تاريخ سلطاني: ص_ 159/157. تيمور شاهه جي پنجين ڪاهه سنڌ تي هئي، جا سنه 1788ع کان شروع ٿي، سنه 1789ع ۾ ختم ٿي.

2_ آغا سيد ابراهيم شاهه جو پيءُ آغا سيد عبدالهادي اصل اصفهان جو رهاڪو هو جو نادر شاهه جي ڪاهه وقت ايران مان نڪري مدراس پهتو هو ۽ اُتي جي راجا وٽ شاهي حڪيم ٿي رهيو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي راجا سان دوستي هئي، تنهن سيد صاحب کي ميان جي دربار ڏانهن موڪليو. سيد عبدالهادي ميرن جي صاحبيءَ ۾ 1899ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ سيد ابراهيم پهريان ڪلهوڙن پاران ۽ پوءِ ٽالپرن پاران خراسان ۽ قنڌار ۾ سفارت تي مامور هيو.
Kalichbeg Furidunbeg: History of Sind, Vol. II, P. 293.

## ٽالپرن جو حيدرآباد جي قلعي تي قبضو:

حيدرآباد جي قلعي ۾ سرائي ميان عبدالنبي خان جي ماڻهن کان سواءِ مرراڻي بلوچ رهندا هئا ۽ ميان عبدالنبيءَ پاران شالمين حبشي قلعيدار هو. قلعي اندر مني پاڻيءَ جا پنج کوه. هر ڪنهن قسم جي اَنَ جا انبار ۽ گاهن جون دنيون هيون. بارود سان تجرون پريل هيون. قلعي وارن کي ٻاهرئين غنيم جي حملي کان ڪو خطرو نہ هو. مير فتح علي شاهہ حاجي احمد خان کي لشڪر ڏيئي قلعي ڏانهن روانو ڪيو. ٻن ورهين تائين ٽالپري لشڪر قلعي تي گهيرو ڪيو، مگر ڪڙتيل ڪونہ نڪتو. آخر مرراڻين بارود کي باهہ ڏني. جنهن جي ڌڪاءَ ڪري قلعي جي اوپرندي واري ديوار جو ڳچ حصو ڪري پيو. حاجي احمد خان لشڪر سميت قلعي اندر ڪاهي پيو. شالمين گرفتار ٿي، مير اڳيان پيش ٿيو. فاتح مير سندس نمڪ حلاليءَ جي ساراهہ ڪئي ۽ مٿس گهڻيون نوازشون ڪيون.

تنهن کان پوءِ شالمين سرائين جي حرم کي وٺي جوڌپور ڏانهن ويو.[1] مير ڪرم علي خان ٽر کان شاهي ديرن کي حيدرآباد وٺي آيو. سنہ 1204هہ (1789ع) ۾ مير فتح علي خان حيدرآباد کي پنهنجي گادي مقرر ڪيو. جڏهن ٽالپرن جي اقبال جو علم پوري شان سان بلند ٿيو تڏهن فاتح مير پنهنجن ڀائرن لاءِ قلعي اندر عمارتون تعمير ڪرايون. قلعي جي منهن وٽ ميان غلام شاهہ جي زماني جون بہ جڙيل عمارتون رحمت الله شاهہ ۽ طالب نالي هيون. تن جي سرڪاري خرچ سان مرامت ڪرائي ويئي. جامع الخيري، حيدرآباد ۾ فاتح مير جي والده ماجده عليا حضرت خيرالنساءِ تعمير ڪرائي. سندس يادگار اڃا موجود آهي.

سنڌ جي سرحدن جي استحڪام لاءِ مير صاحب حڪم ڏنو. جوڌپور جو راجا ٽر کي پنهنجي ملڪيت سمجهندو هو. مير صاحب ٽر جي بچاءَ لاءِ بہ نوان قلعا، اسلام ڳڙهہ ۽ فتح ڳڙهہ تعمير ڪرايا، جنهن تي ٽر جي راڻن اعتراض اٿاريو ۽ سڄي مارواڙ جي راجپوتن ۾ ناراضپو پئجي ويو مگر ٽر ۾ بلوچن جا راڄ موجود هئا، جن جي سردارن لاءِ مير وظيفا مقرر ڪيا. سڪرنڊ جي ڍنڍ جي پُرفضا نظاري واري ڪپ تي فاتح مير فتح آباد ڳوٺ تعمير ڪرائي. ڍنڍ جي بيٽ تي هڪڙو محلات جوڙايو. جتي پهرئين چوياريءَ جا مير شڪار ڪرڻ وقت ايندا هئا.[2]

---

1 _ شاهنامہ سنڌ: ذڪر حيدرآباد جو قلعو.

2 _ شاهنامہ سنڌ: ذڪر فتح علي خان.

سنہ 1205ھ (1789ع) ۾ بلخ جي ترڪمانن ڪان جند ڇڏائڻ ڪان پوءِ، تيمور شاھہ جو لشڪر پائينده خان جي اڳواڻيءَ هيٺ شڪارپور پهتو. تيمور شاھہ ڪيس سمجهائي موڪليو هو تہ ڪيئن بہ ڪري ميرن سان صلح ڪري موٽي. ٽالپرن جملي سٺ لک رپيا تيمور شاھہ کي ڏنا ۽ آئينده لاءِ ڪلهوڙن جيترو خراج ڏيڻ منظور ڪيو.[1] افغان سپہ سالار فاتح مير ڏانهن هڪڙو هاٿي ۽ هڪڙي جوهردار ترار خلعت سميت روانا ڪيا. دربار جي پراڻن اهلڪارن مان مير صاحب پاران ديوان گدومل جو پاءُ ديوان جسپتراءِ قنڌار ڏانهن سفير ٿي ويو. سنہ 1207ھ (1792ع) ۾ مير فتح علي شاھہ فلڪ شڪوھہ هاٿيءَ تي چڙهي دٻدٻي سان حيدرآباد جي قلعي ۾ وارد ٿيو.

## ميرن جو ڪراچيءَ تي قبضو:

ڪراچي ۽ سون مياڻي بہ ننڍڙا بندر مڇي مارڻ جون مياڻيون هيون، جتي مهاڻن جا گهر هئا. انهن ڏينهن ۾ سون مياڻي کي ڪراچيءَ کان وڌيڪ اهميت حاصل هئي، ڇاڪاڻ تہ قنڌار ۽ قلات جو مال هتان ٻاهر ويندو هو. سنڌ جي خارجي معاملن جون واڳون انهن ڏينهن ۾ مير غلام علي خان جي هٿ ۾ هيون، جنهن صلح جي معاهدي سان گڏ تيمور شاھہ کان ڪراچيءَ جي بندر لاءِ گهر ڪئي. قلات جي بيگلر بيگي نصير خان اهو سوال پيش ڪيو تہ جنهن صورت ۾ سندس ناٺي سردار زرڪ خان شاھہ ڳڙھ واري معرڪي ۾ ٽالپرن هٿان مارجي ويو آهي، ان حالت ۾ ڪراچي خون بها جي عيوضي ۾ قلات کي ملڻ گهرجي، پر تيمور شاھہ کي ناٺي جون ڳوٺريون ملي چڪيون هيون. سندس زور وجهڻ ڪري نصير خان ڪراچيءَ تان هٿ ڪنيو. ڪراچيءَ جا هندو واپاري جيڪي مهاڻن کان ٺيڪي تي مڇي ڪٽندا هئا، سي هينئر ٽالپرن جي فائدي ۾ هئا. سنہ 1781ع ۾ ڪراچي ڳوٺ جي آبادي 6 هزار هئي. مڇيءَ جي واپار جي اپت مان سرڪار کي 4 هزار رپيا ساليانو آمدني هئي.[2] هتي بصره، مسقط، بندر عباس، لکپت، مانڊوي، ڊمن، بمبئي ۽ ڪاليڪٽ جي واپارين جا گماشتا رهندا هئا.

اتر سنڌ جي ٺڪرين ۾، ڪشمور کان پوءِ مزارين جي رياست جون حدون شروع ٿينديون هيون، جنهن جو تختگاھہ روجهاڻ هو جو ديري غازي خان کان هڪ سؤ ڏهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هرند ۽ داجل ڏانهن ويندي براهوئي

---

1 _ تاريخ حسين شاهي: سيد امام الدين حسيني، ص_ 110_115.
H. J. Prinsip: Political and Military Transactions of India, Vol. I, P. 189, London, 1825.

2 (1)E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sindh, PP. 62-63 Journal of the Sindh Historical Society, Vol. IV, "Notes on Karachi 1830" March, 1949, Karachi.

لشڪر کي مزارڪي جي حدن مان لنگهڻو پوندو هو. قلات جي اهڙي فوجي نقل ۽ حرڪت کي مزاري پنهنجي آزاديءَ لاءِ خطرو ۽ قومي وقار لاءِ بي عزتي تصور ڪندا هئا. مير محبت خان جي ڏينهن ۾ قلات جي لشڪر هڪڙي پيري مزارين تي ڪاهي، ڪشمور ۾ ڦرلٽ ڪئي هئي. پوءِ مير نصير خان بگٽين کان مدد وٺي روجهاڻ ۾ ڦرلٽ ڪرائي ۽ ڪشمور وٽ هڪ ڪوٽ، عمرڪوٽ نالي تعمير ڪرائي منجهس براهوئي لشڪر ويهاريو هو.

مزارين جي سردار مير حمل خان ثالث قلات جي ڪارروائين خلاف مير فتح علي خان کي درخواست پيش ڪئي.فاتح مير توب خاني جو دستو مزارين جي مدد لاءِ روانو ڪيو. ٽالپري توب خاني جي گوليباريءَ ڪري عمرڪوٽ جي قلعي جي ديوارن ۾ شگاف پئجي ويا. براهوئي لشڪر جا ٻه عملدار ميهان خان ۽ سنجر خان مارجي ويا. براهوئي لشڪر ۾ ڀاڄ پئي. سنہ 1792ع ۾ مير حمل خان ٽالپرن جي اطاعت منظور ڪئي ۽ مزارڪي جو علائقو راجن پور تائين ٽالپري حڪومت ۾ شامل ٿي ويو. رياست جي آمدنيءَ جو اڌ حصو سهراباڻي سرڪار کي ملڻ لڳو.[1]

بگٽين جي سردار بيورغ جنهن براهوئين سان شريڪ ٿي روجهاڻ کي لٽيو هو تنهن کان انتقام وٺڻ لاءِ مزارين ۽ ٽالپرن جي فوج گڏجي ديري بگٽيءَ تي ڪاهه ڪئي. سنہ 1792ع ۾ سياه آف جي جنگ ۾ بگٽين شڪست کاڌي مزارين ۽ بليدين جي تعاون ڪري ٽالپري حڪومت اتر واري سرحد ديره جات تائين مضبوط ٿي ويئي.[2] سنہ 1801ع ۾ مير حمل خان جي وفات کان پوءِ مير بهرام خان مزارين جي سرداريءَ جي پڳ ٻڌي. ڪيس سهراباڻي دربار ۾ گهڻي عزت ملندي هئي. مير رستم خان بکر کان وٺي منڻ ڪوٽ تائين علائقو مزارين جي سردار کي بطور جاگير ڏنو. اڳ اتر سرحد وارا بلوچ وقت بوقت سنڌونديءَ جي ڪناري تائين ڀوڻن کي ڦريندا هئا، مگر بليدين ۽ مزارين جي اطاعت ڪري ان قسم جا حملا بند ٿي ويا.[3]

سنہ 1207ھ (1793ع) اپريل ۾ تيمور شاھ بيمار ٿيو ۽ 18 مئي تي ڪابل

1 _ A. W. Hughes: Baluchistan, Chp. Borderland, Mazarins, P. 113.

2_ نوٽ: بليدين کي همايون جي ڏينهن ۾ مرين، گرگيجن ۽ ڪيتراڻين گڏجي بارڪان جي علائقي مان لوڏي ڪڍيو بارڪان مان نڪرڻ کان پوءِ بليدين بگٽي علائقي ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي، مگر ڪن ڏينهن گذرڻ بعد سنگسيلا جي معرڪي ۾ بگٽين کان شڪست کائي، سنڌ جي اتر ۾ هڪ نئين رياست بلدڪيءَ جو بنياد وڌائون، جنهن کي بر ديڪار بہ سڏيندا هئا.
L. Dames: Popular Poetry of the Baloches, Chp. XVIII, PP. 42-43.

3 _ J. Wood: A journey to the Source of the River oxus, Chp. III, P. 33.

۾ وفات ڪيائين. سندس حرم ۾ ٽي سؤ بيگمون هيون. جن مان پوپلزئي بيگم ڪيس زهر ڏياريو هو. تيمور شاهہ 21 ورهيہ چڱي طرح حڪومت هلائي. مغربي مؤرخ بہ سندس تعريف ڪن ٿا. عياش هو مگر فياضيءَ ڪري رعايا ۾ هردلعزيز هو. هن هندستان تي پنج دفعا ڪاهون ڪيون. پر سک وچ ۾ حائل هئا. تنهن ڪري ملتان کان اڳتي وڌي ڪونہ سگهيو.[1] فريئر جو بيان آهي تہ تيمور شاهہ پنيان 23 پٽ ۽ 19 ڌيئرون ڇڏي ويو. حضرت جمال الدين افغاني سندس پٽن جو تعداد 32 لکي ٿو.[2] سندس وڏو پٽ همايون، جو سندوزئي خاتون جي بطن مان هو قنڌار جو والي هو. محمود مرزا هرات تي حڪومت ڪندو هو. ساٿس ٻيو ڀاءُ فيروز بہ گڏ رهندو هو. عباس پشاور مٿان حڪومت ڪندو هو ڪوهان دل ڪشمير مٿان نائب هو. زمان شاهہ ۽ شاهہ شجاع جي يوسف زئي بيگم جي بطن مان هئا، سي ڪابل ۽ غزنيءَ تي حڪومت ڪندا هئا. محمود ۽ همايون کان سواءِ ٻيا سمورا ڀائر ڪابل ۾ اچي گڏ ٿيا. دربار جي اميرن مان پائينده خان بارڪزئي ۽ حرم جي بيگمن کان مدد وٺي، زمان خان تخت هٿ ڪري پنهنجن ڀائرن کي قيد ڪيو. همايون مرزا بروقت زمان خان سان قلات غلزئي وٽ مقابلو ڪيو پر شڪست کائي قلات ڏانهن ڀڄي ويو.

زمان شاهہ هندستان جي تاريخ ۾ ايشيا جو پويون فاتح شمار ٿئي ٿو ليڪن سندس ڪاهون راوي نديءَ تائين محدود رهيون. سندس تخت تي ويهڻ وقت دراني حڪومت ڪشمير کان هرات تائين 1600 ميل ويڪر ۾ هئي ۽ ڊيگهہ ۾ بهاولپور کان بلخ تائين هڪ هزار ميل هئي. هندستان اندر ڪشمير، پشاور، ديره جات، ملتان، بهاول پور ۽ سنڌ جا علائقا دراني حڪومت جي ماتحت هئا. ايران تي آقا محمد خان قاچار جي حڪومت هئي. هرات تي شهزادي محمود جي حڪومت هئي، جو زمان شاهہ جي خلاف قاچاري فرمانروا سان ٻٽ هو. بلخ تي مراد خان ترڪمان جي حڪومت هئي. مراد خان بخارا جي امير عبدالغني خان جو وزير هو پوءِ امير کي انڌو ڪرائي تخت هٿ ڪيو هئائين. تيمور شاهہ ساٿس صلح ڪئي هئي. پنجاب تي سکن جي حڪومت هئي. پنجاب دراصل دراني سلطنت جو حصو هو.

سنہ 1761ع ۾ پاڻي پٽ جي ٽين جنگ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ غازي احمد شاهہ ابدالي پنهنجي پاران خواجہ عابد کي لاهور جو نائب مقرر ڪيو هو جنهن

---

1 _ g. B. Malleson: History of Afghanistan, P. 205

2_ تاريخ افغانستان: حضرت جمال الدين افغاني، ص_ 61_62، اردو ترجمو.
تاريخ افغان: عبدالحميد، ص_130، ابوالعلائي پريس، آگرو.

کي جساسنگهه اهلو واليا ماري پنهنجو سڪو رائج ڪيو هو. سکن جو هي
پهريون سڪو هو جنهن تي هيءَ عبارت لکيل هئي:

"سڪه زند درجهان بفضل اڪان ـ ملڪ احمد گفت جسا ڪلال"[1]

## سکن جو پنجاب تي قبضو:

ان ۾ شڪ ناهي تہ زمان شاهہ دوراندیش حاڪم هو پر سندس چوگرد
جيڪي بہ حڪومتون هيون، تن مان ڪيس هروقت خطرو رهندو هو ہيو تہ پائرن
جي ساٿس عداوت هئي. هندستان جو دروازو زمان شاهہ لاءِ قطعي بند هو. مفتي
علاءُ الدين لاهوري پنهنجي تاريخ "عبرت نامہ" ۾ پنجاب جي ان زماني جي
تصوير هينئين لفظن ۾ ڏيکاري ٿو:

"در تمام ملڪ سڪهان سائر و دائر بودند. غرضيڪ از
درياي اتڪ تابدربياي سر هند سڪهان محيط متصرف گشند"[2]

سکن جون جاگيرون پنجاب ۾ "مثل" سڏبيون هيون. وٽن سوار ۽ پيادل
فوجون هيون. ڦرلٽ جو مال پاڻ ۾ ورهائي ڪٽندا هئا ۽ هر هڪ جاگيردار پاڻ

---

1 ـ ڏسو "خزانہ عامره"، ص ـ 113. هن بيان موجب سکن جو سڪو پنجاب ۾ 1761ع ۾ رائج ٿيو.
N. K. Sinha: Rise of the Sikh Power, P. 119, Calcutta, 1936.

2 ـ نوٽ: احمد شاهہ ابداليءَ جي ڪابل ڏانهن موٽ کان پوءِ سکن جون پنجاب ۾ 12 سرداريون قائم ٿيون هيون: (1) ڦلڪيان، (2) اهلو واليا، (3) پنگي، (4) ڪنهيا، (5) رامگڙهي، (6) سنگهہ پوري، (7) ڪروريا سنگهيا، (8) نشانيا، (9) سڪر چاڪيا، (10) ڊولي واليا، (11) نڪيس ۽ (12) شهيد. انهن مان پٽاليہ جيند، نايا ۽ ملوڌ وارا سک ڦلڪيان سڏجن ٿا. اهلو واليا ساڌو سنگهہ جاٽ جو اولاد آهن، جو اهلو ڳوٺ جو ڪلال هو. جساسنگهہ سندس پنجين پيڙهيءَ مان هو ۽ سنہ 1718ع ۾ ڄائو هو. "پنگي" پنگ پيئڻ ڪري مٿين نالي سان سڏجن ٿا. سندن سردار هري سنگهہ پنهنجن ٻن پائرن. جهنڊا سنگهہ ۽ گنڊاسنگهہ سان گڏ امرتسر ۾ رهندو هو پوءِ ملتان تي قبضو ڪيو هئائين. ڪنهيا وارن جو سردار جئسنگهہ هو جنهن جي پوٽيءَ مهتاب ڪور سان 1786ع ۾ رنجيت سنگهہ شادي ڪئي هئي. امرتسر ۽ گرداسپور ڪنهيا وارن جون جاگيرون هيون. رامگڙهين جو سردار جساسنگهہ هو. جنهن 1757ع ۾ امرتسر کي مٿيءَ جو قلعو ڏياري، مٿس رامگڙهہ نالو رکيو هو. ميرٺ جو مغليہ نائب بہ کيس ڍل ڀريندو هو. سنگهپورين جو سردار ڪپور سنگهہ نواب جي لقب سان سڏبو هو هن فيض الله خان کان امرتسر جي پر وارو شهر فيصل پور کسي مٿس سنگهہ پورا نالو رکيو هو.

لڌيانہ نورپور، جالنڌر ۽ اتر امبالا تائين ملڪ سندس قبضي هيٺ هو. ڪرورا سنگهيا وارن جو سردار ڪرورا سنگهہ هو جمنا ۽ ماڪنڊا وارا علائقا سندس قبضي هيٺ هئا. نشانيا وارن وٽ سکن جو جهنڊو هو. امبالا، شاهہ آباد، لدران، املوهہ جا پرڳڻا جئسنگهہ نشانيا جي قبضي هيٺ هئا. سڪر چاڪيا وارا ايترو مشهور ڪين هئا. رنجيت سنگهہ 1780ع ۾ هن خاندان ۾ ڄائو هو. ڊولي واليا وارن جو سردار تارا سنگهہ هو. لڌيانہ فيروزپور سندس قبضي هيٺ هئا. نڪيس، لاهور ۽ ملتان جي وچ ۾ نڪيس ڳوٺ جا رهاڪو هئا. "شهيد" سوڌا سنگهہ تلونڊي جي مهنت جي نالي سان سڏبا هئا.

ڪي "سردار" جي لقب سان سڏائيندو هو.[1]

## پهرين چوياري:

رعايا جي فلاح ۽ بهبود لاءِ فاتح مير پنهنجي ٽن ڀائرن، مير مراد علي خان، مير غلام علي خان ۽ مير ڪرم علي خان کي پنهنجو صلاحڪار مقرر ڪيو. اها بلوچي "ڪچهري" تاريخن ۾ پهرين چوياريءَ جي نالي سان سڏجي ٿي. حڪومت جي سرحدن کي مضبوط ڪرڻ کان پوءِ، فارغ ٿي، مير فتح علي شاهه هيبت جنگ بهادر، حڪومت جي سپہ سالارن، نوابن، سردارن، رئيسن، جاگيردارن ۽ شاهي خاندان جي اميرزادن کي بارگاهه ۾ اچڻ لاءِ دعوت ڏني. چاڪاڻ تہ هينئر ترار پنهنجو ڪم پورو ڪيو هو هر طرف کان امن امان هو تنهن ڪري حقدارن کي حق ڏيڻ ضروري امر هو. سلطنت جون حدون اتر ۾ راجن پور کان، ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ، اوڀرندي ۾ ريگستان راجپوتانا کان ڪير ٿر تائين هيون. حڪومت جي جملي پکيڙ چاليهہ هزار چورس ميل ۽ سنڌس آدم شماري چاليهہ لک هئي.[2]

نواب فتح علي شاهه هيبت جنگ بهادر سنڌ کي ٽن حصن ۾ ورهايو: پهريون حصو ذات همايوني پنهنجي عزيزن لاءِ مقرر ڪيو جنهن جون حدون ڪراچي کان سيوهڻ تائين ڊيگهہ ۾ هيون ۽ ويڪر ۾ اهو حصو تنڌي الهيار کان ڪيرٿر جبل تائين هو. ٿر جو سرحدي علائقو بہ هن حصي سان شامل هو. هي سرڪار شهداداڻي سڏبي هئي. حيدرآباد سنڌس تختگاهه هو. ٻيو حصو شاهه بندر کان وٺي چوڙ تائين هو ڏکڻ ۾ ڪڇ جي رڻ کان وٺي. اتر ۾ موري تعلقي تائين هو. سنڌ جو هي ڀاڱو مير فتح علي شاه، مير فتح خان جي پٽ مير ٺاري خان ستاره جنگ جي حوالي ڪيو. هيءَ سرڪار مانڪاڻي سڏبي هئي. سنڌس تختگاهه ونگي ۾ ڪيتي هو.

ان کانپوءِ سنہ 1806ع ۾ مير ٺاري خان جي پٽ مير علي مراد خان ميرپورخاص جو شهر تعمير ڪرائي، ان کي تختگاهه مقرر ڪيو. مٺي، نئون ڪوٽ، ٻلڙي جا رهنڌڙ کوسا، جيڪي اڳ ڏٽ جي رهنڌڙ سوڍن راڻن جي ماتحت هئا، تن ٽالپرن جو طرف ورتو. مير غلام علي خان ۽ مير سهراب خان سوڍن

---

1 _ مفتي علاءُ الدين لاهوري انگريزن وٽ نوڪر. سنڌس تاريخ "عبرت نامہ" 1854ع ۾ انڊيا آفيس لائبرري شائع ڪرائي. منجهانئس پنجاب جي 18 صدي جي پوري خبر پئجي سگهي ٿي.
Lepel Griffin SIR: Rulers of India, Ranjit Singh, PP. 75-79 Oxford, 1893.

2 _ ڏسو ڪتاب حملات حيدري: مولوي عبدالرحيم. ص 29، ذڪر اميران سنڌ، ڪلڪتو 1849ع.

ٺڪرن مان شاديون ڪيون ۽ سندن جاگيرن کي بحال رکيو جنهن ڪري ننگرپارڪر تائين ملڪ ٽالپرن جي قبضي هيٺ اچي ويو.[1] ٽيون حصو ٽر ۽ موري کان اُباوڙي، روجهاڻ ۽ سيوهڻ تائين مير سهراب خان جي حوالي ڪيو ويو. هيءَ سرڪار سهراباڻي سڏبي هئي. سندس تختگاهہ احمد آباد (ڏيجي) هو. پوءِ خيرپور تختگاهہ مقرر ٿيو. سهراباڻين جو شجرو هيٺ ڏجي ٿو.[2]

## سهراباڻين جو شجرو:




متيون ٽيئي سرڪاريون اهميت رکندڙ هيون. مير سهراب خان جي چاچي چام نندي خان کي نادر شاهہ سنہ 1740ع ۾ ميان نور محمد خان پاران ضمانت طور پاڻ سان خراسان ڏانهن وٺي ويو هو جتي مير صاحب مشهد مقدس ۾ وفات ڪئي. مير سهراب خان هاٽوڪو ڏيجيءَ جو ڪوٽ ٺڪريءَ مٿان اڏائي مٿس ٽوبون رکايون ۽ مٿس احمد آباد نالو رکيو هو پوءِ نونارين کان هاٽوڪي خيرپور شهر واري زمين خريد ڪري، خيرپور شهر تعمير ڪرايائين. مير رستم خان بکر جي مضبوط قلعي کي افغانن کان فتح ڪري، سبزل ڪوٽ ۽ ينگ ياڙي جا پرڳڻا بهاولپور جي

1 _ J. Tod: Th Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II P. 240.

2 _ History of Alienations in Sindh, Vol. II, Sohrabanis & Tharanis. PP. 139-148.

نواب کان کنيا ۽ اوپرندي ڀر ريگستان جا تي قلعا گرسياه، گتورا ۽ شاهہ ڳڙهہ جيسلمير جي راول کان فتح ڪيا.[1]

شهداداڻين جي ساليانيي اپت چاليهہ لک رپيا هئي، جنهن مان 25 لک رپيا مير هيبت جنگ بهادر کي ملندا هئا. ماڻڪاڻي سرڪار جو گهڻو حصو غير آباد هو تنهن ڪري شاهہ بندر جي اپت کان سواءِ ان جي ساليانيي آمدني چار لک رپيا هئي. سهراباڻي سرڪار جي ساليانيي اپت ٻارهن لک رپيا هئي. ڪابل سرڪار کي سنڌ مان جيڪو ڏهہ لک رپيا ساليانو خراج ملندو هو تنهن مان 6 لک رپيا شهداداڻي سرڪار ڀريندي هئي. باقي رقم مير سهراب خان ڀريندو هو. مير سهراب خان جا ڪابل سرڪار سان سڌاسنوان تعلقات هئا. دراني سلطنت جي ڪمزوريءَ ڪري سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ وارو مغل علائقو جنهن ۾ سکر، بکر، شڪارپور، بلڊڪو نوشهرو روپاچڪ، مغرچا، محمدا باغ، ڪلواڙي ۽ سوهيجا جا پَٽ اچي ٿي ويا. سي سهراباڻي سرڪار کي مليا. انهن مان ڪلواڙي ۽ سوهيجا مير مبارڪ خان فتح ڪيا هئا. تنهن ڪري اُهي انهي شهزادي کي جاگير طور مليا. شڪارپور فتح ٿيڻ کان پوءِ ڪراچيءَ جي بندر جي آمدنيءَ مان بہ سهراباڻي سرڪار کي حصا ملندا هئا.

حقيقت ۾ شهداداڻي اميرن کان سهراباڻي وڏا رئيس هئا.[2] سنہ 1832ع تائين جيسين انگريز سنڌو نديءَ کان واقف ڪونہ ٿيا هئا، تيسين تقسيم ٿيل سنڌ جون ٽالپري حڪومتون بہ آزاد هيون. وري جڏهن جهازراني ڪرڻ کان پوءِ انگريز هن صوبي مان واقف ٿيا ۽ پهرين افغان ويڙهہ وقت بمبئي ۽ بنگال جو لشڪر زوريءَ سنڌ مان لنگهايائون، تڏهن اڻ سڌيءَ طرح سنڌ انگريزن جي اقتدار هيٺ اچي وئي.

## شاهي خاندان ۽ جاگيرداري:

مٿين ٽن شاهي خاندانن کان سواءِ ٽالپرن جي خاندان جون ٻيون بہ گهڻيون شاخون هيون. جيئن: عيساڻي، جيئنداڻي، ليلاڻي، مراداڻي، بهاراڻي، گهراماڻي، جيوناڻي، ياراڻي، درياخاني، خاناڻي، آدماڻي ۽ شاهواڻي. شاهي عزت ۽ قومي وقار کي قائم رکڻ لاءِ ٽالپر سرڪارين، هنن قبيلن کي وڏيون جاگيرون ۽ عهدا ڏنا هئا، جن جو سلسليوار بيان مختصر طور هيٺ ڏجي ٿو.

---

1 _ G.B. Malleson: **A Historical Sketch of the Indian** Native State, Bahwalpur, P. 350, Jesulmeer, P. 124.

سهراباڻين جي تاريخ پهريان ليفٽيننٽ لوئس پيلي 1854ع ۾ مرتب ڪئي، ان کان پوءِ مرزا قليچ بيگ 1924ع ۾ تصنيف ڪئي.

2 _ J. Burnes: Narrative of Visit of the Court of Sindh, P. 46, Edinburgh, 1831.

## شاهواڻي:

مير شاهو خان ولد مير بجر خان ولد مير زنگي خان جو اولاد شاهواڻي سڏجي ٿو. مير شاهو خان کي ڇهه پٽ هئا: 1_ ڪرم خان، 2_ غلام محمد خان، 3_ سيد خان، 4_ محمد ملوڪ، 5_ مراد خان ۽ 6_ سردار خان. شجرو هيٺ ڏجي ٿو:[1]




مير محمد خان، ٽنڊو مير محمد خان تعمير ڪرايو، جو هن وقت لاڙ ۾ وڏو شهر آهي ۽ شاهواڻين جي يادگار آهي. مير فتح علي خان، جهرڪ، دبير ۽ وران جا پرڳڻا مير محمد خان کي جاگير ۾ ڏنا ۽ جهرڪن جو محصول به سندس حوالي ڪيو. سنه 1802ع ۾ مير مراد علي خان، مير محمد خان جي پٽ کي قرآن شريف تي مٿين جاگير موروثي ڪري لکي ڏني.

1 _ History of Alienations in the Province of Sind, Vol. II, the Shahwanis, P. 98

## خاناڻي:

ميجر گولڊ سمٿ جي بيان موجب مير مبارڪ خان ولد مير عالي جو اولاد خاناڻي سڏجن ٿا. مير مبارڪ خان جي پٽن مقصودي خان ۽ آلودي خان جو اولادِ مقصوداڻي ۽ آلوداڻي سڏجي ٿو. ڪپتان ٿيورن سندن شجرو تيار ڪيو.[1]




1 _ History of Alienations in the Province of Sind, Vol. II, The Khananis, PP. 106-119.

مير محمد خان ولد مير چام خان، ٽنڊوچام تعمير ڪرايو. مير ٻيڙي خان کي مير مرا دعلي خان جاگير ڏني هئي. مير ٻيڙي خان جي وفات کان پوءِ سندس پٽن ۽ عزيزن ۾ جاگير ورهائجي ويئي. مير فتح علي خان جي والده ماجده مير ٻيڙي خان جي ڌي هئي. مير ٻيڙي خان جو وڏو پٽ مير ولي محمد خان لا ولد مري ويو. ڪيس مير محمد نصير خان آڪٽوبر 1841ع ۾ يارهن جاگيرون ڏنيون هيون. مير ٻيڙي خان جو ٻيو پٽ مير جان محمد خان ۽ مير حيدر علي خان جو پٽ مير احمد خان مياڻيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيا هئا. مير ٻيڙي خان جو ٽيون پٽ مير شير محمد خان ۽ مير جان محمد جو پٽ مير احمد خان، جون سنه 1843ع ۾ سر چارلس نيپيئر جي سلام تي آيا، سندن جاگيرون بحال ٿيون. مگر مير احمد خان کي آمدنيءَ جو چوٿون حصو سرڪار کي ڏيڻو پيو.[1] مير غلام شاهه مياڻيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو. مير غلام حيدرخان پنهنجن ڀائرن سميت مير صوبدار خان وٽ رهندو هو. انگريزن کي سلام ڪرڻ کان پوءِ سندس جاگير بحال رهي، مگر مير شاهه علي خان سلام ڪرڻ کان انڪار ڪيو تنهن ڪري ڪيس جاگير ڪانه ملي. مير احمد علي خان جون 1849ع ۾ وفات ڪئي ۽ مير غلام الله خان نومبر 1849ع ۾ وفات ڪئي. مير غلام حيدر خان نومبر 1854ع ۾ وفات ڪئي. مير علي مراد 1873ع ۾ وفات ڪئي.

## بهاراڻي:

بهاراڻي مير بهادر خان ولد مير خداداد خان جو اولاد آهن. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ کان جاگيردار هئا، سندن ڳوٺ جان محمد جاگير ۾ هو. مير محمد خان ميان سرفراز خان وٽ ڪاردار هو. مير حسن علي خان بهاراڻيءَ وٽ، سنه 1777ع جي، ميان عبدالنبي خان جي سند هئي، جنهن ۾ لکيل هو ته، "مير سيد خان بهاراڻي ميان عبدالنبيءَ جو ديره دار آهي." سندس مرتبي موجب مير فتح علي خان ڪيس "3 هزار بيگها" جاگير ڏني. منجهائن مير جان محمد خان ٽنڊو جان محمد تعمير ڪرايو هو. مير محمد خان جو پٽ لقمان خان مير سهراب خان وٽ اهلڪار هو. سندس ڀاءُ مير مبارڪ خان مياڻيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

## جيوناڻي:

جيوناڻي مير مبارڪ خان جي ڀاءُ مير جيوڻ خان جو اولاد آهن، جنهن جي ڇئن پٽن جي نالن تي چار پاڙا هئا.

---

1 _W. Napier SIR: Conquest of Sind by SIR Charles Napier, P. 318.

## شاهلياڻي:

شاهلياڻين جو سردار مير لعل خان هالن ۾ جاگيردار هو. سنه 1851ع ۾ وفات ڪيائين.

## حاجواڻي:

حاجواڻين جو سردار مير سردار خان صوبي ديري ۾ جاگيردار هو.

## سڪلاڻي:

سڪلاڻي مير مبارڪ خان جي سرداريءَ هيٺ هئا.

## ياراڻي:

ياراڻي مير ياري خان ولد مير جيوڻ خان جو اولاد آهن. مير ياري خان جي ٽين پيڙهيءَ مان مير پيارو خان ڏيڙن ۾ رهندو هو.

## هليلاڻي:

هليلاڻي مير هليل خان ولد الله داد خان ولد امام خان ولد مير مبارڪ خان جو اولاد آهن. منجهانئن ڪي نواب هئا. نواب مير فاضل خان، جو مير حجاب خان جو پڙپوٽو هو. تنهن "ٽنڊو مير فاضل" تعمير ڪرايو. سندس پوٽي مير باغ علي خان سنه 1856ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ مير غلام علي خان ڪي گهوٽاڻن ۾ جاگير هئي.

## جيئنداڻي:

جيئنداڻي، جي ٽوڙها بہ سڏبا هئا. مير ٽالي خان جي پٽ مير جيئند خان جو اولاد آهن. نواب مير محمد خان ٽوڙهو جو مير جيئند خان جي پنجين پيڙهيءَ مان هو تنهن کي ٽتياريں، حيدرآباد ۽ ڪراچي ضلعن ۾ جاگيرون هيون ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ اثر وارو مير هو. ٽوڙهن مان مير دريا خان ولد جعفر خان کي مير فتح علي خان سمٽيائين جو ڪاردار مقرر ڪيو هو. هو مير مراد علي خان جي ڏينهن ۾ مختيارڪار ٿي رهيو. مير فتح خان هن خاندان جو پويون مير هو. جنهن 1862ع ۾ تاج پور ۾ وفات ڪئي. مير دوست علي خان، مير حسن علي خان وٽ مختيارڪار هو. مير دريا خان 1945ع ۾ وفات ڪئي، وٽس ڄام پور، ديري حمزي ۽ ميهڙ ۾ جاگيرون هيون.

## عيساڻي:

مير عيسيٰ ولد زنگي خان جو اولاد عيساڻي ۽ مير عيسيٰ جي پٽ مير آدم خان جو اولاد مان آدماڻي سڏجي ٿو. علي بخش خان آدماڻيءَ کي شهدادپور ۽ ميهڙ تعلقن ۾ جاگيرون هيون. سنہ 1867ع ۾ وفات ڪيائين. انگريزن جي فتح ڪرڻ وقت مير شير محمد خان ۽ ميران محمد خان آدماڻين وٽ جاگيرون هيون. خان محمد خان 1945ع ۾ شير محمد خان سنہ 1855ع ۾ وفات ڪئي.

## درياخاني:

درياخاني مير دريا خان، مير مبارڪ خان جي پاءُ جو اولاد آهن. مير راڄي خان جي ساليانې آمدني ٽيهہ هزار رپيا هئي. سندس همشيره مير شير محمد خان "شير سنڌ" جي والده ماجده هئي. مير دريا خان جي پوٽين کي مير ٺاري خان سنہ 1790ع ۾ الله آباد ۾ جاگير ڏني هئي. مير راڄي خان جي پاءُ مير الله داد جي قبيلي جو سردار مير احمد خان هو جنهن کي ميان سرفراز خان بدين ۾ جاگير ڏني هئي.

## گهراماڻي:

مير سليمان خان (ڪڪي) جي پٽن مان مير سفر خان جو پٽ مير گهرام خان هو.

## مراداڻي:

مير هليل خان جي پوٽي مير خداداد خان کي ہہ پٽ هئا، جن مان بهار خان جو اولاد بهارڻي ۽ مير مراد خان جو اولاد مراداڻي سڏجي ٿو.[1]

ٽالپرن کان سواءِ عام بلوچي قبيلا جن جا راڄ ٺٽي کان وٺي بکر تائين پکڙيل هئا، تن وٽ مغل فرمانروائن جون سندون هيون، سندن ڪن خاندانن مان ميرن شاديون ڪيون هيون ۽ منجهائن ڪن کي ميرن جاگيرون ڏنيون هيون. جو اهي حڪومت جا فولادي بازو هئا ۽ جنگ وقت فوجن ڏيڻ لاءِ پڌل هئا.

## رند:

رندن کي ٽالپرن وڏا عهدا ڏنا هئا. سندن سردار تاج محمد خان جي دختر سان مير مراد علي خان شادي ڪئي هئي. سردار بهاول خان رند قلات جي فوج ۾

1 _ History of Aleinations in the Province of Sind, Vol. II, Geneology tree of Shahdadani, Jagirdars, P. 82.

عملدار هو. سندس پٽن مان دليل خان ۽ سندس پوٽو يار محمد خان مير فتح عليٗ خان وٽ رهندا هئا, ڪين فاتح مير گڏيل جاگير جي سند ڏني هئي. مير محمد خان رند 1830ع ۾ وفات ڪئي, سندس پٽ بهاول خان مير نور محمد خان وٽ چار سؤ سپاهين جي دستي مٿان عملدار هو ۽ جهانگارن ۾ سندس جاگير هئي.

## ڪوسا:

پهرين چؤياريءَ جي دؤر ۾ ڪوسن کي دادو ضلعي ۾ باغبان جاگير ملي. سندن قبيلا جيڪي ٿر جي سرحدن جي حفاظت ڪندا هئا, تن کي ٽالپري حڪومت کان وظيفا ملڻ لڳا.

## چانگ:

چانگن مان سنجراڻين کي گوني تعلقي ۾ جاگير ملي ۽ ڪڇائي چانگن کي فوجي خدمت جي عيوض گهوڙاباڙيءَ ۾ جاگير ملي. سنجراڻين جي سردار مراد علي خان 1854ع ۾ وفات ڪئي. الله بخش خان ولد نصير خان لاڙ جي چانگن جو سردار مياڻي جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

## لنڊ، بزدار، پتافي ۽ گبول:

اتراڏي لنڊن, بزدارن, گبولن, جروارن, پتافين, گڏاڻين ۽ چانگن, سهراباڻي سرڪار جو طرف ورتو. پوءِ هو ڏهرن, مهرن, ڪلاچين, ڪناسرن ۽ ڏاريجن جي زمين تي قبضو ڪري زميندار بڻجي ويا. ماڇين ۽ پنهورن جو اڳيئي چاندين زور پيچي ڇڏيو هو.

## باگراڻي:

باگراڻين جا سنڌ ۾ وڏا راڄ هئا. سندن سردارن مان سوائي خان ۽ ميوا خان شهداداڻي سرڪار وٽ عهديدار هئا. ڪرم خان, سهراباڻي سرڪار وٽ عملدار هو. ميوا خان جي پيڙهيءَ مان علي مراد خان کي ٻي چؤياريءَ سوني ترار عطا ڪئي هئي, هو مير نصير خان وٽ ڪاردار هو ڪيس شهدادپور ۾ جاگير هئي, سنہ 1860ع ۾ وفات ڪيائين.

## بليدي:

سرحد جي بچاءَ جو ڪم بليدي اميرن جي سپرد هو ان ڪري سهراباڻي سرڪار هنن لاءِ وظيفا مقرر ڪيا.

## پرڳڙي:

سنڌ جي نئين جوڙجڪ موجب پرڳڙين جي سردار غلام حيدر خان کي مير غلام علي خان جي دربار ۾ وڏو عهدو مليو ۽ کيس سرڪاري وظيفو به ملندو هو. سندس پٽ احمد خان به عهديدار هو. فضل محمد پرڳڙي ۽ سندس پٽن غلام محمد خان ۽ فتح خان کي حيدرآباد تعلقي ۾ جاگيرون هيون. غلام محمد خان سنه 1875ع ۾ وفات ڪئي ۽ فتح خان 1879ع ۾ وفات ڪئي. جعفر خان پرڳڙيءَ جي ڏاڏي کي مير غلام علي خان حيدرآباد ۽ هالن ۾ جاگيرون عطا ڪيون. جيتوڻيڪ وٽس سرداري ڪانه هئي. جعفر خان 1860ع ۾ وفات ڪئي. سندس پٽ حسن خان انگريزن کي خوب ٽوٽا ڇپايا هئا. پرڳڙين کي لاڙڪاڻي ۽ ميهڙ تائين جاگيرون هيون.

## جمالي:

جمالين مان هيبتاڻين ۽ بخشاڻين جي سردار بخشو خان کي مير فتح علي خان ديهداريءَ جو عهدو ڏنو هو ۽ سرڪاري دفترن ۾ سندس شمار سردارن ۾ هو. مير غلام علي خان کيس ديهه قلجيءَ جو چوٿون حصو عطا ڪيو هو. مير نور محمد خان سندس جاگير ۾ اضافو ڪيو. سنه 1872ع ۾ وفات ڪيائين. سردار ڏاتي خان جلباڻيءَ کي ديهه روپا ۾ جاگير ملي. جمالي سردار پنهنجي سادگيءَ ڪري بلوچن ۾ مشهور هئا.

## مگسي:

مگسين جي سنڌ ۾ سرداري قائم هئي، مگر وٽن جاگير ڪانه هئي.

## حاجي زئي مري:

حاجي زئين جي لوهاراڻي ۽ بداڻي سردارين کي ٽالپرن تسليم ڪيو هو. هو سنڌ ۾ اثر وارا هئا. ڇاڪاڻ ته ٽالپرن سان مائٽي هين. محبت خان مري، مير سهراب خان جو صلاحڪار هو. سندس پٽ مير رستم خان جو صلاحڪار هو. محبت خان جي ڌيءَ سان مير رستم خان جي ٽئين پٽ مير علي مردان خان شادي ڪئي هئي. نوشهري ۽ ڪنڊياري ۾ وٽس جاگيرون هيون. مير رستم خان جي فراريءَ کان پوءِ هن مير علي مراد خان جو طرف ورتو هو. حاجي خان جي وڏي پٽ مستي خان ٽنڊو مستي خان ٻڌرايو. ٽنڊو آدم به سندس يادگار آهي. مستي خان جي پٽ ڪمال خان کي ٽنڊي باگي، هالا، گوني، سيوهڻ ۽ بدين تعلقن ۾ جاگيرون هيون. هو دبي جي جنگ ۾ شهيد ٿيو.

مري فوجي خدمت جي ڪري ”رئيس“ سڏبا هئا. گوهر خان مري مياڻيءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو. لوهاراڻين مان ننڍو خان مير نور محمد خان وٽ 12 سؤ سپاهين جي دستي مٿان عملدار هو. حيدرآباد تعلقي ۾ وٽس جاگير هئي. پٽن سميت ٽنڊي آدم ۽ ڪوٽ بلاول ۾ رهندو هو. سنه 1881ع ۾ 123 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. مرين جي شاهداڻي قبيلي جي سردار شاهه بيگ کي مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان وٽان پروانا مليل هئا. شهدادپور، ٽنڊو الهيار ۽ ميرپورخاص ۾ وٽس جاگيرون هيون. سندس ننڍي ڀاءُ غلام حيدر خان 1862ع ۾ وفات ڪئي. مصري خان مير غلام علي خان وٽ ڪاردار هو. وٽس دادو ۾ جاگير هئي. سنه 1868ع ۾ وفات ڪيائين.[1]

## لغاري:

ڊاڪٽر جيمس برنس پنهنجي سفرنامي ۾ لکي ٿو ته، لغاري، ٽالپري دؤر ۾ محافن ۾ گهمندا هئا. پهرين چؤياريءَ ۾ وزارت جو قلمدان سيد آغا اسماعيل شاهه ۽ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي هٿن ۾ رهيو، مگر بلوچيت جي لحاظ ڪري مير، نواب صاحب تي اعتبار ڪندا هئا. نواب صاحب چانڊڪي جهڙي شورش پسند پرڳڻي مٿان حاڪم هو. کيس قاسي ڏيڻ جي اختياري مليل هئي. نواب صاحب جي هميشه کان اها پاليسي رهي ته ٽالپرن جي انگريزن سان صلح رهي. نواب صاحب شاعرانه مذاج رکڻ سان گڏ، فن طب ۾ به ماهر هو. سندس پٽن مان نواب احمد خان بزدارن جو سردار هو. گوني ۽ لاڙڪاڻي تعلقن ۾ وٽس جاگيرون هيون. ٽئين پٽ نواب الله داد خان کي لاڙڪاڻي ۽ ميهڙ ۾ جاگيرون هيون. چوٿين پٽ نواب غلام حيدر خان کي فقط لاڙڪاڻي ۾ جاگير هئي ۽ پهرين چؤياريءَ ۾ جاتيءَ مٿان نائب هو. ولي محمد خان جو ڀائٽيو غلام شاهه بزدار پهرين چؤياريءَ ۾ پارڪر جو مختيارڪار هو. عمر ڪوٽ ۽ بدين تعلقن ۾ وٽس جاگيرون هيون. نواب ولي محمد خان جو وڏو هم رڪاب هو. وٽس مير غلام علي خان ۽ مير مراد علي خان جون سندون هيون. تاج پور ۾ وٽس جاگير هئي. سنه 1862ع ۾ وفات ڪيائين. بڊو خان عالياڻي پوڙهون بزرگ هو، جنهن 1883ع ۾ وفات ڪئي. حسين خان بهراماڻيءَ کي ميرن بنوري، گوني ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ جاگيرون ڏنيون هيون. اختيار خان عيساڻي جڏهن مير مراد علي خان جي مرڻ وقت ماتم پرسي ڪرڻ آيو، تڏهن ٽالپر امير زادن کيس سونيون ترارون عنايت ڪيون هيون. شهدادپور،

1 _ History of Alienations in the Province of Sind, Vol. II, The Mari tribe, PP. 222-225.

هالا ۾ ميهڙ ۾ وتس جاگيرون هيون. گاج جي ڪچائي لغارين جي سردار گل محمد خان کي جهالاوان جي سرحد سنڀالڻ جو ڪم سپرد هو. باغبان ۾ ناري جون زمينون سندس جاگير ۾ هيون. مير فتح علي خان کيس ويهه هزار بيگها عطا ڪيا هئا.[1]

## نظاماڻي:

نظاماڻي، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ جاگيردار هئا. ڪرماڻين مان دريا خان کي مير مراد علي خان مختيارڪار ڪيو هو. هو سنه 1834ع ۾ شاهه شجاع سان روهڙيءَ وٽ وڙهندي شهيد ٿيو هو. ڀليلاڻين مان ابراهيم خان تائين جيڪي گذريا تن سڀني وٽ جاگيرون هيون.

## نومڙيا ڪلمتي:

ڪلمتين جي سردارن الله بندغ خان، مزار خان ۽ فتح خان وٽ اورنگزيب عالمگير جون سندون هيون، جن کي مير فتح علي خان بحال رکيو.[2] نومڙين کي ڪوٽڙيءَ جي پلن ۽ شراب جو محصول معاف ڪيو ويو.

## جوکيا:

جوکين وٽ مير غلام شاهه جي سند هئي، جا مير فتح علي خان ٿي سؤ چورس ميلن تائين بحال ڪئي. سنه 1843ع ۾ جوکين جي سردار ڄام مهر علي خان سيٺ نائون مل جي چرچ تي انگريزن جو طرف ورتو.[3]

## بکر جا سادات:

بکر جا سادات، جي سيد محمد مڪي جو اولاد هئا، جن کي سلطان علاءُ الدين خلجي بکر ۾ جاگيرون ڏنيون هيون، جن کي پوءِ شاهه بيگ ارغون روهڙيءَ ۾ جاگيرون ڏنيون هيون، جن کي شاهه جهان الور ۽ عالي واهڻ ڪان سواءِ 995 بيگها وڏيڪ جاگير ڏني هئي، جن مان نقوي ۽ رضوي ساداتن کي اورنگزيب عالمگير وٽان سند ملي هئي، تن جي جاگيرن کي ٽالپرن بحال رکيو.

1 _History of Alienations in the Province of Sind, Vol. II, The Legharis.

2 _ 14 آڪٽوبر سنه 1858ع تي سنڌ جي اسپيشل ڪمشنر مسٽر بي_ اي_ ايلس بمبئي حڪومت پاران سنڌ جي جاگيردارن ۽ سردارن جي فهرست تيار ڪري حڪومت کي پيش ڪئي هئي. ڏسو:
Pre-Mutiny Records of the Commissioners in Sind, PP-141-142, Karachi, 1931.

3 _Selection from the Records of Bombay Govt. No. XVII. P-74.

سيد غلام شاهہ مير رستم خان جو مرشد هو.[1]

## ڏهر:

ڏهرن وٽ اورنگزيب عالمگير جي سند هئي. اوباوڙو سندن جاگير هو. ٽالپرن سندن جاگير بحال رکي. مٿين جاگيرن کان سواءِ، متعلوي، لکياري ساداتن ۽ ٻين بزرگ خاندانن سان ميرن رعايتون ڪيون. غير بلوچي قومن مان کوکرن، کتياڻن، ابڙن وغيره کي فوجي خدمت جي عيوض عهدا مليا ۽ سندن سرداريون قائم رکيون ويون.

## ڪلهوڙن جي آخري ڪوشش:

ٽالپرن جي ٻهرين ڪمزوري اها هئي، جو انهن سنڌ کي ٽن حصن ۾ تقسيم ڪيو. سندن نااتفاقيءَ جي ڪري مير فتح علي خان کي سنڌ ورهائڻي پيئي.[2] مير فتح علي خان جي وفات کان پوءِ جيڪي واقعا رونما ٿيا، سي سندن نااتفاقيءَ جا ثبوت آهن: مثلاً: ول جي جنگ، مير صوبدار خان جي چاچن خلاف بغاوت، مير علي مراد خان جي پنهنجي ڀاءُ مير رستم خان خلاف سازش وغيره. جن جي ڪري فرنگين کي سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ سازشن جي ڄار وڇائڻ لاءِ موقعو ملي ويو ۽ انهن ٽالپرن جي ٻازوئن کي هڪ هڪ ڪري وڍيو.

سرائي ميان عبدالنبي سنڌ ھٽ ڪرڻ لاءِ ھٽ پير هٽي، چئني پاسن کان نااميد ٿي، جوڌپور ڏانهن هليو ويو. اتي جي راجا سندس گذران لاءِ هڪ مختصر جاگير مقرر ڪئي. ميان صاحب پنهنجي خاندان سميت پوڪران ۾ رهڻ لڳو. مير مراد علي خان جي ڏينهن ۾ کوسن ڪڇ تي ڪاهُون ڪرڻ شروع ڪيون هيون. جنهن تي ڪڇ جي انگريز ريزيڊنٽ اعتراض اٿاريو هو. مٿئين موقعي مان فائدو وٺي، ميان عبدالنبيءَ جي پوين مان سنہ 1832ع ۾ ميان محمد خان عباسيءَ وجهہ ڏسي سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ انگريزي ريزيڊنٽ کي درخواست ڪئي، ڪلهوڙن جي اها پوئين ڪوشش هئي، ليڪن انگريز بہ سنڌ سان پوري واقفيت پيدا ڪري چڪا هئا ۽ کين پڪ هئي تہ ڪلهوڙا، ٽالپرن کان ٻيهر سنڌ هرگز فتح ڪري ڪونہ سگهندا، تنهن ڪري هنن ان درخواست تي ڪوبہ خاص ڌيان ڪونہ ڏنو.[3]

---

1 _ G. Smith: The life of john Wilson, PP-440-441, London, 1878.

2 _ Edmund C. Cox: A Short History of Bombay Presidency, P. 296, Bombay- 1887.

3 _ J. Tod: the Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. II, P-305.

## 18 صديءَ جي آخر ۾ سياسي حالتون:

عيسوي 18 صديءَ جي آخر ۾ هندستان اندر انگريزي شهنشاهت جو بنياد مضبوط ٿي چڪو هو. نظام، آئوڌ ۽ بنارس جون رياستون انگريزي اقتدار هيٺ اچي چڪيون هيون. مٿين راجائن ۽ نوابن وٽ انگريز ريزيڊنٽ رهندا هئا. سنڌيا، گائڪواڙ هولڪر ۽ ڀونسلي جي پيشوا جا اڳ دست ۽ بازو هئا. سي مرهٽا ڪنفيڊريسيءَ کان ڇڄي ڌار ٿيا ۽ فقط نالي طور پيشوا جي اڳواڻيءَ جو دم ڀريندا هئا. خود پيشوا جي پنهنجي حيثيت به نهايت ڪمزور هئي. نظام ۽ مرهٽن گڏجي، سنه 1792ع ۾ ميسور جي ٽينءَ ويڙهه ۾، ٽيپو سلطان جهڙي مجاهد کي شڪست ڏيئي سندس اڌ ملڪ پاڻ ۾ ورهائي ڇڏيو، ان کان سواءِ سلطان کي 3 ڪروڙ رپيا جنگ جو تاوان ڏيڻو پيو.[1]

فرينچن جي طاقت کي انگريز هندستان اندر ڪمزور ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪا هئا. پنجاب ۾ گوجرانوالا کان وٺي وهندي جمنا تائين سکن جون رياستون قائم ٿي چڪيون هيون. سنه 1774ع کان سنه 1778ع تائين تيمور شاهه پنج ڀيرا هندستان تي ڪاهون ڪيون، مگر افغان لشڪر چناب نديءَ کي ٽپي نه سگهيو هو.[2] 18 صديءَ جي آخر ۾ يورپ ۾ فرينچ انقلاب رونما ٿيڻ کان پوءِ نيپولين بوناپارٽ جي اڳواڻيءَ هيٺ فرينچ زور ورتو هو. نيپولين جي خاص مرضي هئي ته انگلينڊ ڪمزور رهي.

مٿئين انقلاب کان پوءِ هندستان جي فضا ۾ اهي افواهه اڏامي رهيا هئا ته اجهو ٿو نيپولين سمنڊ رستي ٽيپو سلطان کي مدد ڪرڻ اچي. ميسور جي ٽينءَ ويڙهه کان پوءِ ٽيپو سلطان انگريزن سان آخري فيصلي ڪن جنگ لاءِ تياريون

---

1 ـ ٽيپو سلطان سچي هندستان اندر واحد مسلمان حڪمران هو جنهن انگريزن جي خلاف جهاد جو اعلان ڪيو هو. پر سنه 1788ع ۾ سلطان پنهنجا به سفير محمد درويش خان ۽ عثمان خان فرانس جي شهنشاهه لوئس 16 ۽ ترڪيءَ جي سلطان ڏانهن مدد حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليا هئا، پر ڪو نتيجو نڪري نه سگهيو. لوئس 16 عياشين ۽ فضول جنگين ڪرڻ ڪري مفلس ٿي چڪو هو. ترڪيءَ جي سلطان به فقط سڪا دلاسا وتس مڪا هئا. ڪتاب حملات حيدري: مولوي عبدالرحيم، ص_ 662_664.

2 ـ سنه 1775ع ۾ مغل شهنشاهه شاهه عالم ثانيءَ ۽ جوڌپور جي راجا، تيمور شاهه کي هندستان تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ دعوتون ڏنيون هيون. ٻئي پاسي هندستان جي گورنر جنرل وارن هيسٽنگس ۽ لارڊ ڪارنوالس تيمور شاهه سان غلام نقشبند خان ۽ غلام محمد خان معرفت خط و ڪتابت جو سلسلو جاري ڪيو هو. آئوڌ جو برٽش ايجنٽ ڪابل جون خبرون باقاعدي ڪلڪتي جي فورٽ وليم کي پهچائيندو هو. سنه 1788ع ۾ تيمور شاهه جي ڪاهه جي خوف کان دهليءَ جي صرافن دوڪان بند ڪيا هئا. ان موقعي تي سنڌيا جي دربار جي برٽش ريزيڊنٽ جيمس انڊرسن صرافن کي پڪ ڏني هئي ته تيمور شاهه کي سک جمنا تائين پهچڻ ڪين ڏيندا، ڇاڪاڻ ته خود تيمور شاهه جا ايلچي ان وقت سکن خلاف سنڌيا سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

ڪرڻ ۾ رڌل هو. سندس ايلچين انگريزن خلاف جهاد ڪرڻ جي پيغام کي هندستان ۾ هندستان کان ٻاهر ايران ۾ افغانستان تائين پهچايو هو. غرض ته سنه 1796ع ۾ هندستان اندر ڪوبه راجا يا نواب نه هو جنهن وٽ ٽيپو سلطان جو ايلچي نه پهتو هو. سندس مرضي هئي ته هندستان بلڪ براعظم ايشيا جون حڪومتون گڏجي انگريزن کي هندستان مان ٻاهر لوڏي ڪڍن.[1] مگر افسوس، جو سندس جهاد جي دعوت تي زمان شاهه کان سواءِ ٻئي ڪنهن به نواب يا راجا ڌيان ڪونه ڏنو.

هوڏانهن 3 ورهيه اڳ انگريزن ڪابل جي امير جي ٽپڙن کي هڪ هڪ ڪري جاچي ڏٺو هو. گورنر جنرل مارڪس ڪارنوالس جي حڪم موجب ائوڌ جي برٽش ريزيڊنٽ ايڊورڊ آٽو آئيوز لکنؤ جي هڪڙي شخص غلام سرور کي ساڍا چوڏهن هزار رپيا ڏيئي، جاسوسي ڪرڻ لاءِ ڪابل ڏانهن روانو ڪيو هو. لکنوي انگريزن جي چاڙتي سنه 1207هه (19 آگسٽ 1792ع) تائين ڪابل ۾ رهي، افغانن جي فوجي قوت ۾ اقتصادي حالتن جا صحيح انگ اکر گڏ ڪري، ڪمپني سرڪار کي پهچايا هئا.

سنه 1796ع ۾ زمان شاهه هندستان تي ڪاهه ڪئي، لاهور تائين مس پهتو ته پنيان شهزادو محمود هرات کان ڪابل تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو. محمود جي ڪاهه جو ٻڌي، زمان شاهه موٽي ڪابل ڏانهن هليو ويو. ڪابل پهچي، اُتي جي نظام کي درست ڪرڻ ڪانپوءِ زمان شاهه ٻيو گهمرو ڪاهه ڪري لاهور مس پهتو ته سندس اچڻ کان اڳ انگريزن بريليءَ جي هڪڙي شيعي مهدي عليءَ کي به لک ڏهه هزار رپيا ڏيئي ايران ڏانهن مڪو هو. جت هو ايرانين کي هندستان اندر افغانن جي شيعن مٿان ظلمن جون ڪوڙيون ڪهاڻيون ٻڌائي، ايرانين کي افغانن خلاف پڙڪائڻ لڳو. زمان شاهه لاهور ۾ سکن سان سرگوشين ڪرڻ ۾ رڌل هو ته پنيان فتح علي شاهه قاچار جي افغانستان تي ڪاهه جو ٻڌي پوئين پير ڪابل ڏانهن موٽي ويو.

سنه 1798ع ۾ نيپولين بونا پارٽ سمنڊ رستي مصر پهتو. هندستاني جيڪي نجات لاءِ ڪابل جي پهاڙين ڏانهن نهاري رهيا هئا. هينئر يورپ ڏانهن متوجه ٿيا.

---

1 _ هندستان جي نوابن ۾ راجائن مان نظام پهريون هو جنهن انگريزن جي زيردستيءَ کي منظور ڪري پاڻ وٽ انگريزي لشڪر رکيو هو. ٽيپو سلطان پنهنجي طرفان غلام محمد روهيلي کي سفير ڪري زمان شاهه ڏانهن موڪليو هو.

G.B. Malleson: History of Afghanistan, PP. 305-306.

انگريز ٻڌائي واٽي هندستانين کي خوف ڏيارڻ لاءِ ڪوڙيون خبرون شايع ڪرڻ لڳا.[1] ٽيپو سلطان جي فوجن ۾ فرينچ عملدارن جو ڪافي تعداد هو تن جي صلاح سان سلطان ماريشس بيٽ جي فرينچ گورنر سان فرينچ جي حبشين جي لشڪر رواني ڪرڻ لاءِ لکپڙھ ڪئي، مگر نيپولين ابوڪير جي معرڪي ۾ انگريزي ٻيڙي کان شڪست کائي چڪو هو ۽ پوءِ ايڪڙ جي جنگ ۾ انگريزي ۽ ترڪي لشڪر کان شڪست کائي مصر ۽ شام ڇڏي فرانس ڏانهن هليو ويو.

هوڏانهن ماريشس جي فرينچ گورنر فقط هڪڙو ايلچي ريپاڊ نالي ٽيپو سلطان ڏانهن تسڪين ڏيڻ لاءِ روانو ڪيو. دنيا ڏٺو تہ هندستان جو مرد مجاهد اڪيلي سر، سنہ 1799ع ۾ انگريزن سان وڙهندي سرنگاپٽم جي خونريز معرڪي ۾ شهيد ٿي ويو جنهن کان پوءِ گورنر جنرل مارڪس آف ويلزلي هندستان جي ڏيهي رياستن لاءِ ”سسٽم سبسيڊائري“ جهڙو لعنتي قانون پاس ڪيو جنهن موجب هر هڪ ڏيهي رياست کي پنهنجي خرچ تي رياست اندر انگريزي لشڪر رکڻو پيو. جن رياستن انڪار ڪيو سي انگريزن جي نظر ۾ دشمن هيون.

زمان شاهہ کان ڪمپني سرڪار کي ڪو خوف ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ فتح علي شاهہ انگريزن سان ٻٽ هو.[2] پنجاب جا سک رنجيت سنگھہ جي اڳواڻيءَ هيٺ منظم ٿي رهيا هئا. ميسور کي ختم ڪرڻ کان پوءِ انگريز مرهٽن ڏانهن وريا جن جي حڪومت جون حدون بنگال کان وٺي ڪڇ تائين هيون. سنڌ هڪڙو ننڍڙو ملڪ هو انگريزن جي قوت اڳيان سندس حيثيت ڪجھہ بہ نہ هئي.

## انگريزن جي وڪيل جو حيدرآباد پهچڻ:

سنہ 1873ع ۾، برطانوي پارليامينٽ جي ائڪٽ موجب بمبئي ۽ مدراس کاتا بنگال جي گورنر جي ماتحت ڪيا ويا ۽ بنگال جو گورنر جنرل صلاحڪار ڪائونسل معرفت حڪومت هلائڻ لڳو. ڪائونسل جا ميمبر انگلينڊ سرڪار پاران مقرر ٿي اچڻ لڳا. مٿئين انتظام موجب صلح ۽ جنگ جي حالتن ۾ صوبن جي گورنر کي گورنر جنرل کان اختياري وٺڻي ٿي پيئي. 8 آڪٽوبر سنہ 1798ع ۾ بمبئي جي گورنر، جوناٿن ڊنڪن کي لارڊ ويلزلي لکيو

---

1۔ سنہ 1798ع ۾ لنڊن جي هڪڙي انگريز جان فئر بارن نيپولين بوناپارٽ جي ڪاهہ متعلق هڪڙو نقشو تيار ڪيو هو جنهن ۾ هن پروپئگنڊا طور ڏيکاريو هو تہ نيپولين بحيره روم کان مصر پهچي اتان ڳاڙهو سمنڊ ۽ ايراني نار ٽپي، منگلور پهچي، ٽيپو سلطان کي مدد ڪندو.

P. N. Khera: British Forward Policy Towards Sind "Nepoleon."

2 _ E.W. Thamson: History of the India, PP. 318-319, London.

G.B. Malleson: History of Afghanistan, P. 306.

تہ: "سنڌ جا ٽالپر مير ڪابل جي ماتحت رهڻ کان بيزار آهن. سنڌ ۾ واپار جي ڪوٺي وجهڻ سان انگريز آسانيءَ سان افغانين، ايرانين، روسين ۽ فرينچن جي ايشيا ۾ ڪارروائين کي معلوم ڪري سگهندا."

گورنر جنرل جي حڪم موجب جوناٿن ڊنڪن هڪڙي ايراني، آغا ابوالحسن کي پنهنجو وڪيل ڪري سنڌ ڏانهن روانو ڪيو هو. حيدرآباد پهچڻ کان پوءِ آغا سيد ابراهيم شاهہ وٽ مهمان ٿي لٿو ۽ 24 فيبروري 1799ع تي آغا سيد ابراهيم شاهہ معرفت بہ خط مير فتح علي شاهہ کي پيش ڪيائين. خطن جي اصل مراد فقط هيءَ هئي تہ زمان شاهہ لاءِ سنڌ جي ذريعي وڏيڪ پريشانيون پيدا ٿين. خطن ۾ لکيل هو تہ "جيڪڏهن ٽالپر مير قنڌار تي حملو ڪندا تہ ڪمپني سرڪار سندن مدد ڪندي" جنهن جو اڻ سڌيءَ ريت هي مطلب هو تہ ٽالپر سمجهي سگهن تہ انگريزي فوجن لاءِ قنڌار تي قبضو ڪرڻ کهڙو نہ آسان ڪم هو. بن خطن مان هڪ جي اصل عبارت هن ريت هئي:

"الله تعاليٰ آدم عليہ السلام جي اولاد کي برادريءَ ۽ دوستيءَ جي هڪڙي ڌاڳي ۾ منسلڪ ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ الله جا سمورا ٻانهہا انساني تهذيب جي لحاظ کان هڪجهڙا آهن!"[1]

انگريزن جي حڪمت عملي ۽ ڊپلوميسي جا ڪرشما ڏسو. جو هڪڙي طرف گورنر جنرل ڏيهي رياستن جي نوابن ۽ راجائن لاءِ 'سسٽم سبسيڊئري' جي ڪوڙڪي تيار ڪري ٿو ۽ ٻئي پاسي سندس گورنر سنڌ جي ميرن کي دوستي رکڻ لاءِ خدا جو واسطو ۽ انساني تهذيب جو ڍونگ پيش ڪري ٿو! 17 مارچ تائين ٽالپري دسترخوان جي نعمتن کان لطف اندوز ٿيڻ کان پوءِ گورنر جي ايراني وڪيل مداريءَ وانگر بغچو کولي سوکڙيون پيش ڪيون، جن ۾ شيشي جو سامان، چينيءَ جا برتن، مختلف قسمن جا بارود جا هٿيار، کي پلنگ، مخملي ٿان ۽ واچون هيون. سوکڙين جي جملي قيمت 1045 رپيا هئي، جيڪي مير فتح

---

1ـ نوٽ: بمبئي جو گورنر جوناٿن ڊنڪن، پهريائين بنگال سول سروس جو عملدار هو. پوءِ بنارس ۾ برٽش ڪمشنر ٿي رهيو هو. سنہ 1795ع کان سنہ 1811ع تائين بمبئي جو گورنر ٿي رهيو. نهايت تجربيڪار انگريز هو. آغا ابوالحسن ايراني ۽ مهدي علي بريلوي، ڪمپني سرڪار جا تجربيڪار ڇاڙتا هئا. ابوالحسن ايران جو هڪڙو واپاري هو ۽ مهدي علي امير هو جنهن ايران وچي زمان شاه خلاف فتح علي شاهہ قاچار کي ڇوريو هو.هن ايراني فرمانروا کي انگريزن جي طرفداري ڪندي خوف ڏياريو هو تہ 7 سؤ سولجرن جي دستي سان انگريزن بنگال جي نواب سراج الدولہ جي هڪ لک فوج کي پلاسيءَ جي جنگ ۾ شڪست ڏني. مهدي علي ڪامل عيار ۽ سياستدان هو. ان قسم جا ايرانين کي خوف ڏياري هن برٽش سفارت لاءِ ايران ۾ رستو صاف ڪيو.
P. M. Sykes: Ten Thousand Miles in Persia, Vol. II, P. 397 London, 1917.

B. D. Basu: Rise of The Christian Power in India, PP. 35-52.

علي شاهه کي پيش ڪيون ويون. مير غلام علي خان جي تحفن جي قيمت 849 رپيا هئي ۽ ميرڪرم علي خان جي سوکڙين جي قيمت 735 رپيا هئي. خاص ڪري واچن جي سونهن ۽ حرڪت کي ڏسي. ننڍا مير گهڻو خوش ٿيا ۽ سندن خيال موجب انگريز سندن خيرخواه دوست هئا. مير صاحب ڪابل جي ساليانې خراج ۾ گرم ڪپڙي رواني ڪرڻ جو اڳي ئي ارادو ڪيو. تنهن ڪري انگريزن جي وڪيل کي ڪانئن هڪ لک رپين جي قيمت جو گرم ڪپڙو خريد ڪرڻ لاءِ وعدو ڏنو.[1] خراسان وارا انگريزي اوني ڪپڙو گهڻو پسند ڪندا هئا.

## ناٿن ڪرو جو سنڌ ۾ اچڻ:

انگريزن کي فقط بهاني جي ضرورت هئي. آغا ابوالحسن جي بمبئي پهچڻ شرط جوناٿن ڊنڪن. بمبئي سول سروس جي هڪڙي عملدار ناٿن ڪرو کي، جو وڏو مڪار هو چونڊي پنهنجي طرفان ايجنٽ ڪري سنڌ ڏانهن روانو ڪيو. تجارت ڪرڻ کان سواءِ کيس سياسي اختياريون بہ مليل هيون. شهداداڻي سرڪار پاران آغا محمد بيگ هڪڙو ايراني بمبئي ۾ ايجنٽ مقرر ٿيو. نئين ايجنٽ ڪراچي ۾ هڪڙي عمارت تعمير ڪرائي. جا انگريزن جي ڪراچيءَ ۾ پهرين عمارت هئي. ساليانو چئن لکن رپين جو مال انگريز سنڌ ۾ نيڪال ڪرڻ لڳا. مثلا. چين جي کنڊ. ملبار جا ڪارا مرچ ۽ ٻيون صنعتي شيون. مئي 1799ع ۾ ٻه ڪ جهاز ڪراچيءَ پهتو. جنهن ۾ قسمين قسمين شيون جهڙوڪ. شيشي ۽ چينيءَ جا برتن. لوهه ۽ ٽين جو سامان. قسمين قسمين رنگين چيٽون ۽ ڪارا مرچ وغيره هئا. ناٿن ڪرو هڪڙي خط ۾ ڪمپني سرڪار کي سنڌ جي اهميت متعلق هيٺيون بيان لکيو:

”سنڌ ۾ انگريزن جي موجودگيءَ جي ڪري زمان شاهه جو سمورو ڌيان سنڌ ڏانهن ڇڪيل رهندو. سنڌ هڪ اسلامي رياست آهي. جنهن سان دوستي رکڻ ڪري اسين آسانيءَ سان قنڌار تي فوج ڪشي ڪري سگهنداسون. افغان بادشاهه سان جيڪڏهن ٽالپرن جي جنگ لڳندي. تہ اسين هر حال ۾ فائدي مند رهنداسون ۽ سنڌ ۾ قيام ڪرڻ ڪري اسين وچ ايشيا جا حالات معلوم ڪري سگهنداسون.“

سنڌ ۾ ڌارين ملڪن جي شين جي درآمد ڪري هن صوبي جي صنعتي شين کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. ڪاريگر بيروزگار ٿيڻ لڳا ۽ واپاري طبقي جا

---

1 ـ ڪلهوڙا ۽ ٽالپر مير ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان گرم اوني ڪپڙو خريد ڪري، ڪابل سرڪار کي خراج جي عيوض موڪليندا هئا. سندن ايلچي ڪابل سرڪار کي ڪپڙي جي قيمت ٻيڻي ٽيڻي ٻڌائيندا هئا.

سينيون حڪومت جا در کڙڪائڻ لڳا. زمان شاهہ ڏنو تہ هندستان تي بہ دفعا ڪاهُن ڪرڻ وقت فتح علي شاهہ قاچار ايراني سرحد تي فوجي نمائشون ڪرڻ لڳو هو. تنهن ڪري افغان بادشاہ، مير فتح علي خان ڏانهن انگريزي ڪوٺيءَ کي بند ڪرڻ لاءِ هڪڙو ڌمڪيءَ ڀريل خط موڪليو. ان کان سواءِ انگريزي ايجنٽ کي سنڌ مان تڙي ڪڍڻ لاءِ مير صاحب کي ماٺڪاٺي، سهراباڻي سرڪارن کان سواءِ ڪڇ جي راءِ، مسقط جي امام ۽ پونسلي وٽان پڻ خط پهتا هئا. پونسلي جي مير ٺاري خان سان خط و ڪتابت جاري هئي. ناٿن ڪرو کي سنڌ ۾ اجا سال مس گذريو هو. تہ 29 آڪٽوبر سنہ 1800ع ۾ مير فتح علي خان هيبت جنگ بهادر وٽان کيس 15 ڏينهن اندر سنڌ مان نڪري وڃڻ لاءِ حڪم پهتو. ناٿن ڪرو حڪم موجب ٺٽي مان سڙهہ سانباهي بمبئي ڏانهن روانو ٿيو.

مٿئين اوچتي حڪم ملڻ ڪري، ڪمپني سرڪار کي 1,09,659 رپين جو نقصان پهتو. مٿينءَ رقم ۾ انهن سوکڙين جي قيمت بہ شامل هئي، جيڪي آغا ابوالحسن ميرن کي ڪمپني سرڪار پاران ڏنيون هيون. انهن سوکڙين جي جملي قيمت 23,145 هئي.[1] مسٽر ناٿن ڪرو بمبئي پهچڻ بعد ڪمپني سرڪار کي جيڪا رپورٽ پيش ڪئي، تنهن جي هڪڙي رخ مان فرنگين جي ناپاڪ ارادن جي خبر پئجي سگهي ٿي ۽ ٻئي رخ مان سنڌ جي 18 صديءَ جي جهلڪ نظر اچي ٿي. رپورٽ جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

"جيڪڏهن انگريز سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ چاهين، تہ ڪين پهريائين ڪراچيءَ کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي گسريءَ وٽ فوجون لاهڻ گهرجن. هن ڪاريءَ جي ڏڪڻ اوڀرندي پريان وڏا جهاز لنگر انداز ٿي سگهن ٿا. ڪناري وٽ فوجون لاهڻ گهرجن ۽ حفاظت لاءِ مختصر توب خاني رکڻ جي ضرورت پوندي. ڪراچيءَ ۾ سستائي آهي. هتي چوپايو مال ۽ گاهہ جام ملي ٿو. ڪراچيءَ کان ٺٽي تائين سڌو سنئون رستو وڃي ٿو جنهن تان آسانيءَ سان توب خانو لنگهي سگهندو. درياءَ رستي بہ ٺٽي پهچي سگهبو. سنڌونديءَ جي ٻيڙين تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، حيدرآباد جو قلعو ڪناري کان فقط ڇهن ميلن جي پنڌ تي آهي. رستي تي فقط هيءَ تڪليف آهي جو هر وقت بلوچي لشڪر تيار بيٺل رهي ٿو. ٺٽي ۽ حيدرآباد جي وچ ۾ جهرڪن

1 _ Postan: Personal Observation on Sind, P. 290

W.F.P. Napier: The Conquest of Sind, P. 38, London, 1845.

جو شهر آهي، هتي ان، چوپايو مال ۽ گيھ جام ملي ٿو. ڪراچيءَ تي قبضو ڄمائڻ هر حال ۾ بهتر ٿيندو. هتي جا جوکيا ۽ نومڙيا ٽالپرن جي خلاف آهن، سندن چوڻ آهي تہ سندن زمينن تي ٽالپرن قبضو ڄمايو آهي، جيڪڏهن اسين مٿن هٿڙو گھمائينداسون تہ حيدرآباد پهچڻ تائين هو اسان جا معاون ۽ مددگار ٿي رهندا. جيڪڏهن ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي پوين مان ڪو حقدار سنڌ لاءِ ڪڙو ڪنداسون تہ پڪ ٽالپر سنڌ مان ٽڙجي ويندا.“

## مير فتح علي خان جي وفات:

سنہ 1217ھ (1802ع) ۾ مير فتح علي خان ”هيبت جنگ بهادر“ وفات ڪئي. مرڻ کان ٿورا ڪلاڪ اڳ سجاول دايي، شهزادي صوبدار خان جي ولادت جي خوشخبري ۽ مبارڪبادي پيش ڪئي. مير صاحب، دايي کي جوهر دار ترار مرحمت ڪئي.[1] وفات کان اڳ حڪومت جون واڳون پنهنجي ڀاءُ مير غلام علي خان کي سپرد ڪري ويو جو سندس ايام ڪاريءَ ۾ سنڌ جو وزير خارجہ هو. مير صاحب جي جنازي کي هالن جي ويجهو خدا آباد پرسان سپرد خاڪ ڪيو ويو. مقبرو ڳاڙهي پٿر جو صفائيءَ سان جڙيل آهي. قبر اڇيان سنگ مرمر جي تختيءَ تي ڪتبو لکيل آهي. مقبرو هڪڙي ٿلهي تي آهي، جنهن تي مير بهرام خان، مير بجر خان، مير صوبدار خان ۽ مير غلام علي خان جون قبرون آهن. ٿلهي مٿان پيپل پاون سان ڇت ٺهيل آهي.[2] مير فتح علي خان پنهنجي وقت جو تجربيڪار سپاهي ٿي گذريو. هن 17 ورهين جي عمر ۾ سنڌ فتح ڪئي هئي. سندس بلند فطرت کي فقط ايترو منظور هو تہ سنڌ ۾ امن ۽ امان رهي. جنگين ڪرڻ کان کيس نفرت هئي، ليڪن ميدان ۾ قدم رکڻ کان پوءِ دشمن کي مات ڪرڻ کان ڪونہ گسندو هو. حڪومت جو ڪاروبار نهايت سنجيدگيءَ، ڪفايت ۽ تحمل سان هلائيندو هو. ملڪ داري ۽ فنون سياست کان پورو واقف هو. پنهنجن عزيزن ۽ بين بلوچي سردارن کي سندن رتبي موجب حق ڏنائين، جيئن ڪوبہ شڪايت جو لفظ زبان تي آڻي نہ سگهي. سير ۽ شڪار جو شوقين هو. سندس ايام ڪاريءَ ۾ حيدرآباد کان وٺي سيوهڻ تائين مهراڻ جا زرخيز ڪنارا شاهي شڪارگاهہ بڻجي ويا. سفر ۽ حضر ۾ شعراءِ ڪرام ۽ علمائن سڳورن جي محفل ۾ رهندو هو. سسئي، پنهون جي قصي کي

1 ـ شاهنامہ سنڌ: ذڪر مير فتح علي خان.

2 J. Wood: A journey to the Source of River Oxus, Chp. II, "Ruins of Khudabad", P. 19.

مولانا جاميءَ جي يوسف زليخا جي طرز تي نئين سر پارسيءَ ۾ نظم ڪرايائين. سندس فتوحات جي ڪارنامن کي سيد محمد عظيم ٺٽوي "فتح نامہ" جي عنوان سان تصنيف ڪيو. سنہ 1799ع ۾ پڇاري واهہ کي بند ڏياريائين. وفات ڪرڻ مهل 35 لک رپيا نقد شاهي خزاني ۾ چڙهي ويو.[1]

## مير غلام علي خان:

16 محرم سنہ 1217هہ (1802ع) ۾ مير غلام علي خان گاديءَ تي ويٺو. سندس دستاربنديءَ جي رسم وقت سمورا مير، مير سهراب خان، سميت حاضر هئا. فقط مير ٺارو خان مانڪاڻي غير حاضر هو. مير غلام علي خان ملڪ داريءَ جي قانون کان بهره مند هو. وقت جي پاڙيسري حاڪمن جي نظر ۾ سندس ڏاهپ ۽ بهادريءَ جو سڪو ويٺل هو. سنہ 1218هہ (1803ع) ۾ ڪنهن معمولي ڳالهہ تان مير غلام علي خان ۽ مير ٺاري خان جي ڪڙمين ۾ ول تان تڪرار جاڳيو نوبت تيغ زني ۽ توب زنيءَ تائين پهتي. مير غلام علي خان طاهر خدمتگار ۽ مير محمود خان جي اڳواڻيءَ هيٺ 2 هزار لشڪر توب خاني جي دستي سميت روانو ڪيو. شهداداڻين جا 410 ۽ مانڪاڻين جا 300 ماڻهو مفت مارجي ويا. ول جي جنگ پنج ڏينهن هلي. جنگ ۾ شهداداڻين جا ڪي نامور سپاهي، جهڙوڪ ڏاتو خان جمالي، بيڙو خان کوکر ۽ نبي بخش خان پرڳڙي مارجي ويا. مير ٺارو خان بہ زخمي ٿي پيو. ڪيس مير غلام علي خان حيدرآباد ڪٺائي آيو ۽ تندرست ٿيڻ کان پوءِ ڪيس بيش بها سوغاتون ڏيئي روانو ڪيائين.[2]

## شاهہ شجاع جي سنڌ تي ڪاهہ:

افغانستان ۾ سدوزئي شهزادن جي پاڻ ۾ اٽبٽت ڪري، اتي جا سياسي حالات پيچيده هئا. پائرن جي نااتفاقيءَ ڪري بارڪزئي سردار زور وٺي رهيا هئا. سنہ 1799ع ۾ پگهار نہ ملڻ ڪري قزلباش سپاهين فساد ڪري، شهزادي محمود جو طرف ورتو جنهن زمان شاهہ کي گرفتار ڪرائي انڌو ڪرائي ڇڏيو. سنہ 1218هہ (1803ع) ۾ سندس ننڍو ڀاءُ شجاع الملڪ ڪابل جي تخت تي ويٺو.[3]

شاهہ شجاع، جنهن کي بارڪزئي سردارن تخت تي ٿاڦيو هو، سو ڪمزور

---

1 _ Kalichbeg Faridunbeg: History of Sindh, Vol. II, P. 165

E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind, P. 16

2_ شاهنامہ سنڌ: ذڪر ول جي جنگ.

3 _ تاريخ سنڌ: مرزا قليچ بيگ، جلد2، ذڪر زمان شاهہ.

طبيعت جو انسان هو. وٽس لشڪر کي پگهار ڏيڻ لاءِ ڏوڪڙ ڪونہ هئا. ڪابل ۾ فساد پوڻ ڪري، ٽالپرن ڪابل کي ڏيل ڏيڻ بند ڪري ڇڏي هئي. ميرن تي دٻاءَ وجهڻ لاءِ شجاع لشڪر وٺي سنڌ تي ڪاهي آيو. مير غلام علي خان پاڻ لشڪر وٺي لاڙڪاڻي جي قلعي تي توبون چاڙهڻ لڳو. ايتري ۾ مير سهراب خان بہ فوجن سميت اچي ساڻس گڏيو. شجاع بلوچي لشڪر جي صف آرائي ڏسي، پنهنجي وزير حافظ شير محمد خان معرفت صلح جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. مير غلام علي خان، افغان وزير کي صاف لفظن ۾ چٽي ڏنو تہ، "اها ڪڪڙ مري ويئي، جيڪا اڳ سونا آنا لاهيندي هئي!" جيسين ڏرين ۾ ڪو فيصلو ٿئي، تنهن کان اڳ شهزادي محمود ۽ زمان شاهہ جي پٽن ڪامران ۽ قيصر خان جي سازشن جي ڪري ڪابل جون حالتون بدلجڻ لڳيون. ٻئي طرف کان ايراني لشڪر جي هرات تي ڪاهہ جون وٽس خبرون پهتيون. لاچار شجاع ميرن کان ڏهہ لک رپيا وٺي موٽي ويو.[1]

## ڪڇ جو قحط:

مير غلام علي خان جي ڏينهن ۾ ڪڇ ۾ سخت ڏڪار پيو. ڏڪر جا ستايل سنڌ ۾ تن ڇٽن رپين تي پنهنجا ٻار وڪڻڻ لڳا. ڏڪر جي زماني ۾ سنڌ ۾ في رپئي 6 سير جوئر ۽ ٻاجهري وڪامندي هئي. فياض مير ڏڪر جي ستايلن کي بيشمار ان ورهائي ڏنو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ ڪڇي موٽي پنهنجي وطن ڏانهن ويا. ڪڇ جي ڪنگهار راءِ بهادر مير نامدار کي ڏڪر جي ستايلن جي ٻارن کي موٽائڻ لاءِ دوستانہ نموني ۾ درخواست ڪئي، جا مير نامدار منظور ڪري، فقيري خدمتگار معرفت شاهي خرچ سان ستايلن جي ٻارن کي خريد ڪري، اينچين معرفت ڪڇ ڏانهن روانو ڪيو. مٿينءَ فياضيءَ جي ڪري ڪڇ جي برٽش ريزيڊنٽ ٽوٽي راءِ ٻهارامل مير صاحب جو شڪريو بجا آندو.

## قلات سان ڪشيدگي:

سنہ 1795ع ۾ قلات جي بيگلربيگي مير محمد نصير خان وفات ڪئي. سندس وليعهد پٽ شهزادو محمود صغير هو تنهن ڪري شاهي خاندان مان پهريائين بهرام خان ڪڇيءَ ۾ فساد ڪيو جنهن کي زمان شاهہ گرفتار ڪرايو هو پوءِ حڪومت جو ڪاروبار شهزادي جا بہ ماٽيلا ڀائر مير رحيم خان ۽ مير

---

1_ تاريخ افغانستان: حضرت جمال الدين افغاني، ص 64، مترجم: مولوي محمد علي خان، اسلاميہ اسٽيم پريس، لاهور، 1324هہ

مصطفيٰ خان هلائڻ لڳا. منجهائئن مصطفيٰ خان ڪڇي، هرند ۽ داجل مٿان نائب هو. هن حيدرآباد سرڪار کان ڪراچيءَ جي بندر جو مطالبو ڪيو ۽ بهاول پور جي نواب محمد صادق خان سان معاهدو ڪيو. ان معاهدي موجب ٻنهي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو. شهزادي مصطفيٰ سنڌو درياءَ جي ساڄي پاسي تي قبضي ڪرڻ جو ۽ نواب محمد صادق سنڌو نديءَ جي ڪابي ڪناري کي والارڻ جو ارادو ڪيو.

براهوئي شهزادن جي هڪ پوڙهي چاچي ڪوٽڙيءَ ۾ رهندي هئي، جنهن جي پرورش مير غلام علي خان ڪندو هو. مير صاحب ان پوڙهيءَ کي گهرائي سمجهائي گنداواهه ڏانهن روانو ڪيو. پوڙهيءَ اتي پهچي شهزادي مصطفيٰ کي بازاچڻ لاءِ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. تنهن وچ ۾ اتفاق اهڙو ٿيو جو مير رحيم خان کي مير مصطفيٰ خان گولي هٽي ماري وڌو.[1] ان حادثي کان پوءِ مير غلام عليءَ قلات دربار ڏانهن همدرديءَ طور پنهنجو ايلچي روانو ڪيو ۽ طرفين ۾ صلح ٿي.

مير غلام علي خان مرحوم مير محمد نصير خان جي ڀائٽيءَ سان ڀاڳ جي شهر ۾ ڏوم ڏام سان شادي ڪئي. ان موقعي تي مهمانن جو تعداد چاليهه هزار هو.[2]

## بهاول پور کي شڪست:

اُچ شريف جي جيلاني ۽ بخاري ساداتن جي وقت جا حڪمران عزت ڪندا هئا. سندن پيري مريديءَ جو سلسلو سنڌ ۽ گجرات تائين هو. نواب محمد صادق خان اُتي جي گادي نشين سيد ذوالفقار شاهه جي بي عزتي ڪئي، جنهن ڪري مير غلام علي خان نواب ڏانهن سيد لاءِ سفارش جو خط لکيو. نواب صاحب ويتر غصي ٿي، سيد تي سختيون ڪرڻ لڳو. نواب جي روش تي ناراض ٿي، مير صاحب پنهنجي سپہ سالار طاهر خدمتگار جي اڳواڻيءَ هيٺ بهاول پور ڏانهن لشڪر چاڙهي مڪو.

اپر سنڌ جي بزدارن، لنڊن، گبولن، پتافين ۽ جروارن بہ ٽالپري لشڪر جي مدد ڪئي. نواب جي سپہ سالار فتح محمد خان غوريءَ شڪست کاڌي. ٽالپري لشڪر سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ڀاڙهه تي قبضو ڪيو. نواب شرط منظور ڪيا. ساداتن جون جيڪي زمينون نواب ضبط ڪيون هيون، سي کين موٽايون ويون. طاهر خدمتگار نواب جي پٽ کي ساڻ ڪري ڪشمور کان ٻيڙين رستي ٽن

1 A. W. Hughes: Baluchsitan, PP. 190-191

2 Kalichbeg Faridunbeg: History of Sindh, Vol. II, P. 210

ڏينهن اندر تنبدي حاجي مير خان پهتو جت شهزادو مير محمد خان، بهاول پور جي شهزادي جو استقبال ڪري کيس حيدرآباد وٺي آيو. ڪجهه ڏينهن دائود پوٽو شهزادو شاهي مهمان طور رهي، موٽي بهاول پور ڏانهن ويو. طاهر خدمتگار کي فوجي خدمت جي انعام ۾ نوابيءَ جو لقب عطا ٿيو.

## انگريزن سان تعلقات:

گورنر جنرل لارڊ منٽو جي ڏينهن ۾ سنڌيا شاهي ۽ هولڪر شاهي مرهٽن جون ٻه زبردست حڪومتون هيون. وچ هندستان ۾ پنڊاري ڀاڙيدار انگريزن کان ڳريون رشوتون وٺي، ڏيهي رياستن ۾ ڦريون ڪندا هئا.[1] نيپولين بونا پارٽ هندستان پهچڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو پر سڄو يورپ سندس ڪڙيءَ هيٺان هو جرمنيءَ کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ "برلن ڊڪري" ذريعي يورپ وارن لاءِ اعلان پڌرو ڪيو ته ڪابه يورپ جي طاقت انگلينڊ سان واپار نه ڪري. سنه 1807ع ۾ تلست جي معاهدي موجب هن زار روس سان هندستان تي گڏجي ڪاهه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هندستاني، جن کي انگريز سنڌن ٽي خون ۽ پئسي جي ذريعي پاڻ ۾ ويڙهائي پنهنجو مطلب سنواري رهيا هئا. سي فرانس ۽ روس جي مٿئين معاهدي کي دستور موجب پاڻ لاءِ نجات جو باعث سمجهڻ لڳا.

تلست جي معاهدي ڪري ڪلڪتي جي "چيمبرس آف ڪامرس" (ايوان تجارت) ۽ اُتي جي فورٽ وليم جي قلعي جي سياسي حلقن ۾ بي چيني پئجي ويئي. ازان سواءِ ڪي فرينچ عملدار ايران پهچي، شاهه جي فوجن کي ولائتي فوجي قاعدا سيکارڻ لڳا. انهن پاڻ سان توب خانو به اوڏانهن نيو هو. فرينچن جي نقل ۽ حرڪت کي ڏسي لارڊ منٽو هندستان جي پاڙيسري ملڪن ڏانهن سفارش رواني ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو. گورنر جنرل جي دل سنڌ، پنجاب، ڪابل ۽ طهران جي حالتن کي معلوم ڪرڻ لاءِ گهڻي ماندي هئي.

پنجاب تي رنجيت سنگهه جو سڪو ڄميل هو. سندس اکيون ستلج پار وارين ڦلڪيان سک رياستن تي قبضي ڪرڻ لاءِ کتل هيون. سندن ارادو هو ته مٿيون رياستون لاهور جي خالصه جهنڊي هيٺ رهن. ٻئي پاسي ستلج پار واريون رياستون پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ ڪمپني سرڪار جا در کڙڪائڻ لڳيون. انگريزن کي خوف هو ته جيڪڏهن رنجيت سنگهه ستلج پار وارين

---

1ـ نوٽ: هندستان ۾ پنڊارين جو آغاز سنه 1689ع ۾ اورنگزيب جي پوئين زماني ۾ دکن مان ٿيو. پنڊاري ٽڳن جي ٽولين ٺاهڻ وارو پهريون شخص پونا پاءِ نالي هڪڙو مرهٽو هو. پوءِ افغان ۽ بلوچ به پنڊارين سان شامل ٿيا. پنڊارين جا پوئين زماني ۾ امير خان، جيتوءِ واصل محمد اڳواڻ هئا.

رياستن کي قبضي هيٺ آڻڻ کان پوءِ راجپوتن ۽ مرهٽن سان دوستانہ ناتو رکيو تہ انگريزن کي گڏيل محاذ سان مقابلو ڪرڻ مشڪل ٿيندو. ان ڪري گورنر جنرل کي پهريائين رنجيت سنگهہ کي روڪڻو پيو.

22_ ڊسمبر سنہ 1808ع ۾ لڌيانہ جي برٽش پوليٽيڪل ايجنٽ ميٽڪاف رنجيت سنگهہ کي صاف لفظن ۾ چتاءُ ڏنو تہ ستلج پار واريون ڦلڪيان سک رياستون ڪمپني سرڪار جي حفاظت هيٺ اچي چڪيون آهن. رنجيت سنگهہ سياڻو هو. کيس انگريزن جي طاقت جي خبر هئي. تنهن ڪري سنہ 1809ع ۾ هن انگريزن سان امرتسر جو معاهدو ڪيو. جنهن مطابق خالصہ سرڪار ۽ ڪمپني سرڪار درميان ستلج ندي حد مقرر ٿي. رنجيت سنگهہ سان فيصلي ڪرڻ کان پوءِ لارڊ منٽو ڪابل ڏانهن متوجہ ٿيو جتي شاهہ شجاع الملڪ بارڪزئي سردارن جي هٺ ۾ پٽليءَ وانگر هو.

جارج فاريسٽر پهريون انگريز هو جنهن ڪابل تائين سفر ڪيو هو.[1] تنهن کان پوءِ ڪلڪتي جي ڪائونسل، مائونٽيورٽ ايلفنسٽن کي ڪابل ڏانهن رواني ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو. ايلفنسٽن 13 انگريز عملدار ۽ چار سؤ انگريز ۽ هندي سپاهي ساڻ ڪري بهاول پور، ديره جات ۽ ڪوهات رستي کان ڪابل روانو ٿيو. ايلفنسٽن اجا ڪالاباغ جي لوڻ وارين ڪاٽين وٽ مس پهتو هو تہ کيس نيپولين بوناپارٽ جي شڪست جي خبر پهتي. روس ۽ فرانس جي گڏيل ڪاهہ جنهن ٿورا ڏينهن اڳ هندستان جي فضا کي غبار آلوده ڪري ڇڏيو هو ان متعلق هينئر اطمينان هو.

سنہ 1809ع ۾ ايلفنسٽن پشاور کان ڪابل پهتو. ڪابل ۾ کيس مرزا گرامي ۽ ملا بهرمند بہ عيار چاڙتا ملي ويا. جن جي معرفت فرنگي شجاع جا ٽيڙ جاچڻ لڳو. ظاهري شجاع جي پڳ ۾ ڪوهہ نور هيرو لڳل هو جو سندس پيشانيءَ تي چمڪاٽ ڏيئي رهيو هو پر سندس اندر ڪاڏل هو ۽ پريشانين جي ڪا حد ڪانہ هئي. هرات ۾ شهزادي محمود جون بغاوتون، بارڪزئي وزير فتح خان جون سازشون، دربار ۾ قزلباش ۽ سدوزئي اميرن جي پاڻ ۾ نااتفاقي، شاهي خزاني جون تجوڙيون خالي، ڪشمير جي گلريز خطي ۾ فسادن جا شعلا. گويا "يڪ انگور ۽ صد زنبور" وارو مثال هو. مٿين سيني ڳالهين کي ايلفنسٽن جاچي ڏٺو. شاهہ

---

1_ جارج فاريسٽر ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي بنگال جي سول ڪاتي ۾ نوڪر هو. جتان فرار ٿي مسلمان واپاريءَ جو لباس ڍڪي، سنہ 83_1782ع ۾ هماليہ جي ترائيءَ واري رستي کان پنجاب جو سير ڪندو ڪابل پهتو. هو ٻين ملڪن جي سير ڪرڻ کان پوءِ انگلنڊ پهتو. سندس سفرنامو ٻن جلدن ۾ ڇپيو. جن مان ان زماني جي پنجاب جي پوري خبر پئجي سگهي ٿي.

شجاع سان ملاقات ڪرڻ وقت اجا ايلفنسٽن فرينچن جي ڳالهه مس چوري، ته جهٽ شاهه شجاع پنهنجي رعايا کي دٻائڻ متعلق شرطن جي هڪڙي ڊگهي فهرست انگريز ايلچيءَ اڳيان پيش ڪئي. ايلفنسٽن سندن مطلب سمجهي ويو ته امير کي فقط ڏوڪڙن جي ضرورت آهي. هن بادشاهه کي چيو ته جيڪڏهن ڪابل سرڪار سنڌ تان هٿ کڻندي، ته هو (ايلفنسٽن) گورنر جنرل کي سفارش ڪري امير کي 3 لک رپيا وٺي ڏيندو. شجاع ڪي مهينا پنهنجن سردارن سان سرگوشين ڪرڻ کان پوءِ صحيح ڪري ورتو ته سنڌ کي اڳي يا پوءِ انگريزن کان خطرو آهي، تنهن ڪري هن مجبوريءَ جي حالت ۾ انگريز ايلچيءَ جا شرط منظور ڪيا. ان کان سواءِ هن وعدو ڪيو ته جيڪڏهن فرينچ يا ايراني گڏجي هندستان تي حملو ڪندا ته دراني حڪومت انگريزن جو طرف وٺندي.

14_ جون سنه 1809ع ۾، لارڊ منٽو ڪابل جي هن معاهدي جي ڪلڪتي مان تصديق ڪئي.[1] ايلفنسٽن ڪابل سان سنڌ جو سودو ڪري چوٿين ڏينهن اجا پشاور مس پهتو ته ڪابل تي شهزادي محمود جي قبضي ۽ شاهه شجاع جي شڪست کائڻ ۽ ڀڄڻ جون ڪيس خبرون پهتيون. ايلفنسٽن کي اڳي ئي پڪ هئي ته ڪابل جهڙي تتل تخت تي شجاع جهڙو ڪمزور انسان هرگز جتاءُ ڪري نه سگهندو. هڪڙي طرف کان انگريز ميرن کي قنڌار تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ فوجي امداد ڏيڻ جا دم دلاسا ڏيڻ لڳا، ٻئي پاسي دراني حاڪم سان سنڌ جو سودو ڪرڻ لڳا. هوڏانهن لارڊ منٽو پاران سر جان مالڪوم ناٽي سان ڳوٺريون پرائي ايران پهتو هو.

اهڙين حالتن ۾ ناممڪن هو ته انگريز سنڌ جهڙي ويجهي صوبي کي نظرانداز ڪن. ناٽن ڪرو جي سنڌ مان نڪري وڃڻ ڪري ڪمپني سرڪار کي جيڪو هڪ لک رپين جو نقصان پهتو هو سو داغ انگريزن جي دلين تان متجڻ مشڪل هو. رڳو سوال هو ته اجا انگريزن جا پير وچ هندستان ۾ مرهٽن سان ڦاٿل هئا، ان ڪري في الحال سنڌ جي مسئلي کي انهن ملتوي رکيو هو.[2]

مير غلام علي خان داناءُ هو ڪيس لاهور، ڪابل ۽ ايران ۾ انگريز ايلچين جي سرگرمين جي خبر هئي. ايراني ۽ فرينچ جاسوس انگريزن جو خوف ڏياري ميرن کي برغلائڻ ۽ پڙڪائڻ لڳا، مگر مير اهڙا سادا لوح ڪونه هئا، جو متن اعتبار ڪري انگريزن سان اڳرائي ڪري ڦٽائين ها. مير غلام علي خان، جو اڳ

1 _H. Pottinger: Travels in Baluchistan & Sindh, P. 402, London, 1816

2 - J. William Kaye: History of War in Afghanistan, Vol. I, P. 93

سنڌ جو وزير خارجہ رهي چڪو هو تنهن جي اها خواهش هئي تہ انگريزن سان دوستي رکي، تاهہ جي وسيلي سنڌ کي ڪابل جي چنبي کان آزاد ڪرائجي.

مٿين پاليسي ان زماني جي سياسي فضا مطابق سازگار هئي، ڇاڪاڻ تہ خود انگريزن جي اها مرضي هئي تہ جيڪڏهن ٽالپرن سان دوستي رهندي تہ انگريزي لشڪر آسانيءَ سان بيروني دشمن مقابلي ڪرڻ لاءِ دره بولان کان قنڌار، ڪابل ۽ هرات تائين پهچي سگهندا.[1] مير غلام علي خان پنهنجي ارادي کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ پنهنجو ايلچي بمبئي ڏانهن روانو ڪيو جنهن ناٿن ڪرو جي سنڌ مان نڪري وڃڻ متعلق گورنر سان همدرديءَ جو اظهار ڪيو.

انهن ابتدائي ڳالهين کان پوءِ سنہ 1808ع ۾ ڪپتان ڊيوڊسن بمبئي کان حيدرآباد پهتو ۽ ٽالپري دربار ۾ ايراني ايلچيءَ کي موجود ڏٺائين. دراصل ايران ۽ سنڌ ٻئي شيعا حڪومتون هيون، ان ڪري ئي ايراني ايلچي مير غلام علي خان سان دوستي رکڻ جي ارادي سان آيو هو.[2] نيٺ 18 جولاءِ سنہ 1808ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ٽالپري حڪومت جو پاڻ ۾ هڪ عهدنامو ٿيو جنهن جا ستَ شرط هيٺ ڏجن ٿا:

1_ ٻئي حڪومتون پاڻ ۾ دوست ٿي رهنديون.

2_ جيڪڏهن ڪنهن بہ ڌر کي فوجي مدد جي ضرورت پوندي تہ گهر ڪرڻ سان ڌريون هڪٻئي کي مدد ڪنديون.

3_ ڪابہ حڪومت ٻيءَ ڌر جي ڏوهارين کي پاڻ وٽ پناهہ نہ ڏيندي.

4_ جيڪڏهن ٽالپر هندستان جي ڪنهن بہ بندر تان ڪمپني سرڪار کان جنگي سامان خريد ڪندا، تہ قيمت ڏيڻ کان پوءِ کين مال کڻڻ جي اجازت ملندي.

5_ دوستانہ تعلقات کي مضبوط ڪرڻ لاءِ آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو وڪيل ميرن جي دربار ۾ رهندو.

6_ مسٽر ناٿن ڪرو جي سنڌ مان نڪري وڃڻ وقت ڪمپنيءَ کي جيڪو نقصان پهتو آهي، تنهن جو سوال ٻيهر ڪونہ اٿاربو.

7_ جيئن ڪلهوڙن جي صاحبيءَ وقت ٺٽي ۾ ڪمپنيءَ جي واپار جي ڪوٺي هئي، تيئن اها ڪوٺي ٻيهر اتي برپا ڪبي.

شرطن تي ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ انگريزن کي سنڌ متعلق جيڪي من ۾ مرادون سانديل هيون، سي وقت جي تقاضا موجب پوريون ٿي ويون. ٽالپرن کي فرنگيءَ جي دوستي درڪار هئي، سندن اها مراد بہ پوري ٿي وئي.

1 _ B. D. Basu: Rise of the Christian Power in India, Vol. IV. P. 53

2 - J. William Kaye: History of War in Afghanistan, Vol. I, PP. 93-94.

ڪمپني ستت ڊيوڊسن کي واپس گهرائي، هڪ ٻيون انگريزي وفد مسٽر نڪولس هئنڪي سمٿ جي اڳواڻيءَ هيٺ ميرن ڏانهن روانو ڪيو. وفد سان ڪي ڊاڪٽر، ڪي سول ۽ فوجي عملدار هئا. 27 اپريل سنه 1809ع ۾ انگريزي وفد ماريا جهاز تي بمبئي کان روانو ٿيو. جهاز جي حفاظت ڪرڻ لاءِ پرنس آف ويلز نالي ڪروزر به همراهه هو. 9 مئي تي ٻئي جهاز ڪراچي پهتا. منهوڙي جي ٽالپري قلعيدار متيءَ جي جڙيل قلعي تان سلاميءَ لاءِ توبون ڇوڙيون. پوءِ ڪراچيءَ جي نائب جهاز تي وڃي انگريزي وفد جي ميمبرن جو استقبال ڪيو.

فرنگي وفد جا ميمبر ڪناري تي لهي، پنهنجي هر دلعزيزي ۽ فياضي ڏيکارڻ لاءِ سامان لاهڻ وارن مزدورن ۽ مفلسن ۾ پئسا ورهائڻ لڳا، جا ڳالهه ٽالپري نواب کي ڪانه وڻي ۽ جن جن مزورن فرنگين جي جهاز تان سامان لاٿو هو تن کي هو سزائون ڏيڻ لڳو. وفد جي ميمبرن خطن ۾ ”ٽالپر“ لفظن سان گڏ سفرنامي تي ”حضور“ جو لقب ڪتب ڪونه آندو هو تنهن ڪري سندن سمورا خط نائب رديءَ جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلائيندو ويو. ان ڪري جواب نه ملڻ سبب وفد کي ڪي مهينا ڪراچيءَ ۾ ترسڻو پيو. وفد جي ميمبرن ۾ هينري پاٽنجر تجربيڪار فوجي عملدا رهو. تنهن نائب کي لکيو ته:

”جنهن صورت ۾ ٽالپر امير ڪابل کي خراج ڀرين ٿا، ان صورت ۾ اسين کين حضور جي لقب سان خطاب ڪري نه ٿا سگهون!“ ان کان سواءِ بمبئي جي گورنر وٽان وفد جي صدر کي خط پهتو هو ته ڀل ٽالپرن تي دٻاءُ وجهي ڪم ڪڍي، جيئن ٽالپرن کي انگريزن جي قوت جي خبر پوي.[1] گهڻيءَ ڇڪتاڻ کان پوءِ، ميرن کي نيٺ جهڪڻو پيو. ڏهين جون 1809ع ۾ وفد ٺٽي پهتو ۽ ايست انديا ڪمپنيءَ جي جوڙايل عمارت ۾ لٿو. مگر وفد جي ميمبرن کي اڃا حيدرآباد اچڻ لاءِ اجازت ڪانه ملي هئي. ٻيو برساتين ڪري وفد کي ٺٽي ۾ ترسڻو پيو. مير غلام علي خان وفد جي ميمبرن کي جيڪا شاهي ٻيڙي پيش ڪئي تنهن جي ننڍيءَ هجڻ جو بهانو ڪري وفد جا ڪي سول ۽ فوجي عملدار

1 _ J. William Kaye: History of War in Afghanistan, Vol. PP. 93-94

نوٽ: ايلفنسٽن اڃا اٽڪ جو پتڻ مس ٽپيو هو ته واٽ تي حسن ابدال وٽ شاهه شجاع جي شاهي حرم جو قافلو کيس هندستان ڏانهن ويندي رستي تي گڏيو. سر جان مالڪوم جنهن وقت ايران پهتو هو ان وقت فرينچ عملدار ايراني دربار ۾ موجود هئا. بوناپارٽ جو هڪڙو جرنيل گارڊن. ايراني لشڪر کي قاعدا سيکاري رهيو هو مگر روسي ۽ فرينچ معاهدو ڪارگر ثابت ٿي نه سگهيو. چاڪاڻ ته ستت روسين ايران تي ڪاهه ڪئي ۽ فرينچ ايرانين کي بچائي ڪونه سگهيا. ان وچ ۾ انگلينڊ پاران سر هارفورڊ جونس ايران ڏانهن سفير ٿي آيو. شاهه ايران پنهنجين مجبورين کي ڏسي، انگريزن سان نئون عهدنامو ڪيو. جنهن موجب انگلينڊ ايران کي مدد ڏيڻ لاءِ انجام ڏنو.

خشڪيءَ رستي ۽ بحري عملدار درياءَ رستي حيدرآباد روانا ٿيا. جيئن ٻنهي رستن کي جاچي ڏسن. ٻئي ٽوليون سلامتيءَ سان حيدرآباد پهتيون ۽ قلعي کان هڪ ميل جي مفاصلي تي ڦليليءَ جي ڪپ تي خيما کوڙيائون.

سنڌ ڪابل جي انقلاب کان پوءِ بلڪل آزاد هئي، مگر فرنگين پنهنجي سياسي مصلحتن سبب ان کي اجا تائين هڪ ماتحت صوبي جي حيثيت ۾ پئي ڏٺو ۽ ظاهر ڪيو. حيدرآباد شهر ۾ هل مچي ويو تہ پورا (فرنگي) ميرن سان گڏجڻ آيا آهن. ٻئي ڏينهن دربار مان وفد کي ملاقات ڪرڻ لاءِ اجازت ملي. وفد جي صدر هئنڪي سمٿ کي شڪ هو تہ مير صاحب ساڻن مسند تي ويهي ملاقات ڪندو. تنهن ڪري هن اڳواٽ گهر ڪئي تہ ملاقات ڪرڻ وقت ميمبرن کي ويهڻ لاءِ ڪرسيون ڏنيون وڃن. جو مشرقي ملڪن ۾ حاڪمن سان ملاقات ڪرڻ جا قانون مغربي تهذيب جي برعڪس هئا ۽ مغربي لوڪن کي بجاآوريءَ ڪندي دقت ٿي محسوس ٿي.[1]

حقيقت ۾ فرنگين جو اهڙو خيال غلط هو تالپرن جي ڪچهريءَ جو نمونو مشرقي دربارن جي مقابلي ۾ بلڪل سادو هو. جيتوڻيڪ سندن ڪچهريءَ ۾ واقعي ڪرسين رکڻ جو رواج نہ هو. نواب ولي محمد خان لغاري، جو تالپري دربار ۾ ”خان خانان“ جو رتبو رکندو هو. تنهن انگريزي وفد کي تسلي ڏني تہ مير صاحب غاليچي تي ويهي وفد جي ميمبرن سان ملاقات ڪندو ۽ اٿي سندن آڏرياءُ ڪندو ۽ کين ساڄي پاسي کان ڪرسين تي ويهاريندو. ٽئين ڏينهن آخوند محمد بقا جي رهنمائيءَ هيٺ وفد جا ميمبر قلعي ڏانهن روانا ٿيا. رستي جي ٻنهي پاسن کان بلوچي سوارن جا دستا بيٺل هئا. جن کي ريشمي لونگيون ۽ دمشقي ترارون چيلهہ سان ٻڌل هيون.

فرنگين جي لباس ۽ نقل و حرڪت کي ڏسڻ لاءِ رستن توڙي جاين جي ڪڏن تي ماڻهن جا هشام بيٺل هئا. خاص ڪري رستن تي ماڻهن جو ايترو هجوم هو جو گهٽي مشڪلات ۽ بي ترتيبيءَ سان مس مس وفد جا ميمبر قلعي

1 ـ نوٽ: مشرقي ملڪن جي دربار ۾ بادشاهہ سان ملاقات ڪرڻ وقت ڪابل دربار جو مثال ڏجي ٿو. جڏهن ڪو ڌارئي ملڪ جو ايلچي بادشاهہ سان ملاقات ڪندو هو. تڏهن دربار جا ٻہ امير سفير کي ٻنهي طرفن کان ٻنهي ٻانهن کان جهلي تخت ڏانهن وٺي ويندا هئا. سفير جهڪي سلام ڪندو هو. وري امير کيس ٻانهن کان جهلي اڳتي وڌندا هئا. سفير جهڪي سلام ڪندو هو. وري امير کيس ٻانهن کان جهلي اڳتي وڌندا هئا. سفير ٻيهر جهڪي سلام ڪندو هو. پوءِ بادشاهہ جي حڪم سان سفير کي خلعت ڍڪائيندا هئا. پوءِ ساڳيا درباري هن کي ٻانهن کان جهلي دربار تائين وٺي ويندا هئا. جيڪڏهن بادشاهہ سفير کان راضي ٿيندو هو تہ کيس خلوت گاهہ ۾ شرف باريابي بخشيندو هو نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ سفير کي ويٺي ورهيہ گذري ويندا هئا. کيس ڪاڏو بادشاهہ پاران باقاعدي ملندو رهندو هو. مٿيون بيان ايلفنسٽن پنهنجي ڪابل جي سفرنامي ۾ ڏنو آهي.

۾ داخل ٿيا. جتي حبشي دربان بيٺل هئا. ميمبر بارگاهہ جي در تي جتيون لاهي، خلوت گاهہ واري ڪمري ۾ داخل ٿيا. مير غلام علي خان اميرزادن ۽ درٻار جي مقربن سميت اٿي ميمبرن جو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ کين ساڄي پاسي کان ويهاري ڪانئن عزت ۽ احترام سان خير عافيت پڇڻ لڳو. فرنگين پنهنجا هٿيار لاهي ٻاهر ڪونہ رکيا هئا ۽ ملاقات واري ڪمري ۾ پڻ مسلح بلوچ موجود هئا. هينري پاٽنجر لکي ٿو تہ:

"بلوچن کي فرنگين ۾ شڪ هو ان ڪري ڪمري ۾ گوڙ متو هو.[1] ميمبرن کي مير صاحبن جي بلند شخصيت، هٿيارن جي نمائش ۽ درٻار جي فوجي دٻدٻي کي ڏسي حيرت وٺي ويئي. ٻئي ڏينهن وفد جي صدر ڪي گهڙيال، سونيون واچون، پستول، دوربينيون ۽ ڪي مخمل ۽ رنگين ڇيٽن جا ٿان سوکڙين طور پيش ڪيا. جن مان ڇيٽن کي وٺڻ کان مير صاحب انڪار ڪيو. پر پوءِ پنهنجن صلاحڪارن جي چوڻ تي وٺڻ منظور ڪيائون. ٽورن ڏينهن گذرڻ بعد ميرن ٽيون گهمرو وفد کي شرف باريابي بخشيو. هن دفعي ميمبرن جي عطر ۽ شربتن سان ضيافت ڪئي ويئي.

مسٽر هئنڪي سمٿ دوستانہ معاهدي لاءِ ڳالهہ چوري. ان جي جواب ۾ مير غلام علي خان جواب ڏنو تہ: "جيڪڏهن لارڊ منٽو کي ٽالپرن جي دوستي درڪار آهي، تہ پوءِ انگريزن کي گهرجي تہ ٽالپري حڪومت کي ڪڇ تي ڪاهہ ڪرڻ ۾ مدد ڪن." مير صاحب جو اندازو غلط هو. سنڌ کان اڳ ڪڇ تي قبضو ڪرڻ انگريزن لاءِ ضروري هو. انگريزن جو ٻيج ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ رهندو هو. تنهن ڪري وفد جي ميمبرن مير جي شرط کي مڃڻ کان انڪار ڪيو.[2] مير صاحب فرنگين جي ارادي کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ پنهنجن صلاحڪارن مان نواب ولي محمد خان لغاري، آخوند محمد بقا ۽ منشي مشتاق رام کي معاهدي جي شرطن جي فيصلي ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. 22 آگسٽ 1809ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ٽالپرن سان نئون معاهدو ڪيو جنهن جا هيٺيان شرط هئا:

1_ آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ميرن سان دوستانو ناتو رهندو.

2_ ٻئي حڪومتون هڪ ٻئي کي دشمنيءَ جي نظر سان نہ ڏسنديون.

3_ ٻنهي حڪومتن پاران هڪ ٻئي وٽ وڪيل بطور ايلچين جي رهندا ۽

4_ ٽالپري سرڪار فرينچن کي سنڌ اندر اچڻ جي اجازت نہ ڏيندي.

---

1 _ H. Pottinger: Travels in Baluchistan and Sindh. P. 371

2 _ B. D. Basu: Rise of the Christian Power in India, Vol. V. P. 160.

ماهه رجب سنه 1224هه (1809ع) ۾ معاهدي جي تصديق لاءِ ميرن پاران مرزا مظهر ڪلڪتي ڏانهن روانو ٿيو. گورنر جنرل فورٽ وليم قلعي مان معاهدي جي تصديق ڪئي.[1] وفد جا ميمبر آڪٽوبر ۾ واپس بمبئي پهتا.[2]

وفد جي صدر هئنڪي سمٿ جي نائب، هينري ايلس سنڌ متعلق گورنر جنرل جي ڪائونسل کي جيڪا رپورٽ پيش ڪئي هئي، تنهن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

”ٽالپر مير، ڪابل سرڪار کان بلڪل آزاد آهن. نالي طور سندن ايلچي ڪابل ۾ رهي ٿو. سنڌ جي بلوچي حڪومت ايشيا جي ٻين حڪومتن وانگر غير محدود فوجي حڪومت آهي، جنهن جو جنگ وقت انحصار بلوچي سردارن تي آهي. سنڌ ۾ اٽڪل 42 سردار يا وڏا زميندار رهن ٿا. جيڪي جنگ جي موقعي تي ميرن جي مدد ڪن ٿا. شهداداڻين، مانڪاڻين ۽ سهراباڻين جي گڏيل فوجن جو تعداد اٽڪل 36 هزار آهي. فوجن ۾ ٻي قاعدي سوار ۽ پيادل سپاهي آهن. جن وٽ هٿيار پرمار بندوقون، تراريون ۽ ڍالون آهن. بلوچ بهادر آهن. هرهڪ سپاهيءَ کي روزانو پنج پئسا ۽ امن جي حالت ۾ روزانو هڪ سير چانور راشن طور ملن ٿا. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي ساليانى اپت اسي لک رپيا هئي. هينئر ٻائيتاليهه لک اٺهتر هزار رپيا آمدني آهي، جنهن مان ٻارهن لک رپيا ساليانو ڪابل سرڪار کي مير ڀرين ٿا. شاهي خاندان جي ميرن جي پاڻ ۾ اٽيٽت آهي. ملڪ جي خوشحاليءَ جو مدار مهراڻ تي آهي. جنهن جي وسيلي ٻين ملڪن سان واپار کي نقصان رسي ٿو. ملتان جا هندو صرافڪو ڌنڌو ڪن ٿا. ڪسٽم (گمرگ) ۾ رونيو ڪاتن جي آمدني خانگي، واپارين جي هٿن ۾ آهي، جي ميرن کان مٿيان ڪاٽا ٺيڪن تي کڻن ٿا.

---

1 ـ سنه 1695ع ۾ اوڙيسا جي هڪڙي افغان ڏاڙيل رحيم خان هوگليءَ کي لٽيو هو. جنهن ڪري بنگال جي مغل نواب، فرنگي واپارين کي سندن بچاءَ لاءِ قلعن تعمير ڪرائڻ جي اجازت ڏني هئي. جنهن بعد ڊچن چنشورا ۾، فرينچن چندر نگر ۾ ۽ انگريزن ڪلڪتي ۾ قلعا تعمير ڪرايا، جتي سندن گورنر رهندا هئا.

2 ـ هندستان اندر انگريزن فرينچن جو زور گهٽائي ڇڏيو هو. فقط ڪي فرينچ عملدار ڏيهي رياستن جي فوجن ۾ نوڪر ٻيهي. رياستن جي فوجن کي ولايتي نموني تي قاعدا سيکاريندا هئا. ان سبب ڪري انگريزن، ميرن سان ڪيل نئين معاهدي جي چوٿين فقري موجب فرينچن کي سنڌ کان ٻاهر رکڻ لاءِ شرط وڌو. ڊيوڊسن، ميرن سان جيڪو معاهدو ڪيو هو، تنهن ۾ فرينچن جو ذڪر ڏنل ڪونه هو. تنهن ڪري به انگريزن کي هن نئين معاهدي ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي.

ٽالپر مير سستن اگهن تي ڪڙمين کان سموري پيداوار خريد ڪن ٿا. سنڌو نديءَ جي ڪناري وارا زرخيز پرڳڻا ميرن جي شڪار گاهن لاءِ محفوظ آهن. ڪراچيءَ جهڙي بندر جي آمدني هڪ لک ٽيهه هزار رپيا آهي. اگ سنڌ مان چانور ٻاهرين ملڪن ڏانهن ويندا هئا، هينئر برسات نہ پوڻ ڪري ٻاهرين ملڪن کان اچن ٿا. ٺٽو جو اڳ سنڌ جو تختگاهہ هو ۽ هنرن ڪري برک هو، تنهن جي آدم شماري گهٽجي ويئي آهي. ميرن کي هن شهر مان هڪ لک سٺ هزار رپيا آمدني آهي. حيدرآباد تختگاهہ آهي، پر ان جي آمدني سٺ هزار رپيا آهي. هتي چمڙي جو سنو ڪم ٿئي ٿو. سنڌ مان چانور، گهوڙا، نير، مجٺ، چمڙو، گيهہ، لوبان، ڪستوري ۽ زعفران روانگيءَ جون شيون آهن ۽ ٽينُ، لوهہ، شيهو فولاد، صندل ۽ عاج آمدنيءَ جون شيون آهن. ريشم، سڪل ميوو ۽ غاليچا وڪري لاءِ خراسان کان اچن ٿا. بهاول پور، لاهور، قلات، ڪڇ ۽ جوڌپور سان ميرن جا دوستانا تعلقات آهن. فرينچن جي چرچ تي ايران جي قاچارين، ميرن سان دوستي ڳنڍي آهي. لس ٻيلي جو جام مير خان، قلات هٿ ڪرڻ لاءِ ميرن ڏانهن مدد لاءِ واجهائي رهيو آهي. جسونت راءِ هولڪر جو ايلچي مير ٿاري خان وٽ ڪيٽيءَ ۾ رهي ٿو. هو لڪر مير ٿاري خان کي خط ۾ لکيو هو تہ فرينچ، ايراني ۽ ٽالپر گڏجي انگريزن تي حملو ڪن. مگر مير ٿاري خان خط تي ڪو ڌيان نہ ڏنو. فرينچ، ايران ۽ سنڌ رستي هندستان تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ ارادو ڪن ٿا. سنڌ هڪ آباد ملڪ آهي، مٿس قبضو ڪري جيڪڏهن سڌارا ڪبا تہ آمدنيءَ ۾ اضافو ٿيندو."[1]

## مير غلام علي خان جي وفات:

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سان معاهدي ڪرڻ بعد بہ سال امن امان سان حڪومت هلائڻ کان پوءِ هڪڙي ڏينهن جيئن مير غلام علي خان هرڻ جو

1 ـ هينري ايلس رپورٽ ۾ فرينچن جي ارادي ۽ ڪاهہ متعلق جيڪو بيان ڏنو آهي، سو غلط آهي. ان ۾ شڪ ناهي تہ بوناپارٽ جو جنرل گارڊ 1808ع ۾ توب خاني سميت تهران پهتو هو. ان وقت هندستان جي گورنر جنرل پاران برگيڊيئر جنرل سر جان مالڪوم، فتح علي شاهہ قاچار جي دربار ۾ پهتو هو، مگر ساڳئي وقت روسين، ايران جي علائقي قفقاز تي ڪاهہ ڪئي ۽ فرينچ، روسين جي قدم کي روڪي نہ سگهيا. جنهن ڪري فتح علي شاہ مجبور ٿي 12 مارچ 1809ع ۾ انگلينڊ جي سفير سر هار فورڊ جونس سان معاهدو ڪيو. جنهن ۾ ايران وعدو ڪيو تہ ڪنهن بہ ٻي يورپي قوم کي ايراني بندرن تي اچڻ ڪونہ ڏيو.
Augu Hamiltan: Problem of the Middle East, P. 69, London, 1909.

شڪار ڪري ان کي ذبح ڪري رهيو هو تہ هرڻ جو سڱ سندس پير کي لڳو ۽ رت وهڻ لڳو. حڪيمن ۽ جراحن رت بند ڪرڻ لاءِ وس ڪيا، مگر تقدير جي لکئي کي ڪير موڙي! 6_ جمادي الثاني سنہ 1227ھ (1811ع) ۾ مير وفات ڪئي.[1] سندس ڏينهن ۾ سيڪاڻن جي جهنگ ۾ هڪڙو شينهن پيدا ٿيو هو جو مخلوق خدا کي گهڻو نقصان پهچائڻ لڳو. مير غلام علي شينهن سان دوبدو وڙهي، ترار سان هن جو ڪم پورو ڪيو.

## مير ڪرم علي خان:

ستن ڏينهن تائين ماتم ڪرڻ کان پوءِ مير غلام علي خان جي پٽ مير محمد خان کي پڳ ٻڌائي ويئي ۽ گاديءَ تي مير ڪرم علي خان "رڪن الدولہ بهادر" وينو جو پنهنجي ڀاءُ مير مراد علي خان جي صلاح ۽ مشوري سان حڪومت هلائڻ لڳو. مير ڪرم علي خان شاعرانہ مذاج رکڻ کان سواءِ نڪتہ دان ۽ علم پرور هو. سندس معارف نوازيءَ جو نالو ٻڌي ايران ۽ خراسان جي گهڻن علمائن حيدرآباد ۾ اقامت اختيار ڪئي. ٿتي جي اوج گهٽجڻ کان پوءِ حيدرآباد علوم ۽ فنون ۾ ترقي ڪئي. فتح علي شاھ قاچار سان مير ڪرم علي خان جا دوستانہ تعلقات هئا. ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن ايلچين معرفت بيش بها سوغاتون موڪليندا هئا.

## سنڌ جا مرزا:

مغل سنڌ ۾ ارغونن جي ڏينهن ۾ آيا ۽ ٺٽي، نصرپور، سکر، بکر بلڪ سنڌ جي هرهڪ وڏي شهر ۾ محلا جوڙي سنڌ کي وطن سمجهي رهڻ لڳا. ميرن جي ڏينهن ۾ جن مرزائن حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪئي، سي جارجيا جي شاهي خاندان مان هئا. محمد خان قاچار جي ڏينهن ۾ جارجيا جو عيسائي حاڪم هرقل (هرڪيولس) زار روس جي چرچ تي ايران جي مخالفت ڪرڻ لڳو، مگر ايراني لشڪر کان شڪست کائي ڀڄي ويو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ گرجين روس جي زار پال جي مدد سان ايران سان جنگ شروع ڪئي. گهڻيءَ خونريزيءَ کان پوءِ روسين جارجيا تي قبضو ڪيو. جنگ ۾ ايراني لشڪر گهڻائي جارجيا وارا قيد ڪيا، جي تبريز ۽ اصفهان جهڙن وڏن شهرن ۾ بطور غلامن جي وڪامڻ لڳا.

مير ڪرم علي خان کي حرم ۾ چار ديرا هئا، مگر لاولد هو. ٽالپري دربار جا ايران سان دوستانہ تعلقات هئا. مير صاحب ايراني دربار کي لکيو هو تہ

---

1 - Kalichbeg Furidunbeg: History of Sindh, Vol. II, PP. 231-214

ڪي خوبصورت ٻانها وٽس روانا ڪري، مير صاحب کي گوديلي پٽ جي ضرورت هئي.[1] اتفاق سان آخوند محمد اسماعيل جو 18 صديءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري ايراني وزير خارجہ حاجي ابراهيم وٽ اصفهان ۾ مهمان هو. تنهن ايراني وزير خارجہ جي حويليءَ ۾ مرزا خسرو بيگ نالي هڪڙو خوبصورت ڇوڪرو ڏسي پسند ڪيو. مرزا همايون ۽ مرزا خسرو بيگ ٻئي جارجيا جي حاڪم گرجين جا پٽ هئا. همايون جي عمر 9 سال ۽ خسرو جي عمر 7 سال هئي. ٻنهي کي ايراني سپاهين شاهي باغ جي محلات جي اڱيان گرفتار ڪري آندو هو. منجهائن همايون ڪنهن بيماريءَ وگهي سنت مري ويو. خسرو کي وزير خارجہ حاجي ابراهيم خريد ڪيو هو، جو سندس محلات ۾ ناز و نعم سان پلجي رهيو هو. آخوند اسماعيل ڇوڪري کي خانداني لحاظ ڪري، پسند ڪيو ۽ ايراني دربار کي درخواست ڪيائين، جتان حاجي ابراهيم کي حڪم مليو تہ هڪدم ڇوڪرو ٽالپري ايلچيءَ جي حوالي ڪري.

حيدرآباد دربار ۾ پهچڻ کان پوءِ مير ڪرم علي خان هڪڙي فرمان موجب مرزا خسرو بيگ کي پنهنجو گوديلو پٽ تسليم ڪيو مگر نوعمر مرزا وطن مالوف جي ياد ۾ هر وقت مايوس رهندو هو. سندس مونجهہ کي متائڻ لاءِ مير صاحب سنڌ جي واپارين کي حڪم ڏنو تہ ڪوبہ ٻيو اهڙو ڇوڪرو ڏسن، تہ هڪدم خريد ڪري دربار ڏانهن روانو ڪن. ٿوري عرصي اندر سوداگرن ٻہ ٻيا ڇوڪرا فريدون بيگ ۽ قربان خريد ڪري آندا. جن جي صحبت ڪري خسروءَ جي طبيعت سرچجي ويئي. سندس تربيت لاءِ مير صاحب آخوند محمد اسماعيل کي مقرر ڪيو. مرزا خسرو پنهنجي بلند اخلاق ۽ عادتن جي ڪري سيني کي وڻندڙ هو. آخوند اسماعيل جو بيان آهي تہ:

"جڏهن هو مرزا کي ايراني وزير جي حويليءَ مان وٺي نڪتو تڏهن سڄي حرم ۾ ماتم ڪنعان مچي ويو هو." مرزائن جي خاندان ٽالپري دسترخوان تي پرورش وٺي گهڻي ترقي ڪئي. خسرو بيگ جوانيءَ جي عالم ۾ وزارت جو قلمدان سنڀاليو. فريدون بيگ جي لائق فرزند شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، سنڌي ادب جي بيحد خدمت ڪئي.[2]

---

1 _ J. Malcolm: History of Persia, Vol. II, PP. 213-214.

2 _ نوٽ: سنڌي علمائن مان ٽن ڄڻن کي انگريزي راڄ ۾ "شمس العلماءَ" جو لقب مليو. پهريون عالم سيد پير شاه مردان هو، جنهن کي 1900ع ۾ "شمس العلماءَ" جو خطاب مليو. ٻيو مرزا قليچ بيگ ولد مرزا فريدون بيگ کي 1905ع ۾ مٿيون خطاب مليو ۽ ٽيون علامہ دائودپوٽو آهي، جنهن جو وجود مبارڪ سنڌ لاءِ فخر جو باعث آهي.

## شاھ شجاع ۽ انگريز:

افغانستان ۾ سدوزئي شهزادن جي اڻبڻت ڪري سڄي ملڪ اندر فساد پئجي ويو. بارڪزئي سردار زور هئا. پر هنن اڃا ڪليءَ طرح پنهنجي بادشاهيءَ جو اعلان ڪونہ ڪيو هو. شاھ شجاع ڪابل کان فرار ٿي پهريائين ڪجھ وقت ڪشمير ۾ نصيب آزمائڻ لڳو. اتان شڪست کائڻ کان پوءِ ڪجھ وقت لاهور ۾ رنجيت سنگھ وٽ مهمان ٿي رهيو. جنهن کيس نظربند ڪري کانئس ڪوھ نور هيرو ۽ ٻيا جواهر کسي ورتا. پوءِ اتان ڪنهن ترڪيب سان نڪري ٿيٻيٽ جي رستي کان سنہ 1818ع ڌاري لڌيانہ پهچي انگريزن جي وظيفي تي گذران ڪرڻ لڳو. سنڌس ڀڄڻ کان پوءِ افغانستان ۾ دراني سلطنت جو خاتمو ٿيو. بارڪزئي (محمد زئي) خاندان مان امير دوست محمد خان ڪابل جي تخت تي وينو ۽ سنڌس ڀائر افغانستان جي صوبن تي سنڌس پاران نائب ٿي حڪومت هلائڻ لڳا. فقط محمود هرات تي حڪومت ڪرڻ لڳو.[1] زمان شاھ بلخ کان بخارا پهتو ۽ اتي جي سلطان سنڌس ڌيءَ سان شادي ڪئي. بخارا کان طهران ويو جتي فتح علي شاھ قاچار سنڌس گهڻي خاطر ڪئي. طهران کان پوءِ بغداد جي حاڪم دائود پاشا وٽ مهمان رهي حجاز پهتو جتي وفات ڪيائين.

## خالصن جو زور:

سنہ 1810ع ۾ رنجيت سنگھ هٿان ساهيوالا (مانٽگومري) جي رند سردار فتح خان شڪست کاڌي. قصور جي افغان قطب خان بہ شڪست کاڌي. سنہ 1817ع ۾ سکن منڻ ڪوٽ تي قبضو ڪيو. سنہ 1818ع ۾ سکن ملتان تي قبضو ڪيو. رنجيت سنگھ ڪشمير تي قبضي ڪرڻ لاءِ آسي هزار سکن جي فوج

---

1 ـ ڪوھ نور هيرو جو هينئر برطانيا جي شاهي تاج جي زينت آهي، سو مير جملي کي سنہ 1656ع ۾ دکن جي ڪولر جي کاڻين مان هٿ لڳو هو. مٿيون کاڻيون ڪرشنا نديءَ تي مسلپيٽم ۽ گولڪنڊيءَ جي رستي تي آهن. سنہ 1739ع ۾، نادر شاھ محمد شاھ کان ڪوھ نور ڦري ايران ڏانهن کڻي ويو. سنہ 1751ع ۾ اهو غازي احمد شاھ جي هٿ چڙهي ويو سنہ 1839ع ۾ شاھ شجاع کان رنجيت سنگھ ڦري ورتو. سنہ 1849ع ۾ پنجاب فتح ٿيڻ کان پوءِ لارڊ لارينس ڪوه نور راڻي وڪٽوريا کي ڏنو. 1851ع ۾ ڪوھ نور پهريون دفعو انگلينڊ جي هڪ نمائش ۾ پيش ڪيو ويو. 1852ع ۾ راڻي وڪٽوريا هيري کي ائمسٽرڊام جي هڪڙي ڪاريگر کان صاف ڪرايو. صفائيءَ تي اٺ هزار پائونڊ خرچ لڳو هو.

"تاريخ آگره" ۾ لکيل آهي تہ جڏهن بابر دهلي ۽ آگرو فتح ڪيا، تڏهن آگري ۾ گواليار جي راجا وڪرما جيت جا ٻار ٻچا رهندا هئا، جن سان همايون فياضانہ نموني ۾ پيش آيو جنهن ڪري راڻيءَ خوش ٿي همايون کي ٻين هيرن سان گڏ ڪوھ نور بہ ڏنو هو. ان وقت هيري جو وزن اٺ مشقال ۽ ٽي سؤ ويھ رتيون هو. ٽئورنير هڪڙي فرنگي واپاري اورنگزيب کي هيري جي قيمت 880,000 پائونڊ ٻڌائي هئي.

سان حملو ڪيو جن مان چاليھ هزار امير دوست محمد خان جي ڀاءُ عظيم خان هٿان مارجي ويا. وري جڏهن عظيم خان پنهنجي ڀاءُ دوست محمد خان سان گڏجڻ ڪابل ويو تہ پنيان موقعو ڏسي رنجيت سنگھ ڪشمير تي قبضو ڪيو. 1823ع ۾ ڪشمير ۽ پشاور فتح ڪرڻ کان پوءِ 1830ع ۾ سکن هرند ۽ داجل، جي قلات جي قبضي ۾ هئا، فتح ڪيا.

سنہ 1809ع واري امرتسر معاهدي موجب رنجيت سنگھ کي پڪ هئي تہ انگريز پنجاب اندر داخل ڪين ٿيندا. ڪشمير سميت ستلج ۽ منڻ ڪوٽ تائين پنجاب رنجيت سنگھ جي قبضي هيٺ هو. وٽس اسي هزار ولايتي قاعدا سکيل خالصن جي فوج هئي، جنهن وٽ 376 توبون هيون. سنہ 1806ع ۾ ملتان جي افغان نواب مظفر خان انگريزن کي بمبئي جي گورنر معرفت ڪمپني سرڪار جي ماتحت رهڻ لاءِ درخواست ڪئي هئي، مگر انگريزن سندس درخواست تي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو ڇاڪاڻ تہ ڪمپنيءَ جي نظر ۾ ملتان کان سنڌ وڌيڪ دولت مند ۽ ڪارگر علائقو هو.

ڪابل کان جند ڇڏائڻ لاءِ ٽالپر ميرن جو انگريزن تي اعتماد هو مگر سنڌ جا پرامن باشندا، ڪاريگر، توڙي واپاري پورن (فرنگين) کي شڪي نگاهن سان ڏسڻ لڳا. سنہ 1812ع ۾ هڪڙي انگريز مئڪن ٽوش پنهنجي اخبار ۾ ڏيکاريو تہ ميرن کي هڪڙي سنڌ جي هندو واپاري درياني مل صاف لفظن ۾ چئي ڏنو هو تہ انگريز جيڪي دوستانہ معاهدا ڪري رهيا آهن، سي هو ڪونہ پاڙيندا ۽ هو پس و پيش سنڌ تي ضرور قبضو ڪندا.[1] نيپولين بوناپارٽ سان يورپ ۾ جنگين ڪرڻ وقت انگريزن پاٽيءَ وانگر خزانا هاريا هئا، سي ان وقت هندستان اندر پنهنجن صنعتي شين کي نيڪال ڪرڻ لاءِ منتظر هئا، جيئن ديسي هنرن جو صفا خاتمو ٿي وڃي. انگليند، جو ان زماني ۾ مقروض ٿي چڪو هو تنهن کي ڪيئن بہ ڪري مٿين رقم هندستان مان وصول ڪرڻي هئي. ڪمپنيءَ جا عملدار راشي ۽ ٺڳ هئا؛ سندن حڪومت اندر زميندار ڳرين ڍلن هيٺ پيڙجي رهيا هئا.

ٽالپر ميرن جي منڍ کان وٺي پاليسي امن پسند هئي، سندن پاڙيسري حڪومتن سان دوستانہ تعلقات هئا. هر سال ميرن جا ايلچي بيش بها سوغاتون خالصا دربار کي لاهور پهچائيندا هئا، مگر هينئر رنجيت سنگھ جو ميرن ڏانهن رخ بدليل هو. هو ميرن تي زور وجهڻ لڳو تہ 12 لک رپيا ساليانو خراج جيڪو ڪابل کي ڀريندا هئا، سو لاهور سرڪار کي پيش ڪن. ملتان جو نائب

1 -B. D. Basu: Rise of The Christian Power in India, Vol. IV, PP. 93-100

ديوان سانوڻ مل ۽ ڪنور نونهال سنگهه منڻ ڪوٽ وٽ خالصا فوج ۽ توب خاني سان نمائش ڪرڻ لڳا. جنهن ڪري ٽالپرن جي سياسي حلقن ۾ بي چيني پئجي ويئي.

مير ڪرم علي خان سيني بلوچي سردارن کي فوجن گڏ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو پر مير مراد علي خان جو ان وقت وزير خارجه هو تنهن رٿ پيش ڪئي ته جنهن صورت ۾ ملتان جو نواب ۽ ديره جات جا بلوچ سردار سکن جي طاقت اڳيان جهڪي چڪا آهن، ان حالت ۾ انگريزن معرفت صلح ڪرائڻ بهترين مصلحت آهي. مير ڪرم علي خان مٿينءَ رٿ سان متفق ٿي دربار جي وزيرن مان سيد آغا اسماعيل شاهه کي بمبئيءَ جي گورنر ڏانهن روانو ڪيو ۽ پاڻ مدافعت جي لحاظ سان ٽيهه هزار بلوچي لشڪر توب خاني سميت ساڻ وٺي مير سهراب خان شڪارپور پهتو.

آغا اسماعيل شاهه پوري وقت تي بمبئي پهتو. گورنر مائونٽ سٽيورٽ ايلفنسٽن آغا صاحب سان عزت ۽ احترام سان گڏيو. روزانو ٽيهه روپيا سندس خرچ لاءِ مقرر ڪيائين. ڪائنس احوال وٺي سمورو گورنر جنرل ڏانهن ڪلڪتي لکي مڪائين. نتيجو هي نڪتو جو لڌياڻه جي برٽش پوليٽيڪل ايجنٽ، ڪپتان ويڊ، خالص سرڪار کي اطلاع ڏنو ته ٽالپر مير انگريزن جا دوست آهن، تنهن ڪري خالصا سرڪار کي سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جو سمورو سودا دماغ مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي. جيسين خالصا فوج سنڌ تي ڪاهه ڪري، تنهن کان اڳ مزارين ملتان تي ڪاهون شروع ڪيون. انگريزن جي دٻاءُ وجهڻ ڪري ديوان سانوڻ مل معرفت ڪنور نونهال سنگهه هڪڙو تسلي بخش خط ميرن ڏانهن روانو ڪيو. ميرن شڪارپور خالي ڪيو جو اڃا تائين نالي طور ڪابل جي ماتحت هو.

## مارڪئس آف هيسٽنگس جي پاليسي:

سنه 1814ع ۾ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن لارڊ منٽو کي ولايت ڏانهن گهرائي، مارڪئس آف هيسٽنگس کي گورنر جنرل مقرر ڪري روانو ڪيو.[1] لارڊس منٽو ڇهه ورهيه هندستان ۾ رهيو هو سندس ڏينهن ۾ انگريزي حڪومت هندستان اندر ڪو واڌارو نه ڪيو ڇاڪاڻ ته ڪمپنيءَ جي خزانن جون تجوڙيون خالي هيون، ان ڪري ڊائريڪٽرن کيس جنگين ڪرڻ کان منع

1 ـ لارڊ ڪارنوالس به آمريڪا ۾ شڪست کائي هندستان جو گورنر جنرل ٿي آيو هو. هن پنهنجي گذريل بدناموسيءَ کي مٽائڻ لاءِ ٽيپو سلطان سان جنگ ڪئي هئي.

ڪئي هئي. سندن ڏينهن ۾ عيسائي پادرين جون تبليغي اخبارون مذهب پيشوائن تي حملا ڪرڻ لڳيون ۽ پادري ديسين کي مختلف طريقن سان عيسائي ڪرڻ لڳا. سندن ناجائز ڪارروائين کي روڪڻ لاءِ لارڊ منٽو مٿن بندش وڌي.[1]

اڳ ڪمپنيءَ جي فوجي عملدارن کي مختلف قسمن جا ڀتا ۽ لوازما ملندا هئا. جن کي بچت جي لحاظ کان ڊائريڪٽرن بند ڪري ڇڏيو هو جنهن ڪري گورنر عملدارن سرنگاپٽم، مسلي پٽم، حيدرآباد دکن جي ڇانوٽين ۾ بغاوتون ڪيون. مٿئين موقعي تي جيڪڏهن سک. راجپوت ۽ مرهٽا بنديل کنڊ جي رستي کان بنگال تي ڪاهه ڪن ها، ته جيڪر پڪ انگريزي حڪومت جو خاتمو ٿي وڃي ها.[2] نئون گورنر جنرل مارڪئس آف هيسٽنگس سنه 1812ع ۾ آمريڪا جي آزاديءَ جي جنگ ۾ شڪست کائي موٽيو هو. ڪيس ڊائريڪٽرن فوجي اختياريون ڏيئي ڇڏيون هيون. انگريز بحراوقيانوس پريان آمريڪا جي دولت وڃائي چڪا هئا، مگر اشيا ۾ هندستان جهڙي دولت مند کنڊ ۾ پنهنجي شهنشاهت جو پايو وجهڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا. لارڊ هيسٽنگس جي اها ئي مراد هئي ته هندستان جي ڏيهي راجائن ۽ نوابن کي دبائي پاڻ تان آمريڪا واري شڪست جي داغ کي پيشانيءَ تان مٽائي. هن اچڻ شرط نيپال جي گورکن سان جنگ شروع ڪئي، جنهن لاءِ ڪيس ڏوڪڙن جي ضرورت هئي. پوءِ ديسي رياستن جي انگريز ايجنٽن معرفت ڏوڪڙ گڏ ڪرڻ لڳو.

## انگريز ايجنٽ:

انگريز ايجنٽ مختلف زبانن جا ماهر. حريف ۽ وڏا دغاباز هئا. رياستن جي اندروني معاملن ۽ نوابن جي حويلين جي رازن نيازن کي معلوم ڪرڻ کان پوءِ نوابن ۽ راجائن جي هر هڪ اندروني معاملي ۾ دخل ڏيندا هئا. سندن مقصد هو هندستان مان دولت ڪمائڻ ۽ انگلينڊ ۾ عياشيءَ سان زندگي بسر ڪرڻ. اهڙن انگريزن کي انگلينڊ جا رهاڪو سندن اميراڻي زندگي بسر ڪندي ڏسي "نواب" جي لقب سان سڏيندا هئا. سندن ٺٽ ۽ تجمل کي ڏسي گهٽائي انگريز دولت ڪمائڻ جي خيال سان ڪمپنيءَ جي نوڪريءَ ۾ پرتي ٿيندا هئا.

ڪمپنيءَ جي ايجنٽن مان سر جان مالڪوم پارسي زبان جو اديب هو. هن تاريخ ايران جا ٻه جلد تيار ڪيا. ميجر بيلي نواب غازي الدين حيد رائوڊ جي

1 -Lord Minto in India, From 1807 1814, P 62 London, 1880.

2 _ B. D. Basu: Rise of Christ an Power in India, Vol. IV. P 93

نواب سان لکنؤ جي اردو مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هو. هن نواب ساڻ مفت چيڙچاڙ ڪري نو ب کان گورنر جنرل کي ادائي ڪروڙ روپيا قرض وٺي ڏنو.[1] دهليءَ جو پوليٽيڪل ايجنٽ جنرل آڪٽرلوني هندستاني تهذيب کان ايتري قدر واقف هو جو ڪنهن رياست اندر فساد وجهائڻ هن لاءِ بلڪل آسان ڪم هو.

انگريز جيسين وچ هندستان مان فارغ ڪونہ ٿيا هئا، تيسين سنڌ جي سوال کي انهن ملتوي ڪري ڇڏيو هو. رنجيت سنگهہ ميرن تي اهڙو دٻاءُ وڌو هو جو ٽالپر خودبخود انگريزن کان مدد گهرڻ لاءِ مجبور ٿيا هئا. ايلفنسٽن ڪابل کان انگريزن کي سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ لکيو هو مگر انگريزن کي سنڌيا، هولڪر، گائڪواڙ پنڊارين ۽ راجپوتن جي طاقتن کي گهٽائڻو هو. خاص ڪري بنڌ رين ستلج کان وٺي دکن تائين ۽ نربدا کان وٺي بنديل کنڊ تائين ملڪ کي لٽي ماٺهن جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو هو.

ڪرنل جيمس ٽاڊ 1806ع کان وچ هندستان ۽ راجپوتانا جي سروي ڪرڻ ۾ رڌل هو سنہ 1815ع ۾ هن ميواڙ مارواڙ بوندي، ڪوٽا ۽ جيسلمير جي رياستن جو نقشو تيار ڪيو. هن نقشي تيار ٿيڻ کان پوءِ لارڊ هيسٽنگس لاءِ مٿيان ملڪ گڙڪائڻ آسان ڪم بڻجي ويو.[2] سنہ 1802ع ۾ گائڪواڙ جنهن جي ساليانی آمدني اٺ لک پائونڊ هئي، تنهن "سبسيڊئري سسٽم" جا شرط منظور ڪيا. سنہ 1818ع ۾ پنڊارين جو انگريزن خاتمو ڪيو. نواب امير خان کي انگريزن ٽونڪ رياست جي نوابي ڏني. ميواڙ ۽ مارواڙ جون رياستون، جي اڳ مرهٽن سردارن کي

---

[1] ڪرنل جان بيلي وڏو مڪار هو. سنہ 1814ع ۾ هن نواب سعادت علي خان کي زهر ڏياريو سندس اشاري تي لارڊ هيسٽنگس 1814ع ۾ ائوڌ جي نواب وزير غازي الدين حيدر کي "بادشاهہ" جو لقب ڏنو. اڳ ائوڌ جا نواب "وزير" سڏبا هئا. ان موقعي تي خوشيءَ ۾ نواب غازي الدين گهڻو خزانو ۽ جواهر لٽايا. مٿينءَ پاليسيءَ مان اها مراد هئي تہ جيئن مغل شهنشاهہ جو وقار گهٽجي وڃي. تاريخ ادب اردو: راءِ بابو سڪسينا. ذڪر نواب غازي الدين حيدر آب حيات: مولانا محمد حسين آزاد ذڪر مير انشاءَ

جنرل آڪٽرلوني ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي. سول ۽ فوجي ڪاتن ۾ پنجاهہ ورهين تائين نوڪري ڪئي هئي مگر بدقسمتيءَ سان پهرين برما ويڙهہ وقت لارڊ ائمهرسٽ جي ڏينهن ۾ هن اڳرائي ڪري ڀرتپور سان جنگ ڇيڙي، جنهن تي لارڊ ائمهرسٽ مٿس ناراض ٿي، ڪائنس استعفي لاءِ گهر ڪئي. 1825ع ۾ هن استعفيٰ ڏني.

2 ـ ڪرنل جيمس ٽاڊ 17 ورهين جي عمر ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو. وڏو حالاڪ هو سنہ 1815ع ۾ هن وچ هندستان ۽ راجپوتانا جو نقشو تيار ڪيو ۽ 1823ع تائين راجپوتانا ايجنسي. مٿان ريزيڊنٽ ٿي رهيو هن راجستان جي تاريخ جا ٻہ ضخيم جلد تيار ڪيا ملازمت کان پوءِ پنهنجي وطن اسڪاٽليند دانهن ويو جتي 1835ع ۾ مئو. هي پهريون انگريز عملدار هو جنهن سنڌ جي تحقيقات بہ ڪرائي هئي.

ڏلون پريندڙيون هيون. تن جي بدقسمتيءَ سان پاڻ ۾ جنگ لڳي. جنهن ڪري جوڌپور جي راجا مان سنگهه جي ٻن ايلچين. بشن رام وياس ۽ اپي رام وياس. گورنر جنرل جي ايلچيءَ فيلوس مٽڪاف سان عهدنامو ڪيو.[1]

اپريل 1818ع ۾. جئپور جي راجا جڳت سنگهه پاران راول پياري لعل مٽڪاف سان عهدنامو ڪيو. ڊسمبر ڏاري جيسلمير جي راول مولراج پاران نڪر دولت سنگهه انگريزي ايجنٽ سان عهدنامو ڪيو ۽ سنڌيا کي راجپوتانا تان هٿ کڻڻو پيو.[2] ڪرنل جيمس ٽاڊ راجپوتانا مٿان ايجنٽ مقرر ٿيو. باقي رهيو ڪڇ جو ڪنگهار. تنهن کي انگريز ٽالپرن جو خوف ڏياري مٿس دٻاءُ وجهڻ لڳا. سنہ 1818ع ۾. گورنر جنرل اعلان ڪيو تہ هندستان اندر برٽش حڪومت جون حدون سنڌو نديءَ تائين آهن.[3]

## ڪوسن جو مسئلو:

سمن جي ڏينهن کان کوسن جا راڄ هانسي. حصار. رنگ محل. ايور. بنجارا. سوڍل. ماٽڪ کوڙ. ڪلڏيراني. بيڪانير ۽ ڪڇ تائين هئا. هو برساتين جي مند ۾ ابوڏونگر ٽپي نربدا تائين چوپائي مال سميت گشت ڪندا هئا. سنہ 1805ع ۾. ڪرنل واڪر ڪاٺياواڙ جو انتظام مڪمل ڪري چڪو هو. هينئر ڪڇ جو وارو هو. سنہ 1816ع ۾ ڪرنل ايسٽ ڪڇ تي ڪاهي. ان تي قبضو ڪيو. ڪوسا جيڪي لٽ مار ڪرڻ تي هريل هئا. تن ٻيچ کان پنجاهہ ميلن جي مفاصلي تي لونا شهر کي لٽيو. هن واقعي کان پوءِ انگريزن کي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ چڱو سبب هٿ لڳي ويو هو پر بنگال جي سپريم گورنمينٽ اجازت ڪانہ ڏني. بمبئي حڪومت ڪوسن جي باري ۾ ميرن سان لکپڙهہ شروع ڪئي. جيتوڻيڪ ڪرنل سٽئنهوپ کوسن کي ڪڇ جي حدن

---

1 ـ ميواڙ ۽ مارواڙ جي جنگ جو سبب هن ريت هو تہ اديپور جي راجا ڀيم سنگهہ جي ڌيءَ ڪشن ڪماري نهايت حسين هئي. جا جوڌپور جي راجا ڀيم سنگهہ سان مڱيل هئي. سنہ 1804ع ۾ جوڌپور جي راجا جي بيوقتي موت ڪري مان سنگهہ جوڌپور جي گاديءَ تي ويٺو هو ڪشن ڪماريءَ جي ٻانهن لاءِ گهر ڪرڻ لڳو مگر اديپور جي راجا پنهنجي ڌيءَ جي شادي جئپور جي راجا جڳت سنگهہ سان ڪرائڻ جو ارادو ڪيو. ان سبب ڪري راجپوت رياستن جي پاڻ ۾ جنگ لڳي. نتيجو هن ريت نڪتو جو امير خان پٺاڻ جي چوڻ تي اديپور جي راجا پنهنجي 16 سالن جي معصوم حسين ڌيءَ کي بي گناهہ زهر ڏياري ماري ڇڏيو. ان حادثي کان پوءِ راجپوتانا جون رياستون انگريزن جي غلاميءَ هيٺ اچي ويون ڏسو وقائع راجستان: مولوي نجم الغني جلد_'1. ص_ 206_207.

2 -I Tod The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol II, PP. 729-737.

3 -J Malcolm A Memoir of Central India, Vol I P 315 London, 1832.

J C Marshan A bridgement of The History of India, P. 335.

مان تڙي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيو مگر هتي سوال ڪوسن جو نہ هو. انگريزن کي تہ ميرن سان نئين عهدنامي ڪرڻ جو خيال هو.[1]

جنهن صورت ۾ اڳرائي ڪوسن ڪئي هئي، تنهن صورت ۾ انگريزن ميرن کان ڪڇ جي جنگ جو خرچ گهريو ميرن بمبئي حڪومت کي تسلي ڏني تہ آئينده ان قسم جا واقعا هرگز نہ ٿيندا. مگر انگريزن کي نئين معاهدي جي ضرورت هئي، ان ڪري ميرن جي ڏنل تسليءَ کي بڌو اڻ بڌو ڪري هڪڙو وفد بمبئي کان روانو ڪيائون. جنهن ۾ ڪپتان سئڊليئر، ڊبليو_ سائمن، ڊاڪٽر هال ۽ ميجر ووڊ هائوس ميمبر هئا. مير ڪرم علي خان وفد جي ميمبرن کي عزت ۽ احترام سان گڏيو. نيٺ 9 نومبر 1816ع ۾ ٽيون عهدنامو ٿيو جنهن جا هينيان شرط هئا:[2]

1_ ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ٽالپرن جا پاڻ ۾ دائمي طور دوستانہ تعلقات رهندا.

2_ ٻئي حڪومتون وڪيلن معرفت باهمي فيصلا ڪنديون.

3_ سنڌ سرڪار ڪنهن بہ آمريڪيءَ يا ڪنهن ٻئي مغربيءَ کي سنڌ اندر رهڻ نہ ڏيندي. جيڪڏهن ڪو ڏاريو ماڻهو ملڪ جي اندروني معاملن ۾ دخل ڏيندو تہ ٻئي ڌريون ان کي ملڪ جي حدن کان ٻاهر لوڏي ڪڍنديون ۽ جيڪڏهن هو فساد ڪندو تہ شهر جي ڪوتوال کي سزا ڏيڻ جو حق رهندو.

4_ ٽالپر امير، ڪوسن ۽ ٻين بلوچن کي انگريزي علائقن اندر حملن ڪرڻ ۽ ڇيڙڇاڙ ڪرڻ کان روڪيندا.

سنہ 1812ع کان سنہ 1814ع تائين انگريزن جي آمريڪا سان جنگ لڳل رهي. گهڻائي انگريز نوڪرين کان پڳل پاڻ کي آمريڪي سڏائي، ڏيهي راجائن ۽ نوابن وٽ نوڪريون ڪرڻ لڳا. حقيقت ۾ هنن انگريزن پاران جاسوسي ڪرڻ ٿي گهري. مٿئين معاهدي جا شرط آغا سيد اسماعيل شاهہ سنہ 1236هہ (10 فيبروري سنہ 1821ع) ۾ بمبئي جي گورنر سان طئي ڪيا، جن کي ڪلڪتي جي سپريم گورنمينٽ منظور ڪيو.

ڪڇ جي راءِ ڀرمل کي انگريزن گاديءَ تان لاهي سندس صغير پٽ کي گاديءَ تي ٽاڪيو. سنہ 1820ع ۾ بمبئي جو گورنر ايلفنسٽن جڏهن ٻيو گهمرو ڪڇ جي دوري تي آيو تڏهن 200 جاڙيجن سردارن، جن جي راءِ سان مائٽي

1 -H H Wilson History of British India, Vol II, Chp XI PP 315-316

2 - J. Burnes Dr. A Narrative of A Visit of the Court of Sind P. 194

هئي، تن گورنر کي پنهنجي مفلسيءَ جي شڪايت ڪئي. ڪوسن جي موجودگيءَ جي ڪري ڪڇ جي سرحد تي فساد جاري رهيا. ان جو مکيہ سبب هي هو جو انگريزن، جاڙيجن زميندارن کان زمينون کسيون هيون. ڪن جاڙيجن زميندارن ٽالپرن کان مدد گهري هئي. سنہ 1825ع ۾ ڪوسن ڪڇ جي سرحد ٽپي پڇ تي ڪاهہ ڪئي. جاڙيجن ۽ ڪوسن گڏجي پڇ جي انگريز ريزيڊنٽ کان راءِ پرمل کي ٻيهر گاديءَ تي ويهارڻ لاءِ مطالبو ڪيو. جاڙيجن وٽ 3 هزار بلوچي لشڪر هو. انگريزي ريزيڊنٽ وٽ فقط هڪڙو فوجي دستو هو. جاڙيجن ۽ بلوچن گڏجي بلاريءَ جي قلعي تي قبضو ڪيو. پڇ ڏانهن ويندڙ جيڪي بہ قلعا هئا، سي مضبوط ڪونہ هئا. ان ڪري تجارتي قافلا رڪجي ويا. ڪپتان والٽر. بلاريءَ جي قلعي کي ڇڏائڻ لاءِ هڪڙي دستي سان مقابلو ڪيو پر شڪست کائي موٽيو جيتوڻيڪ ان مقابلي ۾ جاڙيجن جا گھڻائي سردار مارجي ويا.[1]

ٻئي معرڪي ۾ جاڙيجن شڪست کاڌي ۽ وٽن لٽ مار جو جيڪو مال هو سو انگريزن هٿ ڪيو. ٽيون دفعو بلوچن، عربن سان گڏجي انجار تي حملو ڪيو پر هن ڀيري بہ شڪست کائي ڪائمل تڪرين ۽ ڪڇ جي رڻ ۾ لڪا. هن دفعي جاڙيجن جي مدد لاءِ ٽالپرن پنهنجو لشڪر ويهاريو. 20 سيپٽمبر 1825ع ۾ بمبئي ۽ ڪيرا کان انگريزن جو وڏو لشڪر جنهن ۾ پنج رجمينٽون ۽ هڪ ڪمپني پيادن جي هئي، توب خاني سميت ڪرنل ايم. نيپئر جي اڳواڻيءَ هيٺ ڪڇ پهتو. ٽالپري لشڪر موٽي سنڌ ڏانهن آيو. ڪوسن جي ڪاهہ ڪري انگريزن ۽ ميرن ۾ وري ڪشيدگي پيدا ٿي.[2]

## ڊاڪٽر جيمس برنس:

سنہ 1827ع ۾ مير مراد علي خان وزير خارجہ بيمار ٿي پيو. ديسي حڪيمن سندس گهڻائي علاج ڪيا، پر فائدو ڪونہ پهتو. مير ڪرم عليءَ جي حڪم سان ميرن جي پڇ جي ايلچيءَ ديوان گوپالداس اُتي جي انگريز ريزيڊنٽ معرفت بمبئي جي گورنر کي هڪڙي انگريز ڊاڪٽر کي حيدرآباد رواني ڪرڻ لاءِ درخواست ڪئي. 25 آڪٽوبر سنہ 1827ع ۾ ڪڇ جي

---

1ـ بلاري ڪڇ جي رڻ جي سرحد تي سنڌ جي حد اندر قلعو هو. مانڊوي ۽ پڇ کان جيڪو رستو ونگي ڏانهن ويندو هو سو بلاريءَ وٽان لنگهندو هو. (ڏسو ليفٽيننٽ جنرل سر جان ڪين جو سنڌ جو نقشو). ابن حوقل جي نقشي ۾ پڻ ڏيڪاريل آهي اڳ سنڌ جو بندر هو جڏهن ڪڇ جو رڻ سمنڊ هو.

2 - H. H. Wilson, History of India, Vol. II, Chp. V, PP: 123 124

انگريزي ريزيڊنٽ جو ڊاڪٽر جيمس برنس، ميرن جي ايلچيءَ سان گڏجي حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو.[1] ساڻس پوني جي فوج جا ڪي سپاهي، ڪي فوجي ۽ بحري عملدار ۽ ڪڇ جي راءِ جي فوج جو هڪ جٿو پڻ گڏ هو. جاتيءَ جي نائب حيدر خان لغاريءَ ۽ بهادر خان ميرن پاران انگريزي ڊاڪٽر جو استقبال ڪيو. ٻنجاهه اٺن جو قافلو ضروري سامان رسد سان پريل مهمانن جي خدمت لاءِ تالپري سرڪار پاران روانو ٿيو جتي ٻه مهمانن منزل ڪئي، اتي معطر شربتن ۽ لوازمن سان سندن مهماني ڪئي ويئي.

ميرن جا بازدار رستي تي طرحين طرحين پکين جو شڪار ڪندا، مهمانن جي دل وندرائيندا هليا. حيدرآباد کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي شهزادي مير محمد خان نوڙهي ۽ ڪپتان موسيٰ خان، ڊاڪٽر جو استقبال ڪيو ۽ ساڻس حيدرآباد تائين هم رڪاب رهيا. ڏهين نومبر 1827ع ۾ نواب ولي محمد خان لغاريءَ ۽ سيد آغا اسماعيل شاهه ڊاڪٽر سان ملاقاتون ڪيون ۽ آغا صاحب جي اوطاق ۾ مهمانن جي رهائش جو انتظام ڪيو ويو مهمانن جي نيرن لاءِ هر روز صبح جو سون ۽ چانديءَ جون ٻارهن رڪابيون سونن ورقن سان مڙهيل طعام سان شاهي باورچي خاني تان اچڻ لڳيون. نوڪرن ۽ هندو سپاهين کي ڏار ڏار ڪچو سيڌو ملندو هو.

مير مراد علي خان، جو پنجن مهينن کان صاحب فراش هو سو ڊاڪٽر جي دوا سان ڏهن ڏينهن اندر چاڪ تي ويو. فرنگي ڊاڪٽر پنهنجي عملي سان ٽن مهينن تائين شاهي دسترخوان تي مهمان رهيو. هن نشست و برخست بلڪ دربار جي هرهڪ شيءِ کي جاچي ڏٺو. 21 جنوري سنه 1828ع ۾ بيش بها سوغاتون وٺي، شاهي ٻيڙي وسيلي 28 جنوريءَ ڪڇ پهتو. هن انگريزي ريزيڊنٽ سان ميرن جي مهمان نوازي ۽ مروتن جي بيحد تعريف ڪئي. ميجر پاٽنجر، ڪڇ جي ريزيڊنٽ، هڪڙي خط ذريعي مير ڪرم علي خان جو شڪريو ادا ڪيو.

## مير صوبدار خان جي بغاوت:

مير فتح علي خان ۽ مير غلام علي خان جي ديرن جي، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان سنڀال ڪندا هئا. مير غلام علي خان جي پٽ مير

---

1_ ڊاڪٽر جيمس برنس ۽ سندس ڀاءُ اليگزينڊر برنس ٻئي اسڪاٽلينڊ جا رهاڪو هئا. ڊاڪٽر جيمس برنس جو سفرنامو سنه 1831ع ۾ ايڊنبرا مان شايع ٿيو. ان مان ان زماني جي حيدرآباد دربار ۽ ميرن جو حال معلوم ٿي سگهي ٿو.

محمد خان کي چاچن جائداد ۾ جاگير ڏني هئي. مير صوبدار خان جو ان وقت 25 ورهين جي عمر جو هو، تنهن چاچن کان جائداد جي گهر ڪئي. جيسين ڪو فيصلو ٿئي، تنهن کان اڳ شهزادو پنهنجي اتاليق هوش محمد قنبراڻيءَ ۽ منشي پرتابراءِ کي ساڻ ڪري شڪار جي بهاني سان ٽر ڏانهن هليو ويو. اتي پهچڻ بعد منشيءَ معرفت پنهنجا ڪي جواهر وڪڻي، اٺ هزار لشڪر گڏ ڪري، هن چاچن خلاف بغاوت ڪڙي ڪئي.

مير مراد علي خان لشڪر جي پهچڻ شرط ناٿي جي ٽيلهين جا منهن ڪرلي باغين کي برغلائي ڇڏيو. ان وچ ۾ چاچن فيصلو ڪري، شهزادي کي جائداد ۾ جاگير جو حصو ڏنو. معاملو خير خوبيءَ سان حل ٿي ويو.

## مرزا خسرو بيگ جي گورنر سان ملاقات:

ڪڇ جي گڏريل فسادن کي روڪي، انگريز ٽالپرن کان خرچ جو مطالبو ڪرڻ لڳا. بيو ته ڪڇ ۾ سنڌ جي سرحد تي انگريزن فوجي چوڪيون ويهاريون هيون. ٽيون ته جيسلمير جي ڪن رهاڪن اچي سنڌ ۾ پناهه ورتي هئي، جنهن تي بعض رياستن اعتراض اٿاريو هو. مٿين سڀني ڳالهين جي فيصلي ڪرڻ لاءِ مير ڪرم علي خان پنهنجي نوجوان وزير مرزا خسرو بيگ کي بمبئي ڏانهن موڪلڻ جو ارادو ڪيو جيئن وزيراعظم ۽ گورنر سان روبرو ملاقات ڪري ڪنهن سهوتي تي پهچي. ان ۾ شڪ ناهي ته مرزا صاحب بلڪل نوعمر هو ليڪن قابليت جي لحاظ ڪري حڪومت جا اندروني توڙي بيروني معاملا سندس صلاح ۽ مشوري سان فيصلو ٿيندا هئا ۽ دربار ۾ ڪيس وڏو رسوخ حاصل هو.

مرزا صاحب ٻن مدبرن آخوند محمد بقا ۽ محمد عابد ٺٽوي کي همراهه ڪري نون ڏينهن جي سمنڊ جي مسافري ڪرڻ بعد بمبئي پهتو. بمبئي حڪومت 24 توپن سان سندن سلامي ڪئي ۽ ٻه هزار سولجرن هٿيار پيش ڪيا.[1] سلاميءَ جي رسم کان پوءِ گورنر جنرل ايلفنسٽن چئن گهوڙن واريءَ گاڏيءَ ۾ وزير کي ساڄي پاسي کان ويهاري، شهر مان گهمائيندو، هڪڙو

---

1ـ بمبئي جو گورنر مائونٽ اسٽيورٽ ايلفنسٽن، ڪمپنيءَ جو تجربيڪار عملدار هو. ديسي زبانن کان واقف هئڻ ڪري، لارڊ ويلزلي کي گهڻو پسند هو. هو پهريائين پوني دربار جي انگريزي ريزيڊنٽ ڪرنل ڪلوز جو نائب مقرر ٿيو. وري جڏهن ڪرنل لوز دکن جو ريزيڊنٽ مقرر ٿيو، تڏهن ايلفنسٽن پوني ۾ پيشوا باجي راءِ جي دربار ۾ ريزيڊنٽ مقرر ٿيو سنه 1803ع ۾ هو ڪابل ڏانهن ايلچي ٿي ويو. 1819ع کان 1827ع تائين، هو بمبئي جو گورنر ٿي رهيو. سندس چوڻ هو ته "انگريز سياستدانن لاءِ سنڌ هڪڙي دلچسپ مشغولي آهي." سندس ڪابل جو سفرنامو ۽ هندستان جي تاريخ جا ٻه جلد مشهور آهن.

عاليشان بنگلو سندس رهائش لاءِ مقرر ڪيو. نوجوان وزير مغربي تهذيب ۽ معاشرت کان قطعي بي خبر هو.

هڪڙيءَ رات گورنر مرزا صاحب کي ناچ جي دعوت تي گهرايو مرزا صاحب خزاني جون ڳوٿريون پرائي آخوند محمد بقا کي ساڻ ڪري ناچ گهر ڏانهن ويو. جڏهن گورنر جي مڊم ناچ ڪرڻ لاءِ اٿي، تڏهن مرزا جي اشاري تي آخوند صاحب هڪ هزار رپيا مڊم مٿان گهور ڪيا. انگريز اها روبڪار ڏسي اچرج ۾ پئجي ويا. گورنر مرزا کي چيو ته اسان مغربين ۾ اهڙي رسم ڪانهي. مرزا حاضر جوابيءَ ۾ لاثاني هو ته پڻ جواب ڏنائين ته: "اسان مشرقين ۾ آهي." بئي پيري مرزا پاڻ اٿي گهور ڪئي، انهن ڏينهن ۾ بمبئي ۾ هاٽوڪي رونق ڪانه هئي. شهر ۾ هوٽلن نه هئڻ سبب مسافر اسپلانڊ وٽ تنبن ۾ رهندا هئا. مرزا صاحب بمبئي ۾ 3 ڏينهن رهيو شهر ۾ ايتري مهانگائي هئي، جو مرزا هڪ لک رپيا مسافريءَ تي خرچ ڪيا، انگريزن جيڪا ستر هزار رپين لاءِ ميرن کان گهر ڪئي هئي، سا بهرحال رد ٿي ويئي

## عمرڪوٽ تي قبضو:

عمرڪوٽ، ٽالپرن هيڪر جوڌپور کان کٽيو پر وري راجپوتن مٿس قبضو ڪري ورتو هو. مير سهراب خان جي پاءُ مير غلام محمد خان هڪڙو پيرو عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪئي هئي، پر راجپوتن سان وڙهندي شهيد ٿيو هو. مير سهراب خان ان ڏينهن کان پاءُ جو وير وٺڻ لاءِ پڪو ارادو ڪيو. مير ڪرم علي خان پنهنجن ٻن سپهه سالارن، نواب طاهر ۽ نواب ولي محمد خان لغاريءَ کي لشڪر سميت عمرڪوٽ ڏانهن روانو ڪيو. مير سهراب خان جو سپهه سالار سيد گولو شاهه به فوجن سان اچي ساٿن گڏيو. جوڌپور جي راجا امير خان پناڻ کان مدد گهري. مير ڪرم علي خان هڪڙي پارسي رباعي لکي امير خان ڏانهن رواني ڪئي، رباعيءَ امير خان تي اهڙو اثر وڌو، جو هن راجا کي مدد ڏيڻ کان انڪار ڪيو.[1] جوڌپور جو لشڪر قلعي اندران ويهي مقابلو ڪرڻ لڳو.

---

1 ـ امير خان پناڻ جو ڏاڏو طالع خان اصل نبير جو افغان هو ۽ مغل شهنشاهه محمد شاهه جي ڏينهن ۾ رام پور جي روهيلي نواب علي محمد خان جي سپهه سالار ڊونڊي خان وٽ اچي نوڪر بيٺو هو. جڏهن محمد شاهه جي لشڪر رام پور تي ڪاهه ڪئي، تڏهن طالع خان جان بچائي سنڀل پهتو جتي هن وفات ڪئي. سندن پٽ محمد حيات خان ڊونڊي خان وٽ نوڪر بيٺو. ڊونڊي خان جي مرڻ کان پوءِ، محمد حيات خان زميนداري پيشو اختيار ڪيو ۽ 1764ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس پٽ امير خان پهريائين نواب غلام قادر روهيلي وٽ نوڪر بيٺو جتان ترقي ڪري 1806ع ۾ جسونت راءِ هولڪر جو سپهه سالار ٿيو. مرهٽن جي شڪست کان پوءِ سنه 1817ع ۾ هن انگريزن جي آڻ مڃي، جن کيس گذران لاءِ ٽونڪ جي رياست ڏني. سنه 1150هه (1834ع) ۾ وفات ڪيائين.

نواب طاهر خان قلعي جي بنياد ۾ سرنگ هڻائي، بارود ساڙائي، قلعي جي ديوار ڪيرائي ڇڏي، گهڻائي راجپوت مارجي ويا ۽ ڪي گرفتار ٿيا. باقي جيڪي بچيا سي ڀڄي ويا. ٽالپرن عمرڪوٽ تي قبضو ڪيو.[1]

## شڪارپور تي قبضو:

شڪارپور مغل علائقي جو صدر شهر هو جتي دراني حڪومت پاران نواب حڪومت هلائيندا هئا. 17 سؤ سوارن جو دستو ۽ 143 توبون سندن ماتحت رهنديون هيون. سدوزئي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ افغانستان جي طوائف الملوڪيءَ جي زماني ۾ بهاول پور جي رياست انگريزن جي حفاظت هيٺ اچي ويئي. ڪشمير، پشاور، پنجاب، ديره جات ۽ ملتان تي رنجيت سنگهه قبضو ڪري ورتو. ٽالپرن به ڪابل کي خراج ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو. رنجيت سنگهه جي مرضي هئي ته جيڪڏهن سنڌ تي قبضو نه ڪري سگهي، ته ڪم از ڪم شڪارپور تي سندن قبضو رهي. ڇاڪاڻ نه واپار جي لحاظ ڪري هي دولت مند شهر هو.

ٽالپرن کي هر وقت سکن کان خطرو رهندو هو. سنه 1244هه (1824ع) ۾ مير ڪرم علي خان بلوچي سردارن معرفت لشڪر گڏ ڪرائي، نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ شڪارپور تي چڙهائي ڪئي. مير رستم خان ۽ مير علي مراد خان به فوجون وٺي آيا. شڪارپور تي انهن ڏينهن ۾ نواب منصور علي خان حڪومت ڪندو هو.[2] نواب ولي محمد خان جمعي خان بارڪزئيءَ معرفت نواب منصور علي خان کي سمجهايو جنهن شهر جون ڪنجيون نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي حوالي ڪيون ۽ پاڻ شهر کان

---

وقائع راجستان: جلد_2، ذڪر ٽونڪ.

1 ـ جوڌپور جي راجا سنه 1807ع ۾ عمرڪوٽ تي قبضو ڪيو هو ۽ سنه 1817ع ۾ ٽالپرن مٿس قبضو ڪيو. سنه 1835ع ۾ جوڌپور جي راجا عمرڪوٽ تي قبضي ڪرڻ لاءِ انگريزن سان عهدنامو ڪيو جنهن موجب انگريزي فوج پاڻ وٽ رکڻ جي عيوض هن هڪ لک پندرهن هزار رپيا انگريزن کي ڏيڻا ڪيا. ساڳيءَ طرح جيسلمير جي راول گج سنگهه به انگريزن سان عهدنامي ڪرڻ وقت شاهه ڳڙهه، گرسيا ۽ ڪوٽڙهه جي قلعن لاءِ گهر ڪئي هئي، جيڪي سهراباڻي سرڪار جيسلمير کان کنيا هئا. هن شرط موجب راول، انگريزن سان وعدو ڪيو هو ته جڏهن انگريز سنڌ تي ڪاهه ڪندا. تڏهن رياست کين اُن جي مدد ڪندي

2ـ نواب منصور علي خان شڪارپور جو پنجتيهون افغان نائب هو. شڪارپور شهر کي انهن ڏينهن ۾ عالم پناهه ڏنل هئي، جنهن کي آٺ دروازا هئا: (1) لکي، (2) هزاري (3) هاٿي، (4) خان پوري، (5) ڪرن، (6) واڳڻو (7) سيوي ۽ (8) نوشهرو. دروازن جون چاٻيون نوابن وٽ رهنديون هيون.
Selections From Records of Bombay Govt No XVII, Shikarpur

نڪري ريو. نواب ولي محمد خان کي هن سوپ جي عيوض 3 هزار اشرفيون انعام مليو. شهر جي انتظام لاءِ ميرن ٻه ڪچهريون قائم ڪيون. شهداداڻي سرڪار پاران سيد ڪاظم شاهه نائب مقرر ٿيو. شهر جي اپت جي ستن حصن مان ٽن حصن مان رقم 54 هزار رپيا شهداداڻي سرڪار کي ملڻ لڳا. باقي ٽن حصن جي رقم چاليهه هزار رپيا سهراباڻي سرڪار کي ملڻ لڳا. بکر جو مضبوط قلعو مير رستم خان فتح ڪيو هو. تنهن ڪري اهو سهراباڻي سرڪار کي مليو. هيءَ ٽالپري پوئين فتح هئي ۽ اهو سنڌن اوج جو زمانو هو.

## انگريزن جا ناپاڪ ارادا:

لارڊ هيسٽنگس جي ڏينهن ۾ دهليءَ کان وٺي دکن تائين انگريزن خلاف هندستاني رعايا ۾ عام ناراضپو پيل هو. ايلفنسٽن ۽ سر جان مالڪوم گورنر جنرل جا ٻه مکيه چاڙتا هئا. جن مرهٽا ڪنفيڊريسي جي سردارن ۾ ڦيٽاڙو وجهي، سنه 1818ع ۾ پيشوا جي مسند جو خاتمو ڪري ڇڏيو. سنه 1819ع ۾ ٻيءَ مرهٽا ويڙهه ۾ هولڪر، ڀونسلي، گائڪواڙ ۽ سنڌيا جهڙا طاقتور انگريزن اڳيان جهڪي پيا. وچ هندستان انگريزي جهنڊي هيٺان اچي ويو. لارڊ هيسٽنگس هٿيارن ۽ نڳين جي زور تي پنجاهه هزار چورس ميل ملڪ ڪمپني سرڪار جي جهنڊي هيٺ آندو.

انگريزن جو مقصد هاڻي سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو هو. گورنر جنرل ڪوسن جي فساد وقت سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. مگر مٽڪاف جي چوڻ تي خيال لاهي ڇڏيو هئائين. ڪوسن جي ڪاهن جو سبب هن ريت هو جو ڪڇين، سنڌي واپارين ۽ حاجين جا ڪي قافلا لٽيا هئا. جيڪي بمبئي ڏانهن وڃي رهيا هئا.[1] فتوحات سان گڏ انگريز عملدار لٽ مار ڪرڻ سان پنهنجا کيسا ڀرڻ لڳا. ڪاشت ڪارن کي ڳريون ڍلون ڀرڻيون پونديون هيون، جيئن نگلنڊ جا خزانا ڀرپور رهن. ڪمپنيءَ کي هندستان سان واپار ڪرڻ لاءِ نئون چارٽر (اختيارنامو) مليو جنهن موجب ولايت جا گورا واپاري هندستان جي ديهي هنرن کي پائمال ڪرڻ لاءِ نوان هٿيار گهڙڻ لڳا.

مارڪئس آف هيسٽنگس کان پوءِ لارڊ ائمهرسٽ سنه 1823ع کان سنه 1828ع تائين گورنر جنرل تي رهيو. سندس ڏينهن ۾ برما جي ڀرين ويڙهه لڳي ڪمپنيءَ جا جنگ تي 13 ڪروڙ رپيا خرچ اچي ويو. ڪمپنيءَ جي ڪنٽل خزانن

1 -J. W. Kaye: Selections From the Papers of Lord Metcalfe (1819-1820), PP. 46-48.

کي پرڻ لاءِ گورنر جنرل، نوابن ۽ راجائن کي ڦرڻ لڳو. ائوڌ جو نواب وزير جنهن جو وجود ڪمپني سرڪار لاءِ دراني يا سنڌيا جي ڪاهُن جي مقابلي لاءِ اڳ ڪارائتو هو، سو هينئر محض بيڪار هو. پنجاب تي سکن جي حڪومت هئڻ سبب اٽڪ جو پتڻ تيرڻ ايشيا جي فاتحن لاءِ گهڻو مشڪل هو. گورنر جنرل جي دٻاءَ وجهڻ شرط ائوڌ جي نواب ڏهه لک پائونڊن جي قرض جي پهريں قسط ڏني ۽ پنج لک پائونڊن جي قرض ڏيڻ لاءِ مزيد انجام ڏنائين. تڏهن مس سندس جند آزاد ٿي.

ناڳپور جي پونسلي کان پنج لک پائونڊ ڦريا ويا. بنارس جي راجا کي ويهه هزار پائونڊ ڏيڻا پيا. معزول پيشوا کي نمڪ حلاليءَ جي ثبوت ڏيکارڻ لاءِ وظيفي جي رقم مان بچت ڪرڻي پيئي. گورنر جنرل نوابن ۽ راجائن جي ڳنڍين ڪپڻ ۾ ڪامياب ٿيو. جيئن برما جي جنگ جي بدناموسيءَ جو داغ سندس دامن تان ڌوپجي وڃي. پر ايتري ڦرلٽ ڪرڻ کان پوءِ به لنڊن جي سياسي حلقن ۾ سندس گهڻي بدنامي ٿي.[1] برما جي جنگين ڪري لارڊ ائمهرسٽ کي سنڌ ڏانهن توجهه ڏيڻ لاءِ موقعو ملي نه سگهيو ان ڪري سنڌ جي سوال کي نئين گورنر جنرل لارڊ وليم بينٽڪ جي حوالي ڪري ويو. جو سنه 1835ع تائين گورنر جنرل ٿي رهيو.

## مير ڪرم علي خان جي وفات:

سنه 1244هه (1828ع) ۾ مير ڪرم علي خان وفات ڪئي. سندس عاليشان مقبرو حيدرآباد شهر جي اتر اولهندي ۾ مشرقي عمارت سازيءَ جو نمونو آهي. مرڻ مهل پنهنجي پياري وزير مرزا خسرو بيگ کي وصيت ڪري ويو ته سندس گهوڙي "آزاد" کي ماري چڙهي ۽ سندس ترار کي حرم جي ڏيڍيءَ تي پرزا پرزا ڪري پيجي چڙهي. مير ڪرم علي خان "رڪن الدوله بهادر" سخن دان ۽ شاعر ٿي گذريو. سندس تخلص "ڪرم" هو. سندس پارسي غزلن جي مجموعي کي عبدالله خان قنڌاريءَ سنه 1245هه ۾ گڏ ڪري متس "ديوان ڪرم" نالو رکيو. سيد ثابت علي شاهه سندس ڏينهن ۾ وقت جو مقبول شاعر ٿي گذريو.

---

1 -Ludlow J Malcolm. History of British India, Amberst London, 1859

نوٽ: نواب آصف الدوله جي وفات کان پوءِ وزير علي ۽ سعادت علي خان تخت هٿ ڪرڻ لاءِ ڪشمڪش کي لڳي ويا. نواب سعادت علي خان انگريزن جي مدد سان گادي هٿ ڪئي. پر اڌ ملڪ انگريزن جي حوالي ڪيائين. پوءِ لنڊن تائين درخواستون ڪرڻ لڳو انگريزن کانئس 17 ڪروڙن رپين لاءِ گهر ڪئي وري جڏهن نواب رقم گڏ ڪئي ته ريزيڊنٽ کيس زهر ڏياري مارائي ڇڏيو هئي واقعو 1814ع ۾ ٿيو

## مير مراد علي خان:

6_ جمادي الثاني 44 ھ (1828ع) ۾ مير ڪرم علي خان جي وفات کان پوءِ مير مراد علي خان "اميرالدولہ بهادر" گاديءَ تي ويٺو. هيءُ پهرينءَ جوئياري جو پوئين حاڪم هو. لاهور، ڪڇ ۽ مارواڙ جي راجائن، مسقط ۽ قلات دربار سان سندن دوستانہ تعلقات هئا. فتح علي شاهہ قاچار ڪيس ڏيءَ جو سڱ ڏيڻو ڪيو هو پر مير صاحب پيرسنيءَ سبب شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. سندس ڏينهن ۾ شاهہ شجاع وٽس مهمان ٿي آيو.

## ٽالپري سڪو:

ڪابل کان آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ پهريون دفعو مير مراد علي خان ٽالپري سڪي رائج ڪرڻ جو خيال ڪيو. حڪم ڏنائين تہ سرڪاري خزاني ۾ جيترو سون چاندي گڏ ٿيل آهي، سو رعايا جي ملڪيت آهي. وقت جي ڪاريگر اوستي فتح محمد خان اشرفيون ۽ رپيا تيار ڪيا. ٽالپري رپئي جي چاندي مقدار ۾ گهٽ هئي، تنهن ڪري سندس قيمت ڪمپنيءَ جي ڪلدارن جي ڏهن آنن جيتري هئي، واپاري توڙي عام ماڻهو ڪمپنيءَ جا ڪلدار پسند ڪندا هئا پورچوگالي ڊالر (ريال) بہ چالو هئا. اطالوي اشرفين جو سون سنو هو تنهن ڪري اهي بہ بندرن تي چالو هيون. سنہ 1901ع ۾ في اطالوي اشرفيءَ جي قيمت ساڍا ست رپيا هئي. فتح علي شاهہ قاچار سان دوستي هئڻ ڪري، بہ ايراني سڪا، گبري ۽ پيتلي بہ سنڌ اندر رائج هئا. في ايراني سڪي جي قيمت 4 آنا هئي.[1]

## ڪوسن جي تر ۾ ڦرلٽ:

سنہ 1832ع ۾ شروعات ۾ ڪوسن پالن پور جي هڪڙي واپاري قافلي کي اسلام ڪوٽ وٽ ڦريو ان کان سواءِ ڪوسن ۽ واگهيلن گڏجي رحمڪي بازار کي لٽيو جنهن ڪري انگريزي لشڪر، سنڌ جي سرحد تي مظاهرا ڪرڻ لڳو. ڪڇ جي انگريز ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر حيدرآباد سرڪار کي شڪايت ڪئي ۽ ڪلڪتي جي سپريم ڪورٽ کي ڪوسن جي ڪارروائيءَ متعلق رپورٽ پيش ڪئي. گورنر جنرل جي هن دفعي اڳي ئي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ جي مرضي هئي، سندس حڪم موجب اجمير جي برٽش ريزيڊنٽ جيسلمير ۽ جوڌپور جي راجائن جي ڪانفرنس ڪوٺائي، ان لاءِ تہ ٻئي راجائون گڏجي ڪوسن خلاف انگريزن جي مدد ڪن.

---

1 - R. Hughes-Buller: Makran, "Currency."

بئي ٻاسي مير مراد علي خان بلوچ سردارن ۽ جاگيردارن کي نوان پروانا ڏيئي، فوجن گڏ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو فوجي انتظام کي مڪمل ڪرڻ کان پوءِ، مير صاحب دربار جي مدبرن مان سيد باقر شاهه کي ٿر جي سرحد جي حالتن کي جاچڻ لاءِ پيح ڏانهن روانو ڪيو. سيد صاحب ايلچيءَ جي حيثيت ۾ برٽس ريزيڊنٽ کي پڪ ڏني تہ کوسن جي سازش ۾ ميرن جو ڪو هٿ ڪونهي. مٿينءَ تصديق کان پوءِ ڪرنل پاٽنجر کوسن جي گرفتاريءَ لاءِ ڪپتان رابرٽ ۽ ڪرنل لچفيلڊ کي فوجون ڏيئي روانو ڪيو. ڪمپني سرڪار جا ريزيڊنٽ جيڪي بہ رپورٽون سپريم ڪائونسل کي پيش ڪندا هئا، تہ ڪمپني سرڪار سواءِ ڪنهن غور ڪرڻ جي سندن رپورٽن کي وزن ڏيندي هئي. اهڙن ريزيڊنٽن ۽ ايلچين مان ڪرنل پاٽنجر، سر گوراوزلي، ايلفنسٽن، جيمس ٽاڊ، سر مالڪوم، ميجر بيلي وغيره نامر ڪنيا ريزيڊنٽ ٿي گذريا.[1]

سر جان مالڪوم ان وقت بمبئي جو گورنر هو. ناممڪن هو تہ ڪرنل پاٽنجر جهڙي تجربيڪار ڇاڙتي جي رپورٽ کي ان بڌو ڪري ڇڏي. سو ويهين آڪٽوبر تي پوني جو لشڪر بمبئي کان روانو ٿيو ٿرپاڪر جي ضلعي لاءِ خطرو جاڳيو. مير مراد علي خان منشي رحمت الله کي ڪن بلوچ سردارن سان همراهه ڪري ٿر ڏانهن روانو ڪيو. پارڪر جي مختيارڪار غلام شاهه لغاريءَ کي حڪم مليو تہ بلوچي سردارن سان گڏجي سرحد جي حالتن جو معائنو ڪري، دربار کي پيش ڪري، مگر گورنر جنرل کي اجا پنڊارين سان مقابلو ڪرڻو هو تنهن ڪري کوسن خلاف فوجي نمائش ڪرڻ کان سواءِ انگريز ٻيو ڪجهه ڪري نہ سگهيا. کوسن جو سوال في الحال ملتوي رهجي ويو. 5 آڪٽوبر سنہ 1832ع تي. سردار غلام حيدر خان بجاراڻيءَ ڪن کوسن کي گرفتار ڪري انگريزن جي حوالي ڪيو.[2]

سنہ 1829ع ۾ مير ناري خان "ستاره جنگ بهادر" وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس ٻٽ مير علي مراد خان گاديءَ تي وينو. هن سنہ 1806ع ۾ ميرپورخاص جو شهر تعمير ڪرايو هو جو مير علي مراد خان پنهنجي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو.[3]

---

1 . نوٽ. سر جان مالڪوم ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي فوجن ۾ ميجر هو. پوءِ گورنر جنرل پاران وچ هندستان جي رياستن ۾ ايجنٽ ٿي رهيو. پارسي زبان جو اديب هو تنهن ڪري ايران ڏانهن گورنر جنرل پاران سفير ٿي ويو سنہ 1827ع ۾ ايلفنسٽن جي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ بمبئي جو گورنر مقرر ٿيو سنہ 1830ع ۾ رٽائر ٿي ولايت ڏانهن ويو. سندس "تاريخ ايران" ايلفنسٽن جي "تاريخ هند" وانگر مشهور آهي.

2 - Pre Mutiny Records of The Commissioners in Sind, "Sindh Mission."

3 ماٽڪائي ميرن جو شاهي قبرستان چتوڙي ۾ آهي، جو مير پورخاص کان 16 ميل اتر طرف آهي.

## شاهه ولي الله رحه:

ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي راڄ ۾ انگريزن جي پاليسي مسلمانن جي سراسر خلاف هئي. سنه 1803ع ۾ لارڊ ليڪ جي فوجن اسلامي تهذيبن جي مرڪز جهان آباد (دهليءَ) تي قبضو ڪيو هو. مغل شهنشاهه فقط نالي طور شهنشاهه هو. ڪمپني سرڪار جي دفترن جو ڪاروبار هندستان اندر مغليه نموني تي هلي رهيو هو. دفترن جي زبان به پارسي هئي. انگريزن جي مرضي هئي ته پارسي زبان سان گڏ مغل شهنشاهت جي نالي کي به مٽائي ڇڏجي. ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن پنهنجن انگريزي عملدارن کي هدايت ڪري ڇڏي هئي ته اهي هندو نواز پاليسي اختيار ڪن. لارڊ منٽو جي ڏينهن ۾ انگريز پادري کليو کلايو اسلام تي حملا ڪرڻ لڳا. ڪمپنيءَ جا عملدار پارسيءَ بدران سنسڪرت زبان کي همٿائڻ لڳا. نوبت ايتري قدر پهتي جو هندستان جي مسلمانن کي پنهنجي مذهب ۽ اسلامي تهذيب جي حفاظت ڪرڻ جو فڪر دامنگير ٿيو. اسلامي سلطنت جي آفتاب کي هندستان ۾ غروب ٿيندو ڏسي ۽ مغربي تهذيب جي سيلاب کي روڪڻ لاءِ شاهه ولي الله رحه دهلويءَ سنه 1735ع ۾ ڪتاب "حجة الله البالغه" معرفت مسلمانن کي ايندڙ مشڪلاتن کان سجاڳ ڪيو. سنه 1737ع ۾ شاهه صاحب قرآن جو پارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سندس فرزندن مان شاهه عبدالعزيز "شمس الهند" (المتوفي 1824ع) هندستان کي "دارالحرب" سڏڻ لڳو. شاهه صاحب "ترغيب محمديه" تحريڪ شروع ڪئي ۽ پنهنجي فتويٰ ۾ ڏيکاريو ته "انگريزي زبان سکڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪو به مسلمان انگريزي تهذيب اختيار ڪندو ته ڪافر ڪوٺبو"

شاهه عبدالقادر (1753_1815ع) قرآن شريف جو اردو ۾ ترجمو ڪيو. سنڌ ۾ مٽيارين جي هڪڙي بزرگ سنه 1272هه ۾ قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. هي پهريون دفعو هو ته هندستان ۽ سنڌ جا مسلمان انگريزي تهذيب جي بي پناهه سيلاب کي روڪڻ لاءِ قرآن شريف جي تعليم کان عام طور واقف ٿيا. شاهه عبدالقادر جو ترجمو سندس مريدن مان سيد عبدالله سنه 1829ع ۾ هوگليءَ مان شايع ڪرايو. رنجيت سنگهه جي ڏينهن ۾ پنجاب اندر سکن مسلمانن تي جيڪي ظلم ڪرڻ شروع ڪيا تن جي خاتمي لاءِ شاهه عبدالعزيز جي بن مريدن سيد احمد بريلوي ۽ شاهه اسماعيل شهيد جهاد جو اعلان ڪيو.

سنه 1824ع ۾ سيد احمد بريلوي حيدرآباد سنڌ پهتو. سيد صبغت الله شاهه ڪيس حرن جو دستو سکن جي خلاف جهاد ڪرڻ لاءِ امدادي طور ڏنو.

بنگال کان وٺي باغستان تائين مسلمانن سڪن خلاف جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو هو.[1] سيد احمد شهيد سنڌ کان دري بولان رستي باغستان پهتو. 23 جون سنہ 1830ع ۾ هن سکن کان پشاور فتح ڪيو. پر پوءِ مريدن جي سازش ڪري پنهنجي خليفي شاهہ اسماعيل سميت 1831ع ۾ سکن سان جهاد ڪندي شهيد ٿيو. اسلام خلاف انگريزن جي قلمي مهم جاري رهي. سنہ 1861ع ۾ سر وليم ميوئر "سيرت محمدي" چئن جلدن ۾ تيار ڪري، مسلمانن جي دلين کي ڏکوئڻ لڳو جنهن جي جواب ۾ سر سيد احمد "خطبات احمديہ" شايع ڪرايو.

## وليم بينٽڪ جي پاليسي:

وليم بينٽڪ گورنر جنرل جي زماني ۾ يورپ ۾ ترڪي "مرد بيمار" جي لقبن سان مشهور هئي. اهڙيءَ طرح هندستان اندر سنڌ "مرد بيمار" جي نالي سان انگريزن جي سياسي حلقن ۾ مشهور هئي. نيپولين بوناپارٽ جي شڪست کان پوءِ انگلينڊ يورپ ۾ "سمنڊن جي ملڪ" سڏيو ٿي ويو ۽ يورپ جو سياسي توازن سندن هٿن ۾ هو. يونان جي آزاديءَ جي مسئلي متعلق ترڪن خلاف روس ۽ انگلينڊ پاڻ ۾ ٻٽ هئا. سنہ 1826ع ۾ روس ايران تي ڪاهہ ڪئي. انگلينڊ ايران کي مدد ڏيڻ لاءِ معاهدي مطابق ٻڌل هو مگر هن دفعي انگلينڊ ايران کي ڪابہ مدد ڪانہ ڏني. برطانوي وزير خارجہ لارڊ ڪيننگ، سر م بر چائڻ لاءِ شاهہ ايران ڏانهن ٿوري رقم رواني ڪئي.

---

1 نوٽ: سيد احمد بريلوي 19 صديءَ جو هندستان جو مجاهد. سيد مير قطب الدين شيخ عبدالقادر جيلانيءَ رحہ جي پاڙيچي جي اولاد مان هو. امير قطب الدين ناصرالدين قباچہ جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيو هو ۽ ڪرهہ مان ڪپور فتح ڪري اتي وفات ڪئي هئائين. سيد احمد سنہ 1786ع ۾ بريلي ۾ تولد ٿيو پوءِ امير خان پٺاڻ جي فوجن ۾ ننڍو عملدار مقرر ٿيو. اتان ملازمت ڇڏي ڪري شاهہ عبدالعزيز جو مريد ٿيو سنہ 1822ع ۾ ڪلڪتي کان حج بيت الله ۽ زيارت ڪرڻ لاءِ مڪي پهتو جتي مشهور عبدالوهاب نجديءَ جي وهابي تحريڪ کان واقف ٿيو. وري جڏهن شاه عبدالعزيز ۽ شاهہ عبدالحي پنهنجي فتوائن ۾ هندستان کي "دارالحرب" ظاهر ڪيو تڏهن سيد احمد بريلويءَ ۽ شاه اسماعيل شهيد گڏجي جهاد جو جهنڊو بلند ڪيو. سندن مقصد هو تہ سر زمين هندستان مان سکن ۽ انگريزن کي تڙي خلاف رشده جي بنياد تي خيبر کان وٺي هندستان جي ڇيڙي بنگال تائين اسلامي حڪومت قائم ڪجي

سيد احمد ۽ شاهہ اسماعيل وانگر نثار علي چانڊپوريءَ بنگال ۾ انگريزن خلاف جهاد [illegible] ڪيو [illegible] علي سنہ 1831ع ۾ انگريزن سان وڙهندي شهيد ٿيو انگرير سيد احمد ۽ سندس [illegible] کي مولوين جي مدد سان وهابي مشهور ڪري پروپئگندا جي ذريعي بدنام ڪرڻ لڳا [illegible] عالمگير جنگ جي موقعي تي هن شريف مڪي جي قائدي ۾ ترڪن خلاف [illegible] کان [illegible] حاصل ڪيون هيون اسلام جي ديني تفوق کي مٽائڻ لاءِ مسيحي مبلغ هر ڪا ڪوشش ون لگا [illegible]

[illegible] of Shah Ismail Shaheed Pf 63 84, Lahor, 1943

سنہ 1828ع ۾ ايران روس کان شڪست کاڌي ۽ روس جو ايران تي اثر پوڻ لڳو. انهن حالتن پٽاندر سنڌ هڪ ڪارگر صوبو هو جنهن تي قبضي ڪرڻ ڪري انگريز افغانستان، ايران، بلوچستان ۽ پنجاب تي چڪاس رکي سگهيا ٿي. لارڊ وليم بينٽڪ جي پاليسي بہ گذريل گورنر جنرلن وانگر لٽ مار واري هئي. لارڊ مڪالي سندس تعريف ڪندي لکي ٿو تہ: "هن هندستان اندر گهٽائي سڌارا ڪيا." مگر پڙهندڙن کي ياد رکڻ گهرجي تہ منڊي کان وٺي انگريزن هندستان کي ڏاريو ملڪ سمجهيو ۽ هن براعظم جي اڻ کٽ دولت تي انگلينڊ جا ڪٽنب پلجڻ لڳا. عيسائي پادرين جي غليظ لٽريچر ۽ انگريز عملدارن جي "ويڙهائي حڪومت ڪريو" جي پاليسيءَ ڪري ملڪ جي تهذيب، تمدن ۽ اقتصادي حالتن کي نقصان پهچي رهيو هو.

ڪمپنيءَ جي راڄ ۾ فوجي ڪاتي اندر هڪڙو ديسي سپاهي صوبيدار يا صوبيدار ميجر جي عهدي کان هرگز مٿي چڙهي نہ سگهندو هو. ديسي سپاهين جو پگهار ستن رپين کان مٿي ڪونہ هو. ڪين سال لاءِ هڪڙو بنات جو ڪوٽ ۽ ٽن سالن کان پوءِ هڪڙي پتلون ورديءَ ۾ ملندا هئا.[1] جڏهن انگريزي لشڪر ڪنهن ملڪ تي ڪاهہ ڪندو هو تہ لٽ مار مان انگريزي عملدارن ۽ ديسي سپاهين کي حصا ملندا هئا. ان قسم جي لٽ مار کي "پرائيز مني" يعني انعام جي رقم سڏيندا هئا. مٿينءَ لالچ جي ڪري اڪثر مدراسي، پوربي، مرهٽا، بنگالي ۽ اتر اولهہ هندستان جون قومون فوجن ۾ پرتي ٿينديون هيون.

"پرائيز مني" جي لالچ ڪري انگريز عملدار هر وقت ديسي نوابن ۽ راجائن سان مفت ڦتائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. جيئن جنگ لڳي ۽ ڪين لٽ مار ڪرڻ لاءِ وجهہ ملي، بلڪ جنگ ڪرڻ لاءِ هو بهرحال حيلا ۽ بهانا ڳوليندا رهندا هئا. انگريز سولجرن کي پگهار پتا، راشن ۽ پوشاڪون سٺيون ملنديون هيون، مگر اهي شرابي ۽ بدڪار هئا. ان ڪري هميشہ ڪتل رهندا هئا. ڪي سولجر سرڪاري هٿيارن ۽ وردين کي وڪڻڻ کان بہ ڪين گسندا هئا. اهڙي چوريءَ جي سامان کي نيڪال ڪرڻ لاءِ هندستان جي جن جن شهرن ۾

---

1 _ سنہ 1831ع ۾ هندستان جي ڪمانڊر انچيف سر جئسپر نڪولس لنڊن جي دارالعلوم جي چونڊ ڪاميٽيءَ اڳيان هندستان جي ديسي سپاهين جي تعريف ڪندي تقرير ۾ ڄاڻايو هو تہ هندستاني سپاهي وفادار هئڻ ڪري هر وقت انگريزي عملدارن جي حڪم مڃڻ لاءِ منتظر رهن ٿا. ڪمانڊر انچيف ميمبرن کي صاف لفظن ۾ ٻڌايو تہ ديسي پنج سؤ سپاهي هڪ هزار انگريزي سولجرن جي مٽ آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي وڏيڪ جفاڪش ۽ بيحد محنتي آهن.
J. W. Kaye: History of Sepoy War, Voll , P 268, London, 1870.

ڇانوڻيون هيون، اتي نيلام جا دڪان کلي ويا هئا. وڏن وڏن شهرن ۾ چڪلا عام جام کلي ويا، جتي هندستاني خواتين جي عصمت کي فرنگي برباد ڪرڻ لڳا ۽ طرحين طرحين وچڙندڙ بيماريون هندستان اندر پکڙجي ويون.

انگريز نوان فوجي عملدار، جيڪي ولايت کان ايندا هئا، سي وفادار ديسي سپاهين سان انسان سوز سلوڪ ڪندا هئا. شريف هندستاني سپاهين کي هر وقت فرنگي درندن منجهان خوف رهندو هو. 30 آڪٽوبر سنہ 1824ع تي بارڪ پور ڇانوڻيءَ ۾ فرنگي فرعون دماغ فوجي عملدارن هندستاني سپاهين تي جيڪي ظلم ڪيا، تن جو خود انگريزي مؤرخ ماتم ڪن ٿا. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سرڪار جا ايجنٽ نوابن ۽ راجائن جي دربار ۾ رهي، حرام جا مال کائي، پنهنجي حرام خوريءَ جو پورو ثبوت ڏيندا هئا. سواءِ ڪنهن سبب جي سپريم ڪائونسل کي غلط رپورٽون پيش ڪري، جنگين لاءِ رستو صاف ڪندا هئا. پرائيز منيءَ مان گورنر جنرلن کي بہ حصو ملندو هو.

لارڊ هيسٽنگس کي ڇهن جنگين جي عيوض ڪمپنيءَ لکين پائونڊن جي ولايت ۾ جاگير ڏني. سنہ 1826ع ۾ ڀرتپور جي مشهور قلعي کي فتح ڪرڻ کان پوءِ 48 لک رپيا بطور پرائيزمنيءَ جي فوجن ۾ تقسيم ڪيا ويا. مٿينءَ رقم مان 8 لک رپيا هندستان جي ڪمانڊر انچيف ڪومبر ميئر کي مليا هئا.[1] لارڊ وليم بينٽڪ جي زماني ۾ ڪرگ فتح ٿيڻ کان پوءِ هر هڪ انگريز جرنيل کي 25 هزار رپيا، ليفٽيننٽ ڪرنل کي 15 هزار رپيا ۽ في ڪپتان کي 10 هزار رپيا انعام طور مليا هئا. حالانڪ ڪرگ جي راجا، انگريزن کي ٽيپو سلطان سان جنگ ڪرڻ وقت دل کولي مدد ڏني هئي. انگريزن هن راجا کي دوستانہ معاهدي جي ڪاغذ تي لکي ڏنو هو تہ "جيسين سج ۽ چنڊ، آسمان ۽ زمين موجود آهن، تيسين انگريز ساڻس وفادار ٿي رهندا."

ميسور فتح ڪرڻ کان پوءِ ڪاغذ جي ٻيڙيءَ وانگر مٿيون معاهدو جٽاءُ ڪري نہ سگهيو ڇاڪاڻ تہ ڪرگ جي زمين قهوه جي ڪاشت ڪاريءَ لاءِ مفيد هئي، ٻيو تہ اتي جي آب و هوا سفيد فام فرنگين جي رهائش لاءِ صحت بخش هئي.[2] لارڊ وليم بينٽڪ جو ناپاڪ ارادو هو تہ آگري جي تاج محل کي مسمار ڪرائي چاندي هٿ ڪجي ۽ ان جا قيمتي پٿر نيلام ڪجن. سندس مرضي هئي تہ مغل تهذيب جي يادگار، جا دنيا ۾ بهترين عجيب عمارت آهي سا

1 - Journal of the Asiatic Society Bengal, May 1836, P. 33, Calcutta

2 _ J. C. Marsham: A bridgement of the History of India. P. 356

صفحي هستي تان مٽجي وڃي، پر ڪيس ان مان چاندي ۽ دولت هٿ ضرور اچي.[1] جيڪي ”تاريخ جا شاگرد“ ميراٿي راڄ تي مسخريون ڪن ٿا، تن لاءِ اهي چند سٽون قلمبند ڪجن ٿيون، جيئن اهي انگريزن جي فرعونيت، عيارين ۽ ملڪ گيريءَ جي حرص کان واقف رهن.

## انڊس نيويگيشن ڪمپني:

ايلفنسٽن سن 1819ع کان سن 1828ع تائين بمبئي جو گورنر رهيو سندس ڏينهن ۾ هندي سمنڊ کان وٺي بصري ۽ باب المندب تائين جيڪي به عرب ڌاڪو سمنڊن تي ڦرمار ڪندا هئا، تن بمبئي جي بحري ٻيڙي کان شڪست کاڌي. انگريزي ٻيڙي جو هندستان جي سمنڊن مٿان سڪو جاري ٿي ويو. لارڊ وليم بينٽڪ جي ڏينهن ۾ چٽگانگ کان وٺي ايراني نار تائين انگريزي ٻيڙي جي حڪومت هئي. اهڙي بحري آرماڙ ۽ بري فوجي قوت ۽ جديد هٿيارن اڳيان پنجاب جي خالصا سرڪار يا قلات ۽ سنڌ جي بلوچي حڪومتن کي ڪهڙي مجال هئي، جو دم هڻي سگهن؟

رنجيت سنگهه جهڙو ضدي ۽ مغرور حاڪم جنهن وٽ هڪ لک جرار خالصه لشڪر باقاعده تربيت يافته ۽ مضبوط توب خانو هو. تنهن جو چوڻ هو ته ”پيشوا جي تن لکن فوجن کي انگريزن شڪست ڏني، ته پيو ڪير سندن مقابلو ڪري سگهندو.“ ٽالپري حڪومت ته انگريز سياستدانن لاءِ هڪڙي ”تفريح“ هئي. وچ هندستان کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ لارڊ وليم بينٽڪ سنڌ ۽ پنجاب ڏانهن رخ رکيو. سنڌو نديءَ جي واپار تي قبضي ڪرڻ لاءِ هن هڪڙي جهازران ڪمپني ”دي نيويگيشن آف انڊس“ جي نالي سان تيار ڪرڻ جو خيال ڪيو. اها

---

1 ـ تمدن عرب: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، ص_ 190، ذڪر روضه تاج محل.

نوٽ: انگريزي ريزيڊنٽ جي لچائين ۽ گورنر جنرلن جي ناانصافين کان تنگ ٿي، دهليءَ جي شهنشاهه راجا رام موهن راءِ کي پنهنجي طرفان وڪيل ڪري لنڊن ڏانهن روانو ڪيو هو. چاڪاڻ ته انگريزن شهنشاهه جو وظيفو گهٽائي ڇڏيو هو جنهن ڪري سندن گذران تنگ هو. اهڙيءَ طرح ائوڌ جي نوابن، ريزيڊنٽن جي بدمعاشين ۽ سازشن کان تنگ ٿي، ڊيوئس نالي هڪڙي فرينچ کي پنهنجو وڪيل ڪري لنڊن ڏانهن مڪو هو. انهن انگريز ريزيڊنٽن پيشوا کي به تنگ ۽ بدنام ڪيو هو. ميواڙ ۽ مارواڙ جي راجائن جي نااتفاقيءَ مان فائدو وٺي انگريزن سانڀر جي مشهور ڍنڍ تي قبضو ڄمائي ورتو. انگريز ريزيڊنٽ سدا سنوان گورنمينٽ جي سيڪريٽريءَ جي ماتحت هئا. ڪين رياستن جي اندروني معاملن ۾ دخل ڏيڻ لاءِ هدايتون مليل هيون. حڪومت جاچ ڪرڻ کان سواءِ سندن رپورٽن کي وزن ڏيندي هئي. نوابن ۽ راجائن کان سواءِ زميندار ۽ هاري به انگريزي حڪومت کان تنگ هئا. 1857ع واري بلوي جا اهي مکيه سبب هئا.

J.C. Catton: Rulers of India, "M. Elphinstone" PP. 167-170

ڪمپني حقيقت ۾ سنڌ. پنجاب ۽ بلوچستان لاءِ سياسي موت جي گهنٽي هئي. هن تحريڪ جو باني موئر ڪرافٽ نالي هڪڙو انگريز هو جنهن سنڌو نديءَ جي ملڪن جي ڪشمير ۽ هماليه تائين سياحت ڪئي هئي. هن لارڊ وليم بيينٽڪ کي پڪ ڏني هئي ته سنڌو ندي جهازراني ڪرڻ لاءِ مفيد آهي.[1]

گورنر جنرل ارادو ڪيو هو ته جنهن نديءَ تان سڪندر مقدونيءَ جهاز راني ڪئي هئي، اهو رستو واپار لاءِ کليل رهي، جيڪڏهن ان باري ۾ سنڌ جا مير ۽ لاهور جي خالصا سرڪار ڪي رڪاوٽون پيدا ڪن ته هٿيارن سان سندن مقابلو ڪجي. گورنر جنرل جي نظر ۾ سنڌ جي وادي گنگا جي واديءَ کان وڌيڪ دولت مند هئي. بمبئي جي گورنر سر جان مالڪوم به گورنر جنرل کي راءِ پيش ڪئي ته "جيڪڏهن اسين سنڌو درياءَ تي جهاز راني ڪنداسون، ته پڪ بلوچي امير اعتراض اٿاريندا ۽ ان جي جواب ۾ اسان کي فوجي ڪارروائي ڪرڻي پوندي"

هن رپورٽ ۾ وڌيڪ ڏيکاريو ته "ٽالپر مير ڏاريا آهن. جيڪڏهن اسين ٿوري ڪوشش ونداسون ته سنڌ جا گهڻائي رئيس اسان جو طرف وٺندا. حيدرآباد جو قلعو ايترو مضبوط ڪونه آهي، جو اسان جي توبن جي گوليباريءَ کي روڪي سگهي." مٿين تحريڪ ظاهري واپار ڪرڻ جي بهاني سان جاري ڪئي ويئي، مگر ان جو اندروني مطلب هو ته سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان اڳ درياءَ جي ماپ ورتي وڃي.

بمبئي جي گورنر جي رپورٽ کان پوءِ ڪلڪتي جي سپريم ڪورٽ سنڌو نديءَ جي سروي ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو. فقط اهو سوال درپيش هو ته ڪهڙي بهاني سفر ڪجي، ڇاڪاڻ ته ٽالپر مير معاهدي جي شرطن تي نهايت خبرداريءَ سان پابند هئا. سر چارلس مٽڪاف، جو گورنر جنرل جي ڪائونسل جو ان وقت ميمبر هو تنهن مٿينءَ اسڪيم جي مخالفت ڪندي، آڪٽوبر سنه 1830ع ۾ چيو ته. جيڪڏهن اسين سنڌو درياءَ جي سروي ڪنداسون ته پڪ ڪامياب ٿينداسون، مگر ٽالپر مير اسان تي ويساهه رکڻ بدران دشمن ٿي ويهندا. هندستان جي ڏيهي رياستن ۾ اسين ڪافي بدنام ٿي چڪا آهيون. هينئر جيڪڏهن سروي ڪنداسون يا سنڌ تي قبضو ڪنداسون، ته پوءِ دنيا کي پڪ ٿي ويندي ته انگريز دغاباز آهن."

لارڊ وليم بيينٽڪ ڪٽر عيسائي هو تنهن مٽڪاف جي صاف گوئي ۽ حق ۽ ناحق جي تميز ڪرڻ جي ڪا پرواهه نه ڪري، ڪمپنيءَ جي

1 _ Moorecraft: Travels in the Punjab, Kashmir, etc. Vol. II, P. 338, London, 1851

ڊائريڪٽرن کي لکيو تہ "واپار جي بهاني سان مهراڻ جي ٻنهي ڪپن تي فوجون لاٿيون وڃن، جيڪڏهن ٽالپر مير اعتراض ڪن، تہ کين جواب ڏجي تہ واپار جي سلامتيءَ لاءِ فوجون رکڻ ضروري آهن." رنجيت سنگهہ جو ويهن ورهين کان سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ منتظر هو، سو هينئر پيرسن هو. انگريزن سان قٿائڻ جي سندس مرضي ڪانہ هئي. سنہ 1831ع ۾ ڊائريڪٽرن جي بورڊ جي صدر لارڊ ايلنبرو درياءَ جي ماپ وٺڻ ۽ سنڌ جي طبعي حالت جي جاچ ڪرائڻ لاءِ گورنر جنرل کي اختياري ڏني.[1]

## اليگزينڊر برنس جو سنڌ ۾ اچڻ:

سنہ 1810ع ۾ راجپوتانا جي ريزيڊنٽ ڪرنل جيمس ٽاڊ پنهنجي ٻن چاڙتن شيخ ابوالبرڪات ۽ مداري لعل جي معرفت سنڌ جي طبعي حالتن جي لاڙ کان وٺي اپر سنڌ تائين جاچ ڪرائي هئي. سنہ 1828ع ۾ لارڊ ائمهرسٽ جڏهن ولايت ڏانهن وڃڻ لڳو هو، تڏهن رنجيت سنگهہ انگلينڊ جي بادشاهہ ڏانهن هڪڙو ڪشميري شال جو تنبو سوکڙيءَ طور روانو ڪيو هو. فرنگي مڪار جيڪي مهراڻ جي ماپ وٺڻ لاءِ بهاني جي ڳولا ۾ هئا، تن خيال ڪيو تہ موٽ ۾ انگلينڊ جي بادشاهہ پاران ڪي سوغاتون مهراڻ جي رستي رنجيت سنگهہ ڏانهن روانيون ڪجن ۽ مير ان تي ڪو اعتراض بہ ڪونہ ڪري سگهندا. پوءِ هنن ڪي ولايتي گهوڙا ۽ هڪڙي چٺن ڦيٿن واري بگي، جا لارڊ منٽو وڃڻ مهل سر جان مالڪوم کي ڏيئي ويو هو: اهي شيون لاهور ڏانهن موڪلڻ جو ارادو ڪيو. ڪڇ جي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر "صلاح" ڏني تہ جيڪڏهن خشڪيءَ رستي گهوڙي گاڏي رواني ڪبي تہ ڀڃي پوندي، ان ڪري اهي سوکڙيون سنڌو نديءَ رستي ٻيڙين وسيلي روانيون ڪجن. انهيءَ ڪم لاءِ ڪمپني سرڪار اليگزينڊر برنس کي مقرر ڪيو.[2]

---

1 _ Burnes Alexander: Travels into Bokhara. Vol. I, P. 4, London, 1834.

2 _ اليگزينڊر برنس، ڊاڪٽر جيمس برنس جو ڀاءُ، پهريائين هندستان جي ڪوارٽر ماسٽر جنرل جي دفتر ۾ ڪم ڪري چڪو هو. لاهور وڃڻ کان اڳ ڪڇ جي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر جو نائب هو. هندستان اچڻ کان پوءِ سندس اها مرضي هئي تہ ڪو اهڙو ڪارنامو ڪجي، جيئن هندستان جي تاريخ ۾ سندس نالو يادگار رهي. هن 1828ع ۾ لارڊ وليم بينٽنڪ کي سنڌو نديءَ جي ماپ وٺڻ لاءِ درخواست ڪئي هئي. مگر اها رد ٿي هئي. ڇاڪاڻ تہ ان وقت انگريزن وٽ ڪو بهانو ڪونہ هو. هينئر بمبئي گورنر جي سيڪريٽريءَ وٽان کيس لاهور وڃڻ لاءِ خفيہ خط پهتو هو. جو هن خوشيءَ سان قبول ڪيو هو. لاهور پهچڻ کان پوءِ گورنر جنرل جي حڪم سان هن گهوڙن جي واپاريءَ جي لباس ۾ ڪابل، بخارا ۽ تاتار تائين سياحت ڪئي هئي. سندس سفرنامو ٽن جلدن ۾

جيمس ٽاڊ سنڌ جي طبعي حالتن جي اڳي ئي جاچ ڪرائي چڪو هو، هينئر فقط مهراڻ جي ماپ وٺڻ جو سوال هو. برنس جي وفد سان مسٽر جي۔ ڊي۔ ليڪي ۽ محمد عليءَ نالي بہ سرويئر هئا. هڪڙو ڊاڪٽر جيرارڊ. هڪ ديسي حڪيم، منشي موهن لعل ڪشميري، جنهن دهليءَ ۾ تعليم ورتي هئي ۽ ٻيا ڪي نوڪر بہ ساڻ هئن.[1] 21 جنوري 1831ع ۾ انگريزي وفد ڪڇ جي بندر مانڊوي کان روانو ٿيو ۽ 28 جنوري تي سندن جهاز سنڌو نديءَ جي ڇوڙ وٽ هتا. برنس خط ذريعي ٽالپري نائب کي پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏنو. اڳ جڏهن ڪو فرنگين جو وفد ميرن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ايندو هو تہ پهريائين ميرن کان اجازت وٺندو هو پر هن دفعي هو بغير اجازت وٺڻ جي آيو هو. تنهن ڪري بلوچي مسلح سپاهين جهازن تي ڪاهي، برنس جي صندوقن کي کولي ڏٺو متان ڪي سولجر منجهن لڪل هجن.

ان کان پوءِ ٽالپري نائب وفد کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ويهاريو. سيني کي پڪ هئي تہ مهراڻ جي ماپ وٺڻ کان پوءِ انگريز سنڌ تي حملو ڪندا. برنس سمورو احوال ڪرنل پاٽنجر کي لکي مڪو. ان وچ ۾ قضا سان اهڙو طوفان لڳو جو اليگزينڊر برنس جون سموريون ٻيڙيون ٻڏي ويون. هو موٽي مانڊوي ڏانهن هليو ويو. ڪرنل پاٽنجر هڪڙو ڌمڪين ڀريل خط ميرن ڏانهن موڪليو. جنهن ۾ هن ڏيکاريو تہ جيڪڏهن مير، انگريزي وفد جي مخالفت ڪندا تہ پوءِ سندن انگريزن سان ڪليءَ طرح دشمني پئجي ويندي ۽ ميرن جي آزادي کسجي ويندي!" اڳ انگريزن ڪڏهن بہ اهڙو ڌمڪين ڀريل خط ميرن ڏانهن ڪونہ مڪو هو.

مير ڪرم علي خان جي ڏينهن ۾ رنجيت سنگهہ ميرن سان دوستانہ عهدنامي ڪرڻ لاءِ پنهنجو سفير ميرن جي دربار ڏانهن مڪو هو. مير ڪرم علي خان خالصا سرڪار جي ايلچيءَ سان واعدو ڪيو تہ "جيڪڏهن سک انگريزن سان جنگ ڪندا، تہ مير کين هڪ لک بلوچي لشڪر سان مدد ڪندا.[2]

---

سنہ 1834ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. هو پهرين افغان ويڙهہ ۾ ڪابل هٿ ڪرڻ کان پوءِ انگريزي سفير مئڪناٽن جو نائب ٿي رهيو جتي نيٺ پٺاڻن هٿان مارجي ويو.
J. W. Kaye: Lives of Indian Officers, Vol. II, PP. 224-227, London, 1851

1 ۔ منشي موهن لعل ڪشميري انگريزن جو ڄاڻو پارسي زبان دهليءَ ۾ سکيو هو. هن پنجاب، ڪابل، بلخ، هرات، ترڪستان، بخارا، جرمني ۽ انگلينڊ تائين سياحت ڪئي هئي. سندس سفرنامو 1846ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. سندس تصنيفات مان امير دوست محمد خان جي سوانح عمري مشهور آهي. هو ڪابل جي پهرينءَ ويڙهہ وقت، انگريزي سفير مئڪناٽن جو مير منشي هو. تازو ڊاڪٽر هريرام گپتا، موهن لعل جي سوانح عمري لکي، لاهور مان شايع ڪرائي آهي.

2 ۔ ڏسو جيمس برنس جو سفرنامو جلد۔ 2، ص۔ 25.
E. Thornton: History of British India, Vol. II, P. 267, London, 1845.

برخلاف ان جي اليگزينڊر برنس کي سنڌو نديءَ تان لنگهائڻ لاءِ پرمتڙيو پوڙهو رنجيت سنگهہ لڏيانہ جي برٽس ايجنٽ ڪپتان ويڊ ۾ پنهنجي وزير فقير عزيزالدين جي چرچ تي، ميرن تي دٻاءُ وجهڻ لڳو ۽ خالصا فوجن جو ديره جات جو ڪمانڊر جنرل وينٽورا سنڌ جي سرحد تي فوجي مظاهرا ڪرڻ لڳو. خود رنجيت سنگهہ ٽالپرن جي ايلچيءَ کي پنهنجي دربار ۾ هيسائڻ لڳو.

مير مراد علي خان هڪ قابل سياستدان هو. هو انگريزن جي چالبازيءَ مان سندن مطلب سمجهي ويو. مير صاحب هڪڙي پاسي بمبئي جي گورنر کي لکيو تہ سنڌو نديءَ تان سوکڙين کي نيئڻ ۾ خطري جو امڪان آهي، بهتر ائين ٿيندو تہ وفد خشڪيءَ رستي سامان لاهور پهچائي. ٻئي طرف رنجيت سنگهہ کي ايلچيءَ ذريعي اطلاع ڏنائين تہ انگريز سيد احمد بريلويءَ کي سوکڙين جي بهاني صندوقن ۾ اشرفيون پهچائي رهيا آهن. مير صاحب رنجيت سنگهہ کي ساڻس ڪيل امدادي وعدو بہ ياد ڏياريو. ايترين تسلين ڏيندي بہ فقير عزيزالدين جو اندروني طور انگريزن سان مليل هو پنهنجي منافقين کان باز ڪونہ آيو ۽ خالصا لشڪر جا سنڌ جي سرحد تي مظاهرا ٿيندا رهيا. اهڙين حالتن ۾ سنڌ کي ٻن ٻاهين ۾ ڦاٿل ڏسي، لاچار مير صاحب کي اليگزينڊر برنس کي سنڌنديءَ تان لنگهڻ جي اجازت ڏيڻي پئي.[1]

12 اپريل سنہ 1831ع ۾ برنس جا جهاز ٺٽي پهتا. انهن ڏينهن ۾ ٺٽي جو اوج منتجي چڪو هو. برنس ٻن مهينن تائين ٺٽي ۾ ترسيل هو ڇاڪاڻ تہ هو سنڌو نديءَ جي چوڙ کان وٺي ٺٽي تائين پاڻيءَ جي ماپ وٺڻ ۾ رڌل هو. مير مراد علي خان منڍ کان وٺي انگريزن کي اجازت ڏيڻ جي خلاف هو مگر شهزادي مير نصير خان جي چوڻ تي هن وفد کي لنگهڻ لاءِ اجازت ڏني هئي ۽ ان کان پوءِ وفد جي ميمبرن کي مهماني ڏيڻ بہ لازمي امر هو. برنس جا جهاز جڏهن ٺٽي مان روانا ٿيا، تڏهن هڪڙي سياڻي پير مرد پڪاري چيو تہ "افسوس! اج فرنگي دريائي رستي کان واقف ٿيا، هاڻ سنڌ ميرن هٿان ويئي!"[2] حيدرآباد پهچڻ کان پوءِ وفد شهزادي نصير خان معرفت مير صاحب سان ملاقات ڪئي. دستور موجب ڪمپني سرڪار پاران وفد ڪي سوکڙيون پيش ڪيون، جي هن ريت هيون: هڪڙي بندوق، ڪي هٿيارن جا چمڙي جا پٽا، هڪڙي سوني واچ، هڪڙو گهڙيال، ٻن قسمن جون دوربينون، بلوري شمعدان، انگريزي گرم ڪپڙي

1 - C. Masson: Narratiuvse of Various Journeys in Baluchistan, Afghanistan & the Punjab (1826 to 1838), Vol. II, P. 9, London, 1842.

2 -J. W. Kaye: Lives of Indian Officers, Vol. II, P. 228

H.T. Prinsips: The Origin of the Sikh Power in the Punjab, P. 156 Calcutta, 1831.

جا ٿان. بہ نقشا دنيا ۾ هندستان جا جن ۾ انگريزي شهنشاهت ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جون حدون ڏيکاريل هيون. مير مراد علي خان برنس کي 15 سو روپيا نقد مرحمت ڪيا. شهزادي نصير خان پنهنجي دمشقي ترار برنس کي سوکڙيءَ طور ڏيندي چيو تہ "هي سڀ منهنجي ڪوشش جو نتيجو آهي." 23 اپريل تي وفد حيدرآباد کان روانو ٿيو ۽ پهرين مئي سنہ 1831ع تي، سهراباڻي سرڪار جي سرحد وٽ سيوهڻ پهتو.

سنہ 1811ع ۾ مير سهراب خان پنهنجي جيئري حڪومت، جنهن جي ساليانی آمدني 20,39,000 رپيا هئي، پنهنجن پٽن کي ورهائي ڏني هئي ۽ پڳ جو مالڪ مير رستم خان کي ڪيو هئائين. سنہ 1815ع ۾ مير سهراب خان کي هڪڙو پٽ مير علي مراد خان ڄائو هو جنهن جي ٻانهن هو پنهنجي پٽ مير مبارڪ خان جي حوالي ڪري ويو.[1] مير سهراب خان پويان ڏينهن ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ عبادت الاهيءَ ۾ گذارڻ لڳو. جولاءِ سنہ 1830ع ۾ خيرپور واري محلات جي ڪڙڪيءَ مان قضا الاهيءَ سان ڪرندي وفات ڪيائين. هي واقعو تاريخن ۾ "طشت از بام افتاد" موجب 1146هہ ڏنل آهي. مير رستم خان پنهنجي ٻن ڀائرن مير مبارڪ خان ۽ مير علي مراد خان جي ملڪيت ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي آمدني 3,50,000 رپيا ساليانو هئي، مير علي مراد خان ڀاءُ جي هن سازش کي دل ۾ سانڍڻ لڳو.

اليگزينڊر برنس کي آڌرڀاءُ ڏيڻ لاءِ مير رستم خان دربار جي مدبرن مان محمد گوهر خان کي کنڊ، گيهہ، تماڪ، آفيم ۽ دنبا ڏيئي، اڳواٽ پنهنجي حد سيوهڻ ڏانهن روانو ڪيو. وفد ٽن ڏينهن تائين سيوهڻ ۾ آرام ڪرڻ کان پوءِ خيرپور ڏانهن روانو ٿيو جتي دربار جي اميرن مان وڏي وزير فتح محمد خان غوريءَ وفد جو ڀرتپاڪ استقبال ڪيو.[2] ٿالهري دسترخوان تان جيڪي لوازما برنس کي ملڻ لڳا، تن کي ڏسي وفد جا ميمبر، جن جو تعداد ڏيڍ سؤ هو سڄا

1 (1) History of Alienations of the Province of Sind, Vol. II, PP. 139-148.

2_ فتح محمد خان غوري خيرپور جو وڏو وزير غوري خاندان مان هو. سندن پيءُ معلم هو. فتح محمد طالب علميءَ جي زماني ۾ وطن ڇڏي علم حاصل ڪرڻ جي لحاظ سان اچ شريف پهتو. جتي جي درگاهہ جو مريد ٿيو. پوءِ نواب بهاول خان دائودپوٽي وٽ نوڪر بيٺو. جتي ترقي ڪندي سپہ سالاريءَ جي عهدي کي پهتو. سبزل ڪوٽ واريءَ جنگ ۾ هن طاهر خدمتگار کان شڪست کاڌي. نواب سعادت خان جي ڏينهن ۾ وزارت جي عهدي کي پهتو. پوءِ ڪنهن ڳالهہ تان اتان نوڪري ڇڏي، ملتان جي نواب مظفر خان وٽ نوڪر بيٺو. ملتان تي خالصن جي قبضي ٿيڻ کان پوءِ هو ديري غازي خان رستي خيرپور پهتو ۽ مير سهراب خان جو وزير مقرر ٿيو. عبرت ڪدهہ سنڌ، سيد محمد ضامن ڪنتوري، ص_ 257_259، مطبع شمسي، حيدرآباد دکن، 1903ع.

سارا ٿي هفتا اتي ٽڪي پيا. کين روزانو ڏهه دينار ۽ ٻيو خوراڪ جو سامان ملندو هو. ان کان سواءِ روزانو ٻه ويلا مختلف قسمن جي طعامن جا 72 ڏاڪون، سون ۽ چانديءَ جي ورقن سان مڙهيل، شاهي دسترخوان تان ملندا هئن. چٽڻين ۽ معطر شربتن جو ذڪر ئي ڪهڙو! برنس مير رستم خان کي هڪڙو پستول پڌڻ جو چمڙي جو پٽو هڪڙي واچ ۽ هڪ دوربيني سوغاتن طور ڏنيون.

مير رستم خان وفد جي صدر کي 12 سؤ رپيا نقد، ٻه خنجر، ٻه طلائي تراريون ۽ سنڌ جي تيار ڪيل نفيس ڪپڙن جا ڪي ٿان تحفن طور ڏنا. برنس جي پوئينءَ موڪلائيءَ جو بندوبست نواب ولي محمد خان لغاريءَ بکر جي قلعي ۾ ڪيو جتي نواب صاحب چار سؤ سوارن جي دستي سان پهتو هو. محفل قلعي اندر برپا ٿي، جتي مهمانن لاءِ ايراني غاليچا وڇايا ويا هئا. مهمانن کي پلنگن تي ويهاريو ويو ۽ ناچ ۽ راڳ سان سندن دل وندرائي ويئي. ايترين مروتن ۽ مهمان نوازين هوندي به فرنگي مڪار ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي جيڪا رپورٽ پيش ڪئي، تنهن ۾ هنن ڏيکاريو ته:

"ٽالپر غير سنڌي ۽ ڌاريا آهن. سندن ظلم ڪري سنڌي رعايا تنگ آهي ۽ سنڌو ندي جهاز راني ڪرڻ لاءِ مفيد آهي!" جولاءِ 1831ع ۾ وفد ٻهاول پور پهتو ۽ 18 جولاءِ تي برنس رنجيت سنگهه اڳيان تحفات پيش ڪيا، جنهن دوستيءَ جي لحاظ ڪري ظاهري طرح دربار جي سک سردارن اڳيان تحفن جي تعريف ڪئي. ان ۾ شڪ ڪونهي ته انگلينڊ جا گهوڙا هن ملڪ ۾ هڪ جدا جنس هئا، مگر مهاراجا جي ڪڙهه ۾ بهترين گهوڙا هئا. رنجيت سنگهه گهوڙن جو بيحد شوقين هو. لاهور کان ٿيندو برنس سملي پهتو جتان گهوڙن جي واپاريءَ جي ويس ۾ ڪابل کان ٿيندو بخارا پهتو. ڪابل ۾ قيام ڪرڻ وقت، هن امير دوست محمد خان سان به ملاقات ڪئي هئي.

### انگريزن جو ٽالپرن سان ڇوٿون عهدنامو:

انگريزن کي هينئر بهانن جي ضرورت هئي. هو طرحين طرحين حيلن ۽ بهانن سان ميرن سان اڳرايون ڪرڻ لڳا. جيئن مير تنگ ٿي جنگ لاءِ آماده ٿين. اڳ بيان ڪري چڪا آهيون ته فتح علي شاهه قاچار مير مراد علي خان کي ڌيءَ جو سنگ ڏيڻو ڪيو هو پر مير صاحب پيرسنيءَ ڪري منظور ڪونه ڪيو هو. جيتوڻيڪ اهو مسئلو اتي ئي ختم ٿي چڪو هو پر برطانوي سفير مقيم طهران رپورٽ ۾ ڏيکاريو ته ٻن اسلامي حڪومتن کي پاڻ ۾ گڏائڻ ۾ روس جو اندروني هٿ ڪم ڪري رهيو آهي. مٿئين بهاني مان اها مراد هئي ته ميرن تي دٻاءُ وجهي،

مهراڻ کي جهازرانيءَ لاءِ کليو رکجي. انگريز درياءَ جي ماپ وٺي چڪا هئا. برنس پنهنجي رپورٽ ۾ ڏيکاريو هو تہ سنڌو جهازرانيءَ جي قابل آهي.

گورنر جنرل. دستور موجب. برطانوي سفير جي رپورٽ پهچڻ تي، وڏيڪ غور ڪرڻ کان سواءِ. يڪ جي ريزيڊنٽ کي لکيو تہ. روس، ايران ۽ سنڌ کي مائٽيءَ جي لڙهہ ۾ ٻڌي، ايران کان سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهي. حقيقت ۾ روسي ڀوت جو هندستانين کي خوف ڏيارڻ بہ 19 صديءَ جي انگريزي سياست جي چار جي هڪڙي ڪڙي هئي. ڊسمبر سنہ 1831ع ۾ ڪرنل هينري پاٽنجر سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. هن دفعي فرنگي وفد ۾ چار سو ميمبر هئا. جن مان ڊي. سي. اسڪاٽ، ڊبليو پاٽنجر، جي. مورس، اي. پي. ڊلهوسٽ (سرويئر) ۽ اي. سنڪلر نائب سرجن مکيہ ميمبر هئا. جنوري سنہ 1832ع ۾ فرنگي وفد لکپت جي بندر تي پهتو. ميرن ائين ڄاتو تہ ڪوسا ڪڇ جي سرحد تي ڦريون ڪن ٿا. ان سبب ڪري فرنگي ٿرپارڪر کي ڄاڃڻ اچن ٿا. مگر سنڌن خيال غلط هو. وفد جي ميمبرن رستي تي شاهہ ڪريم بلڙيءَ جي درگاهہ جو معائنو ڪري 18 ذي القعد 1147هہ (20 اپريل 1832ع) تي حيدرآباد کان اڍائي ميلن جي مفاصلي تي ڪئمپ کوڙي.

28 جنوريءَ تي مقربان بارگاهہ مان محمد خان لغاري ۽ مير دوست علي خان ٽالپر. وفد جي ميمبرن کي عزت ۽ احترام سان دربار ۾ وٺي آيا. ملاقات ويهن منٽن تائين هلي، پوءِ ميمبر موٽي ڪئمپ ۾ آيا. ميمبرن کي هر روز شاهي دسترخوان تان ڏيڍ سؤ مختلف قسمن جي طعامن جون رڪابيون ملنديون هيون. ان کان سواءِ قسمين ۔قسمين ڪابلي ميون ۽ روح افزا شربتن سان سنڌن ضيافت ٿيڻ لڳي. فرنگي وفد ڪي جهالردار شمعدان، شيشي جو سامان، آئينا، واچون ۽ بندوقون سوکڙين طور پيش ڪيون، جن مان مير مراد علي خان کي مليل تحفن جي قيمت ست هزار رپيا هئي. مير صاحب واچن ۽ گهڙيالن وٺڻ تي اعتراض ڪيو ڇاڪاڻ تہ ننڍا مير انهن کي جلد ڀڃي ڇڏيندا هئا ۽ سنڌن مرمت ڪرائڻ تي بمبئي شهر ڏانهن موڪلڻ ۽ اتان گهرائڻ ۾ گهڻو خرچ لڳندو هو. مير نور محمد خان کي ساڍن پنجن سون جو سامان مليو هو. جملي 8037 رپين جا تحفا ميرن کي ميمبرن پيش ڪيا. جن مان ڄاتيءَ جي صوبيدار حيدر خان لغاريءَ کي 192 رپين ۽ نواب ولي محمد خان لغاريءَ کي پڻ 192 رپين جا تحفا مليا. معاهدن جي شرطن کي طئي ڪرڻ لاءِ دربار پاران سيد آغا اسماعيل شاهہ، سيد ذوالفقار شاهہ، سيد زين العابدين شاهہ، احمد خان لغاري ۽ منشي چوئٿرام مقرر ٿيا. نيٺ معاهدي جا هيٺيان شرط مقرر ٿيا:

1_ ٻئي حڪومتون هڪ ٻئي کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ بدران هڪ ٻئي جي بچاءَ لاءِ ذميوار رهنديون!

2_ برٽش سرڪار عرض ڪري ٿي تہ ٽالپر مير هندستان جي واپارين کي سنڌ اندر سنڌو درياءَ تان مال آڻڻ ۽ نيئڻ جي اجازت ڏيندا. ڪوبہ سوداگر پاڻ سان جنگي اسباب نہ آڻيندو. نہ وري ڪو جنگي جهاز درياءَ تان لنگهندو. ڪوبہ انگريز واپاري سنڌ ۾ گهر جوڙي ڪونہ ويهندو.

3_ جيڪڏهن ڪو ڌاريون سوداگر سنڌ جي حدن اندر داخل ٿيندو. تہ پهريائين انگريزن کان اجازت وٺندو. انگريز اهڙي خبر حيدرآباد جي دربار کي پهچائيندا ۽ مٿيون ڪم ٻج جي انگريزي ريزيڊنٽ جي نگرانيءَ هيٺ رهندو.

4_ ٻئي حڪومتون واپار جي شين متعلق محصول جو اڳهہ مقرر ڪنديون.

حيدرآباد ۾. انهن ڏينهن ۾ مير نور محمد خان جي پٽ مير شهداد خان جي پٽ جي شادي هئي. ان تقريب تي سهراباڻي سرڪار پاران مير مبارڪ علي خان آيو هو. هينري پاٽينجر کي برنس مهمان نوازيءَ جون جيڪي ڳالهيون لکيون هيون. سي پاٽنجر جي دل تي نقش هيون. مير رستم خان. پاٽنجر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ڪو شوق ظاهر نہ ڪيو هو. تاهم پاٽنجر. مير مبارڪ علي خان اڳيان مير رستم خان سان ملاقات ڪرڻ جو شوق ظاهر ڪيو. ميرن کي اچي خوف جاڳيو تہ متان فرنگي شڪارپور تي قبضو ڪن. ان ڪري وفد کي شڪي نظر سان ڏسڻ لڳا.

21 فيبروري تي پاٽنجر حيدرآباد کان روانو ٿيو ۽ 21 مارچ تي خيرپور پهتو. درٻارين مان فتح محمد غوري. گوهر علي خان. ديوان دلپت راءِ. ديوان لکمي چند ۽ ٻين مدبرن وفد جو آدرياءُ ڪيو. ٻارهين اپريل تائين وفد خيرپور ۾ رهيل هو. هر شام ناچ ۽ سرود جون محفلون برپا ٿينديون رهيون. پاٽنجر. مير رستم خان کي جملي 7670 رپين جون سوغاتون ڏنيون. جن ۾ شمعدان. بندوقون. پستول ۽ آئينا هئا. مير مبارڪ علي خان کي 777 رپين جو ۽ فتح محمد خان غوريءَ کي 300 رپين جو سامان ڏنائون ۽ اهڙيءَ طرح جملي 8747 رپين جون سوکڙيون خيرپوري ميرن ۽ سردارن کي مليون. وفد کي مير رستم خان ڪي قيمتي گهوڙا سونن سنجن سميت. پاکڙن سان اُٺ. شڪاري ڪتا. ڪشميري جا ٿان ۽ هڪ جوهردار ترار سوکڙين طور ڏنا. 16 اپريل سنہ 1832ع تي. وفد خيرپور کان حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو. واٽ تي ميرن جا بازدار پکين جو

شڪار ڪندا وفد جي ميمبرن کي وندرائيندا هليا. يارهين مئي تي هي قافلو سلامتيءَ سان موتي لکپت پهتو.

## مير مراد علي خان جي وفات:

ياد رهي تہ هن پيري شهداداڻي سرڪار انگريزن سان جيڪو عهدنامو ڪيو هو تنهن ۾ ماڻڪاڻي ۽ سهراباڻي بہ ٻڌل هئا. انگريزن کي خبر هئي تہ هولڪر، مير ثاري خان سان معاهدي ڪرڻ لاءِ پنهنجو ايلچي ڪيتيءَ ڏانهن مڪو هو. ان کان سواءِ ٽينءَ مرهٽا ويڙهہ وقت مرهٽن سردارن، ٽالپري حڪومت کان امداد گهرڻ لاءِ پنهنجا سفير مڪا هئا. سنہ 1832ع ۾ نواب وَلي محمد خان لغاري، جو مقربان خاص هو، تنهن وفات ڪئي. نواب صاحب، مير مراد علي خان جي نالي تي هڪڙو حڪمت جو ڪتاب لکيو هو. سندس پٽ احمد خان کوکرن جي سردار بهادر خان جي هڪڙي نچڻي لاهور ڏانهن ڀڄائي ويو هو. جنهن ڪري کوکرن ۾ عام ناراضپو پئجي ويو. نواب ولي محمد خان معزز ماڻهن کي ساڻ ڪري کوکرن جي راڄ کان معافي گهرڻ ويو ۽ پٽ جي خطا معاف ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڌيءَ جي شادي کوکرن جي سردار سان ڪرايائين. 6 جمادي الثاني سنہ 1249هہ (1833ع) تي مير مراد علي خان 'اميرالدولہ بهادر' وفات ڪئي، پنيان چار پٽ مير نور محمد خان، مير محمد نصير خان، مير محمد خان ۽ مير يار محمد خان ڇڏي ويو. مير صاحب جي ڏينهن ۾ سنڌ آزاد ۽ آسودي هئي. سندس دربار ۾ مڪي شريف، مسقط، ايران، لاهور ۽ جوڌپور ۽ ڪڇ جا ايلچي رهندا هئا.

# باب انون

## ڇهين چؤياري _ ميرنور محمد خان:

مير مراد علي خان جي وفات کان پوءِ سمورن بلوچ سردارن گڏجي مير نور محمد خان کي گاديءَ تي ويهاريو. مير نور محمد خان "ثريا جاه بهادر" هردلعزيز، سياڻو ۽ نيڪ سيرت انسان هو. مير مراد علي خان پنهنجي جيئري حڪومت، پنهنجن چئن پٽن کي ورهائي ڏيئي ويو هو. مير نور محمد خان پنهنجي ڀاءُ محمد نصير خان ۽ پنهنجن ٻن سؤٽن، مير محمد خان ۽ مير صوبدار خان جي صلاح ۽ مشوري سان حڪومت هلائڻ لڳو. هيءَ چؤياري ڏهن سالن تائين قائم رهي. انهن ٻن چؤيارين مان پهرين چؤياريءَ جو زمانو، ٽالپري اوج جو زمانو هو. پوئين چؤياريءَ جي ڏينهن ۾ ٽالپري حڪومت جو خاتمو ٿيو. شهداداڻي سرڪار کان اڳ سهراباڻي سرڪار حصن ۾ ورهائي ويئي هئي. ساڳيءَ طرح 1836ع ۾ مير مراد علي خان ماڻڪاڻيءَ جي وفات کان پوءِ ماڻڪاڻي سرڪار سندس ٽن پٽن، شير محمد خان، شاهه محمد خان ۽ خان محمد خان ۾ ورهائجي ويئي. پڳدار شير محمد خان هو جو 17 مئي سنه 1810ع تي ڪيٽيءَ ۾ ڄائو هو. ٽالپري حڪومت، جنهن جي ماتحت اڳ سنڌ ٽن حصن ۾ ورهايل هئي. سا هينئر ٻيءَ چؤياريءَ جي زماني ۾ ڪيترن ئي ننڍن حصن ۾ ورهائجي ويئي.[1] شهداداڻي ۽ سهراباڻي شهزادن ۾ ڪافي نفاق ۽ انتشار پيل هو.

## سنڌ متعلق انگريزن ۽ سکن جي پاليسي:

سنه 1890ع ۾ امرتسر واري معاهدي موجب، انگريزن سنڌو نديءَ جي اولهندي وارن علائقن تي قبضي ڄمائڻ لاءِ رنجيت سنگهه کي ڇوٽ ڇڏي ڏنو هو. ديره جات تي سکن جو قبضو هو مگر اتي جا بلوچ موقعي سر اٿي ڪڙا ٿيندا هئا، جنهن سبب ڪري جنرل وينٽورا گهٽي وقت تائين ديري غازي خان ۾

1 -Kalichbeg Furidunbeg: History of Sindh, Vol II, P. 242

چانوڻي هٽي وينو هو. ديره جات جي آمدنيءَ کان وڌيڪ خالصا سرڪار کي اتي امن ۽ امان رکڻ تي خرچ ڪرڻو پوندو هو. ان سبب ڪري رنجيت سنگهه تنگ ٿي ديره جات بهاول پور جي نواب کي ٺيڪي تي ڏيئي ڇڏيو هو.[1]

مير نور محمد خان کي انگريزن جي ارادن جي خبر هئي. سندس صلاح سان سيني اميرن گڏجي هڪڙو ايلچي ڪابل جي امير، دوست محمد خان بارڪزئي ڏانهن مڪو ته جيڪڏهن ڪابل جو امير، جيڪي 12 لک رپيا اڳ ڪابل سرڪار کي ڀريندا هئا، سي دستور موجب بارڪزئي امير کي ڀريندا. مگر امير دوست محمد خان پاڻ مجبور هو. پشاور تي رنجيت سنگهه جو قبضو هو جنهن کي ڪابل خلاف انگريز ڀڙڪائي رهيا هئا. دوست محمد خان انگريزن سان جنگ ڪرڻ لاءِ پنهنجا ايلچي نيپال جي راجا ۽ جنڪو جي سنڌيا ڏانهن موڪليا هئا. ته ٽيئي گڏجي انگريزن سان جنگ جوٽين. مگر بدقسمتيءَ سان سنڌيا، امير جي ايلچيءَ کي گرفتار ڪرائي انگريزن جي حوالي ڪيو هو.[2]

سنه 1828ع ۾ لارڊ ائمهرسٽ، انگلينڊ وڃڻ وقت رنجيت سنگهه سان ملاقات ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. ان باري ۾ هندستان جي ڪمانڊر انچيف ڪومبر ميئر سملي کان لاهور دربار ڏانهن خط مڪو هو. مگر رنجيت سنگهه ڪنهن بهاني سان موقعي کي ٽاري ڇڏيو. حقيقت ۾ رنجيت سنگهه پوئينءَ عمر ۾ ضعف ۽ ڪمزوريءَ سبب پنهنجون سموريون صلاحيتون وڃائي چڪو هو ۽ سندس اڳوڻي سياستدانيءَ جا ڪارناما افسانا بڻجي چڪا هئا. سنه 1831ع ۾ لارڊ وليم بينٽڪ روپڙ وٽ سکن جي راجا سان ملاقات ڪئي. هن دفعي گورنر جنرل، مهاراجا سان مغروريءَ سان گڏيو. وليم بينٽڪ چرچائي ۽ حاضر جواب هو. فقير عزيز الدين انگريزن کي پڪ ڏني هئي ته رنجيت سنگهه ساڻ هرگز جنگ نه ڪندو.[3] گورنر جنرل جي رنجيت سنگهه سان ملاقات ڪرڻ نسبت هڪڙي فرينچ ايمر_ جيڪمانٽ پنهنجي پياءُ ڏانهن پئرس، هڪڙي خط ۾ لکيو هو ته "انگريزن مهاراجا کي ذهن نشين ڪرايو هو ته پنجاب فتح ڪرڻ انگريزن لاءِ بلڪل آسان ڪم آهي." انگريزي پارليامينٽ پاران 1832ع ۾ جيڪا جاچ

---

1_ تاريخ بلوچيان: سردار غلام رسول خان قرائي لکي ٿو ته بهاول پور جي نواب بعض بلوچي سردارن مان شاديون ڪيون هيون، ان ڪري خالصا سرڪار، ديره جات نواب کي ٺيڪي تي ڏنو هو.

2 -G. B. Malleson: A Historical Sketch of the Native States of India, P. 165.

3_ فقير عزيزالدين جو خاندان پڇاڙيءَ تائين رنجيت سنگهه ۽ سندس پوئين سان غداري ڪندو رهيو. انگريزن جي پنجاب تي ڪاهه ڪرڻ وقت گوبند ڳڙهه جو مضبوط قلعو فقير جي هڪڙي مائٽ انگريزن جي حوالي ڪيو هو.

ڪاميٽي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪارروائين کي جاچ ڪرڻ لاءِ مقرر ٿي هئي. تنهن اڳيان ڪپتان ميڪان سنڌ ۽ پنجاب متعلق بيان ڏنو هو:

"هندستان ۾ برٽش سرڪار کي پنهنجون حدون سنڌو نديءَ ۽ پنجاب تائين پهچائڻ ۾ گهڻو فائدو پهچندو. سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا تائين پهچڻ ۽ اتي فوجون لاهڻ کان پوءِ، اسين آسانيءَ سان سنڌ جي اتر وارين ٽڪرين تائين پهچي سگهنداسون. هت اسان کي فوج رکڻي پوندي، ڇاڪاڻ ته جابلو درا هتان شروع ٿين ٿا. اسان جي فوجن کي سنڌو نديءَ تان لنگهڻ وقت ڪابه تڪليف پيش نه ٿيندي، باقي پنجاب جي سوال کي في الحال ملتوي رکي، فقط سنڌ تي قناعت ڪجي. ڇاڪاڻ ته اسان وٽ اڳي ئي گهڻو ملڪ آهي، ٻيو ته رنجيت سنگهه معاهدي جي شرطن تي سختيءَ سان پابند آهي. وٽس ڪشمير، پشاور، ملتان زرخيز ۽ مردم خيز علائقا آهن. خالصا فوج تربيت يافته آهي ۽ هندستان اندر ٻيهرين نمبر فوج آهي، مگر انگريزي لشڪر کان گهٽ درجي تي آهي. سک ڇرين افغانن ۽ ڪٽر بلوچن کي منهن ڏيو بيٺا آهن. اهڙين حالتن ۾ جنگ جي صورت ۾ سان کي ٽن طاقتن يعني افغانن، سکن ۽ بلوچن سان مقابلو ڪرڻو پوندو."[1]

انگريزن سنڌو نديءَ جي واپار متعلق ميرن سان جيڪو عهدنامو ڪيو هو ان مطابق ٽالپر، بهاول پور جو نواب ۽ خالصا سرڪار انگريزن سان پائيوار هئا. هن واپار مان انگريزن جا ٻه خاص مطلب هئا:

1_ سنڌو نديءَ وارن ملڪن کان واپار جي بهاني سان واقف رهن. سندن ايجنٽ ڪراچي، منڻ ڪوٽ، فيروز پور ۾ دفتر کولي ويٺا هئا.[2] هرند جي هڪڙي رهاڪو محمد شريف کي پنهنجو ڇاڙتو مقرر ڪري، سندس معرفت ديره جات جو احوال معلوم ڪرڻ لڳا.[3]

2_ سنڌ_ ستلج واري واپار ۾ فقط انگريز فائدي مند رهيا، ڇاڪاڻ ته اڳ مالوهه جو آفيم سنڌو نديءَ جي وسيلي ٽالپري حڪومت معرفت ڪراچيءَ کان ڊيو ۽ گوئا بندرن ڏانهن ويندو هو جتان پورچوگيز سوداگرن معرفت چين ۾ وڏيءَ رقم تي وڪامندو هو ۽ اهڙي طرح حڪومت سنڌ کي آفيم جي محصول

1 -J.D. Cuningham: A History of the Sikhs, Chp. VII, London, 1853.

2 -Baron, C. Hugel: Travels in Kashmir & the Punjab, P. 334. London, 1845.

3_ سيد محمد شريف قلات جي بيگر بيگي محراب خان پاران هرند، داجل ۽ ڄام پور جو نائب هو ۽ ديره جات جو رهاڪو هو. هن خان قلات سان غداري ڪري، مٿيون علائقو رنجيت سنگهه جي حوالي ڪيو ۽ پوءِ انگريزن وٽ جاسوس ٿي رهيو.

مان گهٽي آمدني ٿيندي هئي، سنہ 1773ع کان ايسٽ انڊيا ڪمپني آفيم جي واپار تي قبضو ڄمائڻ لڳي، ويتر ٽالپرن سان عهدنامي ڪرڻ کان پوءِ هندستان جي سموري آفيم جي واپار تي انگريزن مڪمل طور قبضو ڄمائي ورتو.[1] چين سان آفيم جي واپار ڪرڻ ڪري انگريزن کي ساليانو ڏهہ لک پائونڊن جو فائدو پهچڻ لڳو.

شڪارپور، دري بولان واري رستي تي واپار جي لحاظ سان سنڌ جو ٻيو نمبر دولت مند شهر هو. هن شهر جو واپار لاهور، ملتان، سون مياڻي، قلات، ڪيچ مڪران، بحيره خزر، خراسان، بخارا، قنڌار ۽ ڪابل سان هلندڙ هو. خاص ڪري هي شهر خراسان جي پشم ۽ قنڌار جي سڪن ۽ تازن ميون جي وڪري جو مارڪيٽ هو. هتي جي واپارين جون هنڊيون استراخان ۽ ڪلڪتي تائين هلنديون هيون. مير مراد علي خان، رنجيت سنگهہ سان دوستي رکڻ لاءِ آخري دم تائين بہ پنهنجو خاص ايلچي درويش محمد لاهور دربار ڏانهن مڪو هو مگر فقير عزيزالدين جي گمراهہ ڪن پاليسيءَ تي ڪاربند رهي، رنجيت سنگهہ ميرن خلاف ٻٽي پاليسي اختيار ڪئي هئي. هو هڪڙي پاسي انگريزن کي خوش رکڻ لڳو تہ ٻئي طرف شڪارپور ۽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ لاءِ طرحين طرحين حيلا هلائڻ لڳو.

سنڌ تي قبضي ڪرڻ جي سلسلي ۾ سڀ کان آخر ۾ هن انگريزن کان اجازت گهرڻ لاءِ سنہ 1834ع ۾ سردار گوجر سنگهہ مجيٺا کي ڪلڪتي جي فورٽ وليم قلعي ڏانهن گورنر جنرل سان روبرو ڳالهائڻ لاءِ روانو ڪيو. سک سردار نہ ڪڏهن انگريزي ڪلبون ڏٺيون، نہ وري سيم تن يورپين (مڊمن) جي ناز و ادا کان اڳ واقف هو. قضا سان هڪڙي گل اندام ميڊم جي دام فريب ۾ اهڙو گرفتار ٿي ويو جو عقل ۽ هوش وڃائي، سفارت جي فرضن کان غافل رهي، ميڊم پنيان مستيءَ ۾ سڄا سارا بہ ورهيہ مفت وڃائي ويٺو. ناممڪن هو تہ ڊگهي ڏاڙهي ۽ ڊگهن وارن واري ڪنهن هندستانيءَ سان مغربي ڪافر ادائن واري ڪا يوري محبت جو دم ڀري، چنانچہ سردار صاحب پنهنجي جاهليت ۽ ڊگهن وارن جي ڪري انگريزي ڪلبن ۾ "ڪاري رڇ" جي نالي سان مشهور هو. اپريل 1836ع ۾ وتس لاهور کان سخت تاڪيد نامو پهتو. سموريون حسرتون دل جون دل ۾ سانڍي لاهور موٽيو. چون ٿا تہ ميڊم جي عيارانہ صحبت ۾ ايتري قدر دل هاري چڪو هو جو هن جي جدائيءَ ۾ باقي عمر جا ڏهاڙا تارڪ الدنيا ٿي رهيو.

1 -J. Douglas: Bombay & Western India, P. 35, London, 1803.

## شاھ شجاع جي شڪست:

شاھ شجاع ۾ حڪومت هلائڻ جي صلاحيت ڪانہ هئي. افغانستان تي بارڪزئين جي حڪومت هئي مگر شاھ سدوزئي خاندان مان هئڻ ڪري پاڻ کي تخت ۽ تاج جو حقيقي وارث سمجهندو هو. معزول ٿيڻ کان پوءِ بہ قسمت کي آزمائڻ لڳو.[1] لڏياڻي پهچڻ کان پوءِ، بہ چار سؤ هندستاني پاڙي جا ٽٽو پرتي ڪري، ڪين هڪڙي انگريز عملدار ڪپتان ڪئمپبيل کان فوجي تعليم ڏياري، هو بهاول پور رستي کان شڪارپور پهتو. هتي جي رهندڙن افغانن مان ٿورا پرتي ڪري، ڪجھ ميرن کان ماڻهو وٺي، سنہ 1833ع جي آخر ۾ درو بولان ٽپي، سنہ 1834ع ۾ ٽيهن هزارن جي لشڪر سان هو شال (ڪوئٽا) پهتو. ڪجھ وقت واپار جي قافلن کي لٽي مال گڏ ڪرڻ کان پوءِ هو قنڌار تي ڪاهي ويو. جتي ڪهن دل، مهر دل ۽ رحيم خان بارڪزئي حڪومت ڪندا هئا. سندس ڪاھ جو ٻڌي، دوست محمد خان ڪابل کان لشڪر وٺي قنڌار پهتو. شجاع ۾ هڪ تہ وڙهڻ جي همت ڪانہ هئي، ٻيو تہ پنهنجن سردارن سان سندس سلوڪ سٺو ڪونہ هو تنهن ڪري گهڻائي کيس ڇڏي ڀڄي ويا. کيس هرات مان مدد ملڻ جي اميد هئي. ان اميد سان لس کان نڪري قره پهتو پر اتان بہ نااميد ٿي گرم سيل ۽ سيستان جي صحرائن کي لتاڙي، مير محراب خان ثانيءَ وٽ قلات پهتو جنهن کيس عزت ۽ احترام سان حيدرآباد پهچايو جتي هن ٽنڊي آغا ابراهيم شاھ ۾ منزل ڪئي. شهر جي ڪوتوال فقيري خدمتگار جي پٽ علي بخش مير نور محمد خان کي اطلاع ڏنو. مير صاحب وٽس ڪي تنبو ۽ قناتون روانيون ڪيون. ٽن ڏينهن تائين آرام وٺي، پوءِ هٿ ٺوڪيندو لڏياڻي پهتو.

## منڊ ڪوٽ جي ڦر:

منڊ ڪوٽ، ديري غازي خان جو حصو هو. دراني حڪومت جي ڪمزوريءَ کان پوءِ نواب صادق محمد خان، شهر اُتي جي وقت جي بزرگ حافظ محمد قريشيءَ جي حوالي ڪيو هو پر هن جي پٽ خدا بخش کان هيءَ شهر سڪن ڦري ورتو هو. سنہ 1834ع ۾ مزارين جي سردار بهرام خان مڪسين، بليدين ۽ مزارين جي گڏيل لشڪر سان منڊ ڪوٽ کي ڦريو جنهن ڪري ڪنور

1 -P.N. Khera: British Forward Policy toward Sind.

*** H. H. Wilson: History of British India, Vol. III,Chp-VII.PP. 276-277.

C. Massion: Nrraive of Journeys in Baluchistan. Afghanistan, & the Punjab (1826-1838) Vol. II, London, 1842.

نونهال سنگهه ملتان کان فوجون وٺي منڻ ڪوٽ پهتو ۽ ٽالپرن کان 12 لک، تاوان جي عيوض گهرڻ لڳو.

رنجيت سنگهه ٻيو سوال اٿاريو ته مير، خالصا سرڪار جي سنڌو نديءَ تان هٿيار گهرائڻ واري مطالبي کي منظور ڪن. ديوان ساونڻ مل، جو لاهور سرڪار پاران 1832ع کان 1844ع تائين ملتان مٿان نائب هو تنهن کي انگريزن جي ارادن جي پوري خبر هئي. سندس چوڻ هو ته جيڪڏهن ميرن کي انگريزن شڪست ڏني ته انگريزن جو سمورو دٻاءُ پنجاب تي پوندو. ان سبب ڪري هن کي ٽالپرن سان همدردي هئي. ٽالپري حڪومت کي جڏهن به خالصا سرڪار سان ڪو فيصلو ڪرڻو هوندو هو ته ديوان ساونڻ مل معرفت فيصلو ڪرائيندي هئي.

منڻ ڪوٽ جي ڦرلٽ واري واقعي جي جواب ۾ ڪنور نونهال سنگهه ميرن کي شڪارپور تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ دڙڪا ڏيڻ لڳو. هوڏانهن فقير عزيز الدين، برٽش ريزيڊنٽ مقيم لڌيانه ڪپتان ويڊ کي تسلي ڏني ته رنجيت سنگهه جا دڙڪا محض دڙڪا آهن. ان هوندي به ڪپتان ويڊ لاهور سرڪار کي چتاءُ ڏنو ته سنه 1832ع واري معاهدي موجب سنڌ درياءَ رستي هٿيار آڻڻ جي ممانعت ٿيل آهي. مزارڇ جو علائقو ٽالپرن جي ماتحت هو تنهن ڪري منڻ ڪوٽ جي ڦرلٽ متعلق ٽالپرن کي 12 لک رپين جو عيوضو لاهور سرڪار کي ڏيڻو پيو.

## مير نور محمد خان پاران اتحاد لاءِ اپيل:

هندستان اندر جيڪي به نواب يا راجائون هئا، تن کي پاڻ ويڙهائي هڪ ٻئي جو دشمن بنائي، هڪ هڪ کي ڌار ڌار نڊٽڪو ڪري، انگريز شڪستون ڏيڻ لڳا. انهن انگلينڊ سرڪار تائين در ڪڙڪايا، مگر ڪين اتان به انصاف پلئه ڪونه پيو. ميسور تي انگريزن جي ڪاهه ڪرڻ وقت ٽيپو سلطان ترڪيءَ جي سلطان، فرانس جي شهنشاهه ايران جي شاهه ۽ ڪابل جي امير توڙي هندستان جي راجائن ۽ نوابن کي مدد لاءِ اپيلون ڪيون هيون ته سڀ گڏجي انگريزن کي هندستان مان تڙي ڪڍون. ايران جي شاهه کي ٽيپو سلطان ٻيڙي موڪلڻ لاءِ به وعدو ڪيو هو جيئن ايران تي انگريز حملو ڪري نه سگهن. مگر سواءِ ڪابل جي امير زمان شاهه جي ٻئي ڪنهن به حاڪم ٽيپو سلطان جي اپيل تي ڪو ڌيان نه ڏنو. انگريزن زمان شاهه لاءِ اهڙيون مشڪلاتون پيدا ڪري ڇڏيون هيون، جو سندس ٻن ڪاهُن ڪرڻ مان ٽيپو سلطان کي ڪو فائدو پهچي ڪونه سگهيو. اهڙيءَ طرح جڏهن مرهٽن جو وارو آيو تڏهن مرهٽن سردارن به هندستان جي نوابن ۽ راجائن کي مدد ڏيڻ لاءِ لکيو مگر ڪنهن به سندن مدد

ڪانہ ڪئي. دهليءَ جي مغل شهنشاهہ ۽ اَئوڌ جي نواب انگريزن جي زيادتين جي خلاف پنهنجا وڪيل لنڊن تائين روانا ڪيا، مگر بي سود.

امير دوست محمد خان نيپال جي راجا ۽ سنڌيا ڏانهن پنهنجا ايلچي مڪا هئا، پر سنڌيا اٽلندو سندس ايلچين کي گرفتار ڪرائي انگريزن جي حوالي ڪيو. هاڻي سنڌ جو وارو هو. مير نور محمد خان پنهنجي بيڪسيءَ کي محسوس ڪري، اتحاد لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳو. هندستان جا سمورا مشرقي توڙي مغربي مؤرخ ان مسئلي تي متفق آهن، تہ جيڪڏهن نظام دکن، مرهٽا ۽ ٽيپو سلطان گڏجي انگريزن سان جنگ ڪن ها، تہ انگريزن جا جيڪر گهٽو اڳ هندستان مان ٽپڙ کڄي وڃن ها.

اهڙيءَ طرح ميسور جي شڪست کان پوءِ جيڪڏهن سک، راجپوت ۽ مرهٽا پاڻ ۾ هڪ ٿي انگريزن خلاف گڏيل محاذ کڙو ڪن ها تہ پڪ انگريز هندستان مان نڪري وڃن ها. ليڪن انگريزن جي سياسي حڪمت عملي هيءَ هئي تہ هو نوابن ۽ راجائن کي پهريائين پاڻ ۾ ويڙهائي، اتحاد ۽ عمل بدران منجهن انتشار وجهي، پوءِ هڪ هڪ جي نڙ گهٽ تي لت رکي، انهن کي زور سان گهٽيندا هئا تہ هو سيئي سندن آڻ مڃن، سندن غلاميءَ جو ڀنهنجن ڳچين ۾ طوق وجهن. جڏهن ٽيپو سلطان، پيشوا ۽ اَئوڌ جهڙا نواب ۽ راجائون جن وٽ لشڪرن ۽ خزانن جي ڪا ڪمي ڪانہ هئي، اهي سڀ اتحاد آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ڪونہ سگهيا. تڏهن سنڌ جهڙي صوبي جي حاڪم جي آواز کي ڪير وزن ڏيئي سگهي ها؟

سڀ کان اڳ مير نور محمد خان بلوچي اتحاد لاءِ پنهنجي خاص خزانچيءَ مرزا باقر کي قلات جي بيگلر بيگيءَ جي دربار ڏانهن روانو ڪيو ۽ هڪڙي هندستانيءَ محمد عليءَ کي فتح علي شاهہ قاچار ڏانهن ايران روانو ڪيو. جوڌپور جي رياست 1818ع ۾ انگريزي اقتدار هيٺ اچي چڪي هئي، ان هوندي بہ مير نور محمد خان راجا مان سنگهہ کي لکيو تہ "هاڻي وقت آهي افغان، بلوچ، ايراني ۽ راجپوت گڏجي انگريزن کي اولهہ هندستان مان تڙي ڪڍن." مير صاحب اتحاد ۽ عمل لاءِ هڪڙو ايلچي ڪابل ڏانهن بہ مڪو هو مگر سموريون ڪوششون برٽش ڊپلوميسيءَ اڳيان بي سود ثابت ٿيون.

مرزا باقر اچا قلات جي نواب محراب خان ثانيءَ سان ملاقات ڪئي هئي تہ پنيان شهدادڻين ۽ ماڻڪاڻين جو ڪن زمينن تان پاڻ ۾ تڪرار جاڳيو جنهن جي فيصلي ڪرڻ لاءِ باقر مرزا کي واپس موٽڻو پيو. ايران سان خط و ڪتابت ڪرڻ ۽ سفارت موڪلڻ جو نتيجو هي نڪتو جو فقط هڪڙو ايراني شهزادو حسن علي خان، مير صاحب کي طفل تسڪين ڏيڻ لاءِ شاهي مهمان ٿي وٽس

آيو. قندار جي بارڪزئي سردارن نالي چوائي مڪو تہ وقت سر روسي، ايراني ۽ افغان گڏجي ٽالپرن جي مدد ڪندا.[1] هن پيغام پهچڻ کان پوءِ، سنڌ جي فضا ۾ ٿورو وقت اهي افواهہ گشت ڪرڻ لڳا، تہ اجهو ٿا روسي، افغان ۽ ايراني اچي مير صاحب جي مدد ڪن. جيئن نيپولن بوناپارٽ جي زماني ۾ هندستاني دل خوش ڪرڻ لڳا هئا تہ اجهو ٿو فرينچ لشڪر هندستان اچي، ٽيپو سلطان کي مدد ڪري ۽ انگريزن کي ڪڍي. جوڌپور جي راجا مان سنگهہ مير صاحب کي ڪو جواب ڪونہ ڏنو. ميرن جي دل خوش ڪرڻ لاءِ وقت جا درويش طرحين طرحين ساموئيءَ جي بيتن وانگر پيشنگوئيون ڪرڻ لڳا. جن مان ڪجهہ دلچسپي لاءِ هيٺ ڏجن ٿيون:

1_ اوچتو گهوڙو ايرانان ايندو،
سکر، بکر، روهڙيءَ کي نهوڙي نيندو
تهان پوءِ کوڙيندو خيما حيدرآباد ۾.

2_ تحقيقان تڪرار مرد ايندا ايران جا،
فوجون فرنگين جون، گم ڪندا منجهہ غار ..الخ

اتحاد جي ڪوشش ۾ ناڪاميءَ کان پوءِ ميرن کي پنهنجي سياسي پوزيشن جي پوريءَ طرح خبر پئجي ويئي، پڻ سنڌ جي امن پسند رهاڪن کي بہ پڪ ٿي ويئي تہ ضرور ڪنهن نہ ڪنهن وقت انگريز هن ملڪ تي قبضو ڪندا. مير صاحب ايندڙ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيارين ۾ لڳي ويا. مير مراد علي خان ماتڪاڻي سنڌيا جي لشڪر جي هڪ فرنگي عملدار سيعن کي پنهنجي لشڪر جي فوجي تعليم لاءِ نوڪر رکيو. پڄ جي انگريز ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر جي منشي چيٺانند کي ميرن جا هندو منشي سموريون ڪارروائيون پهچائڻ لڳا. جن کي پاٽينجر قلمبند ڪرائي ڪلڪتي جي سپريم گورنمينٽ ڏانهن پنهنجي مفصل رپورٽ سان موڪليو.

## انگريزي راڄ جي تصوير:

سرچارلس نيپيئر جو ڀاءُ ميجر وليم نيپئر پنهنجي ڪتاب "فتح سنڌ" ۾ انگريزي تهذيب جي انقلاب متعلق هن ريت لکي ٿو:

"انگريزن جي ملڪي جوڙجڪ جو نمونو ٽالپري نظام کان بهتر هو. ٽالپرن وانگر انگريز بہ ڌاريا هئا. مگر بلوچن کان مهذب هئا ۽ وٽن علم هو ۽ هنر هو. بدني طاقت ۽ استقلال جي لحاظ کان هو بلوچن کان

1 - E. Thoranton: History of British Empire in India, Chp- XXXII, PP450-454, London, 1845.

وڏيڪ چست چالاڪ هئا. سندن دليون فتوحات جي نشي ۾ مخمور هيون. ڪاب طاقت سندن وڌندڙ طاقت کي هندستان ۾ روڪڻ کان عاجز هئي. انگريزن جي واپار ۽ سندن شين جو ڏيک ايندڙ تهذيب جو آغاز هو. جنهن سان جهوني تهذيب جو ٽڪرجڻ ۽ پاش ٿي وڃڻ لازمي امر هو."[1]

ميجر وليم نيپئر جيڪو بيان ڏنو آهي سو ان پروپئگنڊا جي سونهري تصوير آهي. جنهن جي وسيلي مغربي لوڪن ڌارين جي دولت کي لٽڻ لاءِ کين بدنام ڪيو. بلوچ ڌاريا ڪين هئا. سنڌ جي تعمير ۾ بلوچن جيڪو حصو ورتو، سو هن ملڪ جي تاريخ جو هڪ سونهري ورق آهي. نئين تهذيب جو سوال مغربي قومن لاءِ هڪڙو ڪارگر هٿيار آهي، جنهن جي وسيلي هو دنيا جي باامن قومن کي جاهل سڏي، تهذيب سيکارڻ جي بهاني سان انهن کي صدين تائين پنهنجي غلاميءَ هيٺ رکندا آيا آهن. انگريز بلوچن کان نہ بدني طاقت ۾ مضبوط هئا ۽ نہ چست چالاڪ هئا. البت سندن شيطاني هٿيار وڏيڪ اثرائتا هئا. جن جي زور تي هنن آزاد قومن کي جيتيو. ڪرنل سر ٿامس هنگر فورڊ هالاچ رائل جاگرافيڪل سوسائٽي لنڊن جو نائب صدر، پنهنجي ڪتاب ۾ بلوچن جي بدني بيهڪ ۽ قدقامت متعلق جيڪو بيان ڏنو آهي، سو وليم نيپئر جي غلط بيانيءَ کي ظاهر ڪري ڏيکاري ٿو:

"بلوچ پنهنجي دشمن کي للڪاري، سامهون کليل ميدان ۾ مقابلو ڪن ٿا. صلح ۽ امن جي زماني ۾ جڏهن پنهنجي قومي پوشاڪ مٿان، چمڪندڙ هٿيارن کي زيب تن ڪري نڪرن ٿا، تڏهن سندن ڊگهن لڙڪيل وارن کي ڏسي، انسان پاڻ مرادو تسليم ڪندو تہ بلوچ ايشيا جي قومن ۾ انسانيت جي غير معمولي تصوير آهي. هو بلند قامت بي مثل بانڪا بهادر آهن.[2] هڪڙو ٻيو انگريز بمبئي جي مشهور اخبار "ٽائيمس آف انڊيا" جو ايڊيٽر مسٽر گرٽن گيري، جنهن 19 صديءَ جي آخر ۾ بمبئي کان باسفورس تائين اسلامي ملڪن جي سياحت ڪئي هئي، سو پنهنجي سفرنامي ۾ بلوچ قوم جي چستيءَ ۽ بهادري متعلق هن ريت لکي ٿو:

"بلوچ هڪ شريف قوم آهي، جيتوڻيڪ هو ظاهري خاموش ۽ صابرين نظر اچن ٿا، مگر سندن طبيعت بدلجڻ ۾ ڪا ويرم ڪانہ لڳي ٿي. اُهي بدن ۾ جانٺا ۽ چست آهن ۽ هر وقت سجاڳ رهڻ سندن عادت آهي. سياسي ڳالهين مان فقط ايترو ڄاڻن ٿا تہ سردار جي حڪم تي پابند رهجي."[3]

---

1 - W.F. Napier: The Conquest of Sind, Vol. I, P-25, London, 1845.

2 - T.H. Holdich Sir, The Indian, Barderland, P-85, London, 1901.

3 - Grathan Geary: Through Asiatic Turkey, P. 17, London, 1878.

باقي رهيو سوال نين شين جو سو ان باري ۾ وليم نيپئر جيڪي لکيو آهي، سو صحيح آهي. انگريزن هندستان اندر جيڪي ڪلن جون تيار ڪيل شيون آنديون، تن ڪان واقعي اڳ سنڌي بي خبر هئا، مگر انهن شين جي اچڻ ڪري هندستان جي ديسي هنرن کي ڌڪ لڳو ۽ سنڌ جا باشندا، جن جي اڳ زندگي سادي هئي ۽ سندن ضروريات جون شيون مختصر هيون، اُهي ولايتي شين جي استعمال ڪرڻ ڪري گهريلو صنعتن کي وڃائي، عياش بڻجي ويا. هڪ تہ سندن ديسي هنرن کي ڌڪ لڳي ويو ۽ ٻيو غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙجي پيا. باقي رهيو سوال انگريزن جي حڪومت جي جوڙجڪ جو ان جي مختصر تصوير پيش ڪريون ٿا:

اڳ هندستان جي دفتري زبان پارسي هئي، مگر لارڊ وليم بينٽنڪ جي زماني ۾ سپريم ڪائونسل جي ميمبرن مان تعليم کاتي جي صلاحڪار ميمبر مڪالي جي رٿ سان انگريزي زبان لازمي مقرر ڪئي ويئي. هندستان جي تعليمي حالت بلڪل پست هئي. سڄي ملڪ ۾، بنارس ۾ هڪڙو هندو ڪاليج ۽ ڪلڪتي ۾ هڪڙو محمدن ڪاليج، فقط بہ ادارا هئا. ڪمپني سرڪار انگريزي زبان کي دفتري زبان مقرر ڪرڻ جي پنيان هئي. پوليس کاتي ۾ ديسي ماڻهو ڀرتي ڪين ٿيندا هئا. پوليس جو ڪم بہ انگريز سولجرن کان ورتو ويندو هو. گويا هڪ فوجي راڄ هو جنهن کي هو قائم ڪرڻ جي لاءِ اتاولا هئا. ڪمپنيءَ جي حدن اندر مال جي مناسنا تي ڊيوٽي پيل هئي. ڏڪر ۽ پليگ جي ڪري راڄپوتانا، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا رهاڪو تباهہ ٿي ويا.[1] ڪمپنيءَ جا سول عملدار راشي هئا. ڳرين ڍلن پوڻ ڪري ڏکڻ اولهہ بنگال جي ڪول، سنتال ۽ ڊنگر جي آبادگار قومن 1832ع ۾ حڪومت خلاف فساد ڪيا.[2] بمبئي جهڙن شهرن ۾ مهانگائيءَ جي ڪا حد نہ هئي. ايڏي مهانگائي هوندي بہ هڪڙي بٽلر جو ماهوار پگهار 12 رپيا مس هو ۽ هڪڙو درزي 15 رپيا ماهوار مس ڪمائي سگهندو هو.[3] اهي برڪتون ڏڪر، بيمارين هندستان کي ڪمپني

---

1 ـ هندستان ۾ وڏا ڏڪر گهڻو ڪري ڪمپنيءَ جي راڄ جي ڏينهن ۾ پيا، مثلا. پهريون ڏڪر لارڊ هيسٽنگس جي ڏينهن ۾ 84_1783ع ۾ پيو ٻيون ڏڪر مارڪس آف ويلزلي جي ڏينهن ۾ 84_1783ع ۾ پيو. ٽيون ڏڪر مارڪس آف هيسٽنگس جي ڏينهن ۾ 14_1813ع ۾ پيو چوٿون ڏڪر لارڊ ائمهرسٽ جي زماني ۾ 1825ع ۾ پيو پنجون ڏڪر وليم بينٽنڪ جي ڏينهن ۾ 1828ع ۾ پيو ڇهون ڏڪر لارڊ آڪلنڊ جي ڏينهن ۾ 38_1837ع ۾ پيو. ستون ڏڪر لارڊ ڊلهائوسي جي ڏينهن ۾ 1848ع ۾ پيو. مٿين فهرست کي ڏسو ۽ ميرن جي راڄ کي ڏسو. سنہ 1783ع کان 1843ع تائين سنڌ ۾ هڪڙي دفعي بہ ڏڪر نہ پيو.

2 -J.C. Marsham: A bridgment of the History of India, Chp-XI, PP-37-382

3 - J. C. Catton: Rulers of India, M Elphistone, PP. 169-170

بهادر جي 234 ورهين جي راڄ ۾ نصيب ٿيون. جن کي وليم نيپئر فخر سان نئين تهذيب جي نالي سان ساراهي ٿو. لارڊ آڪلنڊ جي زماني ۾ پنج لک بي گناهه هندستاني ڏڪر جو شڪار ٿي ويا! ڪمپنيءَ جي راڄ ۾ فوج ۽ پوليس جي حڪومت هئي، جن جي سختين کان تنگ ٿي هندستاني رعايا وقت بوقت فساد ڪرڻ تي آماده ٿيندي هئي.

## افغانن هٿان سکن جي شڪست:

لارڊ وليم بينٽڪ کان پوءِ سنه 1835ع کان 1836ع تائين سر چارلس ميٽڪاف گورنر جنرل ٿي رهيو. نئين گورنر جنرل هندستاني پريس کي ٿوري آزادي ڏني، جنهن تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هن کي ولايت گهرائي، لارڊ آڪلنڊ کي گورنر جنرل ڪري روانو ڪيو. هو سنه 1841ع تائين هندستان ۾ رهيو. ڪابل جو امير دوست محمد خان سياڻو هو. هو سکن ۽ انگريزن کي اسلام جو دشمن سمجهندو هو. حڪومت هلائڻ جي منجهس صلاحيت هئي. شاهه شجاع، جو لڌياني ۾ انگريزي ٽڪرن تي پلجي رهيو هو تنهن لاءِ افغانن کي نفرت هئي. سنه 1837ع ۾ پشاور جي هولناڪ جنگ ۾ سکن سخت شڪست کاڌي، سندن سپهه سالار هريسنگهه بلوچ امير دوست محمد خان جي پٽ اڪبر خان هٿان مارجي ويو. ان موقعي تي رنجيت سنگهه، لارڊ آڪلنڊ کان مدد گهري، پر هن انڪار ڪيو. انگريزن جي اها مراد هئي تہ پل پناڻ ۽ سک پاڻ ۾ وڙهي ڪمزور رهن.[1] لارڊ آڪلنڊ اچڻ شرط يڪ جي ريزيڊنٽ ڪرنل پاٽنجر معرفت ميرن تي دباءُ وجهڻ لڳو. هندستان جو مرد بيمار (سنڌ) موت جي بستري تي پاسا بدلائي رهيو هو.[2]

## ڪابل تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ انگريزن جي تياري:

نومبر 1837ع ۾ روسي وزير جي صلاح سان ايراني شهزادي محمد مرزا ايراني لشڪر سان هرات تي ڪاهه ڪئي. دوست محمد خان، جنهن اليگزينڊر برنس معرفت انگريزن سان دوستي رکڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هئي ۽ برنس بہ سندس سفارش ڪئي هئي، سو انگريزن کان قطعي نااميد ٿي، روسي سفير مقيم ڪابل سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو. گورنر جنرل "روسي خطري" جي بهاني سان ظاهر ڪيو تہ روسي فوجون خيوا ۽ هندوڪش جي رستي کان هندستان تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ تياريون ڪري رهيون آهن. ڪابل ۾ انگريزي

---

1 -Sayyed Mohammed Latif: A History of the Punjab P. 485

2 -P. N. Khera: British Farword Policy Towards Sind.

رسوخ کي جمائڻ لاءِ هن شاهه شجاع جهڙي نااهل معزول بادشاهه کي ٻيهر ڪابل جي تخت تي ثاڦڻ جو ارادو ڪيو.[1]

اسين اڳ لکي چڪا آهيون ته شاهه شجاع ۾ نه وڙهڻ جي همت هئي، نه حڪومت هلائڻ جي منجهس صلاحيت هئي. ايلفنسٽن به انگريزن کي اهڙو چتاءُ ڏنو هو. سنه 1834ع ۾ قنڌار تي ڪاهه ڪرڻ وقت، ميرن جي ٻن سپه سالارن سيد ڪاظم شاهه، آغا سيد اسماعيل شاهه جي پٽ ۽ سهراباڻي سرڪار جي سپه سالار سيد گولي شاهه، شاهه شجاع سان 18 هزار فوجن سان روهڙيءَ وٽ مقابلو ڪيو پر ٻئي ٽالپري سپه سالار مارجي ويا. پوءِ ميرن، شجاع کي 12 لک رپيا ڏيئي، قنڌار وڃڻ لاءِ رستو ڏنو هو پر هو شڪست کائي لشڪر وڃائي، قلات، حيدرآباد ۽ جيسلمير کان ٿابا کائيندو موٽي لڏيانه پهتو هو.[2] ان موقعي تي محراب خاني ثاني بيگلر بيگي قلات بروقت انگريزن کي هيٺين ريت چتاءُ ڏنو هو:

> "شاهه شجاع مُعرفت اوهين سنڌ جي ميرن، بلوچستان جي سردارن ۽ افغانن کي آزمائڻ گهرو ٿا، مگر توهان کي پڪ هئڻ گهرجي ته شجاع ڪابل جي تخت تي ويهي هرگز حڪومت هلائي ڪونه سگهندو."[3]

20 مارچ سنه 1838ع تي، ولايت کان موڪلائڻ وقت، ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن لنڊن جي لنڊن هال ۾ الوداعي دعوت ڏني هئي، ان موقعي تي لارڊ آڪلنڊ پنهنجي تقرير ۾ ڄاڻايو هو ته 'هندستان پهچڻ کان پوءِ هندستان جي رعايا جي سڌارن ۽ امن امان لاءِ ڪوشش ڪندو." مگر هندستان ۾ پير رکڻ کان پوءِ هتي جي سپريم ڪائونسل جي ميمبرن کيس بيوقوف بڻائي، ڪابل تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ غلط صلاح ڏني. حالانڪ اها مهم ڏکي ۽ خطرناڪ هئي. ان کان سواءِ حڪومت وٽ سنڌو نديءَ پريان لشڪر پهچائڻ لاءِ ايترو خزانو موجود نه هو. گورنر جنرل کي خبر هئي ته رنجيت سنگهه جي ساليانی آمدني اڍائي ڪروڙ رپيا آهي ۽ وٽس نقد ڏهه ڪروڙ رپيا خزاني ۾ جمع رکيل آهن. وٽس مضبوط خالصا لشڪر آهي، جنهن کي ڪرنل آلرڊ ۽ جنرل وينٽورا

---

1 - Angus Hamilton: Problems of the Middle East, "Persia & Powers" P. 174.

2 -H. H. Wilson: History of British India, Vol. II, PP. 271-277.

3_ قنڌار جي بارڪزئي سردارن مان رحيم خان به هزار لشڪر وٺي شاهه شجاع کي گرفتار ڪرڻ لاءِ سندس پٺيان پيو هو. جيڪڏهن مير محراب خان هن کي بچائي پناهه نه ڏئي ها، ته پڪ شجاع گرفتار ٿي وڃي ها.

A. W. Hughes: Baluchistan CHP. VII, P. 97 London, 1877.

ولايتي نموني تي قواعد سيکاريا آهن.[1]

گورنر جنرل کي اها بہ خبر هئي تہ رنجيت سنگهہ جون اکيون شڪارپور جهڙي دولت مند شهر تي کتل آهن.[2] ايراني شهزادي محمد مرزا پنجاهہ هزار لشڪر سان هرات تي ڪاهہ ڪئي هئي، هندستاني رعايا، جا ڪمپنيءَ جي ظلمن کان تنگ هئي، تنهن دل کي آٿت ڏيڻ لاءِ افواهہ اٿاريا تہ اجهو ٿو روس بہ لکن فوجن سان هندستان تي ڪاهي اچي. حقيقت ۾ ان قسم جا افواهہ انگريزن گهڙيا هئا. ان لاءِ تہ جيئن رعايا سندن پاليسيءَ جي تائيد ڪري.[3] غرض تہ جيئن گورنر جنرل کي سندس ڪائونسل جي صلاحڪار ميمبر بيوقوف بڻائي ڪابل تي ڪاهہ لاءِ ڪڙو ڪيو هو تيئن گورنر جنرل وري پر مترڻي پوڙهي رنجيت سنگهہ کي بيوقوف بڻائي پنهنجي تباهہ ڪن پاليسيءَ ۾ شريڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو هو. خود امير دوست محمد خان جي انگريزن سان ڦٽائڻ جي مرضي اصل ڪانہ هئي. ڪائونسل جي ميمبرن سان برطانوي سفير مقيم طهران ايمہ نيل ڪابل جي مهم جي باري ۾ هم راءِ هو.

ڪائونسل جي ميمبرن مان سر وليم مئڪناٽن جنهن کي وڏي عهدي هٿ ڪرڻ لاءِ فڪر دامن گير هو ۽ هندستان جو وزير خارجہ ڪولوين، ٻئي جنگ ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ متفق هئا: ان سب ڪري لارڊ آڪلنڊ امير دوست محمد خان جي امن پسنديءَ ۽ دوستيءَ جي ڪا پرواهہ ڪانہ ڪئي. سنہ 1831ع ۾ اليگزينڊر برنس سنڌ متعلق جيڪا رپورٽ سملي ۾ لارڊ ائمهرسٽ کي پيش ڪئي هئي، تنهن ۾ هن ڏيکاريو هو تہ "ٽالپرن وٽ ٻي قاعدي فوج آهي ۽ حيدرآباد جي قلعي ۾ ميرن وٽ ويهہ ڪروڙ رپيا جمع رکيل آهن." اها رپورٽ بہ غلط هئي، ڇاڪاڻ تہ رنجيت سنگهہ جنهن جو ملڪ بہ وڏو هو ۽ سندس ساليانی آمدني اڍائي ڪروڙ رپيا هئي، تنهن وٽ ڏهہ ڪروڙ رپيا مس جمع

---

1 ـ ڪرنل آلرڊ ۽ جنرل وينٽورا بہ فرينچ سپاهي نيپولين بوناپارٽ جي لشڪر ۾ نوڪر هئا. نيپولين جي خاتمي کان پوءِ ٻنهي ڄڻن ڪجهہ وقت ايراني فوج ۾ نوڪري ڪئي، پوءِ سنہ 1822ع ۾ قسمت آزمائڻ لاءِ لاهور پهتا ۽ رنجيت سنگهہ جي فوجن کي قواعد سيکارڻ لاءِ مقرر ٿيا. انهن کان سواءِ ٻيا بہ ٽي ڄڻا ڪرنل ڪورٽ ۽ ائيوٽبائيل بہ رنجيت سنگهہ وٽ نوڪر هئا.

2 -J. C. Marsham: A bridgment of the History of India, Chp. XI; P. 871.

3ـ نوٽ: هڪڙي پاسي انگريز هندستانين کي روسي ڪاهہ جو خوف ڏيارڻ لڳا، ٻئي پاسي هنن بمبئي توبخاني جي هڪڙي عملدار ايلڊرڊ پاٽنجر کي هرات جي حڪام ڪامران ۽ سندس وزير يار محمد جي مدد ڪاڻ هرات ڏانهن روانو ڪيو. ايلڊرڊ پاٽنجر وچڻ سان ايراني شهزادي محمد مرزا ۽ سندس روسي صلاحڪار ڪائونٽ سموئچ کي پنج گهمرا شڪست ڏني. ٽئين طرف انگريزي ٻيڙي ايراني نار جي ٻيٽ خرق تي قبضو ڪيو جنهن ڪري ايرانين هرات جي پچر ڇڏي ڏني.

رکيل هئا. تہ سنڌ جھڙو ننڍو ملڪ، جنھن جي آمدني اڌ ڪروڙ رپيا مس هئي، ڪيئن سڄا سارا ويھہ ڪروڙ رپيا بچت ۾ جمع ڪري ٿي سگھيو؟

جون 1838ع ۾ سر وليم مئڪناٽن جي ڪوشش سان، رنجيت سنگھہ، شاھہ شجاع ۽ انگريزن جو ڪابل جي مھم متعلق 'اتحاد ثلاثہ' جو عھدنامو ٿيو. شاھہ شجاع وعدو ڪيو تہ سنڌو نديءَ جي اولھندي ڪپ وارا پرڳڻا هميشہ لاءِ رنجيت سنگھہ جي حوالي ڪندو. ان ڪان سواءِ ڪيس ٽالپرن ڪان جيڪا رقم ملندي تنھن مان بہ ڪيس حصو ڏيندو. پھرين آڪٽوبر سنہ 1838ع تي، انگلينڊ جي سرڪار ڪان اجازت وٺڻ ڪان پوءِ، گورنر جنرل سملي مان ڪابل تي ڪاھہ ڪرڻ لاءِ پڌرائي ڪئي. هندستان جو ڪمانڊر انچيف توڙي ڊيوڪ آف ويلنگٽن جھڙو فوجي تجربيڪار سپاهي ڪابل جي مھم جي خلاف هئا، چاڪاڻ تہ هندستان جي برٽش حدن ڪان اٺ سؤ ميلن جي مفاصلي تي افغانستان جھڙي سرد ۽ جابلو ملڪ ۾ انگريزي لشڪر کي سامان پھچائڻ بلڪل ڏکيو ڪم هو. ايلفنسٽن بہ پنھنجي ڪابل واريءَ رپورٽ ۾ ڏيکاريو هو تہ:

> "انگريز دري بولان ڪان ڪابل تائين 27 هزار لشڪر آسانيءَ سان پھچائي سگھندا، ليڪن افغانستان جھڙي جابلو ملڪ ۾ شوخ طبع افغانن تي حڪومت هلائڻ ۽ لشڪر کي صحرائن ۽ جابلو درن ڪان ٻئي پار ڪاڏو خوراڪ ۽ بارود پھچائڻ ڏکيو ڪم ٿيندو."

حقيقت ۾ ٿيو بہ ائين، گورنر جنرل جي غلط پاليسيءَ ڪري انگريزن کي جيڪا ڪابل ۾ ذلت آميز شڪست کائڻي پيئي، تنھن جھڙو مثال دنيا جي تاريخ ۾ ورلي نہ ليندو.

## ميرن تي دٻاءُ:

هاڻي سوال هو تہ ڪابل جي عظيم مھم لاءِ خزانو ڪٿان اچي؟ بنگال سرڪار جا اڳي ئي خزانا خالي هئا. شاھہ شجاع کي بہ ڏوڪڙن جي ضرورت هئي. انگريز عملدار، جن وقت بوقت ميرن سان ملاقاتون ڪيون هيون، تن ميرن جي هٿيارن تي سون، چاندي ۽ جواهرات مڙهيل ڏسي، پنھنجن رپورٽن ۾ ڏيکاريو هو تہ مير مالدار آهن. ويتر اليگزينڊر برنس ڏيکاريو هو تہ ميرن وٽ ويھہ ڪروڙ رپيا موجود هئا. اهڙين گمراھہ ڪن رپورٽن تي اعتبار ڪري، گورنر جنرل پنھنجي اعلان ۾ ڏيکاريو تہ:

> "اتحادين جو لشڪر سنڌ مان لنگھندو، ان ڪان سواءِ ميرن کي 25 لک رپيا ڪابل جي خراج جي رهيل بقايا شاھہ شجاع کي هڪدم

پري ڏيٺي پوندي ۽ مٿينءَ رقم ڏيڻ کان پوءِ تالپر هميشہ لاءِ ڪابل کان آزاد رهندا. ان کان سواءِ رنجيت سنگهہ کي سنڌوديءَ رستي هٿيارن گهرائڻ لاءِ حق رهندو.“

انگريز ريزيڊنٽ، ميرن تي الزام هڻڻ لڳو تہ هو شاهہ ايران سان انگريزن خلاف خط و ڪتابت ڪري رهيا آهن. پڙهندڙن کي ياد رهي تہ ايران ۽ سنڌ پاڙيسري ۽ هم مذهب حڪومتون هيون، ان ڪري پاڻ ۾ خط و ڪتابت ڪرڻ ۾ حق بجانب هيون. ان کان سواءِ ايراني حڪومت ايتري طاقتور ڪانہ هئي، جو بلوچستان جي صحرائن ۽ جبلن کي لتاڙي انگريزن تي ڪاهہ ڪري سگهي. اڳ ايرانين هرات تي ڪاهہ ڪئي هئي، تہ انگريزي بيڙي ايراني نار جي ناڪہ بندي ڪئي هئي. باقي رهيو سوال 25 لکن رپين جو ان متعلق مير نور محمد خان، انگريزي ريزيڊنٽ کي جواب ڏنو تہ شاهہ شجاع ۽ تالپرن جو معاملو خانگي آهي، جنهن ۾ انگريزن کي مداخلت ڪرڻ جو ڪو حق ڪونهي. ٻئي ڪندي سنہ 1834ع ۾ جڏهن شاهہ شجاع قنڌار تي ڪاهہ ڪئي هئي، ان وقت هن ميرن کي قرآن شريف تي لکي ڏنو هو تہ جيڪڏهن هو قنڌار کان شڪست کائي موٽيو تہ ان حالت ۾ آئينده لاءِ ڏيل وٺڻ لاءِ گهر نہ ڪندو. دنيا ڏٺو تہ هو شڪست کائي موٽيو هو ۽ ميرن جي مهربانيءَ ڪري ئي لڏيانہ پهتو هو. ڪابل تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ خيبر ۽ گومل درا پنجاب رستي انگريزن کي گهڻو ويجها هئا. پر گورنر جنرل، رنجيت سنگهہ کي ناراض ڪري نہ پئي سگهيو. سنڌ کان بولان درو هڪ هزار ميل مفاصلي تي هو ۽ واٽ تي خوجڪ درو هڪ ٻيو خوفناڪ لنگهہ هو اهڙين حالتن ۾ سنڌ ۽ بلوچستان مان زوريءَ لشڪر لنگهائڻ جي محض اها معنيٰ هئي تہ ٻئي ملڪ انگريزن جي زير دست آهن.[1]

## برنس جو بکر تي قبضو:

گورنر جنرل فوجون روانون ڪرڻ کان اڳ، رستي صاف ڪرڻ لاءِ، اليگزينڊر برنس کي مير رستم خان ۽ قلات جي خان محراب خان ثانيءَ ڏانهن

1 -Edmund C. Cox: History of Bombay Presidency, P. 299.

نوٽ: مير محمد خان جي اولاد مان بهرام خان جي پٽ احمد يار خان قلات جي تخت لاءِ دعويٰ ڪئي هئي. پر مير محراب خان جي عملدار محمد غلزئيءَ هٿان مارجي ويو هو. سندس ٻن پٽ شاهنواز خان ۽ فتح خان بغاوتون ڪيون. منجهانئن شاهنواز خان کي انگريز. مير محراب خان خلاف هٿيار طور ڪم آڻڻ لڳا.

A. W. Hunghes: Baluchistan, Chp. VII, PP. 194-197

روانو ڪيو. ڊسمبر 1838ع ۾ برنس بکر پهچي. مير رستم خان تي دٻاءُ وجهڻ لڳو. ان واقعي کي هڪڙو فرينچ سياح، جي۔ پي۔ فريئر پنهنجي سفرنامي ۾ هن ريت بيان ڪري ٿو:

"فرنگي ايلچي برنس، جنهن نموني مير رستم خان کان بکر جي قلعي لاءِ گهر ڪئي، تنهن مان مير کي پڪ ٿي ويئي ته انگريز، ميرن کي پنهنجو غلام سمجهن ٿا. مير صاحب جواب ڏنو ته بکر جو قلعو خيرپور سرڪار لاءِ بچاءَ جو هنڌ آهي، جيڪڏهن اهو ڪنهن ڌاريءَ حڪومت جي هٿ ۾ رهيو ته تختگاهه خيرپور خطري ۾ رهندو. اهو ساڳيو مير هو جنهن تي پنج ورهيه پوءِ انگريزن ڪاهي، سندس پاڻ‍ين ۽ پاٽيجن جون جاگيرون ضبط ڪري، کيس پڄائي ڪڍيو هو. بکر جو قلعو جنهن تي انگريزن ڪابل جي بهاني سان قبضو ڪيو هو، وري خيرپور جي ميرن کي موٽي ڪونه مليو. سر چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪري، شريف ٽالپرن سان ظلم ڪيا، سندن دولت کي لٽڻ کان سواءِ حرم جي بيگمن جا به زيور ڦريا."[1]

برنس، پيرسن رستم کي تسلي ڏيندي چيو ته "جيڪڏهن هو قلعو حوالي ڪندو ته پوءِ سهراباڻي سرڪار هميشه لاءِ قائم رهندي" لاچار مير رستم خان کي معاهدي جي ڪاغذ تي دستخط ڪرڻا پيا. مير صاحب ڏڪندي ڏڪندي انگريزي ايلچيءَ کي چيو: "جيڪڏهن توهان شهداداڻي سرڪار کان ڪراچي ڪاڻ ورتي، ته مون کي خودڪشي ڪرڻي پوندي!" مير نور محمد خان، لارڊ آڪلنڊ کي لکيو ته، خيبر ۽ گومل درا ڪابل کي ويجها آهن. ان جي جواب ۾ لارڊ آڪلنڊ لکيو ته "اسان کي شاهه شجاع جي قرآن تي لکيل قسم نامي سان ڪو واسطو ڪونهي، ڪراچي ۽ سنڌ جا ٻيا بندر فوجن لنگهائڻ لاءِ مفيد ٿيندا." سنڌ، افغانستان توڙي بلوچستان جي چپي چپي کان انگريز واقف هئا.[2]

---

1 - J. P. Ferrier: History of Afghanistan, London, 1858.

2۔ هينري پاٽنجر ۽ ڪپتان ڪرسٽي 19 صديءَ جي شروعات ۾ سون مياڻيءَ کان خاران تائين بلوچستان جي سياحت ڪئي هئي. سنه 1816ع ۾ هينري پاٽنجر جو سفرنامو "ٽرئولس اِن بلوچستان ائنڊ سنڌ" شايع ٿيو هو. ڪابل جي پهرينءَ ويڙهه وقت اليگزينڊر برنس جي قلات جي ايلچي ميجر ليچ، حاجي عبدالنبي خان نالي هڪڙي پناڻ کي پنهنجو ديسي ايجنٽ مقرر ڪري، 1838ع ۾ قلات کان مڪران تائين مسافريءَ ڪرڻ ۽ رپورٽ پيش ڪرڻ لاءِ روانو ڪيو هو. سندس بلوچستان متعلق رپورٽ 1844ع ۾ جنرل ايشياٽڪ سوسائٽي بنگال ۾ ٻن قسطن ۾ شايع ٿي هئي. آرٿر ڪانولي خشڪي رستي انگلينڊ کان ايران ۽ افغانستان کان ٿيندو پنجاب پهتو هو. سندس سفرنامو ٻن جلدن ۾ 1834ع ۾ لنڊن کان شايع ٿيو هو.
Frontier & Overseas Expeditions From India, "Kalat Affairs", P. 37.

حاجي عبدالنبي پناڻ انگريزن جي هڪڙي جاسوس، انگريزن کي پڪ ڏني هئي تہ بلوچستان جا سمورا سردار، مير محراب خان جي خلاف آهن. اليگزينڊر برنس، خان قلات سان ملاقات ڪرڻ وقت کيس چتاءُ ڏنو تہ انگريزي لشڪر دري بولان کان لنگھندو ۽ لشڪر کي سامان رسد ۽ باربرداريءَ جي جانورن لاءِ گاهہ پني پهچائڻ جو انتظام خان کي ڪرڻو پوندو، جنهن جو عيوضو نقد ناڻي جي صورت ۾ خان کي برٽش سرڪار ڏيندي. ان زماني ۾ بلوچستان ۾ سخت ڏڪر پيل هو. چارلس ماسن،[1] جو انهن ڏينهن ۾ قلات ۾ هو. تنهن جو بيان آهي تہ، "برنس کي مير محراب خان صاف صاف لفظن ۾ ٻڌايو هو تہ شاهہ شجاع ڪابل جي تخت تي هرگز جتاءُ ڪري نہ سگھندو."

## آغا خان جو خاندان:

آغاخاني خوجن جي امام سلطان محمد شاهہ آغا خان جا وڏا، جي اسماعيلي امام سڏجن ٿا، سي سنہ 567هہ (1172ع) ۾ جڏهن سلطان نورالدين زنگيءَ والي موصل ۽ دمشق مصر جي اسماعيلي سلاطين جو خاتمو ڪيو هو تڏهن اسماعيلي امام اوپرندي ايران ۾ رهڻ لڳا. منجهائن مرزا ابوالحسن خان قمي، آغا محمد خان قاچار جي ڏينهن ۾ ڪرمان تي حڪومت ڪندو هو. مرزا ابوالحسن جي وفات کان پوءِ سندس فرزند شاهہ خليل الله گادي نشين ٿيو. جنهن صورت ۾ هو امام جعفر صادق رضہ جي اولاد مان هو ان احترام ڪري ايران، توران، بلڪ هندستان تائين اسماعيلي فرقي جا پابند وٽس زڪوات پهچائيندا رهيا.

شاهہ خليل الله اميراڻي زندگي بسر ڪندو هو. سندس فرزند شاهہ حسن علي، فتح علي شاهہ قاچار جي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي. فتح علي شاهہ جي وفات کان پوءِ سندس پٽ محمد شاهہ قاچار ايران جي تخت تي ويٺو. سندس ڪن ملڪي ڳالهين تان شاهہ حسن عليءَ سان تڪرار جاڳيو. نوبت جنگ کي پهتي. شاهہ حسن علي ڪرمان جي واليءَ فضل علي خان کان شڪست کائي،

---

1 ـ چارلس ماسن جو پهريون نالو جيمس لوئس هو. هو لنڊن جي هڪڙي واپاري جو پٽ هو. هو يوناني، لاطيني ۽ فرينچ زبانن جو ماهر هو. 1822ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ نوڪر ٿي بنگال پهتو. اتان 1827ع ۾ قلندري فقيرن جي لباس ۾ پشاور کان ٿيندو ڪابل پهتو اتان غزنيءَ ۽ دري بولان کان ٿيندو شڪارپور رستي کان لاهور پهتو. اتان موٽي ڪراچيءَ آيو. پوءِ سمنڊ رستي مسقط، شيراز، بغداد، همدان ۽ تبريز تائين سير ڪري، مڪران جي بندر سون مياڻيءَ کان قلات پهتو. هن ڪي اهم دستاويز ۽ سڪا ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي پيش ڪيا. ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن هن لاءِ ساليانو پنج سؤ پائونڊ وظيفو مقرر ڪيو. سنہ 1853ع ۾ مئو. سندس سفرنامو ٽن ڀاڱن ۾ آهي. 1ـ 1816ع کان 1838ع تائين، ۽ 2ـ 1842ع کان 1843ع تائين. هن ڪتاب مان پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان جي ان زماني جا حالات معلوم ٿي سگھن ٿا.

بلوچستان جي رستي کان سنڌ ۾ وارد ٿي، حيدرآباد سنڌ ۾ رهڻ لڳو جتي خوجا سندس مريد رهندا هئا. هي واقعو سنہ 1838ع ۾ ٿيو جڏهن انگريز ڪابل جي پهرينءَ ويڙهہ لاءِ تياريون ڪرڻ ۾ رڌل هئا. حسن علي شاهہ وڏي رسوخ وارو گادي نشين هو ۽ سندس سڀ مريد ۽ خادم واپاري هئا جن جي وسيلي هن انگريزن کي مدد ڪئي. انگريزن کيس "هزهائنيس" جو خطاب ڏنو ۽ ايراني دربار پاران کيس "آغا خان" جو خطاب مليو.

انگريزن جي فتح سنڌ کان پوءِ هو بمبئي ۾ وڃي رهيو جتي 1881ع ۾ وفات ڪيائين. کانئس پوءِ سندس فرزند آغا علي شاهہ گادي نشين ٿيو ۽ بمبئي جي گورنر سر جيمس فرگوسن جي زماني ۾ بمبئي جي قانون ساز مجلس جو ميمبر ٿي رهيو ۽ سنہ 1885ع ۾ وفات ڪيائين. کانئس پوءِ سندس فرزند سلطان محمد شاهہ گادي نشين ٿيو جنهن يورپ ۾ شاهاڻي نموني زندگي بسر ڪري 1857ع ۾ انتقال ڪيو.

## لشڪر جي ڪابل ڏانهن روانگي:

انگريزي لشڪر کي سنڌ مان لنگهڻو هو ۽ سندس سامان رسد جو ذمو بہ سنڌ تي هو ان ڪري تاريخن ۾ 'انڊس آرمي' يعني سنڌ جو لشڪر سڏجي ٿو. نومبر سنہ 1838ع ۾ بنگال جو لشڪر، جنهن ۾ 9500 سپاهي ۽ 38 سؤ سفرمين (سئپرس ۽ مائينرس) هئا، ٽيهہ هزار اُٺن سميت، جنرل سر ولوبي ڪاٽن جي اڳواڻيءَ هيٺ، فيروز پور وٽ پهتو. هتي گورنر جنرل لارڊ آڪلنڊ، مهاراجا سان ملاقات ڪئي. مهاراجا اُن وقت مرڻ جي ڪنڌيءَ تي هو. لارڊ آڪلنڊ کيس هندستان جو نقشو پيش ڪيو جنهن ۾ ڪمپنيءَ جي مقبوضات جو رنگ ڳاڙهو هو. رنجيت سنگهہ نقشي کي اٿلائي پٿلائي ڏسي، مشڪي چيو تہ "عنقريب سجو هندستان ڳاڙهو ٿي ويندو!" انگريزي فوج سان سر وليم مئڪناٽن انگريزي حڪومت پاران ڪابل جو سفير ٿي هليو. بمبئي جو لشڪر جنهن ۾ 56 سؤ سپاهي هئا، سر جان ڪين جي اڳواڻيءَ هيٺ بمبئي کان سمنڊ رستي روانو ٿيو. شاهہ شجاع، جو ٽيهن سالن کان وٺي جلاوطن هو تنهن جي فوج جو تعداد 6 هزار هو. ان لشڪر جو خرچ بہ ڪمپني سرڪار تي هو. ڏهين ڊسمبر تي بنگال جو لشڪر فيروز پور کان روانو ٿيو.[1] بهاول پور جي نواب ۽ جيسلمير جي راول فوجن کي اُنن جي مدد ڪئي. ساڳئي وقت بمبئي جو لشڪر حجامڙي جي چوڙ وٽ پهتو. جملي 21 هزار لشڪر سنڌ مان لنگهڻو

1 - J. C. Marsham: A bridgement of the History of India, P. 395.

هو جنهن ڪري ٽالپري حڪومت جي حلقن ۾ ٿرٿلو پئجي ويو. انگريزن جا ايجنٽ خوجا واپاري ۽ هندو ٺيڪيدار شاهه بندر، ٺٽي ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ لاڙ ڪان وٺي اپر سنڌ تائين. اَن ۽ چوپايو مال خريد ڪرڻ لڳا. وڏن وڏن شهرن ۾ هنن ٺيڪيدارن جا گدام کلي ويا.

سيٺ نائون مل، ڪراچيءَ جو وڏو واپاري، جنهن جا ٽالپري دربار تائين تعلقات هئا. سو ڪڇ جي رستي جي مدد سان انگريزي لشڪر لاءِ اُٺ ۽ سامان خريد ڪرڻ لڳو. لوئر سنڌ جي ٻن مکيه سردارين نومڙين ۽ جوکين کي وڏا ٺيڪا مليا. حالانڪ نومڙين جي سردار احمد خان حملاڻيءَ جي همشيره سان مير ڪرم علي خان شادي ڪئي هئي ۽ سندس ڌيءَ سان مير نور محمد خان شادي ڪئي هئي. جوکين جي سردار ڄام مهر علي خان، سر جان ڪين کي هڪ هزار اُٺ ڏنا. ڪيس ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين انگريزن جي ٽپال پهچائڻ جو ٺيڪو مليو.[1] آغا خان جي ڏاڏي حسن علي شاهه جو خراسان تائين رسوخ هو سو پڻ دل کولي انگريزن کي مدد ڪرڻ لڳو.[2]

## ڪراچيءَ تي قبضو ۽ عوام جا مظاهرا:

منهوڙي جي قلعيدار الله رکئي خان کي ميرن حڪم ڏنو هو ته جيڪڏهن انگريزن جو ڪوبه جهاز بندر تي اچي ته مٿس گولا باري ڪئي وڃي. ان ڪري الله رکئي خان، سر جان ڪين جي جهاز تي گولا باري ڪئي، جنهن تي ليفٽيننٽ جنرل غصي ٿي، قلعي تي گولا باري ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو. ويلزلي ڪروزر هڪ ڪلاڪ سانده قلعي تي آتش بازي ڪئي، قلعي جي هڪڙي پاسي کان ديوار ڪري پئي ۽ ٽي هزار بلوچي لشڪر قلعي اندر بيوس ٿي پيو. انگريزي لشڪر ڪراچيءَ تي قبضو ڪيو. بلوچن ۾ ڪافي جوش هو انگريزي لشڪر جي نقل و حرڪت کي اُهي پاڻ لاءِ بي عزتي سمجهڻ لڳا. هزارن جي تعداد ۾ بيڙيون سنڌو نديءَ تي ڏاريءَ فوج لاءِ مال گڏ ڪرڻ لڳيون. وليم مئڪناٽن انگريزي سفير جي مرضي هئي ته سنڌ تي گهيرو ڪجي.[3]

1 -C. Smith: The Life of John Wilson, PP. 440-441

2_ مذاهب اسلام: مولوي نجم الغني، ص_ 334.

3_ نوٽ: وليم مئڪناٽن سنه 1809ع ۾ مدراس فوج ۾ سوار ڀرتي ٿيو پوءِ 1814ع تي بنگال سول سروس ۾ داخل ٿيو. هو مشرقي زبانن جو ڄاڻو هو تنهن ڪري لارڊ هيسٽنگس جي سفارش سان ديواني هاءِ ڪورٽ جو نائب صدر مقرر ٿيو. لارڊ وليم بينٽنڪ جي زماني ۾ هو سيڪريٽري مقرر ٿيو. پوءِ انڊين پوليٽيڪل کاتي جي خفيه صيغي مٿان سيڪريٽري مقرر ٿيو. مشرقي معاملات کان واقف هو. ان ڪري گورنر جنرل جي ڪائونسل جي ميمبرن کي سندس فيصلن اڳيان جهڪڻو پوندو هو.

حيدرآباد جي ريزيڊنٽ لفٽيننٽ ايسٽ وڪ جي بنگلي ٻاهران عوام احتجاجي مظاهرا ڪيا. هڪڙي ڏينهن شهر ۾ افواهه ٿيا تہ مير شير محمد خان ماڻڪاڻي 12 هزار لشڪر سان حيدرآباد کي ويجهو پهتو آهي.

مٿينءَ فضا ۾ ڪي جوشيلا نوجوان ريزيڊنٽ جي بنگلي تي پٿر اڇلائڻ لڳا. وري جڏهن ايسٽ وڪ حفاظتي دستو ساڻ ڪري ٻاهر نڪتو تڏهن ويهن هزارن جي هجوم اهڙو گوڙ مچايو جو هو مشڪل سان جان بچائي گدوبندر کان ٻہ ميل اتر طرف ٽنڊي نور محمد پهتو.[1] سنڌس نڪري وڃڻ کان پوءِ هجوم خوجن واپارين جي گدامن کي لٽيو جن انگريزن لاءِ ان خريد ڪري رکي هئي. مير صاحب انگريزن کي تسلي ڏني تہ فسادين سنڌس مرضيءَ خلاف مٿين سازش ڪئي آهي. جن مان ڪن جون مير ڏاڙهيون ڪوڙايون ۽ ڪن جا ڪن ڪپايا. بلوچي روايتن موجب اهي سزائون سخت هيون. مگر تڏهن بہ انگريز خوش ڪونہ ٿيا.[2]

## ميرن سان پنجون عهدنامو:

انگريزن جي ڪراچيءَ ۽ بکر تي قبضي ڪرڻ ڪري، ٽالپري حلقن ۾ بي آرامي پيل هئي. مير نور محمد خان چؤياريءَ جي ميرن ۾ مقربان بارگاهہ سان صلاح مصلحت ڪرڻ لڳو. دربار جو پراڻو وزير آغا سيد اسماعيل شاهہ ۽ سندس پٽ سيد آغا ابراهيم شاهہ وفاداريءَ ۾ ضرب المثل هئا. تن ميرن کي تسلي ڏني تہ معاملو خير ۽ خوبيءَ سان حل ٿي ويندو. اسماعيل شاهہ تجربيڪار جهونو وزير هو تنهن پاڻ ڪراچيءَ وڃي انگريزي جرنيل سر جان ڪين سان روبرو ملاقات ڪئي. ڪرنل هينري پاٽنجر بہ اتي موجود هو. هو ميرن جي امن پسند طبيعتن کان واقف هو ۽ پاڻ کي آغا سيد اسماعيل شاهہ جو دوست ظاهر ڪندو هو پر سندس معرفت وزير کي جيڪي هيٺيان شرط پيش ڪيا ويا. سي اڳوڻن معاهدن جي شرطن کان گهڻو سخت هئا:

1_ افغان ويڙهہ جي سموري عرصي تائين مير، انگريزي لشڪر کي مناسب قيمتن تي باربرداريءَ جي جانورن، گاهہ پٺي ۽ ڪاٺ خوراڪ جي سامان پهچائڻ لاءِ پابند رهندا.

2_ بلوچن جي ڦرلٽ ڪرڻ ڪري انگريزن کي جيڪو 23 لک رپين جو

1 _ ليفٽيننٽ ايسٽ وڪ جي ڪتاب "ڊراءِ ليوز فرام ينگ ايجپٽ" مان ان زماني جي سنڌ جي خبر پئجي سگهي ٿي. ڪتاب جو اردو ترجمو سيد محمد ضامن ڪنتوري "عبرت ڪده سنڌ" جي نالي سان ڪيو جو 1903ع ۾ دکن حيدرآباد جي مطبع شمسيءَ مان شايع ٿيو.

2 _ Kalichbeg Fur idunbeg: History of Sindh, Vol. II, P. 224/225.

W. Nepier Sir: Napir Sir Charles, His Life & Opinions, Vol. I, London, 1854.

نقصان پهتو آهي، سو مير هڪدم پري ڏيندا.

3_ آئينده لاءِ مستقل طور 3 هزار انگريزي لشڪر ڪراچيءَ ۾ رهندو.

4_ حيدرآباد سرڪار سنڌ جي ان انگريزي لشڪر جي خرچ لاءِ 3 لک رپيا ساليانو پري ڏيڻ لاءِ پابند رهندي.

5_ ٽالپر ميرن جي حفاظت لاءِ انگريزي ريزيڊنٽ مقيم حيدرآباد وٽ انگريزي لشڪر جو دستو رهندو.

6_ انگريزي ريزيڊنٽ جو اندروني ڳالهين سان ڪو تعلق نه رهندو فقط اهم ڳالهين متعلق مير ڪائنس صلاح وٺندا.

7_ ٽالپري رپيا گلٽي آهن، جنهن ڪري واپارين کي کوٽ پوي ٿي، تنهن ڪري مير نوان رپيا تيار ڪرائيندا.

آغا سيد اسماعيل شاهه ڏاهو ۽ آزمودگار هو. ڪابل، طهران، بمبئي، ڪلڪتي ۽ سملي جا سرڪاري ايوان سندس نالي کان واقف هئا. سياسي فضا جي رخ کي بدليل ڏسي، هن هي شرط لاچار منظور ڪيا. انگريز فوجي عملدار جيڪي عرصي کان ميرن جي خزاني کي لٽڻ لاءِ منتظر هئا، سي نااميد رهجي ويا. ڇاڪاڻ ته وزير شرطن کي منظور ڪري سندن جنگ باز پاليسيءَ ۽ جارحانه مقصدن کي برصواب ٽيڙ ڪين ڏنو. نه ته سر جان ڪين جو چوڻ هو ته، "حيدرآباد جو قلعو سندس ڪڙين هينان آهي."[1]

## انگريزي وفد جي مير صاحب سان ملاقات:

22 جنوري سنه 1839ع تي، ليفٽيننٽ ايسٽ وڪ، ڪپتان آئوٽ رام ۽ ليفٽيننٽ ليڪي منجهند جو هڪ بجي ڌاري مير نور محمد خان سان دربار ۾ ملاقات ڪئي. مقربان بارگاهه مان مرزا خسرو بيگ ، نواب محمد خان ۽ ديوان چوئٿرام موجود هئا. مير صاحب هڪڙي صندوق گهرائي، گذريل عهدنامن جا سمورا ڪاغذ ڪڍي، انگريزي وفد اڳيان رکيا. پوءِ بلوچي رئيسن ۽ سردارن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون: "جيڪي فرنگين تي اعتبار ڪن ٿا، سي بيوقوف آهن." وفد جي ميمبرن کي پوءِ پارسي زبان ۾ هن ريت فرمايائون:

> "اوهين جيڪي عهدناما ڪريو ٿا، سي پنهنجن سهوليتن جي مدنظر ڪريو ٿا. ڇا، اوهين پنهنجن دوستن سان هن نموني پيش ايندا آهيو؟ اوهان پهرين اسان جي ملڪ مان فوجن لنگهائڻ لاءِ گهر ڪئي، جيڪڏهن اسان کي اهڙي خبر هجي ها ته لشڪر آڻڻ

1 -J.W. Kaye: History of War in Afghanistan, Vol. I, P. 398.

کان پوءِ توهين اهڙا پير کڻندا، تہ ضرور اسين پنهنجي حفاظت لاءِ قدم کڻون ها. جيڪڏهن اها خبر بہ هجي ها تہ توهين 23 لکن رپين لاءِ گهر ڪندؤ تہ ضرور اسين پاڻ کي بچايون ها. اسين بلوچ آهيون، واپاري ڪونہ آهيون، جو ڪنهن قسم جو ڏِپ ڪريون ها!“[1]

مير صاحب جي جواب ۾ ليفٽيننٽ ايسٽ وڪ فارسي ۽ عربيءَ ۾ رباعيون پڙهندي، ڪي مثال ڏنا. ان کان پوءِ مير صاحب پنهنجن صلاحڪارن سان مختصر گفتگو ڪري، فرنگين کي چيو تہ: ”اسين هاڻ اوهان تي وڌيڪ اعتبار ڪري نہ ٿا سگهون، نہ وري ايڏي رقم ڀري سگهنداسون.“ فرنگي وفد جا ميمبر هن دفعي اڳي کان گهڻو مغرور هئا. پاڙيسري حڪومتون جهڙوڪ ڪڇ، جوڌپور، جيسلمير ۽ بهاول پور جا راجائون يا نواب، ميرن جي صاحبيءَ جي خاتمي لاءِ منتظر هئا، ڪين لارڊ آڪلنڊ حصا ڏيڻا ڪيا هئا.[2]

## انگريزي لشڪر جو سنڌ تي گهيرو:

بمبئي جو لشڪر، ٺٽو ٽپي ڪوٽڙيءَ وٽ پهتو هو. بجاءِ ٺٽي جي، هي لشڪر وڪر تي لهي روانو ٿيو هو. ٻئي پاسي اتر کان بنگال جو لشڪر هندستان جي ڪمانڊر انچيف سر هينري فين سميت روهڙيءَ وٽ پهتو هو. ميرن تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ ڪمانڊر انچيف، سر ولوبي ڪاٽن جي اڳواڻيءَ هيٺ هڪڙو فوجي دستو حيدرآباد ڏانهن روانو ڪيو. هي دستو روهڙيءَ کان ستن ميلن جي مفاصلي تي ڪنڊڙيءَ وٽ مس پهتو هو تہ ميرن، سر جان ڪين کي سنڌ مان لنگهڻ لاءِ اجازت ڏني.[3] ڪپتان راس بيل شڪارپور پهتو هو جتي باغي براهوئي سردار شاهنواز خان ۽ غدار سيد محمد شريف ديره وال اچي ساڻس گڏيا.[4] ان وچ ۾ شڪارپور جي تالپري نائب سيد زين العابدين شاهہ ۽ لاڙڪاڻي جي قلعيدار، دربار کي خبرون پهچايون تہ شاهہ شجاع لشڪر سميت لاڙڪاڻي ڏانهن ڪاهيندو اچي ٿو.[5]

سر جان ڪين جي لشڪر کي ڪوٽريءَ پهچندي ڏسي، شهر جي ڪوتوال سيد جيئند شاهہ ماڻهن کي امن ۽ امان ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنو.

---

1 -Lutfullah: Autobiography, Pp. 294-298, London, 1857.

2 - L.J. Trotter: Rulers of India, "The Earl of Aukland P. 76, Oxford, 1893.

3 - H. G. Wylly: The Military Memories of Liet, Jeneral J. Thackwell, Chp- VI, PP-121-122, London, 1908.

4 - A. W. Hughes: Baluchistan, Chp- VII.

5 _ لاڙڪاڻي جي قلعي تي ڪلهوڙن جي ڏينهن کان توب خانو رهندو هو. سنہ 1871ع تائين قلعو موجود هو پوءِ متجي ويو. (بمبئي رڪارڊ 1855ع).

ليفٽيننٽ جنرل سر جان ڪين ۽ سندس ٻين فوجي عملدارن وٽس اچي حيدرآباد شهر کي ڏسڻ لاءِ شوق ظاهر ڪيو. ڪوٽوال معرفت شهر گهمي، هو سلامتيءَ سان موٽيا. مير نور محمد خان، فيبروري 1839ع ۾، گاديءَ جي هنڌ کي ٽن پاسن کان گهيري ۾ ڏسي، سمجهي ويو ته فرنگي سنگينن جي زور تي پنهنجا شرط مڃائڻ گهرن ٿا. سنڌ ۾ افواهه گشت ڪري رهيا هئا ته روس جي ڪاهه کي روڪڻ لاءِ انگريز ڪابل تي ڪاهه ڪري رهيا آهن. الغرض ميرن اڳيان ٻه رستا هئا: يا شرط منظور ڪن يا جنگ ڪن. نيٺ ڏهين فيبروريءَ تي، ليفٽيننٽ جنرل سرجان ڪين، حيدرآباد ۽ خيرپور جي ميرن سان جدا جدا عهدناما ڪيا، جن جا 13 شرط هن ريت هئا:

1_ ٻنهي حڪومتن درميان دوستاڻو رستو رهندو.

2_ گورنر جنرل جو ارادو آهي ته ٺٽي ۾ انگريزي ڇانوڻي رهي، جنهن ۾ پنجن هزارن کان وڌيڪ انگريزي لشڪر نه رهندو.

3_ جيڪا انگريزي فوج رکي ويندي، تنهن جي خرچ لاءِ مير نور محمد خان، مير نصير خان ۽ ٻيا اميرزادا 3 لک رپيا ساليانو پري ڏيڻ لاءِ جوابدار رهندا.

4_ انگريز سنڌ جي اندروني معاملن ۾ دخل نه ڏيندا نه وري پنهنجون عدالتون قائم ڪندا.

5_ انگريز، سنڌ کي ڌارين جي ڪاهه کان بچائڻ لاءِ ٻڌل رهندا.

6_ جيڪڏهن ميرن جي ٻن ڌرين ۾ ڪو فساد پوندو ته انگريزي ريزيڊنٽ سندن فيصلو ڪندو.

7_ جيڪڏهن ڪو بلوچ سردار، ميرن خلاف بغاوت ڪندو، ته مير گورنر جنرل کي اپيل ڪندا، معاملي جي جاچ ڪرڻ کان پوءِ گورنر جنرل انگريزي ريزيڊنٽ کي مدد ڏيڻ لاءِ حڪم ڪندو.

8_ ٽالپر مير، پنهنجن پاڙيسري حڪومتن سان دوستانه نموني خط و ڪتابت ڪري سگهندا، مگر انگريزن جي صلاح کان سواءِ ڪوبه عهدنامو ڪري نه سگهندا.

9_ ساڳيءَ طرح ميرن کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ انگريز سندن خلاف ڪنهن به حڪومت سان معاهدو ڪري نه سگهندا.

10_ انگريزن کي مال رکڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ گدامن جوڙائڻ جو اختيار رهندو. جيڪڏهن اهڙين عمارتن کي فسادي نقصان رسائيندا ته مير عيوضي ڏيڻ لاءِ جوابدار رهندا.

11_ جيڪڏهن انگريز واپاري ڪو مال ڪراچيءَ ۾ گهرائيندا ته ميرن کي محصول پري ڏيندا.

12_ نئين عهدنامي موجب سنڌو نديءَ جي واپار وڌڻ جو امڪان آهي. ان ڪري ڪراچيءَ کان فيروز پور تائين جيڪي به محصول لڳل آهن، سي آئينده لاءِ رد سمجهيا.

13_ انگيزن کي جيڪڏهن مدد جي ضرورت پيئي، ته مير سنڌ جي حدن اندر کين ٽي هزار فوجن سان مدد ڏيندا، اهڙيءَ طرح فوج جو خرچ انگريز ڀريندا.

مٿئين معاهدي موجب جملي ستاويهن لکن جي چٽي ميرن تي مڙهي ويئي. ٻيڙي مير رستم خان پنهنجي رقم جي حصي ڀري ڏيڻ جو انجام ڏنو. ڪپتان راس بيل خيرپور دربار ۾ ريزيڊنٽ ٿي رهيو.[1] گورنر جنرل حڪم ڏنو ته شاهه شجاع ڏلن اڳاڙڻ متعلق ٽالپرن کي جيڪي قسم نامي تي لکي ڏنو آهي، تنهن جي جاچ نه ڪئي وڃي.[2] ان سلسلي ۾ مير نور محمد خان کي بروقت ڏهه لک رپيا ڀري ڏيڻا پيا ۽ مير نصير خان ۽ مير محمد خان هڪ هڪ لک رپين ڀري ڏيڻ لاءِ انجام ڏنا. جان وليم ڪي لکي ٿو ته، حيدرآباد جي ميرن ويهه لک رپيا ۽ مير رستم خان ست لک رپيا ڀري ڏنا.

## انگريزن جي فرعونيت:

ميرن کي شرطن مڃائڻ کان پوءِ سر جان ڪين لڪي، سيوهڻ، لاڙڪاڻي ۽ شهدادڪوٽ واري رستي کان بولان ڏانهن روانو ٿيو. وات تي ڪي فوج جا اٺ غائب ٿي ويا. جنهن ڏوهه ۾ فرعون دماغ فرنگيءَ ڏهه خوبصورت نوجوان بلوچ گرفتار ڪرايا ۽ ديسي فوج جي عملدارن سئنڌ وٽ کي سندن موت لاءِ سزا جو حڪم ڏنو. نوجوان بلوچن جي ڳچين کي هڪ ٻئي سان سندن ڍڳهن وارن سان ٻڌو ويو تنهن کان پوءِ سندن نراڙن تي گوليون هلايون ويون. ٻه صغير ڇوڪرا، جن جون ٻانهون ۽ ٽنگون ٻڌل هيون، تن روئيندي پنهنجا مٿا ڪرنل جي پيرن تي رکي، پنهنجي بي گناهيءَ لاءِ ٻاڏايو کين انصاف جو ڪوڙو دلاسو ڏنو ويو پر پوءِ بندوقن جون گوليون سندن نرڙ چيري آرپار لنگهي ويون.[3]

## سيد آغا اسماعيل شاهه جي وفات:

انگريزن جي ناقابل برداشت زيادتين کي ڏسي، مير نور محمد خان پنهنجي آزمودگار وزير سيد اسماعيل شاهه کي 16 فيبروري 1839ع تي گورنر

1 - L. J. Trotter: Rulers of India, The Earl of Auckland, P. 78

2 - J. C. Marsham: Abridgment of the History of India, Chp-XII, P. 396

3 -P. H. Kennedy: Narrative of the Campaign of the Army of Indus in Sind & Kabul, Vol-II, PP-139-48, London, 1840

جنرل کي روبرو صورتحال کان آگاهہ ڪرڻ لاءِ ڪلڪتي ڏانهن روانو ڪيو مگر پيرسن وزير جي ان وقت عمر اَسي ورهيہ هئي ۽ سفر جي مصيبتن ۽ سرديءَ لڳڻ ڪري هو بيمار ٿي موٽي آيو ۽ وفات ڪيائين.

## سهراباڻين ۾ نااتفاقي:

ميرن ۾ نااتفاقي تہ اڳي کان پيل هئي, انگريزن جي اچڻ کان پوءِ سندن باهمي ٻہيل بغض پڙڪو کاڌو. ماڻڪاڻي, شهداداڻين سان ٺهيل ڪونہ هئا. مير نور محمد پيءُ وانگر شوخ طبع ۽ وڏو ڪفايت شعار هو. سندس ڀاءُ مير نصير خان وليعهد, رلڻو ملڻو هو ۽ رعايا ۾ هردلعزيز هو. مير محمد خان سست, لاغرض ۽ خوشامد پسند هو. نوڪر سندس فضول خوشامد ڪري پيا کيسا خالي ڪندا هئا. پاڻ چوڪياريءَ جو رڪن هو پر حڪومت جي ڪاروبار سان کيس ڪابہ دلچسپي ڪانہ هئي ۽ بي اولاد هو. مير صوبدار خان پاڻ کي پڳ لاءِ حقدار سمجهندو هو طبيعت جو ڪمزور ۽ خوش مزاج هو. مگر چوڪياريءَ جي ٻين ميرن سان رلي ملي ڪم ڪندو هو. سندس علائقو گهڻو آباد ڪونہ هو تنهن ڪري هن مگريو واهہ کٽايو هو. جا ڳالهہ شهداداڻي ميرن کي پسند نہ هئي. اڳ زمينن تان منجهن تڪرار جاڳيو هو جنهن ڪري مرزا باقر قلات جي سفارش تي ويل هڪدم موٽي آيو هو ۽ ڏرين جو فيصلو ڪيو هئائين. سڀ کان وڏيڪ سهراباڻين جي پاڻ ۾ نااتفاقي پيل هئي.

19_ جولاءِ 1839ع تي مير مبارڪ خان وفات ڪئي. علي مراد خان جنهن جي ملڪيت پائرن ڦبائي هئي, سو دل ۾ سور سانڍيو ويٺو هو. تنهن پنهنجن ڦبايل زمينن جي واپسيءَ لاءِ موقعو ڏسي, انگريزي ريزيڊنٽ ڪپتان راس بيل کي اپيل ڪئي, ليڪن انگريز ڪابل واريءَ مهم ۾ رڌل هئا. ان ڪري گورنر جنرل ريزيڊنٽ کي لکيو تہ ڪيئن بہ ڪري في الحال معاملي کي ٽاريندو اچي, مگر دلين جي سانڍيل باهمي بغض نيٺ پڙڪو کاڌو:

مير رستم خان, مير علي مراد خان ۽ مبارڪ خان جو پٽ مير نصير خان پاڻ ۾ ترارين ۽ تفنگن سان ڳنڍجي پيا. مير علي مراد خان انگريزن جو هٿ ٺوڪيو ٻڌجي چڪو هو تنهن ڪري سندس وزن ڳرو هو. نونهار جي جنگ کان پوءِ نونهار جي معاهدي موجب ڏرين هڪ ٻئي کي قرآن شريف تي شرط لکي ڏنا. مير علي مراد خان کي سندس زمينون موٽي مليون.[1] جيئن ٽالپرن ۾

1 - History of Alienations in the Province of Sind, Vol- II, Pp. 139-150.

نااتفاقي پيل هئي. تيئن قلات جا معاملات بہ پيچيده هئا. مير محراب خان ثانيءَ سان شاهنواز خان جو گاديءَ ڪري تڪرار لڳل هو. خان محراب خان جو درباري صلاحڪار ملا محمد حسن، قلات دربار ۾ گويا انگريزن جو جاسوس هو سندس فريب ڪري اليگزينڊر برنس جو خان سان لشڪر لنگهائڻ متعلق جيڪو اڳ ناهہ تي ڇڪو هو تنهن ۾ ڦيٽاڙو پوڻ لڳو.[1]

## سرحدي بلوچن جو انگريزي قافلن کي لٽڻ:

اڳ ٽالپرن جي ايلچين کي ڪابل، لاهور، بهاولپور، جوڌپور، جيسلمير ۽ ٻيءَ جي دربارين ۾ عزت هئي، مگر انگريزن جي شرطن کي قبول ڪرڻ کان پوءِ سندن اڳوڻي آزاديءَ جي اهميت گهٽجي ويئي. دارالخلافة حيدرآباد ۾ انگريزي ايجنٽ ڪرنل پاٽنجر، گويا سياهہ سفيد جو مالڪ هو. واقعات مان صاف ظاهر هو تہ سنڌ ۾ ٽالپرن جي صاحبي ۽ بلوچستان ۾ براهوئين جي حڪومت گهڙيءَ پل لاءِ مهمان هيون. ليفٽيننٽ جنرل سر جان ڪين ماڻهن تي جيڪي ظلم ڪيا، ان فرعونيت جو انگريزي لشڪر کي سخت بدلو ڏيڻو پيو. سرحد جي بليدين، ڊومبڪين، جڪراڻين، بگٽين، مرين ۽ مگسين بنگال جي لشڪر جي قافلن کي شڪارپور ڇڏڻ کان پوءِ ڦري انگريزي عملدارن جو نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو.

بلوچن چار جون ٽاريون وڏي ڪوهن ۾ وجهي ڇڏيون، پاڻي ۾ دستن ۽ پيچش جي بيماري پئجي وئي. ٻيو تہ بلوچ ڏاچيءَ جي رت سان ڪپڙو آلو ڪري، اهو ڪپڙو ڏکهي ڪانيءَ سان ٻڌي اٺن کي سنگهائيندا هئا ۽ اُٺ سنگهڻ شرط ناڪيلي ڇنائي سامان سميت قافلي کان ڇڏائي، منهن ڪري ڀڄندا هئا. متينءَ ترتيب سان انهن بي شمار اٺ هٿ ڪيا هئا. ڪن اٺن تي سرڪاري ٽپال هوندي هئي، جنهن جو گم ٿي وڃڻ ڪري انگريز عملدارن کي گهڻي پريشاني ٿيندي هئي. اهڙيءَ طرح دري خوجڪ تائين پهچڻ وقت اٽڪل ويهہ هزار سامان سميت اٺ بلوچن ڦري ورتا. ڪڇيءَ مان انگريزن پنهنجي ڇاڙتي سيد محمد شريف غدار کي نائب مقرر ڪيو. انگريزن سواءِ ڪنهن رنڊڪ جي شال، مستونگ، قنڌار، غزني ۽ ڪابل تي قبضو ڪري ورتو پر چوٽي آهي تہ شينهن جي شڪار ڪرڻ وقت ڪافي اسباب ساڻ ڪڻڻو پوندو آهي. اهڙو اسباب انگريزن ساڻ ڪونہ ڪنيو هو.

---

1 - A.W. Hughes: Baluchistan, Chp-VII.

Forntier & Overseas Expeditions from India, "Kalat affairs", P. 36.

## شاھ شجاع جو ٻيھر ڪابل جي تخت تي ويھڻ:

انگريزي لشڪر قنڌار ۽ غزنيءَ رستي ڪان ڪابل پھتو. خالصا لشڪر، شجاع جي پٽ جي اڳواڻيءَ ھيٺ خيبر کان جلال آباد پھتو. امير دوست محمد خان پھريائين ترڪستان ڏانھن ڀڄي ويو پوءِ ناڪام ٿي سنہ 1840ع ۾ انگريزن وٽ اچي پيش پيو. انگريزن امير کي حرم سميت ڪلڪتي ۾ نظربند ڪري رکيو. شجاع ٽيھن سالن جي غير حاضريءَ کان پوءِ ھڪ دفعو بالاحصار جي خواب گاھ ۾ بادشاھيءَ جا مزا ماڻڻ لڳو. جنرل ناٽ قنڌار ۾، جنرل سيل جلال آباد ۾ ۽ سر وليم مئڪناٽن، اليگزينڊر برنس ۽ جنرل ايلفنسٽن ڪابل ۾ ڇانوڻي وجھي شجاع جي پاسباني ڪرڻ لڳا. سر جان ڪين ۽ سرولوبي ڪاٽن، ٿوري لشڪر سميت واپس موٽيا. لارڊ آڪلنڊ، سر ولوبي ڪاٽن، سر جان ڪين، اليگزينڊر برنس، مئڪناٽن ۽ ڪپتان ويڊ کي ڪابل جي مھم جي ڪاميابيءَ ڪري "نائيٽ" جو خطاب مليو.

## انگريزن جو قلات تي قبضو:

5_ آڪٽوبر سنہ 1839ع تي ڪپتان راس بيل، مير محراب خان ثانيءَ خلاف شڪايت ڪئي ھئي. بلوچن ۾ ذڪر ڪري ڪري سخت بڪ ھئي، ٻيو تہ انگريزي لشڪر ڪڇيءَ مان لنگھڻ وقت غريبن جي فصل کي درندن وانگر نقصان رسايو ھو ان ڪري ھنن ڀاڍر جي انگريزي گدامن کي لٽيو ھو. راس بيل، باغي سردار شاھنواز جي سفارش ڪئي ھئي. انھن سببن ڪري ڪابل مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ انگريزن ھڪڙو فوجي دستو توب خاني سميت جنرل ولشائر جي اڳواڻيءَ ھيٺ قلات ڏانھن روانو ڪيو. ولشائر اوچتو قلات جي قلعي تي آتش بازي شروع ڪئي، مير محراب، خان ثاني، ہہ ھزار جانبازن ۽ سردارن سان وڙھندي، ٽيپو سلطان وانگر شھيد ٿي ويو. سندس پٽ ولي عھد نصير خان، داروغي گل محمد جي حفاظت ھيٺ پنجگور ڏانھن نڪري ويو. اتان ھو خاران جي نوشيرواني سردار مير آزاد خان وٽ وڃي پناھ گزين ٿيو جو سڄي بلوچستان ۾ طاقتور سردار ھو.

قلات جي قلعي کي لٽڻ کان پوءِ انگريزن مير شاھنواز خان کي قلات جي تخت تي ٿاڦيو ۽ لفٽيننٽ لودي کي سندس صلاحڪار مقرر ڪيو. چارلس ماسن بہ ان وقت قلات جي قلعي ۾ موجود ھو. ولشائر دري مولہ کان لشڪر ۽ توب خاني سميت موٽيو. انگريزي لشڪر کي قابل ۾ رھڻو ھو ان ڪري شال، مستونگ ۽ ڪڇيءَ جا علائقا، جتان ڪابل جو رستو لنگھندو ھو سي انگريزن

شاهه شجاع جي حوالي ڪيا.[1] سرجان ڪين فتح جا شاديانا وڄائيندو حيدرآباد ڪان لنگهيو ميرن 19 توپن سان سندس سلامي ورتي. انگريزي جنرل ڪجهه سون تحفي طور مير نور محمد خان کي ڏنو. ان موقعي تي مير صوبدار خان، انگريزي جنرل کي ڏار مهماني ڏني هئي. ماسڪو گزٽ، جنهن اڳ توڪ طور لکيو هو تہ: ”روس، انگريزن کي صلح جا شرط ڪلڪتي پهچي مڃرائيندو.“ اُن جي جواب ۾ انگلينڊ جي وزير پامرسٽن، دنيا کي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ ڪلڪتو تہ پري رهيو پر انگريزي لشڪر کي ڪابل جي بالاحصار قلعي تي جهنڊي کوڙڻ کان بہ روس روڪي نہ ٿي سگهيو.[2]

## مير نور محمد خان جي وفات:

ماهہ جمادي لاثاني سنہ 1256هہ (1840ع) ۾ مير نور محمد خان ”ثريا جاهہ بهادر“ وفات ڪئي. هو امن پسند حاڪم ٿي گذريو. بلوچن جڏهن سردار احمد خان لغاريءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ حيدرآباد جي ريزيڊنسيءَ تي ڪاهہ ڪئي هئي، ان وقت هجوم کي باز آڻڻ لاءِ مير صاحب پنج لک رپيا پنهنجي کيسي مان خرچ ڪيا هئا. وفات ڪرڻ کان اڳ پنهنجن ٻن پٽن جي ٻانهن ميجر آئوٽ رام کي سپرد ڪري ويو جو ڪرنل پاٽنجر کان پوءِ سنڌ ۽ بلوچستان مٿان ريزيڊنٽ هو.

## مير محمد نصير خان الغازي:

مير نور محمد خان کان پوءِ سندس ڀاءُ مير محمد نصير خان ”الغازي“ گاديءَ تي ويٺو. هو پڙهيل، داناءُ، فياض ۽ مستقل مزاج فرمانروا هو. سنہ 1285هہ (1842ع) ۾ طاعون جي موذي مرض سنڌ ۾ منهن ڪڍيو ۽ اتڪل ٽن مهينن تائين سنڌ تي ان جو دور رهيو. امير زادا، شاهي حرمن سميت قلعي کان نڪري ٻهراڙيءَ ۽ ڳوٺن ۾ وڃي رهيا.[3]

## سرحدي واقعا:

سنڌ جي سرحد تي امن امان رکڻ لاءِ مير نور محمد خان جوڳو انتظام ڪري ويو هو جيئن انگريزن کي شڪايت ڪرڻ لاءِ موقعو ملي نہ سگهي. تہ

---

1 _Frontier & Overseas Expeditions Fro India, "Kalat Affairs", P. 36.

2 - J.C. Marsham: Abridgment of the History of India, P. 338.

3_ سنہ 1846ع ۾ ٻيو دفعو سنڌ ۾ طاعون جو مرض پيو جنهن ڪري هڪڙي هفتي اندر ڪراچيءَ ۾ ست هزار ماڻهو مرڻ لڳا. سرچارلس نيپئر جو ڀاٽيجو جان نيپئر بہ هن بيماريءَ وگهي مئو هو.
R. B. Bulchand: History of Sind, Chp-XVI, P. 44.

جا ڪوسا وقت بوقت ڪڇ ۾ ڦريون ڪندا هئا. سندن سردار بهادر خان ڪوسي کي مير صاحب ٽر مان لڏارائي اپر سنڌ ۾ رهڻ لاءِ حڪم ڏنو ۽ ٽر جي راڻي جڳت سنگهہ تي ٽالپري فوج چڪاس رکڻ لاءِ مقرر هئي. ڪابل جي پهرينءَ ويڙهہ وقت انگريزن سنڌ، پنجاب راجپوتانا ۽ بلوچستان جي وچ ۾ بنيادي نفاق وجهي ڇڏيا هئا. ڪراچي لاڙ ۾ ۽ بکر سري تي بہ اهم هنڌ انگريزن جي نگراني هيٺ هئا. سکر، شڪارپور، خان ڳڙهہ ڍاڍر، شال (ڪوئٽا) ۾ انگريزن فوجي چوڪيون قائم ڪيون هيون، جتي سامان رسد جا ڊيپو هئا. ڇتر، ڦليجي، ڀاڳ، لهڙي، قاسم جي جهوڪ ۽ برشوري ۽ سندن عملدارن جي آرام وٺڻ لاءِ مسافر خانا جڙيل هئا. سکر سندن فوجي مرڪز هو.

مٿئين رستي تان انگريزن جي ڪابل واري لشڪر کي سامان پهچندو هو. مير محراب خان جي بيگناهہ شهيد ٿيڻ ڪري بلوچن ۾ ڪافي جوش هو. ڪڇيءَ جا بلوچ جن ڪابل لشڪر جا قافلا لٽيا هئا. تن کي مير نصير خان ثاني امن امان ۾ رهڻ لاءِ صلاح ڏني. مير شير محمد خان ماڙيڪاڻيءَ لهڙي جي ڊومبڪي سردار ڏاڻهن دعوت نامي ۾ لکي مڪو هو تہ. "جيڪڏهن ڊومبڪي دري بولان تي ڪاهہ ڪندا تہ پنج هزار ماڙيڪاڻي لشڪر مدد ڪرڻ لاءِ موڪلبو." انگريزي ايجنٽن کي ان قسم جي خط و ڪتابت جي خبر هئي. مير نصير خان ثاني انگريزن جي چوڻ تي پنهنجي بولان جي نائب مولا بخش کي ڍاڍر ۾ تاڪيد نامو مڪو هو تہ هو ڊومبڪين جي سردار کي امن ۾ رهڻ لاءِ تاڪيد ڪري.

خان قلات پاران افتار خان رند هٿياربند فوجن جي دستي سان دري بولان جي حفاظت ڪرڻ لڳو.[1] روجهاڻ جو قلعو شڪارپور کان 26 ميلن تي خان ڳڙهہ کان ڏهن ميلن تي بلندي مير عالين جي رياست جو مرڪز هو سو جاني ديري جي زمينن تائين براهوئين قبائي ورتو ان کان سواءِ هو مامل جو جهنگ بہ

---

1_ نوٽ: ڊومبڪين ڪڇيءَ ۾ اڳ ڪهيري قبيلي جي زمينن تي قبضو ڪري، ڪهيرين کي بلڪل بي دخل ڪري ڇڏيو هو. ڪابل جي ويڙهہ وقت، ڪهيرين دل کولي انگريزن کي مدد ڏني، جنهن ڪري انگريزن سندن زمينون کين موٽائي وٺي ڏنيون. ان ڪري ڊومبڪين کي انگريزن تي رنجش هئي. مير شير محمد خان ماڙيڪاڻي مٿئين موقعي مان فائدو وٺي، ڊومبڪين کي دري بولان تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني هئي. ڪابل جي پهرينءَ ويڙهہ وقت بلوچ، انگريزي قافلن کي رستي ڏيکارڻ جي بهاني اهڙن رستن کان وٺي ويندا هئا، جتي پاڻيءَ جو ڪوهن ۾ نالو ۽ نشان ڪونہ هوندو هو. پوءِ قافلن کي ڦريندا هئا. حريف انگريز عملدارن قافلن جي رهنمائي ۽ بچاءَ خاطر بلوچن مان هڪڙي فوج تيار ڪئي هئي، جا "بلوچ گائيڊ ڪور" سڏبي هئي. مٿين نيم فوجي پوليس 1852ع تائين قائم رهي، تنهن کان پوءِ سرحد جي حفاظت ڪرڻ تي مقرر ٿي.

Baluchistan Blue Book No: 2- (1887(

والارڻ لڳا. جولاءِ سنہ 1842ع ۾ مير نصير خان شهداداڻي انگريزي ريزيڊنٽ ميجر آئوٽ رام کي سنڌ ۽ بلوچستان جي حدن مقرر ڪرڻ لاءِ احتجاجي نوٽ پيش ڪيو ليڪن انگريزن جو سمورو ڌيان قنڌار ۽ ڪابل ڏانهن هو ۽ سنڌن خاص مرضي هئي تہ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪنهن قسم جي گڙٻڙ نہ ٿئي، ڇاڪاڻ تہ اُتان چوپايو مال ۽ سامان رسد ڪابل جي لشڪر کي پهچندو هو ۽ دري بولان جي سلامتيءَ لاءِ سنڌ جي سرحد ۽ ڪڇيءَ جي ميداني قبيلن ۾ امن امان قائم رکڻ انگريزن لاءِ ضروري هو.

قنڌار ڪابل ۽ قلات فتح ڪرڻ کان پوءِ، انگريزن جو اقتدار ايتري قدر وڌي ويو هو جو سرحدي بلوچي قبيلن جي جهڳن جا فيصلا انگريزن جي چونڊ تي آغا جي معرفت ٿيڻ لڳا. برٽش پوليٽيڪل ايجنٽ ۽ آغا خان جي معرفت بجار خان ڊومبڪي ۽ دريا خان جکراڻيءَ جي پاڻ ۾ صلح ٿي. ساڳئي وقت مير نور محمد خان جي پٽ حسن علي خان ۽ مير شهداد خان جو ملڪيت تان پاڻ ۾ تڪرار جاڳيو ۽ نواب احمد خان لغاريءَ جي اشاري تي مير صوبدار خان شهزادي حسن علي خان کي پڙڪائڻ لڳو ڏرين جو فيصلو مير نصير خان، ميجر آئوٽ رام معرفت ڪرايو. غرض تہ ڪراچيءَ کان وٺي ويندي ڪابل تائين بلوچي ۽ افغان سردارن جا فيصلا انگريزن معرفت ٿيڻ لڳا.

ڪابل جي فضا جو بدلجڻ:

لارڊ آڪلنڊ ۽ برطانوي وزير لارڊ پامرسٽن، سنڌو نديءَ پريان هڪ هزار ميلن جي مفاصلي تي اڻ ڏٺي ڏيهہ ۾ جيڪا مفت ۾ جنگ خريد ڪئي هئي، تنهن جو نتيجو سنت انگريزن کي پوڳڻو پيو. شاهہ شجاع، جنهن غيور پٺاڻن مٿان فرنگين جي چٽي مڙهي هئي، تنهن جي روش ڪري پٺاڻن ۾ عام ناراضپو پيل هو. سيني افغانن تنگ ٿي، گڏجي امير دوست محمد خان جي پٽ غازي اڪبر خان جي اڳواڻيءَ هيٺ انگريزن خلاف استقلال جو جهنڊو بلند ڪري، گوريلا جنگ شروع ڪئي. 27 جون سنہ 1839ع تي، رنجيت سنگهہ 57 ورهين جي ڄمار ۾ مئو. سندس بي وقتي موت اتحاد ثلاثہ جو هڪڙو بازو ڀڃي ڇڏيو. لاهور دربار جي خالصا سردارن ۽ وزيرن ۾ انتشار پئجي ويو. خالصا حڪومت زوال ڏانهن قدم کڻڻ لڳي. رنجيت سنگهہ جيڪا پيشنگوئي ڪري ويو هو تہ: "عنقريب سڄي هندستان جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويندو." سا درست ثابت ٿيڻ لڳي.

سنہ 1840ع ۾ روسين خيوا تي ڪاهہ ڪئي، جيتوڻيڪ هن مهم ۾ روسي ناڪام رهيا. ليڪن سينٽ پيٽرسبرگ جي ڪورٽ آف نيوا ۽ لنڊن جي

ڪورٽ آف سينٽ جيمس ۾ چڪتاڻ پوڻ ڪري، روس ۽ انگريز وچ ايشيا جي ميدان ۾ طاقت آزمائي ڪرڻ لڳا. روسي حملي جي اوٽ وٺي، انگريز هندستانين کي ”روسي خطري“ جو خوف ڏيارڻ لڳا. جيتوڻيڪ روسين لاءِ هندوڪش جبل ٽپڻ نهايت مشڪل ڪم هو سو پنهنجن ڏيڍ سؤ بيگمن سان بالا حصار قلعي ۾ عيش ۽ آرام سان رنگ رلين ۾ مشغول هو.

سر وليم مئڪناٽن ۽ سر اليگزينڊر برنس سنگينن ۽ ناٽي جي زور تي شجاع پاران پناٽن تي حڪومت هلائي رهيا هئا. انگريز عملدارن پنهنجن ميڊمن ۽ ٻارن ٻچن کي بہ ڪابل گهرايو هو تہ پل گل اندام يورپون ڪابل جي ٽڏين جانفرا هيرن ۽ لذيذ ميون کان لطف اندوز رهن. هر روز شام جو ڪابل جي بالاحصار قلعي هينان ڇانوڻيءَ ۾ ناچ ۽ ڊنر جون محفلون برپا ٿينديون هيون ۽ ميڊمون پيانو جي ترنم خيز سرودن تي رقص ڪنديون هيون. خرچ ڪمپني سرڪار تي هو مگر بيوقوف فرنگين کي خبر ڪانہ هئي تہ جنهن هنڌ تي اهي آشيانو جوڙي ويٺا آهن، ان هنڌ جي زمين جيترو گلريز ۽ روح پرور آهي، اوترو اُن جي هينان هڪڙو مهيب ٻرندڙ جبل ٻري ۽ ڪامي رهيو هو ۽ عنقريب ڦاٽڻ تي هو.

ستاويهين مهينن جي گذرڻ بعد، ڦهريائين اوچتو منجهانئس ٽورو ٽورو دونهون نڪرڻ لڳو تان جو اوچتو جيئن پوءِ تيئن سڄو ڪابل جو آسمان غبار آلوده ٿجي ويو. انگريزي ڇانوڻي، جتي هر صبح ”نئون سال“ هو ۽ هر شام ’ناتال‘ هو. تنهن تي يڪايڪ خاموشي ڇائنجي ويئي. اڳ انگريزي لشڪر کي دري خيبر يا دري بولان کان، جن قافلن ذريعي سامان رسد پهچندو هو انهن قافلن جي سلامتيءَ لاءِ انگريزي سفير سر وليم مئڪناٽن معرفت افغان سردارن کي ساليانو وڏيون رقمون ملنديون هيون.[1] مگر ٽن سالن اندر هندستان جي خزاني کي لاڳيتو ڪوٽ پوڻ ڪري، مئڪناٽن اهي وظيفا بند ڪري ڇڏيا هئا. ڪابل جي فوج تي، ڪمپني سرڪار کي ساليانو ڏيڍ ڪروڙ رپيا خرچ ڪرڻو پوندو هو.

سنہ 1840ع ۾ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن صاف لفظن ۾ سملي جي حڪومت کي لکيو تہ ”شاهہ شجاع انگريزي لشڪر جي سنگينن کان سواءِ هرگز ڪابل تي حڪومت ڪري نہ سگهندو.“ مٿئين سبب ڪري لارڊ آڪلنڊ

1۔ انگريزي قافلن جي بچاءَ جي عيوض انگريزي سفير وٽان غلزئين جي سردار کي ساليانو ٽيهہ هزار ڪلدار ملندا هئا ۽ هرات جي وڏي وزير يار محمد کي ساليانو 3 لک رپيا ملندا هئا. خالصا جيڪي اڳ انگريزن جا دوست هئا، سي رنجيت سنگهہ جي مئي کان پوءِ پاسو بدلائي چڪا هئا، هاڻي سندن خاص اها مراد هئي تہ پل انگريز ڪابل ۾ شڪست کائين.

برطانوي سفير مقيم ڪابل کي خرچن گھٽائڻ لاءِ هدايت ڪئي. وظيفن جي بند ٿيڻ شرط، ٻرندڙ جبل مان دبيل باهہ جا شعلا بلند ٿيا. پٺاڻ غازي مرد انگريزي قافلن تي هٿ صاف ڪرڻ لڳا. ڪابل ڇانوڻيءَ ۾ رسد جي قلت ڪري، هر هڪ انگريزي سولجر توڙي ديسي سپاهي راشن گھٽجڻ ڪري پريشان ٿيڻ لڳو. سر وليم مئڪناٽن، جنهن عهدي هٿ ڪرڻ لاءِ گورنر جنرل کي بيوقوف بڻائي، ڪابل جي ويڙهہ جو خونچڪان ڊرامو تيار ڪيو هو تنهن جي من جون مرادون آخر پوريون ٿيون. کيس بمبئي جي گورنريءَ جو عهدو مليو ۽ 20 نومبر 1841ع تي کيس بمبئي وڃڻ لاءِ ڪابل ڇڏڻو هو. لارڊ آڪلنڊ جي گورنر جنرليءَ جو مدو بہ پورو ٿيو هو. هو خزان جا ڏينهن ڪلڪتي ۾ رهي، نئين گورنر جنرل جي اچڻ لاءِ انتظار ڪري رهيو هو. ڪابل جي مهم کٽڻ ڪري سندس دل ۽ دماغ فتوحات جي نشي ۾ باغ و بهار هئا. مگر هاڻي يڪايڪ فضا جي رخ بدلجڻ ڪري، سندن سمورين خوشين ۽ اميدن تي ناڪامي ۽ مايوسيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي. سلمي جي خوشنما پهاڙين ۽ ڪلڪتي جي فورٽ وليم قلعي جي ديوارن کان وٺي لنڊن جي ليڊن هال ۽ ڊائوننگ گليءَ تائين ماتم جون صفون ڇانئجي ويون.

2_ نومبر سنہ 1841ع تي پٺاڻ غازين، سر اليگزينڊر برنس کي سندس وچ بازار واري بنگلي ۾ ڪنو ۽ خزانن کي لٽيو. ساڳئي وقت غازين، شاهہ شجاع جي خزانچي ڪپتان جانسٽن کي قتل ڪري ٻہ لک ربيا ڦري ورتا. برٽش فوجن جو ڪمانڊر انچيف جنرل ايلفنسٽن، ڪمپنيءَ جو جهونو آزمودگار سپاهي هو پر هينئر سندس دماغ ۽ عقل صفا بيڪار ٿي ويا. هن کي خبر نہ پئي پيئي تہ ڇا ڪجي ۽ ڪهڙا اپاءَ وٺڻ گهرجن. سر وليم مئڪناٽن، جنرل ناٽ ڏانهن قنڌار ۽ جنرل سيل ڏانهن جلال آباد قاصد روانا ڪيا تہ فوجن سميت، جيترو جلد ٿي سگهي ڪابل پهچن، پر مجاهدن سندن رستا روڪي ڇڏيا هئا ۽ هنن جو پهچڻ مشڪل ٿي پيو. هيڏانهن ڪابل جو لشڪر بک وگهي پريشان ٿيڻ لڳو. آخر مئڪناٽن مجبور ٿي، اڪبر خان کي روبرو گڏجڻ ويو ۽ کيس ٿيهن لکن ربين ڏيڻ جي لالچ ڏيکاريائين، پر پنهنجي باڊي گارڊن سميت افغانن هٿان اتي جو اتي مارجي ويو.

4_ جنوري سنہ 1842ع تي ميجر ايلڊرڊ پاٽنجر، جنهن اڳ هرات کي ايرانين کان بچايو هو تنهن معرفت پوڙهي جنرل ايلفنسٽن 6 جنوريءَ تي اڪبر خان سان معاهدو ڪيو تہ انگريزي لشڪر کي هڪدم ڪابل ڇڏي وڃڻ لاءِ اجازت ملي. اڪبر خان سندس شرط منظور ڪيا. سخت برف باريءَ

جي موسم ۾ منجهند وقت، 15 هزار انگريز ۽ ديسي سپاهي سامان وغيره چانوٽيءَ ۾ ڦٽا ڪري، ڪابل ڪان روانا ٿيا. مگر افغانن جي چنبن مان فوج جو نڪرڻ محال هو ۽ هر هڪ جابلو دري ۽ سوڙهن پيچرن کي هنن سوڙهو ڪري ڇڏيو هو. بت خاڪ ۽ نيزان جو سوڙهو پيچرو جو ڪابل کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي، اتان لنگهندي 3 هزار سپاهي افغانن هٿان مارجي ويا.

اڪبر خان اچي انگريزن کي گهيرو ڪيو ۽ کين جلال آباد تائين سلامتيءَ سان پهچائڻ لاءِ تسلي ڏنائين، شرط اهو هو تہ هو عملدارن جون ميڊمون ٻارن ٻچن سميت، وٽس ضمانت طور ڇڏي وڃن. لاچار ٻي واهہ نہ ڏسي، انگريزي جنرل، ليڊي مئڪناتن، ليڊي رابرٽ سيل ۽ ٻيون عملدارن جون نَوَ ميڊمون، ٻارن ٻچن سميت اڪبر خان جي حوالي ڪيون، جن مان ڪي حاملہ بہ هيون. پڻ اٺن بالا انگريز عملدارن کي پاڻ وٽ نظربند رکي، اڪبر خان لشڪر کي وڃڻ لاءِ اجازت ڏني. انگريز سولجرن جو تعداد ان وقت فقط ساڍا چار سؤ باقي وڃي بچيو هو. جلد لڪ وٽ پهچڻ وقت اڪبر خان وري اچي لشڪر کي گهٽيو. هن گهمري جنرل ايلفنسٽن ۽ برگيڊيئر شليٽن کي نظربند ڪيائين. هاڻي لشڪر ۾ فقط ويهہ عملدار ۽ 45 سولجر باقي وڃي بچيا هئا، جي پڻ گندامڪ ڇڏڻ کان پوءِ ناس ٿي ويا. پندرهن هزارن فوجن مان فقط هڪڙو انگريز ڊاڪٽر برائڊن سلامتيءَ سان جلال آباد پهتو جنهن دردناڪ حادثي، تباهي ۽ عملدارن ۽ ميڊمن جي گرفتاريءَ جي خبر انگريزن کي ڏني. اهڙي ذليل شڪست اڳ هندستان اندر انگريزن ڪڏهن بہ ڪين کاڌي هئي.[1] سندن 94 بالا عملدار ۽ يارهن ميڊمون ٻارن ٻچن سميت اڪبر خان وٽ نظربند هئا، جا ڳالهہ انگريزن لاءِ بدناموسيءَ ۽ شرمساريءَ جو باعث هئي. بدبخت شاهہ شجاع، جنهن کي تخت تي ٿاڦڻ لاءِ انگريزن ايڏا ڪشالا ڪيا، سو پاڻ بہ سندن موجودگيءَ وقت ڪابل ۾ غازين هٿان مارجي ويو.

لارڊ آڪلنڊ شرم کي پرچائڻ لاءِ پڌرائي ڪئي تہ ڪابل جي شڪست عارضي آهي. ڪمانڊر انچيف سر جئسپر نڪلس جي مرضي هئي تہ جنرل ناٽ ۽ جنرل سر رابرٽ سيل قنڌار ۽ جلال آباد کان سلامتيءَ سان نڪري اچن، مگر سوال

---

1_ نوٽ: هندستان اندر انگريزن جيڪي بہ جنگيون ڪيون، تن ۾ انهن فقط ٽي گهمرا شڪست کاڌي هئي: 1_ 1804ع ۾ هولڪر هٿان، 2_ 1814ع ۾ نيپال جي جنگ وقت ۽ 3_ 1825ع ۾ برما جي ويڙهہ وقت. انهن سڀني کان ڪابل جي شڪست نهايت هولناڪ هئي، جنهن جي ڪري انگريزن جي سڄيءَ دنيا ۾ بي عزتي ٿي. سندن ڪابل جي لشڪر جو تعداد هولڪر، نيپال ۽ برما سان جنگين واري تعداد کان وڌيڪ هو. انگريزن هندستان اندر جيڪو فوجي وقار حاصل ڪيو هو تنهن کي صدمو پهتو. اهوئي سبب هو جو پنهنجي وقار کي قائم ڪرڻ لاءِ مفت انگريزن ميرن سان هٿ ڳنڍي سنڌ فتح ڪئي.

J. C. Marsham: Abridgment of the History of India, Chp- XII, PP. 413-17.

هو ته هولناڪ شڪست جي بدناميءَ کي ڪيئن مٽائجي؟ انگريزن شيطاني هٿيارن جي زور تي جيڪو دٻدٻو قائم ڪيو هو تنهن کي ڪاپاري ڌڪ لڳي ويو هو.[1]

قلات جي قلعي تي انگريزن جي قبضي کي بلوچستان جا براهوئي ۽ بلوچ سردار پنهنجي قومي وقار لاءِ بي عزتي سمجهڻ لڳا. انگريزن جي قلات تي قبضي جمائڻ کان پوءِ سنه 1841ع ۾ ڪپتان لي ميسوريئر سون مياڻيءَ کان وٺي قلات تائين سروي ڪرڻ تي مقرر ٿيو. سڀ کان پهريائين انگريزن خلاف سراوان جي سردارن مان سردار محمد خان شهواڻيءَ استقلال جي جهنڊي کي بلند ڪيو پوءِ ڦاران جي نامور سردار مير آزاد خان نوشيروانيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ براهوئي قبيلن قلات جي قلعي تي گهيرو ڪيو. ليفٽيننٽ لوڊي گرفتار ٿي قتل ٿي ويو ۽ مير شاهنواز خان جان بچائي پهريائين لاڙڪاڻي پهتو پوءِ شڪارپور ۾ رهڻ لڳو ۽ کيس انگريزي ريزيڊنٽ ميجر آئوٽ رام کان هڪ ار رپيا ساليانو وظيفو ملڻ لڳو. مير نصير خان قلات جو حقي وارث گاديءَ تي ويٺو.

ڪابل ۾ انگريزن جي شڪست جو ٻڌي ڪاڪڙن، مرين ۽ براهوئين انگريزن خلاف هٿيار کنيا. ملتان جي خالصا نائب ديوان سانوڻ مل جا ايلچي مرين جي سردار دودا خان وٽ پهتا ته انگريزن خلاف گڏيل محاذ ڪڙو ڪجي. رنجيت سنگهه جي مرڻ کان پوءِ سانوڻ مل ملتان جو خودمختيار حاڪم هو. ميجر ڪلبرن ڪاهان تي ڪاهه ڪرڻ وقت مرين جي سردار دوداخان کان شڪست کائي مارجي ويو. مير نصير خان شهداداڻيءَ بگٽين جي سردار بيبرڪ کي انگريزن خلاف هٿيار کڻڻ لاءِ دعوت نامو مڪو. مير شير محمد خان ماڻڪاڻي به موقعي تي انگريزن سان جنگ ڪرڻ جي فائدي ۾ هو. انگريزي ايجنٽن کي مٿين سمورين ڳالهين جي خبر هئي.[2]

هندستان توڙي انگلينڊ ۾ انگريزن جي شڪست کائڻ تي گرما گرم بحث جاري هئا، مگر هندستانين کي خبر هئي ته انگريزن جا پير ڪيتري قدر هندستان ۾ مضبوط هئا. 28 فيبروري سنه 1842ع تي ٻن ڪروڙن جي کوٽ وجهڻ ۽ ڪمپني سرڪار کي قرضن هيٺ زيربار ڪرڻ کان پوءِ لارڊ آڪلنڊ پنهنجي پيشانيءَ تي شڪست جو داغ هڻي، ولايت ڏانهن روانو ٿيو. هندستان جي گورنر جنرلن مان لارڊ ائمهرسٽ پهريون هو جنهن ڪمپني سرڪار کي برما جي جنگ وقت 13 ڪروڙ رپين جي قرض هيٺ آندو هو بيو لارڊ آڪلنڊ هو جنهن پٺاڻن سان مفت ڪابل جي جنگ ڇيڙي، ڪمپنيءَ کي نقصان هيٺ آندو.[1]

---

1 - R. B. Mowat: A New History of Great Briton, P. 788

2 - E Thornton: History of British Empire in India, Chp- XII, PP. 413-17.

1 - W. M. Torrous: Empire in Asia, PP-314-315, London, 1872.

سندس جاءِ تي لارڊ ايلنبرو گورنر جنرل تي آيو جو اڳ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن جو صدر هو. نئون گورنر جنرل مسلمانن جو سخت ويري هو. وير رکڻ جو سبب سندس ميڊم هئي، جنهن جو دمشق جي هڪ بدوي شيخ امير مجول المضرب سان آشنائيءَ جو رستو هو.[1] هندستان پهچڻ کان پوءِ ايلنبرو اڳيان ٻه مکيه ڪم هئا: 1_ ڪابل جي ويڙهه کي ختم ڪرڻ ۽ 2_ انگريزن جي پيشانيءَ تان شڪست جو داغ متائڻ.[2] لارڊ آڪلنڊ ولايت اسرڻ کان اڳ، 4_ جنوري سنه 1842ع تي، 3 هزار تازه دم فوج جنرل پولڪ جي اڳواڻيءَ هيٺ دري خيبر کان ڪابل ڏانهن رواني ڪري ويو هو. سکن پاران گلاب سنگهه ڊوگري به انگريزي لشڪر کي مدد ڏني.

15_ اپريل تي جنرل پولڪ جلال آباد پهتو جتي رابرٽ سيل قلعي کي مضبوطي سان جهليو بيٺو هو. جنرل ناٽ، جو قنڌار ۾ هو تنهن ڏکڻ طرف کان ڪابل تي ڪاهه شروع ڪئي. 12 آڪٽوبر تي انگريزي لشڪر ٻن طرفن کان ڪابل پهتو. اڪبر خان شڪست کاڌي ۽ انگريزن ٻيهر ڪابل تي قبضو ڪيو. انگريزن پنهنجن کان انتقام وٺڻ لاءِ قنڌار ۽ جلال آباد کان وٺي ڪابل تائين جيڪي به رستن تي ميون جا باغ هئا، سي ويران ڪري ڇڏيا. ڪابل جي مشهور "چارچته"، بازار جا اورنگزيب جي جوڙايل تاريخي يادگار هئي، تنهن کي ساڙائي ڇڏيائون. پوءِ انگريزي عملدار مدمن ۽ ٻارن ٻچن کي هٽ ڪري، ڪابل خالي ڪري، هندستان ڏانهن موٽيا. واٽ تي جنرل ناٽ جي سولجرن غزنيءَ وٽان لنگهندي، سلطان محمود غزنويءَ جي مقبري جا در پٽرائي، هُلايائون ته اهي سومناٿ جي مندر جا در هئا.[1]

امير دوست محمد خان، جو ان وقت شاهي حرم سميت ڪلڪتي ۾ نظربند هو. تنهن لاءِ لارڊ آڪلنڊ ساليانو 2 لک رپيا وظيفو مقرر ڪيو هو. امير

1 - Lady Burton: Life of SIR R. Burton, Vol. P-180, London, 1893.

2 - W. F. P. Napier: Conquest of Sind, Vol-I, PP-96/97

1 _ نوٽ: سلطان محمود غزنويءَ جو مقبرو غزني شهر جي پرسان روضه نالي ڳوٺ ۾ پُرفضا هنڌ تي آهي. روضه ڳوٺ جي آس پاس ميون جا باغ آهن. غوري سلاطين مان سلطان علاءِ الدين 'جهان سوز' غزنيءَ فتح ڪرڻ کان پوءِ، غزنوي سلاطين جا مقبرا ڊهرائي ڇڏيا هئا. مگر سلطان محمود جي مقبري کي هن هٿ ڪونه لاتو هو. چنگيز جي ڪاهه وقت، تاتارين جي غارتگريءَ جي خوف ڪري، روضه جا رهاڪو مقبري کي بچائڻ لاءِ مٿس مٽي وجهي، پوري، دڙو ٺاهي، پاڻ ڳوٺ ڇڏي ڀڄي ويا هئا. تنهن کان پوءِ، امير تيمور گورگانيءَ جي ڪاهه وقت، امير جي پوٽي سلطان عبدالرزاق کي خواب ۾ اشارو مليو، جنهن دڙي جي مٽي هٽائي، مقبري کي نوان در هڻايا هئا. چاڪاڻ ته پراڻا دروازا سنه 1226ع کان سنه 1398ع تائين مٽيءَ ۾ پوريل هئڻ سبب ڪاڄي ويا هئا. سلطان عبدالرزاق جو مقبرو به سندس وصيت موجب، روضه جي ڳوٺ ۾ آهي.

جي بلند شخصيت کان انگريز واقف هئا. کيس لارڊ ايلنبرو آزاد ڪري، ڪابل ڏانهن روانو ڪيو. گورنر جنرل اعلان ڪيو تہ "انگريزن کي وڏيڪ ملڪن فتح ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي." پهرينءَ افغان ويڙهہ جو ڊرامو ختم ٿيو. هاڻي هندستان جي "مرد بيمار" سنڌ جو وارو هو.

## ميرن جي خلاف انگريزن جا ارادا:

سنہ 1839ع ۾ ميرن، وليم مئڪناٽن ۽ سر جان ڪين جا ڳرا شرط منظور ڪري، سنڌ ۾ انگريزن جي اقتدار کي منظور ڪيو هو. برٽش ريزيڊنٽ مقيم حيدرآباد جي صلاح ۽ مشوري کان سواءِ ميرن کي حڪومت هلائڻ جي مجال ڪانہ هئي. ڪراچي ۽ بکر انگريزي جهنڊي هيٺ هئا. ڪابل جي ٽن سالن واريءَ ويڙهہ ۾ مير، انگريز سان هر طرح سان وفادار ٿي هليا. انڊس آرميءَ کي سامان رسد پهچائڻ سميت انگريزن کي سندن آگبوٽن لاءِ سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تان جلائو ڪاٺيون وڍڻ جي اجازت مليل هئي. انگريزي لشڪر جي افغانستان ۾ تباهيءَ کان پوءِ، لاهور جي خالصا دربار ۽ ٽالپرن جي دربار ۾ اميد جي جهلڪ جا ترورا نظر اچڻ لڳا هئا. ان هوندي بہ ٽالپرن ٽن هزارن اٺن ۽ بيل گاڏين سان جنرل ناٽ کي مدد ڏني هئي، جن وسيلي هو بيهر ڪابل تائين پهتو هو. ايتريءَ وفاداري ۽ امداد ڪندي بہ ميجر آئوٽ رام، گورنر جنرل کي ڪائونسل اڳيان ميرن جا اهي خط پيش ڪيا، جيڪي انهن ٽن ورهين جي عرصي اندر بلوچي سردارن ڏانهن روانا ڪيا هئا.

ميجر آئوٽ رام جي مرضي هئي تہ ٽالپرن سان ڪو نئون "عهدنامو" ڪجي، مگر لارڊ ايلنبرو جي مرضي هئي تہ انگريزن جي وڃايل فوجي قوت کي بيهر بحال ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ٽالپري حڪومت جو خاتمو ڪجي.[1] گورنر جنرل پوليٽيڪل ايجنٽن جي رپورٽن تي ڪو ڌيان ڪونہ ڏنو. مثلاً ڪپتان راس بيل ڊاڊر جي پوليٽيڪل ايجنٽ پنهنجي رپورٽ ۾ ڏيکاريو هو تہ جيتوڻيڪ مير محراب خان ثانيءَ ۽ سندس سردارن رشيد خان ۽ محمد صادق خان، مير نصير خان شهداداڻيءَ ڏانهن مدد گهرڻ لاءِ خط روانا ڪيا هئا، تہ بہ مير صاحب معاهدي جي شرطن تي وفاداريءَ سان پابند رهيو هو.[2]

ساڳيءَ طرح ميجر جان جيڪب، جو پهرينءَ افغان ويڙهہ وقت خان ڳڙهہ کان دري بولان تائين انگريزي قافلن جي حفاظت لاءِ بي قاعدي سوار فوجن مٿان

1 -J. C. Marsham: Abridgment of the History of India, Chp-XII, P. 431.

2 -Pre-Mutiny Records of the Commissioners in Sind, 1857, "Kalat affairs". P. 210.

عملدار هو سو به ٽالپر ميرن جي فائدي ۾ هو.[1] 29_ جون سنہ 1842ع تي، ميجر جان جيڪب، ميجر آئوٽ رام کي روجهاڻ جي قلعي جو معائنو ڪرايو. خان قلات پاران بجار خان ڏومڪي ۽ دريا خان جکراڻي، خيرپور دربار جي وڪيلن سان گڏيا. انگريز عملدارن کي معلوم هو ته مامل جو جهنگ ۽ روجهاڻ جو قلعو بئي ٽالپرن جي ملڪيت آهن. جن تي براهوئين ناجائز قبضو ڄمايو آهي. مٿيان بئي هنڌ ٽالپري سرڪار کي موٽي مليا.

گورنر جنرل ۽ انگريز عملدارن جي روش متعلق هڪڙي انگريز مسٽر چارلس ڏلڪي ان زماني جي هڪ انگريزي اخبار ”گريٽر برٽن“ ۾ لکيو هو ته:

> ”انگريز فوجي بالا عملدار جڏهن ڪاڌي جي ميز تي ويهن ٿا، تڏهن اها گفتگو ڪن ٿا ته فلاڻو نواب يا فلاڻو راجا مالدار آهي، خاص ڪري ٽالپرن متعلق چون ٿا ته، وٽن سون ۽ چانديءَ سميت گهڻي جواهرات آهي. سندن چوڻ آهي ته سنڌ جا بندر اتر هندستان ڏانهن مال پهچائڻ لاءِ بيحد ڪارائتا آهن.!“

لارڊ ايلنبرو جي مرضي هئي ته سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا کان وٺي فيروزپور تائين سڄي ملڪ تي قبضو ڪجي. گورنر جنرل ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي سٽن آگبوٽن رواني ڪرڻ لاءِ لکيو. ڪراچي، بکر ۽ سکر تي انگريزن جي قبضي هيٺ ڪري، آغا خان جي تحريڪ سان، گهڻا بلوچ سردار ۽ سنڌي زميندار جيڪي اڳ ميرن جا دست ۽ بازو هئا، سي هينئر ڪانئن ڇڄي ڌار ٿي

---

1_ نوٽ: ميجر جان جيڪب، انگلينڊ جي سمرسيٽ شاير جي هڪڙي پادريءَ جو پٽ هو جنهن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي فوجي مڪتب ايڊس ڪومب ۾ تعليم ورتي هئي. اهو ڪاليج ڪمپنيءَ جي خرچ سان هلندو هو. لارڊ رابرٽس، ايلڊرڊ پاٽنجر، هينري لارينس ۽ نيپئر وغيره. ڪمپنيءَ جا نامور عملدار مٿين ڪاليج جا شاگرد هئا. ايڊس ڪومب ۾ تعليم وٺي فارغ ٿيڻ کان پوءِ، جان جيڪب بمبئي ڪاٽي جي توب خاني ۾ ڀرتي ٿيو. هو سنہ 1839ع ۾ پهرينءَ افغان ويڙهہ وقت، انگريزي فوج جي قافلن جي سلامتيءَ لاءِ خان ڳڙهہ جي فوجي چوڪيءَ مٿان عملدار مقرر ٿيو. مياڻيءَ ۽ دبي جي جنگين ۾ سر چارلس نيپئر سان همراهہ رهيو. 1843ع ۾ سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ سر چارلس نيپئر سان گڏجي ڏومبڪين، جکراڻين، بليدين ۽ بگٽين سان گڏجي سرحدي بلوچي قبيلن سان وڙهيو. خان ڳڙهہ ۾ گهڻي وقت تائين رهڻ ڪري بلوچن سان سندس واقفيت ٿي ويئي ۽ پنهنجي حڪمت عمليءَ سان بلوچن کي بي هٿيار ڪرڻ ۽ اپر سنڌ فرنٽيئر ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. سرحد جي استحڪام لاءِ خانڳڙهہ کي اپر سنڌ ضلعو ٺاهي، مٿس جيڪب آباد نالو رکيائين، پوءِ فرنٽيئر، ضلعي جي حيثيت ۾ ترقي ڪرڻ لڳو. هن جيڪا فوج تيار ڪئي هئي، سا سندس نالي تي ’جيڪب هارس‘ سڏجڻ لڳي. سنہ 1858ع ۾ مئو. سندس قبر جيڪب آباد ۾ آهي.

J. Marsham: The Life & Correspondnece of Right, Hon: SIR- Bartle Ferere, CHP-V, P. 138, London, 1895.

G. Frorest SIR: The Life of Lord Roberts, P. 7, London, 1916.

ويا. جڏهن انگريزن ڏٺو تہ هاڻ ميدان سنڌن اڳيان بلڪل صاف آهي ۽ فضا سازگار آهي، تڏهن لارڊ ايلنبرو جنهن ڪابل جي ويڙهہ جي خاتمي کان پوءِ پنهنجي پڌرائيءَ ۾ ڏيکاريو هو تہ انگريزن کي وڏيڪ ملڪ وٺڻ جي ضرورت ڪانهي ۽ هو هندستان جي اندروني سڌارن لاءِ ڪوشش وٺندو. تنهن جي اها پڌرائي محض پبلڪ جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ۽ کين فريب ڏيڻ لاءِ هئي. افغان ويڙهہ جي خاتمي کي اڃا ڇهہ مهينا مس گذريا هئا، تہ هو سنڌ جي ميرن خلاف قدم کڻڻ لڳو. سندس سنڌ تي قبضي ڪرڻ جو مطلب هي هو تہ هندستاني رعايا، برٽش فوجي قوت کان مرعوب رهي. سنڌ جي ڪاهہ دراصل پنجاب تي قبضي ڪرڻ لاءِ انگريزن جو ابتدائي قدم هو.

## سر چارلس نيپئر:

عقابي اکين وارو ۽ نڪ مڙيل سر چارلس نيپئر سنہ 1782ع ۾ لنڊن جي وائيٽ هال ۾ ڄائو. هن کي پيا تي پائر هئا ۽ اهي پڻ انگريزي لشڪر ۾ سپاهي هئا. منجهائن فاتح سنڌ، فرعون دماغ سر چارلس نيپئر شاعرانہ مزاج بہ رکندڙ هو. ڪي انگريز مؤرخ لکن ٿا تہ سندس اشعار ادبي لحاظ سان وارن هيسٽنگس ۽ سر جان مالڪوم کان بهتر هئا.[1] منجهائنئن وليم نيپئر "تاريخ جنگ اسپين" تصنيف ڪئي هئي، جا سنہ 1828ع ۾ شايع ٿي. اين_ ايف_ پي نيپئر ڪتاب "فتح سنڌ" تصنيف ڪيو جو سنہ 1845ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. چارئي پائر ڊيوڪ آف ايلنگٽن ۽ سر جان موئر جي اڳواڻيءَ هيٺ اسپين ۾ نيپولين بوناپارٽ جي فوج سان لڙيا هئا. ڊيوڪ آف ويلنگٽن، سر چارلس نيپئر کي چونڊي هندستان ڏانهن موڪليو هو.[1]

سنہ 1841ع ۾ سر چارلس نيپئر بمبئي پهتو ۽ پوني جي فوج ۾ عملدار مقرر ٿيو. ان وقت سندس عمر سٺ ورهيہ هئي. جيتوڻيڪ هو پيرسن هو مگر اڻ ٿڪ، آزمودگار، خوش طبع، تند مزاج ۽ دل جو ڪنور سپاهي هو. خود لارڊ ايلنبرو جو چوڻ هو تہ: "سر چارلس نيپئر هڪ جهنگلي هاٿي آهي، جنهن کي سڌارڻ لاءِ ڏهہ ويهہ سيڪاريل هاٿي کپن." ڪابل جي ويڙهہ ختم ٿي چڪي هئي، روسين ۽ ايرانين جي ڪاهہ جا افسانا سرد پئجي ويا هئا. برطانوي بيڙو ايراني نار تي قبضو ڪري چڪو هو ڪرنل اسٽنسيءَ جي ڪوشش سان خان قلات مير نصير خان ثانيءَ جو انگريزن سان ناهہ ٿي چڪو هو. رنجيت سنگهہ جي

---

1 -R. B. Mowat: A New History of Great Briton, P. 789.

1 - Edmund C. Cox: A short History of Bombay Presidency, P. 305.

مٿي ڪان پوءِ خالصن ۾ نفاق پيل هو هندستان جي ڪنهن به نواب يا راجا کي مجال نہ هئي جو انگريزن ڏانهن اک کڻي سگهي. لارڊ ايلنبرو کين صاف لفظن ۾ چتاءُ ڏيئي ڇڏيو هو تہ ڪوبہ بڙڪ ڪيندو تہ ان کي تخت تان لاهي، سنڌس ملڪ تي قبضو ڪبو.[1]

لارڊ ايلنبرو ميجر آئوٽ رام جهڙي صلح پسند ريزيڊنٽ کي حيدرآباد مان بدلي ڪري سر چارلس نيپئر جهڙي چيڙاڪ ۽ ڪنور کي سموريون اختياريون ڏيئي، سنڌ ڏانهن مڪو. کيس خفيہ طور تاڪيد ڪيائين تہ مير عهدنامي جي شرطن تي سختيءَ سان پابند آهن. ان ڪري هو وڌ شرط ڪو اهڙو سخت قدم کڻي جيئن ميرن کي جوش اچي ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ مجبور ٿين. مير علي مراد خان جي پائرن سان اڳي ئي نااتفاقي هئي، ان سبب ڪري سر چارلس نيپئر پهريائين سهراباڻي سرڪار جي خاتمي ڪرڻ جو ارادو ڪيو.[2]

سر چارلس نيپئر پهچڻ شرط گورنر جنرل کي لکيو تہ ميرن کي شڪست ڏيڻ بلڪل آسان ڪم آهي، مگر جنهن صورت ۾ انگريزن جا پير ڪابل جي ويڙهہ ۾ سوگها ٻڌل هئا، ان ڪري گورنر جنرل کيس صبر ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي هئي.[3] 9 سيپٽمبر 1842ع تي، سر چارلس نيپئر زنوبيا جهاز ۾ چڙهي، 14 سيپٽمبر تي ڪراچيءَ پهتو. واٽ تي طاعون جي بيماريءَ ڪري سندس 2 سؤ سپاهي جهاز تي مري ويا.[1] نئين ريزيڊنٽ کي گورنر جنرل پاران مڪمل اختياريون مليل هيون، ان ڪري هن معاهدي جي شرطن جي ڪا پرواهہ ڪانہ ڪئي. سندس ڪافر ماجرائن ڪري بلوچي غيرت جوش کاڌو ۽ نوبت جنگ کي پهتي.[2]

ڪابل پهچڻ کان اڳ، وليم مئڪناٽن ميرن تي جيڪا 25 لک رپين جي چٽي مڙهي هئي، تنهن مان 3 لک رپيا ميرن پري ڏنا هئا. جيسين باقي رهيل رقم پري ڏين، تيستائين گورنر جنرل، سر چارلس نيپئر کي سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي انگريزي فوجن لاهڻ لاءِ حڪم ڏنو مگر سر چارلس نيپئر جي مرضي هئي تہ روهڙي، سکر، بکر ۽ ڪراچيءَ تي مستقل طور انگريزن جو قبضو رهي. ڪراچيءَ پهچڻ شرط هن ميرن تي هيٺيان الزام مڙهيا:

1 - J. Douglas: Bombay & Western India, Vol. II, P. 77/94.
2 - B. D. Basu: Rise of the Christian Power in India, Vol. V, P. 105.
3 - W. F. P. Napier: The Conquest of Sind, Vol. I, P. 90.
1 - James Dougles: Bombay & Western India, P. 186.
2 - V. A. Smith: The Oxford History of India, P. 685, Oxford, 1920.

1_ ميرن سنہ 1839ع واري معاهدي جي خلاف ورزي ڪندي، ملتان جي حاڪم لالا مولراج سان خط و ڪتابت ڪئي آهي.[1]
2_ قلات جو بيگلر بيگي ۽ مير، انگريزن کي عيسائي ڪافر تصور ڪري، جنگ لاءِ تياريون ڪري رهيا آهن.
3_ رنجيت سنگهہ جي مئي کان پوءِ ميرن سکن سان ناتو رکڻ شروع ڪيو آهي ۽ ان جي ثبوت ۾ ڪي خط هٿ لڳا آهن.
4_ خيرپور ۽ حيدرآباد جي درٻارن تي فتح محمد غوريءَ جو رسوخ آهي، جو انگريزن جو دشمن آهي.
5_ ٽالپر ميرن مان مير علي مراد خان ۽ مير صوبدار خان کان سواءِ ٻيا سمورا مير، انگريزن کي پنهنجو دشمن سمجهن ٿا.

مٿيان سمورا الزام بي بنياد هئا. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ ميرن ملتان جي نائب (ناظم) لالا مولراج معرفت لاهور جي خالصا درٻار سان خط و ڪتابت ڪئي هئي، جنهن لاءِ 1839ع واري معاهدي جي فقري انين موجب پاڙيسري حڪومتن سان دوستانہ خط و ڪتابت ڪرڻ جو ميرن کي حق هو. قلات جي احمد زئي حڪمرانن سان ميرن جي مائٽيءَ جو رستو هو. جيڪڏهن ساڻن دوستانہ خط و ڪتابت ڪئي هئائون تہ ان مان انگريزن کي ڪهڙو خطرو ٿي سگهيو ٿي! ڍاڍر جو پوليٽيڪل ايجنٽ ڪپتان راس بيل، گورنر جنرل کي ميرن جي وفاداريءَ لاءِ ڪي ڪاغذ پيش ڪري چڪو هو.

فتح محمد خان غوري، خيرپور جو وزيراعظم جهونو ۽ ايماندار وزير هو. هينري پاٽنجر، اليگزينڊر برنس توڙي آئوٽ رام سان سندس دوستي هئي. جڏهن ڪو انگريزي وفد، خيرپور جي ميرن سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ايندو هو تہ ميرن کي سوڪڙين ڏيڻ سان گڏ ڪمپني سرڪار فتح محمد غوريءَ لاءِ بہ سوڪڙيون رواني ڪندي هئي. خيرپور جي وزير جي قابليت ۽ شخصيت جي مٿيان انگريزن عملدار تعريف ڪندا هئا. باقي رهيو سوال مير علي مراد خان ۽ مير صوبدار خان جي انگريزن سان وفاداريءَ جو ان لاءِ ايترو لکڻ ڪافي ٿيندو تہ ٻنهي اميرزادن کي پڳ لاءِ ٻين ميرن سان تڪرار هو ان ڪري ٻئي ڄڻا انگريزن جا گويا جاسوس هئا. جن جي معرفت انگريز گهڻن بلوچي سردارن کي رشوتون ۽ دم

---

1_ نوٽ: ملتان جي ناظم، ديوان ساونڻ مل جي مرڻ کان پوءِ، سندس پٽ لالا مولراج ملتان جو نائب ٿيو هو. خالصا سرڪار جي ڪمزوريءَ کان پوءِ هن خودمختياري حاصل ڪئي هئي. لالا مولراج، انگريزن سان باقاعدي جنگ جوٽي هئي، ٻہ انگريز عملدار اٿنگيو ۽ ليفٽيننٽ اينڊرسن، سندس هٿان مارجي ويا هئا. 1849ع تائين مولراج انگريزن سان وڙهندو رهيو.

دلاسا ڏيئي، ميرن خلاف ڦيرڻ ۾ ڪامياب ٿيا هئا.[1] گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو، ميجر آئوٽ رام کي لکيو هو ته ميرن تي دٻاءُ وجهي سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ٻاڙهه جا پرڳڻا بهاول پور جي نواب کي ڏياري، مگر ميجر آئوٽ رام، گورنر جنرل جي وعده شڪن پاليسيءَ سان متفق ڪونه هو ان ڪري ايلنبرو ڪيس بدلي ڪري، سر چارلس نيپئر جهڙي ضدي عملدار کي ريزيڊنٽ ڪري مڪو.[2]

## انگريزن جا نوان شرط:

25 سيپٽمبر سنه 1842ع تي، سر چارلس نيپئر حيدرآباد پهتو. ميرن دستور موجب سندس سواريءَ لاءِ ريشمي پالڪي ۽ سندس عملي لاءِ قيمتي پاکڙن سان اٺ روانا ڪيا. دربار ۾ وارد ٿيڻ وقت، نئين ريزيڊنٽ جي آمد جي خوشيءَ ۾ منايون ورهايون ويون. مگر ضدي فرنگيءَ دربار ۾ پهچڻ کان اڳ هڪڙو سخت لفظن ۾ خط ميرن ڏانهن مڪو جنهن ۾ هن لکيو ته، "ڪراچيءَ جي ٽالپري نائب، انگريزي ڇانوڻيءَ ۾ ماڻهن کي رهڻ کان منع ڪئي آهي ۽ انگريزن جي مال تي زوريءَ محصول مڙهيو آهي، وغيره!" ياد رهي ته نئين معاهدي جا شرط، جيڪي ميجر آئوٽ رام مرتب ڪري گورنر جنرل ڏانهن منظوريءَ لاءِ مڪا هئا، سي گهڻو نرم هئا. انهن شرطن کي لارڊ ايلنبرو رد ڪري خفيه طور نوان شرط سر چارلس نيپئر ڏانهن مڪا هئا. نيپئر، ميرن جي گڏيل قوت جو اندازو سٺ هزار فوج ۽ ٽيهه توبون لڳايو هو. مٿيون اندازو جيتوڻيڪ هڪ حد تائين صحيح هو پر ميرن ۾ اتحاد بدران انتشار پيل هو. خود نيپئر جي مرضي هئي ته ميرن جي اجتماعي قوت کي پيچي ڪمزور ڪري، ان ارادي سان پهريائين سهراباڻي سرڪار جي قوت کي پيچڻ جو محڪم ارادو ڪيو ۽ جنگ جا شعلا سنڌ اندر پهريائين سري ۾ بلند ٿيا. جنگ کي ڇيڙڻ لاءِ سر چارلس نيپئر، ميرن کي هيٺان شرط پيش ڪيا:

1_ ميرن 23 لک رپيا اڃا ڪونه ڀريا آهن، تنهن ڪري ڪراچي، ٺٽو سکر ۽ بکر هڪدم انگريزن جي حوالي ڪن.

2_ آنربل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا ڪلدار سنڌ ۾ چالو رهندا ۽ ٽالپرن لاءِ انگريز نئون سڪو تيار ڪرائيندا، جن تي هڪڙي پاسي کان راڻي وڪٽوريا

1 -B. D. Basu. The Rise of Chistian Power in India, Vol. V, P. 105.

2_ ڪابل جي پهرينءَ ويڙهه وقت نواب بهاول خان، انگريز ايلچي ليفٽيننٽ مئڪنسن جي چوڻ تي انگريزي لشڪر لاءِ سبزل ڪوٽ تائين 270 ميلن ۾ رستو تيار ڪرايو هو، کان سواءِ شاهه شجاع کي 600 سپاهين ۽ ٻن توبن جي مدد ڪئي هئائين. انگريزي لشڪر لاءِ هر هڪ منزل تي خوراڪ جي سامان کان سواءِ اٺن ڏيڻ ۾ به مدد ڪئي هئائين.

جي تصوير هوندي.

3_ سنڌو درياءَ جي ٻنهي ڪپن تي هڪ سؤ ياردن تائين انگريزن کي جلائو ڪاٺين وڍڻ جو حق رهندو.

4_ سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ياڙي جا پرڳڻا، سهراباڻي سرڪار هڪدم بهاول پور جي نواب کي حوالي ڪري، ازان سواءِ سکر، بکر ۽ سندس پر وارا ٻيٽ انگريز جي حوالي ڪري.

## امام ڳڙهه جو قلعو:

ڊسمبر سنه 1842ع ۾ فرعون دماغ نيپئر، سبزل ڪوٽ ۽ ڀنگ ياڙي تي قبضي ڪرڻ جي بهاني سان اتر سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. رواني ٿيڻ کان اڳ، هن مير صوبدار خان، مير فضل علي خان ۽ مير غلام شاهه سان ملاقاتون ڪيون. مير صوبدار خان پاڻ کي پڳ جو مالڪ سمجهندو هو ساڳيءَ طرح مير علي مراد خان پنهنجي ڀاءُ مير رستم خان سان پڳ تان تڪراري هو حالانڪ سندس نونهار جي معاهدي موجب مير رستم خان کيس موٽائي ڏني هئي. مير رستم خان کي مير سهراب خان جيئري پڳ جو مالڪ مقرر ڪري ويو هو ۽ مير رستم خان پنهنجي پٽ مير محمد حسن کي وليعهد مقرر ڪيو هو. سکر پهچڻ کان اڳ نيپئر مير رستم خان کي ساڻس روبرو ملاقات ڪرڻ لاءِ لکيو هو. وري جڏهن سکر پهتو تڏهن مير علي مراد خان پنهنجي ڀاءُ خلاف انگريز جنرل وٽ دانهن کڻي ويو ۽ فرنگيءَ کي سونهري موقعو هٿ لڳي ويو. هن علي مراد خان کي دلاسو ڏنو تہ سنڌ فتح ڪرڻ بعد سندس حقن متعلق غور ڪيو ويندو.

ٻيڙي مير رستم خان کي اچي خوف جاڳيو تہ متان فرعون دماغ فرنگي کيس ملاقات ڪرڻ جي بهاني سان گرفتار ڪرائي. ان خوف ڪري هو چند جان نثارن، خزاني ۽ شاهي حرم سميت ٿر جي ويران قلعي امام ڳڙهه ۾ وڃي لڪو.مٿيون قلعو مير محمد خان جي جاگير ۾ هو، جتي بارود رکيل هو. سهراباڻي سرڪار جا جيڪي بہ نوجوان اميرزادا هئا، سي انگريزن جي خلاف ٿي بيٺا، سندن هٿياربند دستا دارالخلافه خيرپور جي آس پاس پهچي ويا. مير علي مراد خان گهر جو ڀيدي هو. سندس رهنمائيءَ سان نيپئر سيني دستن کي شڪست ڏيئي پنهنجي رستي کي صاف رکڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ٽالپر اميرن کي گهڻي عرصي کان اميد هئي تہ جيڪڏهن انگريز سندن خلاف هٿيار کڻندا تہ براهوئي، بلوچ ۽ پٺاڻ سندن مدد لاءِ ميدان ۾ نڪري ايندا. مگر هاڻ کين پڪ ٿي ويئي تہ اها سندن محض خوش فهمي هئي. جيئن لوئر سنڌ جي جوکين ۽

نومڙين. انگريزن جو طرف ورتو هو تيئن اپر سنڌ ۾ چانڊين جو سردار جنهن
کي ٽالپرن سان روايتي دشمني هئي، انگريزن سان ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو.

مير رستم خان ۽ سندس پٽ مير محمد حسن خان وٽ امام ڳڙهه جي
ڪوٽ ۾ 3 هزار لشڪر، ست توبون ۽ بارود جو ڪافي ذخيرو موجود هو. سندن
مرضي هئي تہ سنڌ جي حفاظت ڪرڻ لاءِ قلعي کي فوجي مرڪز جوڙي،
انگريزن سان لاڳيتي جنگ جوتجي. هيڏانهن سر چارلس نيپئر 3 سؤ سوار،
اڍائي سؤ پيادا ان تي چاڙهي، ڏهه اٺ سامان رسد سان پرائي، آسي ان تي
ساندارن ۾ ٻاٽي پرائي، مير علي مراد خان کي ساڻ ڪري، اَٺن منزلن ڪرڻ کان
پوءِ اَٺين ڏينهن امام ڳڙهه پهتو. سندس اچڻ جو ٻڌي مير رستم خان خزاني،
حرم ۽ توبن سميت ڪوٽ کان نڪري ٿر ڏانهن پڄي ويو. فاتح انگريز
پهريائين قلعي تي توب زني ڪئي، پاڻ جي خلاف پهرين توب مير علي مراد
خان چوڙي حق نمڪ ادا ڪيو. توب زني ڪرڻ بعد ميجر ويڊنگٽن بارود جون
چوويهہ ڪاٽيون ساڙائي قلعي کي اڏائي ڇڏيو.

## مير رستم خان:

مير رستم خان ضعيفيءَ جي حالت ۾ ٿر جي مسافري ڪندو هليو رستي
تي مير محمد حسن خان جي والده اُٺ تان ڪري پئي ۽ سندس هڪڙي ٻانهن
پڄي پئي. مير صاحب بي يار مددگار دربدر ٿيندو، پنهنجا زيور وڪڻندو، گذران
ڪرڻ لڳو.[1] آخر ٿرن ۽ برن کي جهاڳيندو حيدرآباد پهتو. سمورا ٽالپر همدردي
ڪرڻ لاءِ وٽس آيا ۽ ڪيس مدد ڏيڻ لاءِ انجام ڪيائون. ان موقعي تي فقط مير
صوبدار خان ۽ مير شهداد خان غير حاضر رهيا. مٿيون واقعو 12 جنوري 1843ع
تي ٿي گذريو. سر چارلس نيپئر جي گناهہ تي پردي وجهڻ لاءِ سندس پاڻ امام
ڳرهہ جهڙي ويران ڪوٽ کي غير معمولي اهميت ڏيندي، ڪتاب "فتح سنڌ" ۾
"سنڌ جو جبرالٽر" لکي ٿو.

نيپئر سنڌ فتح ڪرڻ متعلق جيڪو پروگرام رٿيو هو، تنهن جو پهريون
باب سندس مرضيءَ مطابق ختم ٿيو ۽ لنڊن جي دارالعلوم ۾ ڊيوڪ آف
ويلنگٽن سندس مٿئين ناروا فعل جي ساراهہ ڪرڻ لڳو. امام ڳڙهه جي ڪوٽ
تي ڪاهہ ڪرڻ مان خاص اها مراد هئي تہ ٽالپرن کي خبر پئجي وڃي تہ
انگريزي لشڪر لاءِ ٿرن ۽ برن تي ڪاهہ ڪرڻ بلڪل آسان ڪم هو.[2] امام

1 -Edmund C. Cox: A Short History of Bombay Presidency, PP-301/311.

2 -J. C. Marsham: Abridgment of the History of India, P. 432.

ڳڙهه جي ڪوٽ مان هٿ ڪيل مال سر چارلس نيپئر سپاهين ۾ ورهائي. 23 جنوري 1843ع تي حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو ۽ واٽ تي پنهنجي حڪم سان درياءَ جي ٻنهي ڪپن تي ڪاٺيون وڍرائڻ لڳو.ميرن ڪيس منع ڪئي. هن جواب ڏنو تہ: "نہ فقط ٻيلن جون ڪاٺيون وڍرائيندس. پر دارالخلافہ حيدرآباد کي ساڙائيندس!".[1]

## ريزيڊنسيءَ تي ڪاهہ:

پير ابڙيڪر ڳوٺ وٽ منزل ڪرڻ کان پوءِ سر چارلس نيپئر. شهداداڻي ۽ مانڪاڻي ميرن کي چوائي مڪو تہ پيش پوڻ ۽ شرطن کي قبول ڪرڻ لاءِ پنهنجا ايلچي وٽس روانا ڪن. ميجر آئوٽ رام جنهن کي لارڊ ايلنبرو سنڌس نرم سڀاءَ ڪري حيدرآباد ريزيڊنسيءَ مان منتقل ڪيو هو. سنڌي زبان جو چاڻو هو. ان سبب ڪري سر چارلس نيپئر جي چوڻ تي هن کي ايلنبرو ٻيهر حيدرآباد جو ريزيڊنٽ مقرر ڪيو هو. فرنگين جي فرعونيت ۽ ناروا ڪارروائين ڪري سڄيءَ سنڌ جي بلوچن ۾ عام ناراضپو هو. تنهن هوندي بہ مير محمد نصير خان پنهنجي وفادار وزير مرزا خسرو بيگ کي سر چارلس نيپئر سان ملاقات ڪري ناهہ جي رستي ڳولهڻ لاءِ روانو ڪيو. نيپئر سان مرزا صاحب پرين وٽ ملاقات ڪئي ۽ هن کي تسلي ڏنائين تہ مير هر حال ۾ سنڌس شرطن کي منظور ڪرڻ لاءِ تيار آهن. بشرطيڪ مير رستم خان کي سنڌس حق موٽائي ڏنا وڃن. ڇاڪاڻ تہ مير صاحب بي گناهہ هو.

مرزا صاحب فرنگي جنرل کي ذهن نشين ڪرايو تہ مٿيون فيصلو بلوچي جرڳي ۾ ٿيو آهي. سر چارلس نيپئر وزير جي ڳالهين تي غور ڪرڻ بدران تپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ورندي ڏنائين تہ: "ڏسان ڪيئن بلوچن جون تراريون انگريزي بندوقن سان مقابلو ڪن ٿيون!" مرزا صاحب بہ ترت جواب ڏنس تہ: "بلوچن کان سنڌ فتح ڪرڻ حلوو کائڻ ناهي!" ان وچ ۾ سر چارلس نيپئر. ميجر آئوٽ رام کي آگبوٽ تي چاڙهي حيدرآباد ڏانهن روانو ڪيو تہ ٽالپر ميرن کان بروبرو وڃي شرطن کي قبول ڪرڻ لاءِ مطالبو ڪري. حيدرآباد پهچڻ وقت ميرن. ميجر آئوٽ رام ڏانهن سوکڙيون روانيون ڪيون. پر ميجر فقط مير صوبدار جي سوکڙين کي قبول ڪري باقي سڀ موٽائي ڇڏيون. ڇو تہ محرم جو مهينو هو. ميرن ڏهين محرم گذرن بعد معاهدي جي ڪاغذن تي دستخط وجهڻ لاءِ ريزيڊنٽ کي انجام ڏنو. مقربان بارگاهہ مان غلام محمد خان. اختيار خان

---

1 -J. Douglas: Bombay & Western India, Vol. II, P 77.

لغاري، مير غلام شاهه شاهواڻي ۽ ٻين بلوچي سردارن مير نصير خان کي انگريزن سان جنگ ڪرڻ لاءِ صلاح ڏني ۽ دربار جي صلاحڪارن مان آخوند محمد بچل ۽ نواب محمد خان جنگ جي خلاف هئا. ان وچ ۾ ميجر آئوٽ رام ۽ ليفٽيننٽ برائون ڏيڍ سؤ سولجرن سان ريزيڊنسيءَ ۾ پهتا.[1]

محرم جي ڏهين تاريخ گذرڻ بعد ريزيڊنٽ معاهدي جا ڪاغذ ميرن ڏانهن روانا ڪيا. مير غلام محمد خان لغاري، جو ان وقت ڪچهريءَ ۾ موجود هو، تنهن فرنگيءَ جي قاصد کان ڪاغذ وٺي ڦاڙي ڦٽا ڪيا. هوڏانهن سر چارلس نيپئر حيدرآباد ڏانهن ايندي، واٽ تي حيات خان مريءَ کي بي گناهه مارائي ڇڏيو. مٿئين واقعي کان پوءِ بلوچن ۾ اهڙو تاءُ پيدا ٿيو. جو اٽڪل ٽيهن هزارن بلوچن جو انبوهه حيدرآباد ۾ اچي گڏ ٿيو. مير صوبدار خان ۽ مير محمد خان ڪڏهن انگريزن ڏانهن ويا ٿي ۽ ڪڏهن بلوچن سان شريڪ پئي ٿيا. 15 فيبروري تي اٽڪل 15 هزار بلوچن جي هجوم ريزيڊنسيءَ تي ڪاهه ڪئي. خوش قسمتيءَ سان ڪرنل آئوٽ رام سولجرن جي سنگينن جي سائي هيٺ درياءَ ڏانهن ڀڳو، جتي هر وقت آگبوٽ تيار بيٺل رهندا هئا. هڪڙي جهاز تي چڙهي ڀڄڻ لڳو ته مير نصير خان جو ايراني بورچي مشهدي، جو گولہ اندازيءَ ڪري مشهور هو، تنهن آگبوٽ مٿان توب زني شروع ڪئي، مگر ريزيڊنٽ عملي سوڊو سلامتيءَ سان نڪري ويو.[1]

## مياڻي جي جنگ:

بلوچي قومي روايتن ۾ اهو ناممڪن هو ته سواءِ جنگ ڪرڻ جي بلوچي امير دشمن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪن ۽ وري دشمن به اهو جو ڪين بار بار جنگ لاءِ للڪاري رهيو هو. دشمن جي ارهه زورائيءَ ڪري بلوچن جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي چڪو هو. 16 فيبروري سنہ 1843ع تي سر چارلس نيپئر هال کان

---

1_ ڪرنل آئوٽ رام پوءِ، لارڊ ڊلهائوسيءَ جي زماني ۾ جنرل جي عهدي کي پهتو ۽ هن جي اشاري تي سنہ 1271هه ۾ لکنؤ جي پوئين نواب واجد علي شاهه کي معزول ڪري ٻن ڪروڙن جي آمدنيءَ واري رياست کي انگريزي حڪومت سان گڏايو ويو. نواب صاحب جي والده مولوي مسيح الدين کي ساڻ ڪري لنڊن پهچي راڻي وڪٽوريا تائين دانهون ڪوڪون ڪيون، پر ساڳئي وقت هندستان ۾ بلوي پوڻ ڪري انگريزن بيگم سان ڪو انصاف ڪونہ ڪيو. واجد علي شاهه کي انگريزن ڪلڪتي جي مٽيا برج ۾ نظر بند رکي، هن لاءِ 15 لک رپيا ساليانو وظيفو مقرر ڪيو.

1_ سيد اعظم الدين بلگرامي، جو انهن ڏينهن ۾ سنڌو نديءَ جي نگراني ڪرڻ لاءِ انگريزن پاران پوليٽيڪل ايجنٽ جي حيثيت ۾ حيدرآباد ۾ رهندو هو. تنهن جو رنگ پورو ڏسي ڪيس انگريز سمجهي، بلوچن مٿس حملو ڪيو پر هو جان بچائي ڪلڪتي پهتو. ڏسو "تمدن عرب" ديباچو ص 9.

مٿياريءَ پهتو. وٽس 28 سؤ سپاهي ۽ 12 توبون هيون. ٻئي طرف بلوچي لشڪر جو تعداد ٻاويهه هزار هو جنهن وٽ 15 توبون هيون. سنڌ جو لشڪر ڦليليءَ جي ڪپ تي مياڻيءَ وٽ گڏ ٿيڻ لڳو. پر ايڏي لشڪر کي گولي بارود پهچائڻ لاءِ ڪو جوڳو انتظام ڪيل ڪونه هو. انگريزي لشڪر ۾ بمبئي، پوني ۽ مدراس جا ديسي سپاهي هئا. جن مٿان سر چارلس نيپئر ڪمانڊر هو سندس ماتحت ڪپتان جان جيڪب، ڪپتان هٽ، ميجر جئڪسن، ليفٽيننٽ ويڊنگٽن، ميجر پيني فادر، ليفٽيننٽ مئڪمروڊ (نيپئر جو اردلي) ميجر وائلي، ڪپتان ٽڪر، ليفٽيننٽ ڪرنل پيٽل، ميجر سٽوري، ڪپتان ٽامس، ميجر مئڪوزسن (نيپئر جو سيڪريٽري) ڪپتان ويمس، ڪپتان ڪوڪسن، ليفٽيننٽ مارسٽن، ڪپتان گئرٽ وغيره عملدار هئا.

ٽالپري لشڪر ۾ شهداداڻي، چاڪراڻي، خاناڻي ٽالپر هئا. بجراڻي ۽ محمداڻي عين موقعي تي غير حاضر رهيا. مير نصير خان ڪلمتين جي سردار ملڪ ابراهيم خان کي چوائي مڪو هو تہ نومڙين ۽ جوکين سان گڏجي انگريزن سان جنگ ڪن. ڪلمتي سردار چئن سون جي دستي سان جنگ ڪرڻ نڪتو مگر جوکين جي سردار چام خان ۽ نومڙين وٽان وٽس ڪابہ ڪمڪ ڪانہ پهتي. تنهن ڪري ابراهيم خان بہ ماٺ ڪري وڃي گهر ويٺو. ساڳيءَ طرح ماڇڪاڻي بہ غير حاضر رهيا. باقي بلوچي قبيلن مان نظاماڻي، باگراڻي، مري، جمالي، چانگ، گوپانگ، جتوئي، قرائي، رند، لاشاري، پرڪڙي ۽ چلگري موجود هئا. بلوچي قبيلن کان سواءِ کوکر، کٽياڻ، سومرا، خاصخيلي ۽ ٻيا ڪيترائي قبيلا سنڌ جي جهنڊي هيٺان گڏ ٿيا. سنڌ جا سادات بہ جهاد جي شوق سان جنگ ۾ شريڪ ٿيا.

مير جان محمد خان خاناڻي لشڪر جو سپہ سالار هو. سندس ماتحت مير غلام شاهہ شاهواڻي، سيد عبدالله، ابراهيم خان، نواب احمد خان لغاري، غلام محمد خان لغاري، بختيار خان، بهاول خان رند، مورو خان چانگ ۽ سيد فتح محمد شاهہ لڪياري فوجي سردار هئا. مير غلام شاهہ نائب سپہ سالار هو. ٽالپري توب خاني مٿان هوش محمد قمبراڻي حبشي، مشهدي ايراني ۽ مسٽر هاويل (انگريز) نگراني ڪرڻ تي مامور هئا. ميرن جو لشڪر انگريزي لشڪر کان ست گهمرا تعداد ۾ وڌيڪ ڇيو وڃي ٿو مگر سندس هٿيار فرنگين جي مقابلي ۾ ناقص هئا. انگريزن جو لشڪر باقاعدي تربيت يافتہ هو. ٽالپرن جو لشڪر قواعد ۽ تربيت کان غير واقف هو. ميرن جي توبن جي ڊيگهہ فقط 3 فوٽ هئي ۽ سندن منهن جي گولائي ٽن انچن جيتري هئي. بندوقون پراڻي زماني

جون پرمار هيون. انگريزي توپون نئين نموني جون ڪلدار هيون. انگريزي سپاهي جا سولجر توڙي ديسي سپاهي قواعد دانيءَ ڪري وڏيڪ چست ۽ چالاڪ هئا. انگريزي لشڪر سان زخمين جي ملم پٽي ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽرن جو عملو هو. نه ته لاءِ خندقن جوڙڻ ۽ گولي بارود پهچائڻ لاءِ سفرمين جو باقاعدي دستو هو. ٻنهي فوجن جي درميان فقط سو يارڊن جو مفاصلو هو. مير نصير خان کي زره پاتل هئي. سندس ساڄي ۽ کاٻي پاسن کان مير رستم خان، مير حسين علي خان ۽ مير شهداد خان همراه هئا. سندن فوج جي بچاءَ لاءِ ڦليليءَ جي ٻنهي ڪپن تي گهاٽا جهنگ هئا. ان وقت ڦليليءَ جو پيٽ سڪل هو ۽ ڪشادو هو. چانڊين جو سردار ڏهه هزار لشڪر سان ڪجهه مفاصلي تي انگريزن کي مدد ڏيڻ جي ارادي سان تيار بيٺل هو!

17 فيبروري 1843ع تي صبح جو سوير، جنگ جو طبل وڳو. پهريائين انگريزي لشڪر جو هڪڙو دستو ميدان ۾ آيو. ان لاءِ ته بلوچي لشڪر، جيڪو ٻنيان جهنگن ۾ لڪل هو، سو نڪري نروار ٿئي. توپن ۽ بندوقن جي ڇنڊڻ سان جانباز بلوچن نهايت بي ڊپائيءَ سان گولين ۽ سنگينن جو مقابلو ڪيو. شروعات ۾ مير جان محمد خان اهڙي سيائپ ۽ هوشياريءَ سان وڙهيو جو سر چارلس نيپئر کي جنگ هارائڻ جي پڪ ٿي ويئي. انگريزي سوار دستن ساڄي ۽ کاٻي کان حملا ڪرڻ شروع ڪيا. مير جان محمد بهادريءَ سان وڙهندي شهيد ٿيو. مير غلام شاه هڪدم فوج جون واڳون سنڀالي ورتيون. رسالدار جان جيڪب هڪ هزار سوارن سان ڦليليءَ جي پيٽ تي ڪاهي آيو ۽ يڪدم عياريءَ سان موٽ کائي ڀڳو. بلوچن دوکو کاڌو. هنن سمجهيو ته انگريزي لشڪر ۾ ڀاڄ پئي آهي. ان ڪري سندن صفون ٽٽي پيون ۽ بي باقاعدگيءَ سان انگريزي سوار دستي ٻنيان ڊوڪيندا ڦليليءَ جي ڪناري وارو بند ٽپي ويا.

انگريزن جو توپ خانو جو بند ٻنيان لڪل هو. تنهن مٿن گولن جي برسات وسائڻ شروع ڪئي، جا سانده ٽن ڪلاڪن تائين جاري رهي. جانباز دوبدو جنگ ڪندي داد شجاعت ڏيڻ لڳا. فتح ۽ شڪست جي گهمسان ۾ ڪاٻه خبر ڪانه پئي. مگر هڪڙو گولو ٽالپرن جي بارود خاني کي لڳو جنهن ڪري سمورو بارود سڙي ويو. ٻن پهرن کان پوءِ پهريائين لغارين جي هڪ دستي ۾ ڀاڄ پئي. پوءِ نوڙها ڀڳا. بعد ۾ بهاول خان رند ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. سندس ٻنيان نواب احمد خان لغاري مير جي خدمتگار سومار کان جهنڊو کسي ميدان مان نڪري هليو ويو. مير نصير خان ۽ مير شهداد خان جي آخري دم تائين وڙهڻ

جي مرضي هئي. مگر سندن فوجي دستا هڪ ٻئي پٺيان ميدان ڇڏي ڀڄڻ لڳا. اٽڪل چار هزار ماڻهو اهڙيءَ طرح سواءِ حڪم ملڻ جي ميدان ڇڏي ڀڄي ويا.

هڪڙو توب جو گولو مير صاحب اڳيان اچي ڦاٽو، جنهن ڪري مير جو خدمتگار سليمان شهيد ٿي پيو. پوءِ معلوم پئي ٿيو ته سنڌ جو لشڪر گهيري ۾ هو. چانڱ، گوپانگ، مير ۽ نظاماڻي اڃا ميدان ۾ منهن ڏئي لڙي رهيا هئا. ميرن جي توبچيءَ مسٽر هاويل جي نمڪ حراميءَ ڪري توب خاني تي دشمن قبضو ڪري ورتو. سر چارلس نيپئر ڏري گهٽ هڪڙي بلوچ هٿان مارجڻ تي هو، مگر ليفٽيننٽ مارسٽن ڦڙتائي ڪري کيس بچائي ورتو. پڇاڙيءَ ۾ مير حسين علي خان به ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. آخر حالتن کي بدليل ڏسي، مير نصير خان ٻارهن سؤ سوارن جي حفاظت هيٺ ميدان مان نڪري، سلامتيءَ سان حيدرآباد جي قلعي ۾ پهتو.

ٽن ڪلاڪن جي دوبدو خونريز جنگ ۾ انگريزن جا فقط 27 سپاهي مئا ۽ زخمي ٿيا. سندن عملدارن مان ميجر ٽيزڊل، ميجر جئڪسن، ڪپتان ميڊي، ڪپتان ٽيو، ڪپتان ڪوڪسن ۽ ليفٽيننٽ ووڊ مارجي ويا. ليفٽيننٽ پيني فادر، ميجر وئلي، ڪپتان تڪر، ڪپتان ڪانوي، ليفٽيننٽ هارڊنگ ۽ فيري زخمي ٿيا. اٽڪل ويهه انگريز عملدار مارجي ويا. جن مان چار ميداني پيادل فوج جا عملدار هئا. ٽالپري فوج مان اٽڪل پنج هزار جانباز شهيد ٿيا.[1] مير جان محمد خان، تلاهه خان نظاماڻي، غلام حسين خان، عبدالله خان، علي بخش خان، گوهر خان حاجي زئي، نصير خان چانڱ، مير غلام شاهه، مير مبارڪ خان بهاراڻي ۽ ٻيا دلاور مڙس مردانگيءَ جو ثبوت ڏيئي شهيد ٿيا. ٽن ڪلاڪن جي دوبدو جنگ ۾ فقط هڪڙي آئرش سولجر هڪڙي بلوچ کي ڇاتيءَ واري سنگين هنئي هئي، مگر بلوچ جي ترار جي وار کان هو بچي ڪونه سگهيو هو. ٻنهي جا لاشا گڏ پيل هئا. مياڻيءَ جي جنگ جو ذڪر ڪندي ڪپتان پوسٽنس پنهنجي تصنيف "پرسنل آبزرويشنس آف سنڌ" ۾ لکي ٿو ته:

"سنڌ جا باشندا هتي انگريز حملي آورن خلاف ائين لڙيا، جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي اهڙيءَ شيءِ لاءِ وڙهندو آهي، جا کيس زندگيءَ کان بدرجها عزيز هجي." سنڌ جي باشندن انگريزن خلاف حيدرآباد جي ٻاهران مياڻيءَ جي جنگ ۾ پنهنجي آزاديءَ لاءِ جيڪو شاندار مقابلو ڪيو ان جو مثال قومن جي تاريخ ۾ هڪ شاندار يادگار آهي.

1 -W. Napier: The Life & Opinions of General SIR C. Napier: Vol. IV, P. 13.

ٽالپرن جي شڪست متعلق ليبڊي برٽن جو بيان آهي تہ "انگريزن, ميرن جي توبچين کي اڳوات رپيا ڏيئي پنهنجي طرف ڪري ڇڏيو هو. انهن جنگ جي ميدان ۾ توپن جا منهن مٿي ڪري گولا ڇوڙيا هئا. بيو تہ فوج جا سردار عين جنگ جي موقعي تي ميدان ڇڏي ويا." [1] مياڻيءَ جي شڪست جي بئي ڏينهن ڏهہ هزار بلوچي لشڪر بيهر ميدان ۾ گڏ ٿيو. اٽڪل ڏهہ هزار وڌيڪ لشڪر پروارن ڳوٺن ۾ موجود هو. مگر جنهن صورت ۾ ميرن سنڌن رهنمائي ڪانہ ڪئي, تنهن ڪري هو موٽي گهرن ڏانهن هليا ويا. مياڻيءَ جي جنگ فقط ٽي ڪلاڪ هلي, پر ان جو شمار هندستان جي فيصلي ڪن خونريز جنگين ۾ ٿئي ٿو. [2]

## ميرن جو پيش پوڻ:

18 فيبروري 1843ع جي صبح جو سوير, سر چارلس نيپئر ميرن کي پيش پوڻ لاءِ چوائي مڪو. هن ڌمڪي ڏني تہ جيڪڏهن مير پيش پوڻ ۾ دير ڪندا تہ حيدرآباد جي ڪوٽ کي امام ڳڙهہ جي قلعي وانگر مسمار ڪبو. مير نصير خان پنجن ميرن سان پنهنجون ترارون ڇوڙي, انگريز فاتح اڳيان پٽ تي رکيون. سر چارلس نيپئر سنڌن چيلهہ سان ترارون ٻڌي کين چيو تہ پنجويهن ڏينهن اندر سنڌن فيصلو ٿيندو ۽ ملڪ کين موٽي ملندو, پر فرنگيءَ جو هيءُ انجام بہ اڳين سيني انجامن وانگر ڪوڙو هو. ان موقعي تي ڪرنل آئوٽ رام بہ موجود هو. جو ٻن ڏينهن کان پوءِ آخري فيصلي ڪرڻ لاءِ بمبئي ڏانهن روانو ٿيو.

نيپئر, جنهن ميرن کي ملڪ موٽائي ڏيڻ لاءِ چيو هو تنهن سنڌن هٿيارن ڦٽي ڪرڻ جي ٻن ڏينهن کان پوءِ ميرن کي ريزيڊنسيءَ جي پير ۾ هڪڙيءَ جاءِ ۾ نظربند ڪري مٿن پهرو ويهاريو. ان کان پوءِ نيپئر پنهنجي منشي علي اڪبر کي ميرن ڏانهن مڪو تہ هو قلعي کي ڏسڻ چاهي ٿو. مير نصير خان, آخوند محمد بچل, ديوان مينارام ۽ خدمتگار بهادر کي فاتح جنرل سان همراهہ ڪري قلعي ڏانهن روانو ڪيو.

## فرنگين جي لٽ مار:

سر چارلس نيپئر ٻن ريجمينٽن سان قلعي ۾ وارد ٿيو. هن پهريائين برٽش جهنڊي کوڙڻ جي رسم ادا ڪئي, پوءِ شاهي خزانا لٽڻ شروع ڪيا. جن لاءِ انگريز وڏي عرصي کان منتظر هئا. فرنگي عملدار, مير ڪرم علي خان جي حويليءَ ۾ گهڙي وفادار وزير مرزا خسرو بيگ کي ڳچيءَ کان جهلي ساٿس

1 - Lady Burton: The Life of SIR R. Burton, Vol. I, P. 141.

2 -J.C. Marsham: Abridgment of the History of India, P. 345

بدسلوڪيءَ سان پيش آيا. حرم جي بيگمن انگريزن جي فرعونيت کي ڏسي، نيپيئر کي چوائي مڪو هو ته ڪين تن ڪپڙن ۾ شهر ڇڏڻ لاءِ پالڪين ۾ وڃڻ جي اجازت ڏي. پر هن مغروريءَ سان انڪار ڪيو ۽ منشي علي اڪبر سميت زبردستيءَ سان حويليءَ اندر گهڙيو. جيڪي به سون ۽ چانديءَ جا برتن، زر ۽ زيور ڪين هٿ لڳا، سي لٽيا ويا. بيگمن جا زبردستيءَ بدن تان زيور لاٿا ويا. اٽڪل 15 لک رپين جو مال مير ڪرم علي خان جي حويليءَ مان لٽيو ويو. بيگمن حويلي ڇڏي پنج ڪوهه پيادل پنڌ ڪري هڪڙي ڳوٺ ۾ وڃي پناهه ورتي.

22 فيبروريءَ تي مير محمد خان کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي ٻين ميرن سان نظر بند رکيو ويو ان کان پوءِ مير نور محمد خان جي حويليءَ کي لٽيو ويو. بيگم ڪنڙ جي ڳوٺ ۾ وڃي پناهه ورتي. پوءِ سندس حويليءَ کي لٽيو ويو. مير صوبدار خان جنهن کي هميشه پڳ ٻدڻ جو سوداءُ لڳل هو تنهن جي بيگمن جا به زيور لهرايا ويا. سندس پٽ شهزادي مير فتح علي خان جي هٿن ۾ به قيمتي ڪنگڻ هئا، سي لهرايا ويا! حرم جي بيگمن جي پڄڻ وقت اتفاق سان هڪڙي عورت جي چيلهه سان ڪي رپيا ٻڌل هئا. جي نڪرڻ وقت دروازي تي ڪري پيا. هڪدم ان کي گرفتار ڪري سندس ڪمربند کي سولجرن ڪپيو. پوءِ هر هڪ عورت کي ڏار ڏار بيهاري سندس نڪن ۽ ڪنن مان زيور لاٿا ويا. ڪنهن به شخص کي ڪوٽ اندر اچڻ جي اجازت ڪانه هئي.

مير نصير خان ۽ مير نور محمد خان جا ديرا اجا قلعي اندر هئا. مير نصير خان جا پٽ شهزادو مير حسن علي خان ۽ مير عباس علي خان پاڻيءَ ڪاڻ محتاج هئا. جن جن حويلين جا در بيگمن خوف ڪري پوري ڇڏيا هئا، تن کي سولجرن پڃي، اندر گهڙي، بيگمن جا زيورات لٽيا. بلڪ حرم جي خواتين جي بدن تي جيڪي ريشمي وڳا پاتل هئا، سي به زبردستي سان ڪانئن لهرايا ويا. مير نور محمد خان جي بيگم هڪڙي ٻانهيءَ کي ڪپڙا ڏيئي بازار ڏانهن روانو ڪيو ته انهن کي وڪڻي ڪاڏو خريد ڪري آڻي. ان کي قلعي جي در تي منشي محمد حسين مار ڏئي ڪانئس ڪپڙا ڦري ورتا.

ان واقعي کان پوءِ فرنگي جنرل به عورتون قلعي جي در تي بيهاري ڇڏيون. جيڪي لنگهندڙن عورتن جي تلاشي وٺڻ لڳيون. شهزادا جن جا حلق اڄ ڪري خشڪ ٿي رهيا هئا، تن کي هڪڙي بهشتيءَ هڪڙي پاڻيءَ جي مشڪ جنرل جي حڪم سان پهچائي، جا هنن سيني لاءِ ڪافي نه هئي. تنهن کان سواءِ مرزا خسرو بيگ جي حويليءَ کي لٽيو ويو. نيپيئر، مرزا صاحب تي اهو الزام مڙهيو ته ڪپتان مئڪفرن کي سامهون پيو هو. مٿئين بهاني سان هن کي

گرفتار ڪرائي، ڪيس ايتري مارڪٽ ڪرايائين، جو وزير بيهوش ٿي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن سر چارلس نيپيئر مذاق طور وٽس حلويءَ جي رڪابي رواني ڪئي، جنهن تي مرزا صاحب جواب ڏنو ته، ”دنيا جو حلوو مردار آهي، مون وٽ روحاني غذا موجود آهي.“ پوءِ مرزا صاحب کي نوڙيءَ سان ٻڌرايائين ۽ مٿس زور زبردستي ڪرڻ لڳو ته مير ڪرم علي خان جي مخفي خزانن جي خبر ٻڌائي ته ڪٿي پوريل هئا. حالانڪ مرزا صاحب کي ان باري ۾ ڪا خبر ڪانه هئي، زيور ۽ جواهرات کان سواءِ اٽڪل ڏهن لکن پائونڊن جيترو خزانو فرنگين کي قلعي جي لٽ مار مان هٿ لڳو. هر هڪ انگريزي سولجر ۽ ديسي سپاهيءَ کي ڪافي حصو مليو. سر چارلس نيپيئر کي ستر هزار پائونڊ حصي ۾ مليا.[1] شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته، ان شام جو حيدرآباد جي ماٿهن آسمان تي پڇڙ تارو ڏٺو، جو گهڻا ئي ڏينهن شام جو نڪرندو هو. پوءِ آهستي آهستي گم ٿي ويو. ان سماوي علامت مان هر ڪنهن ايئن ڄاتو ته سنڌ ۾ آزاد قومي حڪومت ختم ٿي ۽ فرنگي انگريز جو راڄ شروع ٿيو.[2]

## دٻي جي خونريز جنگ:

سهراباڻين ۽ شهداداڻين جو خاتمو ٿي چڪو هو پر مير شير محمد خان ماڻڪاڻي، سر چارلس نيپيئر جي جگر ۾ اڄا ڪنڊي وانگر چڀيل هو ڇاڪاڻ ته مير شير محمد خان حيدرآباد کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي 25 هزار فوجين سان ڇانوڻي هنيو ويٺو هو. نواب احمد خان لغاري، هوش محمد قمبراڻي ۽ ٻيا گهڻا جانباز سپاهي، جيڪي مياڻيءَ جي جنگ مان بچيل هئا، سي مير شير محمد خان جي لشڪر سان اچي گڏيا هئا.[1] دٻي جي جنگ کان 18 ڏينهن اڳ، نيپيئر حيدرآباد جي ميرن کي ڌمڪي ڏني هئي ته:

”مون کي وڌيڪ تڪليف نه ڏيو ۽ مير شير محمد خان جو طرف ڇڏي ڏيو. نه ته اوهان کي قيد ڪري جهاز تي چاڙهي سنڌ کان ٻاهر روانو ڪبو ۽ اها ..زا اوهان لاءِ جوڳي ٿيندي. توهان کي خبر هوندي ته جڏهن ڪو هار کاڌل شخص فاتح جي خلاف قدم کڻندو آهي، تڏهن فاتح کي گهڻو غصو لڳندو آهي.“ نيپيئر کي سندس ضمير ڪائي رهيو هو ته متان حيدرآباد جا نظربند مير يا

---

1_ قلعي جي لٽ مار جي بيان لاءِ ڏسو ’عبرت ڪده سنڌ‘ ص_ 317/315

2_ ’تاريخ سنڌ‘، جلد_2، مرزا قليچ بيگ، ص_ 235.

1_ نيپيئر جو ياءُ ڪتاب ’فتح سنڌ‘ ۾ لکي ٿو ته هوش محمد حبشي، مصر ۾ نيپولين بوناپارٽ جي فوج ۾ نوڪر هو ۽ اتي هن فوجي تربيت ۽ تجربو حاصل ڪيو هو. اهو بيان محض قياسي آهي.

ميرزادا مخفي طرح مير شير محمد خان کي مدد ڪن. هوڏانهن مير شير محمد خان، نيپئر کي لکيو تہ: "لشڪر سميت پيش پئي آءُ قبول ڪر، نہ تہ بهادر بلوچي لشڪر هٿان تباهہ ٿي ويندين!" مياڻيءَ جي جنگ کان پوءِ نيپئر هڪ هفتي تائين مير شير محمد خان جي نقل ۽ حرڪت متعلق خبرچار معلوم ڪئي ۽ ڇهن مهينن جو سامان گڏ ڪري هڪڙي قاصد معرفت مير شير محمد خان ڏانهن چوائي موڪليائين تہ. "سياڻي توتي ڪاهہ ڪندس، بهتر ائين آهي تہ سواءِ ڪنهن شرط جي اچي پيش پئي آءُ مڃ. آءُ تو سان عزت سان گڏبس!"

24 مارچ 1843ع تي، سر چارلس نيپئر فوجن جي صف آرائي ڪئي. ان وقت لارڊ ايلنبرو جي قاصد هڪڙو مهر لڳل لفافو کيس پيش ڪيو. قاصد جنرل کي زباني چيو تہ ٻن مهينن تائين سنڌ جي سرحدن کي مضبوط جهلي ببهو جيئن ميرن کي ڪا ٻيروني مدد ملي نہ سگهي. پيرسن جنرل ڏڪندي ڏڪندي لفافو کوليو جنهن ۾ لکيل هو تہ. مياڻيءَ جي فتح متعلق توکي فوج سميت مبارڪ باد ڏجي ٿي، توهان مان هر هڪ لاءِ وڏا انعام ۽ خطاب توهان جو انتظار ڪري رهيا آهن." سر چارلس نيپئر پنهنجن سپاهين اڳيان خط پڙهي ٻڌايو جنهن تي سپاهين نعرا هنيا. پوءِ طوفان وانگر اَٺ ميل پنڌ لتاڙي صبح جو ائين بجي پنج هزار فوجين سان سر چارلس نيپئر. دبي وٽ پهتو.

مير شير محمد خان جو لشڪر هڪڙي سڪل واهہ جي پيٽ ۾ ٻن خندقن ۾ بيٺل هو. هرهڪ خندق ويهہ ٻاويهہ فوٽ ويڪر ۾ هئي. توب خاني مٿان هوش محمد قمبراڻي اڳواڻ هو جنهن مياڻيءَ جي جنگ ۾ بهادري ڏيکاري هئي. پيادل لشڪر مٿان نواب احمد خان لغاري سپہ سالار هو جو انگريزن کان آخري انتقام وٺڻ لاءِ مير شير محمد خان جي لشڪر سان اچي گڏيو هو.

## بلوچن جي هار:

انگريزي لشڪر ڦهريائين ڪاٻي پاسي کان توب زني شروع ڪئي، پوءِ سوار لشڪر بلوچن تي ڪاهہ ڪئي، جن جي اڳواڻي سر چارلس نيپئر ڪري رهيو هو. سڪل ناري جا ڪپ قليليءَ کان گهڻو مٿي هئا، جنهن ڪري بلوچي سپاهين کي مٿي چڙهي مقابلي ڪرڻ ۾ گهڻي دقت محسوس ٿيڻ لڳي. هوڏانهن انگريزي لشڪر لاءِ اچڻ وڃڻ راند هئي. مياڻيءَ وانگر دبي جي جنگ بہ ٽي ڪلاڪ جاري رهي. انگريزي توب خاني جي آتش فشانيءَ ڪري سڄو آسمان دونهين سان ڍڪجي ويو. مير شير محمد خان فوجن کي ٻن حصن ۾ ورهائي، پاڻ نگراني ڪرڻ لڳو مگر مسلسل توب زنيءَ ڪري بلوچن جون صفون ٽٽي پيون. اٽڪل پنج هزار مجاهد مردانگيءَ سان وڙهندي شهيد ٿي ويا. هوش محمد، مير

شير محمد خان کي ميدان مان نڪري وڃڻ لاءِ صلاح ڏني، مگر هن انڪار ڪيو. بنهه آخر ۾ نواب احمد خان لغاريءَ جي چوڻ تي ساٿس گڏجي ميدان مان نڪتو. هوش محمد آخري دم تائين وڙهندي هڪڙي آئرش سولجر هٿان شهيد ٿي ويو.[1] ڪپتان، ڪوٽ ماٿڪاٽين جي جهنڊي تي قبضو ڪري ورتو.

## عمرڪوٽ ۽ شهدادڪوٽ جا معرڪا:

دٻي جي ميدان کان نڪرڻ کان پوءِ، مير شير محمد خان مير پورخاص جي قلعي ۾ لشڪر گڏ ڪرڻ لڳو جو حيدرآباد کان چاليهن ميلن جي مفاصلي تي هو ۽ ماٿڪاٽين جو تختگاهه هو. حيدرآباد کان هڪ سؤ ميلن جي مفاصلي تي عمرڪوٽ جو مضبوط قلعو به هو مگر ٽالپرن جي شڪست جو ٻڌي، هاٽي سنڌ جا زميندار ميرن کان منهن ڦيرائڻ لڳا. هر هڪ جي دل تي فرنگي پورن جي هيبت جو سڪو ڄمي ويو. مير شير محمد خان رعايا جو رخ بدليل ڏسي، ضروري اسباب سميت عمرڪوٽ جي قلعي ۾ پهتو جتان هڪ هفتي تائين مقابلو ڪندو رهيو. پوءِ ٿر ڏانهن نڪري ويو ۽ نيٺ انگريزن عمرڪوٽ جي قلعي تي جهنڊو چاڙهيو.

21 اپريل 1843ع تي سر چارلس نيپئر سنڌ فتح ڪئي، ليڪن مير شير محمد خان جي موجودگيءَ ڪري سندس دل ٻي آرام هئي. مير صاحب سان نواب احمد خان لغاري ساڻ هو. جنهن جو رسوخ لاهور جي خالصا دربار تائين هو. پنجاب جا لغاري، انگريزن جا طرفدار هئا.[1] ازان سواءِ ديره جات جي کوسن ۽ گورچاڻين جي خلاف، هو لالا مولراج جي طرف هئا،[2] بلڪ قلات جي دربار تائين لغارين جي سردار جو رسوخ هو.[3] سنڌ جي انگريزي لشڪر ۾ بمبئي ۽ بنگال جا سپاهي هئا. جن مان بنگال جا سپاهي قدري نتائڻ لڳا. ٻئي طرف سنڌ ۾ افواه گشت ڪرڻ لڳا ته خالصن ۽ سنڌيا جو لشڪر انگريزن تي ڪاهه ڪندو.

رنجيت سنگهه جي مرڻ کان پوءِ خالصن جو پاڻ ۾ نفاق پيل هو. بلوچ شڪست کاڌل هئا. تنهن ڪري مٿين افواهن سان دلين کي تسلي ڏيڻ لڳا.

1 -Bombay Government Gazetteer, 5th Apri, 1843, Bombay.

1 -W.F.P. Napier: The Conquest of Sind, P. 379.

2 -Frontier & Overseas Expedition from india, The Lagharis.

3_ تاريخ بلوچيان: سردار غلام رسول خان قرائي، ص_ 50_52.

نوٽ: لغارين جي سردار جلال خان، لالا مولراج جي ڪاردار لونگامل کي ديره جات جي بلوچن جي خلاف مدد ڏني هئي. هن سنه 1848ع ۾ هربرٽ ايڊوردس کي ديره جات جي مهم ۾ پڻ مدد ڏني. سنه 1876ع ۾ سر رابرٽ سنڊيمن قلات جي خان خداداد خان سان لغارين جي مدد سان مستنگ جو عهدنامو ڪيو هو ان موقعي تي لغارين جو سردار جمال خان موجود هو.

نواب احمد خان لغاري سرحد جي بلوچن کي پڙڪائڻ لڳو.[1] مير شير محمد خان جي ناڪه بندي ڪرڻ لاءِ سر چارلس نيپئر، ڪرنل رابرٽ کي سکر کان سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪناري سان سيوهڻ وڃڻ لاءِ حڪم ڏنو. ٻئي هڪڙي عملدار کي حيدرآباد کان روهڙيءَ ڏانهن روانو ڪيائين. جاسوسن نيپئر کي خبر ڏني هئي ته مير شير محمد خان وٽ اڃا ڏهه هزار لشڪر آهي، حالانڪ مير صاحب وٽ فقط چار هزار لشڪر هو ۽ 3 توبون هيون. نيپئر ڪپتان جان جيڪب کي هڪڙي مختصر فوجي دستي سان ٻن توبن سميت هالن ڏانهن روانو ڪيو جتان 17 ميلن جي مفاصلي تي مير شير محمد خان هڪڙي قلعي ۾ مقيم هو. مير صاحب جو ڀاءُ مير شاهه محمد خان سيوهڻ کان 14 ميلن جي مفاصلي تي مختصر فوج سان خندقن ۾ جنگ ڪندي گرفتار ٿي ويو.

14 جون 1843ع تي مير شير محمد خان دشمن سان هڪڙي واهه جي ڪپ تي آخري مقابلو ڪيو پر پوءِ فضا جو رخ بدليل ڏسي نواب احمد خان لغاريءَ جي رهنمائي هيٺ اتر سنڌ جي بليدين، جمالين ۽ ڊومبڪين جي ڳوٺن کان ٿيندو پنجاب پهتو. خالصن جي شڪست کائڻ کان پوءِ پنجاب جي گورنر سر جان لارينس جي سفارش سان نواب صاحب کي سنڌ ۾ موٽي اچڻ جي اجازت ملي هئي. اهو بيان موقعي سر ڏبو.

## ٽالپرن جي حيدرآباد مان روانگي:

مير، جيڪي حيدرآباد ريزيڊنسيءَ جي ويجهو محبوس هئا، تن سان انگريزن فاتحن، نهايت ناروا سلوڪ ڪيو. ميرن کان سندن سواريءَ جا وهٽ، بسترا ۽ ڪتاب کسيا ويا. ڪين اڻ پورو ۽ اڻ سهائيندڙ کاڌو ڏنو ويو. 6 ربيع الاول سنه 1259هه (1843ع) تي، گورنر جنرل لارڊ ايلنبرو جي حڪم موجب سرچارلس نيپئر، ميرن کي جلاوطنيءَ جو حڪم ٻڌايو پڻ کين حڪم ڏنائين ته ديرن کان ٻاهر ڪڍو. مرزا خسرو بيگ شاهي ديرن کي ڀهريائين ٽنڊي سائينداد ڏانهن وٺي ويو. اُتي اتفاق سان مرزائن جي گهرن کي باهه لڳي، جنهن ۾ سندن گهڻي ملڪيت جواهرات سميت نذر آتش ٿي ويئي، جنهن ڪري مرزا مفلس ٿي ويا. پوءِ حيدرآباد پريان، قليليءَ جي ڪپ پرسان، نواب محمد خان ٺوڙهي جي ڳوٺ (ٽنڊي ٺوڙهي ۾) رهڻ لڳا. جو اڄ بہ مرزائن جو ڳوٺ سڏجي ٿو. مير صاحبن جي خدمتگارن مان گهڻن وفادارن ميرن سان گڏجي وڃڻ لاءِ نالا ڏنا، جن کي انگريزن وڃڻ لاءِ اجازت ڏني. مير نصير خان، مير حسين علي خان،

1 -History of Alienations of the Province of Sind, Vol-II, the Lagharis.

مير محمد خان، مير يار محمد خان، مير شهداد خان، مير صوبدار خان اڳي ئي نظربند هئا.

31 مئي 1843ع تي ڪپتان برائون ويهن سولجرن سان اميرزادن مان مير عباس علي خان، مير فتح علي خان، مير محمد علي خان ۽ مير مراد علي خان کي گرفتار ڪري ڪئمپ ڏانهن وٺي آيو. پوءِ اتان سيني کي "نمرود" جهاز تي چاڙهي ڪپتان گارڊن جي نگرانيءَ هيٺ، بمبئي ڏانهن روانو ڪيو ويو جتي ملبار ٽڪريءَ تي مير صاحب هڪڙي بنگلي ۾ رهڻ لڳا. بمبئي جي گورنر ساڻن ملاقات ڪئي. سنت چؤماسي موسم اچڻ ڪري ميرن کي بمبئي کان 24 ميلن جي مفاصلي تي سامور ڳوٺ ۾ رهڻ لاءِ منتقل ڪيو. پوءِ هر فرد لاءِ وظيفا مقرر ڪيا ويا، مگر اهي سندن گذران لاءِ ناڪافي هئا. ميرن پهريائين وٺڻ کان انڪار ڪيو پر پوءِ ڪين لاچار قناعت ڪرڻي پئي.

محرم 1260هه (1844ع) ۾ اٽڪل ڏهن مهينن گذرڻ بعد مير صاحبن کي جهاز وسيلي ڪلڪتي ڏانهن اماڻيو ويو جتي گورنمينٽ هائوس ۾ گورنر جنرل ساڻن ملاقات ڪئي. مير شهر کان ٻاهر هڪڙي بنگلي ۾ رهندا هئا. مهيني گذرڻ بعد، مير حسين علي خان، مير محمد خان، مير شاهه محمد خان، مير يار محمد خان کي هزاري باغ جهڙي ويران ڳوٺ ۾ رهڻ لاءِ حڪم مليو. ان وچ ۾ مير رستم خان پوني ۾ وفات ڪئي. مير شهداد خان، جنهن کي سر چارلس نيپئر، ڪپتان اِنس جي قتل جي ڏوهه ۾ سورت ۾ نظربند رکيو هو تنهن کي گورنر جنرل بي ڏوهي ٺهرائي، ڪلڪتي ڏانهن روانو ڪيو. مير صاحبن کي مخصوص ايراضيءَ ۾ شڪار ڪرڻ ۽ وقت بوقت پاڻ ۾ ملاقات ڪرڻ جي اجازت هئي.

## سرحدي بلوچ:

سنڌ انگريزن تازو فتح ڪئي هئي ۽ ان کي ڏار علائقو شمار ڪري، سر چارلس نيپئر گورنر جي حيثيت سان مٿس فوجي حڪومت هلائڻ لڳو. هو سڌو سنئون گورنر جنرل جي ماتحت هو. انهي سال هڪڙو سرڪاري اعلان پڙهيو ويو ته سنڌ تي برطانوي راڄ قائم ٿي چڪو آهي، ڪوبه ماڻهو سرڪار جي خلاف قدم کڻندو ته سندس جان ۽ مال جو خير نه هوندو. فيبروري 1843ع ۾ هڪڙي پڌرائي موجب جن به زميندارن يا جاگيردارن گورنر جي خدمت ۾ حاضر ٿي وفاداريءَ جي خاطري ڏني، تن کي سندن املاڪن تي متصرف ڪيو ويو. انهيءَ سال سموريءَ سنڌ کي ٽن ضلعن ۾ ورهايو ويو: 1_ ڪراچي، 2_ حيدرآباد ۽ 3_ شڪارپور. جن تي ميجر هينري پريڊي، ڪپتان راٿبورن ۽

ڪپتان گولڊ لي فوجي عملدار ڪليڪٽر مقرر ڪيا ويا. سندن ماتحت نائب ڪليڪٽر، ڪاردار ۽ سزاولڪار مقرر ٿيا.

اتر سنڌ جي بلوچي قبيلن مان بليدي، بگٽي، ڊومبڪي ۽ جکراڻي سنه 1845ع تائين انگريزن سان گوريلا نموني جنگ ڪندا رهيا. چاڪاڻ ته انگريزن فقط چانڊين ۽ جتوئين جي جاگيرن کي تسليم ڪيو هو. برسات نه پوڻ جي صورت ۾ سرحدي بلوچ، جن جو گذران ڦرلٽ تي هو. تن جي ڪاهُن جو سلسلو لڪي جبلن تائين جاري رهندو آيو. نيپيئر جي دور جو زمانو هنگامي هو. وٽس 15 هزار لشڪر ۽ اڍائي هزار مسلح پوليس چوڪين تي مقرر هئي. ڊومبڪين ۽ جکراڻين جي سردارن، بجار خان ڊومبڪيءَ ۽ دريا خان جکراڻي جو پيشو ڦرلٽ هو. تنهن کان سواءِ درگي خان، رحمت خان، ترڪ علي ۽ نوبت خان نالي چڙهيا ڌاڙيل هئا. مير عالي بليدين مان سردار علي شير، رامو خان، ٻيارو خان، شير محمد خان ڦرلٽ تي گذر ڪندا هئا. شير ڳڙهه ۽ جهل سندن ٻه مشهور قلعا هئا.

بگٽي شڪارپور تائين ڌاڙا هڻندا هئا. سر چارلس نيپئر کين پنڌاري سڏيندو هو. نيپئر، چانڊين جي سردار ولي محمد خان جي مدد سان ۽ مير علي مراد خان جي چئن هزارن فوجن سان سرحدي بلوچن جو مقابلو ڪيو. جتوئين جي سردار به انگريز فاتح کي مدد ڏني. ڪرنل جان جيڪب ۽ ليفٽيننٽ ميري ويدر جيڪب آباد چانوٽيءَ تي مقرر ٿيا. سنه 1844ع ۾ نواب ولي محمد خان چانڊيي، نوبت خان ڌاڙيل کي گرفتار ڪرائي، انگريزن جي حوالي ڪري، لارڊ ايلنبرو جي سفارش سان هڪ هزار رپيا انعام ڪنيو. جتوئين کي پڪ هئي ته انگريز، ڪنڌڪوٽ سندن حوالي ڪندا، پر معاملو برعڪس نڪتو.

جکراڻي شهسواريءَ ڪري مشهور هئا. سندن سردار دريا خان جکراڻي سڀ کان وڏيڪ ڌاڙا هنيا هئا. تنهن کي جان جيڪب انعام جي لالچ ڏياري. دريا خان، سر چارلس نيپئر وٽ اچي پيش پيو جنهن امن امان سان رهڻ جي شرط عيوض کيس جاني ديري ۾ جاگير ڏني. ڊومبڪين کي رندواهي ۽ نوازو ۾ جاگير ملي. مير عالين پيش پوڻ کان انڪار ڪيو. سندن سردار شير علي خان سنه 1845ع ۾ سر چارلس نيپئر سان وڙهندي شهيد ٿيو. بگٽين، جان جيڪب تي ڪاهه ڪئي ۽ سندن ڇهه سؤ جوان مارجي ويا ۽ هڪ سؤ قيد ٿيا. جيڪب آباد سرحد تي هئڻ ڪري، سنڌ جو چوٿون ضلعو اپر سنڌ فرنٽيئر قائم ٿيو. جان جيڪب ڪنڌڪوٽ وارا جهنگ وڍرائي، بلوچن کي زمينون ڏيئي، ضابطي ۾ آڻي، کين بي هٿيار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. بلدڪو ۽ جتوئڪو ٻه بلوچي رياستون سنه 1853ع ۾ لارڊ ڊلهائوسيءَ جي زماني ۾ شڪارپور ضلعي سان شامل ڪيون ويون.

## ميرن جون درخواستون:

سنه 1260هه ماهه شوال (1844ع) ۾ بيگم ڪرم علي خان، بيگم نور محمد خان، بيگم نصير خان، بيگم صوبدار خان، بيگم مير محمد خان سموري روئداد جنهن ۾ سندن زيور ڪاٺئن ڦريا ويا هئا، سا راڻي وڪٽوريا اڳيان لکي پيش ڪئي. انهن درخواستن ۾ لکيل هو تہ انگريزي عملدارن ساڻن جيڪي عقوبتون ۽ ناانصافيون ڪيون تن لاءِ جاچ ڪرڻ ڪپي. بيگمات جي وڪيلن آخوند حبيب الله، ديوان مينارام ۽ ديوان ڏيارام سمورا ڪاغذ 30 مارچ 1845ع تي راڻي وڪٽوريا اڳيان پيش ڪيا، پر سندي اپيلن تي نہ حڪومت ڌيان ڏنو نہ وري برٽش پارليامينٽ ڪو تدارڪ ڪيو.[1]

لارڊ ايلنبرو انگريز فوجي عملدارن کي افغانستان، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ چوٽ چڙي، جيڪي جنگيون ڪرايون، تن جي ڪري ڪمپنيءَ جي خزاني تي گهڻو بار پيو. ميرن سان هن جيڪا ضدي پاليسي اختيار ڪئي، ان باري ۾ هندستاني پريس ۽ رعايا ۾ عام ناراضپو پئجي ويو. جيتوڻيڪ گورنر جنرل ڪابل جي ويڙهہ ۽ سنڌ جي جنگين ۾ ڪامياب ٿيو هو، مگر ساڳئي وقت انگريزن جي آفيم جي سوال تي چين سان جنگ لڳل هئي. اهوئي سبب هو جو ڪمپنيءَ جا ڊائريڪٽر سندن ضدي پاليسيءَ جي خلاف هئا.[2] انگيلنڊ جي وزيرن، جن ٿورو اڳ ڪمپنيءَ کي واپار لاءِ چارٽر ڏنو هو تن ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي صلاح ڏني تہ ايلنبرو کي سندس فوجي بالا عملدارن سميت واپس گهرايو وڃي. جيڪڏهن مسٽر ولبر فورس، ايلنبرو جو صلاحڪار نہ هجي ها تہ شايد اجا هو وڌيڪ بدنام ٿئي ها.

پهرين آگسٽ سنہ 1844ع تي ايلنبرو ولايت ڏانهن ويو سندس جاءِ تي سندس مائٽ لارڊ هارڊنج گورنر جنرل مقرر ٿي آيو.[3] ايلنبرو جي لنڊن پهچڻ کان پوءِ هڪڙي پاسي ليڊن هال جي ڊائريڪٽرن مٿس مقدمي هلائڻ لاءِ پڪو ارادو

---

1ـ بيگمن جي درخواستن جو تفصيل ۽ وڪيلن جي درخواستن متعلق ڪوشش جو بيان ڪتاب "عبرت ڪده سنڌ" ۾ ذنل آهي.

2ـ سنہ 1840ع ۾ چين سرڪار آفيم جي درآمد تي بندش وڌي، ڪانٽون بندر تي انگريز سوداگرن جا جيڪي آفيم جا گدام هئا، تن تي چينائين قبضو ڪيو. ان ڪري انگريزن جي چين سان جنگ لڳل هئي، جيڪڏهن انگريز شڪست کائين ها تہ هندستان جي حڪومت کي ساليانو ڏهن لکن پائونڊن جو نقصان پهچي ها. مٿين جنگ 1841ع ۾ ختم ٿي. انگريزن هانگ ڪانگ تي قبضو ڪيو. هينري پاٽنجر هن جنگ ۾ مئو هو.

3 -R. B. Mowat: A New History of Great Briton, P. 804.

ڪيو. ٻئي پاسي ڊائوننگ اسٽريٽ جي ايوان جا سياسي مدبر سندس بچاءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ لڳا. سر دست ڊائريڪٽرن مٿس هيٺيان پنج سنگين الزام مڙهيا:

1_ افغانستان ۾ وڌيڪ دخل ڏيڻ لاءِ هندستان جو ڪمانڊر انچيف توڙي ٻيا فوجي ماهر منڍ کان خلاف هئا. 15 هزار انگريزي لشڪر چٽ ٿيڻ کان پوءِ، برٽش حڪومت افغانستان کي خالي ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. چاڪاڻ ته ڪابل جي ويڙهه تي لارڊ آڪلنڊ 13 ڪروڙ رپيا خرچ ڪري چڪو هو جنهن ڪري آنريبل ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي خزاني تي ناقابل برداشت بار پيو هو. لارڊ ايلنبرو افغان ويڙهه کي جاري رکي، حڪومت هند کي وڌيڪ ٻن ڪروڙن جي نقصان هيٺ آندو. ساڳئي وقت چين سان جنگ لڳل هئي، جنهن جي خرچ جو ذمو به حڪومت هند تي هو. غزنيءَ جي مقبري جي دروازن کي پٽرائڻ واري سندن ناجائز فعل کي ڊائريڪٽر سندن ديوانگي تصور ڪرڻ لڳا.

2_ قلات جو بيگلر بيگي مير نصير خان صلح ڪرڻ لاءِ آماده هو جنهن لاءِ ڪرنل سٽيسي سفارش به ڪئي هئي، پر ايلنبرو سندس سفارش تي ڪو ڌيان ڪونه ڏنو هو.

3_ ٽالپر امير معاهدي جي شرطن تي پائبند هئا. مگر ايلنبرو ملڪ گيريءَ جي هوس ۾ ڦاسي، سر چارلس نيپئر کي ميرن سان مفت ڦتائڻ ۽ جنگ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو، جنهن ڪري ڪمپنيءَ سرڪار کي ادائي ڪروڙ رپين جو نقصان ڪٽڻو پيو. نيپئر کي سٺ لک رپيا لٽ مار مان حصي ڏيڻ کان پوءِ ايلنبرو پنهنجن گناهَن کي لڪائڻ لاءِ ظاهر ڪيو ته سنڌ ملڪ جيڪو ڪمپني سرڪار سان لاڳو ٿيو آهي، سو مصر وانگي زرخيز ملڪ آهي.[1] ڊائريڪٽرن کي خبر آهي ته انگريزن، مير علي مراد کي هٿيو بنائي ميرن سان جنگ ڇيڙي، حالانڪ مير آخرين معاهدي جي شرطن کي منظور ڪرڻ لاءِ هر حال ۾ تيار هئا.

4_ سنڌ فتح ٿيڻ بعد، ڪمپني سرڪار خرچن کي گهٽائڻ لاءِ سنڌ جي لشڪر جو پگهار گهٽايو جنهن ڪري سپاهين بغاوتون ڪيون، جن جو اثر هندستان جي ٻين ڇانوڻين تي پيو. اهڙين بغاوتن لاءِ گورنر جنرل ذميوار هو.[2]

---

1 -J.C. Marsham: Abridgment of The History of India, P. 436.

2_ نوٽ: اڳ سنڌو نديءَ وارا ملڪ ڌاريا سڏبا هئا. سنڌ ڏانهن انگريز جيڪي به لشڪر موڪليندا هئا، تنهن کي ڀتو ملندو هو. مگر سنڌ فتح ٿيڻ کان پوءِ فوجي خرچ گهٽائڻ لاءِ گورنر جنرل مٿيون ڀتو بند ڪيو جنهن ڪري سپاهين ۾ عام ناراضپو پئجي ويو. سندن چوڻ هو ته ڪمپني سرڪار نئون ملڪ کٽيو آهي، ان ڪري ڀتو جاري هئڻ کپي. فيبروري 1844ع ۾، 34 نمبر پيادل لشڪر کي سنڌ وڃڻ لاءِ حڪم مليو پر سپاهي انڪار ڪيو. بنگال فوج جي 7 نمبر سوار

5_ جنگ کان اڳ، ٽالپر صلح جي شرطن کي منظور ڪرڻ لاءِ تيار هئا ۽ جنگ کان پوءِ انهن هٿيار ڦٽا ڪيا. تنهن هوندي بہ سر چارلس نيپئر شاهي بيگمات جي بي حرمتي ڪئي. ميرن کي جلاوطن ڪرڻ کان پوءِ انهن لاءِ جيڪي وظيفا مقرر ڪيا ويا، سي گهٽ ۽ ناڪافي هئا. گورنر جنرل ميرن جي جن خطن کي بهانو بنايو سي جعلي هئا.[1] مير علي مراد خان، مير رستم خان تي جيڪي الزام مڙهيا هئا، سا سندس عياري هئي. هن ڪپتان براڻون جي منشي محي الدين کي ڏهہ هزار رپيا ڏيئي، نونهار جي معاهدي جي شرطن ۾ ڦيرڦار ڪرائي، جعلي دستاويز تيار ڪرايا. انگريزي عملدارن ۽ سندن منشين کي رشوتون ڏيئي، مير رستم خان جي ٽپال گم ڪرائي. مٿين سنگين الزامن ڪري لارڊ ايلنبرو جي چٽڻ جي ڪاامِيد ڪانہ هئي، سندن خوش قسمتي چئبي، جو ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن جي بورڊ جي صدر سر جان هاب هائوس سندس سفارش ڪئي.

ان کان سواءِ برٽش وزارت جون واڳون انهن ڏينهن ۾ لارڊ پيل جي هٿن ۾ هيون، جنهن سندس طرفداري ڪندي، ڪيس مٿين الزامن کان بري ڪرايو. ايلنبرو خلاف جاچ ڪرڻ لاءِ ڊائريڪٽرن جيڪا خفيہ ڪاميٽي مقرر ڪئي هئي، تنهن جي اڳيان هن پنهنجي بچاءَ ۾ چيو هو تہ ميرن بهاول پور ۽ جيسلمير جي علائقن کي موٽائي ڏيڻ کان انڪار ڪيو تنهن ڪري ڪاهہ ڪئي ويئي هئي!

سنہ 1260ھ (1844ع) سيپٽمبر مهيني ۾ مير نصير خان، مير صوبدار خان ۽ مير محمد خان نئين گورنر جنرل لارڊ هارڊنج کي پڪار ڪئي. 6 مارچ تي، ڪورٽ آف پروپرائيٽرس ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن کي هدايت ڪئي تہ راڻي وڪٽوريا جي وزارت کي لکيو وڃي تہ لارڊ ايلنبرو جي ڪيل ناانصافين متعلق جاچ ڪئي وڃي، ليڪن انڊيا آفيس اهڙي اجازت ڪانہ ڏني. جواب نہ

---

فوج ۽ توب خاني سنڌ ۾ بغاوت ڪئي، جن کي واپس گهرايو ويو. هندستاني 96 نمبر فوج ۽ نمبر 4 فوج کي سنڌ وڃڻ لاءِ حڪم مليو پر سپاهين فيروز جي پتڻ تي ٻيڙين تي چڙهڻ کان انڪار ڪيو. نمبر 64 فوج لڏيانہ ڇانوڻيءَ ۾ بغاوت ڪئي. مدڪي ۽ شڪارپور ڇانوڻين ۾ سپاهين بغاوتون ڪيون. مدراس جي هڪڙي ريجمينٽ کي بمبئيءَ وڃڻ لاءِ حڪم مليو پر سپاهين وڃڻ کان انڪار ڪيو. آخر حڪومت کي تيسين پتو بحال ڪرڻو پيو جيسين سنڌ بمبئي کان ڌار علائقو رهيو. مٿئين بغاوتن جي ڪري، لارڊ ايلنبرو جي سخت بي عزتي ٿي هئي.

1_ مير نصير خان ۽ ٻين ميرن تي لارڊ ايلنبرو اهوا لزام مڙهيو تہ مير بگٽين جي سردار بيبرڪ ۽ سکن جي راجا شير سنگهہ ڏانهن خط روانا ڪيا هئا. تنهن ڪري ميرن کي هٿيارن رکڻ کان پوءِ گرفتار ڪيو ويو. سردار بيبرڪ ايترو طاقتور ڪونہ هو جو ميرن پاران انگريزن سان جنگ جوٽي سگهي ها. ايلنبرو جيڪي خط ڊائريڪٽرن اڳيان پيش ڪيا هئا، سي سمورا جعلي هئا.

ملڻ تي ميرن قرض کڻي پنهنجا ٽي وڪيل آخوند حبيب الله، ديوان مينارام ۽ ديوان ديارام کي لنڊن ڏانهن روانو ڪيو. وڪيلن دارالعلوم تائين پڪارون ڪيون، پر جيئن بيگمات جي درخواستن تي ڪو ڌيان ڪون ڏنو ويو تيئن ميرن جي اپيلن جو بہ ڪو ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو فقط لارڊ هارڊنج بارڪ پور ڇانوڻيءَ ۾ ميرن سان ملاقات ڪندي ظاهر ڪيو تہ واقعي ساڻن ناانصافي ٿي آهي. ساڳئي وقت گورنر جنرل پنهنجين مجبورين کي بہ ظاهر ڪيو.

## نيپئر جي پڄاڻي:

سر چارلس نيپئر پنجاب فتح ٿيڻ کان پوءِ ٿورو وقت هندستان جو ڪمانڊر انچيف ٿي رهيو ان زماني ۾ لارڊ ڊلهاؤسيءَ پنجاب پوليس جا پگهار وڌايا هئا. جنهن تي نيپئر اعتراض اٿاريو پوءِ استعفيٰ ڏيئي ولايت ڏانهن ويو جتي سنہ 1852ع ۾ مئو.[1] انگريز قوم سندس يادگار لاءِ سندس پتل جو بوتو لنڊن جي مشهور چؤسول ٽرئفلگر ۾ کڙو ڪيو.[2] هو سنہ 1847ع تائين. سنڌ جو گورنر رهيو هو. ساڳئي سال سندس وڃڻ کان پوءِ سنڌ بمبئي ڪاتي سان لاڳو ٿي ويئي ۽ مسٽر پرنگل سنڌ جو پهريون ڪمشنر مقرر ٿيو.

## ميرن جي واپسي:

سنہ 1270هہ (1854ع) ۾ لارڊ ڊلهاؤسيءَ جي سفارش سان انن ورهين تائين جلاوطن رهڻ کان پوءِ ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽرن، ٽالپر ميرن کي سنڌ ڏانهن موڪلڻ لاءِ گورنر جنرل کي اجازت ڏني. ان وچ ۾ سنہ 1662هہ (1846ع) ۾ مير نصير خان ۽ مير صوبدار خان جو پٽ ڪلڪتي ۾ وفات ڪري ويا. 4 مارچ 1857ع تي شهزادي مير عباس علي خان ۽ مير شهداد خان ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي. ميرن جي جنازن کي کڻائي حيدرآباد جي اتر واري شاهي قبرستان ۾ دفنايو ويو. سنہ 1852ع ۾ مير فضل علي خان ۽ سنہ 1853ع ۾ مير غلام شاهہ وفات ڪري ويا. سنہ 1262هہ (1846ع) ۾ مير رستم خان پوني ۾ وفات ڪئي. مير صاحب کي پوني ۾ رکيو ويو هو. ڇاڪاڻ جو پيرسنيءَ ۽ ضعف ڪري هو ڪلڪتي وڃي نہ پئي سگهيو. سندس پاڻتي مير نصير خان 1281هہ (1864ع) ۾ وفات ڪئي. بنهي ميرن جا لاشا خيرپور آندا ويا. نومبر 1855ع ۾ مير محمد خان ۽ مير يار محمد خان دهلي ۽ پنجاب رستي کان حيدرآباد پهتا. سنہ

1 -R. Temple SIR: Mer & Events of My times in India, Chp. VII, P. 113, London, 1882.

2 -R. B. Mowat: A New History of Great Briton, PP. 780-789

1275هه (نومبر 1859ع) ۾ مير حسين علي خان حيدرآباد پهتو. مير صاحبن کي سنڌ جي ڪمشنر جاگيرون ڏنيون. جلاوطنيءَ جي زماني ۾ کين خط و ڪتابت ڪرڻ جي اجازت هئي.

## فتح محمد خان غوري:

فتح محمد خان غوري، جنهن جي عمر مياڻيءَ جي جنگ وقت اسي ورهيه هئي، سو پهريائين مير رستم خان سان گڏ حيدرآباد ۾ نظربند هو. مير مراد علي خان مٿس الزام مڙهيو ته هو خيرپور جي وزير علي حسين کان ڇهه هزار رپيا قرض ڪٽي پچي ويو آهي. شيخ علي حسين، جو سهارن پور هندستان مان قسمت آزمائڻ لاءِ سنڌ ۾ آيو هو ۽ پوءِ خيرپور جو وزير ٿيو هو، سو مير علي مراد خان سان سندس سازشن ۾ ڀت هو. هن سابق وزيراعظم تي قرض جو ڪوڙو الزام مڙهيو هو. مٿئين الزام ڪري پوڙهو فتح خان هڪ سال تائين مير علي مراد خان وٽ قيد رهيو. پوءِ بهاول پور جي نواب سندس قرض جي رقم ڀري، کيس آزاد ڪرائي، پنهنجو وزير مقرر ڪيو. نواب صاحب فتح خان کي ويهه هزار رپيا نقد انعام ۽ 14 هزار رپين جي آمدنيءَ واري جاگير عطا ڪئي. پڇاڙيءَ جو پيرسنيءَ جي حالت ۾ ملتان جي جنگين ۾ ناموري حاصل ڪري وفات ڪيائين.

## مير شير محمد خان ماڻڪاڻي:

مير شير محمد خان ماڻڪاڻي "شير سنڌ" کي انگريزن سر جان لارينس گورنر پنجاب جي سفارش سان مارچ 1853ع ۾ ميرپور خاص ۾ رهڻ لاءِ اجازت ڏني. مير صاحب شهر کان ٻن ميلن جي مفاصلي تي ٽنڊو شير محمد خان تعمير ڪرائي رهڻ لڳو. سنه 1857ع ۾ بلوي جي ڏينهن ۾ وفادار رهڻ ڪري، مير صاحب کي برٽش حڪومت ڪي_ سي_ آءِ جو خطاب ڏنو. پهريائين مير صاحب کي هڪ هزار رپيا ماهوار وظيفو ملندو هو. پوءِ سنه 1863ع ۾ کيس به هزار رپيا ملڻ لڳو. آگسٽ 24، سنه 1871ع تي وفات ڪيائين.

## نواب احمد خان لغاري:

نواب احمد خان لغاري به مير شير محمد خان سان گڏ آڻ مڃي هئي. سر چارلس نيپئر هن لاءِ گورنر جنرل کي سفارش ڪري ويو هو. نواب صاحب کي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ جاگير ملڻ سميت هڪ سؤ رپيا ماهوار وظيفو به ملڻ لڳو. سنه 1858ع ۾ ميجر گولڊ سمٿ سندس جاگير کي موروثي ڪرڻ لاءِ سفارش ڪري ويو هو. فيبروري سنه 1870ع ۾ وفات ڪيائين.

## مير علي مراد خان:

پائرن سان مير علي مراد خان تڪرار ڪري ميرن جي صاحبيءَ جو سنڌ ۾ خاتمو آندو. مير علي مراد خان تي بعد ۾ سر چارلس نيپئر نونهار جي معاهدي ۾ خيانت ڪرڻ جي الزام هيٺ گورنر جنرل کي شڪايت ڪئي. جنهن تي سنه 1852ع ۾ لارڊ ڊلهاؤسيءَ ڪنڊياري ۽ نوشهري (ساهتي) جا پرڳڻا سندس رياست کان ڇني حيدرآباد ضلعي سان لاڳو ڪيا ۽ بردڪو شاهه بيلو چڪ، سيد آباد، اباوڙي، ميرپور ماٿيلي، لڏو گاگن، الور، بکر ۽ بامبرڪي علائقا رياست کان ڇني شڪارپور ضلعي سان شامل ڪيا. سنه 1856ع ۾ مير صاحب پاڻ ولايت ڏانهن انصاف لاءِ ويو وڪيل ڪيائين پر ڪڙتيل نڪري ڪونه سگهيو.

مٿين تهمت مير صاحب تي سنڌ جي ڪمشنر ۽ گورنر جنرل مڙهي هئي. وري جڏهن تحقيقات ڪئي ويئي، تڏهن خود مير جي ماڻهن سندس خلاف شاهديون ڏنيون. مثلا: 1_ ساڳيو وزير شيخ حسن علي ولد شيخ امام بخش سهارن پوري، جنهن جي مدد سان مير صاحب فتح محمد غوريءَ کي گرفتار ڪرايو هو 2_ پير سيد علي گوهر شاهه راشدي، 3_ منشي ذوقيرام ۽ منشي ٽؤنرمل ساڪرو جو ڪنهن ڏهه سبب اڳي ئي قيد ۾ هو. تحقيقاتي ڪاميٽي سکر ۾ ويٺي، جنهن جو صدر ڪمشنر مسٽر پرنگل هو ۽ ميجر جان جيڪب ۽ مسٽر لئنگ ڪاٺياواڙ جو پوليٽيڪل ايجنٽ ميمبر هئا. مير علي مراد خان پاران مير رستم خان جي پياري ملازم محمد خان جلباڻي، قاضي محمد شڪارپوري، فتح محمد توشڪي ۽ کهڙن جي زميندارن زوردار شاهديون ڏنيون. پر فرنگي پنهنجي اڳ تر فيصلي کان ڪونه مڙيا.

سنه 1857ع ۾ مير علي مراد خان جي وڏي پٽ مير شاهه نواز خان بلوي جي ڏينهن ۾ برٽش سرڪار جي وڏي مدد ڪئي، جنهن جي عيوض انگريزن مير صاحب کي 12 هزار ربيا ساليانو وظيفو ڏيڻُ ڪيو. پر مير قبول نه ڪري پنهنجي ڪسيل ملڪ لاءِ گهر ڪئي، جا انگريزن قبول نه ڪئي. سنه 1891ع ۾ مير علي مراد خان کي ”گرانڊ ڪراس آف دي انڊين ايمپائر“ جو لقب مليو. 25 رمضان سنه 1321هه (1894ع) ۾ 81 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين، سندس جنازو ڪربلا معليٰ ۾ دفنايو ويو.

## سماجي صورتحال:

ٽالپرن جڏهن سنڌ فتح ڪئي هئي، ان وقت مدد خان پٺاڻ جي ڪاهه ڪري سنڌ جا شهر ۽ وسندڙ ڳوٺ بلڪل ويران ٿي ويا هئا. مؤرخ ايلفنسٽن،

مدد خان جي ڪاهه کي قيامت صغريٰ لکي ٿو. هر ڪا فاتح قوم پنهنجن ناانصافين ۽ ڪيل گناهَن تي پردي وجهڻ لاءِ مغلوب قوم تي نازيبا الزام مڙهي، ان کي بدنام ڪري پنهنجن ڪافر ماجرائن کي حق بجانب ڏيکارڻ لاءِ ڪوشش وٺندي آهي. مغربي قومن مان خاص ڪري انگريز اهڙي فن ۾ ڪامل عيار آهن. سنڌس قوم جي مؤرخن ٽالپر حاڪمن جي راڄ کي مفت بدنام ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ انگريزي راڄ ۾ مونسپالٽين، آگبوٽن، تار برقي، ريلوائين ۽ هوائي جهازن جون نعمتون هندستانين کي نصيب ٿيون. مگر زماني جو بيان هت اسين لکي رهيا آهيون، انهن ڏينهن ۾ هندستان جا باشندا مٿين ترقيءَ جي نعمتن کي فرنگيءَ جي دائمي غلاميءَ هيٺ رهڻ لاءِ فولادي زنجيرون تصور ڪندا هئا.

هندستان جو آبادگار توڙي دولت مند طبقو انگريزي راڄ کان نالان ۽ پريشان هو. هو گذريل سادگي ۽ آسودگيءَ جي دؤر کي ياد ڪري رت روئيندا هئا. اهو ئي سبب هو جو جڏهن سنڌ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ 14 ورهيہ مس گذريا هئا تہ سڄي هندستان اندر انگريزن جي خلاف بلوو پئجي ويو. جيڪڏهن سک ۽ گورکا مٿئين بلوي ۾ انگريزن کي مدد نہ ڏين ها تہ 1947ع کان گهڻو اڳ انگريزن جا هندستان مان ٽپڙ گول ٿي وڃن ها.[1] ٽالپرن جي صاحبيءَ جي زماني ۾ هي صوبو مغربي تهذيب کان ايترو متاثر ڪونہ ٿيو هو جيترو هندستان. هن صوبي جي پيداوار هتي جي رهاڪن جي گهرج کان گهڻو وڌيڪ هئي، بلڪ ڪڇ ۽ مارواڙ توڙي بلوچستان جي ڏڪر جي ستايلن جي هي صوبو پرورش ڪندو هو. اڄ بہ هي صوبو پاڪستان اندر بچت وارو صوبو آهي.

ميرن جي صلح پسند پاليسيءَ ڪري هي صوبو بيروني ڪاهُن کان محفوظ هو ۽ سنڌ اندر امن و امان هو. ٽالپر فرمانروا پاڻ جنگجو بلوچ هئا، مگر

---

1_ نوٽ: سنہ 1874ع ۾ شهزادي مير شاهنواز جي وفات کان پوءِ مير علي مراد خان جو بيو پٽ مير فيض محمد خان، خيرپور جي گاديءَ تي ويٺو ۽ مارچ 1909ع ۾ ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ وفات ڪيائين. کانئس پوءِ سندس پٽ مير امام بخش خان گاديءَ تي ويٺو. سندس ڏينهن ۾ آل انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس جو خيرپور ۾ اجلاس ٿيو ۽ رياست ۾ بيا سڏارا ٿيا. سنہ 1921ع ۾ مير امام بخش خان جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مير علي نواز خان گاديءَ تي ويٺو ۽ دهليءَ جي چيمبر آف پرنسز جو ميمبر ٿيو سنہ 1936ع ۾ وفات ڪيائين. کانئس پوءِ سندس پٽ مير فيض محمد خان ثاني گاديءَ تي ويٺو. سندس ڏينهن ۾ 15 آگسٽ 1947ع تي، تقسيم هند کان پوءِ رياست خيرپور پاڪستان ۾ شامل ٿي ويئي.
W. H. Sloeman SIR: Rembles & Recollections of An India Official, Vol. II, Chp-X, PP-127-129, London.

رعايا جي فلاح ۽ بهبوديءَ ڪاڻ ڪين جنگين کان نفرت هئي. مير صاحبن جي زندگي بلڪل سادي هئي، فقط سير ۽ شڪار سان دل وندرائيندا هئا. ٽالپرن جملي سٺ ورهيہ حڪومت ڪئي، انهن سٺ سالن دوران سنڌ اندر شهر ۽ ٽنڊا (ڳوٺ) تعمير ڪرايا. اوترا سنڌ اندر اڳ ڪڏهن ڪونہ تعمير ٿيا هئا. ميرن جي زماني ۾ شهرن ۽ ڳوٺن ۾ چوپائي مال، اَن، گيهہ، ڪڪڙن جي سستائي هئي، انگريزي ايجنٽن وقت بوقت سنڌ متعلق ڪلڪتي جي سپريم ڪائونسل کي جيڪي رپورٽون پيش ڪيون، تن ۾ سنڌ جي شهرن ۾ سستائيءَ جو ذڪر ڏنل آهي. سٺي ۽ سستي غذا ملڻ ڪري، سنڌ جا باشندا تندرست هئا.

## ٽنڊوباگو:

ابتدا ۾ ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ مير شهداد خان ٽالپر کي مغل دربار مان پٽ باران جو علائقو جاگير طور مليو هو جتي هن پنهنجن ديرن لاءِ ننڍا ننڍا قلعا تعمير ڪرايا هئا. اُهي "ديره جات" سڏبا هئا. ماڻڪاڻين جو اوائلي تختگاهہ ٽنڊي باگي تعلقي ۾ پنگريہ ڳوٺ اوريان ڪيٽيءَ ۾ هو هتي مير ٿارو خان رهندو هو. هتي ماڻڪاڻين جي اوائلي بينڪن جا آثار اڄا موجود آهن. مير باگو خان جنهن ميان عبدالنبي خان جي بيگم "سنڌ راڻيءَ" سان شادي ڪئي هئي، سو پهريائين ڪيٽيءَ ۾ رهندو هو پوءِ پنهنجي جاگير ۾ ٽنڊو باگو تعمير ڪرائي اتي رهڻ لڳو جتي باگاڻي مير رهڻ لڳا.[1]

## ميرپورخاص:

سنہ 1806ع ۾ مير ٿاري خان جي فرزند مير علي مراد خان، جو فياضيءَ ۽ انصاف جي ڪري مشهور ٿي گذريو. ميرپور خاص جو شهر ۽ قلعو تعمير ڪرايو. پوءِ هي شهر ماڻڪاڻين جو تختگاهہ ٿي رهيو. ماڻڪاڻين جي زماني ۾ شهر ۾ 3 سؤ دڪان هئا ۽ آدم ڏهن هزارن کي پهتو اڄ بہ هي شهر ضلعي ۽ ڊويزن جو صدر مقام آهي.

## ٽنڊوالهيار:

سنہ 1790ع ۾ مير فتح خان جي پٽ مير الهيار خان ٽنڊو الهيار تعمير ڪرايو. مٿيان ٻئي شهر ٿرپارڪر جا مکيہ شهر هئا.

---

1 -Selection From the Pre-Mutiny Records of the Comisioners Sind, P. 195

شاهنامہ سنڌ: ذڪر مير باگو خان.

## ٽنڊو محمد خان:

سنہ 1791ع ۾ مير محمد خان شاهواڻيءَ لاڙ ۾ ٽنڊو محمد خان شهر تعمير ڪرايو. سنہ 1809ع ۾ هينري پاٽنجر جي بيان موجب مير سلطان علي خان کي شهر مان ساليانو آمدني 5 لک رپيا هئي.[1] اڄ تائين هي شهر لاڙ ۾ واپار جو وڏو مرڪز آهي.

## خيرپور:

اڳ سهراباڻين جو تختگاهہ احمد آباد (ڪوٽ ڏيجي) هو. مير سهراب خان هاليپوٽن کان هاٿوڪي خيرپور جي زمين خريد ڪري. خيرپور جو شهر تعمير ڪرايو. پوءِ سهراباڻين جو تختگاهہ ٿي رهيو. خيرپور باغات ڪري مشهور آهي.

## فتح آباد:

مير فتح علي خان سڪرنڊ جي پُرفضا ڍنڍ تي فتح آباد ڳوٺ تعمير ڪرايو. ان کان سواءِ ڪلهوڙن جون حيدرآباد ۾ جڙيل جيڪي مسجديون ۽ عمارتون هيون، تن جي مرمت ڪرايائين. مير صاحب جي والده جامع الخيري حيدرآباد ۾ تعمير ڪرائي.

## منهوڙي جو قلعو:

سنہ 1799ع ۾ ڪراچي بندر جي بچاءَ لاءِ مير فتح علي خان منهوڙي جو مٿيءَ جو قلعو تعمير ڪرايو ۽ مٿس توبون رکايون. ڪراچيءَ جو بندر ڏينهون ڏينهن ترقي ڪرڻ لڳو. سنہ 1830ع ۾ شهر جو آدم ڇهن هزارن ۽ سنہ 1842ع ۾ ٻارهن هزارن کي پهتو.

## راڄو خاناڻي ۽ ٽنڊو فاضل:

ميرن جيڪي شهر ۽ ٽنڊا تعمير ڪرايا، تن سٺت ترقي ڪئي ۽ اڄ بہ اهي سنڌ جا مردم خيز ڳوٺ شمار ٿين ٿا. ماٺڪاڻين، خاناڻي ٽالپرن کي جاگيرون ڏنيون. مير راڄي خان "راڄو خاناڻي" ڳوٺ ٻڌرايو ۽ مير فاضل خان ٽنڊو فاضل تعمير ڪرايو.

## ٽنڊو ڄام:

مير محمد خان ولد مير ڄام خان ٽنڊو ڄام تعمير ڪرايو.

---

1 -Selections From the Records of Bombay Government, No. XVII.

## ٽنڊو مستي خان ۽ لقمان:

رئيس حاجي خان مريءَ جي وڏي پٽ مستي خان، ٽنڊو مستي خان ٻڌرايو ۽ لقمان خان، لقمان جو ڳوٺ ٻڌرايو. ان مان معلوم ٿيندو تہ ميرن جي پيروي ڪندي سندن اُمرائن بہ ڪي ڳوٺ ٻڌرايا.

## طاهر بازار:

مير جتي بہ ڪو مٽيا وارو شخص ڏسندا هئا، تہ مٿس احسانن جو بار وجهي ان کي پنهنجو وفادار بڻائي، مقربان خاص جي زمري ۾ شامل ڪندا هئا. حيدرآباد واري شاهي بازار طاهر خدمتگار جي نالي تي "طاهر بازار" سڏبي هئي.

## ٽنڊو قيصر:

مراد قيصر خان نظاماڻي حيدرآباد ضلعي ۾ ٽنڊو قيصر تعمير ڪرايو. مير بجر خان جي وفادار سپاهي ٻيڙي خان کوکر، کوکرن جو ڳوٺ تعمير ڪرايو هو.

## ٽنڊو اسماعيل شاھ:

سيد آغا اسماعيل شاھ وزير، جو اصل اصفهان جو رهاڪو هو تنهن قليليءَ جي ڪپ تي پنهنجي نالي تي ٽنڊو تعمير ڪرايو. هتي جي مسجد جي ڪتبي تي مير فتح علي شاھ جو نالو لکيل آهي. هتان ٿوري پنڌ تي ٽنڊو مير محمود خان آهي.

## ميرن جا قبا:

سر رچرڊ برٽن بہ گهمرا سنڌ جي سياحت ڪرڻ آيو هو. ميرن جا قبا، جيڪي شهر جي اتر ۾ آهن، تن بابت لکي ٿو:

"اتر وارن مقبرن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿي سگهندو تہ اُهي گذريل زماني جي عمارت سازيءَ جو مشرقي نمونو آهن.... ٽالپرن، ڪلهوڙن جي عمارتن جي بہ حفاظت ڪئي."[1]

## آثار قديم جي مرمت:

ميرن قديم آثارن جي بہ مرمت ڪرائي، مير نور محمد خان ٺٽي جي مسجد شاھ جهاني ۽ مڪليءَ جي مقبرن جي مرمت ڪرائڻ تي 12 هزار رپيا خرچ ڪيا. مير نصير خان سنڌ جي سرتاج شاعر شاھ ڀٽائي رحہ جي مقبري واريءَ مسجد جي تعمير ڪرائي ۽ قبي جي چوگرد هڪڙي پڪي ديوار تعمير

1 -J. W. Smith: Gazetteer of the Province of Sind, Vol. XI, PP. 48-49 (1911(

ڪرائي ۽ مٿس چار گنبذ تعمير ڪرايا. سندس خيال هو ته قبي جي اندر سونهري ۽ ميناڪاريءَ جو ڪم ڪرائجي. مگر زماني جي گردش کيس فرصت ڪانه ڏني. مير نور محمد خان قبي اڳيان ايوان تعمير ڪرائي، هڪ کوهه کٽايو هو. سندس سؤٽ مير محمد خان قبي کي چانديءَ جو دروازو وجهايو، جو اڄا اتي موجود آهي.

## فوجي قوت:

ميرن وٽ ڪابه باقاعدي فوج ڪانه هئي. فقط محافظ فوج جا ڪي دستا وٽن رهندا هئا. سڄي سنڌ رئيسن، سردارن ۽ زميندارن ۾، يورپ جي وچين دؤر جي زماني وانگر ورهايل هئي، جيڪي ميرن کي ضرورت وقت فوجي امداد ڏيندا هئا. ميرن جا قانون ساڳيا هئا، جيڪي شير شاهه سوري ۽ اڪبر اعظم مرتب ڪيا هئا. ميرن وٽ وزارت جو عهدو به هو ۽ وٽن صلاحڪارن جي جماعت به رهندي هئي. صلاحڪارن ۾ ڪي سادات هئا، ڪي نواب ۽ جاگيردار ۽ ڪي هندو هئا. انگريزن جا مغربي قانون هندستانين لاءِ سازگار ڪين هئا، تنهن ڪري انگريزن کي به مغلن جي قانون کي اختيار ڪرڻو پيو. البته انهن قانونن ۾ ٿوري ڦير ڦار ڪرڻي پيئي.

ميرن جي پهرئين چؤياري جو مدو سنه 1783ع کان 1833ع تائين رهيو ۽ ٻي چؤياري سنه 1843ع تائين جاري رهي. جيڪي جاگيردار ۽ رئيس فوجي امداد ڏيڻ لاءِ ٻڌل هئا، تن کي پروانا ملندا هئا ۽ وقت بوقت مير سندن جاگيرن ۾ اضافو ڪندا هئا. انهن جاگيردارن جي سپاهين کي ضرورت وقت مير خرچ ڏيندا هئا. سستائي ۽ آسودگيءَ جو دؤر هو. پيادل سپاهيءَ کي هڪ سير چانور ۽ پنج پئسا روڪ ملندا هئا ۽ سوار کي گهوڙي جي خرچ لاءِ روزانو چار آنا ملندا هئا اهڙيءَ طرح جنگ جي وقت پنجاهه هزار فوج تيار ٿيندي هئي. ميرن جي صاحبيءَ جي شروعات وقت مسٽر هئنڪي سمٿ رپورٽ ۾ ميرن جي مجموعي فوجي قوت جو تعداد 36 هزار ڏيکاريو هو. صلح جي وقت مسلح باڊي گارڊن جو تعداد پنج هزار هو. انگريزن جي چرچ تي گهٽن ئي سردارن، ميرن جو طرف ڇڏي ڏنو هو. جهڙوڪ: چانڊيا، نومڙيا، جوکيا ۽ ڪلمتي وغيره.

قلات، بهاول پور، ملتان، ديره جات، جوڌپور، ڪڇ ۽ جيلسمير سنڌ جون پاڙيسري حڪومتون هيون. انهن سڀني کان ٽالپرن جي فوجي قوت مضبوط هئي. هيٺ تفصيل وار هر هڪ رياست جا انگ اکر ڏجن ٿا:

1_ قلات: 33,000 فوج شال ڪوٽ، سيوي ۽ قلات مکيہ قلعا هئا جن مان پهريان ٻہ مٽيءَ جا جڙيل هئا. قلات مضبوط قلعو هو جنهن تي ست برج هئا ۽ منجهس هٿيارن جوڙڻ جو ڪارخانو هو.[1]

2_ بهاول پور: 3000 هزار سوار فوج ۽ 5000 هزار پيادا. جنگ جي وقت نواب 17,000 لشڪر گڏ ڪري سگهندو هو. رياست اندر ڏراور مشهور قلعو بهاول پور کان پنجاهہ ميلن جي مفاصلي تي رڻ ۾ هو. قلعي کي ٻہ ديواريون ڏنل هيون. منجهس هڪڙو تلاءُ هو جنهن ۾ سڄو سال پاڻي رهندو هو. روهيءَ ۾ ٻيو قلعو خانپور هو اتي جي کوهن جو پاڻي کارو هو فقط جانورن جي پيئڻ لاءِ ڪارائتو هو. رڪن پور جي قلعي جي ديوار پڪي هئي. جاٽايل قلعن تي توبون رکيل هيون. انهن کان سواءِ احمد پور، دين ڳڙهہ، خيرپور، ڳڙهي اختيار خان، موج ڳڙهہ ۽ ڪوٽ لشڪر خان قلعن تي توبون رکيل ڪونہ هيون.[2]

3_ ملتان: هيءَ افغان رياست هئي. نواب جي فوجن جو تعداد 2000 سوار ۽ 4000 پيادا هو. رياست اندر جملي يارهن قلعا هئا، جن مان ملتان، شجاع ڪوٽ، سڪندر آباد، مظفر آباد، تلمبا جي قلعن تي توبون رکيل هيون.[3]

4_ ديره جات: ديري غازي خان جي رياست جي فوجي طاقت 3000 سوار ۽ 8000 پيادا هئي. منگهروتا، ترند ٻہ قلعا هئا، ڪي ننڍڙا قلعا بہ هئا، جن کي ڪوٽلا سڏبا هئا.

5_ سنڌ: شهداداڻين، ٽالپرن ۽ سهراباڻين جي گڏيل فوجن جو تعداد 11000 سوار ۽ 19000 پيادا هو. فقط ٽالپرن جي فوجن جو صحيح تعداد معلوم ٿي نہ سگهيو. سڄي سنڌ اندر جملي 23 مضبوط قلعا هئا، جن مان بکر، امام ڳڙهہ اتر ۾ سنڌ جي حفاظت لاءِ، شڪارپور، ڪنڌڪوٽ، فتح ياسين ڪوٽ، لاڙڪاڻو اپر سنڌ جي حفاظت لاءِ، سيوهڻ، خدا آباد ۽ رني ڪوٽ ڪوهستان جي حفاظت لاءِ، حيدرآباد ۽ سڪرنڊ وچولي سنڌ لاءِ ۽ عمرڪوٽ، اسلام ڳڙهہ، فتح ڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ ٿرپارڪر جي حفاظت لاءِ هئا.

سنہ 1789ع ۾ فتح ڳڙهہ تعمير ٿيو. جهڙي گدام کان نبي سر جيڪا هينئر ريلوي لائين وڃي ٿي، اتي مير فتح علي خان نئون ڪوٽ تعمير ڪرايو هو. سنہ 1799ع ۾ منهوڙي جي قلعي جو ڪم پورو ٿيو. ڪوهستان جي بچاءَ لاءِ مير ڪرم علي خان سن کان اٺن ميلن جي مفاصلي تي رني ڪوٽ تعمير

1 -G. P. Tate: History Kalat, Chp-I, Clcutta, 1896.

2 -Salmat Ali: History of Bahawalpur.

3 -H. R. Gupta: Latter Moghal History of Punjab, P. 273.

ڪرايو. مٿين قلعي جو ڪم مير مراد علي خان پورو ڪرايو. مٿس 12 لک رپيا خرچ لڳو. انهن قلعن مان منهوڙي، حيدرآباد، عمرڪوٽ، ڏيجي، لاڙڪاڻي، فتح ڳڙهه، اسلام ڳڙهه قلعن تي توبون رکيل هيون. منهوڙي جي قلعي ۾ هر وقت 3 هزار لشڪر رهندو هو. منجهانئس منهوڙي، بکر ۽ امام ڳڙهه جي اهميت کي معلوم ڪري، انگريزن اڳواٽ انهن تي قبضو ڄمايو هو.[1]

عيسوي 16 صدي کان وٺي هندستان جي مغل لشڪر توڙي نوابن ۽ راجائن جي لشڪر ۽ توب خانن ۾ فرنگي نوڪر هئا. اهي ديسي سپاهين کي يورپي نموني جو قواعد سيکاريندا هئا. ان کان سواءِ ڪارخانن ۾ هٿيار سندن نگرانيءَ هيٺ تيار ٿيندا هئا. ابتدائي دؤر ۾ فرنگي توبچين جو پگهار ٻن سون رپين کان وٺي ٽي سؤ رپين تائين هو مگر اورنگزيب عالمگير جي ڏينهن ۾ سندن پگهار گهٽجي ٻٽيهه رپين کي پهتو هو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ديسي لشڪر ۾ ديسي سپاهي جو پگهار پنجن رپين کان وٺي سٽن رپين تائين هو. البت ناتال ۽ نئين سال جي ڏينهن ۾ سپاهين کي ڪي سوکڙيون ملنديون هيون ۽ جنگين جي حالتن ۾ ديسي سپاهين کي جهوپڙين اڏڻ لاءِ ڪجهه پتو ملندو هو. يورپي قواعد سکڻ ڪري ڪمپنيءَ جا سپاهي، ديسي نوابن ۽ راجائن جي سپاهين کان وڌيڪ چست ۽ چالاڪ هئا. اهو ئي سبب هو جو ڪلائيو سراج الدولہ کي بلاسيءَ جي جنگ ۾ شڪست ڏني هئي ۽ پيشوا جي ٽي لک سپاهين انگريزن کان شڪست کاڌي هئي.[2]

احمد شاهه ابدالي پاڻي پٽ جي ٽين جنگ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ ڪي فرنگي توبچي پاڻ سان ڪابل ڏانهن وٺي ويو هو.[3] مير علي مراد خان ماڻڪاڻي پنهنجن فوجن جي تنظيم لاءِ سنڌيا جي لشڪر جي هڪڙي خارج ٿيل فرنگي سئمن کي پاڻ وٽ نوڪر رکيو هو. مسٽر هاويل جنهن مياڻيءَ جي جنگ ۾ ٽالپرن سان نمڪ حرامي ڪئي، سو شهداداڻين جو توب خاني ۾ نوڪر هو.

مير فتح علي خان جنگ جي سڏ تي 25 هزار لشڪر ميدان ۾ آڻي سگهندو هو. سهراباڻي لشڪر جو تعداد ڏهه هزار هو. ونن فوجن ۾ روهيلا ۽ افغان به نوڪر هئا. ٽالپري لشڪر کي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ پلٽڻ وانگر

1 -H. R. Gupta: Latter Moghal History of Punjab, PP. 272-273.

2 -F. Bernier's Travels (1656-1668), Vol. I, P. 217.

ڊيوپلي فرينچ جنرل جو چوڻ هو ته سڄي هندستان کي فتح ڪرڻ لاءِ ڏهه هزار قواعد سکيل سپاهي ڪافي آهن.

3 -Baluchistan District Gazetteer Series, Vol. Sibi district, Bombay, 1907.

ڪا خاص پوشاڪ يعني وردي ڪانہ پيل هئي. بلوچن وٽ پرمار بندوقون هيون، جن جون ناليون ٻگهيون هيون ۽ پري تائين مار ڪري سگهنديون هيون، ليڪن سندن پرڻ ۾ وقت لڳندو هو. پرمار بندوقن کان سواءِ ترارون، ڍالون ۽ زرهون ان زماني جا مکيہ هٿيار هئا. اهوئي سبب هو جو سر چارلس نيپئر کي پنهنجن بهتر هٿيارن ڪري دماغ ۾ غرور سمايل هو ۽ انهن جي زور تي هو پنجن هزارن سپاهين سان مياڻيءَ ۽ دبي جي ٻن جنگين ۾ ٽالپرن جي اڌ لک فوج کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو. مٿين ٻن خونريز معرڪن ۾ ڏهہ هزار سنڌي لشڪر مارجي ويو.

ٽالپرن وٽ توب خانو هو. اُهي توبون ميان نور محمد ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙن پورچوگيزن، ڊچن ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان خريد ڪيون هيون. فرنگين وٽ ولايت کان جڏهن نوان هٿيار پهچندا هئا، تہ پراڻا ديسي نوابن ۽ راجائن کي نقد قيمت تي وڪڻندا هئا. ڪي پراڻيون توبون انگريزن، ٽالپرن کي سوکڙين طور ڏنيون هيون. دارالخلافة حيدرآباد ۾ اسلحہ سازيءَ جا ڪارخانا هئا. ناٽن ڪرو پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو هو تہ ميرن وٽ ڪراچي، ٺٽي ۽ حيدرآباد ۾ بارود جوڙڻ جا ڪارخانا آهن. حيدرآباد جي ڪارخانن ۾ افغان، خراسان ۽ ايران جا ڪاريگر بندوقون ۽ توبون جوڙيند اهئا. اُهي توبون مير خاني پناڻ ڍاليندا هئا. ڪي مير خاني توبون هن وقت مدراس جي عجائب خاني ۾ رکيل آهن. ميرن جا گماشتا، ايران ۽ مسقط کان بندوقن جون ناليون ۽ ترارين جا ڦر خريد ڪندا هئا. ميرن جا فوجي عملدار قلعن کي بارود سان اڏائڻ جي فن کان واقف هئا. وقت سر فوجون ٻيڙين رستي نقل ۽ حرڪت ڪنديون هيون.

سائيڪو ورهين جي پهرين چاليهن سالن اندر ميرن جوڌپور کان ڍٽ، پارڪر، بلاري ۽ عمرڪوٽ فتح ڪيا، قلات جي بيگلر بيگيءَ کان عمرڪوٽ (ڪشمور) ۽ ڪراچي فتح ڪيائون، دراني سلطنت جي ڪمزوريءَ کان پوءِ، مغل علائقو سکر، بکر ۽ شڪارپور سميت فتح ڪيائون، بهاول پور جي نواب کان سبزل ڪوٽ ۽ ينگ ياڙي جا پرڳڻا فتح ڪيائون ۽ جيسلمير جي راول کان شاهہ ڳڙهہ گتوريا ۽ گرسيا جا قلعا فتح ڪيائون. مير غلام علي خان ڪڇ فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو پر لارڊ منٽو کيس اجازت ڪانہ ڏني.[1] جڏهن ڪو سپہ سالار بهادريءَ جو ڪارنامو ڪندو هو تہ مير صاحب ان کي انعام اڪرام جاگيرون ۽ پروانا ڏيندا هئا. طاهر خدمتگار هو مگر بهاول پور جي لشڪر کي

1 .-B. D. Basu: Rise of the Christian Power in India, Vol.V, P-160.

شڪت ڏيڻ کان پوءِ نوابي جي ممتاز رتبي کي پهتو. نواب ولي محمد خان لغاريءَ کي. شڪارپور هٿ ڪرڻ وقت، مير ڪرم علي خان 3 هزار اشرفيون انعام ڏنيون. ٽالپر ميرن جا خاص ۽ ذاتي هٿيار نهايت قيمتي هئا. مٿن سون، چاندي ۽ جواهرات مڙهيل هئا. جيمس برنس کي جيڪا ترار انعام ڏني هئائون، تنهن هڪ جي قيمت ئي پنجاهه هزار رپيا هئي.

## سنڌ جي اُپت:

گذريل هڪ صديءَ اندر انگريزن تاريخ جي ذريعي جيڪا پروپيگنڊا ڪئي، تنهن جو اثر هندستانين جي دماغ تي برو پيو ايتري قدر جو ڪي اعليٰ تعليم يافته حضرات به معاملي جي توعيت کي معلوم ڪرڻ کان محروم رهجي ويا. انگريزي مؤرخن پنهنجي قوم جي ملڪ گيريءَ جي حرص، ناحق قتل ۽ خونريزين کي حق بجانب ثابت ڪرڻ لاءِ انتهائي ڪوشش ڪئي آهي. انهن نوابن ۽ راجائن جي درٻارين جا نقشا بري نموني پيش ڪيا آهن. جنگين جي ذڪرن ۾ صرف انگريزن جي بهادري ڏيکاريل آهي. ان قسم جي غليظ مواد مان حقيقت جي تلاش ڪرڻ ڏکيو ڪم آهي.

اڄ انگريز هندستان خالي ڪري ويا آهن، ليڪن سندن شرمناڪ ڪارروائيون سندن قوم جي دامن تان هرگز متجي ڪونه سگهنديون. هن قوم جي مڪر، فريب، جبر ۽ استبداد جا لرزهه خيز واقعات ايندڙ نسل پڙهي مٿن لعنت وسائيندا رهندا. ان ۾ شڪ ڪونهي ته ميرن جو شوق سير ۽ شڪار سان به هو حڪومت جا ڪاٽا نيڪن تي ڏيندا هئا. تنهن ڪري سندن آمدني ڪلهوڙن جي ڏينهن کان گهٽو گهٽ هئي، پر ملڪ جي تجارتي ۽ صنعتي حالت ترقي پذير هئي. خود انگريزن رپورٽن ۾ ڏياريو هو ته ڏارين ملڪن جا واپاري هن صوبي ۾ نصيب آزمائڻ اچن ٿا. حڪومت کي ڍلن ۽ محصول مان چڱي آمدني هئي. عربن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي ساليانى اُپت 27,00,000 رپيا هئي.[1] مغلن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جي ساليانى اُپت 23,20,000 رپيا هئي.[2] ڪلهوڙا زرعي ڪمن ۾ ماهر هئا، سندن ڏينهن ۾ سنڌ گهڻو آباد هئي ان ڪري سندن صاحبيءَ ۾ سنڌجي ساليانى اُپت 60,00,000 هئي.

مير فتح علي خان کي سنڌ مان 51,13,000 رپيا ساليانى آمدني هئي ۽ سندس خرچ جو تفصيل هن ريت هو: 1_ ڏهه لک رپيا ساليانو شاهي خزاني ۾

---

1_ تاريخ هند: شمس العلماءِ مولوي ذڪاءَ الله، جلد _1، ص_ 245.

2 -F. Bernier's Travels Vol-I, P. 457.

داخل ٿيندا هئا. 2_ يارهن لک رپيا ساليانو عملدارن ۽ ملازمن کي پگهار طور ۽ جاگيردارن کي وظيفن طور ملندا هئا. 3_ اٺاويهه لک ٽيٽيهه هزار رپيا مير صاحب کي ساليانو خانگي خرچ لاءِ ملندا هئا.[1] مٿين آمدني پر وارن ملڪن جي آمدنيءَ کان گهٽو وڏيڪ هئي. مثلا: مير نصير خان بيگلر بيگي قلات جو زمانو بلوچستان جي اوج جو زمانو هو مگر ملڪ جي جملي ساليانې اُپت 34 لک رپيا هئي. نواب بهاول پور جي آمدني 1830ع ۾ فقط 14 لک رپيا ساليانو هئي. ملتان جي نواب جي ساليانې آمدني 2 لک 55 هزار رپيا هئي. مير فتح علي خان ساليانو 2 لک رپيا مقرر سرڪاري خزاني مان نادارن، مفلسن ۽ بيواهُن کي خيرات ڪندو هو.

ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي اپت سٺ لک رپين مان وڌي اَسي لک رپين کي پهتي هئي، جنهن مان 1739ع کان نادر شاهه کي 21 لک رپيا، سنه 1737ع کان احمد شاهه ابداليءَ کي پهريائين 14 لک رپيا. پوءِ 1760ع کان 11 لک رپيا ۽ سنه 1775ع کان تيمور شاهه کي 7 لک رپيا پريندا هئا. مير فتح علي خان فقط تيمور شاهه کي ڏِل ڏني. سنه 1793ع ۾ تيمور شاهه جي مرڻ کان پوءِ نالي ماتر سنڌ زمان شاهه جي ماتحت هئي، مگر هو تالپرن کان خراج اڳاڙي نه سگهيو. پوءِ جيئن سنڌو نديءَ جا زرخيز علائقا ميرن جي شڪار گاهَن ۾ تبديل ٿيا. تيئن 1832ع ۾ انيگزينڊر برنس جي لنگهڻ وقت سنڌ جي اُپت اَسي لک رپين مان گهٽجي وڃي چاليهن لکن کي پهتي هئي.[2]

## انتظام ۽ ڍلون:

تالپرن جي ڏينهن ۾ سنڌ تعلقن ۽ پرڳڻن ۾ ورهايل هئي. هر هڪ پرڳڻي مٿان سزاولڪار. ڪاردار ۽ مختيارڪار مقرر هئا. سزاولڪار سان هڪڙو خزانچي، سوارن جو دستو ۽ ٽپال پهچائڻ لاءِ هرڪارا رهندا هئا. هر هڪ شهر مٿان عدالت لاءِ قاضي، شهر جي حفاظت لاءِ ڪوتوال ۽ قلعن مٿان قلعيدار مقرر هئا. ڪوتوالن ۽ قلعيدارن وٽ فوجي دستا رهندا هئا. اُهي مرڪزي حڪومت کي رپورتون پهچائيندا هئا ۽ ڪن اهم معاملن ۾ دربار کان اجازت ۽ صلاح وٺندا هئا.

سزاولڪارن جو ماهوار پگهار پنجن سون رپين تائين هو. مٿيان عهدا هميشه خانداني فردن کي ملندا هئا. جيئن رشوت خوري بند رهي. هوڏانهن

1 -H. R. Gupta: Latter Moghal History of the Punjab, PP-71-279.

2 -H. T. sorely: Shah Abdul Latif of Bhit, Chp- Administration, London, 1940

نوٽ: ڊاڪٽر سورلي، ميرن جي آمدني 51 لک رپيا ڏيکاري ٿو. ڪتاب "عبرت ڪده سنڌ" ۾ سٺ لک رپيا آمدني ڏيکاريل آهي.

ڪمپنيءَ جي راڄ ۾ انصاف نيلام ٿيندو هو. ۽ رشوت خوريءَ جو وڏو سبب هو عملدارن جون گهٽ پگهارون.[1] هندستان ۾ ٻن قسمن جون عدالتون هيون: 1_ صدر نظامت يعني فوجداري معاملن جي ڪورٽ ۽ 2_ صدر ديواني، يعني سول ڪيسن کي نبيرڻ لاءِ. عدالتن جو ڪاروبار مغل زماني وانگر قاضي ۽ صدرالصدور هلائيندا هئا.

فصلن لهڻ وقت ميرن پاران هڪڙو روينيو عملدار يا وزير پاڻ گشت تي نڪرندو هو ۽ سزاولڪارن جو بروقت حساب ڪتاب تپاسي، نقص جو تدارڪ ڪري، هارين جون شڪايتون مٽائيندو هو. ڪنهن هاريءَ کي جاگيردار يا ڪنهن مير جي زمين تي ڪا تڪليف پهچندي هئي، تہ ٻئي ڪنهن مير جي زمين ڏانهن لڏي ويندو هو. زمينن تان تڪرار بہ لڳندا هئا ۽ نوبت جنگ کي وڃي پهچندي هئي، جيئن ول جي جنگ مٿي بيان ٿي چڪي آهي. مير پنهنجن هارين کي ٻچن وانگر سنڀاليندا هئا. سندن ڪمدار توڙي سرڪاري عملدار ان ڳالھ جوخاص ڌيان رکندا هئا تہ ڪڙمين سان ڪنهن قسم جو ظلم نہ ٿئي.

بٽئي، محصولي، ڪاسگي ۽ حقابو ڍلن جا خاص قسم هئا. 1_ بٽئي، ڪن زمينن جي اپت جو ٽيون حصو ڪن تان چوٿون حصو ۽ ڪن تان پنجون حصو مير ڪٽندا هئا. 2_ ڪمند، نير، تماڪ، ڪپھ، ميون ۽ ترڪارين جي اپت "محصولي" سڏبي هئي.[2] 4_ ڪن زمينن تان حڪومت کي في خرار اپت تي ست ڪاسا ان ملندو هو جيئن چانڊڪي پرڳڻي يا ڪن ٻين هنڌن تي ان کي "ڪاسگي" سڏبو هو. ميرن جا سزاولڪار رعايا جي خصائل، عادتن ۽ حالتن کان پوريءَ طرح واقف هئا. اهي ڪمپنيءَ جي انگريز عملدارن وانگر ڌاريا ڪونہ هئا، بلڪ هن صوبي جا رهاڪو ۽ ماڻهن جي زبان ۽ طريقن کان

---

1_ نوٽ: ميجر جنرل سليمن صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ڪمپنيءَ جي عملدارن جي گهٽ پگهارن ۽ رعايا کان رشوتون وٺڻ متعلق هڪڙو خلاصو باب ڏنو آهي. هو لکي ٿو تہ لارڊ وليم بينٽڪ جي زماني ۾ هر هڪ ضلعي جي ڊويزن مٿان فقط هڪڙو ٿاڻيدار مقرر هو جنهن جو ماهوار پگهار فقط 25 رپيا هو سندس ماتحت جمعدار جو ماهوار پگهار فقط آٺ رپيا هو. برق انداز يعني سپاهيءَ جو ماهوار پگهار فقط چار رپيا هو. ان ڪري پوليس عملو رعايا کان ڳريون رشوتون وٺندو هو. بلڪ ڍلن وانگر رشوتن جي رقم ڳوٺ وارن تي مقرر هئي. هولي ۽ دسهڙي جي موقعن تي ڳوٺ جي چوڌريءَ تي هڪ رپيو رشوت طور ڍل مقرر هئي. جيڪي تاريخ جا شاگرد ميرن جي راڄ کي جاهليت ۽ اونداهيءَ جو زمانو تصور ڪن ٿا، تن کي ڪمپنيءَ جي اُن زماني جي تصوير جا ٻئي رخ ڏسڻ گهرجن.
W. H. Sleeman SJR: Rembles & Recollections. Vol-II, Chp-XIV, "Indian Police its defects", P. 207

2 -E. H. Aitke: Gazetteer of the Province of Sind, "Talpur System", P-140

"عبرت ڪده سنڌ"، ص_ 268_271.

واقف هئا. ساڻن ننڍا عملدار فريب ڪري ڪونہ سگھندا هئا. ڏلون جنس جي صورت ۾ پريون ويندڙيون هيون. فقط تماڪ، ڪپهہ، نير، ڪمند، ياچين ۾ ميون جهڙين قيمتي پيداوارين تي نقد ڏلون ڏيٽيون پونديون هيون. هوڏانهن انگريزي راڄ ۾ هاري چوڌاري تنگ هئا. بنگال ۽ يو۔ پي جهڙن آباد صوبن جا زميندار بہ ڳرين ڏلن ڀرڻ ڪري صفا مفلس بڻجي چڪا هئا.

هينري پاٽنجر پنهنجي سياحت نامي ۾ چانور، جوئر، ٻاجهري، ڪپهہ، تيلي ٻج، ڪمند، نير، تماڪ، ڀنگ ۽ آفيم سنڌ جون مکيہ پيداواريون ڏيکاري ٿو. مٿيون پيداواريون سنڌ جي باشندن جي کاپي کان وڌيڪ هيون. امير توڙي غريب فارغ البال زندگي بسر ڪندا هئا. سنڌ جا ماڻهو مهمان نواز، خوش خلق ۽ فياض هئا. پاٽنجر لکي ٿو تہ "چڱا چڱا سفيد پوش ماڻهو گهوڙن تي چڙهي خيراتون گهرن ٿا!" اهي سفيد پوش سادات يا درويش هئا، جن کي مريد نذرانا ۽ خيراتون ڏيندا هئا. فرنگين کي خبر ڪانہ هئي تہ سنڌي پير پرستيءَ ڪري مشهور آهن!

گمرگ (ڪسٽم) کاتي ۾ ڏل ڀريندڙن کي اجورو ملندو هو. هينري پاٽنجر جو بيان آهي تہ سنہ 1809ع ۾ هڪڙي هندو واپاري 99 هزار رپيا گمرگ کاتي کي ڀريا. ڪيس وڏي رقم اجوري طور ملي. گمرگ کاتي وارا ٻاهران ايندڙ مال تي خوب چڪاس رکندا هئا. اوهين اڳ پڙهي چڪا آهيو تہ بلوچ سپاهين اليگزينڊر برنس جي صندوقن کي سندس جهاز تي چڙهي کولي ڏٺو هو.[1] عيسوي 18 صدي کان مالوهہ جو آفيم سنڌو نديءَ رستي لاهري ۽ ڪراچي بندرن کان ڪلهوڙن جي صاحبيءَ واري زماني ۾ دمن، ديو ۽ گوئا جي بندرن ڏانهن ويندو هو. آفيم جي نقل و حرڪت ڪري سنڌ جي گمرگ کاتي کي گهڻو فائدو پهچندو هو. مگر جڏهانڪر انگريزن سورت ۾ واپار جي ڪوٺي وڌي، تڏهانڪر رفتي رفتي هندستان جي آفيم جي واپار تي قبضو ڄمائي، پورچوگيزن کي ٻي دخل ڪري ڇڏيائون. سنہ 1832ع ۾ مير مراد علي خان سان تجارتي عهدنامي ڪرڻ کان پوءِ انگريزن سنڌو نديءَ جي آفيم جي واپار تي مڪمل طور قبضو ڄمايو. جنهن ڪري سنڌ جي گمرگ کي نقصان پهتو ۽ انگريز فائدي ۾ رهيا.[2]

## وڏن شهرن جي آمدني:

نون شهرن ۽ ننڍن جي تعمير ٿيڻ کان پوءِ، پراڻن شهرن جهڙوڪ: ٺٽي، هالا، سيوهڻ، نصرپور وغيره جو باقي رهيل اوج بہ گهٽجڻ لڳو. وڏن شهرن ۾

1 -Bombay Government Record, Selections, XVII, Part-II.

2 -J. Douglas: Bombay & Western India, P-35.

تجارت ۽ صرافڪو ڏنڏو هندو صرافن جي هٿن ۾ هو. سنڌن هنڊيون ملتان، لاهور ۽ دهليءَ تائين هلنديون هيون. بلڪ شڪارپوري سيٺين جون هنڊيون بمبئي، ڪلڪتي ۽ استراخان تائين چالو هيون.[1]

1_ دارالخلافة حيرآباد: ساليانې آمدني ڏيڍ لک رپيا.

2_ عمرڪوٽ: جملي 23 هزار رپيا.[2]

3_ ٺٽو ۽ شاهہ بندر: هڪ لک ويهہ هزار رپيا.

4_ ميرپور بنورو: پنج لک رپيا. (هت انگريزن ڪلمي شوري کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪارخانا کوليا هئا.)

5_ ٽنڊو محمد خان: پنج لک رپيا.

6_ شڪارپور: پنج لک ٽيانوي هزار رپيا. (ناٿڪن ڪرو اسي هزار رپيا ۽ ايچ_ سمٽ ڏهہ لک رپيا ڏيکاري ٿو).

ڪراچي: 6 لک 16 هزار رپيا.[3]

ڪراچيءَ جي مڇيءَ جي واپار مان ميرن کي ساليانو ڏهہ هزار رپيا آمدني هئي. خوجا ۽ هندو واپاري مهاڻن کان ٺيڪي تي مڇي خريد ڪري، سڪائڻ کان پوءِ ڏيساورن ڏانهن رواني ڪندا هئا. سمورا مهاڻا سنڌن قرضدار هئا. انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ٺيڪي جي رسم کي منسوخ ڪري، مڇيءَ جي شڪار لاءِ پروانا جاري ڪيا. ان کان پوءِ 1855ع ۾ مڇيءَ جون مياڻيون نيلام ڪرڻ لڳا. سنہ 1858ع ۾ ٻيهر پروانن جو رواج جاري ڪيائون. مڇيءَ جو واپار ترقي ڪرڻ لڳو. سنہ 1856ع ۾ انگريزن کي مڇيءَ جي واپار مان 1,04,508 روپيا آمدني ٿي.[4] ٽالپري دؤر ۾ هڪ سؤ مڻ مڇي ٻاهر موڪلڻ تي واپارين کي 10_9_13 ڊل ڏيٽي ڀوندي هئي.[5]

ڪراچيءَ جي سمنڊ مان ڪوڏيون نڪرنديون هيون ۽ سنڌ ۾ بطور ننڍي ۾ ننڍي سڪي جي چالو هيون. انگريزي دور ۾ ڪوڏيون ڪڇ گجرات کان پڻ اچڻ لڳيون. مير توڙي دولت مند طبقو عمارتن جي ڪڙڪين کي شيشن بدران سپيون هڻندا هئا. اهو رواج گوئا ۽ بمبئي کان سنڌ ۾ رائج ٿيو هو. سنہ 1836ع ۾ ميرن جي ڪوشش سان گسريءَ جي ڪاريءَ مان سچا موتي نڪرڻ لڳا. هي

---

1 -J. C. Marsham: Abridgment of History of India, P-371.

2 -H. R. Gupta: Latter Moghal History of the Punjab, P-272.

وقائع راجستان: مولوي نجم الغني، جلد_2، ص_ 59.

3 -H. R. Gupta: Latter Moghal History of the Punjab, P-272.

4 -E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind, PP-70-71.

5 -Bombay Government Records, Selection XVII, Part-II, P-596.

ڪم ٺيڪيدارن معرفت هلندو هو. جيئن اڄ خواتين مغربي فيشن مطابق منهن تي پائوڊر ملين ٿيون، تيئن ميراڻي راڄ ۾ دولت مند طبقي جون خواتين سچن موتين جو خاڪو منهن کي مليندڙيون هيون. سنه 1849ع ۾ انگريزن کي سچن موتين جي ٺيڪي مان 6,265 رپيا آمدني وصول ٿي هئي.

## معدنيات:

سنڌ جو ڪلمي شورو ولايت تائين مشهور هو. ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جي زماني کان انگريزن شاهه بندر، اورنگا بندر ۽ ساڪري ۾ ڪلمي شوري کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪارخانا کوليا هئا. ٺٽي بولاخان ۾ گندرف جون کاڻيون هيون. خيرپور ۽ ٿر چانيهي جي اپت ڪري مشهور هئا. روهڙي، خيرپور، حيدرآباد ۽ جهرڪن جي ٽڪرين ۾ ميٽ جون کاڻيون هيون. ڪيرٿر جون کاڻيون سرڪاري نگراني هيٺ هيون. ٺٽي جي ٽڪرين مان لوهه نڪرندو هو. باقي پتل، ٽامو شيهو جنگي هٿيارن لاءِ ٻاهران گهرائڻو پوندو هو. بلوچستان جو ڪلمي شورو اپر سنڌ ۾ پنج رپيا مڻ جي حساب سان وڪامبو هو.

## هنر ۽ واپار:

هر هڪ شهر ۽ ڳوٺ ۾ ديسي هنرن جا ڪارخانا هئا. حيدرآباد چانديءَ تي سون جي پاڻي چاڙهڻ، ميناڪاري، چمڙي رڱڻ ۽ چمڙي جي سامان سبب برک هو. هتي جلد ساز جلدن تي سونهري ڪم ڪندا هئا. ڇاپي خانن نه هئڻ ڪري ڪتابت جي ڪم لاءِ خوش نويس خطاط رهندا هئا. ڪنڊياري، گمبٽ ۽ نصرپور جون جوڙيون، کيس ۽ سوسيون مشهور هيون. ٺٽي جو اوڄ منڇي چڪو هو ليڪن هتي جا غاليچا، پاڪڙا ۽ لونگيون مشهور هيون. هالن ۽ سيوهڻ ۾ سرن ۽ مٽيءَ جي برتنن تي ڪاشيءَ جو سٺو ڪم ٿيندو هو. هالا جنڊيءَ جي ڪم ڪري اڄ به مشهور آهي.

سنڌ جا قديم هنر اڄ به شهرن ۽ ڳوٺن ۾ چالو آهن. مثلا: ٻوبڪن ۾ ناس ۽ غاليچن جا ڪارخانا آهن، مٽيارين ۾ اوڄ جو ڪم ٿئي ٿو ٽنڊي محمد خان جو مربو ۽ پيهون مشهور آهن، ماتليءَ ۾ رڪ جون ڇريون ۽ ڏاٽا جڙن ٿا، کڏڙي جا گهوڙن جا هنا، پڊعيدن، نوشهري فيروز ۽ ٺارو شاهه جون فراسيون، انگوڇا ۽ چاندنيون مشهور آهن، ٽنڊي جان محمد جي رڱاوٽ، نبي سر جا چم جا دٻا، جتيون ۽ ڪنجهي جو سامان، منيءَ جا چم جا حقا، پاڪڙا، هنا ۽ پتل جو سامان، ڇاڇري جا ڪٽا، لويون ۽ پاڪڙا ۽ لاڙڪاڻي جا ڪٽ جا برتن گذريل دؤر جي هنرن جا يادگار اڃا سوڌو قائم آهن. انگريزي دؤر ۾ سر بارٽل فريئر جي ڏينهن

۾، ڪراچيءَ ۾ تجارتي ميلا لڳڻ لڳا. ڪمشنر پاڻ سنڌ جو گشت ڪري، سنڌ جون صنعتي شيون گڏ ڪري، سنہ 1851ع ۾ لنڊن جي هائيڊ پارڪ واري صنعتي نمائش ڏانهن روانيون ڪيون. گويا 19 صديءَ جي وچ ڌاري سنڌي ڪاريگرن ولايت تائين خراج تحسين حاصل ڪيو.[1]

ميرن جي ڏينهن ۾ سنڌ جي واپار گهڻي ترقي ڪئي، واپار قافلن ۽ ٻيڙين وسيلي هلندو هو. خراسان، چيني ترڪستان، ڪشمير، وچ هندستان ۽ پنجاب جو مال سنڌو نديءَ وسيلي سنڌ جي شهرن ۾ پهچندو هو. هر هفتي پنج سؤ مال سان ڀريل ٻيڙيون حيدرآباد کان بکر پهچنديون هيون. ٻيڙين تي مسافرن لاءِ ٻہ ڪمرا جڙيل هئا. هينري پاٽنجر سنڌجي سياحت ڪرڻ وقت 19 ڏينهن اندر 341 مال سان ڀريل ٻيڙيون حيدرآباد کان راجي ديري ڏانهن ويندي ڏٺيون. سنڌ جا ميمڻ واپاري سنڌي گيهہ جو واپار هندستان جي بندرن سان ڪندا هئا.[2]

قنڌار ۽ خراسان جا قافلا سرديءَ جي موسم ۾ شڪارپور تائين ايندا هئا ۽ هڪ رات ۾ ويهہ ميل مسافري ڪندا هئا. بلوچن جا قافلا ڏينهن جو مسافري ڪندا هئا. شڪارپور، سکر، روهڙي، لاڙڪاڻو ڪنڊيارو، هالا، حيدرآباد، ميرپورخاص، عمرڪوٽ، ٽنڊو محمد خان، نصرپور، سيوهڻ، ٺٽو ۽ ڪراچي واپار جا مرڪز هئا. ٽالپري دؤر ۾ نصرپور جي ڪورين جو تعداد ويهہ هزار ۽ ٺٽي ۾ ڪورين جو تعداد 16 هزار هو. افغان واپاري ڪشميري شالون، بلوچي نمدا، اصفهان، هرات، يزد ۽ مشهد جا ريشمي ڪپڙا، ڪيم خواب ۽ سچيون ڪلاباتون، خراسان جا پشمينا، غاليچا، خشڪ ۽ تر ميوا ۽ سليمان ۽ هندوڪش جبلن جون جڙيون ٻوٽيون، هنگ، گهوڙا ۽ باز سنڌ ۾ وڪري لاءِ آڻيندا هئا. هر هڪ افغاني قافلي ۾ ستر اٺن جي قطار ٽيندي هئي. افغان واپاري سنڌ مان نير، مصالحا ۽ انگريزي گرم د ڪپڙو خريد ڪندا هئا. هر هڪ اٺ تي اَسي مڻ تبريزي وزن جو نير ڪپڙن رنگڻ لاءِ ايران ڏانهن ويندو هو.

دراني سلطنت جي زوال کان پوءِ البت شڪارپور جي واپار کي لوڏو اچي ويو هو.[3] سنڌ جو چوپايو مال جهجهو هو. اٺن ۽ گهوڙن جي پرورش لاءِ هن صوبي جي آب و هوا موافق آهي. هتي جي جتن وٽ هزارن جي تعداد ۾ اٺ هئا.[4] پهرين افغان ويڙهہ وقت ميرن 3 هزار اٺ جنرل ناٽ ڏانهن قنڌار روانا ڪيا هئا.

1 -J. Martineau: The Life & Gorrospendence of SIR Bartle Frere, Chp-V, -132, London, 1895.

2 -J. C. Marsham: Abridgment of the History of India, p-431.

3 -W. Kaye: History of war in Afghanistan, Vol-I.

4_ سنڌ جي اُٺن لاءِ ڏسو 'تاريخ هند' مولوي ذڪاءُ الله، جلد_5، ص_ 668_669.

سنہ 1843ع تائين، سنڌ ۾ ٻانهن جو واپار چالو رهيو. انگريزي مؤرخ ميراڻي راڄ تي نڪتہ چيني ڪندي ان ڳالھ جو ذڪر ڪن ٿا. حقيقت ۾ اهڙو واپار پهريائين عرب سوداگر هندستان جي بندرن تي ڪندا هئا. عيسوي 17 صديءَ ۾ يمن جي بندر موخا ۾ في حبشي غلام جي قيمت 4 شلنگ 6 پينس هئي.[1] فرنگين جي سمنڊ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ غلامن جو واپار فرنگي سوداگر پاڻ ڪرڻ لڳا.

مِيان غلام شاهہ ڪلهوڙي بمبئي مان ڪي حبشي ٻانهيون ۽ سرڪش غلام خريد ڪيا هئا. ميرن جي ڏينهن ۾ گهڻا حبشي غلام سنڌ ۾ پهتا ۽ سنڌ جي هر هڪ شهر ۾ شيدين جا پاڙا ڏار هئا. جيئن ڪوٽڙيءَ ۾ نانگي جي لين. اهي حبشي سنڌ جي رهاڪن سان رفتي رفتي گڏجي ويا ۽ سندن اولاد "گدا" سڏجڻ لڳا. هينئر حبشين جو تعداد گهٽو گهٽجي چڪو آهي. ڪراچيءَ جي بندر انگريزن جي سنڌ تي پير پوڻ کان پوءِ گهڻي ترقي ڪئي. هتي بندر عباس، مسقط، مانڊوي، بمبئي ۽ ملبار جي واپارين جا گماشتا رهندا هئا. فرنگي سوداگرن معرفت سنڌ ۾ عاج، شيهو صندل، وڍ ٽُڪ جا اوزار، ملبار جا مصالحا، معبر جون رنگين ڇيٽون، چين ۽ جاپان جا چيني ۽ شيشي جا ٿانوَ ۽ شمعدان سنڌ ۾ پهچڻ لڳا.

مشين شين جي اچڻ ڪري سنڌ جا ڪاريگر بيڪار ٿي ويا ۽ واپاري دانهون ڪرڻ لڳا. مير ساليانو ڏيڍ لک رپين جو گرم ڪپڙو ڪمپنيءَ کان خريد ڪرڻ لڳا. جڏهن مير فتح علي خان انگريزن کي ٺٽي مان ڪوٺي ڪڍڻ لاءِ حڪم ڏنو تڏهن ڪمپنيءَ کي ڏيڍ لک رپين جو نقصان پهتو. وري جڏهن رنجيت سنگهہ ٽالپرن تي دباءُ وجهڻ لڳو تڏهن ميرن، انگريزن سان نئين سر تجارتي عهدناما ڪيا. سنہ 1832ع ۾ سنڌو نديءَ جي آفيم جي واپار تي انگريزن ڪراچي، ٺٽي، منڻ ڪوٽ ۽ فيروزپور تائين پنهنجا ايجنٽ ويهاري، هندستان جي آفيم جي واپار تي قبضو ڄمايو. سنہ 1835ع ۾ سنڌو نديءَ جي سموري واپار تي قبضي ڪرڻ لاءِ لنڊن جي سرمايہ دارن هڪ ڪمپني "دي اِنڊس سسٽم نيويگيشن" جي نالي سان ڪڙي ڪرڻ جو ارادو ڪيو جنهن جا ايجنٽ بمبئي تائين پهچي چڪا هئا. سنڌ تي انگريزن واپار جي سانگي سنڌ جي حالتن کي جاچڻ کان پوءِ قبضو ڄمائي ورتو.

1 -F. Bernier's Travels, Vol-I, Chp, "After War", P-135.

## هندن جي حالت:

هندن کي سنڌ اندر عربن جي زماني کان عهدا ملڻ لڳا ۽ اهڙو سلسلو تالپرن جي صاحبيءَ تائين قائم رهيو. ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ملتان جا لوهاڻا هندو سنڌ جي تختگاهہ شهر خداآباد ۾ صرافڪو ڌنڌو ۽ واپار ڪرڻ لڳا.[1] سنڌ ۾ ڪکرالو سنڌي هندن جي پوئين رياست هئي، جنهن جو خاتمو ميان غلام شاهہ جي ڏينهن ۾ جوکين هٿان ٿيو هو. خدا آباد کان پوءِ، جڏهن حيدرآباد سنڌ جو تختگاهہ ٿيو. تڏهن لوهاڻا حيدرآباد ۾ رهڻ لڳا. سندن ٻہ طبقا هئا: 1_ پارسي پڙهيل طبقو جيڪي سرڪاري عهدن تي مامور هئا ۽ عامل يا ديوان سڏبا هئا ۽ 2_ ڀائي بند. جيڪي واڻڪن اکرن ۾ حساب ڪتاب رکندا هئا. سندن ڌنڌو واپار هو. تالپر اميرن کي سير، شڪار ۽ شعر و سخن سان دلچسپي هئي، ان سبب ڪري فراغت ۽ فرصت کي پسند ڪندا هئا. حڪومت جا کاتا ۽ مالگذاريءَ جا ٺيڪا هندن جي هٿن ۾ هئا. هر هڪ مير وٽ هڪڙو هندو منشي رکيل هو جو سندس خرچ پکو هلائيندو هو. ڪرنل پاٽنجر جي هڪڙي سوال جي جواب ۾ مير مراد علي خان، هندن متعلق هيٺيون بيان ڏنو هو جنهن مان هندن جي رسوخ جي خبر پئجي سگهي ٿي:

> ”اسين بلوچ نہ حساب ڪتاب رکي ڄاڻون. نہ وري کاتا لکي سگهون ٿا. نہ اسان کي ڪا واپار جي خبر آهي، اسين فقط ايترو حساب سمجهي سگهون ٿا تہ ٻہ ۽ ٻہ ٽيا چار. اسين هندن تي اعتبار ڪريون ٿا ۽ جيڪي طلبيون ٿا هو اسان کي گهر ويٺي پهچائين ٿا.“

هندو منشي نہ رڳو شاهي ديرن جي خرچ هلائيندا هئا، پر ڪين وڏا عهدا مليل هئا. ديوان گدومل، ميرن پاران قنڌار ۾ سفير هو. گدو جو ٽنڊو سندس جاگير هو. سندس ڀاءُ ديوان جسپت راءِ، مير فتح علي خان پاران ڪابل ۾ سفير هو. منشي پرتاب راءِ شهزادي مير صوبدار خان جو منشي هو. منشي مشتاق رام، مير غلام علي خان جو خاص مشير هو سنہ 1809ع وارو انگريزن سان عهدنامو مير صاحب سندس صلاح سان ڪيو هو. ديوان گوپالداس، مير ڪرم علي خان

---

1_ نوٽ: لوهاڻن جو اصل وطن افغانستان هو جتان ٽڪرڻ کان پوءِ ديپال پور، ملتان ۽ بيهات ۾ ڏيتي ليتيءَ ۽ چوپائي مال تي گذران ڪرڻ لڳا. سندن پير ۾ جوٽيجا، ستلج کان وٺي جيسلمير تائين پکڙيل هئا. امير تيمور ۽ بابر ڪاهُن ڪرڻ وقت پنهي قومن کي لٽيو هو. سندن حاڪم ”راءِ“ جي لقب سان سڏبا هئا. سوري خاندان وارن جي حڪومت جي ڏينهن ۾ پهريائين ڪائٿ هندن پارسي پڙهي عهدا هٿ ڪيا. دکن جي بهمني سلاطين وٽ هندو برهمڻ عهديدار هئا. سنڌ ۾ لوهاڻن کي عهدا مليل هئا.

پاران ڪڇ جو ايلچي هو سنڌس معرفت ڊاڪٽر جيمس برنس حيدرآباد آيو هو منشي خوشي رام، مير مراد علي خان جو درٻاري امير هو انگريزن سان 1832ع وارو عهدنامو سنڌس صلاح سان صحي ٿيو هو. سهراباڻي سرڪار جو چرخو ٻه هندن معرفت هلندو هو. منشي اُتمچند، ڪشنداس، ڪان سنگهه، سبحان سنگهه، مول رام ۽ چندا سنگهه، جي راءِ سورج مل ڪڪرالي جي چام جي نسل مان هئا. وڏن عهدن تي مامور هئا. غرض گدرگ جي محررن کان وٺي زرعي ڪاتن، سفارتخانن ۽ درٻار تائين هندن کي عهدا مليل هئا. هندن جا عدالتي فيصلا پنچائت ڪندي هئي.

جيئن مغل شهنشاهن جي فياضين کي ڏسي، راجپوت راڻن پنهنجون ڌيئرون مغل شهنشاهن کي ڏنيون، تيئن ڪڇ ۽ سنڌ جي راجپوت راڻن ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن کي سڱ ڏنا هئا. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڇ جي راءِ جي سؤٽ ڪنگهار جي ڌيءُ سان شادي ڪئي هئي. ٽالپرن جي فياضي ۽ دولت کي ڏسي، ٿر جي ٺڪر راڻن پنهنجن ڌيئرن جون ٽالپرن سان شاديون ڪرايون. ميرن مٿن ڍلون ان شرط سان معاف ڪيون هيون، جيئن راڻا ٿر مان لنگهندڙ مسافرن جي سارسنڀال لهي سگهن.[1]

## ٽالپري عهد جا سڪا:

مير فتح علي خان کي تيمور شاهه سنڌ جي سند ڏيڻ وقت اهو شرط وڌو هو ته سنڌ ۾ دراني سڪو جاري رهندو. 18 مئي سنه 1793ع ۾ تيمور شاهه جي وفات کان پوءِ زمان شاهه ڪابل جي تخت تي ويٺو. سنڌس سڪن تي هيءَ عبارت ڏنل هئي:

"قرار يافت بحڪم، خداي هردو جهان
رواج سڪه دولت بنام شاهه زمان"[2]

سنه 1218هه (1803ع) ۾ زمان شاهه جي تخت تان لهڻ کان پوءِ دراني سلطنت ڪمزور ٿيندي ويئي، ٽالپر جيڪي اڳ 12 لک رپيا ڪابل سرڪار کي ڀريندا هئا، سي مير غلام علي خان ڏيڻ بند ڪيا. ڪشمير، پنجاب، پشاور، ديره جات ۽ ملتان تي رنجيت سنگهه قبضو ڪيو. رنجيت سنگهه پنهنجو سڪو رائج ڪيو جنهن جي عبارت هيءَ هئي:

1 -J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. III, P-306.
E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind, "Lohana", PP-185-187

2_ ڏسو منهنجو مضمون "انگريزن کان اڳ سنڌ جا سڪا" اطلاعات سنڌ، ص_ 2_ 83_84، جنوري 1949ع.

"ديگ، تيغ و فتح و بي درنگ
يافت از نانڪ گورو گوبند سنگهه"[1]

سنہ 1244هہ (1824ع) ۾ ميرن دراني حڪومت کان سنڌن زير اثر سنڌ جو حصو فتح ڪيو ۽ سنڌ ڪابل کان آزاد ٿي ويئي، تنهن کان پوءِ سنہ 1828ع ۾ مير مراد علي خان اشرفيون ۽ رپيا تيار ڪرايا. ترخانن کان پوءِ ٽالپرن سنڌ ۾ سڪو رائج ڪيو مگر ٽالپري رپين جي چاندي سني نہ هئي، ان ڪري واپاري ڪمپني سرڪار جي ڪلدارن کي خوشيءَ سان پسند ڪرڻ لڳا. 6 فيبروري سنہ 1839ع تي، ليفٽيننٽ جنرل سر جان ڪين، ڪابل ڏانهن ويندي ميرن کي جيڪي شرط پيش ڪيا، تن ۾ هڪڙو شرط رپين متعلق هو جنهن ۾ هن ڏيکاريو تہ ٽالپري رپين جي گلٽي هئڻ سبب واپارين کي وٽڻ ڪوٽ ۾ پوي ٿي. پوءِ سر چارلس نيپئر جيڪي شرط پيش ڪيا، تن ۾ هڪڙو شرط هي هو تہ ٽالپرن لاءِ انگريز سڪو تيار ڪرائيندو جن جي هڪڙي پاسي کان راڻي وڪٽوريا جي مهر هوندي.

مير محمد بخش ماٽڪاڻي ٽالپر مون کي ه ن جي زماني جو سڪو ڏيکاريو هو جنهن جي هڪڙي پاسي کان "ضرب سنڌ" ٻئي پاسي کان "سلاطين جهان" لکيل هو. سندس چاندي سني نہ هئي. مير مراد علي خان جي فتح علي قاچار سان دوستي هئي ۽ سنڌن دوستيءَ سبب ٻن قسمن جا ايراني سڪا "گبري" ۽ "پتيلي" جن جي قيمت چار چار آنا هئي، سنڌ توڙي بلوچستان ۾ رائج هئا. مسقطي پيسا بہ سنڌ ۾ چالو هئا. پرتگالي ڊالر ۽ اطالوي اشرفين جو سون خالص هو. اهي بہ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ چالو هئا. سنہ 1900ع تائين مٿين سڪن جو رواج هو پوءِ انگريزي سڪي ڪري مٿيان سڪا متجي ويا.[2] شهرن ۾ ڪوڏيون بہ چالو هيون. في پئسي جي قيمت 92 ڪوڏيون هيون.[3]

## ميرن جا شڪار گاهہ:

انگريز مؤرخ ميرن ۾ ٻيو ڪو عيب نہ ڏسي مٿن شڪار گاهَن رکڻ جو عيب مڙهيو. سهراباڻين جي زمينن جي پيٽ ۾ شهداداڻين جي زمينن جو وڏو

1 -J. Rodgers, in Journal Asiatic Society, Bengal, Vol. Part-I, 1881, Calcutta.

2 -R. Hughes Buller: Makran, Currency.

3 -J. Wood: A Journey of the Source of the River Oxus, Chp-III, P-31.

نوٽ: ويهين صديءَ جي شروعات کان پوءِ بہ ڪوڏين جو رواج هو. في پئسي جون سؤ ڪوڏيون ملنديون هيون، ميلن، ملاڪڙن ۾ ڪوڏين هلڻ جو رواج هو ۽ آهستي آهستي پوءِ متجي ويو.

حصو شڪارگاهن لاءِ محفوظ هو. ڪرنل هينري پاٽنجر 30 مارچ سنه 1839ع تي، ٺٽي جي ڪمانڊنگ آفيسر ڪرنل سپلر کي هڪڙي خط ۾ شڪار گاهن متعلق لکيو هو:

"افسوس! ٽالپر ميرن پنهنجا عمدا زرخيز زمين جا ٽڪر شڪارگاهن لاءِ محفوظ رکيا آهن، جن لاءِ سندن قانون گهڻو سخت آهن. هڪڙي هرڻ جي شڪار تي ميرن جوانٽ سؤ رپيا خرچ لڳي ٿو!"

هر ڪنهن قوم ۾ ڪانه ڪا خاصيت ٿئي ٿي. بلوچ جنگجو آهن ۽ امن امان جي حالت ۾ شڪار ۽ چوگان بازي سندن دلچسپ مشغلو رهيو آهي. رند ۽ لاشار جي ٽيهن سالن واري خونريز ويڙهه جو سبب محض چوگان بازي هو. اڄ به هر سال ڪوئٽا سبي ۽ جيڪب آباد ۾ گهوڙن جا ميلا لڳن ٿا، جتي ايران، بلوچستان ۽ سنڌ جي گهوڙن جي نمائش ٿئي ٿي. ميرن جي شڪارگاهن جو تفصيل هن ريت هو ته جڏهن مير شڪار تي نڪرندا هئا، تڏهن مزورن جو اٽالو تنبو ۽ قناتون بيل گاڏين تي کڻي هلندو هو. بيلدار رستن جي صفائي ڪندا هئا. پالڪي بردارن سان محافظ فوج جو دستو ساڻ هلندوهو. شڪار جي پارٽيءَ سان دفتردار به ساڻ هوندا هئا، جيڪي منزل ڪرڻ کان پوءِ ضروري سرڪاري ڪاغذ پيش ڪندا هئا. هرڪارا هوندا هئا، جيڪي ٽپال آڻڻ ۽ نيڻ تي مقرر هئا. خدمتگار هوندا هئا، جيڪي ميرن جي خدمت ڪرڻ تي مامور هئا. بورچي هوندا هئا، جيڪي شاهي دسترخوان جي زينت لاءِ مقرر هئا. آبدار هوندا هئا، جن وٽ شيراز ۽ اصفهان جو گلاب ۽ بيدمشڪ جو عرق موجود رهندو هو. بازدار هوندا هئا، جيڪي بازن جي پرورش تي مامور هئا ۽ پکين جي شڪار ڪرڻ سان ميرن جي دل وندرائيندا هئا. اسلح بردار هوندا هئا، جن وٽ شاهي هٿيار رهندا هئا. شڪار تي نڪرڻ وقت سيوهڻ کان وٺي ٺٽي تائين منزلن تي ميلا ملاکڙا لڳندا هئا. ملهن کي مير لونگيون ۽ انعام اڪرام ڏيندا هئا. ميرن کي شڪار ۽ شعر و شاعري کان سواءِ فرصت جو ڪو ٻيو مشغلو ڪونه هوندو هو. ڪپتان گارڊن، جو ميرن جي جلاوطنيءَ جي زماني ۾ سندن نگراني ڪرڻ تي مقرر هو سو لکي ٿو ته مير صاحب ڪنهن به قسم جو نشو ڪين واپرائيندا هئا ۽ پرهيزگار هئا.

ڪراچي ۽ ڪوهستان جا شڪار سرهن جي شڪار گاهه لاءِ مخصوص هئا. سر مير علي مراد خان جي ڪوشش سان سنڌ ۾ ڪارن هرڻن جو نسل متعارف ٿيو. اڳ هن صوبي ۾ ڪارن هرڻن جو نالو نشان ڪونه هو. مير حسن علي خان وٽ سرهن، گيڊڻ ۽ ڦاڙهن جا قسمين قسمين سڱ هئا. هڪڙي جابلو ٻڪر جي سڱن جي

گولائي 36 انچ هئي. مير علي مراد خان وٽ هڪڙي چانگهي جا سڱ 26 انچ ڊگها هئا ۽ هڪڙي هرڻ جا سڱ 16 انچ ڊيگهه ۾ هئا. اهي سڱ مير صاحب وٽ هندستان جي شڪارين جي رڪارڊ کي مات ڪرڻ لاءِ نموني طور رکيل هئا. ميرن جي بازدارن وٽ قسمين قسمين باز پاليل هئا. انگريز مؤرخ بازن جي شڪار کي "دي رايل سپورٽ آف فاڪنري" يعني "شاهي باز جو شڪار" لکن ٿا.

جيڪي صاحب ٻيلن جي برڪت کي سمجهي سگهن ٿا، سي تسليم ڪندا تہ ميرن جي شڪار گاهَن مان ملڪ کي ڪهڙا فائدا پهچندا هئا. جهنگن جي ڪري هن صوبي ۾ چوپائي مال جي پرورش ٿيندي هئي ۽ کير، مکڻ جون نهرون هن صوبي مان وهنديون هيون. سياري جي موسم ۾ ڪَڇن مان مکڻ جون ٻيڙيون پرجي ايندين هيون ۽ رڳي سورهن لپا ڪوڏر جا مکڻ وڪامندو هو. حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻي پنهنجي ڪتاب "ميرن جي صاحبي" ۾ مٿيون بيان ڏنو آهي. ميرن جي صاحبيءَ ۾ هن صوبي اندر 527 ميل چؤرس زمين يعني 1343325 ايڪڙ زمين شڪار گاهَن لاءِ مخصوص هئي.

سنہ 1843ع ۾ سنڌ تي انگريزن جي قبضي ٿيڻ کان پوءِ مٿيان شڪار گاهہ ٻيلا مقرر ٿيا ۽ حڪومت ٻيلن لاءِ خاص "ٻيلو کاتو" مقرر ڪيو ۽ ٻيلن جون حدون مقرر ٿيون. سنہ 1876ع ۾ مسٽر ڪئمپبيل شڪار گاهَن کي سکر، نوشهرو، حيدرآباد، جهرڪ. جملي ڇئن ڊويزنن ۾ تقسيم ڪيو.[1] ٻيلن جي ايراضي اڳي کان وڌي وڃي 975 چؤرس ميلن کي پهتي. واڌاري جو سبب هن ريت هو تہ ريل جي جاري ٿيڻ کان اڳ، "انڊس فلوٽلا ڪمپني" جا آگبوٽ سنڌو نديءَ تي پنجاب کان مال آڻيندا هئا، جن لاءِ جلائو ڪاٺين جي ضرورت هئي. سنہ 1858ع ۾ سنڌ ۾ ريل جاري ٿي تہ ويتر انجڻن کي ڪاٺين ٻارڻ جي ضرورت ٿي. سنہ 1906ع ۾ ريلوي انجڻين ۾ پٿر جو ڪوئلو ٻرڻ لڳو.[2]

---

1 -E. H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind, P-41.

2_ نوٽ: سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ، سنت انگريزن محسوس ڪيو تہ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ جهازراني ڪرڻ ۾ مشڪلات محسوس ٿئي ٿي. سنہ 1854ع ۾ انگلنڊ جي سرمايہ دارن پنجن لکن پائونڊن جي موڙيءَ سان سنڌ ۾ ريلوي لائين وجهڻ لاءِ هڪڙي ڪمپني قائم ڪئي. سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر ريلوي لائين ٺهرائڻ جو پڪو ارادو ڪيو. سنہ 1850ع ۾، ڪراچيءَ کان ڪوٽريءَ تائين ريلوي لائين جو ڪم شروع ٿيو ۽ سنہ 1858ع ۾ پورو ٿيو. ٻيءَ افغان ويڙهہ وقت لارڊ لٽن وائسراءِ جي حڪم موجب، 1885ع ۾، ريلوي لائين ڪوٽڙي، سيوهڻ ۽ جيڪب آباد کان دري بولان تائين تيار ٿي ۽ هيءَ لائين "سنڌ انڊس وئلي ريلويءَ" سڏجڻ لڳي.

R. Temple SIR: Men & Events of My Times in India, Chp-XX, PP-487-488, London, 1882.

Journal of Sind Historical Society, Voll. V June 1941, Karachi.

## تعليمي حالت:

ميرن جي صاحبيءَ کي انگريزن، جنهن غلط نموني ڏيکاريو آهي، سا سندن سياسي چال هئي ۽ تعصب ڪري جيڪي هنن بيان ڏنا آهن. تن مان سندن مراد هئي تہ ثابت ڪن تہ ميرن جي صاحبيءَ جو زمانو جاهليت ۽ اونداهيءَ جو زمانو هو. جن انگريزن سنڌ متعلق بيان ڏنا آهن، سي گهڻو ڪري فوجي عملدار آهن، جيڪي نہ سنڌي زبان کان واقف هئا، نہ وري ملڪ جي ڪين واقفيت ئي هئي. هنن جيڪي مغربي اکين سان ڏٺو سو درج ڪندا ويا. سنڌ جي تهذيب مغربي تهذيب کان مختلف هئي، تنهن ڪري کين سنڌ ۾ اونداهي ئي اونداهي نظر آئي. حقيقت هيءَ آهي تہ هندستان ۾ جيڪي بہ شهر اسلامي حڪومتن جا تختگاهہ هئا، مثلا دهلي، لاهور، ملتان، جون پور، گور، مانڊو، احمد آباد، بيجاپور، احمد ننگر ۽ لکنوءِ، اهي علم و ادب ۽ تهذيب و تمدن جا عاليشان مرڪز هئا.

ساڳيءَ طرح ميرن جي حڪومت ۾ سنڌ ۾ بہ گهٽائي مدرسا هئا. خاص طرح سنڌ ۾ ڇهہ علمي مرڪز مشهور هئا: 1_ سيوهڻ، 2_ پاٽ، ٽلٽيءَ پرسان، 3_ کهڙا، 4_ متعلوي (مٽياري)، 5_ مهڙ (ولهار)، عمرڪوٽ پرسان ۽ 6_ چوٽياريون اوير ندي ناري تي . ابتدائي مڪتب جنهن ۾ 13 ورهين تائين شاگرد آخوندن وٽ قرآن شريف، نور نامہ ملا عبدالحڪيم جو ٺهيل، ميان عبدالله جو "لاڏاٽو" جنهن ۾ پيغمبر پاڪ ﷺ جي وفات جو ذڪر ڏنل آهي ۽ تاريخ حبيب السير تان ورتل آهي، معراج نامہ، ڪريما، گلستان، بوستان، ديوان حافظ، يوسف زليخا ۽ سڪندر نامہ ۽ انهن کان بہ وڏيڪ ڏکيا ڪتاب: مثنوي خاقاني وغيره ختم ڪرڻ کان پوءِ، جيڪڏهن شاگرد کي عالم ٿيڻ جو ارادو هوندو هو تہ هو بيان ڪيل مدرسن مان ڪنهن هڪ ۾ شامل ٿيندو هو جي گهڻو ڪري پبلڪ ادارا هوندا هئا ۽ وقف تي هلندا هئا. پڻ مالدار ۽ متقي ماڻهو انهن لاءِ پنهنجو مال ۽ ملڪيتون وصيت ڪري ڇڏي ويندا هئا.

ٽالپر پڻ انهن ادارن کي ماهوار وظيفو ڏيندا هئا. هر هڪ مدرسي ۾ هڪڙو يا بہ مخدوم هوندا هئا، جي وڏن شاگردن کي سبق ڏيندا هئا. انهن کي خاصو پگهار ملندو هو ۽ خلق ۾ گهڻو مان ۽ تعظيم هوندي هين. انهن کان سواءِ ٽي چار يا پنج مولوي هوندا هئا، جن کي پڻ ٽيهن کان سٺ رپين تائين پگهار ملندو هو جو موجوده وقت جي پروفيسرن جي پگهار جيترو ئي سمجهڻ گهرجي. شاگردن جي مائٽن کان ڪي سوڪڙيون پاڪڙيون بہ ملنديون هين. مدرسن لاءِ شاگردن جو ڪو مقرر تعداد ڪونہ هو پر هر هڪ مدرسي ۾ شاگردن جو تعداد پنهنجي پنهنجي حالتن پٽاندر هوندو هو. مثال طور: مٽياريءَ جي

مدرسي ۾ ويهه ڪمرا هئا، جن مان هر هڪ ۾ ٽي يا چار طالب علم رهندا هئا. سنڌن رهائش گاهه جا رات جو دروازا بند ڪيا ويندا هئا ۽ ڪنهن کي بہ اندر وڃڻ جي اجازت نہ هوندي هئي. وڏا شاگرد اڪثر شهر واري مسجد ۾ رهندا هئا. شاگردن کي روزاني کاڌي کان سواءِ ڪجهہ پئسا بہ ملندا هئا. عيدن ۽ عاشورن تي چوٿي موڪل ملندي هين. اجازت کان سواءِ غير حاضري، نافرماني ۽ بين بي قاعدگين لاءِ مقرر سزا هوندي هئي. ترارين ۽ خنجر رکڻ جي کين موڪل هئي، بلڪ ان کي هو پنهنجو حق سمجهندا هئا.

مدرسن جو نصاب هن ريت هو: 1_ صرف، نحو 2_ منطق، 3_ فقہ، 4_ تفسير، 5_ حديث ۽ 6_ معاني، بيان ۽ بديع. درسي ڪتابن مان "ميزان صرف" جو مخدوم لعل شهباز جو ٺهيل آهي، ٻيا ڪتاب جهڙوڪ "اجناس" يا "منشعب"، "عقد"، "زبده" ۽ "مئة عامل" گهڻو ڪري ياد ڪيا ويندا هئا. ڪي شاگرد "زبده" کي نثر ۾ ياد ڪندا هئا، تہ ڪي وري دائما يادگيريءَ لاءِ ساڳيو ڪتاب نظم ۾ حفظ ڪندا هئا. انهن ڪتابن کي وري وري پڙهڻ بعد وري صرف ڏانهن موٽندا هئا ۽ انهيءَ موضوع تي مير سيد علي شريف جو ڪتاب يا مولانا عبدالرحمان جاميءَ جا جوڙيل ڪتاب پڙهندا هئا. اتي صرف ۽ نحو جو دور پورو ٿيندو هو. ڪي شائق انهيءَ فن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ ابن الحاجب جو ڪتاب "شافيہ" پڙهندا هئا ۽ ساڳئي وقت ڏارئين منطق جو مطالعو شروع ڪندا هئا. نحو جا جيڪي اعليٰ ڪتاب پڙهيا هئا، سي آهن، "سجاوندي"، "هداية النحو" ۽ آخر ۾ "ڪافيہ".

پوين ڪتاب برزبان ياد ڪيو ويندو هو ۽ ان سان گڏ شرح ملا جامي. عبدالحڪيم ۽ عبدالغفور جا "حاشيہ" پڙهيا ويندا هئا. منطق ۾ پهريائين "ايساغوجي" پڙهبو هو جو مولانا اثيرالدين ابهريءَ جو عربيءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي. اهو پهريون ڏاڪو هو پوءِ ان جو شرح "قال اقول" پڙهبو هو. ڪي شاگرد وري "شمس بازغہ" ۽ ان جا بہ شرح پڙهندا هئا ۽ متن کي برزبان ياد ڪندا هئا.

مٿين ڪتابن پوري ڪرڻ بعد، مشهور شاعر حافظ جو ڪلام علم تي ڪتاب "شمسيہ" شروع ڪيو هو. پوءِ ان ڪتاب جي شرح "قطبي" تي منطق جو نصاب پورو ٿيندو هو پر ڪي طالب "زبده"، "تهذيب" ۽ "سلم" بہ پڙهندا هئا. نحو ۽ ڪلام جي ڦندن کان بچائڻ لاءِ شاگردن جو رخ فقهي ۽ ديني اڀياس ڏي مائل ڪندا هئا. پهريائين پهريائين حنفي فقہ جا ڪتاب "هداية" ۽ "وقاية" پڙهايا ۽ برزبان ياد ڪرايا ويندا هئا. ننڍن طالبن ۽ ڇوڪرين جي فائدي لاءِ ڪيترا ديني ڪتاب سنڌي نظم ۽ نثر ۾ لکيل آهن. ان کان پوءِ تفسير جا

ڪتاب جهڙوڪ، "جلالين"، "مدارڪ"، "بيضاوي"، "ڪشاف"، "جواهر"، "حسيني" ۽ ٻيا پڙهبا هئا.

ٻيا علم هن ريت هئا: 1_ قراة، 2_ نجوم ۽ جعفر، 3_ تاريخ، 4_ حڪمت ۽ 5_ علم الخط. انهيءَ تفصيل لکڻ جو هي مطلب آهي تہ ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ علم ۾ چڱي ترقي ڪئي. ان زماني جي مذاق موجب علم جو ڪافي اعليٰ معيار رهو. اڄ تائين مٿي ڏيکاريل نصاب عربي مدرسن ۾ رائج آهي.[1]

## علم ۽ تهذيب:

سمورا ٽالپر مير، نڪتہ سنج، شعر و شاعريءَ سان رغبت رکندڙ قدردان ۽ فياض هئا. سندن شريف مڪہ، مسقط جي امام ۽ ايران جي قاچاري فرمانروائن سان دوستي هئي، ان ڪري دارالخلافه حيدرآباد سنڌ ۾ خراسان، ايران ۽ عراق جا علماءَ ۽ ڪاريگر رهڻ لڳا. پارسي دفتر ۽ علمي زبان هئي. سنہ 1299هہ (1852ع) کان، سر بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر جي زماني ۾، سنڌيءَ فارسيءَ جي جاءِ ورتي، پوءِ بہ پارسي زبان سکڻ سيني لاءِ لازمي هئي. هندو حساب ڪتاب واڻڪن اکرن ۾ رکند اهئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ پارسيءَ سان گڏ سنڌي زبان ادبي زبان جو درجو حاصل ڪيو جنهن جو بنياد سيد عبداللطيف ڀٽائي رحہ رکي ويو هو.

مير فتح علي خان سير ۽ شڪار تي نڪرڻ وقت علمائن ۽ شاعرن جي جماعت سان ڪٺندو هو. سندس فتوحات جا ڪارناما سيد عظيم الدين ٺٽوي "فتح سنڌ" جي نالي سان تصنيف ڪيا. مير صاحب مشهور بلوچي قصي "سسئي پنهون" کي مولانا جاميءَ جي "يوسف زليخا" جي طرز تي نئين سر پارسيءَ ۾ تصنيف ڪرايو. مير ڪرم علي خان جو تخلص "ڪرم" هو. سندس "ديوان ڪرم" عبدالله خان قنڌاريءَ مرتب ڪيو. ديوان جو پهريون شعر هي آهي:

لطف ايزد هست هر دم يار ما زين سبب بگرفت رونق ڪار ما
زين نسيم فيض خواهد شگفت تازه گل در گلشن و گلزار ما
نيست حاجت تا "ڪرم" سازد بيان ڪارساز ما بہ فڪر ڪار ما

جنگ عمر ڪوٽ جي موقعي تي جوڌپور جي راجا مان سنگهہ پنڊرارين جي پاٽاريدار امير خان پناڻ کي لالچ ڏيئي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ پڙڪايو

---

1_ مٿيون بيان علامہ دائودپوٽہ جي مضمون جو نقل آهي، جيڪو "الوحيد" جي سنڌ آزاد نمبر ۾ 15 جون 1936ع تي شايع ٿيو.

هو. جنهن تي مير ڪرم علي خان پارسيءَ ۾ هڪڙي رباعي لکي افغان امير ڏانهن رواني ڪئي، جو هو پڙهي شرمندو ٿيو ۽ سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جو خيال ڦٽو ڪيائين. مير صاحب جي زماني ۾ سيد ثابت علي شاهه ۽ سيد محمد راشد سنڌ جا مشهور شاعر ٿي گذريا. مير نصير خان جو تخلص "نصير" هو. ايام جلاوطنيءَ ۾ هن "ديوان جعفر" تصنيف ڪيو جنهن مان سندس ذڪن ۽ غمن جو پتو پئجي سگهي ٿو. مير صوبدار خان جو تخلص "مير" هو. هر هڪ مير وٽ ڪتب خانو هو جن ۾ نهايت قيمتي نسخا موجود هئا. نظربنديءَ جي حالت ۾ ميرن پاڻ سان فقط ڪتاب کنيا هئا سي بہ سر چارلس نيپئر جي منشي علي اڪبر ڪانئن کسي ورتا هئا. مير حسن علي خان وٽ هڪڙو قرآن شريف جو نسخو جناب حضرت علي ڪرم الله وجہ جي هٿن جو لکيل هو جو ميرن کي ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي ڪتب خاني مان هٿ لڳو هو.

شهداداڻي ۽ سهراباڻي ٽالپر شيعا هئا. پر سندن دربار ۾ اهل سنت جماعت وارن کي عزت هئي ۽ اهل سنت جماعت وارن کان صلاح ۽ مشورو وٺندا هئا. آخوند محمد بقا، آخوند محمد عابد ٺٽوي ۽ آخوند محمد بچل سمورا سني هئا. ساڳيءَ طرح خيرپور وارا مير، ڪهڙن جي علمائن جو احترام ڪندا هئا. هڪڙي دفعي مير علي مراد خان جو مرشد سيد جعفر علي شاهه عيد بقر جي موقعي تي موجود هو. دربار اميرن ۽ رئيسن سان پريل هئي، دربار جو شاعر مرزا احمد علي (تخلص "احمد") بہ موجود هو جو سني هو. طعام تناول فرمائڻ کان اڳ مير صاحب مرشد کي چيو: "اڄ عيد سعيد جو ڏينهن آهي، ڪجهہ فرمايو!" شاهه صاحب هي بيت پڙهيو:

"ز چشم خود آزارم ڪہ بر سني نظر دارد
ز عمر خويش بيزارم ڪہ اونام عمر دارد"

چئن ئي پاسن کان "مرحبا ۽ مبارڪ و سلامت" جا نعرا بلند ٿي ويا! جڏهن ماٺ ٿي، تڏهن مرزا صاحب عرض ڪيو تہ "جي اجازت ملي تہ فدوي بہ ڪجهہ چئي ٻڌائي!" مرزا صاحب درٻاري شاعر هو ان ڪري مير صاحب کيس شوق سان اجازت ڏني. شاهه صاحب جي جواب ۾ مرزا هيٺيون بيت پڙهيو:

بود برڪنده آن چشمي ڪہ از سني ضرر دارد
دو صد خنجر بر آن سينہ ڪہ او ڪينہ عمر دارد
روافض گر زند طعنہ بہ يار غار پيغمبر
مڪن عيبش ڪہ او الفت ز ميراث پدر دارد

مير صاحب ٻڌي تپي ٻاڙهو ٿي ويو مگر مرزا کي رخصت ڪرڻ وقت بيش بها خلعت بطور قدردانيءَ جي پيش ڪيائين. جا هن ونڻ کان انڪار ڪئي ۽ دربار مان نڪري هليو ويو. پارسي شاعريءَ ۾ رڳو مير طبع آزمائي نه ڪندا هئا بلڪ دربار جا امير. وزير به طبع آزمائي ڪندا هئا. مثلا خيرپور جي وزيرن مان ديوان دلپت راءِ جو تخلص ”صبا“ هو.

ميرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ گهڻائي شاعر ٿي گذريا. جن مان ڪن جو مختصر بيان هتي ڏيڻ ضروري آهي:

خليفو ميان گل محمد هالن جي سانوٽي ملن مان هو. سنه 1226هه ۾ هالن پراڻن ۾ ڄائو. ڪنگريءَ واري پير پاڳاري جو مريد هو. هن صوفي درويش عمر جو وڏو حصو فقيريءَ ۾ گذاريو. هالن ۾ سندس مريد هئا. پوئينءَ عمر ۾ حج تي ويو ۽ اُتي بمبئيءَ ۾ ”ديوان گل“ پراڻن سنڌي اکرن ۾ ڇاپيائين. سنه 1273هه ۾ عربستان ۾ وفات ڪري ويو. سندس ديوان سنڌيءَ ۾ آهي، جنهن ۾ ڳوناڳي زندگيءَ جون ڳالهيون بيتن ۾ بيان ڪيل آهن. سندس ڪلام ۾ معرفت جي جهلڪ نظر اچي ٿي. هڪ به بيت نموني طور ڏجن ٿا:

سخن کي جنهن جي سچ ناهي وڃائي وات ڪيو لب لب.
ٿوئي ۾ ناهه هڪ داڻو ڏنيو بينو ڏنئي دب دب.
ڪلر ڪاڏي بنا جنهن جي آهي ريءَ ٿنپ ريءَ ٿوڻي،
ڪري اوءِ اوچتي ڪڏهين مٿان ڪن پيئي ڪري دب دب.

”سچل سرمست“ سنه 1152هه ۾ درازن جي ڳوٺ ۾ ڄائو. سچل سرمست فاروقي، سنڌ جو هڪ عظيم صوفي درويش ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام سرائڪيءَ ۽ سنڌي زبان ۾ آهي.

سرمد کي ڏيئي لت ڪهايئه. سوليءَ تي منصور چڙهايئه.
شيخ عطار جو سر وڍايئه.
هيڏي پنڌ پهچائين تون!
ذڪريا کي ڪرت چيرائيه. يوسف کي منجهه کوهه وڄهائيه.
شمس ملن کان مارائيه.
عاشق ٿو آزمائين تون!

فقير قادر بخش (تخلص ”بيدل“) روهڙيءَ جو پاتولي درويش ٿي گذريو سندس ڪلام سرائڪيءَ ۽ سنڌي زبان ۾ آهي. ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

عقل جو ويو اختيار ميان، عشق ”اناالحق“ جو دم ماريو!
عشق عقل جي لڳي لڙائي، عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي،
هيڪل هڪ هسوار ميان، ڪيڏي ڪٽڪ کي بره ڀڄايو!
دست ڌري آيو حسن جو ڀالو، چنچل چشمن جو ڪري چالو
گوءِ ڪٽي ٿيو نروار ميان، باهه برهه جي سڌن کي ساڙيو.
ڪاٿي پير مريد سڏائين، ڪاٿي پاڻ سان لنوڙي لائين،
ڪاٿي ڪري ڪوڪار ميان، ”قم باذني“ چئي مئو جياريو!
هڻ تون باؤلي بره جي ”بيدل“، لا مڪانون ٿي ڪر تنازل،
توڙ دوالي يار ميان، بيخوديءَ جو باز اُڏاريو!

”بيدل“ جو فرزند ”بيڪس“ به وقت جو هڪ يگانو شاعر ٿي گذريو. سندس ڪلام ۾ ساڳيو صوفيانو رس ڀريل آهي.

مير حسن علي خان جي زماني ۾ حيدرآباد جا شاعر، جهڙوڪ: آخوند محمد قاسم هالائي، سيد محمد فاضل شاهه، سيد غلام شاهه ”گدا“، آخوند فقير محمد ”عاجز“، وغيره مير صاحب جا مجلسي هئا ۽ مير وٽ سندن نهايت عزت هئي. آخوند محمد قاسم کان مير صاحب ابتدا ۾ شعر جي اصلاح وٺندو هو پر پوءِ ڪانئس ڪجهه ناراض ٿي پيو، تاهم توڙ تائين کيس وظيفو ڏيندو رهيو. حڪومت وڃائڻ کان پوءِ به ٽالپر پنهنجين فياضين کي علمي ڪمن لاءِ جاري رکندا آيا، مثلاً: سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي تعمير وقت مير حسن علي خان سٺ هزار چندو ڏنو. مدرسي جو خيرپور هائوس، مير فيض محمد خان جو يادگار آهي. ان کان سواءِ مير صاحب مدرسي جي خرچ لاءِ ساليانو 12 هزار رپيا گرانٽ مقرر ڪئي. مير امام بخش جي ايام ڪاريءَ ۾ ”آل انڊيا ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس“ جو خيرپور ۾ اجلاس ٿيو. مير غلام محمد خان ٽاگٽيءَ، ٽنڊي باگي ۾ اي_ وي اسڪول تعمير ڪرايو جو پوءِ هاءِ اسڪول ٿيو.

## سنڌي ٻولي:

شاهه عبداللطيف سنڌ جو سرتاج شاعر، ٻهريون سنڌي شاعر هو جنهن نج سنڌي لفظ ڪم آندا آهن. پارسي ۽ عربي لفظن کي اهڙو نه وچڙيو آهي، جهڙو هن وقت جا شاعر وچڙن ٿا. رڳو جڏهن تصوف جا اصطلاح پيش ڪرڻا پونس ٿا، تڏهن سو عربي ۽ پارسي لفظ ڪم آڻي ٿو.

"سنڌي ٻولي انهيءَ کي چئبو آهي، جنهن جو نظم ۽ جنهن جو نثر علم ادب جي ڪسوٽيءَ تي پاڻ کي پرکائي، سچي سون وانگر سچا ثابت ٿين. سنڌي ٻولي پنهنجو رنگ ۽ رونق، حسن ۽ جمال، سونهن ۽ سوڀيا، مزي ۽ ميناج، لطف ۽ لذت، فصاحت ۽ بلاغت، لفظن ۽ معنائن، تشبيهن ۽ استعارن، اصطلاحن ۽ محاورن ۽ ٻڻ اهڙين ٻين صفتن ۽ خوبين ۾ پاڻ کي وٽائيندڙ ۽ پاڻ ڏي ڇڪيندڙ هوندي آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ دنيا جي هر ڪنهن شيءِ جا نالا ۽ هر ڪنهن معنيٰ جا لفظ موجود هوندا آهن. هڪ معنيٰ لاءِ گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ جون گهڻيون معنائو بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ جهجهيون هونديون آهن. تہ نظم لکڻ مهل تنگي نہ ٿئي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هڪ هيءَ بہ لياقت هوندي آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن معنيٰ لاءِ وٽس ڪو لفظ نہ هوندو آهي، تہ پنهنجي برادريءَ يعني دنيا جي ٻين سنڌي ٻولين مان اهڙيءَ معنيٰ واري لفظ کي پاڻ ڏي ڇڪي ۽ ڪيس پنهنجي گهر جو ياتي ٻڻائي ڇڏيندي آهي.

جيئن جيئن دنيا ۾ علم ۽ هنر پيا نڪرندا، سائنس ۾ ايجاد پيا ٿيندا، نيون نيون شيون پيون معلوم ٿينديون، نوان نوان اصطلاح پيا گهڙبا. تيئن تيئن سنڌي زبان اهڙن علمن ۽ هنرن يا اهڙين ايجادن ۽ اصطلاحن جي معنائن لاءِ پنهنجا لفظ پئي پيش ڪندي، پر جيڪڏهن اهڙو مال وٽس موجود نہ هوندو، تہ ٻنا ڪنهن اتڪ جي، ڪنهن بہ سنڌي ملڪ ۽ ادبي ڪاريگرن جي ڪارخانن مان وٺي پورو ڪري، وقت ٽپائي ڇڏيندي. سنڌي زبان ۾ پهاڪا ۽ مثال بہ قدرت جي نظارن ۽ انقلابن موجب ملڪ جي رسمن، رواجن پٽاندر ماڻهن جي طبيعتن ۽ سيائن موافق ججها هوندا آهن. اهي پهاڪا ئي آهن، جن کي ساهت جو ساهہ ۽ ادب جي جان چئي سگهجي ٿو.

سہ حرفي ۽ آخر حرفي جنهن زبان ۾ جهجهي هجي، اُها سنڌي زبان چئجي ۽ اها پاڻ کي سينگاري سهڻو ٻڻائي سگهي ٿي. دنيا جون سنڌي زبانون ئي آهن، جن ۾ علمن ۽ فنن جا خزانا موجود ڪري سگهجن ٿا. سنڌي زبانن ۾ صرف جا قاعدا ۽ نحو جا قانون، قدرت جي طرفان ئي مقرر ٿيل ڏسبا آهن. تنهن کان سواءِ علم بديع ۽ بيان يعني علم معانيءَ جو خزانو بہ منجهن ڀرپور هوندو آهي. سنڌي زبان جو مالڪ لطيف کان لطيف انساني جذبا اُن ۾ بيان ڪري سگهي ٿو. جذبن جو اظهار لفظن ۾ ڪو سولو ڪم نہ آهي. سنڌي ٻولي جهڙي هڪ عالم جي رفيق آهي، تهڙي جاهل ۽ اڻ پڙهيل جي رهبر. سنڌي هڪ سهڻي، سلوڻي ۽ سولي ٻولي آهي. منجهس هڪ معنيٰ جا گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ

جون گهڻيون معنائو بہ موجود آهن. منجهس جذبن جي اظهار جا اوزار ۽ اسباب بہ موجود آهن. منجهس چقمق واري ڪشش بہ آهي، جو ڏارين لفظن کي ڇڪيو پنهنجو بنايو ڇڏي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ پنهنجي قرب واريءَ ڪشش سان انهن کي اهڙو تہ پنهنجو ڪريو ڇڏي، جو هو پنهنجا مائٽ ۽ پنهنجو وطن بہ وساريو ڇڏين.

سنڌي صلح پسند ۽ صالح زبان آهي. هن جي آس پاس ۽ آوڙي پاڙي سان هميشہ چڱي رهائي ۽ سهڻو سلوڪ رهيو آهي. اهوئي سبب آهي جو منجهس عربي، پارسي ۽ ترڪي لفظ ڪثرت سان موجود آهن ۽ اهڙيءَ ريت، جو سڃاڻڻ ۾ ئي نٿا اچن تہ هي ڪي ڏاريا آهن. اُچارن ۽ آوازن سميت اهي صفا سنڌي ٿي ويا آهن."

"سنڌي ٻوليءَ هڙؤن، توڙي وڙؤن، اسان لاءِ گهڻي قدر اهو سڀ ڪجهہ موجود ڪيو آهي، جو دنيا جي سڌريل زبانن ۾ موجود آهي. منجهس نظم بہ آهي ۽ نثر بہ. سندس نظم ۾ جيڪڏهن عاشقن جون آهون ۽ زاريون موجود آهن، جي اوهان جي ڪنن ۾ گهڙي، اوهان جي دلين ۾ درد پيدا ڪن ٿيون، تہ قدرتي نظارن ۽ نمائن جي بيان ڪرڻ سان اوهان جي توجہ کي قادر جي قدرت ڏانهن ۽ اوهان جي ڌيان کي زماني جي انقلابن ڏانهن ڇڪائي ٿي. دل جي امنگن ۽ جذبن کي، اندرينءَ فضا مان ڪڍي، ٻاهرينءَ فضا ۾ آڻي، باطن کي ظاهر ۽ ظاهر کي باطن بنائڻ لاءِ بہ سنڌيءَ ۾ پوري پوري طاقت ۽ لياقت آهي. روحاني روشني ۽ جسماني جوت اسان جي آڏو پکيڙي ڇڏڻ واري برقي طاقت بہ سنڌيءَ ۾ واهہ جا آهي. سنڌيءَ ۾ اُها مٺيا ۽ مهما موجود آهي، جنهن جي ضرورت هن ڳالهائيندڙ زبان ۽ هنن ٻڌندڙ ڪنن کي هوندي آهي. شاهہ پٺائيءَ جو ڪلام ڏسو ۽ ٻڌو ڪٿي، تہ اهڙي ڪمال ۽ جمال سان پُريو پيو آهي، جو اِهي لطيفي لاتيون ۽ بره جون ٻاتيون سنڌيءَ جي سادي ۽ لطيف هجڻ لاءِ زبردست ثابتي آهن. اهڙي آهي اسان جي سونهاري سنڌي ٻولي".[1]

1ـ مٿيون بيان حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻيءَ جي هڪ مضمون تان نقل ڪيل آهي.

# انڊيڪس

ب



ٻ

## ج

## ج



## چ



## ح

خ



د

## ش

## ص



## ض



## ط



## ع

## غ



## ف

ڨ



ق



ڪ

## ک



## گ

## ن

## و



## ي

# حوالي ۾ آيل ڪتابن جي فهرست

## باب: پهريون

T.W. Houlerness: People & Problems of India, 1923
Kalichbeg Furidunbeg: The Chachnamah, Karachi, 1900
The Cambridge History of India, Cambridge, 1922
J.F. Hewitt: The Ruling Races of Prehistorical Times, Vol.I, Westminster
M.B. Pithawalia: The Lower Indus Basin, Karachi, 1936
A.W. Hughes: Baluchistan, London, 1877
D.H. Cole, Captain: Imperial Military Geography, London, 1924
H.R. Gupta, DR: Studies in Latter Moghal History of Punjab(1907-1793), Lahore, 1944
Burnes, W. T: Technological Possibilities of Agricultural Development in India: Vol. I
Merely, A. dull: Poultry Husbandry, New York, 1938
Denys Bray: The Brahui Language, Part I, Calcutta, 1909
V.A. Smith: Early History of India, Oxford, 1914
A. Malet: Ancient World, London, 1920
R. W. Frazer: British India, 1896
H.T. Holdich, SIR: The Gates of India, London, 1910
M. A. Stien, SIR: Memoirs on the Ancient Geog. of Kashmir, Calcutta, 1899.
D.D.P. Sanjana: The Pahlavi Vendidad, Bombay, 1895
W, M. Marzban: The Parsis in India, Vol. I, Bombay
H. Cousens: Antiquities of Sind, 1929
V.A. Smith: The Oxford History of India, Oxford, 1920
G. R. Rawlinson: Intercourse between India & West, London
Rollin: Ancient History, Vol. III, London
J.C. Marsham: Abridgement of the History of India, London
M. Eliphinston: History of India, London, 1874
Lands of the Eastern Caliphate, Cambridge, 1905
Kennet, DR: ST. Thomas, The Apostle of India, Madras, 1882
E. Gibbon: Decline & Fall of the Roman Empire, Vol. IV, London, 1788
Amirali, Syed: The Sprit of Islam, Calcutta

G.R. Rawlinson: The Story of the Nations, "Parthia", London, 1893

R. Mukerji: History of Indian Shipping & Maritime Activity, Calcutta, 1912

J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan, Vol. I, Calcutta, 1894

L.R. Furnell: Greece & Babylonia, Edinburgh, 1911

W.M. Flander Petric: Religious Life in Ancient Egypt. London. 1924

S. Julien: Hion Thasang, Vol. I. Paris. 1857

J A. Hammertone, SIR: The World Pictorial Gazetted. London

S.C. Sarkar: Hindustan Year- Book, 1988. Calcutta

Statesman Year- Book. 1923. London

W.W. Hunter: Imperial Gazetteer of India, London. 1893

E.H. Aitken: Gazetteer of the Province of Sind. Karachi, 1907

Selections from the Records of Bombay Government, Nov. XIII Bombay, 1855

Census of India: 1901, Vol. IX. Bombay. 1902

Journal of Royal Asiatic Society. 1899.

Calcutta R. Hughes- Buller: Baluchistan District Gazetteer Makran. Vol. VII.

Bombay, 1906 C.F. Minchin: Baluchistan District Gazetteer. Vol. No. VII A. Kharan, Bombay, 1907

The Modern Review. Calcutta, 1933 March. Calcutta

R. Hughes- Buller: Imperial Gazetteer of India. Vol. Baluchistan. Calcutta, 1908

آئينہ ائوڌ: مولانا سيد ابوالحسن، مطبَع نظامي، ڪان پور، 1305هہ

تحفة الڪرام: مير علي شير قانع ٺٽوي، جلد_3، مطبَع ناصري، بمبئي، 1304هہ

آثار البلاد و اخبار العباد: ذڪريا بن محمد بن محمود قزويني، متوفي 674هہ ليڊن، 1906هہ

ڪتاب البلدان: ابن الفقيہ همداني، ليڊن

احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم: شمس الدين ابو عبدالله محمد بن احمد بشاري مقدسي، متوفي 375هہ، ليڊن، 1906ع

تاريخ احمد: عبدالڪريم علوي، مصطفائي پريس، ڪانپور، 1874ع

ڪتاب المسالڪ والممالڪ: ابن خردازبہ، ليڊن، 1889ع

مروج الذهب و معادن الجوهر: ابوالحسن علي بن حسين بن علي مسعودي، متوفي 346هہ امپريل پريس، پئرس
شاهہ جو رسالو: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي. جلد_1، ڪراچي، 1923ع
ارض القرآن: سيد سليمان ندوي، جلد_1، دارالمصنفين، اعظم ڳڙهہ 1342هہ
عرب وہند کی تعلقات: سيد سليمان ندوي، الله آباد، 1930ع
تمدن هند: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، مترجمہ شمس العلماءِ سيد علي بلگرامي، حيدرآباد دکن
امراء هنود: منشي محمد سعيد احمد مارهروي، اورنگ آباد، 1932ع
آئينہ حقيقت نما: مولانا سيد اڪبر شاهہ، جلد_1، بجنور، 1926ع
تمدن عرب: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، مترجمہ شمس العلماءِ سيد علي بلگرامي، حيدرآباد دکن
وقائع راجستان: مولوي حڪيم سيد نجم الغني، همدم پريس، لکنؤ 1927ع
العبر ديوان المبتداء و النجر: (تاريخ ابن خلدون) ولي الدين ابو زيدد عبدالرحمان بن محمد بن خلدون حضرمي مغربي، متوفي 806هہ، مصر 1284هہ مترجمہ علامہ حڪيم مولوي احمد حسين، الله آباد، 1926ع
معجم البلدان: شهاب الدين ابو عبدالله ياقوت بن عبدالله حموي رومي بغدادي، متوفي 626هہ مطبع ساده، مصر، 1232هہ
سيرت النبي: شبلي نعماني، جلد_1، دارالمصنفين اعظم ڳڙهہ 1332هہ
رحمة العالمين: قاضي محمد سليمان منصورپوري، جلد_1، لاهور
اخبار الطوال: ابو حنيفہ احمد بن دائود دين پوري، متوفي 282هہ، ليڊن، 1888ع
الفاروق: شبلي نعماني، دارالمصنفين، اعظم ڳڙهہ
فتوح البلدان: ابو العباس احمد بن يحيٰ بن جابر بلاذري، متوفي 279هہ ليڊن 1866ع.

## باب ٻيون

Bhandarkar Commemoration Essays Poona, 1917
J. Tod: The Annals & Antiquities of of Rajasthan, Vol. II,. Calcutta. 1894
Strauge (LE): Lands of the Eastern Chahphate. Campridge, 1905
Kalichbeq Furidunbcg: The Chachnamah. Karachi, 1900

Cuningham. A: The Ancient Geog. of India, London, 1871
M. Crindle: Ancient India, Westminister, 1901
E. Gibbon: Decline & Fall of Roman Empire, Vol. VIII. London, 1788
G.P. Tate: Siestan, Calcutta, 1910
The Cambridge History of India, Vol. I, Cambridge. 1922
Constable & L.iet. A. W. Stiffe: The Persian Gulf Pilot. London, 1898
Elliot. H. (Dowson): History of India, Vol. I, London. 1898
C.R. Low: Historical back qround of the Royal Indian Navey, New Delhi, 1934
A.W. Hughes: Baluchistan, London, 1877
J.R. Marsham: Abridgement of the Histoy of India, London
T.H. Holidich, SIR: The Gates of India, London. 1910
Amirali. Syed: History of the Saracens, London
T.W. Arnold: The Preaching of Islam, Aligarh, 1913
Wolfgang Menzel: The History of Germany. Vol II. (Translated by Mrs: G. Harrock). London, 1902
Amirali Syed: The Sprit of Islam. Calcutta
Cuningham A: Coins of Ancient India, London. 1903
J. Hell: The Arab Civilization (Translated by Khudabux) Lahore, 1940
U.M. Daudpota, DR. The Influence of Arabic Poetry on the development of Persian Poetry, Bombay, 1934.
E. H. Aitkn: Gazetteer of thr Prvince of Sind, Karachi, 1907
Journal, Sindh Historical Society, Vol. II, March 1937, Karachi
Gazetteer of the Bombay Province, Vol. IX, Bombay, 1899
R. Hughes-Buller: Baluchistan District Gazetteer Series, Vol. No. VII, Bombay 1906.
R. Hughes-Buller: Imperial Gazetteer of India, Baluchistan, Calcutta, 1908
Jornal of Royal Asiatic Society Bengal, 1881, Calcutta.

ڪتاب المسالڪ والممالڪ: ابن خردازبہ، ليڊن، 1889ع
آئينہ حقيقت نما: مولانا اڪبر شاهہ، بجنور، 1926ع
الفاروق: شبلي نعماني، دارالمعارف، اعظم ڳڙهہ
زوال ايران: مولانا غلام دستگير نامي، لاهور
ابن خلدون: جلد_2، مترجم مولوي احمد حسين، الله آباد، 1926ع

فتوح البلدان: بلاذري، ليڊن، 1894ع
مختصر تاريخ بلوچستان: رحيم داد خان مولائي شيدائي، اليڪٽرڪ پريس، سکر، 1941ع
عجائب الهند: بزرگ بن شهريار، ليڊن، 1886ع
فرشتہ: حڪيم محمد قاسم فرشتہ، اُردو ترجمو نولڪشور لکنوءِ
احسن الانتخاب: حافظ محمد علي حيدر، مطبع اصح، لکنوءِ، 1932ع
ارض القرآن: سيد سليمان ندوي، جلد_1، دارالمعارف، اعظم ڳڙهہ، 1346هہ
ياد ايام: سيد حڪيم عبدالحي، لکنؤ
تمدن عرب: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، مترجم شمس العلماءِ سيد علي بلگرامي، حيدرآباد دکن
تمدن هند: ڊاڪٽر گستاؤلي بان، مترجم شمس العلماءِ سيد علي بلگرامي، حيدرآباد دکن
تحفة الالباب و نجة الاعجاب: ابو حامد ابو عبدالله محمد بن عبدالرحيم بن ربيع غرناطي، متوفي 565هہ، پئرس
عجائب الاسفار: مترجم خان بهادر مولوي محمد حسين، جلد_2، رحماني پريس، دهلي
الڪامل في التاريخ: علامہ عزالدين علي بن محمد بن اثيرلاجزري، متوفي 630هہ جلد_4، ليڊن، 1866ع
مراة الڪونين: مولوي غلام نبي فردوسي، نولڪشور لکنوءِ
التنبيہ والاشراف: امام ابوالحسن علي بن حسين المسعودي، ليڊن، 1983ع
ڪتاب الهند: ابو الريحان محمد بن محمد خوارزمي، بيروني، متوفي 440هہ لنڊن، 1887ع
مختصر تاريخ هند: سيد ابو ظفر ندوي، دارالمعارف، اعظم ڳڙهہ، 1938ع
تاريخ اسلام: مولانا اڪبر شاهہ نجيب آبادي، صوفي پرنٽنگ پريس، پنڊي بهاءُالدين، 1343هہ
تاريخ هندستان: شمس العلماءِ مولوي محمد ذڪاءُ الله دهلوي، علي ڳڙهہ 1915ع
اخبارالاندلس: سي. پي. سڪاٽ، مترجم مولوي محمد خليل الرحمان، جلد_1، لاهور، 1340هہ
المامون: شبلي نعماني، دارالمعارف، 1926ع

اسدالغابہ في معرفة اصحابہ: ابو الحسن علي بن محمد معروف بع ابن اثير جزري، مطبع وهبيہ، مصر، 1280هہ
چهار مقالہ: نظامي عروضي سمرقندي، بمبئي، 1909ع
مجمع الفصحاءِ: رضا قلي خان هدايت، طهران، 1291ع
تذڪرة الحفاظ: شمس الدين ابو عبدالله ذهبي، متوفي 746هہ، دائرة المعارف، حيدرآباد دکن
الاعلاق النفسيہ: ابن رستہ، ليڊن، 1892ع
زين الاخبار: گرويزي، برلن
المسالڪ والممالڪ: ابوالقاسم محمد بن حوقل، متوفي 367هہ، آڪسفورڊ
مروج الذهب: مسعودي، جلد_1، پئرس
تقويم البلدان: عمادالدين اسماعيل بن ملڪ افضل نورالدين (ابوالفداءِ)، متوفي 734هہ، پئرس، 1840ع
معجم البلدان: ياقوت حموي، جلد_7، مصر
تاريخ سنڌ: مولوي نور محمد نظاماڻي، ڀاڱو_2، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد سنڌ، 1932ع
آثارالبلاد: زڪريا قزويني، ليڊن، 1848ع
سفرنامہ: سليمان تاجر، پئرس، 1845ع
ڪتاب الخراج: قاضي ابو يوسف، مصر
رسائل شبلي: شبلي نعماني، رحماني پريس، دهلي
الخطط والاثار و فيات الاعيان و ابناءِ الزمان: قاضي احمد معروف بع ابن خلڪان، متوفي 681هہ، مصر، 1299هہ
لب تاريخ: خان بهادر خداداد خان، رياض الهند، پريس، امرتسر، 1901ع
الاحڪام السلطانيہ: الماوردي، مصر
تاريخ ابن واضح يعقوبي، جلد_2، ليڊن
رسالہ نخرالسودان علي اليضان: جاحظ، مصر، 1324هہ
ابو مسلم خراساني: جرجي زيدان، اُردو ترجمو لاهور
ڪتاب اللمع: ابونصر السراج، يورپ
تاريخ مسعودي: ابوالفضل بيهقي، ڪلڪتو 1862ع
الوحيد اسپيشل سنڌ آزاد ايديشن، 15 جون 1936ع، ڪراچي المعارف، اعظم ڳڙه، آگسٽ 1949ع

# باب ٽيون

E. Gibbon: Decline & Fall of the Roman Empire, Vol. X. London, 1788

Stanely Lane- Poole: Mediaeval India. London. 1917

J. Tod: The Annals & Antiquities of Rajasthan. Vol. I. Calcutta, 1894

E.G. Brown: Literary History of Pensa, Vol. II. 1906

The Cambridge History of India, Vol. I, Cambridge, 1922

M.L. Dames: Papular Poetry of the Balsochees. London. 1907

Elliot. H: History of India. Vol. I, Cambridge, 1922

M.L. Dames: Popular Poetry of the Balochees. London. 1907

Elliot. H: History of India. Vol. I. London. 1898

J. Abbot: Sind, A re-interpretation of the Unhappy Valley, Karachi, 1907

A. W. Hughes: Baluchistan, London, 1877.

Cousens. H: Antiquities of Sind, 1929

C. Stewart: History of Bengal. Calcutta. 1847

Kalichbegh Furidunbeg: The Chachnamah. Karachi. 1900

J. Hutton: Central Asia, London. 1875

Frontier & Overseas Expenditions From India. Calcutta. 1910

Yule. C.B: Marcopolo, Book II. London. 1875

R. Mukerji: History of Indian Shipping & Maritime Activity. Calcutta, 1912

Price: Principal Eventas in Mohomedan History. Vol III. London. 1920

Journal: Sind Historical Society. Jan. 1941, Karachi

E.H. Aitken: Gozetteer of the Province of Sindh. Karachi, 1907

R. Hughes- Buller: Baluchistan Dist. Gazetteer. Vol VII Makran. Bombay. 1906

R. Huges- Buller: Imp. Gazetteer of India, Vol Baluchistan. Calcutta, 1908.

C.F. Minchin: Baluchistan Dist. Gazetter. Vol. VII A. Kharan. Bombay, 1907

تذڪره سلوڪ: مولوي حڪيم نجم الغني رامپوري، نولڪشور لکنوءِ

زين الاخبار: گرويزي، برلن

تاريخ الڪمال: ابن اثير، جلد_9، 1896ع

